# ون يونٽ ۽ سنڌ

(سنڌ جي سياسي تاريخ جو هڪ اهم باب)

پروفيسر اعجاز احمد قريشي



پيڪاڪ پرنٽرز اينڊ پبلشرز
ڪراچي. سنڌ

# ون يونٽ ۽ سنڌ

(سنڌ جي سياسي تاريخ جو هڪ اهم باب)

پروفيسر اعجاز احمد قريشي



پيڪاڪ پرنٽرز اينڊ پبلشرز
ڪراچي۔ سنڌ

| | |
|---|---|
| ڪتاب: | ون يونٽ ۽ سنڌ |
| ليکڪ: | پروفيسر اعجاز احمد قريشي |
| ڇاپو پهريون: | جولاء 2013ع |
| تعداد: | 1000 ڪاپيون |
| لي آئوٽ: | ظفر آفتاب ابڙو |
| ڪمپوزر: | محمد اقبال ابڙو سارنگ امداد |
| ڇپائيندڙ: | پيڪاڪ پرنٽرز اينڊ پبلشرز، ڪراچي-سنڌ |
| سهڪار: | منڇر پبليڪيشن، دادو، سنڌ 0300-3040737 |
| ملهه: | 800 روپيا |

ISBN # 978-969-9543-15-9

| | |
|---|---|
| Book: | ONE UNIT & SINDH |
| Writer: | Prof. Aijaz Ahmed Qureshi |
| Edition First: | July, 2013 |
| Print run: | 1000 Copies |
| Layout: | Zafar Aftab Abro |
| Composer: | M. Iqbal Abro & Sarang Imdad |
| Publisher: | Peacock Printers & Publishers, Karachi-Sindh |
| Collaboration: | Manchhar Publication, Dadu, Sindh |
| Price: | Rs. 800/= |

ملڻ جو هنڌ

**پيڪاڪ پرنٽرز اينڊ پبلشرز**

فليٽ نمبر 404، رفيق سينٽر، عبدالله هارون روڊ، صدر، ڪراچي-سنڌ

فون نمبر: 021-35680607-35682020-0300 2152634

# انتساب

پنهنجي والد سڳوري

**علي احمد قريشي (وڪيل)**

جي نالي

جن پاڻ ’ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ‘ ۾ مُک اڳواڻ ۽
ڪارڪن جي حيثيت ۾ پاڻ پتوڙيو ۽ سندن
صحبت ۽ تربيت سبب ئي مون کي ’ون يونٽ خلاف
هلندڙ تحريڪ‘ ۾ حصو وٺڻ جو موقعو مليو.

# فهرست



## ون يونٽ ڪيئن ٽٽيو؟



## ون يونٽ دوران
## سنڌ سان ٿيل ظلم ۽ ناانصافيون

## ون يونٽ خلاف
## سنڌ جي عوام جي تاريخي جدوجهد

## ون يونٽ خلاف
## جدوجهد ڪندڙ عظيم سنڌي شخصيتون

# ضميما

# پبلشر پاران

سنڌي ٻولي قديم دؤر کان وٺي پنهنجي علمي، ادبي، تهذيبي روايتن ۽ فڪري نواڻ سبب ڏيهان ڏيهه مشهور آهي. مختلف آڳاٽن دورن ۾ اها 'سنڌو لپي'، 'خداوادي خط' توڙي 'ناگري لپي' ۾ اظهار جو ذريعو رهي آهي. انگريزن پاران سومرن جي دور کان اسرندڙ عربي-سنڌي رسم الخط کي آخري شڪل ڏيئي، سرڪاري طور رائج ڪيو ويو. جنهن سان اها هڪ نئين دور ۾ داخل ٿي وئي. سنڌس علمي ادبي ارتقا ۽ اوسر جو سفر تڏهن کان پنهنجي منزل طرف روان دوان آهي. ان جي ترقي ۽ واڌاري ۾ ايندڙ رڪاوٽن مان هڪ ڪتابن جي معياري ڇپائي ۽ مارڪيٽنگ جي گڏيل سرشتي جي اڻاٺ پڻ آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪتابن ڇپائڻ ۽ وري کپائڻ جو عمل هڪ باضابط ڪاروباري نظام جي شڪل ۾ اڃا سوڌو نه اچي سگهڻ واري ڳالهه نه پنهنجي جاءِ تي، پر سنجيده علمي موضوعن بابت عالمي معيار جي علمي ۽ تحقيقي ڪتابن جي اڻاٺ واري مسئلي تي جڏهن غور ڪجي ٿو ته اها حيرت انگيز ڏکوئيندڙ حقيقت آڏو اچي بيهي ٿي ته دنيا جي قديم ترين ٻولين مان هڪ ليکجندڙ پلاري پونءِ جي هن پياري ٻوليءَ ۾ هيل تائين رڳو ڪي چند ڪتاب ئي پڌرا ٿي سگهيا آهن جنهن لاءِ نجي توڙي سرڪاري ادارن پنهنجي سر ڪوششون پئي ڪيون آهن ۽ اهو سفر جاري آهي.

منهنجو ڪتابن جي ترتيب ۽ ڇپائي سان واسطو تڏهن پيو جڏهن ۱۹۸۰ع ۾ ڪراچي يونيورسٽي مان ايم اي سنڌي ادب ۾ پاس ڪري سنڌ اطلاعات کاتي ۾ ۱۹۸۱ع ڌاري ڀرتي ٿيس. ۱۹۸۶ع کان جيئن ئي ثقافت کاتي ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر ڪلچر 'پبلڪيشن' مقرر ٿيس ته ويتر ڪتابن جي ايڊيٽنگ ۽ پرنٽنگ سان انتهائي گهرو لڳاءُ ٿي ويو. ان دور ۾ مون ڪي ڇاليهارو کن ڪتاب ايڊيٽ ڪري ڇپايا هئا. ڪيترن ئي پريس جي مالڪن سنئي صلاح ڏني ته خانگي طور اهو شعبو اختيار ڪريان پر تمام گهڻين مصروفيتن سبب ان وقت ايئن نه ڪري سگهيس. البت ڪن دوستن سان اهڙي ڪم ۾ ڀرپور سهڪار ڪيم. پبلشنگ جا اهي ادارا اڄ ساراهه جوڳو ڪم ڪري رهيا آهن. وڏي وقت کان اها عملي خواهش ۽ تمنا رهي ته ڪو اهڙو

علمي منڊل مچائجي جو ڪاروبار سان گڏ دلي تسڪين ۽ قومي ڪارج جي ادائگي بہ ٿئي! ان سوچ سان 2006ع کان پرنٽنگ سروسز جي طور تي 'عربيہ پبليڪيشنز' جو ادارو قائم ڪيو. جنهن ۾ مسودن جي ترتيب ۽ بهتر اشاعت تي خاص ڌيان ڏنو ويو. ان ڪم ۾ منهنجن باصلاحيت فرزندن: قمر آفتاب ۽ ظفر آفتاب وڏي محنت ۽ جاکوڙ جو مظاهرو ڪيو. ان سان گڏ هنن سنن دوستن تي مشتمل هڪ سرگرم ٽيم پڻ جوڙي ورتي ۽ هڪ نئين اداري 'پيڪاڪ پرنٽرز' جو وجود عمل ۾ آندو. پيڪاڪ طرفان اهڙا معياري ڪتاب ڇپايا ويا آهن جن کي بلاشڪ عالمي معيار جو سڏي سگهجي ٿو. هيئنر هن ڪتاب جي اشاعت سان 'پيڪاڪ پرنٽرز ۽ پبلشرز' جي نالي سان پبلشنگ جي ميدان ۾ بہ پير پاتو آهي.

اداري پاران شايع ٿيندڙ پهريون ئي ڪتاب سنڌ جي جاکوڙي اديب ۽ محقق محترم اعجاز احمد قريشي جي ڪاوش آهي. جنهن جي شخصيت سنڌ جي سماجي، سياسي توڙي علمي ادبي حلقن ۾ هڪ مڃيل حيثيت رکي ٿي. اعجاز قريشي صاحب جيئن تہ پاڻ بہ ون يونٽ خلاف سنڌ ۾ هليل هلچل ۾ شامل رهيو. تنهڪري هن ڪتاب ۾ سنڌ جي سياسي تاريخ جي تحقيقي اڀياس سان گڏ هڪ مشاهداتي رنگ پڻ شامل آهي.

2006ع کان هلندڙ اسان جي اداري سان جن مهربانن ساٿ ڏنو ۽ پال پلايا انهن ۾ ميڊم مهتاب اڪبر راشدي، محترم عبدالعزيز عقيلي، محترم منظور احمد قناصرو، محترم شمس جعفراڻي، ڊاڪٽر محمد علي مانجهي، ڊاڪٽر ڪمال جامڙو، محترم روشن علي قناصرو، محترم مختيار احمد ملاح، آغا نور محمد پٺاڻ، فقير لياقت جوڻيجو، محترم اعجاز قريشي ۽ ٻيا دوست شامل آهن. جڏهن تہ ٽيم طور ڏينهن رات ڪم ڪندڙن ۾ ثناءُ الله سومرو، هوش محمد ابڙو، ڪپتان ابڙو، حاجي فقير محمد سومرو، لال محمد قريشي، سارنگ ابڙو، محمد اقبال ابڙو ۽ بهادر خان خاص طور ذڪر جوڳا آهن. سڀني ساٿ ۽ سهڪار جو مان دل جي گهرائين سان ٿورائتو آهيان.

نيڪ تمنائن سان

**آفتاب ابڙو**

چيئرمين

پيڪاڪ پرنٽرز اينڊ پبلشرز

ڪراچي، سنڌ

ڪراچي

- آگسٽ 2013ع

# پيش لفظ

سنڌ دنيا جي پراڻين تهذيبن مان هڪ تهذيب آهي. ڪيترن ئي هزار سالن کان سنڌ دنيا جي نقشي تي قائم ۽ دائم رهندي پئي اچي. صديون آزاد رهڻ کان پوءِ سندس اوس پاسن ۽ ٻاهريان ايندڙن مٿس حملو ڪيو ۽ هن کي غلام بنائيندا رهيا پر سنڌ جا مقامي ماڻهو ويڙهه ڪندا رهيا ۽ پنهنجي ملڪ کي آزادي ڏياريندا رهيا.

18 صديءَ جي شروع ۾ انگريزن جيئن هندستان تي قبضو ڪيو ۽ ان سان گڏ سنڌ تي به جنگ مڙهي ۽ جنگ ۾ سرسي حاصل ڪرڻ کان پوءِ 1843ع ۾ سنڌ تي قبضو ڪيو. 1843ع تائين سنڌ هڪ آزاد ملڪ هئو. هن ۾ ڪافي وسيلا ۽ معدني ذريعا موجود هئا ۽ هيءَ ذرتي ڪافي سرسبز ۽ شاداب هئي. انهيءَ کي ڏسندي انگريزن جي اک ڦري ۽ هو هن سوني ڪکڙ کي هضم ڪرڻ لاءِ پهتا. سنڌ جي رهواسين ۽ ان جي فوج انگريزن سان وڙهي ۽ پنهنجي وس آهر چڱو تکر کاڌو جنهن جي ردعمل ۾ قبضي ڪرڻ کان پوءِ انگريزن سنڌ کي صوبائي حيثيت به نه ڏني بلڪ هڪ ڪمشنوريت جي ليول تي ڪٽي آيا. شروع ۾ ڪجهه وقت گورنر مقرر ٿيو بعد ۾ انڪي هٽائي ڪمشنر مقرر ڪري رکيو ويو.

انگريزن سنڌ تي هڪ سوورهين کان وڌيڪ عرصي تائين حڪومت ڪئي ۽ سڄي هندستان تي شروعات کان وٺي ٻن سوسالن کان وڌيڪ عرصي تائين حڪومت ڪئي.ايڏي وڏي عرصي دوران هندستان جي مسلمانن ۽ هندن ۾ ڪافي اڻ بڻت پيدا ٿي جنهن جا ڪيترا سماجي سبب ٿي سگهيا پئي. پر وڏو سبب انتظامي گرفت جو هو يعني انگريزن پنهنجي ڪالونائيزيشن کي سگهارو رکڻ لاءِ هنن ٻنهي کي ويڙهائڻ جي ڪوشش ڪئي. نتيجي ۾ 1947ع ۾ هندستان جنهن کي ننڍو کنڊ پڻ چيو ويندو آهي جو ورهاڱو ٿيو ۽ ٻه جدا جدا ملڪ وجود ۾ آيا. هڪ هندستان ۽ ٻيو پاڪستان. مسلم ليگ پاران پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ان ۾ شامل ٿيندڙ

صوبن يا اڪاين بابت ڀرپور واعدا ڪيا ويا هئا جنهن ۾ ڪين آزاد ۽ خودمختيار هجڻ ۽ سندن ٻولي، ڪلچر، ثقافت، ادب ۽ مذهب تي ڪا بہ پا بندي نہ مڙهڻ جي حتمي ڳالهہ ڪئي وئي. 23 مارچ 1940ع تي قرارداد پاس ڪئي وئي، جنهن ۾ صوبن کي Sovereign States چئي ڪين خود مختيار بنائڻ جو واعدو ڪيو ويو. جيئن تہ هن قرارداد ڪان پوءِ پاڪستان ٺهڻ جا امڪان واضح ٿيا تنهنڪري اِهو باور ڪرايو ويو تہ هن ملڪ جي وجود جو بنياد 1940ع وارو ٺهراءُ آهي. جنهن ڪري ان کي قرارداد پاڪستان بہ چيو ويندو آهي ۽ ان ڏينهن تي عام موڪل ڪئي ويندي آهي. ان ڪانسواءِ 1947ع جي ورهاڱي وارو ائڪٽ پڻ قانوني ۽ آئيني طور صوبن کي خود مختياري ڏني ٿو. ان جي وضاحت ڪندي ناميارو قانون دان محترم ڪامريڊ روچي رام لکي ٿو:

"1947ع ۾ برصغير آزاد ٿيو جنهن لاءِ انگليند جي پارليامينٽ 1947ع جو Indian Independence Act (10&11 Geo 6 ch 30) پاس ڪيو. ان موجب هندستان ۾ بہ ملڪ (Dominions/ Federations) ٺهيا. هڪ هندستان ۽ ٻيو پاڪستان. پاڪستان ناهڻ جو اختيار نڪي وائسراءِ کي هونڪي مسلم ليگ جي ڪنهن ليڊر کي، پر ان لاءِ انگليند جي پارليامينٽ کي قانون پاس ڪرڻو هو. انگليند جي پارليامنيٽ جا ٽي حصا آهن: هڪ هائوس آف ڪامنس، ٻيو هائوس آف لارڊز ۽ ٽيون انگليند جي راڻي يا بادشاهہ. سو انگليند جي پارليامينٽ اهو ائڪٽ پاس ڪيو. سنڌ اسيمبلي تہ اڳ 1943ع ۾ ئي پاڪستان جي حق ۾ ٺهراءُ پاس ڪيو هو. انگليند جي قانون موجب 1947ع ۾ سنڌ اسيمبلي جو اجلاس انهي مطلب لاءِ گهرايو ويو. اتي اهو سوال پيش ٿيو ۽ سنڌ اسيمبلي آزاد ٿيڻ بعد هڪ دفعو وري پاڪستان ۾ شريڪ ٿيڻ جو فيصلو ڪيو. ٻين صوبن پڻ اهڙي قسم جو جمهوري حق استعمال ڪندي پاڪستان کي جوڙيو. معني تہ پاڪستان صوبا نہ ناهيا هئا، پر صوبن پاڪستان جوڙيو هو. سنڌ تي حڪمراني ۽ اختيار اعليٰ جي مالڪي انگريز وٽ هئي جنهن جا سمورا اختيار اتي جي پارليامينٽ وٽ هئا. سنڌ اسيمبلي انڊين انڊيپينڊنٽ ائڪٽ 1947ع هيٺ جيڪو پاڪستان جي حق ۾ ٺهراءُ پاس ڪيو هو سو Affiliate ڪيو هو يا الحاق ڪيو هو. نہ ڪي پنهنجي حيثيت کي ختم ڪري ڇڏيو هو. سنڌ پاڪستان جي وفاق ۾ شامل ٿيڻ لاءِ Affiliate ٿيو هو. Affiliate ۽ الحاق جو مطلب

آهي companion to join confederate to become connected to associate as friend. پاڪستان صوبا نہ ٺاهيا آهن پر ٻين صوبن سان گڏجي، سنڌ ئي پاڪستان ٺاهيو آهي." (ڪتاب "نئين سياسي سوچ" ص 62-63)

1947ع ۾ ٿيندڙ انهيءَ ورهاست ڪانپوءِ اُتندي ئي پاڪستان جي نون ٺهندڙ صوبن ۾ هندستان ڪان ايندڙ ماڻهن جي لڏ پلاڻ ٿي، جنهن جو وڏو نقصان سنڌ کي ٿيو. سنڌ جو هندو جيڪو سنڌي ڳالهائيندڙ هئو سو وڏي تعداد ۾ هتان لڏي ويو. هن صوبي جي مسلمانن ۽ هندن جي ٻولي، ادب ۽ ثقافت ساڳي هئي. سنڌن لاءِ اهڙي صورتحال پئدا ڪئي وئي جو ڪين هندستان لڏڻو پيو ڇو تہ هو هندو هئا ۽ هيڏانهن ايندڙ اسان جا مسلمان ڀائر هئا. باوجود ان جي تہ سنڌن ٻولي، زبان، ادب، ثقافت ۽ اٿڻي ويهڻي هتان جي سنڌي مسلمانن ڪان گهڻو مختلف هئي.

هتان لڏي ويندڙ ماڻهو بنيادي طرح امير ۽ پڙهيل طبقي سان تعلق رکندا هئا ۽ منجهن وچين ڪلاس (مدل ڪلاس) جا ڪافي ماڻهو هئا. مدل ڪلاس هميشہ معيشت ۽ معاشري لاءِ ڪرنگهي جي هڏيءَ جي حيثيت رکندڙ هوندو آهي.

هتان جا 90 سيڪڙو سنڌي هندو لڏي ويا. هندستان جا لکين مهاجر اردو ڳالهائيندڙ لڏي پاڪستان آيا ۽ انهن جي گهڻائي اچي سنڌ ۾ آباد ٿي. ڇو تہ انهن کي ملڪ جي ٻين صوبن ۾ آباد ڪرڻ نہ ڏنو ويو. تمام ٿورا ٻين صوبن ۾ وڃي رهيا. هيڏانهن اچڻ وقت سرحد ۽ پنجاب وارن کين چيو تہ بابا پاڪستان اڳتي اٿو ۽ پوءِ سڀ ٽرينون اچي سکر، حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾ بيٺيون ۽ هي سڀ هتي لهي پيا.

پاڪستان ۽ هندستان جي تاريخ جا ورق اٿلائجن ٿا تہ اهڙو ڪوبہ دستاويز ڪونہ ٿو ملي جنهن ۾ اهڙي قسم جو معاهدو ٿيل هجي جنهن ۾ لڏ پلاڻ جو ڪو ذڪر ڪيل هجي. بهرحال ماڻهن جي هڪ تمام وڏي لوڊ اچي سنڌ جي اهم ۽ وڏن شهرن ۾ شامل ٿي. پاڪستان نئون ملڪ ٺهيو هو. هن مان سڀئي پر اميد هئا تہ هن ملڪ جي ماڻهن جي اقتصادي ۽ سماجي حالت سڌرندي، پر بعد ۾ پيش ايندڙ صورتحال انهن اميدن تي پاڻي ڦيري ڇڏيو. پاڪستان ٺهڻ ڪان پوءِ هڪدم ڪراچيءَ کي انتظامي طور سنڌ ڪان ڌار ڪري مرڪز جي حوالي ڪيو ويو. جيتوڻيڪ ان ۾ وقتي طور سنڌ جي گادي بہ رهڻ ڏني وئي، پر عملي طرح اها سجو وقت پاڪستان جي گاديءَ جو هنڌ

رهي. سنڌ يونيورسٽيءَ کي ختم ڪري ان کي حيدرآباد منتقل ڪيو ويو ۽ ان جي جاءِ تي ڪراچي يونيورسٽي قائم ڪئي وئي جنهن مان سنڌي شاگردن کي نيڪالي ڏياري وئي جنهن ڪري انهن جو مستقبل ڪراچيءَ ۾ اونداهو ٿي ويو. ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ تمام وڏي اڪثريت سان هندستان مان ايندڙ اردو ڳالهائيندڙ شاگرد داخل ڪيا ويا ۽ سنڌي شاگردن کي داخلائون تمام گهٽ انداز ۾ ڏنيون ويون. سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڪراچيءَ ۾ قائم ٿيڻ وقت ٿڌهوَڪي وزير تعليم جناب پير الاهي بخش صاحب علي ڳڙهه جي هڪ پروفيسر اي بي اي حليم کي گهرائي ڪيس سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائس چانسلر مقرر ڪيو. پر جيئن سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد منتقل ٿي ته پير الهي بخش صاحب اي بي اي حليم صاحب کي منٿ ڪئي ته هو حيدرآباد هلي سنڌ يونيورسٽيءَ جون واڳون سنڀالي پر حليم صاحب ڪنو جواب ڏنو ۽ هُن ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ ئي رهڻ پسند ڪيو.

هي اهو دور آهي جنهن ۾ اسان جي سياسي رهنمائن اهو محسوس ڪيو ته هن نئين ملڪ جي ٺهڻ وقت ملڪ جي وفاق ۾ شامل ٿيندڙ اڪاين جي خودمختياريءَ بابت ڪيل واعدن جي ڪابه وفا نه پئي ڪئي وڃي ۽ اٿڻ شرط سنڌي ماڻهن سان ناانصافي ڪئي پئي وڃي. اسان جي محترم سياستدان ۽ هاري رهنما حيدر بخش جتوئي ان راند ۽ چال کي محسوس ڪندي هڪ اهم ترين ڪتابڙو لکيو ته "ڇا سنڌي ٻولي ڪراچيءَ ۾ رهندي يا نه؟

(Shall Sindhi language stay or not in Karachi ?)

جتوئي صاحب واضح ڪيو ته ڪراچي يونيورسٽيءَ مان سنڌي ٻوليءَ کي نيڪالي ڏيڻ وارا ان وقت ڪيل فيصلا سراسر ناانصافيءَ تي ٻڌل هئا. جتوئي صاحب انگن اکرن سان اهو ظاهر ڪيو آهي ته ڪراچيءَ ۾ موجود 500 سنڌي اسڪول پڻ بند ڪيا ويا ۽ سنڌي شاگردن کي سخت نقصان ٿيو. جتوئي صاحب پنهنجي ان پمفليٽ آخر ۾ هڪ اپيل ذريعي حڪومت تي زور ڀريو ته هُو سنڌي ٻوليءَ سان ناانصافي نه ٿيڻ ڏين ڇو ته سنڌ هڪ انتهائي پراڻي تهذيب آهي ۽ ان جي ٻولي هڪ سڌريل ۽ ترقي يافته ٻولي آهي ۽ ان کي ڪراچيءَ مان ختم ڪرڻ سنڌي ماڻهن سان تمام وڏي نا انصافي ٿيندي. جتوئي صاحب جي اهڙي پرزور اپيل ڪانپوءِ سنڌ جا الاهي ماڻهو سنڌس حمايت ۾ نڪري آيا. ڪراچي سنڌ جو وڏي ۾ وڏو ترقي يافته شهر هو جنهن ۾ بندرگاهه ۽ ٻيون ڪئين سهولتون موجود هيون ۽ هيءَ شهر سنڌ لاءِ

آمدنيءَ جو وڏي ۾ وڏو ذريعو پڻ هو. جڏهن ڪراچي کي علحده ڪيو پئي ويو تہ سنڌ جي تمام گهڻن ماڻهن ۽ سياستدانن ان قدم جي مخالفت ڪئي. اينتريقدر جو 2 فبروري 1948ع تي سنڌ اسيمبليءَ اتفاق راءِ سان اهو ٺهراءُ پاس ڪيو تہ ڪراچي کي صوبائي انتظاميہ جي ڪنٽرول مان ٻاهر ڪڍي مرڪزي حڪومت کي نہ ڏني وڃي پر ايڏي وڏي احتجاج جي باوجود 1948ع ۾ پاڪستان جي مرڪزي قانون ساز اسيمبلي ڪراچيءَ کي مرڪز جي حوالي ڪرڻ جو ٺهراءُ پاس ڪيو. ان وقت ئي سنڌ جي صوبائي اسيمبليءَ جي مسلم ليگ پارٽي ان مرڪزي فيصلي کي تسليم نہ ڪيو ۽ پنهنجو هڪڙو وفد ناهي قائد اعظم محمد علي جناح ڏانهن بلوچستان جي شهر زيارت ڏانهن موڪليو پر انهن کي ناڪاري جواب مليو ۽ وفد ناڪام ٿي موٽي آيو. 23 جولاءِ 1948ع تي باوجود سيني مخالفتن جي گورنر جنرل صاحب جي حڪم تحت ڪراچيءَ کي پاڪستان جي گاديءَ جو هنڌ قرار ڏئي صوبائي تحويل مان وٺي مرڪز جي حوالي ڪيو ويو. مٿين انهن مثالن مان اهو واضح ٿيو تہ شيون ڪنهن سنڌي طرف نہ وڃي رهيون هيون پر انهن جو لاڙو ڪنهن ٻئي طرف هيو. سنڌي ماڻهن هن ڪان اڳ ۾ سنڌ جي بمبئي کان آزاديءَ لاءِ تمام گهڻي جدوجهد ڪئي ۽ آخر هُو ڪامياب ٿيا. سنڌي ماڻهن جو اهو خيال هو تہ بمبئي کان آزادي وٺڻ کانپوءِ سنڌ وڌيڪ ترقي ڪندي. سنڌ جو ڪلچر، ٻولي ۽ ادب تمام اڳيان وڌندو. پر جيئن پوءِ ٿيڻ صورتحال ان جي ابتڙ ٿيندي وئي. خاص طور پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ سنڌ جي اقتصادي وسيلن، ٻولي، ادب ۽ ڪلچر تي اڻ سهو وار ڪيا ويا.

پاڪستان کي جيتوڻيڪ آئيني ۽ قانوني طور وفاقي ۽ جمهوري ملڪ قرار ڏنو ويو پر عملي طور سول ۽ ملٽري بيوروڪريسي جي اتحاد تحت هلايو ويو. 1947ع کان 1956ع تائين ملڪ ۾ پنجابي حڪمرانن جو راڄ هو جنهن ۾ نمايان طور غلام محمد گورنر جنرل، چوڌري محمد علي، ممتاز دولتانہ، مشتاق گرماني، مظفر قزلباش، ممدوٽ ۽ ٽوانہ خاندان ملڪ جي مٿان قابض هئا. انهن پاڻ سان ننڍن صوبن جا ڪجهہ ماڻهو شامل ڪيا هئا جيڪي سنڌن سات ڏيندا رهندا هئا ان ۾ جناب محمد ايوب کهڙو، جناب پير علي محمد راشدي، جناب سر غلام حسين هدايت الله، جناب پيرزادہ عبدالستار، مير غلام علي ٽالپر، جناب قاضي محمد اڪبر، حاجي مولا بخش سومرو ۽ انهن جهڙا ٻيا ڪيترائي شامل هوندا هئا. اهڙي نموني

مشرقي پاڪستان مان حسين شهيد سهروردي ۽ ان جا ساٿي. خيبر پختونخوا اڳوڻو سرحد، مان عبدالرشيد خان. ڊاڪٽر خان صاحب، عبدالقيوم خان ۽ ٻيا. بلوچستان مان قاضي محمد عيسيٰ ۽ ڪي ٻيا شامل هئا.

انهن سيني گڏيل طورتي سڄي پاڪستان تي 1948ع کان وٺي 1955ع تائين حڪومت ڪئي جنهن ۾ پنهنجي مرضيءَ مطابق وزيراعظم، وزيراعليٰ، وزير مقرر ڪندا رهيا ۽ هر وقت سياسي پيچ ڏاهه جا حامل رهيا. 1947ع کان 1951ع تائين هندستان مان لڏي ايندڙ اردو ڳالهائيندڙ مسٽر لياقت علي خان جنهن حقارت وچان سنڌي قوم کي "گڏهه هڪليندڙ قوم" سڏيو ملڪ جو وزيراعظم رهيو. سهروردي، محمد علي بوگري، فيروزخان نون، آءِ آءِ چندريگر، چوڌري محمد علي مختلف وقتن تي گوڙ ڪيو ۽ قانون ساز اسيمبليءَ ۾ پنهنجو موقف رکيو پر انهن جي ڪنهن به نه ٻڌي وئي. پر مورڳو لياقت علي خان پنهنجي تقرير ۾ اهو چيو ته هيءُ ملڪ هندستان جي مسلمانن لاءِ ٺهيو آهي ۽ انهن ٺاهيو آهي ۽ اتان ايندڙن جي ٻولي جيئن ته اردو آهي تنهنڪري هن ملڪ جي ٻولي اردو رهندي. انهيءَ بحث مباحثي يا ڊبيٽ جي دوران گهڻي ڀاڱي بنگالي ميمبرن جي اڪثريت ۽ ڪجهه سنڌي ۽ ٻين ميمبرن ان جي مخالفت ڪئي پر جيئن ته ان وقت ملڪ ۾ پنجابي مهاجر گٺ جوڙ حڪومت ڪري رهيو هو ان ڪري ڏنڊي جي زور تي اردو ٻوليءَ کي ڳپان ڪيو ويو. انهيءَ جي رد عمل ۾ 1952ع ۾ ڍاڪا ۾ تمام وڏا مظاهرا ٿيا ۽ چار بنگالي شاگرد شهيد ٿيا ۽ ان ڪانپوءِ ان تحريڪ جي زور تي بنگالي ٻوليءَ کي پڻ سرڪاري ۽ قومي ٻوليءَ جي حيثيت ڏني وئي. ان وقت سنڌي ماڻهن پنهنجي سنڌي ٻولي ۽ ٻين صوبائي ٻولين جي حق ۾ مظاهرو ڪيو ته انهن سيني ٻولين کي ملڪ جون سرڪاري ۽ قومي ٻوليون قرارڏنو وڃي پر سندن هڪ به نه ٻڌي وئي.

زيادتين جي سلسلي جي انتها آخرڪار "ون يونٽ" جي صورت ۾ ظاهر ٿي. وجود سنڌين، پٺاڻن ۽ بلوچن جي زمين جي ملڪي اقتدار سي قابض فوجي ۽ سول بيوروڪريسي گڏيل طورتي 1955ع ۾ ون يونٽ مڙهي صوبن جي صوبائي حيثيت ختم ڪري ون يونٽ قائم ڪيو ويو. 1969ع جي پڇاڙيءَ ۾ ون يونٽ ٽوڙڻ جو اعلان ڪيو ويو. جون 1970ع ۾ ان اعلان کي عمل ۾ آڻي صوبا بحال ڪيا ويا. 1971ع ۾ بنگال ۾ اسان کان الڳ ٿي ويو. ان ڪانپوءِ هڪ نئين پاڪستان جي شروعات ٿي. سنڌ جي صوبائي حيثيت

بحال ٿي وئي پر ڇا سنڌ کي اهو ڪجهه حاصل ٿيو جيڪو 1947ع کان اڳ ڪيس حاصل هو؟؟

1970ع کان 2013ع تائين سنڌ ڇا حاصل ڪيو ۽ ڇا وڃايو آهي جيتوڻيڪ اهو هڪ ڌار تحقيقي ڪتاب جو موضوع ٿي سگهي ٿو. پر هتي مختصر طور اهو عرض رکندس ته گذريل انهيءَ عرصي دوران سنڌ کي (بمبئي کان جدا ڪري انڊين وفاق اندر) 1935ع جي ائڪٽ تحت مليل اهڙي سيري صوبائي خودمختياري به ڪيس وري حاصل ٿي نه سگهي آهي. 1973ع ۾ نئون آئين جوڙيو ويو. پر وفاق کي صوبن جي پيٽ ۾ وڏ ۾ وڏا اختيارن سان نوازيو ويو. پاڻيءَ جي منصفاڻه ورهاست ڪڏهن به نه ٿي، ناڻي جي ورڇ وڏي صوبي جي فائدي ۽ مرضيءَ کي ٿي آڏو رکي ٿيندي رهي، جيتوڻيڪ 1973ع جي آئين ۾ هينئر 2011ع ۾ ڪجهه ترميمون ڪري صوبن کي ٿورا حق ڏنا ويا آهن پر انهن ترميمن تي ڪيتريقدر عمل ٿي رهيو آهي اهو پڻ غور طلب آهي. سنڌ ۾ روز بروز وڌندڙ ڌارين جي آبادڪاري سبب صورتحال هينئر اها وڃي بيٺي آهي جو سنڌين جو عملي طور پنهنجن صوبائي ڪاتن ۽ ادارن تان ڪنٽرول ختم ٿيندو پيو وڃي. رهيل ڪسر ٻوڏن ۽ برساتن جي قدرتي آفتن سان گڏ حڪومتي بدانتظامي، بد نظمي ۽ ڪرپشن پوري ڪري ڇڏي آهي. سنڌي ٻولي ۽ ادب جي ڇپائيءَ ۾ جيتوڻيڪ اڳ جي ڀيٽ ۾ واڌارو اچي چڪو آهي ۽ اها هڪ نهايت خوشگوار ڳالهه پڻ آهي پر اڳ جي ڀيٽ ۾ سنڌ جي وڌندڙ آباديءَ جي تناظر ۾ ۽ جديد دؤر جي تقاضائن پٽاندڙ اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ذريعه تعليم واري حيثيت ۽ ٻوليءَ جو تدريسي معيار ڪهڙي پد تي پهتل آهي، اهو پڻ فڪر انگيز سوال آهي. ون يونٽ کانپوءِ جي سنڌ جي سياسي تاريخ جي سهيڙ توڙي سنڌ ڪيس جي حوالي سان مٿي ڄاڻايل نڪتا نهايت اهم آهن.

سنڌ جي تاريخ جي ان اونداهي دؤر يعني ون يونٽ دور جي پسمنظر ۽ پيش منظر بابت تفصيلي طور تي لکڻ جي ضرورت ڪافي عرصي کان سنڌ جي ساڃاهه وند حلقي ۾ شدت سان محسوس ڪئي پئي وئي ۽ جيئن ته مان پاڻ به 1967-1969ع واري دور ۾ ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ سان لاڳاپيل رهيس ۽ سنڌ جي سياسي تاريخ منهنجو سڀ کان پسنديده موضوع آهي تنهنڪري مون ان دؤر کي سهيڙي سموهي ڪتابي صورت ۾ منظر عام تي آڻڻ لاءِ سوچيو. مون ان سلسلي ۾ 2005ع کان (جڏهن مان سيبدا ۾ جنرل

مئنيجر هئس، ڪم شروع ڪيو. جيئن ته هن موضوع جا تمام گهڻا سياسي، سماجي ۽ معاشي پاسا هئا تنهنڪري ان سلسلي ۾ ڪوجنا لاءِ تمام گهڻي جاکوڙ ۽ محنت ڪرڻي پئي. ون يونٽ جي موضوع تي اردو توڙي سنڌي ۾ ڇپيل ڪتابن جو فقدان به هڪ مشڪل مسئلو ٿي سامهون آيو. مواد جي ڳولها ڦولها دوران نيشنل لائبريري اسلام آباد جي ڪيٽلاگ ۾ ون يونٽ تي هڪ پمفليٽ "ون يونٽ ڪي داستان غم" نظر آيو. انتظاميا کان پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو ته ان ڪتابڙي جي فوٽو اسٽيٽ يا نقل ڪرڻ تي پابندي لڳل آهي، تنهنڪري صرف ڏسي سگهجي ٿو. ڏسڻ کان پوءِ معلوم ٿيو ته اهو لاهور جي هڪ وڪيل 1957ع ۾ ون يونٽ خلاف مغربي پاڪستان اسيمبلي ۾ قرار داد پاس ٿيڻ تي ڏک ۾ احتجاج طور لکيو هو . پر لائبريري جي انتظاميا صرف ون يونٽ جو نالو ڏسي ان کي "خطرناڪ" سمجهي متس پابندي لڳائي ڇڏي هئي. اهڙي طرح پير علي محمد راشدي جو ڪتاب "ون يونٽ ڪي تاريخ" جيئن ته دفاعي انداز ۾ لکيل هو تنهنڪري ون يونٽ بابت نوس ڄاڻ کان خالي هو. ان کانسواءِ محمد ايوب نالي مصنف جو لکيل هڪ ڪتاب "سنڌ، پنجاب اور پاڪستان" پڻ نظر مان گذريو، جنهن ۾ ون يونٽ تي هڪ باب به شامل هو. مصنف ون يونٽ جي حمايت ۾ اهيو به لکيو آهي ته "ون يونٽ جي قيام مغربي پاڪستان جي سيني علائقن کي پاڻ ۾ ملائي ڇڏيو هو. ان فيصلي کي صوبي سنڌ جي حيدر بخش جتوئي ۽ جي ايم سيد وغيره پسند ڪيو هو" (سنڌ، پنجاب اور پاڪستان. محمد ايوب. پيرا ميڊيا ڪميونيڪيشن لاهور. 1995ع ص-71). هن کي بدديانتي چئجي يا تاريخ سان هٽ چراند؟! ان ڳالهه جو فيصلو مان پڙهندڙن تي ڇڏيان ٿو.

تاريخ هڪ اهڙو موضوع آهي جنهن جو ڪوانت ۽ ڇيهه آهي ئي ڪونه. تنهنڪري مونکي هن ڳالهه جو پڻ شديد احساس آهي ته هي ڪتاب هن موضوع تي ڪو حرفِ آخر ناهي ان سلسلي ۾ اڃا به وڌيڪ ڪوجنا جي ضرورت آهي.

ڪتاب ۾ ون يونٽ خلاف جدوجهد ڪندڙ ناميارين شخصيتن واري باب جي سلسلي ۾ اها وضاحت ضروري سمجهان ٿو ته انهن شخصيتن تي وت ۽ وس آهر جيڪو به مواد ملي سگهيو اهو ڏنو ويو آهي. مان سمجهان ٿو ته اڃا ڪوڙ ساريون شخصيتون رهجي ويون آهن. جن تي باوجود گهڻي ڪوشش جي احوال نه ملي سگهيو.

ون يونٽ مواد جي ڳولا لاءِ مختلف لائبريرين جهڙوڪ سنڌ آرڪائيوز لائبريري، سنڌالاجي ڄامشورو، قاسميه لائبريري ڪنڊيارو، عثمانيه لائبريري چنيهاڻي ڪنڊيارو، نيشنل لائبريري اسلام آباد وڃڻو پيو. ان سلسلي ۾ مٿين لائبريرين جي منتظمين محترم نعيم دائود پوٽو (سنڌ آرڪائيوز ڪراچي)، مولانا محمد ادريس سومرو (قاسميه لائبريري ڪنڊيارو) ۽ محمد عثمان عباسي (عثمانيه لائبريري چنيهاڻي) جي بيحد سهڪار سان سڀ ڪم سولا ٿي پيا جنهن ڪري انهن دوستن جو ٿورائتو آهيان. مختلف دوستن جن ۾ امان الله شيخ ۽ ثناءُ الله سومرو خاص طور ذڪر جوڳا آهن، جن مونکي ان لاءِ اتساهيو ۽ گڏوگڏ مفيد صلاحون ۽ مشورا پڻ ڏنا ۽ مواد جي سهيڙ ۾ سهڪار پڻ ڪيو. مان سندن بيحد ٿورائتو آهيان. ان سان گڏ محترم منير چنا ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ جون ڪجهه اهم تصويرون مهيا ڪيون، جنهن لاءِ سندس ٿورائتو آهيان.

ڪتاب جي ڪمپوزنگ جي سلسلي ۾ سنڌ جي ناميا ري ڇپائي اداري پيڪاڪ پرنٽرز ۽ عربيه پبليڪيشن جي ٽيم جي ساٿين قمر آفتاب ابڙو، ظفر آفتاب ابڙو، محمد اقبال ابڙو، سارنگ امداد ۽ هوش محمد ابڙو جو پڻ وڏ ۾ وڏ ٿورائتو آهيان جن نهايت محنت ۽ لگن سان اهو ڪم سر انجام ڏنو. ان سان گڏ پيڪاڪ پرنٽرز اينڊ پبلشرز جي پبلشر محترم آفتاب ابڙي جو پڻ وڏ ۾ وڏ ٿورائتو آهيان جنهن ڪتاب جي ڇپائي جي مرحلي کي نهايت سهڻي نموني نڀايو. اميد ته هي ڪتاب سنڌ جي پڙهيل لکيل حلقن ۾ جوڳي مڃتا ماڻيندو.

**پروفيسر اعجاز قريشي**
03003040737
profaijazqureshi@gmail.com

1 جولاءِ 2013ع
ڪراچي، سنڌ

قاضي فضل الحق سليمان

# سنڌ ۽ ون يونٽ

(پروفيسر اعجاز احمد قريشيءَ جي ڪتاب "ون يونٽ ۽ سنڌ" تي تعارفي مقالو)

پاڪستان جي موجوده صوبن سنڌ، بلوچستان، پنجاب ۽ خيبر پختونخوا ۾ انگريزن جي سامراجي قبضي کان اڳ اهي سڀ علائقا بالخصوص پنجاب، سنڌ ۽ بلوچستان آزاد ۽ خودمختيار رياستن جي حيثيت ۾ موجود هئا. پنجاب ۾ رنجيت سنگهه 40 سالن تائين مسلمان اڪثريت تي حڪومت ڪندو رهيو. انگريزن طرفان ايجاد ڪيل Martial Race وڏي صبر ۽ تحمل سان سکن جو ظلم ۽ تشدد برداشت ڪندا رهيا. رنجيت سنگهه پنهنجي فوجي قوت سان پشاور تي قابض ٿي ويو ۽ اهڙي طرح انگريزن جي ايجاد ڪيل ”مارشل ريس“ "Martial Race" پٺاڻن کي شڪست ڏيندي NWFP جي وسيع تر علائقن تي حڪومت ڪندو رهيو ۽ اتي سک گورنر راج نافذ هو.

رنجيت سنگهه ملتان ۾ مقامي حڪمران سادوزئي (Sodozai) کي انيڪ يلغار ۾ شڪست ڏئي ملتان تي قبضو ڪيو. رنجيت سنگهه سنڌ تي حملو ڪري قبضو ڪرڻ جي منصوبن ۾ مشغول هو. هر قسم جا حربا بهانا بنائيندي ٽالپرن کي خوفزده ڪندو رهيو. سنڌ تي رنجيت سنگهه جي حملي جون تياريون جاري هيون. ته ان وچ ۾ انگريزن جي Intervention Line of Punjab جي ڪري رنجيت سنگهه جو پنجابي "One Unit" جو منصوبو ڪامياب ٿي نه سگهيو.

تاريخي حقائق تلخ ٿين ٿا. عموماً انهن جي پردا پوشي ٿيندي رهي آهي، پر حقيقتن کي گهڻي عرصي تائين لڪائي نه ٿو سگهجي.

شير باز مزاري پنهنجي انگريزي ۾ لکيل ڪتاب "A Journey To Disillusionment" ۾ پنجابي مسلمانن جي سک دور ۾ حيثيت جي باري ۾ لکي ٿو ته:

"It is an embarrassing fact of history for the Punjabi Muslims to recall the ease with which they accepted the domination of Punjab by Sikhs. With few notable exceptions the Muslims of Punjab were exceptionally quick to serve their new masters loyaly and even to the extent of taking up arms against other Muslims to help serve the interests of their new Sikh rulers.

Among notable exceptions none was more outstanding then Nawab Muzaffar khan Sadozai the Afghan Governor of Multan. Between 1802 and 1817 Nawab repulsed sevens attacks. In 1818 facing defeat in the eighth and final attack Sikhs shot him down from safe distance.[1]

اها هڪ اڻ وڻندڙ ۽ ڳڻتيءَ جوڳي حقيقت آهي ته پنجاب جي مسلمانن تمام آسانيءَ سان پنجاب تي سڪن جو تسلط قبول ڪيو. سواءِ چند قابل داد مسلمان امراء جي باقي پنجاب جي مسلمانن نون حڪمرانن جي تابعداري ۾ ڪا به مزاحمت نه ڪئي ۽ "Loyalty" (وفاداري) انهيءَ حد تائين جو نون حڪمرانن جي تائيد ۾ ٻين مسلمانن تي حملن ۾ تمام گهٽي ڦڙتيءَ جو مظاهرو ڪيو.

1802ع ۽ 1817ع جي وچ ۾ سڪن ست دفعا ملتان تي حملا ڪيا جيڪي افغان گورنر مظفر خان سادوزئي ناڪام بنايا ۽ سڪن جو اٺون حملو ڪامياب ٿيو جنهن معرڪي ۾ سفيد ريش گورنر مظفر خان مجاهدانا نموني ۾ وڙهيو ۽ سڪن پري کان هن کي گولين جو نشانو بنايو. رنجيت سنگهه جو پشاور کان ملتان تائين "One Unit" جو منصوبو ڪامياب رهيو سواءِ سنڌ جي.

خشونت سنگهه پنهنجي انگريزي ۾ تصنيف ڪيل ڪتاب Ranjit Singh the Maharaja of the Punjab ۾ لکي ٿو ته:

"Ranjit Singh was toying with the idea of expanding his kingdom in the direction of Sea"

"If the Punjabi empire was to expand any further, it could only be over the Sindh desert to the Sea......

Ranjit Singh's mind had been turning towards Sindh for some time. But before he could take any steps in the direction, the English sent their agents to the Amirs of Sindh when the news of Anglo-Sindhian negotiations reached, Lahore[3]

"رنجيت سنگهه جو خام خيال اهو هو ته هو پنهنجي سلطنت سمنڊ جي طرف وڌائڻ جي سوچن ۾ مشغول هو. جيڪڏهن پنجابي سلطنت وڌائڻ مقصود هئي ته اهو سمنڊ ڏانهن پهچڻ لاءِ سنڌ مٿان قبضي ڪرڻ سان ٿي

ممڪن تي سگهي پئي. رنجيت سنگهه جا تصورات سنڌ طرف مائل هئا. پر اتفاق اهڙو ٿيو جو ان طرف قدم وڌائڻ کان اڳ انگريزن پنهنجا Agent ۽ ڪارندا به سنڌ جي اميرن ڏانهن موڪليا. انگريزن ۽ سنڌ جي اميرن جي درميان گفتگو جو آغاز ٿيو ان ڪري رنجيت سنگهه جو سنڌ تي قبضي وارو منصوبو اڌورو رهجي ويو." اهڙي طرح پشاور کان ڪراچيءَ تائين "One Unit" عمل ۾ نه اچي سگهيو.

پنجاب جي صاحب اقتدار ۽ وسيع نظر رکندڙ سياستدانن ۽ دانشورن جون نظرون ڊگهي عرصي کان سنڌ جي وسيلن تي رهيون آهن. ۽ هو موقعن جي تلاش ۾ مصروف رهيا آهن.

مسلم ليگ جي 1930ع واري ساليانيءَ اجلاس جيڪو الهه آباد ۾ منعقد ٿيو ان جي صدارتي خطبي ۾ علامه اقبال فرمايو ته:

"I would like to see Punjab, North west frontier province, Sindh, and Baluchistan amalgamated in to a single state, Self-governing within British Empire, the formation of the consolidated North-west Indian Muslim state appears to me to be the final destiny of the Muslims, at least of North-west India" [4]

"منهنجي منشا اها آهي ته پنجاب، نارٿ ويسٽ فرنٽيئر صوبو، سنڌ ۽ بلوچستان کي ملائي هڪ رياست ٺاهي وڃي جيڪا خودمختيار هجي ۽ برطانوي -راڄ جي تحويل ۾ هجي.

انهيءَ قسم جوالحاق هڪ مشترڪ نارٿ- ويسٽ هندستاني مسلمان رياست جوڙيندو. مون کي لڳي ٿو ته نارٿ-ويسٽ هندستان مسلمانن جو مقدر آهي." هتي اهم نڪتو اهو آهي ته بنگال جي مسلمان اڪثريت کي عليحده ڪابه حيثيت نه ڏني وئي آهي. علامه اقبال جي فڪر جو اندازو سندس ڪيل خطاب جي عبارتن مان بخوبي ملي ٿو. اهو "One Unit" جو تصور آهي جيڪو علامه اقبال مسلم ليگ جي الهه آباد واري ڪانفرنس ۾ پيش ڪيو. جيڪي حروف استعمال ڪيا ويا آهن. اهي آهن "Amalgation" يعني پنجاب، سنڌ، NWFP ۽ بلوچستان جو اشتراڪ Consolidated North-West Indian Muslim State.

1954-55ع ۾ جيڪو "One Unit" جو تصور هو اهو به بلڪل هوبهو اقبال جي فڪر جي عملي تعبير ۽ تعمير هئي. علامه اقبال اهو تصور 1930ع ۾ ئي پيش ڪري چڪو هو جنهن تي سنڌ جي مدبر سياستدانن ڪوبه

توجهه نه ڏنو ۽ Analysis يا ڪوبه تجزيو نه ڪيو ان ۾ اهو به ڄاڻايل هو ته اها مسلمانن جي "خودمختيار رياست" هندستان ۾ انگريز حڪومت جي تحويل هيٺ فرائض انجام ڏيندي.

متئين ڪلمات ۾ ڪنهن به صورت ۾ جمهوري ۽ وفاقي پاڪستان جو تصور موجود نه آهي.

G. M. Sayed پنهنجي انگريزي ڪتاب Case of Sind ۾ خان بهادر الله بخش سومري جيڪو Nationalistخيالن جو هو ان سان ڪيل گفتگو بيان ڪندي لکي ٿو ته الله بخش G. M. Syed جي سوال جي جواب ۾ چيو ته:

"The Congress and the Muslim League are both all India parties. Joining them would be detrimental to the separate identity and interests of Sindh. The Sindhies have attained separation from Bombay with great difficulty. Now they should not do anything which ends Sindh's autonomy.

G.M. Syed, you still think that the creation of Pakistan will solve all problems facing Sindh? This is wrong and far removed from facts.

You will get to know that our difficulties will begin after Pakistan has come in to being. If you read the presidential address delivered by Dr. Sheikh Mohammad Iqbal at the Allahabad session of the Muslim League in 1930 with any degree of care, you will discover that he wants to end Sindh's Freedom and make it subservient to Punjab.[5]

الله بخش سومري، جي- ايم- سيد کي چيو ته ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ٻئي هندستان جون وڏيون سياسي جماعتون آهن. انهن ۾ شموليت ٿيڻ سان سنڌ جي انفراديت ۽ مفادات لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿيندو.

سنڌ وڏي جاکوڙ ۽ مشڪلاتن کان پوءِ بمبئي کان علحدگي حاصل ڪئي آهي (انگريزن سنڌ تي 1843ع ۾ قبضو ڄمايو ۽ 1847ع ۾ سنڌ کي بمبئي سان ملايو ويو) هاڻي اهڙو ڪجهه نه ڪرڻ گهرجي جنهن سان سنڌ جي حاصل ڪيل خودمختياري جو خاتمو ٿئي.

جي- ايم- سيد، ڇا تون اڃا انهيءَ سوچ جو آهين ته پاڪستان جي ٺهڻ سان سنڌ جي سڀني مسئلن جو نبيرو ٿي ويندو. جيڪي سنڌ کي در پيش آهن؟ اها سوچ غلط آهي ۽ حقيقت کان بعيد آهي. توکي تڏهن خبر پوندي جڏهن پاڪستان وجود ۾ اچڻ سان سنڌ جي مشڪلاتن ۾ اضافو

ٿيندو. جيڪڏهن تون غور سان ڊاڪٽر محمد اقبال جي 1930ع واري مسلم ليگ جي ساليانې ڪانفرنس ۾ ڪيل تقرير جو جائزو وٺندين ته توتي اهو ظاهر ٿيندو ته هن جي منشا سنڌ جي آزاد ۽ خودمختيار حيثيت ختم ڪري پنجاب جي بالادستي هيٺ آڻڻ جو منصوبو آهي."

اها تقرير "One Unit" جو پيش خيمو آهي ۽ ان ۾ سيني مسلمان اڪثريت وارن صوبن جي تشخص، انفراديت ۽ خودمختياري کي ختم ڪري پنجاب جي تحويل ۾ ڏيڻ مقصود آهي.

سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته ڇا 1930ع واري مسلم ليگ جي ساليانې اجلاس کي خطاب ڪندي ڊاڪٽر اقبال جيڪو فرمايو اهو 1940ع واري قرارداد واري پاڪستان جو تصور آهي؟ يقين سان نه.

ڊاڪٽر اقبال جيتوڻيڪ 1940ع کان اڳ وفات ڪري چڪو هو. پر سندس ڏينهن ۾ پڻ پاڪستان قائم ڪرڻ جو ڳالهيون ٿينديون هيون. بقول ڊاڪٽر اقبال جي هن ڪڏهن به آزاد مسلمانن جي رياست پاڪستان جو تصور پيش نه ڪيو آهي. اهڙي قسم جي وضاحت لاءِ ڊاڪٽر اقبال لکي ٿو ته:

"In so far as Pakistan is concerned Iqbal has defined his position clearly in a letter he wrote to Edward Thompson on 4th March 1934, from Lahore. He knew that he would be quoted. He said:

I have just read your review of my book [Presumably the Reconstruction of Religious thought in Islam which has just come out]

It is excellent and I am grateful to you for the very kind thing you have said of me. But you have made one mistake which I hasten is point out as I consider it rather serious.

You call me protagonist of the scheme called Pakistan. Now Pakistan is not my scheme. The one that I suggested in my address [to the All-India Muslim league at Allahabad in 1930] is the creation of a Muslim province i.e. a province having an overwhelming population of Muslims-in the North-West India. This new province will be, according to my scheme a part of the proposed Indian federation. The Pakistan scheme proposes a separate federation of Muslim provinces directly related to England as a separate dominion. This scheme originated in Cambridge. The authors of this scheme believe that our Muslim Round Tables have sacrificed the Muslim nation on the alter of Hindu or so called Indian nationalism.

"پاڪستان" اسڪيم جي سلسلي ۾ ڊاڪٽر محمد اقبال پنهنجي

خيالن جي وضاحت ڪندي 4 مارچ 1934ع تي Edward Thomson کي خط لکيو تہ منھنجي ڪتاب تي توھان جو لکيل تبصرو (ڊاڪٽر اقبال جو ڪتاب Reconstruction of Religious thought in Islam جيڪو انھن ڏينھن ۾ ڇپيو ھو) جيڪو بھترين آھي ۽ مان توھان جو شڪر گذار آھيان جو توھان منھنجي لاءِ نيڪ خيال جو اظھار ڪيو آھي. پر تبصري ۾ ھڪ تمام وڏي غلطي آھي جنھن جي وضاحت ڪرڻ لازم تي پئي آھي. توھان مون کي پاڪستان جي اسڪيم جو خالق ۽ باني قرار ڏنو آھي جيڪو غلط آھي. پاڪستان منھنجي اسڪيم نہ آھي. اسڪيم جنھن جي تجويز مون پنھنجي 1930ع واري مسلم ليگ ڪانفرنس ۾ پيش ڪئي ھئي اھا ھئي مسلمانن لاءِ صوبي جو قيام. صوبو جنھن ۾ مسلمانن جي اڪثريت ھوندي ۽ اھو ھندستان جي North West ۾ ھوندو. اھو نئون صوبو منھنجي سوچ مطابق ھندستان ۾ قائم ٿيندڙ مجوزه وفاقي نظام جو حصو ھوندو.

پاڪستان اسڪيم ھڪ علحده وفاقي حڪومت جو تصور پيش ڪري ٿي جنھن ۾ مسلمانن وارا صوبا جن جو سڌي طرح واسطو انگلستان سان ھڪ الڳ "dominion" جي صورت ۾ ھوندو. انھيءَ اسڪيم جو اجراءُ ڪيمبرج ۾ ٿيو. ان اسڪيم جا خالق سمجھن ٿا تہ اسان مسلمان رائونڊ ٽيبل ڪانفرنس جا شرڪاءَ مسلمان قوم مٿان ھندو ۽ ھندو قوميت کي فوقيت ڏيندي نقصان پھچايو آھي."

ڊاڪٽر محمد اقبال جي ھن وضاحتي خط مان صاف ظاھر آھي تہ موصوف پاڪستان اسڪيم جو باني نہ ھو ۽ لکيائين تہ Pakistan is not my scheme پاڪستان منھنجو منصوبو نہ آھي. ان باوجود پاڪستان جا تاريخ نويس ڊاڪٽر اقبال کي پاڪستان جي منصوبي جو "Protagonist" بيان ڪندا رھيا آھن.

سنڌ جو بمبئي سان الحاق 1847ع کان 1936ع تائين رھيو. 1935ع واري ايڪٽ ھيٺ سنڌ کي ھڪ خودمختيار صوبي جي حيثيت وڏي جدوجھد کان پوءِ حاصل ٿي. 89 سال سنڌ تي بمبئي پريزيڊنسي جو تسلط رھيو. سنڌ کي الڳ صوبي جي حيثيت حاصل ڪرڻ ۾ تمام گھڻين رنڊڪون ۽ رڪاوٽون پيش آيون. انھيءَ دوران پنجاب جي مسلمان سياستدانن جون ڪوششون رھيون تہ سنڌ کي بمبئي کان الڳ ڪري ان جو الحاق پنجاب سان ڪيو وڃي، پر ان ۾ ھنن کي ڪا نمايان ڪاميابي حاصل نہ ٿي سگھي.

آخرڪار سنڌ هڪ خودمختيار صوبي جي حيثيت ۾ نمايان ٿي.

سر محمد اقبال جو سياسي منصوبو اهو هو ته مسلمان اڪثريت وارن صوبن (سواءِ بنگال جي) ملائي هڪ مسلمان صوبو انگريز حڪومت جي انتظامي تحويل ۾ ناهڻ گهرجي. جيڪو "Greater Punjab" جو منصوبو هو. سنڌ ۾ بمبئي کان عليحدگي جي تحريڪ زورن تي هئي جيڪا 1936ع ۾ ڪامياب ٿي. سر محمد اقبال انگريزن جي بيٺڪي راڄ جو حامي هو. جنهن جو اندازو سندس خيالن مان ڪري سگهجي ٿو. انهيءَ ڪري ئي کيس انگريز سرڪار "Sir" جي خطاب سان نوازيو.

پروين فيروز حسن پنهنجي انگريزي ڪتاب The Political Philosophy of Iqbal ۾ لکيو آهي ته ڊاڪٽر اقبال کي هندستان جي انگريز حڪومت طرفان Round Table Conference ۾ شرڪت لاءِ منتخب ڪيو ويو.

"Iqbal participated in the second and third Round Table Conference. The representation was through Government nomination"

مسلمان اڪثريت وارن صوبن ۾ اڳ ۾ ئي صوبائي چونڊيل حڪومتون قائم هيون. خاص طور تي سنڌ ۾ 1936ع کان 1947ع دوران سنڌين جي صوبائي حڪومت قائم هئي.

آل انڊيا مسلم ليگ جي لاهور ۾ ٿيل اجلاس ۾ جيڪو 23 مارچ 1940ع ۾ منعقد ٿيو هو تنهن ۾ هيٺين قرارداد متفق طور تي منظور ڪئي وئي:

"Resolved, that it is the considered view of this session of All India Muslim League that no constitutional plan would be workable in this country or acceptable to the Muslims unless it is designed on the following basic principles, viz: that geographical contiguous units are demarcated into regions which should be so constituted, with such territorial adjustments as may be necessary that the areas in which Muslims are numerically in a majority as in the North-Western and Eastern Zones of India Should be grouped to constitute "Independent states" in which the constituent units shall be autonomous and sovereign.

هن قرارداد ۾ واضح طور تي اهو ظاهر ڪيو ويو آهي ته "هن آل انڊيا مسلم ليگ ڪافي غور ڪرڻ کان پوءِ فيصلو ڪيو آهي ته ڪنهن قسم جو آئيني منصوبو ڪامياب نه ٿيندو نه ئي اهو مسلمانن کي قابل قبول هوندو.

سواءِ ان جي اهو قانوني نظام اهڙي انداز ۾ مرتب ڪيو وڃي جنهن ۾ جاگرافي جي لحاظ کان ملحق يونٽن ۽ خطن جي جوڙجڪ اهڙي انداز ۾ ڪئي وڃي جنهن ۾ علائقائي حالات مطابق ڦيرقار جي ضرورتن جي مدنظر اهي علائقا جن ۾ مسلمان ڳڻپ جي لحاظ کان اڪثريت ۾ آهن جهڙوڪ هندستان جي North-Western and Eastern تن کي يڪجا ڪري آزاد رياستون ٺاهيون وڃن جنهن ۾ اهي علائقا آزاد ۽ خودمختيار رهندا" هن قرارداد ۾ پاڪستان جو ڪو يقيني تصور موجود نہ آهي. تقاضا اها ٿيل آهي تہ مسلمان اڪثريت وارن علائقن کي آزاد رياستن واري حيثيت حاصل رهندي ۽ اهي رياستون آزاد ۽ خودمختيار هونديون.

هي قرارداد مبهم ۽ غير يقيني نوعيت جي آهي. ان ۾ اها وضاحت نہ آهي تہ اهي آزاد رياستون ڪيئن ۽ ڪڏهن وجود ۾ اينديون.

The Muslim League did not use the word Pakistan in the Lahore Resolution, but it came to be known as the Pakistan Resolution and Jinnah explained it later "We wanted a word and it was foisted on us, and we found it convenient to use it as synonym for Lahore Resolution."[9]

"مسلم ليگ پاڪستان جو لفظ قرارداد لاهور ۾ استعمال نہ ڪيو آهي پوءِ بہ ان کي "پاڪستان قرارداد" جي شهرت حاصل ٿي. ڪجهہ وقت کان پوءِ جناح وضاحت ڪندي چيو تہ اسان کي لفظ جي ضرورت نہ هئي ۽ اهو اسان جي مٿان ٺاڦيو ويو. ۽ اسان کي اهو آسان لڳو تہ ان کي متبادل لفظ طور استعمال ڪيو ويو".

14 آگسٽ 1947ع تي پاڪستان جي نالي سان ملڪ وجود ۾ آيو جنهن ۾ اڪثريتي مسلمان صوبا شامل ڪيا ويا. ان وقت انهن صوبن ۾ منتخب صوبائي حڪومتون موجود هيون. پر 1940ع واري قرارداد جي ابتڙ صوبائي خودمختياري وڃائي ويٺيون. جو غيرمنتخب سياسي عنصر پنهنجي حاڪميت قائم ڪرڻ لاءِ اتي جي صوبائي حڪومتن کي ختم ڪندا ويا. سنڌ ۾ محمد ايوب کهڙي جي حڪومت، پنجاب ۾ ممدوٽ جي حڪومت ۽ NWFP ۾ ڊاڪٽر خان صاحب جي حڪومت برخواست ڪئي وئي. وفاقيت جي اصول کي دفن ڪري مرڪزيت وارو نظام رائج ڪيو ويو جنهن ۾ اختيارن جي Centralization (مرڪزيت) اڻ چونڊيل مرڪزي حڪومت قابض ٿي وئي. ايڪٽ آف 1935ع ۾ ڪجهہ ضروري تبديليون

ڪري ايڪٽ 1947ع لاڳو ڪيو ويو. پاڪستان جي حڪومت جو دور هوبهو انگريزن جي بينڪي راڄ جهڙو هو. حڪومتي ادارا جهڙوڪ سول Bureaucracy ۽ فوج جيڪا پاڪستان کي ورثي ۾ مليل هئي، ان جي تربيت ۽ تجربو انگريز حڪومت وارو هو. رياستي ادارن ۾ طاقت جي عدم توازن هئڻ ڪري پاڪستان ۾ مستقل طور سياسي خلفشار ۽ غير مستحڪم حالتون ۽ نظام مروج رهيو آهي. بنيادي طور تي رياستي سياست ۽ حڪومتي ۽ انتظامي احڪامات ۽ ادارن ۾ Structural Imbalance of Institutions خاص طور سنڌ صوبي لاءِ بيحد هاڃيڪار رهيو آهي. اعليٰ سول انتظاميا ۽ فوج ۾ اڪثريت پنجاب جي هلندي پئي اچي. سول انتظاميا ۾ پنجابي ۽ مهاجر طبقا پاڪستان ٺهڻ سان قابض ٿي ويا ۽ پنهنجي منشا مطابق پاڪستان جو نظام حڪومت هلائيندا رهيا. سنڌ جي قيادت ۾ ضروري سياسي بصيرت ۽ انتظامي صلاحيت جو فقدان هو جنهن ڪري غير سنڌي سنڌ تي مڪمل طور تي قابض ٿي ويا.

پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ سان جيڪا پهرين مرڪزي حڪومت جي ڪابينا جوڙي وئي هئي تنهن ۾ اهو مناسب نہ سمجهيو ويو تہ ان ۾ سنڌ صوبي کي نمائندگي ڏني وڃي. پهرين پاڪستان جي ڪابينا ۾ جيڪي وزير شامل هئا سي هئا سردار عبدالرب نشتر، راجا غضنفر علي، چندر يگر، خواجا شهاب دين، غلام محمد، ظفرالله خان، جوڳندر ناٿ منڊل.

"When Pakistan Cabinet had been announced no name had been included from Sindh". This caused great surprise and when omission had not been rectified for two months, the Sind Muslim League Assembly Party met under the chairmanship of Mr. M. A. Khuhro to discuss the issue. The result was a strongly worded statement by Sind Muslim League parliamentary Party which said: "Viewed with deep dissatisfaction the fact that the province has no representation in the Pakistan Central Government while some provinces have dominant representation. As such Sind has no voice whatever in shaping the policies of the Pakistan Government.

Party expressed its considered opinion that in the federal structure of Pakistan every federating unit should have equal voice both in Legislative as well as in the executive. In absence of such provisions small provinces like Sind, NWFP and Baluchistan will be converted into vassals of bigger provinces of Pakistan."

"جڏهن پاڪستان جي ڪابينا جو اعلان ڪيو ويو تہ ان ۾ سنڌ مان

ڪنهن به وزير جو نالو شامل نه هو. ان تي ڪافي تعجب ۽ حيراني ٿي، جڏهن ته ان غلطي کي ٻن مهينن تائين درست نه ڪيو ويو.

سنڌ مسلم ليگ اسيمبلي پارٽي کهڙي جي صدارت ۾ ان معاملي تي غور ڪرڻ لاءِ هڪ گڏجاڻي ڪئي. جنهن جي نتيجي ۾ هڪ بيان جاري ڪيو ويو ته "تمام گهڻي افسوس واري ڪيفيت ۾ اها حقيقت آهي ته سنڌ جي صوبي کي پاڪستان جي مرڪزي حڪومت ۾ ڪا به نمائندگي نه آهي. جڏهن ته ڪجهه صوبن جي نمائندگي متيري آهي". بلا جواز ۽ سواءِ روڪ ٽوڪ جي مهاجر ۽ پنجابي نوڪر شاهي پنهنجو پاڻ کي حاڪم وقت سمجهندي هر قسم جي غير قانوني پاليسيون ٺاهيندا ۽ نافذ ڪندا رهيا.

ملڪ جو اڻ چونڊيل مهاجر وزيراعظم لياقت علي خان ڪراچي کي پنهنجي "Fiefdom" (جاگير) ٺاهڻ ۾ مشغول هو. ڪراچي کي مرڪز جي حڪومت جو ڪيپيٽل بنائي سنڌ کان الڳ ڪري مرڪزي حڪومت جي تحويل ۾ ڏنو ويو.

مولانا ابوالڪلام آزاد پنهنجي انگريزي ڪتاب India Wins Freedom ۾ بصيرت افروز اڳڪٿي ڪندي پاڪستان جي باري ۾ لکي ٿو ته:

When the new state was formed, power came in the hands of people who had no record of service or sacrifice, many of the rulers of the new state were selfish people who had come into public life for the sake of personal interest.

A majority of the leaders of the new state came from U.P, Bihar and Bombay. In most cases, they could not even speak the language of the areas which now formed Pakistan. There was thus a gulf between the rulers and the ruled in the new state. These self-imposed leaders feared that if the free election were held, most of them had very little chance of even being returned. Their aim therefore was to postpone the elections as long as possible and to build up their fortunes and their power in the country. Ten years have passed and it is only recently that constitution has been framed. Even this does not seem final, for every now and then there were proposals for further changes in it. Nobody yet knows if and when first elections under new constitution will be held".[11]

"جڏهن نئين رياست وجود ۾ آئي. اقتدار انهن کي حاصل ٿيو جن جي ڪا به نمايان خدمت ۽ قرباني ڪانه هئي. نئين رياست جا اڪثر حڪمران خود غرض هئا جن جو بنيادي ۽ اولين مقصد عملي سياست ۾ شرڪت جو

ذاتي اغراض ۽ مقاصد تي مبني هو. هنن حڪمرانن جي اڪثريت جو واسطو هندستان جي علائقن يو پي. بهار ۽ بمبئي سان هو. گهڻو ڪري اهي مقامي صوبن جي زبان ڳالهائڻ کان قاصر هئا. جن جي اشتراڪ سان پاڪستان ٺهيو هو. انهيءَ ڪري حڪمرانن ۽ مقامي عوام وچ ۾ هڪ وڏو خال هو. اهي خود ساخته ليڊر (Self Imposed) خوف زده هئا ته جيڪڏهن آزاد اليڪشن منعقد ٿيون ته هنن جي اڪثريت لاءِ اهو ممڪن نه هو ته هو اليڪشن ۾ ڪامياب ٿي سگهن . ان ڪري هنن جو مقصد اهو هو ته اليڪشن کي تيسين ملتوي رکيو وڃي جيسين اهي پنهنجون ملڪيتون ٺاهين ۽ ملڪ ۾ پنهنجي انتظامي قوت کي مستحڪم ڪن. 10 سال گذرڻ بعد تازو هاڻي ملڪ جو قانون Constitution ٺاهيو ويو آهي. پر لڳي ٿو ته اهو قانون آخري نه آهي عمومن ان ۾ تبديلين جون تجويزون پيش ٿينديون رهن ٿيون. ڪنهن کي ڪا ڪل نه آهي ته پهرين اليڪشن نئين دستور هيٺ ڪڏهن ممڪن ٿيندي."

تاريخي اعتبار کان مولانا آزاد جا اهي اندازا بلڪل صحيح ثابت ٿيا آهن. پاڪستان جون نامور شخصيتون جن ۾ مبشر حسن. شاهد حنيظ ڪاردار. طاهر محمد خان. افراسياب خٽڪ. حسين نقي. رفيق رضا. ڊاڪٽر پرويز طاهر. آءِ اي رحمان. شامل آهن. تن پنهنجي مختصر رپورٽ بعنوان Making of Pakistan A Tenable State ۾ پاڪستان جي مروج انتظامي ۽ سياسي نظام جي باري پنهنجي خيالن جو اظهار ڪندي لکيو آهي ته:

The highly centralized power transferred by British apparatus of the state to its successor, the combine of civil and military services of Pakistan, showed its undemocratic, authoritarian and exploitative face from day one. The governments and the people of the provinces were its prime targets. It started treating the provinces and their elected governments as colonies."

"نئين رياست جي مرڪزيت وارا انتظامي ادارا جنهن ۾ سول ۽ فوجي محڪما شامل هئا انگريز حڪومت طرفان پاڪستان کي حاصل ٿيا. پهرئين ڏينهن کان انهن ادارن طرفان غير جمهوري، آمرانه ۽ استحصالي پر مدبريت وارو رويو اختيار ڪيو ويو. صوبن جون حڪومتون ۽ عوام هنن جي تشدد واري پاليسين جو هدف ۽ نشانو بڻيو. صوبن ۽ انهن جي چونڊيل عيوضين ۽ نمائندن سان ڪالونين واري انداز ۾ ورتاءُ ڪرڻ شروع ڪيو."

محمد ايوب کهڙو جيڪو سنڌ جو چونڊيل وزيراعليٰ هو تنهن جي

سوانح حيات لکندي سندس نياڻيءَ پاڪستان جي اوائلي دور جي سياسي ۽ انتظامي منظرنامي جو ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ :

The despotic grip of the Pakistan Government proved to be more real, more enveloping and more oppressive than any colonial Tasso, which at last was couched in technical euphemism and the language of law. The colonial rule of law, however misused, was replaced by the naked tyranny of unprincipled men. The centre perfected cynical game to keep control of provinces and Khuhro realized the hollowness of democracy as it was being practiced in Pakistan. He saw the center acting in a similar manner in East Bengal. In NWFP the democratically elected majority government of Dr. Khan Sahib was dismissed within eight days of the creation of Pakistan...

In January 1949, Liaquat Ali advised the Governor General to dissolve the assembly and impose the governors' rule (Section 92-A) thus the mighty province was brought under the direct control of the centre for the next two years and elections were not held till March 1951" (As early as August 1948 just about 3 months after he got rid of Khuhro Government in Sindh, Liaquat acted against Punjab Government).

"حڪومت جي مطلق العنانيت ۽ آمرانہ انداز مڪمل طور تي پاڪستان کي ويڙهي ويا آهن ۽ ظالماڻي روش بينڪي راج جي دور کان وڌيڪ سخت ڦندو مضبوط ڪيو آهي. انگريزن جي انتظامي معاملن ۾ قانوني پيچيدگين ۽ مبهم زبان کي غلط طور استعمال ڪيو ويندو هو، پر هاڻي اهو ظالمانہ نظام ظاهر ظهور ۽ سواءِ ڪنهن شرم ساري جي عام رواجي طور تي ڪار فرما آهي.

جنهن انداز ۾ مرڪز طرفان سختي واري پاليسي ذريعي صوبن تي تسلط قائم ڪيو ويو ان ۾ جمهوريت جو ڪو بہ نالو نشان موجود نہ هو. کهڙي ڏٺو تہ ايسٽ بنگال وانگر NWFP ۾ جمهوري طور تي منتخب اڪثريت واري حڪومت جي سربراہ ڊاڪٽر خان صاحب کي پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ سان اٺن ڏينهن اندر وزيراعليٰ جي عهدي تان برطرف ڪيو ويو.

جنوري 1949ع ۾ لياقت علي جي مشوري هيٺ گورنر جنرل پنجاب صوبي جي منتخب حڪومت کي 1935ع ايڪٽ جي سيڪشن 92-A هيٺ پنجاب جي صوبائي اسيمبلي کي برخواست ڪيو ويو. ائين سڌي طرح مرڪز جي تحويل ۾ گورنر راڄ هيٺ ٻن سالن تائين هلايو ويو ۽ اليڪشنس مارچ

1951ع ۾ منعقد ڪيون ويون. ان کان تي سال اڳ م سنڌ ۾ 1948ع ۾ ايوب کهڙي جي حڪومت کي پڻ برطرف ڪيو ويو. اهڙي قسم جي مرڪزيت واري آمرانا حڪومت جو پاڪستان ۾ آغاز ٿيو. انتها اڃا بہ ٿيڻي آهي.

## آمرانا روش جو مظاهرو

ڪراچي کي سنڌ صوبي کان غير قانوني طور تي الڳ ڪري ڪراچي م "مهاجر" مرڪزي حڪومت جي تحويل م ڏنو ويو.

"Liaquat Ali Khan had his own motives for wanting the Separation of Karachi from Sind.... He was uncertain about his political position in Pakistan. He had been elected from East Pakistan.... For the first objective, what better than to be elected from Karachi demographically engineered to make suitable electorate for him.

His actions were therefore directed towards making certain an electoral seat for himself.

To achieve this end Karachi had to be administered directly by centre and under its control, a control that had to be established through whatever the means.[11]

ڪراچيءَ کي سنڌ کان جدا حيثيت ڏيڻ جي پويان لياقت علي خان جا خصوصي ۽ ڳجها مقصد شامل هئا. هن جي سياسي حيثيت غير يقيني ۽ غير مستحڪم هئي. پاڪستان جي قانون ساز اسيمبلي م لياقت علي ايسٽ بنگال مان چونڊيو ويو هو. هن جو بنيادي مقصد اهو هو تہ ڪنهن بہ طرح سان هو ڪراچيءَ مان چونڊجي. ان لاءِ هن اڪثريت واري تعداد م ڪراچي م خاص طور مهاجرن جي آباد ڪاري ڪئي. جيئن هن کي يقيني طور تي ڪراچي م اليڪشن ۾ منتخب ٿيڻ م ڪاميابي حاصل ٿئي.

وڏيڪ ان منصوبي کي ممڪن بنائڻ لاءِ ڪراچي کي سڌي طرح مرڪزي حڪومت جي دائري اختيار ۽ تحويل م ڏنو ويو. ڪراچي تي قبضو قائم ڪرڻ لاءِ هر قسم جا حربا اختيار ڪيا ويا.

"Those at the centre took more and more powers to themselves and in doing so deliberately reduced power and resources of the provinces."[12]

"مرڪزي حڪومت تي قابض عناصر جي مستقل ڪوشش اها رهي تہ گهڻي م گهڻا اختيار انهن وٽ هجن ۽ ائين ڪرڻ سان صوبن جي اختيارن ۽ وسائل کي مصلحتن گهٽ ڪيو ويو."

"For Sind the day of bitter disillusion meant with centre's thirst for absolute powers came with the centre's lateral decision to take over Karachi in the face of the unanimous opposition of Sindhis".

Sind Assembly passed Resolution against separation of Karachi from Sind which stated that:

"This Assembly records its apprehension and alarm that such a step would constitute a flagrant contravention of the Pakistan Resolution in 1940 which emphasizes the sovereignty and territorial integrity of the autonomous units constituting Pakistan". (16)

مرڪز جي يڪطرفي فيصلي تي ڪيس بيحد گهڻي تشويش ۽ مايوسي ٿي، جو متحد مخالفت جي باوجود مرڪزي حڪومت قطعي اختيارات صلب ڪندي ڪراچي کي مرڪز جي تحويل ۾ آندو. باوجود ان جي جو سنڌ جي منتخب اسيمبلي جي اراڪين متفق طور تي قرارداد پاس ڪري ڪراچي جي عليحدگي تي پنهنجا تحفظات پيش ڪيا.

قرارداد ۾ چيو ويو ته" هي اسيمبلي جو اجتماع پنهنجي خوف ۽ خطرن جو اظهار ڪندي اهو واضع ڪرڻ گهري ٿو ته ڪراچيءَ جي سنڌ کان عليحدگي صريحن شرمناڪ قدم آهي جيڪو 1940ع واري پاڪستان جي قرارداد ۾ ڏنل تحفظات جي بلڪل منافي آهي. جنهن ۾ واضح طور تي اهو اعلان ڪيو ويو هو ته پاڪستان ۾ صوبن جي خودمختياري ۽ علائقائي سالميت برقرار رکي ويندي. سنڌ جون سڀ خوبصورت بلڊنگس ۽ املاڪ تي مرڪزي آمريت زبردستي قبضو ڄمايو ۽ اڄ ڏينهن تائين ڪيتريون آفيسون ۽ بلڊنگس سنڌ حڪومت کي واپس نه ڪيو ويون. حالانڪ اها خاطري ڏني وئي هئي ته مرڪزي حڪومت جلد پنهنجي لاءِ نئون ڪيپيٽل تعمير ڪندي ۽ سنڌ کان حاصل ٿيل املاڪ واپس ڪيا ويندا." سياستدانن جا واعدا عمومن نافذ العمل نه ٿيندا آهن. وقتي مصلحت تحت وڏي شد ۽ مد سان خاطريون ڏنيون ويون آهن. جيڪي وقت گذرڻ سان بيسود ثابت ٿيون. نون حڪمرانن انتظامي طور تي نئين قسم جا طريقا اختيار ڪيا جيڪا جمهوريت جي نالي ۾ ڊڪٽيٽر شپ هئي.

"This new ruling class kept itself in power by delaying the making of Pakistan's Constitution and in the meantime systematically destroyed the establishment of stable governments in the provinces". (17)

نئين حڪمران طبقي هر ممڪن ڪوشش ڪئي هئي ته پاڪستان

لاءِ نئون رستو مرتب ڪرڻ ۾ جيتري بہ دير ٿئي اها بهتر ٿيندي جو چوندون تيسين ٿي نہ سگهنديون. ان دوران پاڪستان جي صوبن ۾ مستحڪم چونديل حڪومتن جو انت آندو ويو.

In February1949 Pir Illahi Baksh after only ten months in power he replaced Khuhro as premier was disqualified by election tribunal and had to vacate his seat in the legislature.[18]

فيبروري 1949ع ۾ پير الاهي بخش جنهن کي کهڙي جي جاءِ تي سنڌ جو وزيراعليٰ ٿاقيو ويو هو، سو 10 مهينن کان پوءِ ان عهدي تان هٽايو ويو جو اليڪشن ٽربيونل هن کي نااهل قرار ڏنو جنهن ڪري صوبائي اسيمبلي واري نشست کيس خالي ڪرڻي پئي.

پاڪستان جي نئين رياست جو تشخص بيان ڪندي Christophe Jafferlot پنهنجي ڪتاب Pakistan: Nation, Nationalism and State ۾ لکي ٿو تہ:

"The Lahore resolution had emphasized that "Constituent Units" [of the states to come] shall be autonomous and sovereign" but soon after it turned out this clause (like the idea of that league might ask for two states) had been included for re-assuring the regions where Muslims are in majority. In practice Pakistan was conceived as a centralized state dominated by Mohajirs "the migrants", nationalists who wanted a nation state to govern. According to 1951 census, the Mohajrs were 7 million in the newly created Pakistan including 7,00,000 in East Pakistan. In West Pakistan, they were 6.3 million out of 33.7 million, one fifth of the total population. 1,00,000 Urdu speaking Biharis went to East Bengal and also one million largely Urdu speaking Muslims from United Provinces, Bombay Presidency, Hyderabad etc migrated to west Pakistan. They later gradually formed a single group that came to be known as the "Mohajirs". Out of 101 Muslims of the Indian Civil Services 95 had migrated to Pakistan.[19]

In 1960, the Urdu speaking Mohajirs represented 3.5 percent of the total population and occupied 21 percent of jobs in the Pakistan Civil Services.[20]

In 1973 Mohajirs occupied 33.5 percent posts in the bureaucracy whereas they only formed 7 percent of the population.[21]

جيفر لاٽ لکي ٿو تہ لاهور واري قرارداد ۾ ان ڪي اهميت ڏني وئي هئي تہ نئين رياست ۾ ملحق يونٽ آزاد ۽ خودمختيار هوندا پر جلدي اها

حقيقت عيان ٿي تہ اهو صرف هڪ مفروضو هو جنهن جو مقصد صرف اهو هو تہ اڪثريت وارن مسلمان علائقن کي خوشفهمي ۾ رکجي. حالانڪ پاڪستان جو تصور مرڪزيت واري رياست جو هو جنهن ۾ "مهاجر" عناصر طرفان پاڪستان جي رياست جي حڪمراني مقصود هئي.

1951ع واري آدمشماري ۾ مهاجرن جو تعداد پاڪستان جي نئين رياست ۾ 7 ملين يعني 70 لک هو جنهن ۾ 7 لک ايسٽ بنگال ۾ آيل شامل آهن. مغربي پاڪستان ۾ 6.3 ملين پاڪستان جي مجموعي آدمشماري 33.7 Million جو 1/5 (هڪ پاڱي پنج) مهاجرن جو تعداد هو. هڪ لک اردو ڳالهائيندڙ ايسٽ بنگال منتقل ٿيا ۽ 10 لک (One Million) گهٽ ۾ گهٽ اردو ڳالهائيندڙ مسلمان جيڪي يونائيٽيڊ پراونس، بمبئي پريزيڊنسي ۽ حيدرآباد دکن مان لڏي مغربي پاڪستان آيا. وقت گذرڻ سان لڏي آيل پنهنجو پاڻ کي"مهاجر" گروهہ تصور ڪرڻ لڳا. هندستان ۾ 101، انڊين سول سروسز مسلمانن مان 95 آفيسر پاڪستان ۾ نوڪري ڪرڻ لاءِ پهتا. 1960ع ۾ اردو ڳالهائيندڙ مهاجرن جو تعداد پاڪستان جي مجموعي آدمشماري جو 3.5 سيڪڙو هو ۽ پاڪستان جي سول سروس ۾ انهن جو تعداد 21 سيڪڙو هو.

1973ع ۾ مهاجر آفيسرن جو تعداد پاڪستان جي سرڪاري محڪمن ۾ 33.57 سيڪڙو هو جڏهن تہ پاڪستان جي آدمشماري ۾ هنن جو تعداد 7 سيڪڙو هو. مشترڪ طور تي پنجابي ۽ مهاجر آفيسر مجموعي طور تي پاڪستان ۾ فوج جي پٺڀرائي سان حڪمراني ڪندا رهيا. سنڌين جي سول بيوروڪريسي ۽ فوج ۾ ڪا بہ نمائندگي ڪانہ هئي جو هو ملڪ جي پاليسين تي اثرانداز ٿي سگهن.

"In 1972 the Pakistan Peoples Party (PPP) formed government in Sind and took up some of the issues which Syed and others had pointed out. It protested against the under representation of Sindhis in the army. They counted for only 2.2 percent of the total force; and none of 48 top most officers were from Sind and took exception to the marginal role of Sindhis in the administration compared to Punjabis and Mohajirs."(22)

"1972ع ۾ پيپلز پارٽي طرفان سنڌ ۾ حڪومت قائم ٿي. جي- ايم سيد ۽ ٻين سياستدانن طرفان سنڌ جي مسئلن تي غور ڪرڻ شروع ڪيو. پاڪستان جي فوج ۾ سنڌين جي نمائندگي گهٽتيءَ جوڳي هئي جو مجموعي طور تي فوج ۾ سنڌين جو تعداد 48 يعني 2.2٪ هو ۽ سيني اعليٰ عهدن جو

تعداد 48 هو. ان ۾ ڪوبه سنڌي آفيسر شامل نه هو. مهاجرن ۽ پنجابين جي پيٽ ۾ سنڌين جي سول انتظاميا ۾ ڪابه خاطر خواه نمائندگي نه هئي."

"سنڌي انهي سببن جي ڪري ملڪ جي سياسي ۽ اقتصادي پاليسين تي اثر انداز ٿي نه سگهيا. سگهارن ادارن تي مخصوص طبقن کي پنهنجي مفادات جي تحفظ لاءِ غلبو حاصل هو. بنگالين، سنڌين ۽ بلوچن جي انهن ادارن ۾ ڪابه خاطر خواه نمائندگي نه هئي." يونس صمد Yonus Samad پنهنجي انگريزي ڪتاب "The Pakistan US Conundrum?" ۾ متئين حقيقت جي وضاحت ڪندي لکي ٿو ته:

"Sindh and Baloch grievances were looked at in harsh light or dealt with by the coercive strategies because they had no access to the centers of power in the armed forces".

"سنڌين ۽ بلوچن جي شڪايتن کي متعصبانا نموني ۾ ڏٺو ويندو هو ۽ انهي کي جابرانا انداز ۾ ڪابه اهميت نه ڏني ويندي هئي. ان جو سبب اهو هو ته سنڌين جي فوج ۽ طاقتور مرڪز وٽ رسائي ۽ پهچ نه هئي." سياسي ۽ انتظامي قوت جو يڪطرفا توازن برقرار رکڻ لاءِ حڪمران طاقتور طبقي جي هر ممڪن ڪوشش اها هئي ته ڪنهن به صورت ۾ بنگال جي مسلمانن جي اڪثريت ملڪ جي حڪومت تي اثر انداز نه ٿئي. ان ڪري هر قسم جا حربا ۽ سازشي تدبيرون ٿينديون رهيون ته مشرقي پاڪستان جي اڪثريت کي اقليت ۾ آڻجي. 1954ع ۾ مشرقي پاڪستان جي اليڪشن ۾ united front کي اڪثريت حاصل ٿي. ٿوري عرصي کان پوءِ منتخب حڪومت جنهن جو وزير اعليٰ هڪ مخلص، ديانتدار، جهونو پاڪستان جي 1940ع واري قرارداد جي تائيد ڪندڙ فضل الحق هو تنهن جي صوبائي حڪومت ختم ڪري گورنر راڄ قائم ڪيو ويو. گورنر جي عهدي تي سڪندر مرزا جيڪو مرڪزي حڪومت ۾ دفاع جو سيڪريٽري هو ان کي مقرر ڪيو ويو.

پنجاب جي آفيسر شاهي، فوج ۽ سياستدانن جي مستقل طور تي اها ڪوشش رهي ته ڪنهن به صورت ۾ مشرقي پاڪستان کي پاڪستان جي رياست ۾ اڪثريت جي بنياد تي حڪومت ناهڻ نه ڏجي. ننڍن صوبن جي خودمختياري نالي ماتر هئي. تنهنڪري به حڪمران طبقي کي اهو خوف ۽ خطرو لاحق هو ته ننڍا صوبا ۽ مشرقي پاڪستان گڏجي پاڪستان جي حڪومت ناهي سگهن ٿا. منصوبا بندي ڪئي وئي ته مشرقي پاڪستان جي 56 سيڪڙو اڪثريت کي معطل ڪري مغربي پاڪستان جي مجموعي

آدمشماري کي برابري واري نسبت ڏئي هڪ جهڙائي يعني "Parity" جي اصول تي آماده ڪيو وڃي. يونس صمد Yunus Samad انگريزي ڪتاب "Fault Lines of Nationalism" ۾ لکيل چيپٽر "Construction of Pakistan Nation" ۾ پاڪستان ۾ نظام حڪومت جي باري ۾ وضاحت ڪئي آهي ته:

"Though majority normally rules in a democracy. In the state of Pakistan, this practice was turned on its head, with a minority holding on to the reigns of power at the centre and trying to rule the majority."

Throughout Pakistan's early years, the Bengalis in the Eastern wing of the country, who constituted a majority of the population of the new state, were seen as a threat to the ruling elites in West Pakistan who made strenuous efforts to keep them out of power. For this reason, in 1950 there was a shift from minority rights discourse of pre- independence period to discourse of parity between the two wings. This tried to offset the numerical superiority of East Pakistan with equal powers and representation. Country's first constitution was of unitary structure. Contentious aspect of constitution making process was the demand by the minority provinces of West Pakistan led by East Pakistan for a decentralized polity as well as recognition of Bengali as state language.

The desire for the decentralized federation was so strong that these provinces were prepared to work for better relations with India and thus negate call for a larger army. They attempted to use political process to translate their numerical majority in the institutional predominance. This tension was the cause of the constitution crises of 1954, which resulted in the dissolution of Constituent Assembly by the Governor General. (24)

"اصولي طور تي عمومن جمهوريت ۾ اڪثريت حڪومت ڪندي آهي، پر پاڪستان جي رياست ۾ ان طريقہ ڪار کي خارج ازامڪان ڪندي اقليت جي مرڪزي حڪومت قابض رهي ۽ اڪثريت مٿان حڪمراني ڪندي رهي. پاڪستان جي نئين رياست جي اوائلي دور کان مشرقي پاڪستان (جتي اڪثريتي عوام سڪونت پذير هو) کان مغربي پاڪستان جو حڪومتي طبقو شديد خطرو محسوس ڪندو هيو. انهن جي مستقل طور ڪوشش اها رهي تہ مشرقي پاڪستان کي حڪومتي طاقت کان پري رکي. ان سوچ جي نتيجي ۾ 1950ع واري ڍاڪي ۾ پاڪستان جي آزادي کان

اڳ واري اقليتي حقوق واري بحث جي بجاءِ برابري ۽ هڪجهڙائي Parity جي اصول کي ايسٽ ۽ ويسٽ پاڪستان ۾ رائج ڪيو ويو. هن اصول جو مقصد مشرقي پاڪستان جي اڪثريت کي هڪ جهڙا اختيار ۽ نمائندگي ڏيڻ مقصود هو.

پاڪستان جو پهريون دستور Unitary وحدانيت جي اصول تي مرتب ڪيو ويو هو. قانون سازي دوران ننڍن صوبن طرفان مشترڪ تقاضا اها هئي تہ پاڪستان ۾ سياسي نظام کنهن بہ صورت ۾ مرڪزيت جي اصول تي مبني نہ هئڻ گهرجي. "Decentralization" جو مقصد مرڪزيت جو خاتمو هو. جنهن ۾ اختيارن جي ورهاست اهڙي ٿئي جو مرڪز کي ثانوي بنائيندي اختيار صوبن ڏانهن منتقل ڪيا وڃن. ۽ وفاقي اصول تي جوڙيا وڃن. صوبا اصولي طور تي ان تي متفق هئا تہ هندستان سان تعلقات بهتر ڪرڻ لازمي آهن. جيئن فوج جي توسيع کي روڪجي. مشرقي پاڪستان ۽ سنڌ صوبن جي گڏيل ڪوشش اها هئي تہ دستور سازي ۾ متين اصولن کي ترجيح حاصل رهي. 1954ع واري دستور سازي واري ڪشمڪش جي نتيجي ۾ غلام محمد گورنر جنرل قانون ساز اسيمبلي کي بر طرف ڪيو. پاڪستان جي سياسي منظر نامي تي خيالن جو اظهار ڪندي عمر نعمان (Umer Noman) پنهنجي ڪتاب Pakistan Political and Economic History ۾ لکيو آهي تہ:

"It was ironic that Muslim league elite was engaged in a quest for an arrangement to reduce the voting power of the Bengalis. The leaders from the Muslim minority provinces of India were thus back to square one. Before partition they had sought constitutional guarantees against Hindu majority rule. Now they sought protection from group of Bengal Muslims. A plan was devised where by some form of parity could be achieved vis-à-vis East Pakistan."

" اها ڪيتري نہ عجيب حقيقت آهي تہ مسلم ليگ جي اعليٰ قيادت پاڪستان ۾ اچڻ بعد بنگالين جي ووٽنگ ۽ اختيار کي گهٽائڻ جي ڪوشش ۾ رهي. هندستان جي اقليتي صوبي مان آيل مسلمان ليڊر ورهاڱي کان اڳ هندن جي اڪثريت خلاف دستوري ۽ قانوني تحفظات جي تقاضا ڪندا رهيا. هاڻي مسلمان بنگالين جي خلاف منصوبا بندي ڪندا رهيا جيئن انهن جي اڪثريتي قوت کي غير مؤثر بنائجي. ان لاءِ Parity جو

منصوبو تيار ڪيو ويو جنهن تحت مشرقي پاڪستان کي برابري واري اصول تي پابند ڪجي."

بدرالدين عمر Baderuddin Umer پنهنجي ڪتاب Emergence of Bangladesh: class struggle in East Pakistan (1947-1958) ۾ لکي ٿو ته:

"Situational circumstances compelled East Bengal to accept "parity" in representation in Assembly. East Pakistan delegates however agreed to two provisions on conditions that:

1. In the matters of representation and in distribution of jobs, trade and industry, finance, army etc, parity would have to be observed.
2. Full regional autonomy would have to be granted.
3. Joint electorate to be introduced,
4. Both Bengali and Urdu would be state languages of Pakistan.

That there was not slightest possibility of realizing terms (1) and (2) under the prevailing conditions apparent to all.

These assurances and undertakings were proffered by West Pakistan leaders during the course of Murree Sessions of the constituent Assembly that began on 7th July 1955 and continued till 14th July 1955.[26]

Ruling clique ultimately have recited from above commitments and negated them all after having achieved their expedient ends."

"معذور حالتن ايسٽ بنگال کي مجبور ڪيو ته ايسٽ پاڪستان جي نمائندگي، اسيمبلي ۾ يڪسان برابري جي اصول تي قبول ڪن.

مشرقي پاڪستان جي نمائندن جن بنيادي اصولن کي قبول ڪيو اهي هئا:

(1). نمائندگي جي معاملن ۾ نوڪرين جي ورهاست، واپار، انڊسٽري، ماليات ۽ فوج ۾ برابري جي اصول تي عمل ڪيو ويندو.

(2). مڪمل صوبائي خود مختياري ڏني ويندي.

(3). گڏيل اليڪشنس کي نافذ ڪيو ويندو.

(4). بنگالي ۽ اردو کي قومي زبان جو درجو ڏنو ويندو.

حالانڪ اهو بعيد ازامڪان هو ته (1) ۽ (2) شرطن تي موجوده صورت حال ۾ عمل ڪيو ويندو. ان قسم جون خاطريون ۽ واعدا جيڪي مغربي پاڪستان جي قائدين طرفان دستور ساز اسيمبلي جي مري واري

ڪارروائي جيڪا 7 جولاءِ 1955ع کان 14 جولاءِ تائين جاري رهي ۾ ڏنيون ويون هيون. پنهنجي مقصدن ۾ تڪميل کان پوءِ آخر حڪمران گروه انهن تان دستبردار ٿي ويو ۽ ڪيل واعدن کي ناڪارا بنائي ڇڏيو."

Parity and language compromise effectively excluded Bengalis from state power. What makes Punjab unusual is that in order to appropriate Pakistan for themselves they have to articulate their nationalism in Urdu and not in Punjabi. Punjabis were happy to exchange Punjabi for Urdu as it consolidated their domination over Pakistan.[28]

"برابري واري اصول ۽ بنگالين جي حيثيت تي ناه جي ڪري بنگالين کي رياستي اختيار کان پري رکيو ويو. پنجاب جي خصوصيت ان ۾ آهي جو هنن پاڪستان کي پنهنجي لاءِ مخصوص ڪيو آهي. هُو پنهنجي قوميت اردو ۾ نه ڪي پنجابيءَ مان ظاهر ڪن ٿا. پنجابي اردو کي قبول ڪري تمام مطمئن آهن جو ان ڪري هنن جو تسلط پاڪستان تي قائم ٿي ويو."

The central government's inflexible response to the Bengali language movement was based on the realization that recognition of Bengali would result in the loss of opportunities in education and government employment to the Urdu salariat. Ultimately it would have led to increase in Bengali salariat's representation in the bureaucracy and military and dilution of Punjabi Muhajir Authority to expand it by entering in the centralized state and their ambition to expand it by alliance with United States"

However, the Punjabi-Muhajir alliance was too well entrenched in the incipient state to be deflected from imposing its agenda.

The Muhajir with 3.5 percent of population had 21 percent of the jobs in the Pakistan civil service and this reflected the group's historic advantage.

The Punjabis and Muhajir were the most vocal advocates of the strong centralized state and were prepared to achieve this goal, including encouraging the army and bureaucracy to destabilize the political leadership.[29]

"مرڪزي حڪومت جو بنگالي ٻوليءَ جي سلسلي ۾ سخت ۽ اٽل رد عمل ان سوچ تي ٻڌل هئو ته ان کي قومي زبان جي حيثيت ڏيڻ سان اردو ٻولي ڳالهائيندڙ نوڪري پيشه ماڻهو اثر انداز ٿيندا. ان سان بنگالين جي نوڪرين ۾ نمائندگي ۾ اضافو ٿيندو. بلڪ مخصوص انتظامي ۽ فوجي ادارن ۾ هنن

جي نمائندگي ۾ واڌ ٿيندي. ان سان مهاجر ۽ پنجابي حڪمران طبقي جي قوت متاثر ٿيندي جو انهن جو مرڪزيت واري رياست تي قبضو ڪمزور ٿيندو ۽ وڏيڪ واڌ گهٽجي ويندي ۽ هنن جو امريڪا سان تعلقات وڌائڻ ۾ پڻ رڪاوٽ ٿيڻ جو امڪان هئو.

بهرصورت پنجابي - مهاجر اتحاد ايترو مضبوط ۽ گهرو هئو جو ابتدائي رياست هنن جي سوچيل سمجهيل پاليسين جي ايجنڊا کي نافذ ڪرڻ ۾ ڪابہ رڪاوٽ پيش نہ پئي ڪري سگهي.

مهاجر پاڪستان جي مجموعي آدمشماري جو 3.5 سيڪڙو هوندي بہ پاڪستان جي سول سروس ۾ انهن جي نمائندگي 21 سيڪڙو هئي.

ان مان مهاجرن جي تاريخي برتري نمايان رهي. پنجابي ۽ مهاجر مرڪزيت واري رياستي نظام جا ڪليل ۽ آزاد نموني ۾ حمايتي هئا. ان حد تائين جو هنن جي هر ممڪن ڪوشش اها رهي تہ ان نظام کي برقرار رکيو وڃي. ان مقصد جي حصول لاءِ بوقت ضرورت سول سروس ۽ فوج کي آماده ڪري استعمال ڪيو وڃي تہ جيئن سياسي قيادت ۽ نظام کي مفلوج ڪري خارج ڪجي."

"The single tradition that has been passed down since the foundation of the state was autocratic centralism"

شروع کان وٺي پاڪستان جي نئين رياست ۾ "مرڪزي آمريت" مسلط ڪئي وئي.

هڪ سنڌي دانشور جي خيال ۾ :

Disparity in numerical superiority of the population of East Pakistan as compared to all other provinces of western wing of Pakistan was source of despair to ruling elite of western wing who were reluctant to accept the democratic dispensation of representative government of the majority so devised the principle of "Parity" to equalize the unequal in terms of population and other benefits accruing from it"

Provinces in the western wing particularly Sindh had enjoyed provincial autonomy since 1936, were by tactics of harassment and coercion and police methods were made to fall in line to willy-nilly accept "One Unit" Scheme; thus killed two birds with one stone, parity and One Unit.

"مشرقي پاڪستان جي آدمشماري ۾ فوقيت مغربي پاڪستان جي صوبن جي آدمشماري جي ڀيٽ ۾ صاحب اقتدار لاءِ لمحہ فڪر ۽

مايوسي جو باعث هو. جيڪي جمهوري اڪثريتي تقاضائن تحت نمائندگي جي اصول کي قبول ڪرڻ کان منحرف هئا. اڪثريتي اصول کي اقليت جي برابر آڻڻ لاءِ هڪ جهڙائي يا مساوي اصول مرتب ڪيو ويو. جنهن جو مقصد جيڪي برابر نه هئا انهن کي آدمشماري جي لحاظ کان برابر ڪرڻ هئو. جيئن ٻيا به فائدا ان بنياد تي حاصل ٿين. مغربي پاڪستان جي صوبن ۾ سنڌ 1936ع کان وٺي صوبائي طور تي خودمختيار هئي. اتي اليڪشن جي ذريعي صوبائي حڪومتون ٺهنديون رهيون. سرڪاري انتظامي قوت سان صوبن جي قيادت کي حراسان ۽ خوفزده ڪري مغربي پاڪستان جي صوبن جي اشتراڪ سان ون يونٽ جي منصوبي تي عمل ڪرايو ويو."

الين مئڪگرات (Allen McGrath) پنهنجي ڪتاب Destruction of Democracy in Pakistan ۾ لکي ٿو:

"By means of his One Unit plan Ghulam Muhammad would have further increased Punjabi power at the expense of East Pakistan"[30]

"مشرقي پاڪستان کي سياسي طور تي ڪمزور ڪري غلام محمد ون يونٽ جي ذريعي پنجاب جي سياسي قوتن کي وڌيڪ مضبوط ۽ مستحڪم ڪيو."

ون يونٽ ٺاهڻ جي منصوبابندي ۾ غلام محمد، پاڪستان جي گورنر جنرل سڪندر مرزا، ان وقت جي مرڪزي سرڪار جو سيڪريٽري دفاع چوڌري محمد علي، سيڪريٽري جنرل مرڪزي حڪومت ۽ پاڪستان فوج جو ٺڏهوڪو سربراهه جنرل محمد ايوب خان، پنجاب جا شاطر سياستدان ممتاز محمد خان دولتانا، مشتاق احمد گرماني منسلڪ هئا. سنڌ مان محمد ايوب کهڙو ۽ علي محمد راشدي کي بعد ۾ شامل ڪيو ويو.

جمهوريت متعلق پراڻو مقولو "Democracy of the people by the people and for the people" هاڻي بيسود ۽ بي معنيٰ بڻجي ويو. ان جي افاديت ختم ٿي چڪي آهي. ان جي بجاءِ مبشر حسن جو مقولو "Rule by the elite, of the elite and for the elite" هاڻي ان مروج سياسي اصول تي عمل ٿي رهيو آهي پوءِ ڪهڙي به قسم جو نظام ڇو نه هجي.

حڪمران طبقي اهو فيصلو ڪري ورتو هئو ته هر حال ۽ هر صورت ۾ ون يونٽ کي نافذ ڪرڻو آهي. باوجود صوبن طرفان شديد مخالفت جي - سنڌ، صوبو سرحد ۽ بلوچستان ون يونٽ جي خلاف هئا. انجو فائدو پنجاب

کي حاصل ٿيڻو هو.

ممتاز محمد خان دولتانا ون يونٽ کي نافذ ڪرڻ لاءِ هڪ جامع خفيه منصوبو مرتب ڪيو هئو. جنهن ۾ مغربي خطي ۾ مخالفت ڪندڙ حڪومتن جو خاتمو. پروپگنڊا جي وسيلي ون يونٽ جي خوبين جي وڏي پئماني تي تشهير ۽ اصل مقصدن جي مناسب وقت تائين پردا پوشي. ننڍن صوبن کي انهن جي تحفظات جون خاطريون ڏنيون ويون. جيڪي ڪوڙ، ٺڳي ۽ دولاب جو مظهر هيون. وقت گذرڻ سان انهن جو ظهور ٿيو.

جي ايم سيد پنهنجي ڪتاب The Case of Sindh ۾ ون يونٽ جي خرابين ۽ بدنيتن جي وضاحت ڪئي آهي. هن پنهنجي ڪتاب جي (Appendix (B ۾ ون يونٽ جو خفيا دستاويز جيڪو NWFP جي وزير اعليٰ سردار عبدالرشيد مغربي پاڪستان جي اسيمبلي ۾ سيپٽمبر 1955ع پيش ڪيو جيڪو تفصيل سان هن ڪتاب ۾ درج آهي. ان خفيا دستاويز ۾ ون يونٽ جي نفاذ جو طريقو بيان ڪندي لکيو آهي ته:

"The first necessity of the present contest, therefore is that we must clear the docks, before we launch our political campaign, in other words, we must silence and render in operative all opposition of which we are morally convinced that it is motivated by evil. We must take the benefit of full and firm exercise of authority to create an opportunity to be heard. I would give warning that in my opinion it would be fatal to launch our political campaign if, for a period opposition is not effectively stilled and one time gained for our voice to gain volume amidst surrounding silence. Otherwise a midst legacy of confusion which the present dispensation has inherited, we will lose all bearings amidst the babble which our first whispers will arouse". [31]

"موجوده مقابلي ۾ اولين ضرورت آهي ته اسان سياسي مهم جي آغاز کان اڳ حالتون سازگار بنايون. ان جي تقاضا اها آهي ته ون يونٽ جي مخالفن کي بي - اثر ۽ ناڪارا بنائڻو آهي. انهن کي خاموش ڪرڻو پوندو، جڏهن ته اسان کي يقين آهي ته جيڪو اسان ڪرڻ گهرون ٿا اهو اصولي طور تي غيرمناسب آهي. اسان کي مڪمل طور تي انتظامي قوت جو مظاهرو ڪرڻو پوندو. منهنجي خيال ۾ جيستائين مخالفن کي خاموش نه ڪيو ويو ته اهو اسان لاءِ خطرناڪ ثابت ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن اسان وقت کان اڳ ۾ سياسي مهم جو آغاز ڪيو. موجوده مونجهاري ۽ گهٻراهٽ واري ماحول ۾

اسان طرفان سس پس معاملي تي بري طرح اثر انداز ٿي سگهي ٿي. "ون يونٽ جي منصوبي کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ وڏي راز داري سان ۽ سازشي انداز ۾ سياسي جوڙ توڙ ٿي رهي هئي. پنجاب جي سياسي ڪردار ۽ طريقيڪار جي باري ۾ ان خفيا منصوبي بابت مشورو ڏنو ويو آهي تہ:

"A final word about the role of the Punjab, at present we do not require too much noise in Punjab, it will only put other people's back up and cause suspicion.

In fact our leaders should be very cautious in issuing statements or throwing their weight about. But two things must be borne in mind: (a) our best and most enthusiastic political workers are in Punjab. They should be organized and put in readiness to be used in full force whenever and wherever they are needed: (b) it would not do to neglect completely the climate of opinion. It must be realized that in time Punjab may have to volunteer substantial concession which, I believe will not be reality forth coming. At the same time, the headquarters and motive force of all really disruptive leadership, which will doubtless instigate and sustain opposition in all other provinces, is located in the Punjab. Therefore the leadership of the Punjab should have the solidarity and competence to play its decisive role when the time comes and from now on it should have the astuteness to keep grip on the climate opinion."[32]

"حرف آخر: پنجاب جو ڪردار: هن وقت اسان کي ان تي آواز بلند نہ ڪرڻ کپي جو ان ڪري ٻين صوبن جي ماڻهن ۾ شڪ پيدا ٿين.

اسان جي قائدين کي اخباري بيانن ڏيڻ کان پاسو ڪرڻ کپي. ٻہ ڳالهيون ضرور ذهن نشين ڪرڻ گهرجن (الف) اسان کي بهترين ۽ پرجوش ڪارڪنن جي تنظيم ڪرڻ گهرجي جيڪي هر وقت ۽ هر هنڌ. بہ وقت ضرورت استعمال ڪري سگهجن (ب) عام راءِ جو خيال رکڻ بہ ضروري آهي. ٿي سگهي ٿو تہ پنجاب صوبن کي آماده ڪرڻ لاءِ ڪجهہ مراعات ڏئي پر لڳي ٿو تہ اهو آسان نہ آهي. ان کان علاوه مخالف قيادت تي بہ نظر رکڻ اهم آهي جيڪي صوبن ۾ ون يونٽ جي مخالفت جي توسيع ڪن. پنجاب جي اشد ضرورت قابل اعتماد، متحد، باصلاحيت قيادت جي ٿيندي. جيئن اها وقت اچڻ تي حالتن تي فهم ۽ فراست سان قابو رکي سگهي."

پنجاب جي سياسي قيادت جي مخصوص "ذهني سوچ" "Punjab Centric" رهي آهي. مرڪزي حڪومت ۾ آفيسر ۽ ملازمن جي اڪثريت ۽

فوج ۾ آفيسرن ۽ جوانن جي اڪثريت ۽ پنجاب صوبي جي حڪومت بہ ان سوچ جي قائل آهي. آدمشماري جي بنياد تي مالي ورڇ، نوڪرين ان جي بنياد تي تناسب. ان کان علاوه هر سال مرڪزي حڪومت نوان ادارا ٺاهي انهن ۾ پنجاب جي مقامي باشندن کي نوڪريون فراهم ڪندي رهي آهي. مرڪزي حڪومت کي صرف اهي پاليسيون قابل قبول آهن جن ۾ اڪثريتي صوبي جي مفادن جو تحفظ هجي. ان سلسلي ۾ پنجاب جي نامور سياستدان ممتاز محمد خان دولتانا جيڪو ڪجهہ عرصي لاءِ اتان جي وزيراعليٰ جي عهدي تي فائز رهيو تنهن پنهنجي سياسي Mindset جي وضاحت ڪندي لکيو آهي تہ:

"I have always advocated a unitary form of government, for Pakistan even though I have been in a minority of one."

"مون پاڪستان ۾ وحدانيت واري حڪومت جي وڪالت ۽ تائيد ڪئي آهي. باوجود ان جي جو مان اقليت ۾ شمار ٿيان ٿو جو مون کان سواءِ ٻيو ڪو ان خيال جو قائل نہ آهي."

پنجاب جي وزير اعليٰ ممتاز دولتانا 23 اپريل 1954ع تي پنهنجي بيان ۾ چيو تہ:

"I have always stood against confederation or anything that particularly amounts to that. The question of reserving foreign exchange of one province for the use of that province alone or of confining the central services functioning in one province to the citizens of that province, is to me as ridiculous as to suggest that Punjabi soldiers should only be used to defend the Punjab or that Public loans raised from the resources and population of one province should be exclusively used to benefit of that province or area.

Such narrow provincialism would to my mind, be destructive both to the provinces of Pakistan and to the prosperity and greatness of this great land of areas.[33]

"جيستائين منهنجو تعلق آهي مان سدائين رياستن جي اشتراڪ يا اهڙي قسم جو ڪو ٻيو ٺاهہ جنهن ۾ رياستون خودمختيار رهن مان ان جي سخت خلاف آهيان. هڪ صوبي مان زرمبادلا جو مصرف صرف ان صوبي لاءِ استعمال ڪرڻ جي پڻ خلاف آهيان. مرڪزي سرڪاري آفيسرن جو تعين ۽ مقرري انهن جي رڳو سڪونت واري صوبي ۾ ڪرڻ غيرمناسب آهي. جيئن اهو تجويز ڪرڻ تہ پنجابي فوجين کي صرف پنجاب جو تحفظ ڪرڻ گهرجي. ڪنهن بہ صوبي لاءِ عوامي قرض ۽ ان جي وسائل مان حاصل ڪيل رقم انهي

صوبي جي بهتري لاءِ استعمال ڪرڻ منهنجي خيال ۾ "صوبائيت" ٿيندي جيڪا صوبي ۽ عظيم پاڪستان جي خوشحالي ۽ ترقي لاءِ غير تعميري ثابت ٿيندي."

ذوالفقار علي ڀٽي ان تي تبصرو ڪندي لکيو ته:

"A more misconceived concept of federalism has still to be found. Such dangerous over simplifications have in the space of three odd months precipitated dangerous metamorphosis."[34]

"فڪري طور تي وفاق جو غلط ۽ ڪل جوڳو تصور ڪو ٻيو ٿي نه ٿو سگهي. خطرناڪ سهل پسندي ٽن مهينن جي مختصر عرصي ۾ نئين صورتحال کي جنم ڏنو آهي جيڪا خطري کان خالي نه آهي." ون يونٽ جي منصوبي تي ذوالفقار علي ڀٽي پنهنجي خيالن جو اظهار ڪندي لکيو هئو ته:

One fine summer morning in 1954, the federal principle which had been evolved in every stage of its development by voluntary human agency was suddenly declared in heartily discrepant by an array of powerful politicians, efforts were made to scrap a federal constitution in the making and put in its place a unique "hotchpotch", which would accommodate "the one unit scheme for west Pakistan in a device that would ostensibly reconcile, the irreconcilable, that is, blend federal and unitary government without giving people opportunity to examine the proposal, and without rendering blue print of the hotchpotch relentless effort was made to present the nation with a *fait accompli.*

Proponents of the new scheme bellowed in vague generalization that the amalgamation of West Pakistan into "One Unit" would eradicate provincialism and reduce national expenditure. In actual fact the scheme if implemented would augment disintegration . . . it would be negation of the historic 1940 Lahore resolution and the Objective Resolution.

Cultural differences cannot be wiped out by legislation or executive ordinances. It is futile to run counter to the movement of history.

Diversity must be so constituted as to stimulate the common weal. But a merger beyond integration will create anarchy.[35]

"1954ع جي اونهاري جي هڪڙي سني ڏينهن تي وفاقيت جو اصول جنهن جي اوسر ۽ ترقي انساني ڪوشش سان ٿي هئي. ڪي خلاف توقع ۽ بي ضابطا طور تي مفلوج ۽ ناڪاره بڻايو ويو. طاقتور سياسي عناصر طرفان ان کان علاوه اها ڪوشش پڻ ڪئي وئي ته دستور جيڪو نهي رهيو

هئو ان کي ختم ڪري ان جي جاءِ تي غير متوقع ملاوتي نظام آندو ويو. (جنهن ۾ ناتن جي هم آهنگي موجود نہ هئي.) جنهن سان مغربي پاڪستان ۾ ون يونٽ قائم ڪري سگهجي. اهڙي متضاد طريقيڪار جنهن ۾ وفاقي ۽ وحدانيت جي عناصر کي ڳنڍي ڇاڻيو ويو. عوام کي ڪو بہ موقعو فراهم نہ ڪيو ويو تہ هو آزادانہ طور تي ون يونٽ جي تفصيلي تجويزن تي پنهنجي راءِ ڏئي سگهن. هر ممڪن ڪوشش رهي تہ قوم ان کي واقعن جو نتيجو سمجهي قبول ڪري. ون يونٽ جي تجويز پيش ڪندڙن طرفان مبهم ۽ غير حقيقي انداز ۾ ان جي وضاحت ۾ ڪا بہ ڪثر نہ ڇڏي تہ مغربي علائقي جي صوبن کي ون يونٽ ناهڻ سان ملڪ مان صوبائيت ختم ٿي ويندي ۽ قومي اخراجات ۾ ڪمي ٿيندي. حقيقت ۾ انهن نڪتن سان عدم سالميت جو امڪان وڌيڪ آهي. ون يونٽ 1940ع لاهور واري قرار داد جي مقصدن جي منافي آهي. ثقافتي فرق قانون سازي ۽ انتظامي آرڊيننس جي ذريعي ختم نہ ٿا ڪري سگهجن. اها بلڪل ناداني آهي تہ تاريخ جي تقاضائن جي خلاف ڪو بہ نظام پائدار ٿي سگهندو. ثقافتي فرق ۽ اختلاف کي بهتر انداز ۾ مجموعي مفاد لاءِ ڪار آمد ڪرڻ لازمي آهي. پر زبردستي نافذ ڪرڻ سان مورڳو خلفشار، بدنظمي ۽ لاقانونيت جنم وٺندي."

ون يونٽ ڪيئن ۽ ڪهڙي انداز ۾ ٺهيو ۽ ڪهڙا غير مناسب ۽ غير قانوني طريقا اختيار ڪيا ويا. ان جي باري ۾ تجزئي نگار پروفيسر خالد بن سعيد Khalid B. Syed پنهنجي ڪتاب Politics in Pakistan- the Nature and Direction of Change" ۾ پاڪستان جي سياست جي نون رخن جو تجزيو ڪندي ون يونٽ جي باري ۾ لکي ٿو تہ ون يونٽ ان ڪري ٺهرو جو Ruling Class بنگال جي اڪثريت کان واقف هئا.

The civil military oligarchs in the centre, who until this time were only partly aware of the dangers that more radical representatives from Bengal armed with new mandate for maximum provincial autonomy could pose for them were jolted into making same quick calculations. Until this time they had talked of sub zonal federation of West Pakistan. A more united Bengal delegation could exploit the ethnic and political divisions in West Pakistan and mobilize enough support for a constitution that would weakant the center by offering alluring prospect of maximum provincial autonomy for Bengal and the smaller provinces of West Pakistan. The net result of such an outcome would be a weak center,

which could threaten national unity, retard economic development, and deal a crippling blow to national security by weakening and dividing the armed forces. It was for this reason that the ruling elites in Pakistan had to devise the One Unit plan integrating West Pakistan.

"General Ayub in his autobiography has disclosed that he conceived of the one unit plan in 4 October 1954, while he paced the floor of his hotel room in London. It was there that all his ideas jelled into one grand design for the future of Pakistan. What endless confabulation of the basic principles committee of the constituent assembly had failed to produce. He would set forth in one simple document entitled: "A short appreciation of present and future problems of Pakistan".

. . . They were aware that politicians, provincial civil servants, and the intelligentsia from the provinces of Sind and the North Western Frontier province would offer resistance.

One Unit documents prepared by Daultana for the integration of West Pakistan suggested the use of skillful propaganda, but the army leaders and the bureaucrats were in a hurry. They knew that "the real merit of the present regime is that it can hold a pistol to achieve political, constitutional agreement" and they went about brandishing and using their weapons of arbitrary dismissals in Sind, Frontier and even in the Punjab.

Through such methods ruling oligarchs demonstrated the working of new diction that absolute power leads to absolute coercion."[36]

"مرڪز ۾ سول ۽ فوجي حڪمران ٽولو ان وقت تائين بنگالي خود اعتماد قيادت جي فڪر ڪان انهيءَ حد تائين واقف نہ هو. جو مرڪز تي قابض ان ٽولي لاءِ صوبائي خودمختياري جي سلسلي ۾ عوام جي تائيد حاصل ڪرڻ مرڪز ۾ انتظامي طاقت جي توازن لاءِ خطرناڪ ثابت ٿي سگهي ٿو. ان سوچ هنن کي حيران ۽ پريشان ڪيو. جلدي ان جي رد عمل تيار ڪرڻ ۾ مشغول ٿي ويا. ان وقت تائين هنن زونل سب فيڊريشن جي اسڪيم مغربي پاڪستان لاءِ ناهي. پر متحد بنگالي سياسي قيادت مغربي پاڪستان جي صوبن ۾ قومي تشخص ۽ سياسي اختلافن جي بنيادن تي متحد ڪري پاڻ سان متفق ڪرڻ ۾ ڪوشان هئا تہ جيئن اهڙي قسم جو دستور مرتب ڪيو وڃي جنهن ۾ بنگال ۽ مغربي پاڪستان جي ننڍن صوبن کي مڪمل صوبائي خودمختياري حاصل ٿئي. اها ڪافي جاذب تجويز هئي جنهن تي سڀ صوبا

متحد ٿي سگھن پيا. جنهن جو نتيجو هڪ ڪمزور مرڪز هو. جنهن حڪمران طبقي جي خيال ۾ قومي اتحاد، اقتصادي ترقي جي رفتار ۽ قومي تحفظ وارن ادارن جي ڪمزوري ۽ فوج جو ورهاڱو ممڪنات ۾ شامل هو.

انهن سببن ڪري حڪمران طبقي جي ماڻهن لاءِ ضروري ٿي ويو ته هو ون يونٽ جو منصوبو عمل ۾ آڻن جنهن تحت مغربي پاڪستان جي صوبن جو الحاق قائم ڪن. جنرل ايوب پنهنجي آتم ڪهاڻي ۾ ان ڳالهه جو انڪشاف ڪيو آهي ته هن ون يونٽ جو پلان 4 آڪٽوبر 1954ع تي لنڊن ۾ هڪ هوٽل ۾ چهل قدمي ڪندي سوچيو هو. اتي هن سوچ ويچار جي نتيجي ۾ هڪ جامع خاڪو پاڪستان جي آئيندي لاءِ تيار ڪيو. جيڪو "بنيادي اصولن جي ڪميٽي" ڊگهي گفتگو جي باوجود حاصل نه ڪري سگهي. تنهن کي جهٽ پٽ ۾ جنرل ايوب هڪ دستاويز "موجوده ۽ ايندڙ وقت جي مسئلن جو جائزو" جي عنوان سان قلم بند ڪيو. جيئونٽيڪ صاحب اقتدار تي اهو واضح هئو ته سنڌ، نارٿ، ويسٽ فرنٽيئر جا سياستدان، سول آفيسر ۽ دانشور هر صورت ۾ ون يونٽ اسڪيم جي مزاحمت ڪندا.

ون يونٽ جي دستاويز مغربي پاڪستان جي صوبن کي ختم ڪري هڪ نئون صوبو ٺاهڻ جي سلسلي ۾ وڏي مهارت سان پروپئگنڊا ڪرڻ جي تجويز پيش ڪئي. پر فوجي ليڊر ۽ سول آفيسرن جي جٽي کي اها پروڙ هئي ته موجوده نظام جي خصوصيت اها آهي ته اهي پستول کي استعمال ڪندي جلدي ۾ سياسي ۽ دستوري رضامندي حاصل ڪن. مخالفت ڪندڙ صوبائي حڪومتن جي برطرفي عمل ۾ آندي وئي. سنڌ، NWFP ۽ پنجاب جي حڪومتن کي برخواست ڪيو ويو. اهڙي طريقي سان ون يونٽ جي تعمير جو رستو هموار ڪيو ويو. حڪمران عناصر هڪ اصول کي جنم ڏنو ته قطعي مڪمل جابرانه قوت سان سڀ ڪجهه حاصل ڪرڻ ممڪن آهي."

"In Sindh, the Chief Minister, Pirzada was able to produce a statement opposing One Unit scheme signed by 74 of 110 members of Sindh Assembly. He was dismissed and replaced by Muhammad Ayub Khuhro.

Khuhro was appointed as Chief Minister on November 8,1954, and by December 12, 1954 the same Assembly that had opposed One Unit under Pirzada reversed itself and passed a resolution approving the One Unit by 100 votes to 4. Such quick and efficient methods of extracting the desired decision from the Assembly or the Electorate were characterized as "Khuhroism".

It is very interesting to know that Khuhroism means... "the members of Legislative Assemblies shall be arrested, their relatives will be put under detention; officers will be transferred who will not carry out the behests against inconvenient persons; elections shall be interfered with and members of legislature shall be terrorized."

"سنڌ ۾ پيرزادي ون يونٽ جي مخالفت ۾ سنڌ اسيمبلي جي 110 ميمبرن مان 74 ميمبرن طرفان دستخط ٿيل بيان جاري ڪيو. پوءِ بہ سنڌس حڪومت کي برطرف ڪيو ويو. هن جي جاءِ تي محمد ايوب کهڙي کي 8 نومبر 1954ع تي سنڌ جو وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو ۽ 12 ڊسمبر 1954ع تائين ساڳئي اسيمبلي جي 100 ميمبرن جن پيرزادي جي وزارت دوران ون يونٽ جي مخالفت ڪئي هئي پنهنجي فيصلي کان منحرف ٿيندي ان جي تائيد ۾ ووٽ ڪيو. صرف چئن ميمبرن مخالفت ۾ ووٽ ڏنو. انهي قسم جي ترت. قابليت سان متوقع ضروري فيصلو اسيمبلي کان حاصل ڪيو ويو. اهڙي انداز کي کهڙو ازم قرار ڏنو ويو.

اها دلچسپ ڳالهہ آهي تہ کهڙو ازم مان ڇا مراد آهي. "کهڙو ازم" جو مطلب اهو آهي تہ اسيمبلي جا ميمبر گرفتار ڪيا ويندا. انهن جي عزيز ۽ اقارب کي گم ڪيو ويندو. آفيسر جيڪي احڪامات جو انحراف ڪندا تن کي بدلي ڪيو ويندو. اليڪشن ۾ ڊانڊلي ڪئي ويندي. ۽ هر قسم جا حربا استعمال ڪري اسيمبلي جي ميمبرن کي خوف زده ڪيو ويو."

پاڪستان جي صوبن ۾ عجب اسرار هو. مرڪزي حڪومت جو سياسي ناٽڪ سواءِ ڪنهن روڪ ٽوڪ جي جاري ۽ ساري هو. جنهن کي چاهين ان کي عهدي جي ٽوپي پارائن جنهن کي وٽي ان کي برطرف ڪن. ايوب کهڙو جنهن کي ون يونٽ جو بل پاس ڪرائڻ لاءِ وزيراعليٰ ٿاڦيو ويو هو. سو ان وقت Proda جي قانون هيٺ سياست ۾ شرڪت نہ ڪرڻ جي پائبندي هيٺ هو. يڪدم "Proda" واري سزا جي معافي ڏني ويئي. ملڪ جي سياسي صورت حالت تي پروفيسر خالدبن سعيد تجزيو ڪندي لکيو تہ:

"There was no democratic check at all to methods like dismissal and installation of pliable regimes in the provinces. Governor General Ghulam Muhammad during March 1955 issued an ordinance to amend the Government of India Act of 1935 and invest himself, not only the power to establish legally the new province in West Pakistan but also to provide a constitution for the

entire country.

Governor General was debarred by Federal Court from assuming such powers.

Federal Court made it clear that constitution could only be formulated by a Constituent Assembly, and act like integration of provinces and territories of West Pakistan into province of West Pakistan could only be validated by new constituent assembly.[38]

صوبن ۾ حڪومت جي برطرفي ۽ نت نين حڪومتن جي مقرري هڪ غير جمهوري ۽ غير قانوني معمول ٿي ويو هو. ان تي پابندي جو ڪو طريقہ ڪار موجود نہ هو . مارچ 1955ع ۾ گورنر جنرل غلام محمد هڪ آرڊيننس جاري ڪيو جنهن تحت حڪومت هندستان جي ايڪٽ 1935ع ۾ ترميمون آڻي گورنر جنرل پنهنجي لاءِ اهو اختيار حاصل ڪيو تہ هو قانوني طور تي مغربي پاڪستان جو نئون صوبو ٺاهي. ان کان علاوه هو ملڪ لاءِ نئون دستور پڻ ٺاهي. پاڪستان جي فيڊرل ڪورٽ گورنر جنرل جي ان اختيار تي پابندي لاڳو ڪئي تہ هو ان جو مجاز نہ آهي تہ ملڪ لاءِ دستور ٺاهي بلڪ اصولن اهڙو دستور مرتب ڪرڻ دستور ساز اسيمبلي جي ذميواري آهي ۽ مغربي پاڪستان ۾ ٻين علائقن جي جوڙ جڪ دستور ساز اسيمبلي ڪري سگهي ٿي.

فيڊرل ڪورٽ جي انهيءَ فيصلي سان ڪجهہ وقت لاءِ پيچيدگيون نمايان ٿيون ۽ گورنر کي بي اختيار ڪيو ويو.

پاڪستان جي سياسي تاريخ تي جيڪي بہ ڪتاب لکيا ويا آهن تن ۾ مورخن ون يونٽ کي غير قانوني ۽ غير آئيني قدم قرار ڏنو آهي. ايلن مئڪگرات Allen McGrath پنهنجي لاجواب ڪتاب The Destruction of Pakistan's Democracy ۾ ون يونٽ تي تبصرو ڪندي لکيو آهي تہ:

"By means of One Unit Plan Ghulam Mohammad would have further increased Punjabi Power at the expense of East Bengal".[39]

"ون يونٽ پلان جي ذريعي غلام محمد جي پنجابي اقتدار کي وڌيڪ منظم ۽ مضبوط ڪرڻ جي منشا هئي تہ جيئن ايسٽ بنگال جي سياسي قوت کي مفلوج ڪجي".

ڪراچي مان نڪرندڙ انگريزي اخبار Dawn گورنر جنرل جي هنگامي اختيارن تي تبصرو ۽ تشريح ڪندي چٽرو ۽ توڪ ڪندي لکيو تہ:

"Dawn expressed approval of Governor General's emergency decree with what may have been intended as sarcasm, it praised Ghulam Mohammad's actions claiming that One Unit plan made romantic reading because it fills the romance of unity where diversity has been canker in the rose.

Like mist before sunshine, let that diversity now melt, disperse and vanish."[40]

ڊان اخبار گورنر جنرل جي هنگامي حالات جي قانون جي تائيد ۽ طنزيہ انداز ۾ غلام محمد جي ڪارروائين جي تعريف ڪندي لکيو تہ ون يونٽ پلان روماني تصورات جون تقاضائون پوريون ٿو ڪري. اتحاد جو روماني منظر مختلف فرقن ڪي گلاب جي گل ۾ خطرناڪ اثر تصور ڪيو ويندو رهيو آهي. هاڻي صبح صادق ڪان اڳ ڌنڌ ۽ ڪوهيڙو انهن تفاوتن کي ترڪ ۽ ختم ڪندو. لاهور مان نڪرندڙ انگريزي اخبار پاڪستان ٽائمس Pakistan Times پنهنجي اداريي ۾ غلام محمد جي غير آئيني اقدام تي تبصرو ڪندي لکيو تہ:

"Pakistan Times" "Uneasiness about the obvious violation of fundamental law by the Governor General and charged that "Virtually assumed the powers of an absolute ruler and the government over which he presided responsible to nobody".[41]

"پاڪستان ٽائيمس بنيادي دستور جي خلاف ورزي تي افسوس جو اظهار ڪيو ۽ تبصري ۾ چيو تہ گورنر جنرل هڪ چڙواڳ حڪمران جا اختيار حاصل ڪيا آهن ۽ ان لاءِ هو ڪنهن جو بہ ذميدار نہ آهي."

عمر نعمان پنهنجي ڪتاب Pakistan, Political and Economic History since 1947[42] ۾ ون يونٽ کي "Notorious One Unit Scheme" "بدنام ون يونٽ اسڪيم" قرار ڏنو آهي. پاڪستان جي سياسي منظر نامي جو بيان ڪندي عمر نعمان لکيو آهي تہ:

In December 1954 Governor General Ghulam Mohammad dismissed Pirzada's Sind Ministry due to its opposition to One Unit plan. A Similar fate befell the NWFP Ministry. Indeed Governor General intervened when Noon's Ministry opposed certain aspects of the scheme. Thus the One Unit was created in great haste.[43]

It had taken nine years to frame the 1956 Constitution which was not a symbol of legislative dominance. On the contrary the true architects of the document were civil servants.[44]

The pattern of centre state relations as well as that of executive dominance was set by dismissal of Khan Sahib's provincial

government in NWFP by Governor General M.A. Jinnah thus within a fortnight of Pakistan's creation the central government had toppled a provincial administration.

Seven months latter Jinnah dismissed Sind's Chief Minister M. A. Khuhro. On 25 January 1949, the Punjab Provincial Government was superseded, the Provincial Legislative Assembly dissolved and administration handed over to the Governor. The central government had dismissed a provincial ministry which still enjoyed the confidence of the legislature and commanded majority in house.

Although Section 51 of the Government of India Act 1935 gave the governor General power to replace provincial governments, central dominance was strengthened further by subsequent legislation. Under Jinnah, Section 92 (a) was introduced to facilitate implementation of direct rule by the centre. Accordingly governments were dismissed in Punjab, and Sind under enlarged scope of central intervention. Erosion of semblance of provincial autonomy further strengthened the civil servants who effectively controlled the entire administration in the provinces and Politicians were kept in power subject to their willingness to obey central government directives.[45]

ڊسمبر 1954ع ۾ گورنر جنرل غلام محمد پيرزادي جي وزارت کي معطل ڪيو جو هو ون يونٽ جو مخالف هو. ساڳي بدقسمتي NWFP جي وزارت تي پڻ پئي. فيروز خان نون جنهن پنجاب جي وزيراعليٰ جي عهدي تي ون يونٽ جي مخالفت ڪئي جو هن کي ان منصوبي جي ڪجهه پهلوئن تي اعتراض هئا تہ ون يونٽ گهڻي جلد بازي ۾ ناهيو ويو.

1956ع واري دستور کي ناهڻ ۾ نو (9) سال لڳا پر ان ۾ قانون ساز اداري کي فوقيت نہ هئي، جو ان جي ناهڻ وارا سول آفيسر هئا.

مرڪز ۽ صوبن جي لاڳاپن ۽ تعلقات جو طريقيڪار ۽ انتظاميا جو غلبو NWFP جي وزير اعليٰ ڊاڪٽر خان صاحب جي صوبائي حڪومت جي معزوليءَ مان ظاهر ٿيو. اهي احڪامات گورنر جنرل M.A. Jinnah طرفان جاري ڪيا ويا هئا. پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ جي 15 ڏينهن اندر صوبائي حڪومت کي برخواست ڪيو ويو. ان کان ست (7) مهينا پوءِ سنڌ ۾ M. A. Khuhro کي وزير اعليٰ جي عهدي تان هٽايو ويو.

پنجاب جي صوبائي حڪومت کي 25 جنوري 1949ع اسيمبلي کي ختم ڪري گورنر راڄ قائم ڪيو ويو. باوجود ان جي جو صوبائي اسيمبلي

جي ميمبرن جي اڪثريت جي حمايت نون وزارت کي هئي. 1935ع ائڪٽ جي فقري 51 هيٺ گورنر جنرل کي اهو اختيار هو. ته هو صوبائي حڪومتن کي بدلائي سگهي پيو. جناح جي احڪامن تحت هڪ نئين ترميم آندي وئي جنهن جي نفاذ سان صوبائي حڪومتن جو نظام سنڌي طرح مرڪزي سرڪار پنهنجي تحويل ۾ هلائڻ جو اختيار حاصل ڪيو. جنهن سان صوبن ۾ مرڪزي حڪومت جي مداخلت هڪ عام معمول بڻجي ويو. صوبائي خودمختياري صرف ڏيکاءُ ڪان وڌيڪ ڪجهه به نه هو. سرڪاري آفيسرن جي انتظامي قوت ۾ وڌيڪ اضافو ٿيو ۽ صوبن جو نظام انهن جي انتظامي اختيار ۾ اچي ويو. سياستدانن جي حڪومت جو دارو مدار مرڪزي حڪومت جي آفيسر شاهي جي احڪامات تي عمل ڪرڻ تي منحصر هو.

پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ سان ئي جمهوري قاعدا، ضابطا، تقاضائون ۽ توقعات ڏاڪي بڏاڪي ختم ٿينديون رهيون. آمرانه سرڪاري نظام شدت سان قائم ٿي ويو. سياست هڪ تماشو بنجي وئي جنهن ۾ عوام جي فلاحي پاليسين کي ڪابه اهميت حاصل نه هئي.

عمر نعمان ان بارئي ۾ تبصرو ڪندي لکي ٿو ته:

From 1954 to 1958, Pakistan's Political System degenerated into farce, the civil service assisted by the military controlled decision making process. "The establishment of a system of central executive rule rather than of cabinet government based on representative legislative encouraged the concentration of power in a group of officials divorced from mass politics. It is however important to emphasize that ethnic composition of bureaucratic elite had an extremely important bearing on the political development in Pakistan. Men in Command of centre were refuges from Muslim Minority Provinces or from Punjab. Excluded from power, were members of respective elite of Bengal, Sind, Baluchistan and Frontier province.

A political structure incapable of accommodating four of five provincial elites could not have been expected to provide stable government dominance by an unrepresentative center inevitable provoked dissension from regions. Antagonized by the heterogeneity inherent in multi - ethnic state, regional elite monopolized popular support for greater provincial autonomy.

Center-State relation became principal forum for political conflict." [46]

پاڪستان جو سياسي ڍانچو پڻ انهن بنيادن تي ٺاهيو ويو هو. پنجن صوبن مان ڇئن صوبن جي ضرورتن، تعمير ۽ ترقي تي ڪا به توجهه نه ڏني ويندي هئي ۽ نه ئي انهن جي تقاضائن کي ضروري اهميت ڏني ويندي هئي جنهن سان هڪ مستحڪم حڪومت هلائي سگهجي. غير نمائنده مرڪزي حڪومت جي صوبن تي فوقيت ۽ غلبي جي نتيجي ۾ صوبن ۾ اعتماد جو فقدان ۽ بي چيني ڏاڪي بڏاڪي وڌندي رهي. هڪ گهڻ قوميتن ۽ ٻوليون ڳالهائيندڙ عوام جي رياست جنهن ۾ مختلف قومون آباد هجن اتي مقامي صوبائي قيادتون مڪمل صوبائي خودمختياري جي تقاضا ڪنديون رهيون آهن. مرڪز ۽ صوبن وچ ۾ سياسي اختلاف ۽ تضاد تڪرار جي صورت ۾ موجود رهيا. تحرير ۽ فڪر جي آزادي تي ڪافي پابنديون هنيون ويون. ان ڪري ون يونٽ تي خيالن جو اظهار ڪرڻ کان ڪافي دانشور نقاد ڪنارا ڪشي ڪندا رهيا. ون يونٽ تي سياستدانن جا تبصرا بنهه ڪي ورلي ملن ٿا.

ذوالفقار علي ڀٽي تفصيل سان هڪ جامع مضمون بعنوان Pakistan: A federal or Unitary State جيڪو ڪراچي مان نڪرندڙ رسالي Vision ۾ آگسٽ 1954ع ۾ ڇپيو. ان ۾ ڀٽي صاحب وضاحت سان لکيو هو ته:

"Prior to Partition of Subcontinent, the Quaid-i- Azam had unequivocally declared that in Pakistan the equality and autonomy of the component units would be guaranteed by the constitution."(47)

هندستان جي ورهاڱي کان اڳ قائد اعظم واضح لفظن ۾ اعلان ڪيو هو ته "پاڪستان ۾ شامل علائقن ۽ صوبن کي برابري ۽ هڪ جهڙائي ۽ خودمختياري وارن اصولن کي دستور ۾ تحفظ ڏنو ويندو" پر پاڪستان ۾ سالن جا سال ڪو به دستور ٺهي نه سگهيو، نڪو قائد اعظم جي اعلان تي عمل ٿيو.

ان مضمون ۾ وڌيڪ وفاقيت جي تشريح ڪندي ڀٽي صاحب لکيو ته:

"Federalism alone is the formula of so noble concert because, despite what some may think, federalism is not antithesis of unity. It is the rampart of diverse heritages within a larger unity."(48)

وفاقيت اعليٰ ظرف جي قوتن جي ٺاهه جو نالو آهي. اهو ڪنهن به صورت ۾ اتحاد جي منافي نه آهي. اهو مختلف فقرن جو مجموعو وسيع اتحاد جو ضامن آهي.

پنجاب ۾ صرف واحد نامور بيباڪ سياستدان ميان افتخارالدين هو جيڪو پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ پنجاب جي پهرين صوبائي وزارت ۾ وزير آبادڪاري هو حڪومت وقت جي غير عوامي پاليسين سان اختلاف ڪندي وزارت تان مستعفي ٿي ويو. ميان صاحب اصول پرست ۽ سچ گو ليڊر هو. ون يونٽ جو سخت مخالف هو. هو يقيني طور تي ان فڪر جو هو ته:

"One Unit was the way straight to disintegration" (49)

"ون يونٽ سڌو سنئون عدم سالميت جو اهڃاڻ آهي." سندس چوڻ موجب وقت گذرڻ سان اڳتي هلي ملڪ ٻن ٽڪرن ۾ ورهائجي ويو.

ون يونٽ بابت ميان صاحب وڌيڪ چيو ته:

"No measure in the history of Pakistan has had so much of an air of conspiracy, intrigue and high-handedness as that of the creation of the One Unit administration for West Pakistan and the obliteration of provincial identities... Here, the sweet will of the junta headed by Trio of Chaudhary Muhammad Ali, Nawab Mushtaque Ahmed Gurmani and Governor General Ghulam Muhammad was the law. Later on Iskander Mirza joined them." (50)

"پاڪستان جي تاريخ ۾ مغربي پاڪستان ۾ ون يونٽ لاڳو ڪرڻ وارو فيصلو بدنيتي جي منصوبا بندي. سازش ۽ ڳٺ جوڙ جو بدترين نادر مثال آهي. ان سان صوبائي تشخص ۽ خودراديت جو خاتمو ٿيندو. ان منصوبا بندي ۾ ٽن شخصن جو اهم ڪردار آهي اهي آهن: چوڌري محمد علي. نواب مشتاق احمد گرماني ۽ گورنر جنرل غلام محمد. پوءِ وري اسڪندر مرزا پڻ انهن ۾ شامل ٿي ويو."

ميان افتخار الدين پاڪستان جي قانون ساز اسيمبلي ۾ تقرير ڪندي ميمبرن کي ان خطري کان واقف ڪيو ته:

"The Manner in which we are conducting ourselves would not lead to the unity that we all desired or said that we desired, but would gradually result in the disintegration of the country." (51)

"جڏهن مخصوص انداز ۾ اسان فيصلا ڪري رهيا آهيون اهي ڪنهن به صورت ۾ اتفاق ۽ اتحاد حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ٿيندا. جيڪا اسان جي خواهش آهي نه رڳو اهو پر ملڪ جي تحفظ ۽ سالميت لاءِ پڻ خطرناڪ ثابت ٿيندو."

هن وڌيڪ صاحب اقتدار تي واضح ڪيو ته:

"It is matter of sheer common sense that just unnatural

centralization must ultimately harden centrifugal tendencies, likewise absence of coordination ultimately must result in administrative inefficiency and disruption."(52)

"اها حقيقت عام فهم آهي ته ناجائز مرڪزيت آخرڪار اتحادي قوتن کي ڪمزور ڪرڻ جي حربي جي صورت ۾ نمودار ٿيندي. ساڳئي وقت هم آهنگي ۽ مربوط رابطن جو فقدان انتظامي نا اهلي ۽ رخني جو باعث بنبو."

ميان افتخار الدين جي بيانن ۽ قانونساز اسيمبلي ۾ تقرير کي خاص اهميت حاصل آهي جو اهي حقائق ۽ دليلن تي مبني آهن.

رضوان ملڪ پنهنجي انگريزي ڪتاب "The Politics of One Unit-1955-58" ۾ ميان صاحب متعلق تبصرو ڪندي لکي ٿو ته:

"The strongest voice raised against One Unit was that of Mian Mohammad Iftikhar-u-Din speaking in CAP (Constituent Assembly of Pakistan) on 8th September 1955, he strongly criticized those who believed "Centralization leads to unity." He took the sponsors of the One Unit Bill seriously to task who by 'implication' were suggesting that in case the provinces in the western wing were not unified, the Sindhis, the Baluchi and the Pathan will join the representative of Bengal against Punjab, thus creating a permanent cause of bickering and strife between the two sides. This in his opinion was fallacious argument because if the Sindhis, and the Baluchis and the Pathans are unfairly denied their rights . . . would they not under even under One Unit be able to intrigue with the representative of Bengal? After all people are to be elected from their own areas under One Unit in the absence of provincial assemblies. Power would also inevitably lead to abuse of authority on the part of bureaucracy. It would eventually result in an administratively controlled democracy, which is a contradiction in terms. . . what the people of Pakistan want to have, is a democratically controlled administration which to them was the real purpose of having Pakistan."(53)

"پاڪستان جي قانون ساز اسيمبلي ون يونٽ خلاف مضبوط ۽ مثبت انداز ۾ مخالفت 8 سيپٽمبر 1955 واري اجلاس ۾ ميان افتخار الدين ڪئي. جن ماڻهن جو اهو خام خيال هو ته مرڪزيت سان اتحاد قائم ٿيندو ۽ ون يونٽ جي حامين جي سوچ جو محور ته جيڪڏهن پاڪستان جي مغربي خطي ۾ صوبن جي هڪ هٽي قائم نه ٿي ته سنڌي، بلوچ، پٺاڻ، بنگال جي ماڻهن سان گڏجي ويندا. جنهن جي نتيجي ۾ مستقل طور تي ٻنهي خطن ۾

تڪرار ٿيڻ جو قوي انديشو آهي. ان سوچ ڪي ميان صاحب بيسود. لغو ۽ مفروضو قرار ڏنو. جيڪڏهن سنڌين، بلوچن ۽ پٺاڻن سان منصفانه، هڪجهڙائي وارو سلوڪ نه ڪيو ويندو ته پوءِ اهي سڀ مجموعي طور تي يقينن بنگال جي قيادت سان ملي اثر انداز ٿيڻ جي ڪوشش ڪندا. هر صورت ۾ ون يونٽ نظام هيٺ انهن جا نمائندا چونڊجي ايندا. صوبائي اسيمبلين جي غير موجودگي ۾ لازمن نوڪر شاهي پنهنجي انتظامي قوت جو غلط استعمال ڪندي، جيڪا جمهوريت جي تقاضائن جي منافي آهي. پاڪستان جي عوام کي قوي اميد اها هئي ته کين اصلي جمهوريت جيڪا عوامي نمائندن جي اثر هيٺ حڪومت ڪندي حاصل ٿيندي جيڪو پاڪستان ٺاهڻ جو اصل مقصد هو."

ون يونٽ سنڌ جي سياسي خودمختياري جو هڪ بدترين ڪارو باب آهي جنهن ۾ زبان، ثقافت، املاڪ ۽ دائمي تشخص کي مسمار ڪرڻ جون ڪوششون ٿينديون رهيون، هڪ نقاد لکي ٿو ته:

"The period of One Unit will be marked as a dark age for Sindh. It was the most unfortunate that Sindh witnessed during the post independence period. For this province had already suffered the effects of a similar system during its 89-year annexation (1847-1936) by the Bombay Presidency. After Independence a group of politician backed by vested interests were determined to exploit the pretext or the other.

The scheme of One Unit was not a new one. Right from inception of Pakistan vested interests had their eyes set on Sindh's natural resources."[54]

" ون يونٽ جي حڪومت وارو دور سنڌ لاءِ هڪ بدترين دور هو. ان کان اڳ ۾ سنڌ 89 سال (1847-1936)بمبئي پريزيڊنسي سان الحاق واري دور ۾ گهڻيون ئي عقوبتون برداشت ڪيون هيون. پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ سياسي مفاد پرست عناصر جي اها ڪوشش هئي ته سنڌ جي وسائل کي هر صورت ۾ مختلف بهانن سان قبضو ڪري استعمال ڪجي. ون يونٽ جي اسڪيم ڪا نئين نه هئي. پاڪستان جي ٺهڻ سان انهن جون اکيون سنڌ جي قدرتي وسيلن. زمينن ۽ پورٽ تي هيون." ون يونٽ جي مخالفت ڪندڙ سياستدانن کي ڪوڙن ڪيسن ۾ گرفتار ڪيو ويو:

The influential opponents (of one unit) such as Pirzada, G.M. Sayed and Pir Illahi Bux were detained on different charges.

Even the speaker of Sindh Assembly was also arrested on the charge of "conspiring to murder the member of Sindh cabinet". News papers like Al-Wahid which opposed the plan, were banned. Hundreds of students were imprisoned while they demonstrated against the government's coercive measures.

"Hyderabad was converted into a military camp to decide purely constitutional issue. The unification proposal had been passed with aid of province vide intimidation, coercion, repression and suppression of public opinion." (55)

سنڌ ۾ اهم ۽ اثر رسوخ وارن سياستدانن جن ۾ پير زادو، جي- ايم سيد، پير الاهي بخش شامل هئا. تن کي کوڙن الزامن هيٺ نظر بند ڪيو ويو. اسيمبلي جي اسپيڪر کي ان جرم ۾ گرفتار ڪيو ويو ته هن سنڌ ڪابينا جي هڪ وزير کي قتل ڪرڻ جي سازش ڪئي آهي. سنڌ جي نامور ۽ مقبول اخبار الوحيد جي اشاعت تي پابندي لڳائي وئي. شاگردن جن ون يونٽ خلاف جلوس ڪڍيا هئا تن کي جيلن ۾ بند ڪيو ويو. حيدرآباد هڪ فوجي ڪئمپ لڳي رهي هئي. هڪ قانوني معاملي تي غور ڪرڻ ۽ ون يونٽ تجويز کي قبول ڪرائڻ لاءِ ميمبرن کي زير بار ڪري جابرانہ نموني ۾ ڌمڪائي ۽ حراس ڪري عام راءِ کي مفلوج ڪري بل پاس ڪرائڻ جون ڪوششون ٿي رهيون هيون.

پاڪستان ۾ حڪومت ڪندڙ حڪمرانن جو پنهنجو مخصوص انداز رهيو آهي. طاقتور طبقا مستقل طور حڪومت ڪندا رهيا آهن. ان سلسلي ۾ ڊاڪٽر محمد وسيم پنهنجي ڪتاب "Politics and state in Pakistan" ۾ تجزيو ڪندي پاڪستان ۾ حڪمراني جي باري ۾ لکيو ته:

"Pakistan of today has been ruled by various governments based in Punjab. First, the One Unit Comprising Punjab, NWFP, Sindh and Baluchistan, had its capital at Lahore from 1955 to 1970. Then the federal capital shifted from Karachi to Islamabad in 1960. For the next decade three smaller provinces of West Pakistan were doubly ruled from Punjab, i.e. both central and provincial levels. From 1970 onwards, the former re-emerged as full provinces while Islamabad continued to be the seat of power for the whole country.

Thus, the areas comprising the contemporary Pakistan have been directly governed from capitals situated in Punjab for 34 out of 42 years, including the concurrent rule of Punjab-based federal and provincial governments for a decade.

The government structure of this province as it evolved in

a hundred years prior to independence, played a crucial role in determining the procedural setup, political practices as well as constitutional outlook of the post independence government in Pakistan as a whole."[56]

"اڄ جي پاڪستان تي بيشتر اوقات جن بہ حڪومتن جي حڪمراني رهي آهي انهن جو اصل بنياد لاهور رهيو آهي. پهريائين ون يونٽ جنهن ۾ پنجاب، سنڌ، NWFP ۽ بلوچستان شامل هئا، ان حڪومت جو گاديءَ جو هنڌ (1955-1970) 15 سال لاهور رهيو. 1960ع ۾ مرڪزي سرڪار جي گاديءَ جو شهر ڪراچيءَ مان بدلائي اسلام آباد ڪيو ويو. ايندڙ ڏهن سالن تائين ننڍين صوبن تي حڪمراني پنجاب مان ٿيندي رهي. چاڪاڻ تہ مرڪزي ۽ صوبائي حڪومتن جو گاديءَ جو شهر پڻ لاهور هو. 1970ع کان پوءِ جڏهن صوبا وري وجود ۾ آيا تہ تڏهن بہ سڄي ملڪ لاءِ گادي جو شهر اسلام آباد رهيو.

مجموعي طور تي پاڪستان جي ملحق علائقن تي سڌي طرح سان حڪمراني پنجاب جي گادي جي شهر مان ٿيندي رهي آهي چاڪاڻ تہ 42 سالن مان 34 سالن تائين گاديءَ جو شهر پنجاب ۾ رهيو آهي.

پنجاب جي حڪومت دوران حڪومت جي ادارن جي جوڙجڪ ۽ ان ۾ وقت جي گذرڻ سان تبديلين ۽ طريقہ ڪار جو پاڪستان جي وجود تي گهرو اثر رهيو. ان ۾ حڪومتي طرز عمل پڻ اثر انداز رهيو." ان کي ڪن مفڪرن "Punjabisation of Pakistan" چيو آهي. سنڌين جي صورتحال بابت ايئن ٽالبوٽ پنهنجي ڪتاب "Pakistan A Modern History" ۾ پنهنجي خيالن جو اظهار ڪندي واضح طور تي لکي ٿو تہ:

"Sindhis also did not figure in the famous twenty two families who came to dominate the industrial and commercial sectors of the economy.

Industrial development continued a pace in the Muhajir dominated urban areas. The Sindhi Political elite continued to chafe under One Unit Scheme.

It claims that this was providing the cover for "Punjabisation" of Sindh appeared justified by the increasing allocation of land made available through the construction of the Ghulam Muhammad Barrage near Hyderabad to army officers and bureaucrats."

"ملڪ جي مجموعي اقتصادي ترقي ۾ سنڌين کي شريڪ نہ ڪيو

ويو آهي. 22 صنعتڪار ۽ مالدار ماڻهن مان ڪوبه سنڌي نه هو. انهن خاندانن جي پاڪستان جي صنعتي ۽ ڪاروباري ادارن تي اجاره داري ۽ هڪ هٽي هئي. جيتوڻيڪ صنعتي ترقي ٿيندي رهي پر اها نمايان طور تي Urban شهري علائقن ۾ ٿيندي رهي جتي ڪثير تعداد ۾ مهاجر آباد هئا. سنڌي اڪابرين ۽ قائدين ون يونٽ اسڪيم جي هاجيڪار اثرن کي ناخوشگوار محسوس ڪندا رهيا.

ون يونٽ "پنجابائيزيشن" جو ذريعو بنايو ويو هو. غلام محمد بئراج جون زمينون پڻ پنجابين ۾ ورهايون ويون. اهي زمينون سول ۽ فوجي آفيسرن ۾ ورهايون ويون."

ايئن ٽالبوٽ ڪتاب Pakistan: Nation, Nationalism and the state ۾ هڪ تفصيلي مضمون لکيو جنهن جو عنوان آهي: The Punjabization of Pakistan Myth and Reality جنهن ۾ هن ان نقطي ۽ فقري جي وضاحت ڪندي لکيو آهي ته:

The phrase "the Punjabization of Pakistan", has become well known amongst commentators and politicians of the minority provinces as cryptic criticism of Pakistan's domination by its most populous province. The Punjab thus can be seen both as cornerstone of the country and as major hindrance to national integration. The Punjabization thesis has previously been linked with regions ties to army foremost unelected institution of the nation... Punjab paradoxically, has to be seen as both bulwark of the rump Pakistan state and major barrier to national integration because of the use of Punjabi Military and paramilitary forces during civil unrest in Baluchistan and Sindh...

Such scholars as Yunus Samad have coined the phrase of the "Punjabization of Pakistan" to describe the region's post 1971 predominance.

"عام فهم طور تي نقادن، دانشورن ۽ سياستدانن وٽ "پنجابين جو پاڪستان" جو اصطلاح استعمال ٿي رهيو آهي. خصوصي طور تي ننڍن صوبن ۾ اها چوڻي عام آهي. ان نڪتي مان پنجابين جي عدم تحفظ، غير يقيني، غير مساوي ۽ ناانصافين وارين حالتن جي عڪاسي ٿئي ٿي. اهو هڪڙي قسم جو پُراسرار تفصيل آهي. پاڪستان جي مثان هڪ صوبي جي هڪ هٽي جيڪو اڪثريت ۾ آهي ۽ سياسي طور تي جيڪو به چاهي اهو ان لاءِ ممڪن آهي. ان لحاظ کان پاڪستان جي قومي يڪجهتي ۾ پنجاب جو

ڪردار بنيادي آهي ۽ اهو قومي يڪجهتي حاصل ڪرڻ ۾ وڏي رڪاوٽ آهي.

"پنجابي ازم" گذريل عرصي کان ان علائقي ۾ پاڪستان جي اڻچونڊيل اداري فوج سان لاڳاپيل آهي.

بعيد از قياس اها حقيقت آهي ته پنجاب پاڪستان جي تحفظ جو حصو آهي ۽ ساڳئي وقت قومي يڪجهتي جي تڪميل ۾ هڪ وڏي رنڊڪ آهي. جنهن جو وڏو سبب فوجين ۽ نيم فوجين جو بلوچستان ۽ سنڌ ۾ شهري وڳوڙن دوران طاقت جو استعمال ان جو باعث آهي.

يونس صمد جيڪو جڳ مشهور پروفيسر آهي تنهن اهو فقرو "Punjabization of Pakistan" جوڙيو آهي جنهن مان سندس مقصد 1971 کان پوءِ واري دور ۾ پنجاب جي سياسي فوقيت بيان ڪرڻ مقصود آهي."

ون يونٽ ناهڻ جا ڪافي مخفي مقصد هئا. جن ۾ سنڌ جي وحدانيت واري تشخص. سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ثقافت کي ختم ڪرڻ جي سازش شامل هئي. مغربي پاڪستان ۾ سنڌ کي شامل ڪرڻ کان پوءِ سنڌ جو نالو وٺڻ معيوب سمجهيو ويندو هو. سنڌ کي انتظامي لحاظ کان ٻن ڊويزنن ۾ تقسيم ڪيو ويو: حيدرآباد ۽ خيرپور.

پروفيسر عديل خان پنهنجي ڪتاب "Politics of identity Ethnic Nationalism and state in Pakistan" ۾ تفصيل سان پاڪستان ۾ قوميت ۽ نسلي طور تي يڪسانيت ۽ انفراديت رکندڙ قومن جي ڪيفيت تي خيالن جو اظهار ڪندي لکي ٿو ته:

"One of the most damning acts of Pakistan Government to undermine the regional identities of various ethnic groups was the imposition of One Unit Scheme on the four provinces of Pakistan."

"مغربي پاڪستان جي چئني صوبن جي مٿان ون يونٽ لاڳو ڪري انهن جي علاقائي خصوصيت کي ختم ڪرڻ پاڪستان جي حڪومت جو قابل مذمت عمل رهيو آهي."

ون يونٽ ۾ سنڌ ۽ بنگال مٿان هڪ ڪالونيءَ وارو نظام رائج ڪيو ويو.

In Sindh its Governors, Chief Secretaries and I.Gs. Police were either Muhajirs or Punjabi officers. To the chagrin of Bengalis, the government appointed senior Punjabi officers to main and key posts in the province."

سنڌ ۽ بنگال کي ڪالوني حڪومت ڪئي وئي. سنڌ ۾ گورنر، چيف سيڪريٽري، پوليس جو I.G.Ps عمومن ته پنجابي هئا يا مهاجر.

بنگال ۾ حڪومت طرفان جيڪي وڏن عهدن تي سرڪاري آفيسر مقرر ڪيا ويا سي بنگالين جي مايوسي ۽ خلاف توقع سڀ پنجابي هئا ۽ اهم عهدن تي فائز هئا.

"First Pakistan Central Cabinet in 1947 did not have any Sindhi Minister… When Sindh Muslim League raised the issue of Sindh's representation in Pakistan cabinet after procrastinating the matter for four months Mr. Abdul Sattar Pirzado was inducted as minister in Liaquat's cabinet." [59]

"1947ع ۾ پاڪستان جي مرڪزي حڪومت جي پهرين ڪابينا ۾ ڪوبہ سنڌي وزير نہ هو. جڏهن سنڌ مسلم ليگ انهيءَ معاملي تي ڌيان ڇڪرايو تہ سنڌ جي مرڪزي ڪابينا ۾ ڪا بہ نمائندگي ناهي تہ چئن مهينن جي عرصي کان پوءِ لياقت جي ڪابينا ۾ پيرزادي عبدالستار کي وزير جي حيثيت ۾ شامل ڪيو ويو." ان مان بخوبي اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ مهاجر سياسي قيادت جا سنڌين لاءِ ڪهڙا نيڪ ارادا هئا. صوبن جي خود اراديت ۽ خودمختياري بابت هنن جا ڪهڙا ويچار هئا.

"Liaquat Ali Khan first unelected Prime Minister of Pakistan while addressing MLAs of Punjab described "Province" as mere administrative arrangements". I have by rejecting the committed declaration of provincial autonomy contained in 1940 Resolution that declared that provinces shall be autonomous and sovereign." [60]

"پاڪستان جي پهرئين غير منتخب وزيراعظم پنجاب جي اسيمبلي ميمبرن جي هڪ گڏجاڻيءَ کي خطاب ڪندي اهو اعلان ڪيو تہ صوبن جي حيثيت صرف انتظامي يونٽس جي آهي. ان سان 1940ع واري قرارداد جنهن ۾ صوبائي خود مختياري جو تحفظ ڏنو ويو هيو ان کي بيسود ۽ ناڪارا بيان ڪيو."

سنڌ ۾ نظام حڪومت بابت خيالن جو اظهار ڪندي پاڪستان جي ممتاز دانشورن پنهنجي رپورٽ "Making Pakistan a Tenable State" ۾ لکيو آهي تہ:

"The internal colonial structure of Pakistan operated with almost equal severity over the province of Sindh. Sindhi speaking people of the province became victims of political and economic domination of the kind suffered by people of East Bengal."

Question of self determination was foremost in Sindh even before the creation of Pakistan, and the people of Sindh were its

chief proponents.

Following independence, the government decided that Karachi would be Pakistan's capital, when Quaid-e-Azam tried to take the city under central jurisdiction, the Sindh Assembly passed a resolution against it. Student demonstrations broke out all over Sindh.

Ayub Khuhro, who was then the chief minister of Sindh stoutly led the opposition against detachment of Karachi from Province. In response to Khuhro's opposition the central government tried him and he was barred from office for three years."[6]

"سنڌ جو عوام پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان گهڻو اڳ ۾ خودمختياري ۽ خوداراديت جو حامي ۽ پرچار ڪندڙ رهيو آهي.

آزادي حاصل ڪرڻ بعد حڪومت اهو فيصلو ڪيو ته ڪراچي پاڪستان جي گاديءَ جو شهر رهندو. جڏهن قائد اعظم ڪراچيءَ کي سنڌ کان عليحده ڪري مرڪزي حڪومت جي تحويل ۾ ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ته ان تي سنڌ جي چونڊيل عيوضين مشترڪ طور تي قرارداد پاس ڪئي ته ڪراچيءَ کي سنڌ کان عليحده نه ڪيو وڃي. سڄي سنڌ ۾ ان فيصلي جي خلاف جلوس جلسا ڪيا ويا ۽ شاگردن پڻ ان جي خلاف تحريڪ هلائي. ايوب کهڙو جو ان وقت سنڌ جو وزيراعليٰ هو تنهن ان فيصلي جي شدت سان مخالفت ڪئي. ان ڪري ڪيس وزيراعليٰ جي عهدي تان معزول ڪيو ويو ۽ ڪيس هلائي ڪيس ٽن سالن تائين سياسي عهدي تي ڪم ڪرڻ تي پابندي لڳائي وئي."

ان کان پوءِ سنڌ ۾ سياسي ناٽڪ سيا جو آغاز ٿيو. هڪ ٻئي پٺيان نت نوان وزيراعليٰ سرڪاري طور تي مقرر ٿيندا رهيا. ڪن دانشورن جو خيال آهي ته:

The musical chair rotated in Sindh as one after another pliable politicians was inducted as chief minister to serve the dirty schemes and interests of immigrant ruling elite.

سنڌ تي مڪمل قبضو جمائڻ لاءِ مهاجر سياسي قيادت Yes Ministers چوڻ وارن آسانيءَ سان حڪم جي پابندي ڪندڙ چوند چندن سياستدانن کي ڪرسيون ڏئي رفع دفع ڪندا رهيا. سنڌي وزيرن جي نمائش ٿيندي رهي.

Ayub Khuhro was dismissed in 1948 and the same year Pir Illahi Bux became Chief Minister in 1949, he was unseated. Then

Yusuf Haroon was appointed and he had to quit in 1950. Then Kazi Fazulullah was appointed. He was dismissed in 1951. Central government wanted the government of Sindh to be under its complete control and induced elected assembly of the province to be a tool in its hands." (62)

"1948ع ۾ ايوب کهڙي کي برطرف ڪيو ويو. ساڳئي سال ۾ پير الاهي بخش کي وزيراعليٰ بڻايو ويو. ڪيس 1949ع ۾ اليڪشن هارائڻ جي باعث اسيمبلي جي ميمبري تان خارج ڪيو ويو ۽ ان ڪري وزيراعليٰ نه رهيو. هن کان پوءِ يوسف هارون کي وزيراعليٰ بڻايو ويو. جنهن کي 1950ع ۾ اهو عهدو ڇڏڻو پيو. ان بعد قاضي فضل الله کي وزير اعلي بڻايو ويو. ان کي پڻ 1951ع ۾ برطرف ڪيو ويو. مرڪزي سرڪار جي اها خواهش هئي ته هر صورت ۾ سنڌ جي حڪومت مڪمل طور تي مرڪزي حڪومت جي تابع هجي. سنڌ صوبي جي چونڊيل اسيمبلين جا ميمبر مرڪزي حڪومت جي اشارن تي ڪم ڪندا رهندا هئا."

سنڌ تي مهاجرن جي يلغار جاري رهي ۽ هر ممڪن طريقي سان انهن کي سنڌ ۽ خاص طور ڪراچيءَ ۾ آباد ڪيو ويو ۽ سنڌ ين جون ڇڏيل ملڪيتون انهن ۾ ناجائز طور تي ورهائيون ويون.

ان رپورٽ ۾ پاڪستاني دانشور لکن ٿا ته:

"In 1947 at the time of Pakistan's founding almost the entirety of the Muslim employees of government of India migrated to Karachi. Along with them came the wave after wave of immigrants from India looking for greater greener postures in a new nation: jobs, lands, houses, etc.

"پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ سان هندستان مان مهاجرن جي ڄڻ يلغار شروع ٿي وئي، ته جيئن نئين ملڪ ۾ نوڪريون، زمينون ۽ جايون حاصل ڪري سگهجن.

1947ع ۾ حڪومت هندستان جا تمام آفيسر ۽ ملازم مجموعي طور تي لڏي اچي پاڪستان وارد ٿيا جو اتي انهن کي سبز باغ نظر آيا."

انهن دانشورن وڌيڪ بيان ڪيو آهي ته:

There was lot of burgling and fraud in business of settling the refugees.

An extraordinary number of a exaggerated and false claims were filed, accepted on perfunctory evidence and the Hindus lands and real estate distributed indiscriminately. It caused

severe resentment among Sindhis, they felt that it was their wealth which was wrongly distributed. Over 80 percent of agricultural lands in Sindh belonged to Sindhi Muslims and had been mortgaged with Hindu money lenders. Sindh assembly before Pakistan passed Land Alienation Bill which for want of Governor General's signature has left in limbo with its disastrous effects on the agricultural owners of the land.

Punjab Land Alienation Bill passed by Punjab Assembly was duly enforced and lands restored to original mortgagees in Punjab.

مهاجرن جي آبادڪاري ۾ مقامي شهرين سان تمام گهڻيون زيادتيون ٿيون آهن. تمام وڏي انگ ۾ ڪوڙيون. فرسوده دعوائون داخل ڪيون ويون ۽ اهي بنا ڪنهن جاچ پڙتال ۽ قابل قبول ثبوتن جي منظور ڪيون ويون. زرعي زمينون ۽ شهري گهر مهاجرن ۾ ورهايا ويا. جنهن ڪري مقامي شهرين ۾ ناراضگي جو باعث بنيون. سنڌين کي اهو احساس هو ته هنن جون ملڪيتون غير متفقہ طور تي غلط ۽ غير مناسب انداز ۾ مهاجرن ۾ ورهايون ويون. اهي زرعي زمينون ۽ شهري املاڪ مقامي سنڌين مسلمانن جي ملڪيت هئي. ۽ اهي هندو مالدارن وٽ گروي رکيل هيون.

سنڌ اسيمبلي، پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ ۾ Land Alienation Bill پاس ڪيو هو. پاڪستان ٺهڻ بعد ان بل کي قانوني حيثيت ڏيڻ لاءِ پاڪستان جي گورنر جنرل کي پيش ڪيو ويو هو پر ان کي دفتر داخل ڪيو ويو. سنڌي مسلمانن جون زرعي زمينون ۽ شهري املاڪ جيڪي گروي ٿيل هيون تن سڀني کي Evacue Property قرار ڏئي مهاجرن ۾ ورهايون ويون. ان زرعي زمين ۽ شهري املاڪ جي مالڪن تي خطرناڪ اثرات مرتب ٿيا. پنجاب ۾ Land Alienation Bill کي قانوني حيثيت ڏئي نافذ ڪيو ويو. گروي ٿيل زرعي زمينون ۽ شهري املاڪ اصلي مسلمان مالڪن کي واپس ڪيون ويون. ون يونٽ ٺهڻ سان سنڌي ٻولي ۽ ثقافت نقصان کي پهچائڻ جو اسڪيمون ٺاهيون ويون. اردو کي سنڌي مٿان فوقيت ملي وئي.

مٿي بيان ڪيل پاڪستان جي دانشورن ان باري ۾ لکيو ته:

Sindhi was the official language of Sindh before partition. It had its own literature and script. The Revenue Records and voters lists were maintained in Sindhi. It was incumbent on migrants to Sindh to learn Sindhi. Instead new government decreed that

learning Sindhi would not be compulsory but only optional in Schools.

Prime Minister Liaquat Ali Khan thundered in constituent assembly that country was made for the Muslims of India and the language of Indian Muslims was Urdu. It was a preposterous claim."[64]

هندستان جي ورهاڱي کان اڳ سنڌي سنڌ ۾ سرڪاري ٻولي جي طور تي استعمال ٿيندي هئي، سنڌين کي پنهنجو وسيع تخليقي ادب موجود آهي، ۽ مخصوص ۽ منفرد رسم الخط پڻ. روينيو جو رڪارڊ، ووٽرن جون لسٽون، ڪورٽن ۾ ڪاروائي پڻ سنڌي ۾ ٿيندي هئي. نئين حڪومت اچڻ سان اهو اعلان ڪيو ته سنڌي ٻولي کي لازمي ٻولي جي حيثيت نه هوندي. اسڪولن ۾ انهيءَ ۾ پڙهائي اختياري هوندي. حقيقت ۾ سنڌ ۾ مهاجرن لاءِ لازم هو ته سنڌي سکن.

وزير اعظم لياقت علي خان قانونساز اسيمبلي کي خطاب ڪندي گجگوڙ ۽ بلند آواز ۾ چيو ته پاڪستان هندستان جي مسلمانن لاءِ ناهيو ويو آهي، ان ڪري هندستاني مسلمانن جي ٻولي اردو آهي. اها هڪ بي بنياد. بيهودي ۽ احمقانا تصور ۽ دعويٰ آهي".

"Compared to other ethnic groups of Pakistan Sindhis have had the highest literacy rate in their mother tongue.

According to 1951 census, Sindhis were five times more literate than Punjabis, Pakhtuns and Baluch... Also compared to other indigenous languages of Pakistan, Sindhi has the largest number of publications, including daily newspapers unlike other provinces where mother tongue had never been the medium of instruction, Sindhi had this status since 1851. But in utter disregard of its importance in Sindhi Society, Sindhi as a medium of instruction was replaced by Urdu in 1958...

Promotion of Urdu as a national language was expedited, and the Sindhi language was systematically discouraged by banishing it from Karachi Municipal Corporation and the University of Karachi, and by rewriting road signs, signboards, voters lists etc in Urdu.

The efforts to do away from Sindhi identity were stretched to such preposterous limits that postman were advised not to deliver mail that carried the word Sindh in the address."[65]

"پاڪستان ۾ رهندڙ لساني گروهن جي ڀيٽ ۾ سنڌين جو مادري زبان ۾ لکڻ ۽ پڙهڻ وارو تناسب چوٽ تي آهي. 1951ع جي آدمشماري

مطابق سنڌي پنج دفعا وڌيڪ پڙهڻ ۽ لکڻ جي صلاحيت رکندڙ آهن پنجابي، پختون ۽ بلوچن جي ڀيٽ ۾. ٻين مقامي ٻولين جي مقابلي ۾ سنڌيءَ ٻولي ۾ ڪثيرالتعداد تصنيفون شائع ٿين ٿيون جنهن ۾ روزانو نڪرندڙ اخبارن جو تعداد تمام وسيع آهي. ٻين صوبن ۾ مادري زبان ۾ تعليم نه ڏني ويندي آهي. پر سنڌ ۾ سنڌي تعليم جي لحاظ کان 1851ع کان پڙهائي جي ذريعي طور استعمال ٿيندي رهي آهي. سنڌي جي اهميت کي نظر انداز ڪندي 1958ع کان اردو کي سکيا جو ذريعو بنايو ويو. اردو کي قومي زبان طور هر نموني فوقيت ڏني وئي.

سنڌي کي باضابطا طور تي مناسب اهميت نه ڏني وئي ۽ نه ئي همٿايو ويو. ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن ۽ ڪراچي يونيورسٽي مان سنڌي جي استعمال کي خارج ڪيو ويو. روڊن تي جيڪي نالا سنڌي ۾ هئا تن کي ڊاهي اردو ۾ لکيو ويو.

انهيءَ انداز ۾ نشاندهي ڪندڙ بورڊ، ووٽرن جون لسٽون اردو ۾ تبديل ڪيون ويون. انهي تعصب کي حماقتي طور تي رائج ڪندي اهڙا احڪامات پاڪستان پوسٽ کي ڏنا ويا ته جنهن به خط تي سنڌي اکر لکيل هجي اهي خط پوسٽ مين نه ورهائن."

سنڌي تمام قديم زبانن مان هڪ آهي. ان باري ۾ ڊاڪٽر ايس- ڪي- چيٽرجي لکي ٿو ته:

"That Sindhi is one of the most important Indo-Aryan Languages, has features that make it stand out against the rest. This language developed directly from Parakritt literature in Sindhi emerged before 1000 A.D. i.e. at that time when only first attempts were being made to create written materials in other contemporary Indo-Aryan Languages." (66)

"سنڌي ٻولي انڊو آرين ٻولين ۾ تمام اهم ٻولي آهي. ان ۾ اهي خصوصيتون موجود آهن جيڪي هن کي ٻين ٻولين کان مختلف ڪن ٿيون. هن ٻولي جي تعمير ۽ ترقي سنڌ پراڪرت مان ٿي آهي. سنڌي ادب 1000 AD کان اڳ نمودار ٿيو. جڏهن ته ان وقت اجا ڪوششون ٿي رهيون هيون ته ٻين انڊو آرين زبانن ۾ ادب رونما ٿئي". H.T. Sorley پنهنجي ڪتاب Shah Latif of Bhitt ۾ سنڌي ٻولي جي باري ۾ لکيو آهي ته:

"Language is usually key to people. The Sindhi language is a beautiful instrument of precision admirably adapted to the

civilization for which it was intended- a peace-loving agricultural and pastoral culture elaborated by an industrious and non-martial people.

"ٻولي ڪنهن بہ قوم ڪي سمجهڻ جي ڪنجي آهي. سنڌي ٻولي خصوصي انداز ۾ سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن جي خوبصورت انداز ۾ ترجماني ڪري ٿي. هڪ صلح پسند، محنتي، زراعتي پيشي سان وابستا ثقافت کي نمايان ڪري ٿي." سنڌ جي زرعي زمينن تي پنجاب جي حڪمرانن جي نظر هئي. زمين حاصل ڪرڻ لاءِ هر قسم جا حربا ۽ جواز پيش ڪري انهن قبضو ڄمايو. هڪ محقق عديل خان ان باري ۾ لکي ٿو تہ:

"Yet another development which has its roots in the colonial rule, but whose pace and magnitude increased during One Unit period, was the award of Sindhi lands to non-Sindhis especially Punjabi and Pakhtun civil and military official.

The irregular Scheme of the late nineteenth and early twentieth centuries, which had created lucrative agricultural lands in Sindh, had attracted large number of outsiders. Two factors, which the colonialists believed would help to increase their control and profit accelerated the settlement of Punjabis in the rural Sindh.

(a) To make rural Sindh more stable i.e. more loyal and subservient, Punjabi military pensioners were allotted land, and

(b) To increase productivity, Punjabis who, according to racist stereotypes of colonial discourse were more "industrious" than "lazy Sindhis", Non Sindhis were encouraged to settle in Sindh.

By 1942-43 government had sold or leased more than 1.5 million acres of the newly irrigated land most of it to the Punjabi settlers.

After construction of Kotri Barrage, Punjabi settlement suddenly increased in 1950 When newly irrigated lands by Guddu Barrage, 598, 525 acres were reserved as state land and 142, 473 acres were allotted to non-Sindhis mostly Punjabis by 1971

The Sindhi nationalist G. M Syed quoting a Punjabi writer Azizuddin Ahmed claims that most Generals were among those who grabbed Sindhi land, and that during the first five years of the military rule 1958-1963 it was 75 percent

"هڪ ٻيو مسئلو جنهن جو واسطو انگريزن جي ٻيٺڪي راڄ سان آهي ۽ وقت گذرڻ سان ان جي جسامت ۽ رفتار ۾ ون يونٽ کان پوءِ وڌيڪ

تيزي آئي اهو آهي زرعي زمين تي قبضي جو رجحان. ان دوران سنڌ جون زمينون غير سنڌين خاص طور پنجابي سول ۽ فوجي آفيسرن ۾ ورهائڻ جي روش جاري ٿي. ويهين صدي دوران زرعي زمينن جي نيڪال جون اسڪيمون جوڙيون ويون هيون. اهي پڻ سنڌ ۾ خاص طور تي حاصل ڪيون ويون. ان ڪري ڪثير تعداد ۾ غير سنڌي آباد ٿيا.

ان سلسلي ۾ انگريز بيٺڪي حاڪم جي ذهن ۾ ٻه نڪتا هئا. جنهن سان سنڌ ۾ پنجابين کي همٿايو ويو ته (الف) اندرون سنڌ ۾ آباد ٿين. جنهن جو بنيادي مقصد هو سنڌ کي خاموش ڳيجهو بنائڻ. ان لاءِ فوجي پينشنرن کي زمينون الاٽ ڪيون ويون. ۽ (ب) ٻيو مقصد هو پيداوار کي وڌائڻ جو لساني تعصب ۽ سنڌين خلاف مفروضو ته اهي سست آهن اورچ نه آهن وغيره: ان ڪري غير سنڌين کي سنڌ ۾ آباد ڪيو ويو.

43-1942ع دوران حڪومت طرفان سنڌ ۾ جيڪي زرعي زمينون وڪرو ڪيون ويون يا مقادي تي پنجابين کي ڏنيون ويون. تن جو تعداد 15 لک ايڪڙ هو. ڪوٽڙي بئراج جي تعمير کان پوءِ 1960ع ۾ پنجابين جي آبادڪاري ۾ تمام گهڻو اضافو ٿيو.

گڊو بئراج جي مڪمل ٿيڻ کان پوءِ نيون زمينون جن جو تعداد 525. 598 ايڪڙ هو تنهن کي سرڪاري State Land طور مخصوص ڪيو ويو ۽ 473. 142 ايڪڙ زمين غير سنڌين جنهن ۾ گهڻا پنجابي هئا الاٽ ڪيون ويون. سنڌي قومپرست جي-ايم-سيد. پنجابي مصنف عزيز الدين احمد جو حوالو ڏيندي لکيو آهي ته بقول هن صاحب جي مارشل لاءِ جي اوائلي دور ۾ 63-1958ع پنجن سالن ۾ 75 سيڪڙو سنڌ جون زمينون فوجي جنرلن حاصل ڪيون.

عديل خان ان خيال جو آهي ته:

"Under the circumstances, it is not surprising that Sindhis believe that for them real colonialism started" after creation of Pakistan.

"اهڙين حالتن ۾ اها تعجب جي ڳالهه نه آهي ته سنڌين لاءِ بيٺڪي راڄ جو آغاز پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ قائم ٿيو."

ون يونٽ مان سڀ فائدا پنجاب کي حاصل ٿيا. جيڪو ان جي ٺاهڻ جو هڪ بنيادي مقصد هو. ان سلسلي ۾ عديل پنهنجي ڪتاب

"Politics of Identity Ethnic Nationalism and the State in Pakistan."

۾ تجزيو ڪندي لکي ٿو ته:

Punjab was the only province to benefit from the new arrangement at the expense of smaller provinces.

Sindh probably would bear the heaviest burden. During Abdul Sattar Pirzada's Chief Ministership the Sindh Government's agenda included the demand for the return of the Karachi, resistance to Sindhi Lands being awarded to civil and military personnel, building irrigation works and the promotion of Sindhi culture and literature.

After implementation of One Unit scheme, all Sindh oriented policies were shelved and resources were channeled to national projects.

Under the Punjabi Muhajir bureaucrats, rural Sindh was ignored and Rs. 330 million from Sindh were diverted to counter-balance the Punjab's one billion rupees deficit. Of Rs. 2000 million that Pakistan Industrial Development Corporation allocated for development schemes Sindh received only Rs. 200 million.

"پنجاب واحد صوبو هو جنهن کي نئين انتظام مان تمام ننڍن صوبن جي پيٽ ۾ گهڻو فائدو حاصل ٿيو. سنڌ کي خاص طور گهڻي ۾ گهڻو بوجهه برداشت ڪرڻو پيو.

عبدالستار پيرزادي سنڌ جي وزيراعليٰ ڪراچي جي واپسي جي تقاضا ڪئي هئي. سنڌ جون زمينون غير سنڌين جي فوجي ۽ سول ڪارندن ۾ ورهائڻ تي اعتراض ڪيو. سنڌ جي آبپاشي نظام کي بهتر بنائڻ جا ڪيترا منصوبا تيار ڪيا هئا. سنڌي ثقافت ۽ ادب جي فروغ لاءِ ڪوشش ۾ مصروف هو.

ون يونٽ جي ٿاڦڻ کان پوءِ سنڌ جي تيار ڪيل سيني اسڪيمن کي معطل ڪيو ويو. انهن منصوبن لاءِ مقرر ڪيل وسائل قومي منصوبن تي لڳايا ويا. پنجابي ۽ مهاجر سرڪاري آفيسرن جي مشترڪ ڪوشش سان ڳوٺاڻي سنڌ جي ترقيءَ تي ڪابه توجه نه ڏني وئي. سنڌ جي اضافي دولت جا 3.30 Million رپيا پنجاب جي خصاري جنهن جو تعداد One Billion رپيا هئو ان کي پورو ڪرڻ ۾ لڳايو ويو. پاڪستان انڊسٽريل ترقياتي ڪارپوريشن لاءِ مخصوص ڪيل رقم جيڪا ٻه هزار ملين هئي تنهن مان سنڌ کي صرف 200 ملين ڏنا ويا."

پاڪستان جي دانشورن جي مجموعي خيال ۾ جيڪو هنن Making Pakistan: A Tenable State ۾ وضاحت سان بيان ڪيو آهي ته:

"The internal colonial structure of Pakistan operated with almost equal severity over the province of Sindh.

The Sindhi speaking people of the province became victims of political and economic domination of the kind suffered by the people of East Bengal.

The question of self-determination was foremost in Sindh even before creation of Pakistan and the people of Sindh were its chief proponents:

"پاڪستان جو اندروني بينڪي نظام سنڌ ۾ وڏي سختي سان لاڳو ڪيو ويو. سنڌي ڳالهائيندڙ عوام کي اقتصادي ۽ سياسي استحصال پسند قومن جي تابع هئڻ ڪري ايسٽ بنگال وانگر تڪليفون برداشت ڪرڻيون پيون.

سنڌ ۾ خودداريت جو جذبو پاڪستان کان گهڻو اڳ موجود هو. ۽ سنڌ جو عوام ان فڪر جو حامي هو.

ون يونٽ دوران سنڌ جي ٻن انتظامي ڊويزنن ۾ جيڪي به ڪمشنر مقرر ٿيا سي سڀ پنجابي يا مهاجر هئا. ساڳئي طرح سنڌ جي سيني ضلعن جا ڊپٽي ڪمشنر پڻ غير سنڌي هئا. انهن پنهنجي عزيز ۽ اقارب، واقفڪارن ۽ پنهنجي علائقي جي افراد کي ڀرپور مدد ڪئي. سنڌ ۾ نوڪريون پڻ انهن کي ڪوڙا Domicile ڏئي ڏنيون ويون. اهي C.S.P آفيسر مرڪزي حڪومت جا ملازم هئڻ ڪري بي تاج بادشاهه ٿي سنڌ مٿان حڪمراني ڪندا هئا. ڪيترن ئي C.S.P آفيسرن سنڌ جي ڪوڙن Domiciles جي بنياد تي سنڌ جي ڪوٽا تي نوڪريون حاصل ڪيون."

دانشورن جي مٿين رپورٽ ۾ وڏيڪ تلخ حقيقتون بيان ڪيل آهن. ان ۾ اسلام آباد حڪومت جي پاڪستان تي مڪمل قبضي بابت خيالن جو اظهار ڪندي لکيو آهي ته:

"The government in Islamabad administers both the superior services as well as the armed forces, giving them absolute power.

It rules over country with an iron first as a predatory power, suppressing basic freedoms, and oppressing nations nationalities, women and minorities.

It is absolutely impossible for a superior authority to supervise their work to, or to discipline them for any wrong doing. The ship of administering government in Pakistan is steaming into stormy weather rudderless. The present structure of governance makes the present state of Pakistan untenable."

"اسلام آباد ۾ حڪومت جي نگراني ۾ اعليٰ سول آفيسر شاهي ۽ فوج ڪم ڪري ٿي جيڪو حڪومت جي طاقت جو ذريعو آهي. سڄي ملڪ جي مٿان حڪمراني فولادي سختيءَ سان قابض قوت طور نمايان انداز ۾ بنيادي آزادين تي پابنديون لاڳو ڪندي قومن، قوميتن، عورتن ۽ اقليت، کي اذيتون ڏنيون ويون آهن. اهو بلڪل نا ممڪن ٿي ويو آهي تہ ڪا مٿانهين قوت انهن جي غلط ڪارين تي نظر ثاني ڪري يا ڪين قانون جي دائري ۾ ڪم ڪرڻ تي مجبور ڪري.

پاڪستان جو رياستي نظام طوفاني موسم ۾ بي لغام هلي رهيو آهي. موجوده حڪومتي نظام پاڪستان ۾ ناڪاره ثابت ٿيو آهي.

پاڪستان جي دانشورن، جن ۾ صحافي، نقاد، اديب، اقتصادي ماهر، سياستدان ڊاڪٽر مبشر حسن، شاهد حفيظ ڪاردار، حسين نقي، آ- اي - رحمان، رفيع رضا، ڊاڪٽر پرويز طاهر، پروفيسر انور سيد، افراسياب خٽڪ شامل آهن تن پنهنجي رپوٽ ۾ واضع انداز ۾ اعلانيہ چيو آهي تہ:

"Today, the country is rein wholly by Islamabad. The provincial governments have been reduced to subservient appendages. There is no provincial autonomy, not even to the extent prescribed in 1973 constitution." (73)

"هن وقت ملڪ جو واڳون اسلام آباد جي هٿ ۾ آهن. ان جي منشا سان ملڪ تي حڪمراني هلي رهي آهي. صوبائي حڪومتن جي ڪابہ اهميت نہ آهي. انهن جي حيثيت هڪ فرمانبردار ۽ تابع ماتحت خدمت گذار واري رهجي وئي آهي. صوبائي خود مختياري ڪٿي بہ نظر نٿي اچي. 1973ع واري دستور ۾ بيان ڪيل صوبائي خودمختياري تي ڪوبہ عمل نٿو ٿئي." ملڪ جي انتظامي ڍانچي ۽ حڪمراني کي جمهوري بنائڻ لاءِ مٿين دانشورن تجويز ڏني آهي تہ:

"Discontinue the practice of posting of federal service officers to the provinces, and creating separate and mutually exclusive service for the federal, provincial, and local governments.

Simultaneously devolving executive authority from employees and state to the elected representatives of the people.

"مرڪزي حڪومت جي (C.S.P) آفيسرن جو صوبن ۾ تقرر ختم ڪيو وڃي. ان جي جاءِ تي هڪ عليحده صوبائي سروس قائم ڪئي وڃي. ان صوبائي انتظامي سروس جي آفيسرن جي مقرري صوبن جي سيڪريٽريٽ ۽

بين ڪاتن ۾ ڪئي وئي. لوڪل حڪومت جي پڻ نئين جوڙجڪ ڪئي وئي، مرڪزي حڪومت لاءِ صرف مرڪزي سروس جا آفيسر مقرر ڪيا ويا.

حقيقت ۾ هي تمام جائز ۽ مناسب تجويز آهي. پر ان تي مرڪزي حڪومت جا ڪارندا ڪنهن به صورت ۾ عمل ٿيڻ نه ڏيندا، جو انهن جو تسلط ۽ اجارہ داري ختم ٿي ويندي. در اصل صوبائي خودمختياري، صوبائي انتظامي سروس جيڪا مرڪزي اثر کان آجي هجي ممڪن ٿي سگهي ٿي. مرڪزي حڪمران ڪنهن به قيمت تي صوبائي خودمختياري نه ڏيندا مشرقي پاڪستان جو منظر ان جو اهڃاڻ آهي. صوبن جي مرڪز جي غلامي کان نجات ان ۾ آهي ته صوبن کي آزاد خودمختيار صوبائي انتظامي حيثيت ملڻ گهرجي. ان سلسلي ۾ IAN TALBOT پنهنجي ڪتاب Pakistan: A Modern History ۾ ان جي اهميت کي محسوس ڪندي لکي ٿو ته:

Equally important is the interplay between regional and national levels of Politics. States response to pressures for increased political participation and devolution of power has been of crucial importance, as the perception by minorities of the a Punjabization of Pakistan.

"اهو تمام اهم پهلو آهي ته مرڪز ۽ صوبن ۾ وڌيڪ اثرائتو تعاون هئڻ گهرجي. صوبن طرفان ملڪ جي حڪومتي نظام ۾ صوبن جي شرڪت کي يقيني بنايو وڃي ۽ ان لاءِ گهٽي ۾ گهٽ اختيار صوبن جي حوالي ڪيا وڃن جيئن ننڍن صوبن ۾ پنجابي پاڪستان جي تاثر کي گهٽ ڪجي."

IAN TALBOT وڌيڪ لکي ٿو ته:

"There is pressing need for refinement and enrichment of the concept of federalism and move away from present system which favours Punjab by distributing resources on the basis of population. Sindhis complaint stemming from the importance of Karachi as the country's main commercial and Industrial centre has been that tax generation should be taken into consideration."

"وفاقيت جي سوچ کي وڌيڪ بهتر ۽ هٿي ڏيڻ لاءِ ضروري آهي ته موجوده مروج نظام کان پاسو ڪجي جنهن ۾ وسيلن جي ورهاست ۾ سڀ ڪجهه پنجاب کي حاصل ٿئي ٿو. ان جي آدمشماري جي بنياد تي. سنڌين جي اها معقول شڪايت رهي آهي ته ٽئي جي ورڇ ۾ ڪراچيءَ جي ڪاروباري ۽ صنعتي ادارن مان ڪمائي کي نظر انداز ڪيو ويو آهي. مالي

ورهاست ۾ اهم اصول صوبي جي مجموعي مالي ڪمائي (Revenue Generation) هئڻ گهرجي. مالي ورچ کان سواءِ ندين جي پاڻي جي ورچ سنڌ پنجاب جي صوبن ۾ هڪ اهم مسئلو رهيو آهي. ان تي پاڪستان جي دانشورن جي تجزئي ۾ چيو ويو آهي تہ:

"The waters of Indus are another sensitive issue that has perturbed the Sindhis for more than 80 years. Except for the diversion of water from two canals: one from the Ravi and another from the Sutlej in the nineteenth century, all the waters of the five tributaries of this great river flowed down to the Arabian sea through Sindh. Even in the days of the lowest supplies nearly 70 000 cubic feet per second flowed past Hyderabad at the dawn of 20 century. Flows during the rest of the year amounted to a million cubic feet per second and much higher during the rainy season. Today not a trickle of water flows past Hyderabad for nine months of a year. Never before in history was the sanctity of a great river so brutally and mercilessly violated in history." (77)

"سنڌو ندي ۾ وهندڙ پاڻي پڻ اهم ۽ حساس مسئلو آهي. جيڪو سنڌين لاءِ گذريل 80 سالن کان ڳڻتيءَ جوڳو رهيو آهي. 19 ۽ ويهين صدي ۾ راوي ۽ ستلج ندي جي پاڻي کي سنڌو ندي جي پاڻيءَ ۾ موڙيو ويندو هو. ان کان علاوه باقي پنجن ندين جو پاڻي پڻ سنڌو درياءَ ۾ اخراج ٿيندو هو جيڪو آخرڪار سنڌ مان ٿيندو وڃي عربي سمنڊ ۾ پوندو هو.

ويهين صدي جي آغاز کان سنڌو درياءَ ۾ پاڻي جي ڪمي جي دوران پڻ هڪ سيڪنڊ ۾ 7 لک ڪيوبڪ پاڻي جو وهڪرو حيدرآباد کان هيٺ گذر ٿيندو هو. ان بعد گذريل سالن ۾ پاڻي جو وهڪرو عام رواجي طور تي هڪ سيڪنڊ ۾ 10 لک ڪيوبڪ فوٽ هوندو هو. مينهن جي موسم ۾ اهو وهڪرو ان کان بہ وڌيڪ هوندو هو. موجوده صورتحال اها آهي تہ هاڻي حيدرآباد کان هيٺ سال جي 9 مهينن دوران نالي ماتر بہ پاڻي جو وهڪرو نہ آهي. تاريخ ۾ ان کان اڳ ڪوبہ اهڙو مثال نہ ٿو ملي جنهن ۾ عظيم سنڌو درياءَ جي اصليت ۽ مقصديت کي سفاڪ ۽ بي رحم انداز ۾ بيحرمتي ڪئي وئي هجي."

جڳ مشهور پروفيسر Stephen Cohen جنهن پاڪستاني فوج تي پهريون واحد ڪتاب لکيو The Pakistan Army. سندس ٻئي ڪتاب The Idea of Pakistan ۾ مرڪزي نظام حڪومت خلاف سنڌين جي شڪايتن جو جائزو وٺندي لکيو آهي تہ:

"Sindhis also claim that Punjab violated the Pre-independence agreement between Punjab and Sindh, for the distribution of waters when Punjab built new irrigation works without Sindhi's consent. The water dispute between Sindh, the lower riparian, and Punjab remains a live issue and the subject of wide spread Sindh's agitation.

سنڌين جي اها شڪايت آهي تہ هندستان جي ورهاڱي کان اڳ سنڌ ۽ پنجاب جي ندين ۾ وهندڙ پاڻيءَ جي وهڪري جي زراعت لاءِ ورهاست بابت جيڪو ٺاهہ ٿيو هو ان موجب پنجاب ڪنهن بہ صورت ۾ سنڌ تي راضپي ۽ اجازت کان سواءِ ڪوبہ نئين آبپاشي جو منصوبو بئراج يا ڪئنال تعمير نہ ڪندو. پاڻي جي ورڇ جو تنازعو سنڌ ۽ پنجاب جي وچ ۾ هيٺان واري ندي جي پاڻي حاصل ڪندڙ حيثيت ۾ اختلاف اجا قائم آهن. سنڌ ۾ ان تي ڪافي شديد رد عمل آهي.

پنجاب طرفان سنڌو دريا جي وهڪري تي پابندي جي ڪري ڪروڙن ٽنن جي تعداد ۾ "Silt" عربي سمنڊ تائين وهڪري ۾ ايندي هئي. جيڪا عربي سمنڊ جي پاڻي کي "High Tide" واري دور ۾ سنڌو درياءَ ۾ واپس وڃڻ کان روڪيندي هئي ۽ آباد زرعي زمين جو بچاءُ ٿيندو هو. هاڻي لکين ايڪڙ زمين سمنڊ جي کاري پاڻيءَ هيٺ آهي.

پاڪستان جي قابض حڪمرانن طرفان يڪطرفہ قومي فيصلا ملڪ لاءِ نقصانڪار ثابت ٿيا آهن. هندستان سان Indus Water Treaty پڻ ان جو احمقاڻو مثال آهي. Indus Water Treaty تي 19 سيپٽمبر 1960ع ۾ ايوب خان ۽ جوا هر لعل نهرو وچ ۾ ڪراچي ۾ ٿيل ٺاهہ جي پڌر نامي تي صحيون ڪيون. جنهن موجب پاڪستان ٽين ندين راوي، بياس ۽ ستلج جي پاڻيءَ کان پاڻ کي محروم ڪيو. جيڪي هندستان جي حوالي ڪيون ويون.

"Entire flow of eastern rivers (Ravi, Beas and Sutlej) would be for the exclusive use and benefit of India."[79]

"اڀرندي وارين ٽين ندين ۾ راوي، بياس ۽ ستلج شامل هيون تنهن جو پاڻي مخصوص طور تي هندستان استعمال ڪندو. جنهن جو رڳو هندستان جي فائدي ۾ شامل هوندو."

مبصرين جو اهو مطلق تجزيو آهي تہ پاڪستان ۾ Internal Colonialism پٺاندڙ اندروني بينڪي راڄ قائم ۽ دائم آهي. IAN TALBOT انهي خيال جو آهي تہ:

"Centrist state structures have reinforced a sense that Pakistani nationalism is being imposed from above in the service of the penalization of state."[80]

"پاڪستان جو اهم مسئلو اهو رهيو آهي ته صوبن جي عوام جي منشا ۽ مرضي جي خلاف انهن جي مٿان اهڙي حڪمراني ٿي رهي آهي جنهن ۾ ڪين بنيادي ضرورتون ۽ سهوليتون مهيا نه آهن. جيڪو ملڪ جو ناتو گڏ ڪيو وڃي ٿو سو صرف "Elite" اعليٰ طبقي جي فائدي جو آهي.

قوميت جي نظرئي ڪي طاقت جي زور تي عوام تي مڙهيو وڃي ٿو جنهن جو مقصد مرڪزي حڪومت طرفان رياست ڪي پنجابين جي فائدي لاءِ ناهڻ آهي".

پاڪستان ۾ اختيارن جو ناجائز استعمال ٿيندو رهيو آهي. ان جي روڪ ٺوڪ جا ڪي اسباب ۽ ادارا قائم نه ڪيا ويا آهن. اسان جي ملڪ پاڪستان ۾ صرف ذاتي اغراض ۽ مقاصد جي حصول لاءِ سياست ۾ شرڪت ڪئي ويندي آهي. فرسوده نظام حڪمراني ۾ صرف مالدار افراد اليڪشن ۾ سدائين نمايان ڪاميابي حاصل ڪندا رهيا آهن جنهن جي تبديلي جو ڪو قوي امڪان نظر نه ٿو اچي. موجوده مروج نظام ۾ ڪوبه ديانتدار، ايماندار، با صلاحيت ۽ قابل شخص پاڪستان جي ڪنهن به اسيمبلي جو ميمبر ٿي نه ٿو سگهي. موجوده ميمبر حضرات جي نالن تي نظر وجهندؤ ته مٿئين حقيقت پڌري ٿيندي.

ٻاهرين مفڪرن ۽ محققن جا ويچار پاڪستان جي سلسلي ۾ ڪي خوش آئينده نه آهن. ون يونٽ جي هاڃيڪار اثرن جي باري ۾ IAN TALBOT لکي ٿو ته سنڌي زبان جي ڪيفيت هي رهي جو

The fate of Sindhi Language increasingly became both a symbol of the population's sense of economic and political deprivation and of internal colonialism.[81]

"سنڌي تهذيب، تمدن ۽ ٻولي جي معيوب قسمت سنڌين جي علامتي طور تي انهن جي اقتصادي ۽ سياسي محرومي ۽ اندروني بيٺڪي نظام جو پيش خيمو رهي آهي."

حقيقت ۾ سنڌين جي حالت ناقابل بيان آهي پر شاٻس آهي هنن جي صبر ۽ تحمل ڪي جو ان ڪي برداشت ڪندا رهيا آهن.

اسٽيفن ڪوهن پنهنجي ڪتاب Idea of Pakistan ۾ پاڪستان جي تصور ۾ سنڌين سان ٿيندڙ ناانصافين جون تفصيل سان شڪايتون بيان

ڪيون آهن. هي محقق لکي ٿو ته

"Pakistan remains structurally problematic."

"پاڪستان جي شناخت ۽ ان جي اڏاوت شروع کان مشڪوڪ ۽ مبهم رهي آهي." اسٽيفن ڪوهن جي تحقيق مطابق

"Sindhis were under represented in Pakistan Civil Service and the military. As of the 1981 census, Sindhis were 11.7 percent of Pakistan population, but their representation in the senior ranks of civil service was a mere 3.6 percent in 1974, rising after reforms in the quota system to 6.8 percent in 1983."[83]

"سنڌين جي سول سروس ۽ فوج ۾ نمائندگي غير مناسب رهي آهي. 1981ع جي آدمشماري موجب سنڌين جي نمائندگي 11.7 سيڪڙو هئي، پر انهن جي سول سروس ۾ نمائندگي 1974 ۾ 3.6 سيڪڙو هئي، جيڪا ڪوٽا نظام کي رائج ڪرڻ سان وڌي 1983ع ۾ 6.8 سيڪڙو تي پهتي هيئن به نمائندگي جي صورتحال خوش آئنده نه آهي."

پاڪستان جي خارجه کاتي ۾ ڪوٽا سسٽم تي عمل نه ٿو ٿئي. هيٺين درجي جي آفيسرن ۽ اسٽاف ۽ پاڪستان جي سفارتخانن ۾ مشڪل سان ڪو سنڌي نظر ايندو. سفارتي طور تي هڪڙا سفير ته ٻيا سفارتي آفيسر مقرر ٿيندا آهن. پر سياسي ۽ سماجي مدبرن کي به مقرر ڪيو ويندو آهي. پر انهن ۾ سواءِ حميد هارون جي ٻيو ڪوبه سنڌي سفير نه آهي. ون يونٽ بدستور قائم آهي.

پاڪستان جي فوج ۾ اڄ ڏينهن تائين ڪوبه مقامي سنڌي لفٽيننٽ جنرل جي عهدي تي نه پهتو آهي ان جي ابتڙ مهاجر اسلم بيگ ۽ جنرل مشرف پاڪستان جي فوج جا سربراه رهي چڪا آهن. مشرف ته ڏهه سال حڪومت پڻ ڪئي. جنهن چونڊيل پنجابي وزيراعظم نواز شريف کي معزول ڪري اٽڪ جيل ۾ رکيو پر ڪنهن به هن جو ساٿ نه ڏنو. پاڪستاني سياست جو هي هڪ عجيب منظر آهي.

پاڪستان جي نيوي ۾ ڪو به سنڌي Vice Admiral جي عهدي تي 64 سالن ۾ نه پهتو آهي ۽ AIR FORCE ۾ ڪوبه سنڌي AIR MARSHAL جي عهدي تي نه پهتو آهي.

پاڪستان جي مرڪزي سرڪار جيڪا پاڻ کي وفاقي حڪومت تصور ٿي ڪري ان جي سرڪاري توڙي غير سرڪاري سون جي تعداد ۾ ادارن ۾ ڪوبه سنڌي سربراهه نظر نه ايندو.

پاڪستان جي فوج جي تحويل ۾ فوجي فائونڊيشن ۽ "Army Welfare Trust" جي طرفان ڪيترائي صنعتي ۽ ڪمرشل ادارا ڪم ڪن ٿا پر انهن ۾ توهان کي ڪوبہ سنڌي ڪنهن بہ اداري جو سربراہ نہ ملندو. انهن ۾ سنڌين جي لاءِ نوڪري حاصل ڪرڻ مشڪل آهي.[84]

هاڻي وري اچون ٿا ون يونٽ دؤر يعني 1954-1970ع ڏانهن. آخرڪار ون يونٽ جي مخالفت صوبن ۾ ڏاڪي بڏاڪي وڌندي وئي. ٽن صوبن سرحد، سنڌ ۽ بلوچستان جي ميمبرن گڏيل طور تي اتفاق ڪيو تہ ون يونٽ جو خاتمو اٽل آهي. ون يونٽ جي سياسي طور تي خاتمي جا امڪان تمام روشن ٿي ويا. اهو منظر مفاد پرست عناصر لاءِ ناقابل برداشت هو. ان ڪري ان کي قائم رکڻ لاءِ فوجي حڪومت قائم ڪئي وئي.

IAN TALBOT لکي ٿو تہ:-

Indeed reading of the causes of Pakistan first military coup in October.1958 is the need to postpone elections which would have endangered Punjabi class and institutional interests."[85]

"پاڪستان ۾ پهرين فوجي Coup جا اسباب سمجهڻ سان اهو ظاهر ٿيندو تہ ان جو مقصد قومي چونڊن کي روڪڻ هو. جو ان سان پنجاب جي حڪمران طبقي ۽ ادارن جي مفادات تي اثر انداز ٿيڻ جو خطرو هو."

جي- ايم - سيد جيتوڻيڪ پاڪستان جي منصوبي جو وڏو حامي هو پر پاڪستان جي سياست ۾ آزاد فڪر ۽ ذهن جي قبوليت نہ هئڻ ڪري زندگي جو گهڻو حصو پاڪستان جي جيلن ۾ گذاريو ۽ آخر ۾ پاڪستان جي قيد ۾ ئي وفات ڪئي. ان تي اسٽيفن ڪوهن لکي ٿو تہ:

"For the legendary G.M. Syed, a politician who once supported the Pakistan Movement, Pakistan and two Nation Theory became a trap for Sindhis instead of liberating Sindh, it fell under Punjabi Muhajir domination."[86]

"عظيم سياستدان جي- ايم سيد جنهن پاڪستان جي تحريڪ. پاڪستان ۽ ٻہ قومن جي نظريئي جي حمايت ڪئي اها سنڌين لاءِ آزادي بدران هڪ وڏو سانحو ۽ حرفتي دوکو ثابت ٿيو. سنڌ پنجابي- مهاجر جي فوقيت ۽ غلبي جو شڪار ٿي ويو."[87]

15 سالن (1955-1970)ع جي جدوجهد کان پوءِ ون يونٽ جو خاتمو آخرڪار ٿيو.

"Yahya Khan ruled Pakistan as president from March

1969 until December 1971.

This momentous period witnessed the dissolution of One Unit Scheme and holding of first national elections on universal suffrage in December 1970." [88]

"يحيٰ خان پاڪستان جي مٿان حڪمراني ڪئي جيڪا مارچ 1969ع کان ڊسمبر 1971ع تائين هلي. هن جو دور حڪومت تاريخ ساز رهيو جو ون يونٽ اسڪيم جو خاتمو ٿيو. قومي چونڊون ڊسمبر 1970ع ۾ ٿيون جنهن ۾ عوام کي ووٽ جو حق ڏنو ويو.

ڪرسٽوف جيفرَ لوٽ Christophe Jaffre Lot پنهنجي تعارفي مضمون Nationalism With out A Nation Searching for His identity جيڪو ڪتاب Nationalism the State ۾ شامل آهي ان ۾ تبصرو ڪندي The Punjabization of Pakistan or the Making of a Hegemony ۾ لکي ٿو ته:

The Punjab represented only one forth of Pakistan population accordingly 1951 census but they occupied 80 percent of the posts in the Army, and this stronghold proved beneficial for their eventual rise to power

1951ع ۾ پنجاب جي ادمشماري پاڪستان جي مجموعي آدمشماري جو هڪ پاڱي چار حصو هو. فوج ۾ ان جي عهدن جو تناسب 80 سيڪڙو هو. ان قوت ۽ عنصر جي ڪري ملڪ ۾ طاقت جو توازن هن جي فائدي ۾ رهيو. هينئر مشرقي پاڪستان جي اڪثريت جي جاءِ تي پنجاب جو آدمشماري ۾ 56 سيڪڙو اڪثريت آهي. هڪ ميمبر چيو ته:

"From the Hindu hegemony, now there is Punjabi hegemony."

"هندن جي اڪثريت جي جاءِ تي هاڻي پنجابي اڪثريت قائم آهي.

ملڪ ۾ طاقت جو بگڙيل توازن ان مان ظاهر آهي ته 1961ع ۾ اردو ڳالهائيندڙ مهاجرن جو تعداد صرف 3.5 سيڪڙو هو ۽ هنن جي ملڪ جي سول انتظاميه ۾ 21 سيڪڙو شرڪت هئي.

ون يونٽ جي خاتمي جي باوجود نئين ون يونٽ جي بدصورت قائم آهي. اڪثريت جي ڪري پنجاب جو هر پهلو ۾ غلبو آهي. پنجاب جي سياسي قيادت پڻ "Punjab Centric" پاليسين کي فروغ ڏيندي رهي آهي. مبصرين ۽ نقاد پاڪستان تي پنجابين جي غلبي جي حقيقت تي غور ڪندي لکن ٿا ته:

"Criticism of Sharif's opponents regarding the Punjabization of Pakistan: evidence for this change is cited in terms of Punjabi domination of major state offices, including those of the Prime Minister President and Senate Chairman, along with Nawaz Sharif's concentration of development fund in the provinces in such grandiose projects as the new terminal at Lahore Airport and Islamabad-Peshawar Motorway.

Simultaneously projects had been starred of funds in Sindh and Baluchistan. All development work was halted in the latter province (Baluchistan) in 1998 because the Federal Government failed to pay its monthly revenue installment." (90)

نواز شريف جي مخالفن وٽ پاڪستان ڪي پنجابي سلطنت واري سوچ جي تنقيد جي ثبوت ۾ اهي دليل آهن تہ سڀ اهم عهدا هن جي دور ۾ پنجابين وٽ هئا. جهڙوڪ وزيراعظم. ملڪ جو صدر. سينٽ جو چيئرمين.

ان کان علاوه نواز شريف سڀني ترقياتي فندن جو استعمال پنهنجي صوبي ۾ ڪيو. وڏا شاهڪار قسم جا منصوبا تعمير ڪرڻ ۾ مشغول رهيو. جنهن ۾ لاهور جو نئون هوائي اڏو ۽ اسلام آباد کان پشاور جو موٽروي شامل هئا. ساڳئي وقت سنڌ ۽ بلوچستان کي فندن کان محروم ڪيو ويو. بلوچستان ۾ جيڪي ترقياتي منصوبا زير تعمير هئا تن کي رد ڪيو ويو. انڪري جو مرڪزي حڪومت ان سلسلي ۾ فندن جي ماهوار قسط ڏيڻ ۾ ڪوتاهي ڪئي.

سنڌو درياءَ جي پاڻي جي ناهہ تي مناسب عمل نہ ٿو ٿئي. پاڻيءَ جي چوري ۽ سينازوري روڪڻ لاءِ Tele Metery System قائم ڪيو ويو. پر اهو بہ بيسود ثابت ٿيو. پاڻيءَ جي چوري کي نوان مفروضا ناهي ان جي فائدي ۾ ڪوڙا جواز پيش ڪيا ويا. ان چوري کي "Historic Use" چيو ويو جيڪو حقيقت ۾ Historic Misuse رهيو آهي. زمينون ۽ چولستان جي Desert کي آباد ڪيو پيو وڃي. اجا پنجاب جي سياستدانن ۽ سماجي ليڊرن طرفان Kalabagh Dam جو رينگٽ هلي رهيو آهي. جڏهن تہ سنڌو دريا ۾ ان لاءِ پاڻي مهيا نہ آهي. سنڌ مان گذرندڙ شاهراه تي پڻ محصول جو ڏاڙو جاري آهي جنهن ذريعي ڪروڙين رپيا National Highway Authority حاصل ڪري ٿي. ان سلسلي ۾ تازو پاڪستان جي پارليامينٽ جي Public Accounts Commettee قومي شاهراه اٿارٽي National Highway Authority کان پاز پرس ڪئي تہ پاڪستان جا "Toll Plaza" ڪنهن جي

تحويل ۾ هلي رهيا آهن ۽ ان جي آمدني ڪنهن وٽ وڃي ٿي. ان تي N.H.A ٻڌايو ته:

"All motorways were handed over to F.W.O (Frontier Works Organization) in 1997 for period of ten years." [91]

"موٽر ويز تي "Toll Plaza" جي اٿارٽي "فرنٽيئر ورڪس آرگنائيزيشن کي 10 سالن لاءِ ڏني وئي هئي. جيڪا اڄ به ان وٽ آهي. اها پاڪستان جي فوج جي تحويل ۾ آهي." سنڌ ۾ گذرندڙ شاهراه تي جيڪي ٽول پلازا آهن اهي سنڌ حڪومت جي حوالي ڪيا وڃن جيئن ان مان ٿيندڙ اڳاڙي سنڌ جي رستن جي تعمير تي خرچ ٿئي.

نواز شريف پنهنجي دور حڪومت ۾ اهي ترقياتي منصوبا جن تي بينظير جي دور حڪومت ۾ ڪم ٿي رهيو هو تن کي معطل ڪري ڇڏيو. جنهن ۾ ڪيٽي بندر Power Plant ۽ ٿر ڪوئلي مان پاور حاصل ڪرڻ جا منصوبا شامل هئا. ان کان سواءِ پاڪستان جي جن به شهرين کي بينظير جي دور ۾ ملازمتون مليون هيون تن کي نوڪرين مان خارج ڪيو ويو. بينظير طرفان جاري ڪيل پيپلس ورڪس پروگرام Peoples Work Programme کي ختم ڪندي. پنجاب سول سروس ايسوسيئيشن کي خطاب ڪندي نواز شريف چيو:

"Still wearing the turban of Punjab, Nawaz Sharif declared at the annual dinner of Punjab Civil service Association early in January 1990 that he would do his best to stop implementation of the Peoples Work Programme and that assembled bureaucrats were not answerable to any federal authority." [92]

"نواز شريف پنجابي پڳ سان ملبوس لاهور ۾ پنجاب سول سروس ايسوسيئيشن جي 1990ع واري سالياني ڊنر ۾ تقرير ڪندي اعلان ڪيو ته هو هر ممڪن طور پيپلس ورڪس پروگرام تي عمل ٿيڻ کي روڪڻ جي ڪوشش ڪندو". هن پنجاب بيٺڪ ٺاهي، "جاڳ پنجابي جاڳ تيري پڳ نون لڳ گيا داغ" جو پڻ نعرو هنيو جنهن جو مقصد پنجاب ۾ P.P.P کي شڪست ڏيڻ هو جو اها پارٽي وفاقي پارٽي ٿي اليڪشن ۾ ڪاميابي حاصل ڪندي رهي آهي. پاڪستان ۾ تضاد ۽ ٽڪرار جي سياست قائم آهي. ان جو مکيه سبب مفاد پرستي ۽ صوبن جي حقن جي پائمالي آهي، مفاهمت ۽ انصاف جي اصولن تي مبني سياسي ڪلچر جو شروع کان فقدان رهيو آهي. سنڌ پاڪستان جو ڪ ٿو پٽ آهي جيڪو سڄي ملڪ کي مالي

طور تي ٪70 مالي امداد ڪري ٿو جنهن جي عيوض ۾ سنڌ کي ان مان صرف ٪14 وصول ٿئي ٿو. ڪيتري نہ ستم ظريفي آهي جو سنڌ مالدار ۽ امير ملڪ جا مالڪ غريب آهن.

تازو پنجاب اسيمبلي جي ميمبر Zobia Abbas پنجاب جي سالياني بجيٽ تي بحث ڪندي ان بجيٽ کي "Raiwind Budget" قرار ڏنو ڪنهن وري طنز طور ان کي Raw wind Budget چيو.

صوبيا عباس وڌيڪ چيو تہ:

Punjab was fully dependent on the NFC Award as it failed to increase its resources. Punjab's 83 percent of funds come from NFC while Sindh's are 55 percent and Khyber Pakhtunkhwa's and Baluchistan's 60 percent each. She urged Punjab government to increase its financial resources, instead of consuming the NFC Award.(93)

"مالي معاملات ۾ پنجاب مڪمل طور تي مرڪزي حڪومت جي مالي معاونت تي هلي رهيو آهي" ذوبيا عباس پنجاب اسيمبلي ميمبر پنهنجي بجيٽ تقرير ۾ چيو تہ" پنجاب جو مڪمل طور تي NFC Award تي انحصار آهي. پنهنجي مالي وسيلن کي وڌائڻ جي ڪابہ ڪوشش نہ ٿي آهي. پنجاب جا 83 سيڪڙو فنڊ NFC Award مان حاصل ٿين ٿا. سنڌ کي 55 سيڪڙو ۽ بلوچستان ۽ پختون خواهہ کي 60 سيڪڙو فنڊ مهيا ٿين ٿا".

پنجاب آدمشماري جي اڪثريت جي بنياد تي اها وڏي رقم حاصل ڪري ٿو. صرف 17 سيڪڙو ساليانو پنهنجي وصوليات مان جمع ڪري ٿو. ٻين صوبن جي ڪمائي تي پاڙي ويٺو آهي.

يقيني طور تي هيءُ ون يونٽ جو ٻيو رخ آهي. ٻين لفظن ۾ سنڌ پاڪستان جو "Goldmine" يعني "سون جي کاڻ" آهي جنهن تي هر صورت ۾ قبضو ضروري آهي. پاڪستان جي 64 سالہ دور حڪومت ۾ سنڌ جي اڪثريت اڃا بہ ڪکائن جهوپڙن ۾ رهائش پذير آهي.

سنڌ تيل ۽ گيس جي پيداوار ۾ ٻين صوبن کان بيحد اڳتي آهي. جيتري قدر تيل جي ذخيرن جو تعلق آهي تہ جون 2006ع تائين جي انگن اکرن موجب پاڪستان ۾ خام تيل جا ڪل 139 ذخيرا موجود آهن. جن مان سڀ کان وڌيڪ ذخيرا يعني 112 سنڌ ۾ موجود آهن. پنجاب ۾ تيل جي ذخيرن جو تعداد 23، سرحد صوبي ۾ 3، بلوچستان ۾ هڪ آهي، ان جو مطلب اهو ٿيو تہ پاڪستان ۾ تيل جي ڪل ذخيرن ۾ 80 سيڪڙو ذخيرا سنڌ ۾

آهن. سنڌ ۾ تيل جي ڪل پيداواري ذخيرن جو تعداد 69 آهي. جڏهن تہ پنجاب ۾ 23، سرحد ۾ 3 ۽ بلوچستان هڪ ذخيرو پيداوار ڏئي رهيو آهي. ان مان اها ڳالهہ واضح ٿي تہ پاڪستان ۾ تيل جي پيداوار ڏيندڙ ذخيرن مان 56 سيڪڙو سنڌ ۾ آهن.

پاڪستان جي تيل جي ٽوٽل پيداواري ذخيرن مان ساليانو 630,935.23 يو- ايس بيرل پيداوار حاصل ڪئي وڃي ٿي. ان پيداوار مان سنڌ جي 69 تيل جي ذخيرن جي سالياني پيداوار جو ڪاٿو 290، 299، 13 يو- ايس بيرل آهي. ان مان اهو ثابت ٿيو تہ پاڪستان جي ٽوٽل تيل جي پيداوار مان 55.6 سيڪڙو پيداوار سنڌ مان حاصل ٿئي ٿي.

پاڪستان ۾ موجوده گئس جا 140 ذخيرا موجود آهن جن مان سيني ذخيرن مان گئس حاصل ڪئي پئي وڃي. جنهن مان 107 ذخيرا سنڌ ۾ آهن. جڏهن تہ پنجاب ۾ 22، سرحد ۾ 4 ۽ بلوچستان ۾ گئس جا 7 ذخيرا موجود آهن. ان جو مطلب اهو ٿيو تہ پاڪستان جي گئس جي ذخيرن مان 76 سيڪڙو ذخيرا سنڌ ۾ آهن. پاڪستان جي گئس جي ڪل پيداوار جو 70.1 سيڪڙو سنڌ مان حاصل ٿئي ٿو.

جڏهن تہ پنجاب مان صرف 4.8 سيڪڙو، سرحد مان 1.5 سيڪڙو ۽ بلوچستان مان 23.6 سيڪڙو گئس حاصل ڪئي پئي وڃي.[94]

پاڪستان جي ڪوئلي جي مجموعي پيداوار 187 Billion ٽن آهي. جنهن ۾ سنڌ جي ٿر جي علائقي ۾ 175 Billion ٽن ڪوئلو موجود آهي. ملڪ ۾ ڪوئلي جي موجودگيء جو 94 سيڪڙو ٿر ۾ آهي جنهن جي ايراضي 9100 ڪلوميٽر آهي.[95]

سنڌ ۾ ماربل Marble جي موجودگي 1.2 Billion ٽن آهي. پر رڳو 45 ٽن 11-2010 دوران حاصل ڪيا ويا.

Granite جي موجودگي (Reserves) هڪ تخميني موجب 26,9 Billion ٽن آهي. سنڌ جي معدنيات جي Exploration تي توجهہ نہ ڏني وئي آهي. ان سلسلي ۾ مناسب تلاش نہ ڪئي وئي آهي.

سنڌ جي ڪجهہ معدنيات جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

"Benton. Te, Coal, China Clay, Chalk, Celestite, Dolomite, Granite, Gypsum, Limestone, Late rite, Marble, Mouram, Quartzite Sand Stone, Red Ocher, Shale clay, Silica sand and Trona."

سنڌ جي ٿر جي علائقي ۾ لوڻ جا تمام گهڻا ذخيرا موجود آهن. رڳو

ڊيپلي تعلقي ۾ 45 لوڻ جون ڪاٺيون آهن. جن جا "Lease" غير سنڌين کي ڏنا وڃن ٿا."[97]

اها ته هئي سنڌ ڪيس جي حوالي سان هينئر تائين جي صورتحال تي هڪ سرسري نظر.

ون يونٽ انتشار ۽ خلفشار جو باعث بڻيو. مغربي پاڪستان جي باشندن ۾ تعصب ۽ نفرت وڌي وئي. جنهن انداز ۾ ون يونٽ هلايو ويو، ان جي ڪري ملڪ ۾ اتحاد جي بجاءِ انتشار پيدا ٿيو.

Integration of West Pakistan became harbinger of disintegration as eventually East Pakistan drifted away to become an independent nation as state of Bangladesh.

ون يونٽ جي وجود تي ڪي خاص ڪتاب اردو، سنڌي ۽ انگريزي ۾ هيل تائين نه لکيا ويا آهن. واحد ڪتاب Politics of One Unit- 1955-58 رضوان ملڪ طرفان لکيو ويو.[98] جيڪو پنجاب يونيورسٽي جي پاڪستان اسٽڊي سينٽر طرفان ڇپايو ويو. هن ڪتاب جي مصنف آخر ۾ ون يونٽ بابت تجزيي ۾ پروفيسر رشيد زمان جي ڪتاب جو حوالو پيش ڪيو آهي:

"One Unit scheme was unquestionably a bold experiment conceived by its framers in the larger interest of the country. But due to a variety of factors such as the fear of Punjabi domination administrative difficulties for the inhabitants of smaller provinces, parochial feelings spear headed by leadership of smaller provinces, the short sightedness of some political leaders and the ugly tug of war and race for acquiring power and scant consideration for declared promises and solemn pledges led to the failure of such a sound scheme. There is a great deal of truth in the view that passage of One Unit Bill in different provincial. Legislatures of West Pakistan as well as in constituent assembly was only a legal measure. But it was not enough, to change the minds of the masses in its favour which was an inescapable pre-requisite for the success of the plan."[99]

"ون يونٽ اسڪيم بابت سواءِ ڪنهن سوال جي اهو چوڻ مناسب ٿيندو ته اهو منصوبو منفرد هو جيڪو ملڪ جي وسيع مفاد ۾ مرتب ڪيو ويو هو. پر ڪيترن ئي خوفن جي ڪري جهڙوڪ پنجاب جي حاوي ٿيڻ، انتظامي ۽ صوبائي عصبيت، ننڍن صوبن جي باشندن لاءِ مشڪلاتون پيدا ڪيون. ڪوتاه نظر سياستدانن جي وچ ۾ طاقت لاءِ رسا ڪشي ۽ ڪيل واعدن تان دستبرادري، ون يونٽ جي ناڪامي جو باعث بڻيو. ان ۾ گهڻي حقيقت آهي ته

ون يونٽ جو بل مختلف صوبائي اسيمبلين ۽ قانون ساز اسيمبلين ۾ صرف قانوني جواز طور پاس ڪرايو ويو هو. پر عوام طرفان ان جي فاعدي ۾ ڪو اهم رد عمل انهن جي فقري طور تي حاصل نه ٿيو".

بنيادي طور تي ون يونٽ قومي يڪجهتي ۽ اتحاد ۽ قومي مفاد جي منافي هو. اهو ننڍن صوبن جي عوام ۽ سياسي قيادت کي قابل قبول نه هو. اهو زبردستي ۽ طاقت جي زور تي صوبن مٿان لاڳو ڪيو ويو هو. ان اسڪيم جي ڪاميابي ڪنهن به صورت ۾ ممڪن نه هئي. مٿي ڄاڻايل حوالن مان اهو چٽي طرح ظاهر آهي ته ملڪي توڙي ٻاهرين دنيا جي مفڪرن، تاريخدانن ۽ تجزئي نگارن ون يونٽ کي پاڪستان جي وحدت خلاف سازش تصور ڪيو آهي.

پروفيسر اعجاز قريشيءَ جو ڪتاب "ون يونٽ ۽ سنڌ" وڏي محنت ۽ جاکوڙ جو احسن نتيجو آهي. اڃا تائين انهيءَ نوعيت جو ڪتاب ون يونٽ تي سنڌي يا اردو ۾ نه لکيو ويو آهي، جنهن ۾ مڪمل طور تي ون يونٽ جون خاميون بيان ٿيل هجن. پروفيسر اعجاز جو هيءُ ڪتاب سنڌ جي سياسي تاريخ جو هڪ اهم باب آهي. ون يونٽ جي تباهين، برائين ۽ اڳرن اثر کان سنڌ جي نئين ٽهي (Generation) بي خبر آهي. هن ڪتاب جي مطالعي سان سنڌن سياسي بصيرت ۽ شناسائي ۾ واڌ ايندي. ون يونٽ کي 15 سالن تائين زوريءَ زبردستي ننڍن صوبن جي منشا خلاف قائم رکي انهن جي حقن جي پائمالي ڪئي وئي. ون يونٽ بدنيتي ۽ بدديانتي جي بنيادن تي قائم رهيو. پروفيسر اعجاز ون يونٽ جي Nagative and Destructive اثرات کي تفصيل سان بي نقاب ڪيو آهي. جنهن ۾ "ون يونٽ ڪيئن ٺهيو"، ان جو تاريخي پس منظر، "Parity" پئرٽي، "سنڌ اسيمبلي ۾ ون يونٽ جو ٺهراءُ پاس ٿيڻ"، "ون يونٽ دوران سنڌ سان ٿيل ظلم ۽ نا انصافيون"، "سنڌ جي بئراجي ۽ زرعي زمينون ۽ انهن جي ونڊ ورڇ"، "سنڌ جي زمينن جي ڌارين کي الاٽمينٽ" "ون يونٽ دوران سنڌ ۾ ڌارين جي آبادڪاري" "ون يونٽ خلاف سنڌ جي عوام جي تاريخي جدوجهد"، "ون يونٽ خلاف ايوانن ۽ اسيمبلين اندر جدوجهد"، "اينٽي ون يونٽ فرنٽ"، "ون يونٽ دور ۾ سنڌي ٻولي، ادب ۽ تعليم" جهڙا اهم باب شامل آهن. ون يونٽ جي مٿين پهلوئن تي تفصيل سان حقائق بيان ڪيا آهن. جيڪي هن کان اڳ ان جامع انداز ۾ ڪنهن به ڪتاب ۾ بيان نه ڪيا ويا آهن.

اعجاز قريشي وڏي محنت ۽ جستجو ڪري ممتاز دولتانا طرفان

لکيل"ون يونٽ جي خفيہ دستاويز" جو مڪمل سنڌي ترجمو، هٿ ڪري ڪتاب ۾ شامل ڪيو آهي جيڪو سياسي تحقيق ڪندڙن لاءِ هڪ اهم دستاويز آهي. اهو بہ ڪنهن بہ ڪتاب ۾ تفصيل سان درج نہ آهي. اهو هن ڪتاب ۾ "ضميمي" طور ڏنو ويو آهي. اعجاز قريشيءَ جي هي علمي ڪاوش قابل تحسين عمل آهي.

حيران ڪن حقيقت هيءَ آهي تہ مٿي بيان ڪيل ڪتابن جا جيڪي اقتباسات ۽ حوالا ڏنا ويا آهن، انهن ۾ ڪنهن بہ مفڪر ۽ مصنف ون يونٽ لاءِ ڪي بہ تعريفي ڪلمات نہ لکيا آهن. برعڪس ان جي خلفشار ۽ ملڪ جي وحدت جي خطرات جو انديشو ظاهر ڪيو آهي. "From Integration of Disintegration" ون يونٽ جي نفاذ سان وفاق خلاف نفاق ۽ نفرت ۾ توسيع ٿي ۽ ملڪ ٻن ٽڪرن ۾ ورهائجي ويو . بنگلاديش وجود ۾ آيو جيڪو "Parity" ۽ "One Unit" جي ڪري ممڪن ٿيو.

هن ڪتاب جي خصوصيت اها آهي تہ هن ۾ انهن سازشن کي بي نقاب ڪيو ويو آهي، جيڪي سياسي ۽ رياستي قوتون ون يونٽ کي لاڳو ڪرڻ ۾ مشغول رهيون آهن. آئين ۽ قانون جي انهن حڪمرانن وٽ ڪا بہ اهميت ۽ احترام نہ هئي. سڀ ڪجهہ ڏنڊي جي زور تي ڪندا رهيا. آخرڪار اڌ ملڪ وڃائي ويٺا جنهن جو هنن جي روش ۽ منفي سوچ تي ڪوبہ اثر نہ ٿيو آهي. جيڪڏهن حڪمراني جو اهو انداز قائم رهيو ۽ ان ۾ ڪا بہ تبديلي نہ آندي وئي تہ باقي رهيل پاڪستان جيڪو هاڻي علامہ اقبال جي تصور جي عڪاسي ڪري ٿو ان کي انيڪ خطرا آهن.

پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ جيڪا وارتا سنڌ ۽ سنڌين سان ٿي آهي، ان جو ڪجهو چنو هن ڪتاب ۾ درج آهي. سنڌين سان بيحد غير منصفانا، غير قانوني، غير اخلاقي روش روا رکي وئي آهي. سنڌين جي قوت برداشت کي شاباس هجي جو صبر ۽ تحمل سان برداشت ڪندا رهيا آهن جيڪي هن ڪتاب ۾ تفصيل سان درج آهن. سنڌ جا با اثر سياستدان جن بمبئي کان عليحدگي حاصل ڪري 1935ع واري قانون هيٺ حڪومتن ۾ شرڪت ڪئي هئي، چا انهن کي "پاڪستان" جي وجود ۾ اچڻ سان جيڪا تبديلي نمايان ٿيڻي هئي، ان کان با خبر نہ هئا. ڪن مبصرن جو اهو رايو آهي تہ انهن ۾ سياسي دور انديشي ۽ بصيرت جو يقيني طور فقدان هو. جنهن جو "بخوبي" فائدو وٺندي غير سنڌي سياستدان، سول ۽ فوجي ڪامورا ملڪي

ادارن تي قبضو ڪري غريبي مان امير بنجي ويا ۽ سنڌي وسائل جا انبار هوندي بہ وڏيڪ مسڪين تي غربت ۾ اچي ويا. جنهن جو مثال شايد ئي ڪنهن ملڪ ۾ ملي. سنڌين کي پاڪستان جي نظام حڪومت مان ڪجهہ بہ هٿ حاصل نہ ٿيو. جيڪي بہ "Commitments"، "Assurances" سنڌين کي 1940ع واري قرارداد ۽ ون يونٽ اسڪيم جي حوالي سان ڏنيون ويون هيون، انهن تي اصولي طور تي ڪوبہ عمل نہ ڪيو ويو. حڪمران پنهنجي مخصوص مفادات جي تحفظ لاءِ قانون سازي ڪندا رهيا. جيڪي سڀ مقامي سنڌين جي مجموعي مفاد جي منافي هئا.

اڄ حالتون ان حد تي پهتيون آهن جو عام طور اهو چوندي ٻڌو ويو آهي تہ پاڪستان اسان ٺاهيو. هنن کان ڪير پڇڻ وارو نہ آهي تہ اهو ڪيئن ۽ ڪهڙن اصولن تي انهن پاڪستان ٺاهيو. جڏهن تہ پاڪستان جو بنياد مسلمانن جي اڪثريت وارن صوبن جي جدوجهد تي قائم ٿيو ۽ نہ ڪي هندستان جي اقليتي صوبن جي بنياد تي حاصل ٿيو. پاڪستان جا اصلي باشندا پنجابي، بلوچ، سنڌي ۽ پختون آهن ۽ رهندا.

ون يونٽ اسڪيم جو بين ثبوت ممتاز دولتانا طرفان مرتب ڪيل خفيہ دستاويز مان ظاهر آهي. ون يونٽ کي قائم ڪرڻ لاءِ دولتانا لکي ٿو تہ :

"ضروري آهي تہ اسان سياسي مهم جي شروعات کان اڳ سموريون رڪاوٽون دور ڪريون، ٻين لفظن ۾ اسان کي اهي سڀ مخالفتون خاموش ۽ ختم ڪرڻ گهرجن."[100] وڌيڪ لکي ٿو تہ :

"اسان جا بهترين ڪم ڪندڙ سياسي ورڪر پنجاب ۾ آهن. انهن کي منظم ڪرڻ گهرجي ۽ تيار رهڻ کپي جو جتي ۽ جڏهن سندن ضرورت پوي، پنهنجي پوري طاقت سان استعمال ڪري سگهجن"[101] "مناسب وقت تي پنجاب کي رضا ڪارانا طور تي ڪي ننڍيون رعايتون ڏيڻون پونديون. پر اهڙو وقت مان سمجهان ٿو تہ يڪدم ڪونہ ايندو"[102] وڌيڪ دولتانا صاحب جو مشورو هي آهي تہ:

"پهريون قدم تمام جلد کڻڻو آهي اهو قدم منفي آهي. انهيءَ موجب اسان کي رستو هموار ڪرڻو آهي. يعني ون يونٽ جي نهڻ ۾ جيڪي رڪاوٽون آهن تن کي ختم ڪرڻو آهي."[103]

"صوبن ۾ ظاهري توڙي مخفي مخالفتن کي ختم ڪيو وڃي، "سنڌ ئي سموري مخالفت جو بنياد آهي"[104] " اهو ڪم چند ڪلاڪن، نہ تہ

چند ڏينهن اندر ٿيڻ گهرجي. ٿنهنڪري پيرزادي کي هڪدم هٽائڻ گهرجي ۽ سندس جاءِ تي اهڙو ماڻهو آڻڻ گهرجي، جيڪو پنهنجي شخصيت ۽ طاقت ذريعي سنڌ ۾ ون يونٽ لاءِ ميدان صاف ڪري" (105)

ممتاز دولتانا جي خفيه دستاويز مان متي ڏنل ٽڪرن مان پنجاب جي سياستدانن جي سازش پڌري ٿئي ٿي. انهن جا لڪل مقصد پڻ اجاگر ٿين ٿا.

حيدر بخش جتوئي ون يونٽ متعلق چيو هو ته "اهو هڪ ناپاڪ، تاريخ جي خلاف ۽ سنڌي ماڻهن جي وجود جي خلاف هڪ سازش آهي" (106)

سنڌ جي، "قانون ساز اسيمبلي جي 110 ميمبرن مان 76 ميمبرن هڪ بيان ڪڍي ان تي صحيحون ڪري آئين ساز اسيمبليءَ ۽ پير زادي جي وزارت تي مڪمل اعتماد جو اظهار ڪيو. سنڌ اسيمبلي 15 نومبر تي ون يونٽ خلاف ٺهراءُ پاس ڪرڻ لاءِ اجلاس گهرايو. اهو ٺهراءُ سنڌ عوامي محاذ طرفان پيش ڪيو پئي ويو ۽ اميد ڪئي پئي وئي ته ون يونٽ خلاف اهو ٺهراءُ پاس ٿي ويندو. اها صورتحال ڏسندي سنڌ جي گورنر 8 نومبر تي پيرزادي جي وزارت کي ڊسمس ڪري ڇڏيو. انهيءَ بنياد تي ته، "صوبي ۾ بد انتظامي ٿي چڪي آهي" ۽ گورنر طرفان محمد ايوب کهڙي کي وزارت ناهڻ لاءِ چيو ويو." (107) سنڌ اسيمبلي جي 98 ميمبرن ون يونٽ واري ٺهراءَ جي حمايت ۾ ووٽ ڏنو. صرف ڇهن ميمبرن ان جي تائيد نه ڪئي ۽ ان خلاف ووٽ ڪيو اهي هيٺيان آهن: مسٽر عبدالحميد قادر بخش خان جتوئي، غلام مصطفيٰ خان غلام محمد پرگڙي، پير الاهي بخش پير نواز علي شاه. خورشيد احمد. محمد يعقوب شيخ. (108)

اعجاز قريشي صاحب سنڌ اسيمبلي جي ڪارروائين جي ريڪارڊ مان انهن سڀني ميمبرن جا نالا درج ڪيا آهن جن ون يونٽ جي فائدي ۾ ووٽ ڏنا. ان لسٽ تي نظر ڦيرائڻ سان ظاهر ٿئي ٿو ته ان ۾ اڪثريت ميرن، سيدن، پيرن ۽ زميندارن جي آهي جيڪي پنهنجي محدود شخصي مفادن لاءِ ضمير فروشي ڪندي ڪڏهن به نه ڪيٻائيندا رهيا آهن. سنڌ ۽ سنڌين کي انهن ناقابل بيان نقصان پهچايو آهي، سنڌ جي عوام جي وسيع مفادن ۾ هنن جي ترجيحن ۾ انهن جي ڪابه افاديت ۽ وقعت نه آهي. انهيءَ جا اگرا نتيجا اسان جي سامهون آهن.

اعجاز قريشي صاحب"ون يونٽ ۽ سنڌ" ۾ اهي حقيقتون حوالن سان پيش ڪيون آهن جن کان اسان بيخبر رهيا آهيون. باخبر ٿي نئين همت ۽

حوصلي سان پنهنجي لاءِ مستقبل جي Agenda جو انتخاب ڪري سگهون ٿا.

هن ڪتاب ۾ ون يونٽ جي قرارداد بابت سنڌ اسيمبلي جي ڪاروائي پڻ درج آهي. جيڪا وڏي اهميت جي حامل آهي. مسٽر غلام مصطفيٰ خان ڀرگڙي ون يونٽ جي ريزوليشن جي مخالفت ڪندي پنهنجي تقرير ۾ چيو ته:

"جيڪڏهن سنڌ جي عوام جي رضا مندي حاصل ڪرڻ کان سواءِ ون يونٽ ٺاهيو ويندو ته انهيءَ جا نتيجا خراب ۽ خطرناڪ نڪرندا. ننڍن صوبن کي اڳئي وڏي صوبي سان پراڻو Prejude آهي. هيءَ قدم انهيءَ کي وڌيڪ نفرت ۾ تبديل ڪندو. ۽ اتحاد ۽ اتفاق کي برقرار رکڻ ۽ صوبي پرستي کي مٽائڻ جي بجاءِ نفرت ۽ نااتفاقي جي اها آگ ڀڙڪو کائيندي جيڪا اڳتي هلي پوري پاڪستان کي ختم ڪرڻ جو سبب بڻجي سگهي ٿي.

ون يونٽ جي قرار داد ۽ ان جي قانوني نقطن تي بحث دوران پيرالاهي بخش ٺهراءَ تي ڪافي احتجاج ڪيو ۽ چيو ته اهو ٺهراءُ ملڪ جي بنيادي قانوني اصولن جي خلاف آهي. ان تي وقتي اسپيڪر پير قربان علي پير الاهي بخش کي چيو ته اهو قانون ٻڌاءِ. جنهن تحت اهڙي ٺهراءَ کي پاس نه ٿو ڪري سگهجي.

انهيءَ تي پير الاهي بخش صاحب گورنمينٽ آف انڊيا ايڪٽ 1935ع جو سيڪشن 46 پڙهي ٻڌايو. جنهن ۾ هينئين طرح لکيل آهي. "هيٺيان گورنرن جا صوبا هوندا جيڪي مشرقي بنگال. پنجاب. سرحد ۽ سنڌ هوندا. جيڪي هن ايڪٽ تحت عمل ۾ آندا ويندا." اهو قانون اڃا تائين موجود آهي ۽ رهندو. نڪو ان کي ختم ڪيو ويو آهي ۽ نه ان جي بدلي ۾ ڪو ٻيو قانون آندو ويو آهي. انهيءَ ڪري اسيمبليءَ کي اهڙي ڪنهن به سفارش ڪرڻ جو ڪوبه حق نه آهي. ان قسم جي سفارش صرف آئين ساز اسيمبلي ڪري سگهي ٿي يا اسان اهڙيون سفارشون آئين ساز اسيمبليءَ ڏانهن موڪلي سگهون ٿا. پر جاڪاڻ ته هن وقت ڪابه آئين ساز اسيمبلي موجود نه آهي. ان ڪري ان قسم جو ٺهراءُ پاس نٿو ڪري سگهجي. ان کي وقتي اسپيڪر رد ڪندي ون يونٽ جي فائدي ۾ ٺهراءَ کي منظور ڪرڻ جي اجازت ڏني جيڪو آئيني قاعدن ۽ قانونن جي منافي هو.

ان مان صاف ظاهر آهي ته. ون يونٽ. سياسي بدنيتي. دولاب. دغا ، فريب ۽ رياستي انتظامي قوت جي ناجائز استعمال سان وجود ۾ آيو.

"One Unit is betrayal of Jinnah's fourteen points. The passage of Act of 1935 conferring relative provincial autonomy on provinces later to constitute Pakistan and the solemn commitments contained in Lahore Resolution of 1940."

One Unit was manifestly and brazenly violation of section 46 of Government of India Act of 1935, which declares Punjab, Sindh, Sarhad and East Bengal as Governors Provinces.

در حقيقت ون يونٽ "Greater Punjab" عظيم پنجاب جو منصوبو هو. جنهن ۾ صوبن ۽ انهن جي تشخص، وحدت، ٻولي، تهذيب، تمدن ۽ تاريخ کي ميٽي مسمار ڪرڻ جي سازش هئي. جيڪا وقت گذرڻ سان نمايان طور تي ظاهر ٿيندي وئي. اعجاز قريشي صاحب پنهنجي ڪتاب ون يونٽ ۽ سنڌ ۾ "ون يونٽ دوران سنڌ سان ٿيل ظلم ۽ ناانصافيون" تفصيل سان حقائق گڏ ڪري پيش ڪيا آهن جيڪي ڪنهن ٻئي ڪتاب ۾ ملڻ مشڪل آهن. هن ڪتابن، رسالن، اخبارن، سنڌ اسيمبلي ۽ آئين ساز اسيمبلي جي ڪاروائين جا حوالا ڏنا آهن. "ون يونٽ ۽ سنڌ" هڪ منفرد ڪتاب آهي. مصنف وڏي جاکوڙ ۽ محنت سان حقائق کي يڪجاءِ ڪري پيش ڪيو آهي. اهو چوڻ غير مناسب نه ٿيندو ته هن کان اڳ اهڙي نوعيت جي ڪابه ڪاوش نه ٿي آهي.

پروفيسر اعجاز قريشي لکيو آهي ته "محترم شيخ عبدالمجيد سنڌي جيڪو باعمل، بااخلاق ۽ سمجهو سياستدان هئو تنهن پنهنجي هڪ مضمون The one Unit Esposed (ون يونٽ وائکو) جيڪو بعد ۾ هڪ پمفليٽ جي شڪل ۾ شايع ٿيو." ان پئمفليٽ ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي لکيو ته" صوبن جي گڏجي وڃڻ ڪري سنڌ کي تمام گهڻو نقصان ٿيندو. سنڌ کي ڪراچيءَ کي جدا ٿيڻ واري معاوضي. تان هٿ ڪڻڻو پوندو جيڪو ڪيس بلوچستان ۾ ڪراچيءَ جي گڏيل پاڻيءَ جي بورڊ طرفان ملندو آهي. سنڌ کي جيڪو پاڻي ملي رهيو آهي سوبہ گهٽايو ويندو. سنڌ کي پنهنجي پاڇي ڪيل روڪ رقم بہ مرڪز جي مختلف فندن ڏانهن منتقل ڪرڻي پوندي". (111)

ان کان سواءِ محترم جي ايم سيد ون يونٽ دوران سنڌ سان ٿيل معاشي ناانصافين جو ذڪر هيٺينءَ ريت ڪيو آهي. جنهن مان سندس سياسي بصيرت، علميت ۽ شعور جو بخوبي اندازو ڪري سگهجي ٿو:

1. سنڌ جي 80 ڪروڙ رپين جي خرچ تي ٺهرايل ڪوٽڙي بئراج تي ٽنڊي محمد خان جون زمينون سرڪاري خرچ تي سڌاري غير سنڌين کي

ڏنيون ويون.

2. ڪيترن ئي سنڌي آفيسرن جا حق ريٽي، پنجاب جي جونئيرآفيسرن کي مکيه عهدن تي رکيو ويو. مسٽر عثمان علي انصاري مسٽر ڊڪڻ، آغا جعفرعلي ۽ ٻيا ڪيترا انهيءَ ناانصافيءَ جو شڪار ٿيا.

3. سنڌ سرڪار طرفان منظور ڪيل جابلو ۽ ٿر ايراضين کي سڌارڻ جون اسڪيمون رد ڪيون ويون. جيتوڻيڪ انهن تي خرچ سنڌ جي پئسي مان ٿئي ها. حالانڪ سنڌ صوبي جا 33 ڪروڙ رپيا بجيٽ، ون يونٽ ٺهڻ وقت قبضي ۾ آڻي پنهنجي ڪم لائي ڇڏيائون.

4. سنڌي ادبي بورڊ، شاهه لطيف سينٽرل ڪلچرل بورڊ. سنڌ سرڪار طرفان منظور ڪيل رقمن کي گهٽائي فقط نالي ڳڻ ڪئي وئي.

5. سنڌ سرڪار طرفان هر سال هڪ تعلقي ۾ هاءِ اسڪول ۽ هر ضلعي ۾ ڪاليج ۽ اسپتال جون بحال ٿيل اسڪيمون ختم ڪرڻ سان گڏوگڏ زوري تعليم جي اڳوڻي دستور کي ختم ڪيو ويو.

6. 1945ع ۾ سنڌ ۽ پنجاب جي وچ ۾ ٿيل پاڻي جي معاهدي کي رد ۽ پنجاب جي فائدي لاءِ نوان پاڻي جمع ڪرڻ لاءِ بند ٻڌايا ويا.

7. سنڌ جي مکيه کاتن ۾ مکيه عملدار غير سنڌي رکي کين وسيع اختيار ڏئي سنڌي مفادن کي نقصان پهچايا ويا.

8. اقتصادي معاملن سان واسطو رکندڙ کاتن جي سلسلي ۾ مغربي پاڪستان جي بنيادن تي اداري ٺاهي، انهن جي چارج غير سنڌين کي ڏئي سنڌ جو مالي استحصال ڪيو ويو. انهن مان مکيه ادارا WAPDA، PICIC، PIDC، ADC وغيره هئا.

9. PIDC معرفت اسڪيمن تي خرچ ڪيل ٻن سو ڪروڙن مان سنڌ تي صرف ڏهه ڪروڙ خرچ ڪيا ويا.

10. سنڌ جي ٻاهرين ۽ ٻڌي واپار ۽ ڪارخانن برپا ڪرڻ جي پاليسي اهڙي ٺاهي وئي جو انهن ۾ هڪ هٽي غير سنڌين جي ٿي وئي.

11. سنڌ جي اسپتالن، ريلوي اسٽيشنن، روڊن، ڪاليجن، اسڪيمن، مارڪيٽن ۽ جاين تي غير سنڌين ۽ سنڌ دشمنن جا نالا رکي سنڌ جي روايت ۽ ڪلچر کي نقصان پهچايو ويو.

12. اردو کي قومي ٻولي بنائي سنڌين کي غير مساوي حالتن ۾ رکي ڪراچي ميونسپلٽي ۽ ڪراچي يونيورسٽي مان سنڌي زبان کي ختم

ڪيو ويو.

13. مغربي پاڪستان صوبي تي لک ڏھ هزارچورس ميلن تي مشتمل هئڻ ڪري انتظامي طرح هلائڻ مشڪل هو. ان ڪري اهل سنڌ سان بي انصافيون ٿيڻ لڳيون.

14. سنڌ ۽ سنڌين جي حقن جي حفاظت لاءِ اٿاريل هر ڳالھ کي علائقائي ذهنيت، ملڪ دشمني، انتشار پسندي ۽ اسلام دشمني سڏي انهن جي اظهار تي بندش لاڳو ڪئي وئي.

15. سموري سرڪار مشينريءَ کي سنڌي، بلوچ ۽ پختون قومن جي جدا وجودن، ڪلچر ۽ زبان کي اسلام، پاڪستان ۽ مسلم قوم جي نالي ۾ ختم ڪري، مهاجر پنجابي سامراجيت ۾ ضم ڪرڻ لاءِ ڪتب آندو ويو.

16. سنڌ اندر اسٽيشنن، رودن، پٽرن، نوٽن، دڪانن تي سائين بوردن ۽ ووٽر لسٽن تي نالا اردو ۾ لکي هڪ طرف سنڌي زبان کي نقصان پهچايو ويو تہ ٻئي طرف نالن کي "ڪلڙ هاب" بنايو ويو.

17. سنڌ ۾ ڪوليل، ڪارخانن، ادارن، بئنڪن، دڪانن ۽ واپار جي منڊين لاءِ ٻاهران پنجابي، پٺاڻ ۽ مهاجر گهرائي، هڪ طرف سنڌين کي روزگار کان محروم ڪيو ويو تہ ٻئي طرف سنڌين جي آباديءَ جو توازن تبديل ڪيو ويو.

18. ون يونٽ سيڪريٽريٽ ۾ اڪثريت غير سنڌين جي رکي وئي، جيڪي سنڌي اتي رکيا ويا، انهن کي اهڙو تنگ ڪيو ويو جو ڪي نوڪري ڇڏي آيا ۽ ڪي تڪليفن ۽ مشڪلاتن ۾ مبتلا ٿي دانهون ڪندا رهيا.[112]

هي سنڌ ۽ سنڌين سان ڪيل عقوبتن جو افسوسناڪ داستان آهي. اهڙي حالت سنڌين سان انگريزن جي بينڪي راڄ ۾ بہ نہ ٿي جيڪا پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ بعد سنڌين سان ٿي. شاباس آهي سنڌين جي قوت برداشت کي جو اهڙن ناخوشگوار سلوڪ جي باوجود بہ ملڪ خلاف ڪا بہ بغاوت نہ ڪئي. دراصل سنڌ جي سياسي قيادت جي نااهلي ۽ موقعي پرستي سنڌين کي بي حس ۽ مفلوج بنائي ڇڏيو آهي. جنهن لاءِ نئين سياسي سوچ ۽ اجتماعي عمل جي شديد ضرورت آهي. جيڪي حقيقتون قريشي صاحب بيان ڪيون آهن اهي اسان جي ڪوتاهين ۽ ڪمزورين جي عڪاسي ڪن ٿيون. سنڌ هندستان جو واحد صوبو هئو جتي 1942ع ۾ حرن خلاف مارشل لا لڳايو ويو. مکي ڍنڊ جي زمينن تي انگريزن جي دور حڪومت ۾ حرن جي تحريڪ

آزاديءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ Frontier Constabulary ۽ پنجابي فوج جا جٿا سنڌ ۾ آندا ويا جن حرن مٿان تمام گهڻو ظلم ۽ تشدد ڪيو. حرن کي سندن گهرن مان بيگهر ڪري Hur Camps ۾ رکيو ويو. فوجين کي حرن جون آباد زمينون ڏنيون ويون. ڪجهه بلوچ جٿاپڻ انگريزن جي امداد ۾ سانگهڙ موڪليا ويا. جنهن جي عيوض انگريزن هزارين ايڪڙ زمين سانگهڙ ضلعي ۾ بگٽي سردار کي ڏني. جيڪا اڄ ڏينهن تائين Bugti Estate نالي سان سانگهڙ ۾ مشهور آهي.

اعجاز قريشي پنهنجي ڪتاب ۾ مکي ڍنڍ جي زمين توڙي ڪوٽڙي ۽ گڊو بئراج جي زمينن بابت لکيو آهي ۽ ان جا تفصيل ڄاڻايا آهن.

قريشي صاحب "ون يونٽ ۽ نوڪريون" ۾ سنڌين سان ٿيندڙ نا انصافين جا انگ اکر پيش ڪيا آهن. ون يونٽ واري دور ۾ سنڌ جي علائقي ماڇڪي تي پنجابين ڪيئن ناجائز قبضو ڄمايو. ان باري ۾ مصنف لکي ٿو ته:

"ماڇڪو علائقو سنڌ ۽ پنجاب جي سرحد تي موجود آهي اهو تاريخي طور سنڌ جو حصو رهيو آهي. ماڇڪي جي ٻولي سنڌي ۽ ثقافت پڻ سنڌي آهي. ماڇڪو تاريخي طور اوباڙي تعلقي جو حصو رهيو آهي. 16 جون 1970ع تي بهاولپور جي ڪمشنر طرفان هڪ ڳجهو خط ليٽر نمبر III- 60-1516 GA جيڪو ڪمشنر خيرپور کي لکيو ويو ان ۾ ڄاڻايو ويو ته ڊي سي رحيم يار خان ۽ ڊي سي سکر سان ڳالهائي ٿي. جيڪي ٻئي پنجابي هئا. جنهن ۾ ماڇڪي کي تعلقي صادق آباد جي حوالي ڪرڻ جو ڪم مڪمل ڪيو ويو آهي. اهڙي طرح ٿوري خط و ڪتابت بعد ماڇڪي کي پنجاب جي حوالي ڪيو ويو. هٿ آيل رڪارڊ موجب ماڇڪي کي بورڊ آف روينيو پنجاب. 22 آڪٽوبر 1971ع تي جاري ڪيل نوٽيفڪيشن بعد پنجاب جي حوالي ڪيو ويو. هيءَ سڀ ڪجهه ون يونٽ جي دور ۾ ٿيندو رهيو.

ماڇڪو اوباڙي شهر کان اتر طرف ڪجهه ڪلو ميٽرن تي ۽ مريد شاخ کان اولهه طرف 8 ڪلوميٽرن تي آهي. ماڇڪو جاگرافيائي حساب سان سنڌ جو حصو آهي پر هن وقت ماڇڪو سنڌ ۾ پنجاب جو هڪ پيٽ آهي ۽ ان تي پنجاب جو قبضو آهي. ماڇڪي ۾ رهندڙ قبيلا. ماڇي. ڪلهوڙا. ڪوري. شيخ. چاچڙ. پٽا. سيال. شر. ڪوش. اوڍ ۽ مينگهواڙ شامل آهن.

اڄ ڏينهن تائين ماڇڪي جي باري ۾ سنڌ جي ڪنهن به حڪومت نه سوچيو آهي ته اهو 18 ديهن تي مشتمل سنڌ جو ايڏو وڏو علائقو پنجاب ڏي

ڪيئن ۽ چو ويو. اهڙي طرح لس بيلو پڻ ون يونٽ کان اڳ سنڌ جو حصو هيو جيڪو بعد ۾ بلوچستان کي ڏنو ويو.

سنڌ کي مال غنيمت سمجهي لٽيو ۽ ڦريو ويو. جو انهن لاءِ ڪا بہ روڪ ٽوڪ نہ هئي. سنڌ هن وقت پاڪستان جي مجموعي ڪمائيءَ جو 70 سيڪڙو مرڪزي حڪومت کي فراهم ڪري ٿو. موٽ ۾ سنڌ کي صرف 17 سيڪڙو پئسا ملن ٿا. هڪ تجزيي نگار چيو تہ:

Sindh is the goose that lays golden eggs, eagerly watched and stolen by other than Sind. They all make the hay while the sun shines. Sindhis faced to live in grueling poverty.

پاڪستان جي مرڪزي حڪومت پاران ڪراچيءَ تي ناجائز قبضي دوران سنڌ جا املاڪ، جنهن ۾ بلڊنگس شامل هيون. اتي پنهنجون آفيسون قائم ڪيون. وري ون يونٽ ٽٽڻ کان پوءِ تہ اهو سڀ قبضو ڪيل املاڪ مرڪزي حڪومت جي ملڪيت تصور ڪيو ويو.

در حقيقت ون يونٽ جي خاتمي کان پوءِ سنڌ حڪومت کي گهربو هئو تہ انهن سڀني ملڪيتن جي تفصيلي رپورٽ تيار ڪري، انهن جي واپسي لاءِ ڪوشش ڪئي وڃي ها. اڄ ڏينهن تائين ان طرف سنڌ حڪومت ڪو بہ قابل قدر قدم نہ کنيو آهي تہ وڃايل ملڪيتون واپس موٽائي ورتيون وڃن. ڪراچي جي ساموندي ساحل تي جيڪي بہ بندر گاهہ آهن انهن کي سنڌ جي تحويل ۾ ڏنو وڃي. ڪوئلي، تيل ۽ گيس جا جيڪي بہ کوهہ آهن انهن کي پڻ مڪمل طور سنڌ جي تحويل ۾ حاصل ڪيو وڃي جنهن ۾ Exploration پڻ شامل آهي.

سنڌ سان ٿيل ظلم ۽ ناانصافين جو هڪ طويل داستان آهي جنهن کي اعجاز خوبي سان قلمبند ڪيو آهي ۽ لکي ٿو تہ: "ون يونٽ ناهڻ جو بنيادي مقصد اهوئي هئو تہ سنڌ جا وسيلا ۽ ذريعا ڦٻائجن ۽ سنڌ کي اميريءَ کان غربت ڏانهن ڌڪجي. اڄ اها ڳالهہ هن ڪتاب ۾ لکندي سچي ثابت ٿي رهي آهي جو ورلڊ بئنڪ ۽ ايشين ڊولپمينٽ بئنڪ جي سنڌ بابت تازو 2006 ۽ 2007 ۾ ڇپيل رپورٽ ۾ اهو لکيل آهي تہ: سنڌ پاڪستان ٺهڻ وقت ملڪ جي سڀني صوبن کان 50 سيڪڙو امير هئي، پر آهستي آهستي حڪمرانيءَ جي طريقن، جاگيرداري نظام، پاڻيءَ جي گهٽ هجڻ، سماجي ناهمواري، سيڙپ جي گهٽ هجڻ ڪري غربت ڏانهن ڌڪجي وئي آهي، عربي سمنڊ ۾ يورپ کان وٺي ڏور اوڀر ايشيا تائين هڪ سر سبز ۽ امير ترين

علائقو (سنڌ) اڄ غريب ترين علائقو ٿي رهيو آهي. جيڪڏهن اهڙي قسم جي صورتحال رهي ته 2020 کان 2025ع ۾ سنڌ انتهائي غربت جي لڪير تي پهچي ويندي ۽ انجو اقتصادي واڌارو رڪجي ويندو.

Pakistan: Securing Sindh's future, the prospects and challenges ahead. January 2006. Document of the World Bank.

هن وقت سنڌين جو Poverty line غربت جي لڪير تقريبن 70 سيڪڙو تي پهچڻ واري آهي. سنڌ مٿان Internal colonialism ۽ غير سنڌين جي Marginalization جا سبب بيان ڪندي پروفيسر اعجاز لکي ٿو ته:

سنڌ جو ڪو به ماڻهو هتان لڏي ملڪ جي ٻئي ڪنهن به صوبي ۾ چو نه وڃي رهيو آهي؟ سنڌ ڏانهن ٻين جي لڏپلاڻ جا ڪجهه هيٺيان سبب ٿي سگهن ٿا:

1. سنڌ جي بهتر اقتصادي پوزيشن.
2. سنڌ ۾ روزگار جا بهتر ۽ گهڻا موقعا هجڻ.
3. ڪراچيءَ ۾ شاندار طريقي سان ايرڻ ۽ منجهس بين الاقوامي ڪارپوريشن جو قائم ٿيڻ.
4. ڪراچيءَ ۾ سنڌ جو وڏو ساموندي بندر هئڻ.
5. سنڌو درياهه جو بهترين آبپاشي نظام هجڻ ۽ ڪشمور کان ڪراچي تائين ان جي ٻنهي پاسي بهترين زرخيز زمين جو هجڻ.
6. سکر بئراج ٺهڻ کان پوءِ پکڙن مٿ تي زمينن جو نيلام ٿيڻ (ان دور جي حڪومت سکر بئراج تي ٿيل خرچ جي مد ۾ قرض لاهڻ لاءِ اهڙي پاليسي اختيار ڪئي).
7. گڊو، ڪوٽڙي بئراج جون زمينون پنجابين، مهاجرن ۽ فوجين کي آسان شرطن ۽ گهٽ قيمت تي مڪمل سهولتن سان ڏيڻ.
8. ون يونٽ جي دور کان وٺي ڏوميسائل جي شرطن کي انتهائي آسان بنائڻ ته جيئن ڌاريو تڪڙي نموني سنڌ ۾ آباد ٿي سگهي.
9. سنڌ ۾ لاکڙا ۽ ڪاٺوٽ ۾ ڪوئلن جون کاڻيون.
10. ٿر ۾ گرنائيٽ (ڳاڙهي چلڪڻي وارو پٿر) جا ذخيرا.
11. سنڌ ۾ سنڌين جي روزگار جا انيڪ مسئلا.
12. سنڌ ۾ فوجي حڪومتن جو راڄ هجڻ.
13. سولين حڪومتن جو ڪمزور هجڻ.

ڪراچي هن وقت سنڌ جو دبئي آهي. يعني پنجابي ۽ پناڻ ڪثير تعداد ۾ نوڪرين ۽ ڪاروبار تي قابض هئڻ جي ڪري هر سال ڪروڙين رپيا پنهنجي صوبي پنجاب ۽ پختونخواه ڏانهن موڪليندا رهن ٿا ۽ ان طريقي سان سنڌ جو ناڻو Transfer ٿيندو رهي ٿو.

سنڌ ۾ ون يونٽ جي خلاف مٿين بيان ڪيل اسباب ۽ حقائق جي ڪري نفرت، بيزاري ۽ بيچيني انتهائي درجي تي پهچي وئي، ان جي خاتمي جون ڪوششون زور وٺنديون ويون جنهن ۾ جناب جي ايم سيد، عبدالمجيد سنڌي ۽ رئيس غلام مصطفيٰ ڀرڳڙي جون ڪوششون قابل تحسين رهيون.

جي ايم سيد صاحب جي ڏاهپ ۽ سمجهه تمام وڏي حد تائين ڪم آئي. مغربي پاڪستان جي اسيمبلي ۾ ون يونٽ ختم ڪري صوبن کي برقرار رکڻ جي قرار داد پيش ڪئي وئي. 360 ميمبرن جي ايوان ۾ 170 ميمبرن جي حمايت سان اهو ٺهراءُ پاس ٿيو. مرڪزي حڪومت ٺهراءَ جي پاس ٿيڻ کي غلط قرار ڏنو ۽ گهٽ وڌ ڳالهائيو. اهو ٺهراءُ 17 سيپٽمبر 1957ع ۾ اسيمبلي ۾ پيش ٿيو ۽ پاس ٿيو. "18 آڪٽوبر 1958ع تي مارشل لا لاڳو ٿيڻ ڪري ون يونٽ ٽٽي نه سگهيو. حڪمران طاقتور طبقن جي مفادن جي تحفظ لاءِ ون يونٽ کي برقرار رکڻو هئو. جو ان جي ٽٽڻ سان نئون سياسي نظام ننڍن صوبن ۽ مشرقي پاڪستان جي تعاون سان وجود ۾ اچڻ سان Ruling class کي خطرو لاحق ٿي ويو. آخرڪار هڪ ٻئي فوجي جنرل يحيٰ خان ون يونٽ جو خاتمو آندو.

"Yahya Khan ruled Pakistan as President from March 1969 Until December 1971, this momentous period witnessed the dissolution of One Unit scheme and holding of Pakistan's first National Elections."(116)

"يحيٰ خان صدر جي حيثيت ۾ پاڪستان مٿان حڪمراني مارچ 1969ع کان ڊسمبر 1971ع تائين ڪئي. هن تاريخي يادگار دور ۾ ون يونٽ اسڪيم جو خاتمو ٿيو ۽ پاڪستان ۾ پهريون دفعو قومي چونڊون ٿيون."

اجا تائين "ون يونٽ ۽ سنڌ" جي عنوان تي انهيءَ نوعيت جو ڪو ٻيو ڪتاب نه لکيو ويو آهي. هي ڪتاب واحد ۽ منفرد، جامع، مدلل ۽ معقول حقائق تي مبني مستند ۽ مڪمل ڪتاب آهي جيڪو قابل تحسين ڪاوش آهي.

هن ڪتاب جو شمار پاڪستان جي تاريخ جي بهترين ڪتابن ۾ ٿئي ٿو جو مصنف وضاحت سان ون يونٽ جي سياهه ڪارين، رازن، ۽ ڳجهن

مقصدن کي حوالن سان بيان ڪيو آهي ته ڪيئن ون يونٽ سنڌ جي وحدانيت ۽ تشخص کي ختم ڪرڻ جو منصوبو هئو. سنڌ کي مفلوج حال بنائي ان کي هڪ ڪالونيءَ طور مقبوض ۽ مغلوب رکڻ جو منصوبو هئو. صوبن جي عوامي چونڊيل حڪومتن جي منشا ۽ انڊيا ايڪٽ 1935ع جي اصولن خلاف، ون يونٽ زبردستي نافذ ڪيو ويو. ان جو اصلي مقصد جيئن ڪن مفڪرن ۽ محققن لکيو آهي ته Punjabization of Pakistan هئو. مجموعي طور تي ننڍن صوبن ۽ خاص طور سنڌ جي وسيلن ۽ املاڪ تي قبضو ڪرڻ گهربل هو. 70- 1955ع 15 سالن تائين استعماري ۽ سامراجي قوتن ان کي برقرار رکيو. هيءَ ڪتاب"سنڌ خلاف تيل جابرانا، آمرانا، سامراجيت جي سياهه ڪارين جو بدترين داستان آهي. هڪ نقاد جي خيال ۾:

The intrinsic value of Aijaz Qureshi's book lies in the fact of being an informative, educative and highly thought provoking one in generating the requisite awakening for the articulation and assertion of one's rights in a autocratic authoritarian governing system, that has marginalized Sindhis.

اميد ڪجي ٿي ته هيءَ ڪتاب هڪ نئين شعور ۽ جاڳرتا کي جنم ڏيندو. اتحاد ۽ تنظيم جي ذريعي نئين سياسي نظام جي تعمير ۽ تڪميل ۾ معاون ثابت ٿيندو. هن دؤر جي ابوجهلن لاءِ سچ جي شناسائي ان ۾ آهي ته هن ڪتاب جو اردو ۽ انگريزي ترجمو پڻ ڪيو وڃي. هن وقت سنڌ جي ڪيفيت آهي: "ننڍڪا گهوڙا غيباتا هسوار."

حوالا:


1. Sherbaz Mazari: A Journey of Disillusionment official University Press, Karachi 1999. P-XXI
2. Khushwant Singh. Ranjit Singh the Maharaja of the Punjab, Penguin Books 2001, Page 76.
3. Ibid P-153
4. Khulid Bin Sayed. Political System of Pakistan. Oxford university press, Karachi.1967.P-33
5. G. M. Syed: the Case of Sindh. Fiction House. Lahore 2012 P-45-46.
6. Iqbal Singh the Ardent Pilgrim: Introduction to life and work of Mohammad Iqbal. oxford University Press Delhi. 1977 P XIII.
7. Perveen Feroze Hasan. Political Philosophy of Iqbal Publishers united, 176 Anarkali Lahore P-335.

8. Khalid Bin Sayeed the political System of Pakistan Oxford University Press Karachi. 1967. P- 40.
9. Ibid P -41.
10. Hamida Khuhro, Mohammad Ayub Khuhro: A Life of Courage in Politics. Feroze Sons, Lahore 1998, P-319.
11. Maulana Abul Kalam Azad: Indian wins Freedom. Auto biographical Narrative Orient Longman, New Delhi, 1960 P-225-226
12. Making Pakistan: A Tenable State statement of independent of planning commission of Pakistan. Feroze sons, Lahore.
13. Hamida Khuhro , Mohammad Ayub Khuhro. A life of Courage in Politics. P- 373.
14. Hamida Khuhro, Mohammad Ayub Khuhro: A life of Courage in Politics. Feroze sons 1998, P- 383.
15. Ibid P- 375.
16. Ibid P-379.
17. Ibid P- 374.
18. Ibid P-387.
19. Christophe Jaffrelot (Ed). Pakistan: Nation, Nationalism and State, An Introduction Vanguard, Lahore, 2005. P-15,16.
20. Ibid P- 66.
21. Ibid P-22,23.
22. Ibid P- 22.
23. Yunus Samad. The Pakistan- US conundrum Herb and Co: London 2011 P.220.
24. Cyanendra Panday and Yunus Samad: Fault lines of Nationalism. Roll Books, New Delhi 2007, P- 92,93.
25. Omar Noman: Pakistan Political and Economic History Since 1947. Kegan Paul, Landon; 1988 and 1990.
26. Ibid P- 287, 286.
27. Ibid P- 286.
28. Cyanedra Panday and Yunus Samad: Fault lines of Nationalism Roli Books, New Delhi, 2007 P- 95.
29. Ibid-P-94
30. Allen McGrath Destructing of Democracy in Pakistan, oxford university press, Karachi. 1996 P-104
31. G.M Syed: "Case of Sind" Fiction House, Lahore. 2012, P-266
32. Ibid P: 271
33. Z. A Bhutto: Pakistan: A federal or unitary state (Published in "Vision" Karachi, August 1954.) Reference drawn from climate and articles to Bhutto.
34. Published in Politics of People Vol. (I) Reshaping Foreign policy. Pakistan Publications. Rawalpindi P: 37, 38
35. Ibid P: 38, 40
36. Khalid B. Syeed, Pakistan The Nature and Direction of Change Prabger, 1980 P- 41,42
37. Ibid P- 42,43.
38. Ibid P- 43.
39. Allen McGrath. Destruction of Democracy in Pakistan. Oxford University Press Karachi. 1996 P: 104.
40. Ibid P- 203.

41. Ibid P- 203.
42. Omer Noman, Pakistan, Political and Economic History since 1947. Kegan Paul London. 1988 and 1990.
43. Ibid P-10.
44. Ibid.P-11.
45. Ibid P-11
46. Ibid P-13
47. Zulfiqar Ali Bhutto: Political of the People: Statements, Articles, Speeches Vol-1 Pakistan Publication 1948 -1966 P-37
48. Ibid P: 37
49. Mian Iftikhar-u-Din, Selected Speeches and Statements, Nigarishat, Lahore. 1971, P- 441
50. Ibid P- 440
51. Ibid P-44- Speech in constituent Assembly on September 8, 1955
52. Ibid P- 442.
53. Rizwan Malik, The politics of One Unit 1955-58, Pakistan Study Centre, University of Punjab, 1958,P-61-62
54. Shaikh Aziz, One Unit : A Dark Chapter in our History, Dawn review October 16, 2011.
55. Muntazra Nazir: Federalism in Pakistan, Early years, Pakistan Study Centre University of Punjab, Lahore 2008 P- 167.
56. Mohammad Waseem, Politics and the state in Pakistan, Nihar Publication ,Pakistan series: 10, 1994, P. 10-11.
57. Ian Talbot: Pakistan: a Modern History, Hurst and Co, London 2009, P-163.
58. Making Pakistan: a Tenable State P: 27-28.
59. Ibid 27-28.
60. Ibid, P-31.
61. Ibid P: 30-31.

پاڪستان جي دانشورن جي هن رپورٽ ڪي جن مرتب ڪيو تن ۾ شامل آهن:

Anis Haroon, Zulfiqar Ghulam Iftkhar Ali Haq, Tahir Mohammad Khan, Dr. Mubashar Hassan, Shahid Hafiz Kardar, Afrasiab Khattak, Hussain Naqvi, M.B Naqvi, I. A. Rehman, Fareed Shaheed, Anwar Syed and Hasan Jafar Zaidi.

62. Ibid P- 32
63. Making Pakistan: A Tenable State independent Planning commission of Pakistan, Repeat Ferozesons, Lahore 2009, P-33.
64. Ibid P: 33
65. Adeel Khan. 'Politics of identity Ethnic Nationalism and the state in Pakistan, Sage Publications, New Delhi.
66. Hayat, Delhi, April 12, 1964 Quoted in R. P. Yegorovas "the Sindhi Language, Nauka Publishing House, Central Department of oriental literature, Moscow, 1971, P-14.
67. H. T. Sorely, Shah Latif of Bhitt, Oxford University press, Karachi 1966, P: 111
68. Adeel Khan: Politics of identity Ethnic Nationalism and the state in Pakistan, P- 144.
69. Ibid P-144.
70. Ibid P-143.
71. Making Pakistan: A Tenable State P: 30.

72. Ibid P: 69-70.
73. Making Pakistan: A Tenable State P: 91
74. Ibid P: 93.
75. IAN Talbot, Pakistan: A Modern History. P(v).
76. Ibid:
77. Making Pakistan: A tenable State. Independent commission of Pakistan Report. Ferolzeson, Lahore 2009. P: 33-34.
78. Stephen Cohen: Idea of Pakistan, Vanguard Book, Lahore, 2005 P- 212.
79. Bashir Malik ,Indus Water Treaty In PETROPECTS Brite Books, Gaznisheet Urdu Bazar, Lahore 2005, P-128.
80. IAN TALBOT: Pakistan: A Modern History P: (I)
81. Ibid P: 163.
82. Stephen Cohen, Idea of Pakistan P- 226,227.
83. Ibid P 212- 213.
84. مزيد تفصيل لاءِ پڙهو Military inc- Inside Pakistan, Military Economy Oxford University Press, Karachi , 2007.
85. IAN TALBOT, Pakistan: A Modern History, P: 126.
86. Stephen Cohen: Idea of Pakistan P: 212.
87. For details read G. M. Syed's Book, The case for Sindh, Fiction House Lahore, Lahore 2012.
88. IAN TALBOT: Pakistan: A Modern History P: 185.
89. Christophe Jaferelot, Pakistan: Nation Nationalism and the state Vanguard, Lahore 2005, P: 16-17.
90. IAN TALBOT. Punjabization of Pakistan: Myth and Reality P: 52
91. Ref: FWO Agrees to vacate Toll Plaza Express News, June 8, 2012.
92. IAN TALBOT, Pakistan: A Modern History P: 302.
93. Zobia Abbas: Opp: Rap= CM For flouting energy Saving Measures Dawn June 16, 2012 P: 2.
94. سنڌ ۾ تيل ۽ گئس ڪمپنين جون سماجي ذميواريون ۽ ڪردار صفحو 8.9.10.
95. Ref: Pakistan Energy Year Book 2006.
96. Nizmudin Laghari, Thar Coal and Poverty Reduction, Dawn FBR November 8, 2004 and Shahid Noor Khan, Thar Coal :An Alternative Fuel Resource. Dawn FBR.
97. ڏيپلي ۾ لوڙ جي 45 ڪاٺين تي ڌارين جا قبضا. عوامي آواز 20 جون 2012.
98. Rizwan Malik: Politics of One Unit - 1955-58 Pakistan Study Centre University of Punjab Lahore 1988 P-1988.
99. M. Rashiduzzaman, Pakistan Study of Government and politics. 1967 P- 30.
100. ون يونٽ ۽ سنڌ ضميمو صفحو 414.
101. ايضاً صفحو 418.
102. ايضاً صفحو 418.
103. ايضاً صفحو 425.
104. ايضاً صفحو 425.
105. ايضاً صفحو 425.
106. ون يونٽ ۽ سنڌ صفحو 130.
107. ايضاً صفحو 140.
108. ايضاً صفحو 181.

109. ون يونٽ ۽ سنڌ صفحو 169.
110. ايضاً صفحو 151.
111. ايضاً صفحو 202-203
112. ايضاً صفحو 203- 205
113. ون يونٽ ۽ سنڌ صفحو 234
114. ون يونٽ ۽ سنڌ. پيج 201-202
115. ايضاً صفحو 254
116. IAN TALBOT, Pakistan: A Modern History P: 185.

امان الله شيخ

# تواريخ ۽ تواريخ جا ماخذ

قومن جو جياپو ۽ وقت جي حالتن سان منهن-مقابل ٿي بيهڻ جو دارومدار ۽ ذميواري جو واسطو علم، شعور ۽ سندن قومي تواريخ سان واڳيل هوندو آهي. ان ڪري سمجهڻ گهرجي ته تواريخ جا ماخذ (The sources) اهڙا بنيادي پيڙهه پٿر آهن جن وسيلي ماضيءَ جي واقعن، اتفاقن ۽ حادثن ڪي حال جي حالتن ۾ چنڊ ڇاڻ ۽ ڇيد ڪرڻ سان قومي تواريخ جي سٽاءَ ۽ رٿابندي وسيلي نئين عمارت سازيءَ يا اڏاوت جو بوتو تيار ڪري سگهجي ٿو.

انهي حوالي سان ذهن ۾ هندائڻ لازمي آهي ته تواريخ محض ڪٿا ۽ ڪهاڻي نه (جيئن سنڌ ۾ اڄا تائين سلسلو هلندو اچي پيو)، پر سماج جي مروج سياسي ۽ اقتصادي بيهڪ جو عڪس هوندي آهي.

انهي نقطہ نگاه کان سنڌ جي تواريخ ڏانهن صديون پوئتي نظر اچلائبي ته هِن ملڪ جي تواريخ سُٽ جو اهڙو منجهيل ڍيرو نظر ايندي جنهن کي اٽلائي پٽلائي کولڻ جي ڪوشش ڏانهن نالي ماتر ڌيان ڏنو ويو آهي. ان جي برعڪس تواريخ بابت ٻه انتهائون اختيار ڪيون ويون آهن:

1. سنڌ جي شاندار ماضي ۽ تواريخ کي هروڀرو مٿانهون چاڙهي آسمان تائين ڪڻي وڃڻ، سنڌ جي شاندار ماضيءَ جون دعوائون ۽ دم هڻڻ.
2. تواريخي واقعن ۽ اٿلن پٿلن کي محض وڏن ماڻهن، گهراڻن ۽ هيروز جي ڪرشمہ سازي سمجهڻ يعني تواريخ سازيءَ جي عمل ۾ عوام، سماج، سماجي ادارن ۽ عوام جي راءِ کي نظرانداز ڪرڻ.

انهي حوالي سان ڏسبو ته سنڌ ۾ ڪابہ مستند تواريخ سياسي ۽ سماجي پس منظر ۾ لکڻ جي نالي ماتر ڪوشش بہ نہ ڪئي وئي آهي.

پاڪستان جي معرض وجود ۾ اچڻ سان جيڪو سڀ کان سنڌائتو ڌڪ هڻي تواريخ جا بخيا اڌيڙيا ويا ته تواريخ کي ڏيهي حالتن سان برميچي لکڻ جو طريقہ ڪار ميساري ان کي فرقيوارانہ بنيادتي لکڻ جو غير منطقي ۽ غير واجبي وهنوار شروع ڪيو ويو. پاڪستان جي تواريخ کي اپڪنڊ جي

تواريخ جو هڪ حصو ڄاڻائڻ جي ابتڙ ان کي مذهبي ۽ فرقيوارانہ روپ سان سينگاري وچ اوپرجي تواريخ جو طفيلي ۽ ڳيجهو بڻايو ويو.

هونئن جديد قومي بيهڪ ۽ اڏاوت ۾ ان جا وسيلا يا ماخذ، جن ۾ کي اهم واقعا اچي وڃن ٿا انهن جي ڇنڊ ڇاڻ ۽ ڇيد ڪرڻ سان قومي تواريخ جي سٽاء ۽ رٿابندي ڏانهن ڪارائتي ۽ وقتائتي پيش قدمي ڪري سگهجي ٿي. انهيءَ حوالي سان ذهن ۾ هندائڻ لازمي آهي تہ تواريخ محض ڪٿا ۽ ڪهاڻي نہ (جيئن سنڌ ۾ اجا تائين اهو سلسلو هلندو اچي پيو) پر سماج جي مروج سياسي ۽ اقتصادي بيهڪ جو عڪس هوندي آهي.

انهي نقطہ نگاہ کان سنڌ جي صدين جي تواريخ جي ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ لاءِ سائنسي ۽ منطقي فڪر ۽ سوچ کان ڪم وٺڻ جي اشد ضرورت آهي. يعني متي ڄاڻايل تواريخ جي بنهي انتهائن مان پاند آجا ڪرائي عقل ۽ دليل جي بنياد تي راءِ قائم ڪرڻ کي تواريخ چئي سگهجي ٿو.

اسان کي تواريخ ۽ تواريخ جي ماضيءَ ۽ حال جي ماخذن جي ڪهڙي ضرورت آهي؟

تواريخ جا ماخذ هڪ اهڙي ڪڙي ۽ ڳانڍاپو آهن جنهن جي رهنمائيءَ ۾ حال جي صورتحال بابت ڇنڊ ڇاڻ ڪري مستقبل بابت رٿابندي ڪري سگهجي ٿي. جيئن تہ اسان جي ماضيءَ، حال ۽ مستقبل جون ڪڙيون هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهن تنهنڪري حال جي نئين سر اڏاوت لاءِ اسان کي تمام فينسٽائي سان ماضيءَ جي بي ثبوت ڪٿائن ۽ ڪهاڻين کان آجو ٿي لکڻ لازمي آهي. اهو ئي سنڌ جي تواريخ جي نئين سر اڏاوت جو اهم ۽ بنياد نڪتو آهي. ياد رکڻ گهرجي تہ سنڌ جي قومي تواريخ لکڻ جي سلسلي ۾ پنهنجن ڪمزورين، غلطين ۽ خامين جي نشاندهي ڪرڻ سان گڏوگڏ اهم تواريخي واقعن کي سامهون آڻڻ سان هڪ نئين سنڌ جي اڏاوت ممڪن ٿي سگهندي. انهن اهم تواريخي واقعن مان سنڌ جي ون يونٽ خلاف جدوجهد هڪ اهم ۽ بنيادي واقعو آهي. آئڊياز آدرش، سوچ ويچار جي اوسر ئي ردوبدل آڻيندڙ طبقي جي مثان اثر انداز ٿيندي آهي. سنڌ ۾ ردوبدل آڻيندڙ طبقي جو نمائندو اپرندڙ وچولو طبقو ۽ ان جا ساٿي ۽ ٻانهن ٻيلي پيڙيل هاري ۽ پورهيت طبقو آهن. تواريخ ۾ اڪيلي سرڪو بہ طبقو ردوبدل يا انقلاب آڻڻ ۾ سوڀارو ڪونہ ٿيندو آهي. جيستائين ٻين طبقن ان ۾ ڀاڱو جو ڪم نہ ڏيندو آهي. تنهنڪري:

- تبديلي جو مطلب محض اصلاحي تبديلي نہ پر سماج جي ردوبدل پڻ آهي.
- حاصل مطلب تہ اسان منتقليءَ (Transformation) جي هڪ عمل مان لا نگهائو آهيون.
- تواريخ ۾ واقعن جو اهم ۽ اثرائتو ڪارج هوندو آهي.

ان پسمنظر ۾ ون يونٽ جو ٽهڻ ۽ ان خلاف لاشعوري طور جدوجهد جيڪا اڳتي هلي هڪ شعور ۽ ردوبدل جي علامت بڻجي پئي. ان شعور جي مشعل ٻارڻ ۽ روشني پکيڙڻ جي علامت سنڌ جو جاگيردار، پير مير ۽ وڏيرو نہ پر گوڏن ڀر ريڙهيون پائيندڙ وچولي طبقي جو نمائندو ۽ عام ماڻهو هئا.

**اسان جي تواريخ ۾:**

- مهاراجا ڏاهر جي شڪست جا ڪارڻ
- جڏهن جهوڪ جُهربو
- 1843ع جي شڪست
- سنڌ جي پاڪستان ۾ شموليت
- سنڌ جي ون يونٽ خلاف جدوجهد

تواريخ جي هڪ اهم موڙ جي حيثيت رکن ٿا.

تواريخ، تواريخ جا ماخذ ۽ واقعا ڪنهن بہ قوم جي قومي تواريخ جو هڪ بنياديءِ لازمي جز هوندا آهن ڇاڪاڻ تہ انهن جي آڌار تي فڪري ۽ شعوري بنيادن تي جديد قومي تواريخ لکڻ لاءِ مال ۽ مصالحو ملندو آهي.

انهيءَ حوالي سان تورتڪ ڪبي تہ اڄ تائين سنڌ جي قومي تواريخ لکڻ لاءِ ڪا بہ سنجيده اڳڀرائي ڪانہ ڪئي وئي آهي. جيتريقدر پاڪستان جي تواريخ جو تعلق آهي تہ ان کي فرقيوارانہ بنيادن تي لکي بہ قومي نظرئي جي جواز لاءِ غير منطقي ۽ اڻ وڻندڙ طريقہ ڪار اختيار ڪيو ويو آهي. جيتوڻيڪ پاڪستان جي بانيڪارن جو پاڪستان جي معرض وجود ۾ اچڻ کان پوءِ بہ قومي نظرئي بابت چوڻ هو تہ ان جو ڪارج محض سياسي ڏي وٺ ڪرڻ هو. پوءِ سوال ٿو اٿي تہ" پاڪستان جي تواريخ" مان مقصد ۽ مراد ڇا آهي؟" پاڪستان جي تواريخ جو مقصد ۽ مفهوم هئڻ گهربو هو تہ هي ملڪ تواريخي پس منظر جي حوالي سان صدين جي تواريخ، تهذيب ۽ تمدن جو هندورو رهندو اچي پيو. هن ملڪ جو جڙاء مذهب جي بنياد تي نہ پر سڪيولر ۽ روشن خيال سوچ ۽ فڪر سان وابستہ هئڻ گهرجي پر انهيءَ راءِ کي رَد

ڪندي پاڪستان لاءِ اردو ۽ اسلام کي لازم ملزوم ڄاڻايو ويو. انهي لحاظ کان باني پاڪستان محمد علي جناح (1948ع) تي ڍاڪا ۾ مارچ 1948ع ۾ اردو ٻوليءَ کي ملڪ جي اڪيلي قومي ٻولي مڙهڻ جو اعلان ڪري نئين ملڪ جي بڻ بڻياد کي لوڏي ڇڏيو. ۽ خاص ڪري اڀرندي بنگال (هاڻوڪو بنگلاديش) جي رهواسين محسوس ڪيو ته اسلامي نشاة الثانيه جي نالي ۾ جيڪي به وعدا ۽ وعيد ڪيا ويا هئا سي رڻ پٽ جو خواب ثابت ٿيا. پر انهي پيچ ڏاهه جو انت اُتي ڪونه ٿيو. مذهب جي نالي ۾ فقط پاڪستان جو بلڊوزر گهمائڻ يا سيني تواريخي قومن کي ماري مچ ڪري پاڪستاني بڻائڻ جي جبر سان گڏ هيٺيان ڪارناما پڻ سرانجام ڏنا ويا:

1. ڪراچي کي سنڌ کان ڇني ڌار ڪري مرڪز جي گاديءَ جو هنڌ بڻائڻ- سنڌي ٻولي کي نيڪالي ڏيڻ.
2. بلوچستان تي فوج ڪشي ڪرڻ.
3. خيبرپختونخواه جي چونڊيل سرڪار کي برطرف ڪرڻ.
4. پنجاب ۾ غيريقيني ۽ ڏاڙهي پٽ جي صورتحال کي هٿي ڏيڻ.

قومن جي تواريخي سناءِ ۾ اهڙن واقعن جا ظاهري طور غير اهم پر ان جا ڏور رَس اثر ظاهر ٿيندا آهن جيڪي تواريخي سوچ ۽ لاڙن ۾ ردوبدل آڻي ڇڏيندا آهن. انهي حوالي سان اجا ڪجهه آڳاٽا اهم واقعا بيان ڪرڻ لازمي ڄاڻان ٿو:

1. واٽرلو جي جنگ.
2. وارن هيسٽنگس کي آمريڪا ۾ شڪست.
3. 1843ع فيبروري ۾ اميران سنڌ/ ٽالپورن جي شڪست.
4. 1904-05ع ۾ جپان جي روس کي شڪست

انهن واقعن جي ڳوڙهائي سان ڇنڊڇاڻ ڪبي ته هيٺيان نتيجا سامهون اچن ٿا:

1. واٽرلو جي جنگ فرانس کي بين الاقوامي سطح تي پنهنجي سامراجيت قائم ڪرڻ جي ڊڙ ۾ انگريزن آڏو هٽائي ڇڏيو.
2. وارن هيسٽنگس کي آمريڪا ۾ شڪست مان ئي آزاد آمريڪا جو سج اڀريو.
3. 1843ع اميران سنڌ جي شڪست سنڌ جي حصا پٽيون ٿيل وحدت قبائلي ۽ فرقيوارانه سماج کي شڪست ڏني.

4. جپان جي فتح ۽ روس جي شڪست جو نتيجو اڳتي هلي روسي انقلاب جو هڪ ڪارڻ بڻيو.

ائين چوڻ ۾ ڪوبہ وڌاءُ ڪونهي تہ مياڻيءَ جي جنگ 1843ع فيبروري ۾ سنڌ کي ڌارين جي غلاميءَ ۾ داخل ڪرڻ سان گڏوگڏ هڪ نئين ردوبدل سان منهن مقابل ڪيو.

هتي اسان لاءِ لازمي آهي تہ ڪنڌ ورائي پوئتي ڏسون تہ ميرن جي شڪست جا ڪهڙا ڪارڻ هئا. انهن حالتن جو احاطو مون پنهنجي اڻ ڇپيل پيپر بعنوان "سنڌ جو سياسي ۽ سماجي وائيٽ پيپر" ۾ هينئين ريت ڪيو آهي:"سنڌ تي انگريزن جي قبضي ڪرڻ کان اڳ ميرن جي صاحبي هئي. اميران سنڌ نيم قبائلي ۽ جاگيردارانہ سرشتي جا نمائندا هئا. انهن سنڌ جي وحدت کي ختم ڪري حصا پتيون ڪري ڇڏيو هو. انهن سنڌي سماج ۾ ڪنهن بہ صحت مند ۽ عوام دوست ڦير ڦار آڻڻ جي بجاءِ مروج زرعي سماج کي بہ مورڳو نيست نابود ڪري زرعي زمينن کي شڪار گاهن ۾ تبديل ڪيو. ان کان سواءِ مذهبي فرقيواريت جي اثر هيٺ رهندي هندو جاتيءَ سان چڱا پير نہ ڀريا. جنهن ڪري نائون مل جهڙن محب وطن ماڻهن بہ بيزار ٿي انگريزن جو ساٿ ڏنو. ان سان گڏوگڏ زرعي سرشتي جي تباهي سبب عام ماڻهن ۾ بک ۽ بي روزگاري ۾ ڏينهون ڏينهن اضافو ٿيڻ لڳو ۽ حڪمران عوام جي سهڪار کان محروم ٿيڻ لڳا. انهيءَ مجموعي صورتحال ۾ جڏهن انگريزن سنڌ تي حملو ڪيو تہ اندروني طور اڌوهي کاڌل سماج ڦهڪو وجي ڪيو. ۽ سنڌ رهيل کهيل آزادي بہ وڃائي ويٺي. اڃا بہ اڳتي هلي 1847ع ۾ انگريز حڪمرانن سنڌ جي نالي ماتر حيثيت کي بہ ختم ڪري بمبئي سان ڳنڍي هڪ ڪمشنر جي ماتحتيءَ ۾ ڏئي ڇڏيو."

انگريزن جيتوڻيڪ سنڌ تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ مروج جاگيردارانہ ۽ نيم قبائلي سرشتي کي جيئن جو تيئن رهڻ ڏنو. پر انتظامي لحاظ کان سخت گير سڌارا آڻي قانون جي بالادستي کي قائم ڪيو. ان کان علاوه سنڌ جي قدامت پرست تعليمي سرشتي جي جاءِ تي جيڪو فارسي ٻوليءَ جي زير اثر هو, ان کي ختم ڪري سنڌي ٻوليءَ جي موجوده الفابيٽ 1851ع ۾ تيار ڪري سنڌيءَ کي سرڪاري زبان طور لاڳو ڪيو. جيتوڻيڪ سرڪار جو مٿئين سطح تي لکپڙهہ جو ڪاروهنوار انگريزي ۾ هلندو هو. پر سنڌي عوام سان ويجهڙائي حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌي ٻولي جي ترقي ڏانهن جوڳو ڌيان ڏنو.

۽ ڪنهن بہ غير سنڌي ڪاموري جي سنڌ ۾ تقرري لاءِ سنڌي سکڻ لازمي قرار ڏنو ويو. آمد و رفت جي سرشتي کي وڌيڪ اثرائتو بڻائڻ لاءِ ڪراچي کان ڪوٽڙي تائين 1861ع ۾ ريلوي لائين وڇائي وئي.

سنڌ جو جاگيردار، پير، مير، وڏيرو طبقاتي لحاظ کان ايندڙ نئين ردو بدل آڏو رنڊڪ بڻجي بيٺو رهيو. ان جي ابتڙ هندو جاتي جنهن جو پڙهيل ڳڙهيل طبقو جيڪو ماضيءَ ۾ ميرن جو مالي وهنوار جو سنڀاليندڙ هو جن کي عامل سڏيو پي ويو ۽ واپاري طبقو جيڪو شڪارپور ۾ يا اڳتي هلي ڪراچي ۾ ثانيڪو ٿيو. جنهن کي پائيبند چيو وڃي ٿو. انهن ٻنهي گروهن نہ رڳو جديد تعليم پرائڻ ڏانهن ڌيان ڏنو. هڪ گروهہ اڳتي هلي نئين آيل سرڪار جي ملازمت اختيار ڪئي. ۽ ٻيو طبقو واپار ڏانهن وڌيڪ متوجہ ٿيو جنهن کي سنڌ ورڪي پڻ چيو وڃي ٿو. اهو سنڌي عامل ۽ سنڌ ورڪي سنڌ جي جديد سول سوسائٽي جو نمائندو ٿي اڀريو. ۽ اڳتي هلي جڏهن 1885ع ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس جو پايو پيو تہ سنڌ مان سينٽرل ڪاميٽي تي نمائندگي ڪندڙ سيٺ وشنداس ۽ غلام محمد ڀرڳڙي هئا.

ابتدائي دور ۾ تہ ڪانگريس جي ڇانوري هيٺ اڀرندڙ نئون سياسي ۽ سماجي طبقو جيڪو مستقبل ۾ هڪ سگهاري وچولي طبقي جي شڪل اختيار ڪرڻ ڏانهن پيش رفت ڪري رهيو ان ابتدا ۾ محض انگريز سرڪار آڏو درخواستن ۽ عرضداشتن وسيلي پنهنجا مطالبا پيش ڪرڻ جو سلسلو شروع ڪيو. (هونئن بہ مجموعي طور ڪانگريس جي جوڙجڪ سيڪيولر بنيادن تي رکي وئي هئي.) آخرڪار هلندي هلندي ڪانگريس تي قوم پرست ۽ روشن خيال ذرين جو غلبو ٿيڻ لڳو. ائين سنڌ بہ نئين سياسي سجاڳي جي اثر کان رهي نہ سگهي جنهن ڪري سنڌ ۾ بمبئي کان آزاديءَ جو تصور بہ اڀرڻ لڳو. سنڌ ۾ سيڪيولر قوم پرستي ۽ روشن خياليءَ جا بہ اهم نمائندا سيٺ هرچند راءِ وشنداس ۽ رئيس غلام محمد ڀرڳڙي ليکي سگهجن ٿا جيڪي پڻ ڪانگريس جا ميمبر هئا.

انگريزن جيئن ئي محسوس ڪيو تہ ڪانگريس پارٽيءَ جي مٿان قوم پرست، روشن خيال ۽ آزادي جو طلبگار طبقو قابض ٿي رهيو آهي تہ مذهبي فرقيواريت کي هوا ڏيڻ لاءِ مسلمانن تي هٿ رکيو. هونئن بہ ڪانگريس نهڻ جي سر سيد احمد خان مخالفت ڪندي هڪ نئين جماعت آل انڊيا محمدن ايجوڪيشنل ڪانفرنس 1886ع ۾ ناهڻ جو اعلان ڪيو هو. ان

ڪان به اڳ 1880ع ۾ سيد امير علي نيشنل محمدن ائسوسيشن ٺاهي لارڊ رپن آڏو عرضداشت رکندي مسلمانن جي جداگانه سڃاڻپ جو مطالبو ڪيو هو. ائين جڻ ته هندو اڪثريت جي بالادستي کان بچاءِ طور پنهنجن مفادن ۽ مستقبل جي حفاظت جو اونو ڄاڻائڻ هو. اتان ئي مسلمانن جي جداگانه قومي تصور جنم ورتو. انت ته 30- ڊسمبر 1906ع ۾ نواب سليم الله خان جي سربراهيءَ ۾ سر آغا خان جي پٺڀرائي سان ڍاڪا ۾ مسلم ليگ جو پايو وڌو ويو.

متي ڄاڻايل نندي ڪنڊ جي اهم واقعن جو ڇيهه وڃي 1947ع جي ورهاڱي تي ٿيو. پر جيئن ته انگريز دؤر جي ڇاجي پيٽي ۾ يو پي سي پي جي مسلم اقليتي سياسي موقعي پرستن ۽ پنجاب جي فوجي سگهه سبب ڪين برتري حاصل هئي تنهنڪري ورهاڱي بعد به ساڳين ئي عنصرن ڪي ملڪي حڪمراني جو "مستحق" قرار ڏنو ويو. جي گڏيل چاهت اڳتي هلي "ون يونٽ" رٿا جو عملي روپ ورتو.

اسان جي دوست محترم اعجاز قريشي صاحب تواريخ جي ان اهم واقعي ڪي پس منظر ۽ پيش منظر سميت بيان ڪري سچ پچ ته تواريخ نويسيءَ جي سلسلي ۾ هڪ اهم ۽ بنيادي نوعيت جو ڪارنامو سرانجام ڏنو آهي. جيڪو اميد ته سنڌ جي قومي ورڪرن، ساڃاهه وند حلقي ۽ نئين ٽهي جي مطالعي ۽ سندن تعليم ۽ تربيت لاءِ ريفرنس بڪ (Reference Book) جي حيثيت ماڻيندو.

ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ

# ساڃهه وند قومون ئي تاريخ سهيڙينديون آهن!

ون- يونٽ تي پروفيسر قريشي جو بي مثال تحقيقي پورهيو

قومن کي بي دڳو بنائڻ جو آسان طريقو اهو آهي ته ڪائنس تاريخ کان منهن موڙائي ڇڏجي. جڏهن به ڪا قوم تاريخ سهيڙڻ ۽ پڙهڻ کان پاسيرو ٿي وڃي ته پڪ ڄاڻو ته انهيءَ اجهو ڪي اجهو حالتن جي راهن ۾ پاڻ رلائي ڇڏيو. قومن جي تشخص ۽ بقاءَ لاءِ تاريخ ڪيتري اهم آهي ۽ تاريخ جو مطالعو ڪيڏو ضروري آهي؟ ان لاءِ هڪ معمولي مثال پاڻ کي ڌيان ۾ رکڻو پوندو:

اوهان چرين جي اسپتال جو دورو ڪيو. اتي اوهان کي ڏٺو وائٺو اهو محسوس ٿيندو ته چرين کي اجايو واڙيو ويو آهي. هر ڪنهن جو رويو، پنهنجي رويئي جيان بهتر نظر ايندو. پر ويني ويني ڪنهن نه ڪنهن چريئي کان ڪا اهڙي حرڪت ۽ حماقت ٿي ويندي جو هو اپ ڦاڙڻ ۽ ڏرتي ڏارڻ وارو ڏيک ڏيندو. هن کان اهو وسري ويندو ته ڪجهه منٽ اڳ هو ڇا هو ۽ هاڻي هو ڇا ٿي پيو آهي. هن کان هر ڳالهه وسري ويندي. هن جو حافظو ختم ٿي ويندو.

جڏهن هڪ ماڻهوءَ جو حافظو ختم ٿي وڃي ٿو ته اسان کيس چرين جي سٽ ۾ شمار ڪيون ٿا. پر جيڪڏهن ڪنهن قوم جو "اجتماعي حافظو" ختم ٿي وڃي ته ان کي چريو نه چئجي ته پيو ڇا چئجي؟ اسان جو اهو ئي حشر آهي. اسان پنهنجو "اجتماعي حافظو" يعني تاريخ وساري ۽ وڃائي ويٺا هيون. ان ڪري اسان جا افعال ۽ پرڪار ڪنهن به صورت ۾ چرين کان مختلف نه آهن. اسان جي انفرادي ۽ اجتماعي وهنوار ۽ روين مان اها چريائپ پٽي سگهندي آهي.

مثال طور اسان مان هر ڪو پيو اها دعويٰ ڪندو ته هو جو سوچي رهيو آهي، يا جو ڪري رهيو آهي. اهو پهريون دفعو ڪري رهيو آهي. هن کان اڳ نه ڪنهن ائين سوچيو يا ڪيو. اسان هر روز پنجن منجهان پندرهن ائين سڀدا پيا وڃون. هر ڪو هڪ سر جي مسيت ناهي ٿو. جو ته سندس خيال ۾ ڪنهن اڳ ڪنهن مسيت ناهي ئي ڪانهي. ۽ اهو ڪارنامو فقط هن ئي سر

انجام ڏنو آهي.

هاڻي جيڪڏهن ماضي جو مطالعو ٿيل هجي ته پوءِ اسان جي سوچن ۽ لوچن ۾ فرق اچي وڃي. اسان کي خبر پئي ته اسان کان اڳ اسان جي وڏڙن سوچن ۽ لوچن جي سفر کي ڪيترو طئي ڪيو ۽ قافلي کي ڪٿي پهچايو. جتان اسان ڪم کي ڪٿون. ماضي سوچن ۽ لوچن کي تسلسل ڏيندو آهي. ارتقاء جو عمل اٿين جاري رهندو آهي. جيڪڏهن ماضي ذيان ۾ نه هوندو ته تسلسل قائم نه رهندو. "ارتقاء" جو عمل رڪجي ويندو ۽ هر دفعي "ابتدا" پئي ٿيندي رهندي. جيئن اسان وٽ آهي ۽ هرڪو چئي ٿو ته "مان جو ڪم ڪيان ٿو، اهو اڳ ۾ نه ٿيو آهي، آئون باني آهيان". جڏهن ته مهين جي دڙي کان وٺي اجوڪي ڏينهن تائين اسان جي وڏڙن پنهنجي تجربن، مشاهدن، عملن ۽ رد عملن جو بي حساب مقداري ۽ معياري رڪارڊ ڇڏيو آهي. پر بد قسمتيءَ سان، تاريخ سان عدم دلچسپيءَ ڪارڻ اسان انهيءَ مان لاڀ پرائي نه سگهيا آهيون.

ساجهه- وند ماڻهو انهيءَ صورتحال کي نظر ۾ رکي، پنهنجي علمي، قلمي ۽ تحقيقي پورهيي سان پنهنجي قوم کي ماضي ياد ڪرائڻ جيُ جاکوڙ ڪندا آهن. محترم پروفيسر اعجاز قريشيءَ جو هي ڪتاب اهڙي "محبت- هاڻيءَ محنت" جو نتيجو آهي.

پروفيسر اعجاز قريشيءَ صاحب اڌ صدي جي آڳاٽي هڪ اهم ترين واقعي کي جنهن پيرائتي انداز سان بيان ڪري، ان کي تاريخي ڊاڪيومينٽ جي حيثيت ڏني آهي، ان لاءِ هن کيرون لهڻيون! هن صاحب جڏهن به لکيو آهي، ته ان مان سنجيدگي ۽ محنت جي خوشبوءِ ايندي آهي. پاڻ آهي ته اقتصاديات جو ماهر، پر سندس تاريخي تحقيق وارو جذبو ۽ شعور هن جي باقي علمي ۽ قلمي روين کان اتم نظر اچي ٿو.

ون يونٽ، سنڌ لاءِ هڪ ناقابل تلافي هاجيڪار واقعو هئو. هن کي جيڪڏهن 1940ع واري ڏهراءَ جي پڄڪڙي ۽ سياسي ويساهه گهاتي چئجي ته وڌيڪ مناسب ٿيندو. "خلافت تحريڪ" ۽ "آزادي جي تحريڪ" جي نوعيت ۽ حيثيت جهڙي تحريڪ سنڌ ۾ جنم ورتو ۽ آخرڪار عوام ان ۾ سوپيارو ٿيو ۽ ون يونٽ جو ڳٽ اسان جي ڳچيءَ مان لاٿو ويو.

پاڪستاني دور جي هيءَ سنڌ واسين جي تاريخ ساز تحريڪ هئي. اها جيڪڏهن محفوظ نه ٿئي ها ته سنڌ جي مزاحمتي سياسي تاريخ جو هڪ

اهم باب اسان کان اوجهل ٿي وڃي ها. جس هجي پروفيسر اعجاز قريشي کي جنهن هن واقعي ۽ تحريڪ تي وقتائتو قلم کنيو.

اها تاريخ جي نه، پر تشهير جي جادوگري آهي جو تاريخ جا ڪيترا هيرا ڪک ٻڄي ويا ۽ ڪک وري لک ٻڄي ويا. پروفيسر اعجاز قريشيءَ تاريخ کي تشهير جي اهڙيءَ ويساهه- گهاتي کان بچائڻ جي تعريف لائق ڪوشش ڪئي آهي. اسان جي اقتدار پرست اپر ڪلاس عوامي تحريڪن دوران جيڪو ڏنڌ جي پڪيءَ جهڙو ڪردار ادا ڪيو آهي. ان کي هن انتهائي غير جانبداري سان وائکو ڪيو آهي. ڏنڌ جو پڪي جيئن "ڪڏهن هِن پر ته ڪڏهن هن پر" هوندو آهي. اها نفسيات اسان جي مٿئين ڪلاس جي وڏي حصي جي رهي آهي. اهو شخص جيڪو ڪراچي کي وفاق حوالي ڪرڻ خلاف تڏهوڪي وزيراعظم پاڪستان سان مهاڏو اٽڪائي بيٺو ۽ اسيمبليءَ جي ايوان ۾ واڪا ڪندي چيائين ته: "جيڪڏهن اسان کي خبر هجي ها ته اوهان هنئن ويڏن ڪندا ته اسان پاڪستان کي نه ٺاهيون ها". سو ماڻهو نالي ماتر وڏ وزارت جي نالي ۾ سموري سنڌ ون يونٽ لاءِ ڏئي ويٺو.

انگريزن جي زماني ۾ سرڪار جي هڪ پاڙيتو مولويءَ خلافت ۽ عدم تعاون تحريڪ خلاف فتويٰ ڪڍي. انهي تي سنڌ جي مشهور پيرن، درگاهه نشينن ۽ مولوين تائيدي نوٽ لکيا. پوءِ جڏهن انهي فتويٰ جو رد آيو ته عوامي دٻاءَ هيٺ ساڳين ماڻهن وري رد واريءَ فتويٰ جي تائيد ڪئي. ڏنڌ جي پکين وانگر اسان جا اسيمبلي ميمبر به ون- يونٽ جي حوالي سان "ڪڏهن هن پر ته ڪڏهن هن پر" رهيا. سنڌن اهڙيءَ ساڌي جيان رنگ مٽائڻ واري عادت سنڌ کي ڪاپاري ڌڪ هنيو. ون يونٽ جي ڳٽ پوڻ کان پوءِ اسان کي جيڪي اقتصادي، تعليمي، علمي ۽ ادبي نقصان پهتا. ان جو تفصيلي ذڪر اعجاز قريشي صاحب پنهنجي هن ڪتاب ۾ ڪيو آهي. جي پنهنجو وس پڄي ته سنڌ کي پهتل اهو چيهو ڏنڌ سميت انهن ماڻهن يا سندن اولاد کان ڀرائي ونجي. جن واڇون ٽيڙي سنڌ اسيمبليءَ اندر ون يونٽ جي حق ۾ ووٽ ڏنو.

اها تشهير جي جادوگري آهي جو جن ماڻهن هيرو شيما ۽ ناگا ساڪي تي بم ڪيرائي، لکين ماڻهو ماريا. انهن کي ڪو اج اف چوڻ وارو به ڪونهي، پر هٽلر، جنهن ڪين ڏينهن جا تارا ڏيکاريا. تنهن کي پروپيگنڊا ذريعي ايترو ته بدنام ڪيو ويو، جو هن جي نالي وٺڻ کي ئي گناهه ڄاتو وڃي ٿو. سنڌ ۾ بنهه اهڙي صورتحال مرحوم جي. ايم. سيد سان ڪئي وئي آهي.

هن شخص سان هزارين اختلاف رکي سگهجن ٿا، پر سندس سنڌ – دوستي ۽ سنڌ جي مفادن ۾ مزاحمتي روين ۽ تحريڪن ۾ اڳواڻي ڪرڻ واري ڪردار کان انڪار ڪري نہ ٿو سگهجي. جي. ايم سيد ۽ سندس ساٿين جيڪو ون يونٽ جي خلاف ڪردار ادا ڪيو ۽ عوام کي انهي حوالي سان هڪ پليٽ فارم تي گڏ ڪيو، اهو تاريخ جي سونهري ورقن ۾ محفوظ ڪرڻ جهڙو آهي. اها سندس مدبرانہ صلاحيت هئي ۽ سنڌ جي مظلوميت جو اثر هو جو ذوالفقار علي ڀٽي جهڙو ماڻهو بہ ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي ون يونٽي دشمن سياستدانن ۽ جي. ايم سيد سان گڏجي ڪم ڪرڻ لڳو. اها جي ايم سيد جي سياسي بصيرت ۽ اهليت هئي جو هن سرحد ۽ بلوچستان صوبن کي انهي تحريڪ جو اٽوٽ ساٿي بڻائي ڇڏيو.

گل حيات انسٽيٽيوٽ ۾ سنڌ عوامي محاذ، ان جي پارليامينٽري ڪاميٽي، عوامي محاذ جي جلسن جا وچور ۽ تفصيل، ”ون يونٽ-ٽوڙ ڪاميٽي“ جا اشتهار ۽ هينڊ بل، ”عوامي محاذ جو آئين“، ”اينٽي يونٽ فرنٽ صوبہ سرحد“ جا سپاسناما ۽ سرحد خواهہ بلوچستان جي سياستدانن جا خط ۽ تارون محفوظ آهن. اهو سمورو مواد انهيءَ ڳالهہ جي نشاندهي ڪري ٿو تہ سنڌ جو عوام سنڌ ۽ پنهنجي روشن مستقبل تي مات ڪري ويهڻ وارا آهن ئي ڪونہ.

انهن مٿي ذڪر ڪيل تاريخي دستاويزات کي هتي ورجائڻ ان لاءِ ضروري آهي جو محترم پروفيسر اعجاز قريشيءَ جي هن ڪتاب ۾ انهن دستاويزن جو تاتپرج ۽ روح موجود آهي. ان هوندي بہ هڪ اڌ دستاويز جو حوالو ڏيڻ بي وقتو نہ ٿيندو.

سنڌ عوامي محاذ اسيمبلي پارٽي جي ليڊر محترم جي. ايم. سيد اسيمبلي رول نمبر 115 پٽاندڙ جيڪا پٽيشن پنهنجي ساٿين جي تائيد ۽ رضامندي سان سنڌ ليجسليٽو اسيمبليءَ جي اسپيڪر معرفت سنڌ جي گورنر کي موڪلي، انهي تفصيلي عريضي جو هي اقتباس ملاحظہ فرمايو:

”سنڌ جي قانون ساز اسيمبلي، مسلم ليگ ۽ سنڌ جي ٻين سيني سياسي جماعتن، ۽ عوامي ادارن، اخبارن ۽ عام جلسن ۽ جلوسن ۾ عام متحد مخالفت باوجود سنڌ جي جغرافيائي، اقتصادي، سياسي، اجتماعي ۽ ثقافتي يڪ وجودگيءَ کي ٽوڙيو ويو. سنڌ جي تهيل تڪيل، جيئري جاڳندي جسم کان ڪراچي ۽ ان جي آس پاس جهڙي صحت مند رئيس عضوي کي

ڪتي ڌار ڪرڻ سان سنڌ کي جيڪو عظيم نقصان رسايو ويو آهي، تنهن جي ڪڏهن به تلافي ٿي نه ٿي سگهي. سنڌ جو فقط مالي نقصان جنهن ۾ سندس سيڙايل سرمايو ۽ ساليانو آمدني جا انگ شامل آهن. تقريباً هڪ سو ڪروڙ روپين کان به وڌيڪ ٿئي ٿو. سنڌ کي هي جيڪو مادي نقصان پهتو آهي، رڳي ان جي تلافي ڪئي وڃي ته به شڪر، پر ائين پيو ڏسجي ته انهي ڳالهه جي به حڪومت پاڪستان کي اجا خير ڪا ڳڻتي آهي. سنڌ کي جيڪو معاشرتي، تهذيبي، تعليمي ۽ سياسي نقصان سهڻو پيو آهي، تنهن جو رڳو اندازو لڳائڻ ۽ شمار ڪرڻ کان ٻاهر آهي."

پروفيسر اعجاز قريشي جو هي ڪتاب جهڙوڪ نقصان جي اهڙي اندازي لڳائڻ جي عالماڻي ڪوشش آهي. هن ڪتاب ۾ اقتصادي نقصانن کان علاوه تعليم، ٻولي، ملازمتن ۽ سماجي حوالن سان ون-يونٽ جي ڪيترن منفي اثرن جي پڻ نشاندهي ڪئي وئي آهي. ان کان علاوه سندس هي ڪارنامو پڻ ليکيو ويندو ته ان موضوع تي وڌيڪ تحقيقي ڪم ڪرڻ لاءِ راه هموار ڪئي اٿس. هن صاحب جهڙوڪ گنجائش پيدا ڪئي آهي ته:

"The Source Material on Anti-one unit movement"

جي سري هيٺ گهٽ ۾ گهٽ هيٺ ڄاڻايل دستاويزي مواد ڪتابي صورت ۾ گڏ ڪيو وڃي:

1. سنڌ عوامي محاذ جو آئين ۽ اغراض و مقاصد.
2. سنڌ عوامي محاذ قائم ڪرڻ لاءِ ٿيل گڏجاڻين جا تفصيل.
3. سنڌ عوامي محاذ جي دفتري ڪارروايون ۽ گڏجاڻين جو رڪارڊ.
4. سنڌ عوامي محاذ طرفان جاري ڪيل پوسٽر، پمفليٽ، اشتهار وغيره.
5. سنڌ عوامي محاذ طرفان سڏايل عوامي ميڙاڪن جا تفصيل.
6. ون-يونٽ خلاف باقي سياسي، سماجي ۽ علمي تنظيمن جي ڪارڪردگي جو رڪارڊ.
7. اخبارن ۾ شايع ٿيل تحريڪ بابت خبرون، ايڊيٽوريل ۽ خط وغيره.
8. اينٽي ون- يونٽ تحريڪ جي اڳواڻن، عهديدارن ۽ مکيه ڪارڪنن جي احوال ۽ ڪارڪردگي جو رڪارڊ.
9. ون يونٽ بابت اسيمبلين جون ڪارروايون.
10. ون يونٽ ٺاهڻ ۽ ڊاهڻ بابت پاڪستان سرڪار جا نوٽيفيڪيشن.
11. اينٽي ون يونٽ تحريڪ جي تصويري تاريخ.

12. ون يونٽ تحريڪ جي ڪرانالاجي.
13. ون يونٽ جي حوالي سان پنجاب جو ڪردار.
14. ون يونٽ خلاف صوبي سرحد جو ڪردار.
15. ون يونٽ خلاف صوبي بلوچستان جو ڪردار.
16. ون يونٽ خلاف تڏهوڪي اوڀر پاڪستان جو ڪردار.

ون يونٽ خلاف سنڌ ۾ جيڏي وڏي تحريڪ هلي ان تي تحقيقي ڪم به تحريڪ وانگر ڪرڻ گهربو هو. انهي ڏس ۾ پروفيسر اعجاز قريشي هي ڪتاب لکي بنيادي پيڙهه جو پٿر رکيو آهي، باقي ڪم ڪي اڳيني وڌائڻ لاءِ ٻين دوستن کي اڳتي قدم کڻڻو پوندو. پر جڏهن به اهو ءِ اهڙو ڪم ٿيندو ته انهي ٽيم ۾ اڳواڻي پروفيسر اعجاز قريشي کي ڪرڻي پوندي. ڇو ته هن ڪتاب لکڻ سان هي صاحب ائنتي ون يونٽ تحريڪ جي ماهر محقق جي حيثيت وٺي چڪو آهي. انهي حوالي سان گل حيات انسٽيٽيوٽ يا مون تي جيڪا خدمت رکي وئي ان کي اڪين ۽ دل سان قبول ڪيو ويندو.

ممتاز مهر

# اينٽي ون يونٽ تحريڪ جون ڪجھ سارون ٽيون

28 نومبر 1969ع تي جڏهن اُن وقت جي گڏيل پاڪستان جي صدر جنرل يحيٰ خان هڪ قومي نشريي ۾ ون يونٽ ٽوڙڻ جو اعلان ڪيو هو تڏهن سموري سنڌ ۾ جشن ملهايا ويا. منهنجي جنم ڀوميءَ واري شهر سکر ۾ پڻ رات جو مشعل هٿن ۾ کڻي اسان شهر جي مين روڊن تي جلوس ڪڍي "جيئي سنڌ" جا نعرا هنيا هئا. اُن کان اڳ سکر جي گهڻتا گهروٽ ون يونٽ جي حمايتي پناهه گير ۽ پنجابي شاگردن بک هڙتال جو ناٽڪ رچايو هو جنهن جي سرپرستي جماعت اسلامي ۽ ڪي سرمائيدار ڪري رهيا هئا. ون يونٽ جي حمايت ۾ اها ڪئمپ اسان سنڌ دوستن لاءِ اک ۾ ڪنڊو محسوس ٿي رهي هئي. ان ڪئمپ کي ٽوڙڻ لاءِ مون پنهنجي ڪن نوجوان ساٿين محمود صديقي، قيوم لالائي، فتاح پتوءِ نبي بخش کوسي سان صلاح ڪئي ۽ پوءِ نشاط سئنيما جي سامهون مڪئي هوٽل جي تندور مان ٻرندڙ ٻنديون کڻي اچي ڪئمپ تي حملو ڪيوسين. اسان سان گڏ نشاط سئنيما ۾ ڪم ڪندڙ دلوڪ مڪراني (داداگير) به هو جنهن چاڪوءَ سان ڪئمپ جي تنبوءَ جا رسا ڪٽيا ۽ اتفاقن وٽ وٺان ۾ ڪن ڪئمپ وارن کي رهڙيون به آيون. ڪئمپ ته ٽٽو پر اسان 14 ڄڻن تي ڪيس داخل ڪيا ويا ۽ گرفتاريون ٿيون. ضمانتن کانپوءِ ڪيس سٽي مئجسٽريٽ وٽ هليو ۽ وقت گذرڻ سان ڪيس به ختم ٿيو. ان ڪيس ۾ سنڌي وڪيلن اسان جي سٺي مدد ڪئي، خاص طور رشيد پٺي. ياد اچي ٿو ته ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي سکر ۾ ئي هڪ پريس ڪانفرنس کي خطاب ڪندي صدر جنرل يحيٰ کان مطالبو ڪيو هو ته" هاڻي گهڻو ظلم ٿي گذريو آهي جيڪو برداشت کان ٻاهر آهي سو اي يحيٰ خان هاڻي ون يونٽ جي خاتمي جو اعلان ڪر." ڪامريڊ جا لفظ مبارڪ ثابت ٿيا ۽ جهڙي طرح ون يونٽ هڪ ايگزيڪيوٽو آرڊر تحت وجود ۾ آيو هو. تهڙي طرح هڪ ايگزيڪيوٽو آرڊر هيٺ اهو ختم ٿيو. پر ون يونٽ جي خاتمي جو اصل ڪارڻ سنڌ، سرحد (پختونخواه) ۽ بلوچستان جي عوام جي جدوجهد ۽

قربانيون هيون. صدر ايوب جي دور ۾ بلوچ گوريلا اڳواڻ نو روز خان کي عمر قيد جي سزا ڏني ويئي هئي ۽ سندس پٽن ۽ پائٽين کي حيدرآباد ۽ سکر جي جيلن ۾ ڦاسيون ڏنيون ويون. ڇو ته بلوچن پنجاب اسٽيبلشمينٽ جي ان ڪالونائيزيشن خلاف هٿيار بند جدوجهد شروع ڪري ڏني هئي. ٻيو سبب اوڀرندي مشرقي پاڪستان ۾ پاڪستان کان وڌنڌڙ علحيدگيءَ جي تحريڪ هئي ڇو ته بنگالي پڻ پاڪستان رياست ۾ بدتر بيٺڪي راڄ جو شڪار هئا جنهن جو مثال برٽش بيٺڪي راڄ به ٻڌجي نه ٿو سگهي. ڇاڪاڻ ته برٽش راڄ دوران لوڪل ماڻهن کي هوريان هوريان جديد طرز زندگيءَ ڏانهن مائل ڪيو پئي ويو. مثلن برٽش دور ۾ جيڪڏهن سنڌ ۾ سنڌي ٻولي تعليم جو ذريعو ۽ سرڪاري ٻولي نه ٻڌجي ها ته پوءِ اڳتي هلي جديد سنڌي قوم پرستي به نه وڌي ها ۽ ان سيڪيولر قوم پرستيءَ جو سنڌي عوام تي اثر به نه پوي ها. پر جدت پسند انگريز الائجي ڪهڙي مصلحت خاطر سنڌ ۾ جاگيردار طبقي کي ٽوڙڻ بجاءِ ان کي ويتر هٿي ڏني، جنهن ڪري عام سنڌي عوام پارٽيشن کان پوءِ پاڪستاني اسٽيبلشمينٽ جي ملي ڀڳت سان سنڌي وڏيرن جي وڏيڪ ماتحتي ۽ ڪنٽرول ۾ اچي ويو. نندي ڪند جي ورهاڱي سبب سجاڳ سنڌي هندو مڊل ڪلاس جي نيڪاليءَ کان پوءِ سنڌ جي وڏن شهرن تي پناهگيرن جو قبضو ٿي پيو. پاڪستان جي پهرين وزيراعظم لياقت علي خان جي سنڌ دشمني هن جي تقريرن مان ظاهر هئي جنهن سنڌين کي گڏهه ۽ اٺ هڪليندڙ سڏيو هو ۽ پناهگيرن کي باور ڪرايو هو ته هُو اعلیٰ مغليه ڪلچر جا نمائندا ۽ فاتح سنڌ آهن. سنڌ ۾ لساني ڪشيدگيءَ جو باني لياقت علي خان هو، جنهن جي حمايتين اِهو به چيو ته" جيڪي سنڌي سنڌي ڪن ٿا ۽ اردو سان عداوت رکن ٿا انهن جو ايمان ڪمزور آهي. "يعني اردوءَ جي بالادستيءَ کي قبول نه ڪرڻ جو مطلب ٿيو "ايمان جي ڪمزوري". بنگالين سان به اهڙي روش رکي ويئي نتيجو هٿيار بند ويڙهه ذريعي پاڪستان کان علحيدگيءَ جي صورت ۾ ظاهر ٿيو. جيڪڏهن مجيب الرحمان جي ڇهن نڪتن کي قبول ڪيو وڃي ها ته پوءِ پاڪستان رياست جي فيڊريشن ۾ شامل صوبن جي احساس محرومي گهٽي قدر ختم ٿي وڃي ها. پاڪستان جي فوجي قيادت کي شروع کان وٺي سول قيادت تي اعتبار ڪونه هو. هڪ تحقيق موجب جنرل ايوب خان شروع کان فوجي حڪمراني جا ارادا ڪري رهيو هو ۽ نيٽ سوپارو ٿيو.

اعجاز قريشي جڏهن شاگرد هو تڏهن کان سندس اينٽي ون يونٽ تحريڪ ۾ عملي شموليت هوندي هئي. هڪ طرح سان هُو سنڌ ۾ اينٽي ون يونٽ تحريڪ جو اکين ڏٺو شاهد آهي. هُن جي سنڌ سان ڪمٽمينٽ سندس وقت بوقت شايع ٿيندڙ تحقيقي ڪتاب ۽ ٻيون لکڻيون آهن. مثلاً "4 مارچ" ڪتاب ۽ موجوده تحقيقي ڪتاب" ون يونٽ ۽ سنڌ". مون ان ڪتاب جو لفظ بہ لفظ مطالعو ڪيو آهي. منهنجي خيال ۾ "ون يونٽ" متعلق ان کان وڌيڪ ٻيو ڪو جامع ڪتاب منهنجي نظر مان ڪنهن بہ ٻوليء ۾ نہ گذريو آهي. ون يونٽ ٺاهڻ لاءِ اڳواٽ ڪهڙو سياسي ماحول پيدا ڪيو ويو ۽ ڪهڙيءَ ريت سنڌ اسيمبليء مان ون يونٽ جي حمايت ۾ ٺهراءُ بحال ڪرايو ويو. ان جي حمايت ۽ مخالفت م ڪهڙن ميمبرن بحث ۾ حصور ورتو ۽ ڇا ڳالهايو ويو اهو سڀ ڪجهہ لفظ بہ لفظ ڪتاب م آيل آهي. ون يونٽ ٺهڻ کان پوءِ سنڌ سان ۽ سنڌي ماڻهن سان ڪهڙيون بي انصافيون ٿيون. سنڌي ٻوليءَ سان ڪهڙي طرح ماتيجي ماءُ جهڙو رويو اختيار ڪيو ويو. ڪهڙي ريت سنڌي آفيسرن کي تنگ ڪيو ويندو هو ۽ سنڌ جي بئراجن جي پلين زمينن کي ڪهڙي طرح فوجين ۽ ٻين سول ڪامورن ۾ ورهايو ويو. ان خلاف سائين جي - ايم- سيد ۽ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي پنهنجي لکڻين توڙي تقريرن ذريعي سنڌ جي اصلي وارثن جي ڀرپور ترجماني ڪئي، ۽ سنڌي اخبارن. اديبن ۽ سنڌي شاگردن ڪهڙو رول ادا ڪيو. اهو سڀ ڪجهہ اعجاز قريشي صاحب جي ان تحقيق م ڏنل آهي. ان کان سواءِ انگن اکرن ذريعي سنڌ سان ٿيندڙ اقتصادي، معاشي، سماجي، ثقافتي، تعليمي ۽ سياسي بي انصافين جا تفصيل ڏنل آهن. اعجاز قريشيءَ جو هي ڪتاب خاص طور سنڌ جي نئين ٿهيءَ لاءِ تاريخي سبق پرائڻ جو اعتبار جوڳو Source بڻبو. ڇاڪاڻ تہ پاڪستان جي گذريل 65-64 سالن دوران اسٽيبلشمينٽ جي نام نهاد تاريخ نويسن طرفان حقيقتن کي مسخ ڪرڻ ۽ زرد اردو صحافت/ ميڊيا سبب سچ کي ڪوڙ ۽ ڪوڙ کي سچ ثابت ڪرڻ واري روَش اڃا بہ زور شور سان جاري آهي. جديد سنڌ جي سياست ۽ سماجيات متعلق اڃا وڌيڪ ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي. مثلاً ايم آر ڊي جي تحريڪ. سنڌي ٻوليء جي بقا جي تحريڪ وغيره وغيره. مان سنڌ جي سچي سپوت ۽ اسڪالر پروفيسر اعجاز قريشي کي سنڌ بابت اهڙي معياري تحقيقي ڪم ڪرڻ تي مبارڪون ٿو پيش ڪريان ۽ ڪانئس وڌيڪ علمي ڪم جي توقع ٿو رکان.

فضل الله قريشي

# وساريان نہ وسرن

اعجاز سان سالن جي قربت آهي. ان ڪري نہ تہ هو بہ قريشي آهي يا مون وانگر سنڌ يونيورسٽي جو ايم اي اڪنامڪس آهي يا سنہ 72-71ع ۾ اسان گلاسگو ۾ گڏ رهيا ۽ پڙهيا آهيون. پر ان ڪري جو اسان جو درد ۽ ڳڻتي سنڌ ۽ صرف سنڌ رهي آهي. سائس تفصيلي ملاقاتون گلاسگو (اسڪاٽليند) ۾ ٿي رهيون. جڏهن آئون پوسٽ گريجوئيٽ لاءِ گلاسگو يونيورسٽي ۾ "ڪولمبو پلان اسڪالر شپ" تي ويس. هو ساڳئي شهر ۾ اسٽريٿڪلائيڊ يونيورسٽي ۾ "پاڪستان اوورسيز اسڪالرشپ" تي ماسٽرس ۽ ڊاڪٽوريٽ لاءِ آيل هئو. سائس گڏ غلام حسين خاصخيلي. مهرالنساءِ نور محمد ۽ عبدالصمد خان اچڪزئي جو پٽ محمود خان اچڪزئي پڻ هئا.

اعجاز سان پهرين ملاقات لاهور سنت نگر ۾ 1969ع ڌاري ٿي. جڏهن مجيب الرحمان تي غداريءَ جو ڪيس داخل ٿيو ۽ وري يحيٰ خان ون يونٽ ٽوڙڻ لاءِ آل پارٽيز ڪانفرنس ڪوٺائي. اعجاز تڏهن پنهنجن دوستن سان گڏ ون يونٽ ٽوڙائڻ واري تحريڪ ۾ هڪ دفعو وري پاڳي پائيوار ٿيڻ لاءِ مظاهرو ڪرڻ لاءِ لاهور سنت نگر پهتو. ون يونٽ خلاف اها عملي ڪارروائي اسان ۽ سندس جي "اندر جي باهہ" هئي. هي مرتب ٿيل ڪتاب بہ ان باهہ جو حصو آهي. اسين گلاسگو ۾ پورو سال ڏک سک ۾ گڏ رهياسين. اهو جناح واري پاڪستان جو آخري سال هئو. ايسٽ پاڪستان آپريشن شروع ٿيو ۽ بنگلاديش جو جنم ٿيو.

ان وقت پاڪستان ۾ بنگلاديش تحريڪ متعلق ڪا خبر چار نہ ايندي هئي سواءِ BBC جي. پر اسين اُتي بنگالي شاگردن سان گڏ Event کي Follow ڪري رهيا هئاسون ۽ ساڻن گڏ اتي يعني لنڊن ۽ گلاسگو ۾ هلايل تحريڪ ۾ پيش پيش هئاسون ميڊم حميده کهڙو بہ ان زماني ۾ اسان سان گڏ لکڻ پڙهڻ. پمفليٽ نهرائڻ/ورهائڻ ۽ ڇپائڻ ۾ ٻانهن ٻيلي هئي. ڀٽي صاحب جي حڪومت ايندي آئون جلدئي جولاءِ 1972ع ۾ سرڪاري حڪمن

تحت موٽي آيس. اعجاز بعد ۾ گلاسڪو کان لنڊن يونيورسٽيءَ ۾ آيو ۽ غالباً سنه 1974ع ۾ ماسٽرس ڪري واپس سنڌ يونيورسٽي ۾ آيو.

آئون سرڪاري نوڪريءَ ڏاري ڪراچي – اسلام آباد پوسٽنگ ڪندو رهيس. اعجاز حيدرآباد ۾ ٺي هئو. پر سمورو وقت اسين رابطي ۾ رهياسون. سن 1992ع ڌاري هن "سنڌ ڊولپمينٽ اسٽڊيز سينٽر" SDSC جي تجويز آڏو آندي ۽ سنڌ سرڪار جي مدد سان اهو سينٽر اڏ ڪروڙ جي خرچ سان چالو شورو ۾ قائم ٿيو. اها ٻي ڳالهه آهي ته اسان جي نالائقين سبب اهو سينٽر اسان ۽ سنڌ کي اهو لاڀ نه ڏئي سگهيو آهي جنهن لاءِ قائم ٿيو ۽ جنهنجو تصور مان ۽ اعجاز ڪيو هو.

يونيورسٽيءَ بعد NGO سيڪٽر ۾ اسين سالها سال گڏ رهياسون ۽ هاڻي به گڏ آهيون. مون تازو پنهنجي اڌ آتم ڪهاڻي 1940-1981ع مڪمل ڪئي ته مونکي ٽي سال لکڻ ۾ (09-2006)، سال ڇپائڻ (11-2009) ۾ لڳي ويا. پر گذريل 10 سالن ۾ اعجاز پنهنجا لکيل يا مرتب ڪيل تقريباً ويهارو ڪتاب پڌرا ڪيا آهن. ڪاش اهڙي "گدڙ سنگهي" مونکي به ملي ته گهٽ ۾ گهٽ آئون باقي آتم ڪٿا لکي ڌرتيءَ جو قرض لاهيان ۽ "دل ۾ سانديل سور ۽ امانتون" سنڌ واسين جي حوالي ڪيان.

اعجاز لکڻ پڙهڻ ۾ پڙا جتي ويندو ڪتابن سان چاهه هوندو اٿس. چاهي هندوستان ۾ هجي يا اسلام آباد ۾. ڪڏهن ڪڏهن مون لاءِ به ڪاپي ونندو آهي. سندس علم شناسي ۽ سنڌ دوستيءَ لاءِ وڏيڪ لکندس ته اهو خوشامد ۾ دائري ۾ ايندو. هاڻي ڪجهه هن ڪتاب متعلق. . . .

ون يونٽ متعلق سالن کان سنڌي – اردو ۽ انگريزي ۾ گهڻو ڪجهه لکيو ويو آهي، پر جيڪا Documentation ۽ ضميما اعجاز ڳولهي ڦولهي هڪ هنڌ گڏ ڪيا آهن اها هڪ Research آهي ۽ "ٿيسز" آهي، جنهن جي اهميت کان ڪو انڪار نه آهي. اسان جي نئين ٽهيءَ لاءِ اهو هڪ Text Book آهي ۽ سنڌين لاءِ سجاڳيءَ جو سڏ. ته جيئن هو آئينده اهڙين سازشن کان هوشيار رهن.

چوندا آهن "پٽر پرائو – سور پنهنجا" سو ڳالهه پئي ڪئي سون سنڌ خلاف سازشن جي. هاڻي دشمنن جا داءَ بدلجي رهيا آهن. هو هاڻي ون يونٽ جي ابتڙ Balkanization يعني پياري پاڪستان کي يوگو سلاويه وانگر نسلي ۽ لساني بنيادن ۾ ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ لاءِ سانباها ۽ سازش ڪري رهيا

آهن. اسين سنڌي گهوڙا گهوڙا نہ گهٽي ٿا ڪريون پر يڪمشت نہ آهيون. جيترو دشمن "Well Organized – Well Equipped" آهي اوترو ئي اسين چڙو چڙ آهيون. چوڻ ۾ هاڻي اسين سنڌي چار ڪروڙ ۽ هوڏيڍ ڪروڙ آهن، پر اصل ۾ ڇا آهي. ڌرتي ڌڻي اسين نالي ۾ آهيون، اصل فائدا ۽ خوشحالي نہ ڌارين لاءِ آهي. اسانجو ماڻهو اجا اڌ بکئي پيٽ ۽ Poverty line تي ويٺو آهي. اسان جا ننڍا وڏا شهر پنهنجن هٿان تباهہ برباد ٿيا پيا آهن. پوتاري ۽ جرڳائي سلسلي کان اسين ٻاهر نہ اچي سگهيا آهيون. ۽ عملي طور سنڌي ماڻهو اينرو ئي پنتي پيل ۽ محروم آهي جهڙو ون يونٽ دوران هئو. ياد آهي تہ ون يونٽ صرف 15 سال (70-1955) هئو. ۽ هيءَ سنڌ هاڻي 40 سالن کان وڌيڪ پراڻي آهي. پرچا اسان ون يونٽ کان پوءِ So Called آزاد سنڌ ۾ عام سنڌيءَ کي ڪو لاڀ مهيا ڪري سگهيا آهيون؟

انهن 40 کان 20 سال تہ مارشل لاءِ ۾ ويا پر 21 سال تہ سنڌين جي حڪومت رهي، توڻي قائم علي شاهہ هجي يا لياقت جتوئي يا ارباب رحيم، ڇا هو ۽ انهن سان گڏ وينل سوين سنڌي پارليامينٽرين سنڌ لاءِ Right Track ۽ وسيلن جي مالڪي حاصل ڪري سگهيا آهن؟ "ڪاغذي NFC ۽ "ڪاغذي ارڙهين ترميم" ڇا سنڌين جي تقدير بدلائي سگهي آهي؟ اهو سوال اسان سيني لاءِ آهي. انگ اکر اسان جي فائدي ۾ نہ آهن. اهي توڙي وسائل جي مالڪي يا ورهاست متعلق هجن يا آباديءَ جي تناسب متعلق. سڀ شيون آهستي آهستي اسان جي سامهون اسان جي هٿن مان ترڪي رهيون آهن. ڇا عام سنڌي آئيندي بلوچن وانگر وڃي "رڻ جو راهي ٿيندو" ۽ سندس مقدر اهي قتل ڳوٺ. سهوليتن کان وانجهيل واهڻ ۽ شهر ۾ اڏوڳابري تعليم يافتہ بيروزگار نوجوان. ڌاڪو. پوتار ۽ جرڳا رهندا؟

اسين نئين نسل لاءِ ڇا ڇڏي رهيا آهيون؟ اهي ڪٿي ۽ ڪيئن ببهندا؟ ان جو جواب هن نسل کي ئي سوچڻو آهي. آخر ۾ دعا آهي تہ خدا سيني ساٿين کي اعجاز جهڙو "اعجاز" ڏئي. آمين.

# ون يونٽ جو تاريخي پس منظر

پاڪستان جي سياسي تاريخ تي نظر وجهڻ سان اهو معلوم ٿي رهيو آهي تہ ملڪ جي ٺهڻ کان پوءِ پنجاب جا ڪي سياستدان ۽ ڪجهہ فوجي جرنيل پنجن صوبنُ واري خودمختيار انتظامي سيٽ اپ تي خوش نہ هئا. تنهنڪري سندن خواهش هئي تہ ملڪ جي مغربي (اولهندي) حصي جي سيني صوبن کي گڏائي مشرقي (اوڀر) پاڪستان جي مقابلي ۾ هڪ صوبو ٺاهجي. پنجاب جو اهو خيال هو تہ هڪ صوبي ٺيڻ سان مشرقي پاڪستان جو مقابلو ڪري سگهجي ٿو. ساڳئي وقت مشرقي پاڪستان ۾ يونائيٽيڊ فرنٽ جو چونڊجڻ ۽ ان جي حڪومت هجڻ پڻ مغربي پاڪستان لاءِ هڪ وڏو دڙڪو هو.

مغربي پاڪستان جي پنجابي حڪمرانن کي اهو ڊپ هو تہ جيڪڏهن ڪنهن وقت سندن مفادن جي حصول ۾ ڪا رڪاوٽ آڏو آئي تہ مغربي پاڪستان جا ٽي ننڍا صوبا مشرقي پاڪستان جو ساٿ ڏيندا ۽ پنجاب اڪيلو رهجي ويندو. ان لاءِ اهو ضروري سمجهيو ويو تہ مغربي پاڪستان ٺاهيو وڃي. انهيءَ خيال جي پٺيان ان وقت جو گورنر جنرل ملڪ غلام محمد ۽ پنجاب جا ٻيا سياستدان خاص طورتي ممتاز محمد دولتانہ شامل هئا. انهن جي مڪمل پٺڀرائي اسڪندر مرزا ۽ ايوب خان پڻ ڪري رهيا هئا. هڪ خيال اهو بہ آهي تہ ان ٿيوريءَ جا اصل خالق اسڪندرمرزا ۽ ايوب خان هئا جن ٺڏهوڪي پنجابي ۽ مهاجر حڪمرانن ۽ سياستدانن کي ون يونٽ يعني مغربي پاڪستان جي نالي سان هڪ صوبو ٺاهڻ تي راضي ڪيو ۽ پوءِ ان اسڪيم کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ 11 ڊسمبر 1954ع تي ملڪ جي مختلف صوبن يعني پنجاب، سنڌ ۽ سرحد اسيمبلين کان ٺهراءُ بحال ڪرايا ويا ۽ پوءِ بهاولپور رياست، خيرپور رياست، قلات ڊويزن ۽ بلوچستان جي علائقن ۾ پڻ اهڙو ٺهراءَ بحال ڪري ۽ سمجهوتا وٺي 14 آڪٽوبر 1955ع تي ملڪ جي آئين ساز اسيمبليءَ کان ون يونٽ جو ٺهراءُ بحال ڪرائي ون يونٽ لاڳو ڪيو ويو. سياسي تاريخ جيَ ڪجهہ ڪتابن ۾ اهي حوالا پڻ ملن ٿا تہ پاڪستان ٺهڻ کان هڪدم پوءِ نومبر 1947ع تي گورنر جنرل محمد علي جناح صاحب

جي ... ۾ مالي معاملن واري صلاحڪار سر آرچيبالڊ رولينڊس (Sir Archi bald Rowlands) کيس اها صلاح ڏني ته ملڪ جي مغربي حصي جي سڀني علائقن کي ملائي هڪ صوبو ٺاهيو وڃي. قائداعظم صاحب انهيءَ منصوبي کي ... منظور ڪندي اهو چيو ته هي ڳالهه اڃا وقت کان اڳي آهي. ننڍن صوبن کي ٽوڙي هڪ ڪرڻ لاءِ مهيني ... جي. مغربي پاڪستان کي هڪ صوبو بنائڻ جا بعد ۾ ... ڪجهه وڪيل انهيءَ راءِ جا هيا ته قائداعظم 1948ع ۾ انهيءَ منصوبي تي عمل ڪرڻ لاءِ چيو هو.[1]

پاڪستان ٺهڻ جي 8 مهينن کان پوءِ پنجابي مفادن جي علمبردار لاهور مان شايع ٿيندڙ اخبار روزانه "نواءِ وقت" مغربي پاڪستان جي سڀني صوبن کي گڏائي هڪ ڪرڻ لاءِ "اعلىٰ قومي مفاد" جي عنوان سان هڪ ايڊيٽوريل لکي صوبن کي هڪ ڪرڻ جي وڪالت ڪئي. هن پنهنجي ان مقالي ۾ لکيو ته ملڪ کي "صوبائيت" جي وبا ورڪي وئي آهي ۽ اڳتي ڪري ملڪ کي تباهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي. ان لاءِ بهتر اهو ٿيندو ته نئين آئين ذريعي انهن صوبن پنجاب، سنڌ ۽ سرحد (خيبر پختونخوا) کي ختم ڪيو وڃي. پاڪستان صرف ٻن صوبن يعني مغربي پاڪستان ۽ مشرقي پاڪستان تي مشتمل هجي.[2] انهن ئي ڏينهن ۾ ڪراچيءَ مان شايع ٿيندڙ ڊان اخبار جيڪا مسلم ليگ جي سرڪاري ترجمان هئي تنهن ان خيال جي پٺ ڀرائي ڪئي ۽ هڪ وڏو ايڊيٽوريل لکيو جنهن ۾ ان "سنڌ ۽ پنجاب وچ ۾ بار بار ڊهندڙ ۽ ٺهندڙن وزارتن جو حوالو ڏيندي اهو لکيو ته ملڪ ۾ تمام گهڻا صوبا آهن ۽ انهن حڪومتن ۾ مختلف گورنر ۽ آفيسر موجود آهن ۽ اهي جاگيرداري نظام تحت حڪومتون هلائين پيا. انهن صوبن کي هلائڻ لاءِ تمام گهڻو خرچ ٿي رهيو آهي. جنهن ڪري اهي صوبا ختم ڪيا وڃن.[3] مغربي پاڪستان جي ٿاهيندڙ وڪيلن پاران ... اهو ... الاپجي رهيو هو ته ڇڻ صوبن جي ڪري "صوبائيت" ڦهلجي رهي آهي ۽ انتظام صحيح نموني نه هلي رهيو آهي تنهنڪري سڀ صوبا ختم ڪيا وڃن. مارچ 1949ع ۾ ملڪ فيروز خان نون آئين ساز اسيمبليءَ ۾ ڳالهائيندي ڇهني صوبن کي ختم ڪري هڪ يونٽ آڻڻ جي تجويز ڏني. هن اهو چيو ته "مغربي حصي جي بهترين نظام هلائڻ لاءِ اهوئي بهتر طريقو آهي. ۽ ننڍن صوبن کي جيڪي خدشا يا ڊپ آهن ته انهن جي مٿان وڏو صوبو حڪومت ڪندو ته اهي ڊپ ختم ٿيڻ گهرجن ڇو ته آئين تحت هر صوبي لاءِ مقرر ٿيل ڪوٽا مطابق

وزارتون ڏنيون وينديون."[4] بيگم شاهنواز ان موقعي تي پنهنجي راءِ ڏيندي چيو ته "ملڪ جي انتظام تي تمام گهڻو خرچ ٿي رهيو آهي ۽ فائديمند اِها ڳالهه ٿيندي ته مغربي پاڪستان جي 34 تي ضلعن کي گڏائي هڪ صوبو ٺاهيو وڃي. ائين ڪرڻ سان انتظام بهتر ٿيندو ۽ ان تي خرچ به گهٽ ٿيندو."

پاڪستان مسلم ليگ جي نڌهوڪي جنرل سيڪريٽري محمد يوسف خٽڪ به صوبن کي گڏائڻ جي حمايت ڪئي ۽ چيو ته ائين ڪرڻ سان پاڪستان ۾ قومي ٻڌي وڌندي ۽ ملڪ ۾ هلندڙ زهريلي صوبائيت جي ذهنيت ختم ٿيندي ۽ پاڪستان ۾ تعليم، انتظام، ڪاڊپيٽ ۽ ٻين ڪيترن ئي ڳالهين ۾ ايڪتا ٿيندي."[5]

انهيءَ دور ۾ مسلم ليگ جي صدر چوڌري خليق الزمان ان راءِ جي مخالفت ڪئي ۽ چيو ته مغربي پاڪستان کي هڪ يونٽ ۾ آڻڻ کان اڳي سنڌ جي ماڻهن کان راءِ وٺڻ تمام ضروري آهي ته هو چاهن ٿا يا نه."[6]

انهن مٿين ڳالهين مان اهو ظاهر ٿي رهيو آهي ته مسلم ليگ جي مرڪزي قيادت جي ذهن ۾ مغربي پاڪستان کي هڪ ڪرڻ جو خيال اصل کان موجود هو ۽ ائين لڳي رهيو آهي ته سرڪاري طور تي ون يونٽ بنائڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وئي.

## پيئرٽي (Parity)

انهيءَ دوران پنجاب جي نڌهوڪي وزير اعليٰ ۽ مسلم ليگ جي رهنما ممتاز محمد دولتانه ملڪ لاءِ هڪ وحداني حڪومت جو منصوبو پيش ڪيو. سندس خيال هو ته "پاڪستان لاءِ وفاقي نظام غير مناسب آهي". سندس منصوبي کي دان اخبار سختيءَ سان اهو چئي ننديو ته دولتانه جي منصوبي مان ائين لڳي رهيو آهي ته هن ملڪ تي صرف پنجابين جو راڄ ٿيندو ۽ ننڍن صوبن جا حق غصب ٿيندا.[8]

مٿئين اخبارن جي حوالن مان اها خبر پوي ٿي ته دان اخبار 1948ع ۾ ون يونٽ جي حمايت ڪئي ڇاڪاڻ ته ملڪ ۾ مهاجرن جي مٿئين طبقي جي حڪومت هئي ۽ 1951ع ۾ دولتانه جي بيان ڪانپوءِ ننڍن صوبن ۽ بنگال جو آڌار وٺي هن اخباران جي مخالفت ڪئي. دولتانه جي انهيءَ بيان تي سنڌ جي پڙهيل لکيل طبقي به ان جي مخالفت ڪئي، ڇاڪاڻ ته انهن اهو سمجهيو ته هاڻي دولتانه جي منصوبي جي عمل ۾ اچڻ ڪانپوءِ پنجابين جو راڄ ٿيندو.

انهيءَ موقعي تي سنڌ جي ٻن اهم اخبارن "سنڌ آبزرور ۽ الوحيد" دولتانه جي ان منصوبي جي سخت مخالفت ڪئي ۽ سندن اهو چوڻ هو تہ ان سان "تخت لاهور" سڄي ملڪ تي راڄ ڪندو. انهيءَ ڪري اهو منصوبو قابل قبول ناهي." [9]

سنڌ ۽ ٻين ننڍن صوبن جي انهن سڀني ماڻهن وحداني طرز حڪومت ۽ ون يونٽ جي خالقن جي سخت مخالفت ڪئي ۽ چيو تہ پنجاب اسان جي صوبن جي اقتصاديات، پاڻي ۽ ٻين ملڪيتون ۽ ڪارخانا ڪٺي ويندو. انهيءَ ڪري اسان انهيءَ جي سخت مخالفت ڪريون ٿا ۽ ڪنهن بہ قيمت تي وحداني حڪومت ناهڻ نہ ڏينداسين ۽ نہ ون يونٽ جي حمايت ڪنداسين. ڇو تہ انهيءَ سان اسان جي ٻولي، ثقافت، ادب سميت سڀني شين جو خاتمو ٿيندو.

انهن ڏينهن ۾ جڏهن ممتاز دولتانہ پنجاب جو وزير اعلىٰ هو، تڏهن خواجہ ناظم الدين ملڪ جو وزيراعظم هو ۽ غلام محمد گورنر جنرل هو. غلام محمد ۽ اسڪندر مرزا پيچ ڊاھہ جا ماهر هوندا هئا. ممتاز دولتانہ جي وحداني طرز جي منصوبي جي منظور نہ ٿيڻ بعد خواجہ ناظم الدين کي وزارت عظمىٰ تان هٽائي محمد علي بوگرا کي وزير اعظم بڻايو ويو. انهيءَ دوران پنجابي هميشہ مشرقي پاڪستان جي چانئجي وڃڻ جي ڊپ سبب پيرٽي يعني برابريءَ جي گهر ڪندا رهيا. انهيءَ ڪري محمد علي بوگرا پنهنجو هڪ نئون فارمولا ناهيو جنهن کي بوگرا فارمولا چيو وڃي ٿو جيڪو فامولو هن 7 آڪٽوبر 1953ع تي قانون ساز اسيمبليءَ ۾ پيش ڪيو جنهن تحت لوور هائوس ۾ 300 ميمبر رکيا وڃن جنهن ۾ اوڀر پاڪستان کي 165 سيٽون ڏنيون وڃن. پنجاب کي 75، سرحد (خيبر پختونخوا) ۽ ان جي قبائلي علائقن کي 24، سنڌ ۽ خيرپور کي 18، بلوچستان ۽ ان جي رياستن کي17 سيٽون ڏنيون وڃن. اهڙي نموني اپر هائوس ۾ ترتيبوار سڀني کي 10، 10 سٽيون ڏنيون وڃن. يعني لوور هائوس ۾ 300 ۽ اپر هائوس ۾ 50. پنجابي سياستدانن جي شرط مطابق اپر هائوس ۾ هر ننڍي وڏي يونٽ کي10 سيٽون ڏنيون وڃن ۽ بنگالين جي مطالبي تي لوور هائوس جون سيٽون آدم شماريءَ جي بنياد تي مٿي ڀڌايل سيٽون ڏنيون وڃن." [10]

محمد علي فارمولا کي مشرقي پاڪستان، پنجاب، سنڌ، سرحد ۽ بهاولپور جي وڏن وزيرن قبول ڪيو ۽ مسلم ليگ جي پارلياماني پارٽي پڻ ان

کي قبول ڪيو. پر پنجاب جي ڪجھہ مسلم ليگي رهنمائن ۽ ٻين پارٽين اهو چئي انهيءَ خيال کي رد ڪيو تہ جيئن تہ بنگال وڏو صوبو آهي. تنهنڪري اهو اپر هائوس جي ڪنهن بہ هڪ صوبي يا يونٽ کي پاڻ سان ملائي يا پنهنجي اڪثريت ناهي، پنجاب مٿان پنهنجا فيصلا مڙهي سگهي ٿو.

انهن ڏينهن ۾ 1953ع ۾ مشرقي پاڪستان جي چونڊن ۾ مسلم ليگ کي وڏي پيماني تي شڪست نصيب ٿي ۽ بنگال جو يونائيٽيڊ فرنٽ جنهن ۾ حسين شهيد سهروردي جي عوامي ليگ ۽ فضل حق جي ڪرشڪ سرامڪ پارٽيون هيون سي وڏي اڪثريت سان چونڊون کٽي آيون ۽ 309 جي ايوان ۾ 233 سيٽون حاصل ڪيون. مسلم ليگ جي انهيءَ شڪست سڄي ملڪ خاص ڪري پنجاب جي مسلم ليگي ليڊر شپ کي ڏيڄاري ڇڏيو ۽ پنجابين اهو شدت سان محسوس ڪيو تہ محمد علي بوگرا جي فارمولا سندن ڪا بہ مدد ڪانہ ڪئي ڇو تہ مشرقي پاڪستان وڏي اڪثريت سان هڪ ٿي پنهنجي طاقت جو توازن ناهي اپري آيو آهي ۽ مغربي پاڪستان جا صوبا پاڻ ۾ وڙهيل آهن انهيءَ ڪري هيءُ ٿي بهترين وقت آهي تہ ون يونٽ ناهيو وڃي ۽ مغربي پاڪستان کي هڪ صوبي جي شڪل ڏني وڃي. پنجاب جي ليڊرشپ پنهنجي انهيءَ منصوبي سان اڳيان وڌي آئي. ان وقت جي سنڌ جي قانون ساز اسيمبليءَ ۾ مخالفت ڌر جي رهنما محترم جي ايم سيد اسيمبليءَ ۾ صوبن کي هڪ ڪرڻ جي خيال جي سخت مخالفت ڪئي ۽ چيو تہ ان قسم جو قدم ملڪ ۾ نافذ ٿيل آئين. قانون ۽ آبجيڪٽو ريزوليشن جي خلاف ٿيندو. مستقبل جو قانون جيڪو اسيمبليءَ اڳي ئي پاس ڪيو آهي ون يونٽ جي سخت نندا ڪري ٿو ۽ اهو منصوبو تاريخ جي سڄي ڌارا ۽ مزاج کي ٽوڙي مروڙي ڇڏيندو.[11]

سنڌ جي ڪجھہ سياستدانن ۽ هاري رهنمائن جي ايم سيد جي پنيرائي ڪئي. جن ۾ حيدر بخش جتوئي. عبدالقادر ايم خان جنرل سيڪريٽري سنڌ هاري ڪميٽي. محمد هاشم گزدر نائب صدر قانون ساز اسيمبلي پاڪستان. قاضي فضل الله. عبدالفتاح ميمڻ. پاڪستان مسلم ليگ خواتين ونگ سنڌ انهن سڀني سختيءَ سان ون يونٽ ناهڻ جي مخالفت ڪئي. محمد هاشم گزدر. قاضي فضل الله. حيدر بخش جتوئي پنهنجن بيانن ۾ اهو چيو تہ ”گدڙ ڊاک نہ پڄي آ کي ٿو کٽا“ يعني پنجاب پنهنجن گندن افعالن جي ڪري ڪنهن سان پڄي نہ سگهيو آهي تہ هاڻي ون يونٽ

ناهي ننڍن صوبن تي مشتمل پنهنجي راڄڌاني نـاهڻ چاهي ٿـو. جتـوئي صاحب وڌيڪ چيو ته اهو هڪ ناپاڪ ۽ تاريخ جي خلاف منـصوبـو آهـي ۽ سنڌي ماڻهن جي وجود جي خلاف هڪ سازش آهي. ان وقت جي سنـڌ اسيمبليءَ جي ميمبرن پير حسن بخش شاهه. سردار علي گوهر. علـي نـواز ڏهراج. امير بخش مهر. مير سندرخان سندراڻي. شفـقـت حسـيـن مـوسـوي. عبدالحميد خان جتوئي ۽ مير الهه بچايو پنهنجي هڪ گڏيل بيان ۾ ون يونٽ جي مخالفت ڪئي.

ون يونٽ جي وڌندڙ مخالفت سبب مسلم ليگ جي سب ڪـميـٽـي پنهنجو سڄو اشو مسلم ليگ اسيمبليءَ پارٽي جي حوالي ڪـيـو جنـهـن 3 سيپٽمبر 1954ع تي اڪثريت راءِ سان ون يـونـٽ جي پلان کي رد ڪـيـو. ميٽنگ ۾ 56 ميمبرن مان 32 ميمبر شامل ٿيا. جن مـان صـرف 2 مـيـمـبـرن چوڌري محمد علي ۽ سردار امير اعظم خان ون يونٽ جـي حـق ۾ ووٽ ڏنـا. انهيءَ ميٽنگ ۾ ون يونٽ جي حق ۾ بحث جي شروعات ٿي ۽ سنڌ جي وڏي وزير پيرزادي عبدالستار منصوبي جي سخت مخالفت ڪئي. ون يـونـٽ جي خلاف ووٽن ۾ سنڌي. بلوچي. بنگالي ۾ ڪجهه پنجابي ميمبر شامل هـئـا. پيرزادي عبد [illegible] ر وڌيڪ چيو ته هن قسم جو قدم مـاڻـهـن کـي پـاڻ ۾ ويڙهائيندو. صوبائيت کي وڌائيندو ۽ هن ان اسڪيم جي سـخـت مـخـالـفـت ڪرڻ جو وچن ڪيو. پيرزادي صاحب جي ان عـمـل کـي سـنـڌ جي مـاڻـهـن ساراهيو. سنڌ جي سيني احمد ريـن پڻ ساراهيو ۽ تعريف ڪئي. ڪراچيءَ جي جوائنٽ سنڌي ڪميٽي پڻ 3 سيپٽمبر 1954ع تي پنهنجي مـيـٽـنـگ ۾ ون يونٽ جي سخت مخالفت ڪئي ۽ پيـرزادي عـبـدالسـتـار جي ان عـمـل جي مڪمل حمايت ڪئي.[12]

جنهن ڏينهن چوڌري محمد علي مسلم ليگ پارلـيـامـانـي پـارٽـيءَ جي اختيارن واري سب ڪميٽيءَ آڏو ون يونٽ جو منصوبو رکيو تـه ٺـيـڪ ان وقت پنجاب جي تڏهوڪي وزيراعلى ملڪ فـيـروز خـان نـون زونـل سـب فيڊريشن جو منصوبو رکيو. نون چيو ته اهو منصوبو سندس ۽ سرحد. سـنـڌ. بهاولپور ۽ خيرپور رياستن جي وزيراعلى وچ ۾ اصولي طـور تـي طـئـي ٿـيـو آهي. منصوبي تحت مغربي پاڪستان جي زونـل حـڪـومـت وٽ ڏهـه کـاتـا رهندا. پنجاب کي 40 سيڪڙو ۽ ٻئي سڄي مـغـربـي پـاڪـسـتـان کـي 60 سيڪڙو نمائندگي ملندي. ان منصوبي تحت مرڪز وٽ بجاءِ 73 کاتـن جي

63 ڪاٽا رهندا جيئن آئين ساز اسيمبلي ڪاٽن جي وفاقي لسٽ مطابق قبول ڪيا آهن. گورنر جنرل مغربي پاڪستان جي ننڍن صوبن جي ڪجھ ميمبرن تي زورلڳائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هُو زونل سب فيڊريشن کي قبول ڪن. هن هڪ زوردار ڌمڪي پڻ ڏني تہ جيڪڏهن انهن ان منصوبي جي حمايت نہ ڪئي تہ انهن خلاف پروڊا Proda تحت ڪارروائي ڪئي ويندي. ان وقت سنڌ جي پڙهيل لکيل ماڻهن مغربي پاڪستان ۾ زونل فيڊريشن يا زونل سب فيڊريشن قائم ڪرڻ جي سخت مخالفت ڪئي. انهن ماڻهن پنهنجي بيان ۾ اها اميد ڏيکاري تہ بنگالي پائر سندن مدد ڪندا ۽ هو مرڪزي حڪومت سان سنڌ ۽ ننڍن صوبن خلاف ڪنهن بہ سازش ۾ شامل نہ ٿيندا. ڇاڪاڻ تہ سنڌين، پٺاڻن ۽ بلوچن بنگالين سان ٿيندڙ نا انصافين تي سندن ڀرپور حمايت ڪئي هئي. انهيءَ موقعي تي جڏهن فيروز خان نون جي ڏنل منصوبي جي مخالفت ۾ پيرزادي عبدالستار جيڪو سنڌجو وزيراعليٰ هو ۽ خان عبدالقيوم خان جيڪو سرحد جو وزيراعليٰ هو هن جي زونل سب فيڊريشن جي سخت مخالفت ڪئي تہ سندس ان منصوبي جي پٽ واڻڪي ٿي پئي. همت ڪري بنگالين سنڌين ۽ پٺاڻن جو ساٿ ڏنو ۽ ون يونٽ ۽ زونل فيڊريشن ٻنهي خلاف ووٽ ڏنو.

انهيءَ وقت انهيءَ سب ڪاميٽي کي ختم ڪري ان ۾ نوان ميمبر آندا ويا ۽ انهن کي 10 سيپٽمبر 1954ع جي آخري تاريخ ڏني وئي. سب ڪميٽيءَ کي اهو چيو ويو تہ وفاق جي ڍانچي کي هيٺ مٿي ڪرڻ ڪانسواءِ محمد علي بوگرا فامولا تحت ڪا اسڪيم ٺاهي ڏني وڃي. باوجود انهن حڪمن جي تہ وفاقي ڍانچي کي هيٺ مٿي نہ ڪيو وڃي سب ڪميٽيءَ بيهرفيروز خان نون جي خاص چوڻ تي زونل سب فيڊريشن تي عمل ڪرڻ لاءِ چيو. جڏهن پارلياماني ڪميٽي فيصلي ڪرڻ لاءِ گڏ ٿي تہ ان جي اڳيان ساڳيو زونل فيڊريشن جو منصوبو رکيو ويو ۽ فيروز خان نون ان جي تمام گھڻي پنيرائي ڪئي، جنهن جي سنڌ جي پيرزادي عبدالستار سختيءَ سان مخالفت ڪندي چيو تہ ان قسم جو فيصلو سنڌ مسلم ليگ پارلياماني پارٽيءَ جي فيصلي ڪانسواءِ نہ ڪيو وڃي. آخرڪار پارلياماني ڪميٽيءَ اهو فيصلو ڪيو تہ جيڪڏهن زونل فيڊريشن بابت هينئر ڪا بہ ڳالھہ يا پيش رفت ڪبي تہ آئين جي ٺهڻ ۾ دير ٿيندي تنهن ڪري زونل فيڊريشن واري اسڪيم کي اڳتي لاءِ رکيو وڃي. اتي ئي جيڪي ون يونٽ جا خالق هئا تن

زونل فيڊريشن جي زوردار مخالفت ڪئي. ساڳئي وقت ٻين صوبن جي رهنمائن پڻ ان جي مخالفت ڪئي. محمد علي بوگرا جيڪو ان وقت پاڪستان جو وزيراعظم هو تنهن کي آئين ناهڻ جي تڪڙ هئي. 15 سيپٽمبر 1954ع تي آئين ساز اسيمبلي محمد علي بوگرا جي فارمولي جون وفاقي ڍانچي بابت سڀ شقون منظور ڪيون. انهيءَ تي مسلم ليگ جي پنجابي رهنمائن ان جي سخت مخالفت ڪندي چيو ته ان سان پنجابين جي اهم پوزيشن ختم ٿي ويندي. ممتاز دولتانه، مشتاق گرماني ۽ ٻين اهو زور لڳايو ته نئين فارمولا تحت مغربي پاڪستان جي اهڙي نموني ورهاست ملڪ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندي. انهيءَ ڪري هنن ون يونٽ منصوبي جي حمايت پئي ڪئي. انهيءَ دوران مسلم ليگ آئين ساز اسيمبليءَ ۾ موجود بنگالي، سنڌي، پٺاڻ ۽ بلوچ ليڊرن اهو چيو ته پلي هي پاڻ ۾ وڙهن. اسان انهن سان بڌل نه رهنداسون ۽ اهي ٻئي منصوبا يعني زونل فيڊريشن ۽ ون يونٽ پنجاب جي اختيارن کي وڌائڻ لاءِ آهن. ان ڪري اسان کي پنهنجن صوبن اندر مڪمل صوبائي خود مختياري ڏئي سک ۽ آزاديءَ سان رهڻ ڏنو وڃي. انهيءَ دور ۾ ملڪ ۾ گورنر جنرل پنجابي هو ۽ وزيراعظم بنگالي. پنجابي سياستدان ڪنهن حد تائين پاڻ ۾ ورهايل هئا. هڪڙا ون يونٽ جا حامي ته ٻيا زونل فيڊريشن جا حامي هئا. انهن ٻنهي کي سول ۽ فوجي بيوروڪريسيءَ جي وڏي مضبوط پنيرائي حاصل هئي جن چاهيو پئي ته ملڪ ۾ وفاقي نظام بدران وحداني نظام هجي. سنڌين ۽ پٺاڻن آئين ساز اسيمبليءَ ۾ بنگالين جو ساٿ ڏنو پر ساڳئي وقت انهن پنجابين جي پارلياماني طاقت ۽ بيوروڪريسيءَ ۾ پنجابي مهاجر گڏ جوڙ جو اندازو نه لڳايو هو. سنڌين، پٺاڻن ۽ بنگالين جي پاڻ ۾ بڌي وري پنجابين کي پڻ بڌيءَ ڏانهن ڏڪيو. جن فيروزخان نون ۽ سندس گروپ کي ون يونٽ ناهڻ تي مجبور ڪيو ۽ زونل فيڊريشن تان هٿ ڪنايو. ڪجهه سنڌين ۽ پٺاڻن جي ليڊرن جن نون جي منصوبي جي پنيرائي پئي ڪئي تن سوچيو ته جيڪڏهن نون کان انهيءَ اسڪيم تحت ننڍن صوبن لاءِ ڪي ضمانتون حاصل ڪجن ها ته اهو ون يونٽ کان بهتر هو پر ان وقت پاڻي تمام گهڻو مٿي چڙهي چڪو هو. گورنر جنرل جيڪو پنجابي مهاجر حڪومتي گروپ کي ساڻ ڪنيو پئي هليو ۽ هوڏانهن وري بنگالي وزير اعظم بنگالين ۽ پٺاڻن جي گروپن کي ساڻ ونئي پئي هليو. انهن ٻنهي گروپن جي پاڻ ۾ سخت ويڙهه هلي رهي هئي.

وزيراعظم گورنر جنرل جي گروپ تي لفظي حملا ڪندو رهيو. انهيءَ موقعي تي آئين ساز اسيمبليءَ ۾ هن هڪ موشن تي پروڊا کي ختم ڪرڻ بابت پرپور تقرير ڪئي. نتيجي ۾ پروڊا کي ختم ڪيو ويو. حقيقت ۾ محمد هاشم گزدر ان سزا کي ختم ڪرڻ جو بل پيش ڪيو هو جنهن جي پٺڀرائي بڻ ترميمن سان سنڌجي وزيراعلىٰ جناب عبدالستار پيرزادي ڪئي. هڪ ترميم ۾ هن اهو چيو ته جيڪي ماڻهو پروڊا تحت سزا يافته آهن يا جن تي پروڊا لاڳو آهي انهن تان پروڊا سزا ختم نه ڪئي ويندي ۽ اهي ڊسڪواليفاءِ رهندا ۽ نه وري اهڙا ڪيس جيڪي پروڊا تحت ڪورٽ يا ٽربيونلن ۾ هلندڙ آهن انهن تي اهو بل لاڳو ٿيندو. ڏسڻ ۾ پيو اچي ته پيرزادي صاحب بل ۾ هي ترميمون انهيءَ لاءِ ئي آنديون ته جيئن سندس سياسي حريف محمد ايوب کهڙو، قاضي فضل الله (لاڙڪاڻو) ۽ آغا غلام نبي پٺاڻ (شڪارپور) جيڪي پروڊا ۾ سزا يافته هئا ۽ ڪنهن به چونڊ ۾ بيهڻ جي لائق نه هئا اهي پلي پروڊا ۾ پيا هجن. پروڊا جي بل پاس ٿيڻ کان ٻئي ڏينهن تي محمد هاشم گزدر هڪ ٻيو بل گورنمينٽ انڊيا ائڪٽ 1954ع ۾ ترميم لاءِ پيش ڪيو. جيڪو گورنر جنرل جي اختيارن گهٽائڻ بابت هو. اهو ترميم وارو بل 21 سيپٽمبر 1954ع تي پاس ٿيو جنهن ۾ گورنر جنرل پنهنجي حڪم سان وزارت يا ڪئبنيٽ کي ختم نه پيو ڪري سگهي. پنهنجن وزيرن جي صلاح ڪانسواءِ هن وٽ ڪوبه اهڙو اختيار نه هو جو هو ڪو به هڪ طرفو قدم کڻي سگهي. اها ترميم پاس ٿيڻ سان هڪدم عمل جوڳي بنجي وئي ۽ غلام محمد گورنر جنرل جا پر ڪتيا ويا ته هُو اهڙو ڪو به قدم اڳتي نه کڻي. محمد هاشم گزدر تن ڏينهن ۾ اسيمبليءَ جو نائب صدر هو. آئين جو نئون مسودو چپائڻ لاءِ موڪليو ويو ۽ وزيراعظم اهو اعلان ڪيو ته هو آئين قائد اعظم محمد علي جناح جي جنم جي ڏينهن تي يعني 25 ڊسمبر 1954ع تي عمل ۾ ايندو. انهن ئي ڏينهن ۾ غلام محمد گورنر جنرل پنجاب ۽ سرحد صوبي جو دورو ڪري رهيو هو، پر جلد ئي هو گلگت وڃڻ جو پروگرام رد ڪري ڪراچيءَ پهتو ۽ محمد ايوب کهڙي کي چيائين ته گورنر جنرل (يعني سندس) وٽ پروڊا تحت پنهنجي نااهليءَ خلاف پٽيشن وجهي. محمد ايوب کهڙي 29 سيپٽمبر تي پنهنجي لاءِ اهڙي درخواست گورنر جنرل اڳيان پيش ڪئي. گورنر جنرل 20 آڪٽوبر 1954ع تي کهڙي جي نااهلي ختم ڪرڻ جو آرڊر ڪڍيو ۽ ساڳئي وقت قاضي فضل الله، حميدالحق چوڌري ۽ غلام نبي پٺاڻ جي نا اهلي پڻ ختم

ڪئي. هن دولتانه خلاف پروڊا ڪيس پڻ ختم ڪيو. غلام محمد جي ساٿين جيڪي پروڊا تحت سزا يا فته هئا ڏاڍو خوش ٿيا ڇو ته گورنر جنرل هڪ ٺي حڪم تحت کين باعزت بري ڪيو ۽ انهن ورنديءَ ۾ گورنر جنرل جي حمايت ڪئي ۽ سنڌس هٿ مضبوط ڪيا.

آئين پاس ٿيڻ ڪانپوءِ ملڪ جو وزيراعظم دوري تي آمريڪا هليو ويو. سنڌس ساٿين آئين جي پنيرائي ڪئي. سنڌ ۾ پيرزادو عبدالستار. شيخ عبدالمجيد سنڌي. حيدربخش جتوئي. جمال الدين بخاري. اختر علي قاضي ائين جي آجيان ڪئي جنهن تحت ننڍن صوبن کي سلامتي، جمهوري اصولن ۽ سندن حقن بابت مڪمل ضمانت ڏنل هئي. گورنر جنرل ۽ بنگال. سنڌ ۽ سرحد صوبن ۾ اهي ماڻهو جيڪي وزيراعظم جي گروپ جا مخالف هئا تن بار بار آئين ساز اسيمبليءَ کي ٽوڙڻ لاءِ ڪم شروع ڪيو ۽ ان جي حمايت ۾ دورا ڪيا. انهن ۾ خاص طور تي يونائيٽيڊ فرنٽ جيڪا زيڊ اي سلهري جي پارٽي هئي تنهن خاص اسائنمنٽ ۽ مهم طور سوئزرليند جي شهر زيورچ ۾ بنگالي رهنما حسين شهيد سهرورديءَ سان ملاقات ڪئي جيڪو ان وقت اتي هڪ اسپتال ۾ بيمار هو. سلهري مٿس زور رکيو ته هو گررنر جنرل جي حمايت ڪري ۽ اهڙو زوردار بيان ڪڍي ته هو هڪدم اها غير نمائنده آئين ساز اسيمبلي ٽوڙي ۽ هڪ ٻي آئين ساز اسيمبلي صوبن جي موجوده اسيمبلين مان چوندرائي. سرحد جي ڊاڪٽر خان صاحب کي گورنر جنرل جي پاسي ڪيو ويو ۽ ڪانئس ون يونٽ اسڪيم جي حمايت ۾ سخت بيان ڏياريو ويو.

سنڌ مان محمد ايوب کهڙو. غلام نبي پٺاڻ ۽ پير علي محمد راشدي هڪ ٻئي پنيان گورنر جنرل سان اچي گڏ بيٺا ۽ چيائون ته هي موجوده آئين ساز اسيمبليءَ مان پاس ٿيل آئين ملڪ کي هڪ بيحد پيچيده صورتحال ڏانهن وٺي ويندو ۽ بدانتظامي پڻ پيدا ڪندو. هنن صاحبن اها گهُر ڪئي ته موجوده آئين ساز اسيمبليءَ کي ٽوڙي هڪ ٻي نئين آئين ساز اسيمبلي Adult Franchise جي بنياد تي چوندي وڃي. ملڪ فيروز خان نون آئين جي مخالفت ڪندي اهو چيو ته "جيڪڏهن هيءُ آئين عمل ۾ ايندو ته اهو ماڻهن جي مفادن جي خلاف هوندو ۽ هن ملڪ تي هڪ اڪثريت حڪومت ڪندي". پنجاب مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ جي 25 ميمبرن وزيراعلي پنجاب تي زور ڏنو ته هي نئون تجويز ڪيل آئين پنجاب کي ڪنهن به طور

قبول نہ هوندو. پنجاب جي قانون ساز اسيمبليءَ جي هڪ ميمبر ميان امير الدين ڏمڪي ڏيندي چيو تہ پنجاب مسلم ليگ اسيمبلي ميمبر مسلم ليگ تان استعيفائون ڏئي ڇڏيندا. جيڪڏهن ان آئين کي باقاعدي ترميم ڪري عوام جي مرضيءَ مطابق نہ ڪيو ويندو.[13]

اهڙي نموني سان سنڌ، پنجاب ۽ سرحد جي 35 مسلم ليگي ليڊرن هڪ ڪانفرنس گهرائي وري زونل فيڊريشن يا سب فيڊريشن جو راڳ ڳائڻ شروع ڪيو. جنهن تحت بچاءَ، خارجہ ۽ هڪ ٻن ٻين کاتن کان سواءِ ٻيا کاتا سب فيڊريشن جي حوالي رهندا. انهيءَ ڪانفرنس ۾ جيڪو ٺهراءُ بحال ٿيو. ان تي محمد ايوب کهڙي، نواب مشتاق گورماني، ممتاز دولتانہ ۽ سردار امير اعظم خان صحيحون ڪيون. ان کانپوءِ سنڌ کانسواءِ ٻين سڀني صوبن جي صوبائي مسلم ليگ اسيمبلي پارٽين ساڳئي قسم جا ٺهراءَ بحال ڪيا جن ۾ اهو چيو ويو تہ مرڪز وٽ صرف 5 کاتا هجن جن ۾ بچاءُ، خارجہ، مواصلات، خزانو ۽ بين الاقوامي واپار هجڻ گهرجي. پنجاب جو آئين خلاف اهو هوڏ ڏسي ملڪ جي ڪافي اخبارن خاص طور تي "ڊان" اها راءِ رکي تہ ملڪ جو آئين تمام ڏکيائين سان ٺهيو آهي ان ڪري اسيمبلي ٽوڙڻ غلط ڳالهہ ٿيندي. پاڪستان جي مهاجر لابي اهو محسوس ڪيو تہ جيڪڏهن آئين نہ ٺهيو ۽ عمل ۾ نہ آيو تہ پنجابي لابي پنهنجو تسلط مضبوط ڪندي جنهن ۾ آئين جو ڪوبہ عمل دخل نہ هوندو ۽ خاص طورتي پنجاب اهو سڀ ڪجهہ پنهنجي فوج جي زور تي ڪندو. انهيءَ ڪري مهاجرن جي پڙهيل لکيل طبقي آئين جي پاس ٿيڻ ۾ دير نہ ڪرڻ جي حمايت ڪئي ۽ ان معاملي تي پنجابين جو ساٿ نہ ڏنو. ملڪ جون ٻيون سياسي پارٽيون خاص طور تي جماعت اسلامي، جمعيت علماءِ اسلام ۽ جمعيت علماءِ پاڪستان پڻ آئين ٺاهڻ جي فائدي ۾ هيون. سنڌي پڙهيل لکيل ۽ دانشور طبقي آئين کي عمل ۾ آڻڻ جي حمايت ڪئي. سنڌي ادبي سنگت پنهنجي سنڌي ادبي ڪانفرنس ذريعي، سنڌ عوامي محاذ ۽ ٻين معروف سنڌي شخصيتن آئين کي هڪدم لاڳو ڪرڻ ۽ ان کي عمل ۾ آڻڻ جي گهر ڪئي. ڪراچيءَ ۾ 22 آڪٽوبر 1954ع تي "آئين جو ڏينهن" ملهايو ويو جنهن ۾ 30 هزار کن ماڻهو شريڪ ٿيا جنهن ۾ اهو ٺهراءُ پاس ڪيو ويو تہ آئين ساز اسيمبليءَ کي ڊاهڻ هڪ خطرناڪ حرڪت ٿيندي ۽ ان کي برداشت نہ ڪيو ويندو. حيدرآباد ۽ لاڙڪاڻي ۾ پڻ اهڙيون گڏجاڻيون ٿيون. سنڌ قانون ساز اسيمبلي جي ميمبرن

ڪيترن ئي بيانن ذريعي اسيمبلي ٽوڙڻ جي مخالفت ڪئي. ڪراچي ۽ سنڌ جي ڪيترن ئي وڏن شهرن ۾ آئين جي فائدي ۾ وال پوسٽر هنيا ويا. ڪراچيءَ جي ڪيترين شاگرد تنظيمن ۽ ٻين تنظيمن جي ماڻهن پڻ اهڙيون گڏجاڻيون ڪري پنهنجو آواز اٿاريو. پنجابين جي تسلط جي ڊپ ڪان ڪراچيءَ جي مهاجرن ۽ انهن جي تنظيمن پڻ ان عمل جي مخالفت ڪئي. سنڌن هڪ جهوني ليڊر عبدالقدوس بهاري آئين کي پاس ڪرڻ جي حمايت ڪئي.

مٿين سڄي ڳالهه مان اهو ظاهر آهي ته سڀ جا سڀ پنجابي سياستدان آئين ناهڻ جي خلاف هئا ۽ اسيمبلي ٽوڙڻ جي حق ۾ هئا. جن کي سنڌ مان محمد ايوب کهڙي ۽ سرحد مان ڊاڪٽر خان صاحب جي حمايت حاصل هئي. انهيءَ دوران ڏسڻ ۾ ائين اچي رهيو هو ته فوج جا ٻه خاص ماڻهو اسڪندر مرزا ۽ جنرل ايوب خان پڻ پنجابين جي مدد ڪري رهيا هئا. ملڪ جي جڳ مشهور سوشل سائنسدان ۽ سياست جي پروفيسر خالد بن سعيد پنهنجي هڪ ڪتاب "پاڪستان ۾ سياسي سرشتو" ۾ ٤٨ هين صفحي تي انهيءَ ڳالهه کي هيٺين لفظن ۾ سهيڙيو آهي:

"فوجي ليڊرن ۽ منتظمن چيو ته فوجي حڪمت عملي ۽ ملڪ جي اقتصادي حالتن جي اها گهرج آهي ته مغربي پاڪستان جي سيني صوبن کي ملائي ون يونٽ ناهيو وڃي. ڪين اها خبر هئي ته سنڌ ۽ سرحد صوبي جا سياستدان، صوبائي اعليٰ آفيسر، دانشور ۽ ائان جا سڄان ماڻهو ون يونٽ جي سخت مزاحمت ڪندا. دولتانه جيڪو دستاويز ناهيو هو انهيءَ ذريعي سهڻي نموني سان صوبن ۾ سڄاڳي پيدا ڪري ڪين هڪ راءِ جو بڻائڻو هو. پر فوجي ليڊر ۽ بي آفيسر شاهي ون يونٽ ناهڻ لاءِ تمام گهڻي تڪڙ ۾ هئا چو ته هنن کي خبر هئي ته جيڪڏهن هو ائين نه ڪندا ته هيءَ حڪومت نهنڊڙ آئين کي قبول ڪرائي وجهندي". [14] سيپٽمبر 1954ع جي آخر ڌاري وزيراعظم محمد علي بوگرا، وزير خزانه چوڌري محمد علي ۽ پاڪستاني فوج جو ڪمانڊر انچيف گڏجي آمريڪا جي سفرتي روانا ٿيا. انهيءَ وچ ۾ ميجر جنرل اسڪندر مرزا جيڪو مشرقي پاڪستان جو گورنر هو تنهن گورنر جي عهدي تان موڪل وٺي مشرقي پاڪستان مان ڪراچيءَ اچي ڪجهه وقت ڪانپوءِ لنڊن روانو ٿي ويو. انهن ليڊرن جو ملڪ کان ٻاهر وڃڻ جو مقصد اهو ٻڌايو ويو ته هو آمريڪا کان پاڪستان لاءِ امداد وٺڻ وڃي رهيا آهن. آمريڪا ويندي ڪجهه وقت لاءِ لنڊن ۾ ترسيل انهن ماڻهن مان هڪ ايوب خان پنهنجي

ڪتاب "فرينڊز ناٽ ماسٽرس" ۾ تفصيلي ذڪر ڪيو آهي ته ٻئي چوٿين آڪٽوبر جي رات جو پنهنجي هوٽل جي ڪمري ۾ دير تائين سمهي نه سگهيو ۽ هن پنن تي پنهنجي خيالن جو اظهار ويهي لکيو. جنهن ۾ موصوف اهو ڄاڻايو ته ملڪ جون سياسي حالتون بگڙنديون پيون وڃن. انهيءَ لاءِ اسان کي ڪو اهم ڪم ڪرڻو پوندو. جيڪو فوج جي فڪشن مطابق هجي. پوءِ هن جيڪو دستاويز ٺاهيو ان ۾ هن اها تجويز ڏني ته ملڪ ۾ جيڪي به صوبائي قانون ساز اسيمبليون موجود آهن ۽ جيڪي به وزارتون موجود آهن انهن کي ختم ڪيو وڃي ۽ هڪ صوبي ٺاهڻ لاءِ پيش رفت ڪئي وڃي. هو اجا دوري تي ئي هئا ته گورنر جنرل ملڪ غلام محمد وزيراعظم محمد علي بوگرا ۽ جنرل ايوب کي هڪدم واپس ڪراچيءَ گهرائي ورتو اهي ٻئي ڄڻا 23 آڪٽوبر تي رات جو چارٽرڊ جهاز ذريعي ڪراچيءَ پهتا. هنن جي اتي پهچڻ تي هڪدم آئين ساز اسيمبلي ۽ وزارت کي ٽوڙي ختم ڪيو ويو. وزيراعظم جنهن انهيءَ تي گوڙ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي کي اسڪندر مرزا خاموش ڪرايو. اهي سڀ ڳالهيون ڪراچيءَ ۾ گورنر جنرل جي گهر ۾ ٿيون. 24 آڪٽوبر 1954ع ۾ ملڪ جي پنجابي گورنر جنرل هيٺيون آرڊر جاري ڪيو:

"گورنر جنرل ڪافي غور فڪر ۽ سوچ ويچار ڪانپوءِ انهيءَ راءِ تي پهتو آهي ته ملڪ سياسي لوڏن ۾ آهي ۽ سياسي پيچ ڌاهه جو شڪار ٿيو آهي. تنهنڪري هو (گورنر جنرل) ڏک سان انهيءَ نتيجي تي پڻ پهتو آهي ته ملڪ جي آئيني مشينري ٽٽي چڪي آهي. انهن ڳالهين کي ڏسندي هن اهو فيصلو ڪيو آهي ته هن ملڪ ۾ ايمرجنسي لاڳو ڪئي پئي وڃي ۽ ملڪ جي آئين ساز اسيمبلي ماڻهن جو اعتماد وڃائي چڪي آهي جيڪا وڌيڪ نه هلي سگهندي." [15]

ائين ئي آئين ساز اسيمبلي ٽٽي پيئي. پريس تي سينسرشپ هنئي وئي. ڪراچيءَ جي شهر ۾ 5 يا ان کان وڌيڪ ماڻهن جي گڏجڻ يا گڏجي هلڻ تي پابندي مڙهي وئي. نئين وزارت ٺاهي وئي ۽ نئين آئين ساز اسيمبلي جلد ٺاهڻ جو واعدو پڻ ڪيو ويو.

ماڻهن جڏهن ائين چيو ته اهو سڄو ڪم فوج جي زور تي ٿي رهيو آهي تنهن تي اسڪندر مرزا ٻاهرين صحافين کي اهو ٻڌايو ته ان سڄي ڳالهه ۾ فوج جو ڪوبه عمل دخل ڪونهي. صرف فوج جا ڪجهه جٿا امن امان نيڪ ڪرڻ لاءِ اچي لٿا هئا. وزيراعظم محمد علي بوگرا ان سڄي ڳالهه جي

خلاف هو. انهيءَ دوران گورنر جنرل غلام محمد ڪيترائي دفعا اها ڪوشش ڪئي ته سڄي ملڪ ۾ گورنر راڄ لاڳو ڪري ۽ مشرقي ۽ مغربي پاڪستان تي حڪومت ڪري. پر ننڍن صوبن جي سياستدانن ان پرنڌڙ باهه کي وسائڻ جي ڪوشش پئي ڪئي. بنگال ۽ ننڍن صوبن کي اهو ڊپ هيو ته ائين ڪرڻ سان فوج امالڪ ملڪ جون واڳون سنڀاليندي جيڪو ڪين قبول ڪونهي. محمد علي بوگرا پڻ انهن ئي خدشن ڪري اهو سڀ ڪجهه قبوليو چو ته هو فوجي راڄ جي سخت خلاف هو.

نئين وزارت عمل ۾ آئي. محمد علي بوگرا وري به وزيراعظم ٿيو پر وٽس نالي ماتر اختيار هئا. اصل اختيار سينئر بيوروڪريٽن ۽ فوجي جنرلن وٽ هئا. گورنر جنرل پاڻ به هڪ سول بيوروڪريٽ هو. ڪئبينٽ (وزارت) ۾ جنرل محمد ايوب خان فوج جو ڪمانڊر انچيف. چوڌري محمد علي (سول بيوروڪريٽ)، اسڪندر مرزا (ميجر جنرل ۽ سول سرونٽ)، ايم اي ايڇ اصفهاني (ڪاروباري/واپاري) ۽ ڊاڪٽر خان صاحب (سرحد جو ڪانگريسي سياستدان) پڻ شامل هئا. ان سڄي وزارت ۾ ڪوبه سنڌي شامل نه هيو. مٿين وزيرن ۾ به وزير فوجي هئا جنهن مان اهو احساس ٿي رهيو هو ته فوج به حڪومت ۾ شامل ٿي وئي آهي ۽ اهي ٻئي پنهنجا فيصلا مسلط ڪرڻ لڳا آهن. جيڪي مغربي پاڪستان کي هڪ ڪرڻ جا وڏا حمايتي پڻ هئا. مٿئين بحث مان ائين لڳي رهيو هو ته ان ڪئبنيٽ کي ڏکيا فيصلا ڪرڻا هئا. جهڙوڪ ون يونٽ جو ناهڻ ۽ بنگالين جي اڪثريت کي منهن ڏيڻ ۽ آمريڪا ڏانهن هٿ وڌائڻ جو سعيو. انهيءَ ڪري هنن هڪ بنگاليءَ کي وزيراعظم طور ڪنيو. سرحد مان ڊاڪٽر خان صاحب کي ڪنيو ويو ته جيئن هو ون يونٽ اسڪيم ۾ سنڌن سات ڏئي. ٻن ٽن مهينن جي وقفي بعد بنگال جي ٻئي رهنمائن حسين شهيد سهروردي جيڪو عوامي ليگ جو ليڊر هو ۽ ڪرشڪ سرامڪ پارٽيءَ جي اي ايڇ سرڪار کي پڻ ان وزارت ۾ شامل ڪيو ويو. خالدبن سعيد پنهنجي مٿي ڄاڻايل ڪتاب ۾ لکيو آهي ته هي جيڪو ڪجهه ٿي رهيو هو اهو ون يونٽ جي منصوبي کي عملي جامو پارائڻ لاءِ هو. خاص طور تي بنگال جي حريص ۽ ذهين سياستدان حسين شهيد سهروردي کي وزارت ۾ شامل ڪرڻ جو فيصلو سڀ کان اهم هو.

انهيءَ دور جي تاريخي اڀياس مان اهو معلوم ٿو ٿئي ته هي سڀ مغربي پاڪستان کي هڪ صوبي ڏانهن وٺي وڃڻ جي ڊوڙ ۾ شامل هئا.

سيٺي پنجابي گروپ بنگالين سان ڳالهائڻ ۾ لڳا پيا هئا. سنڌ مان پيرزادو عبدالستار جنهن آئين ساز اسيمبلي ٽوڙڻ جي مخالفت پئي ڪئي ان جي تنهن ڪانپوء وري ڳجهه ڳوهه ۾ گورنر جنرل سان ناهه ڪرڻ لڳو. سنڌ مان مير رسول بخش ٽالپر ۽ مولا بخش سومري پڻ گورنر جنرل جي حمايت ڪئي. سنڌ مان سنڌ جناح عوامي ليگ جي صدر ۽ حيدرآباد مان مهاجرن جي چونديل ميمبر (MLA) مبارڪ علي شاهه پڻ گورنر جنرل جي حمايت ڪئي. پنجابين بنگالين کي پاڻ ڏي ڇڪڻ جي ڪوشش ڪئي ته هو ون يونٽ جي حمايت ڪن. جيئن بدلي ۾ هو سندن مدد ڪن. مٿي ايوب خان جي منصوبي جو ذڪر ڪيو ويو آهي جنهن ۾ هن وڏيڪ ڄاڻايو ته منهنجا ٻه خاص مقصد هئا: هڪ ته پاڪستان جي تنهي فوجن جي سياستدانن جي دخل اندازيء مان جان ڇڏايان ۽ ٻيو مغربي پاڪستان جي سيني صوبن کي گڏائي هڪ يونٽ ڪيو وڃي ۽ هن ان لاء تمام گهڻو زور ڏنو ۽ سندس بقول هن ون يونٽ ناهڻ جو عمل شروع ڪيو.

انهيء دور ۾ ڪجهه اهڙا دستايز پڻ تيار ڪيا ويا هئا جن کي "ون يونٽ جو خفيه دستاويز" چيو وڃي ٿو. اسان پنهنجي هن ڪتاب جي آخر ۾ ان "خفيه دستاويز" جو مڪمل متن ڏنو آهي. جنهن لاء اهو مشهور آهي ته اهو پنجاب جي اڳوڻي وزيراعلىٰ ۽ ون يونٽ جي وڏي حامي ممتاز دولتانه لکيو هو. ان دستاويز ۾ چيو ويو آهي ته "ون يونٽ ڪنهن به قيمت تي ناهيو وڃي پر ان لاءِ زور زبردستي نه ڪئي وڃي. جيڪڏهن زور ڪبو ته ننڍين صوبن جا ماڻهو مزاحمت ڪندا. صرف راهه هموار ڪئي وڃي ته جيئن قومي ٻڌي به وڌي ۽ ڪنهن به قسم جي آزادي نه ڏجي ۽ بنگال ۾ تيستائين جمهوريت بحال نه ڪجي جيستائين بنگالي نئين آئين جي حمايت نه ڪن. اسان کي پهرئين پاڻ کي صاف ڪرڻ پوندو ته جيئن اسان سولائيء سان سياسي ۽ نهم هلائي سگهون يعني اسان مخالفن کي خاموش ڪرائي سگهون چو ته اسان اخلاقي طرح ان راءِ جا آهيون. ته اسان جا مخالف بديء تي ٻيٺل آهن." انهيءَ دستاويز ۾ اهو پڻ لکيو ويو ته عبدالستار پيرزادي جي وزارت اعلىٰ کي ڊسمس ڪرڻ ۽ سنڌ ۾ محمد ايوب کهڙي کي ۽ سرحد ۾ سردار عبدالرشيد کي وزارت اعلىٰ ڏيڻ گهرجي چو ته کهڙو ۽ عبدالرشيد ان ڪم ڪرائڻ ۾ ڪامياب ويندا".

آڪٽوبر 1954ع جي آخر ۾ گورنرجنرل غلام محمد پير علي

محمد راشديءَ کي سڏي پيرزادي عبدالستار جي وزارت اعليٰ ڊاهڻ ۽ بقول راشديءَ جي تہ گورنر جنرل کيس وزارت اعليٰ آڇي. جنهن تي هُن اُها قبول نہ ڪئي ۽ محمد ايوب کهڙي جو نالو ڏنو.[17] انهن گڏجاڻين ۾ اهو محسوس ڪيو ويو تہ سنڌ ون يونٽ کي قبول ڪرڻ لاءِ آخري صوبو هوندو. انهيءَ ڪري مرڪزي ليڊرن کي سنڌي ليڊرن جا ون يونٽ بابت خدشا ختم ڪرڻا پوندا. مزي جي ڳالهہ اِها آهي تہ علي محمد راشدي پڻ پنهنجي طرفان سنڌي ماڻهن طرفان اهي خدشا ظاهر ڪيا.[18]

انهيءَ وچ ۾ پيرزادي عبدالستار کي اهو چيو ويو تہ هُو سنڌ اسيمبليءَ مان ون يونٽ جي فائدي ۾ ٺهراءَ بحال ڪرائي جيڪو هن قبول نہ ڪيو.

14 نومبر 1954ع تي مٿانهين سطح واري هڪ گڏجاڻي ٿي جنهن ۾ محمد ايوب کهڙو، ممتاز دولتانہ، پير قربان علي، چوڌري محمد علي ۽ سردار عبدالرشيد شامل هئا. انهيءَ گڏجاڻي ۾ ون يونٽ جي دستاويز کي حتمي شڪل ڏني وئي ۽ پيرزادي عبدالستار جي وزارت ڊاهڻ جو فيصلو ڪيو ويو. پيرزادي عبدالستار پنهنجي طرفان ويڙهہ ڪرڻ جو سوچيو ۽ ان دستاويز کي وائکي ڪرڻ جو منصوبو ٺاهيو. هن تمام گهڻي پيچ ڊڪ ڪئي تہ ون يونٽ جو منصوبو عمل ۾ نہ اچي. هن ان لاءِ پنهنجي ساٿي ۽ پنهنجي دوستن سان ڳالهايو ۽ سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبرن کي پڻ اعتماد ۾ ورتو.

قانون ساز اسيمبليءَ جي 110 ميمبرن مان 76 ميمبرن هڪ بيان ڪڍي ان تي صحيون ڪري آئين ساز اسيمبليءَ ۽ پيرزادي جي وزارت تي مڪمل طور اعتماد جو اظهار ڪيو ۽ پيرزادي سنڌ اسيمبليءَ جو اجلاس 15 نومبر تي ون يونٽ خلاف ٺهراءَ پاس ڪرڻ لاءِ گهرايو. اهو ٺهراءُ سنڌ عوامي محاذ طرف پيش ڪيو پئي ويو ۽ اميد ڪئي پئي وئي تہ ون يونٽ خلاف اهو ٺهراءَ پاس ٿي ويندو. اها صورتحال ڏسندي سنڌ جي گورنر 8 نومبر تي پيرزادي جي وزارت کي ڊسمس ڪري ڇڏيو. انهيءَ بنياد تي تہ "صوبي ۾ بد انتظامي ٿي چڪي آهي" ۽ گورنر طرفان محمد ايوب کهڙي کي وزات ٺاهڻ لاءِ چيو ويو. پيرزادي پنهنجو تڪڙو رد عمل ظاهر ڪيو ۽ چيو تہ سندس وزارت ان ڪري ڊاني وئي آهي جو هو ون يونٽ جي خلاف هو. هن اسيمبلي توڙي عام پبلڪ ۾ ان جي مخالفت ڪئي. هن چيو تہ کهڙي کي ان ڪري وزارت اعليٰ ڏني وئي آهي ڇاڪاڻ تہ هو ون يونٽ جو حامي آهي ۽ کيس اها ذميواري ڏني وئي آهي تہ هو سنڌ اسيمبليءَ مان ون يونٽ جي فائدي ۾ ٺهراءَ

پاس ڪرائي. جي ايم سيد ان وقت پيرزادي جي وزارت ڊاهڻ تي پنهنجو رد عمل ظاهر ڪندي چيو ته پيرزادي جي وزارت ان ڪري ڊاهي وئي آهي جو هو ون يونٽ جو مخالف آهي ۽ هن کيس مبارڪ ڏيندي چيو ته هن هڪ همت پربو قدم کنيو آهي جو هن ون يونٽ قبول نه ڪيو ۽ پنهنجي وزارت ڊهڻ پسند ڪيائين ۽ سنڌ جي ماڻهن جي مرضي رکيائين. سيد صاحب وڌيڪ چيو ته محمد ايوب کهڙو بيوقوفن جي جنت ۾ رهي ٿو چو ته هو اهو سمجهي ٿو ته هو سنڌ جي ماڻهن ۽ اسيمبلي ميمبرن کي پان سان کڻي ون يونٽ ٺهرائيندو.[19]

سنڌ جي ناميارين سياستدان محمد ايوب کهڙي جو سياسي سفر ڪجهه عجيب هيٺ مٿانهين جو شڪار پئي رهيو. هن جينوئيڪ ممبئي کان سنڌ جي جدائي ۽ 1948ع ۾ ڪراچيءَ جي سنڌ کان جدا ٿيڻ ۽ سنڌ مان هندن جي لڏڻ تي نهايت دليريءَ سان سخت احتجاج ڪيو هو جنهن ۾ کيس وڏ وزارت تان به هٿ ڌوئڻو پيو. پر وري 1950ع ۾ وزيراعظم لياقت علي خان سان ناهه ڪري قاضي فضل الله جي وڏ وزارت معرفت اڻ سڌي طرح اقتدار ۾ شامل رهيو ۽ وري جڏهن ون يونٽ ٺهڻ جو وقت آيو ۽ سنڌ جي الڳ سڃاڻپ ختم ڪئي پئي وئي ته ان وقت کهڙي صاحب وزارت اعلیٰ وٺي ون يونٽ ٺاهڻ ۾ سڀ کان وڏو ڪردار ادا ڪيو. ون يونٽ ٺاهڻ وقت جڏهن کهڙي صاحب کي وزيراعلیٰ مقرر ڪيو ويو هو ته کهڙو صاحب سنڌ اسيمبليءَ جو چونڊيل ميمبر ڪو نه هو ۽ نه وري هو سنڌ مسلم ليگ پارلياماني پارٽيءَ جو ميمبر هو. انهيءَ نئين وزارت ۾ کهڙي صاحب سان گڏ پير علي محمد راشدي ۽ مولا بخش سومري پڻ وزارت جو حلف کنيو. ٿندي محمد خان جو مير غلام علي ٽالپر جيڪو ان وقت سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر هو تنهن کي سنڌ حڪومت ڪنهن بئي ڪيس ۾ في الحال گرفتار ڪري ٽراماٿيو هو پر تاريخ مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته هو مرڪزي حڪومت سان نهيل هو ۽ اڳتي هلي ون يونٽ سرڪار ۾ مرڪزي وزير پڻ تي رهيو. ساڳئي وقت پنجاب، سرحد، بهاولپور، خيرپور جي وزارتن ۾ ون يونٽ جي حامي وزيرن ۽ عملدارن کي آندو ويو. خيرپور اسيمبلي 10 نومبر 1954ع تي ون يونٽ جي حق ۾ پنهنجو ٺهراءُ پاس ڪيو. آئين ساز اسيمبليءَ جي صدر مولوي تميزالدين جيڪو بنگالي هو تنهن اسيمبلي ٽوڙڻ جي خلاف گورنر جنرل جي حڪمن کي سنڌ چيف ڪورٽ ۾ 8 نومبر 1954ع ۾ چيلينج ڪندي پٽيشن وڌي. ()

فبروري 1955ع تي سنڌ چيف ڪورٽ پنهنجي فيصلي ذريعي مولوي تميزالدين جي حق ۾ فيصلو ڏنو. جنهن ۾ اسيمبلي ٽوڙڻ ۽ 5 مرڪزي وزير ڪڍڻ کي غير قانوني ۽ غير آئيني قرار ڏنو. سرڪار ۽ اسڪندر مرزا خاموش نه رهيا ۽ عوام کي چيائون ته توهان فڪر نه ڪريو ۽ ان فيصلي کان ڪوبه ڊپ نه ڪرڻ گهرجي ۽ هرحالت ۾ اهو ڪم ضرور ٿيندو. سنڌ چيف ڪورٽ جي فيصلي جي خلاف مرڪزي حڪومت وفاقي ڪورٽ ۾ اپيل داخل ڪئي ۽ ڪورٽ اڪثريتي فيصلي جي خلاف فيصلو ڏنو.[20]

ان وقت فيڊرل ڪورٽ جو چيف جسٽس، جسٽس محمد منير پنجابي هو. جسٽس منير 1960ع ۾ رٽائر ٿيو ۽ رٽائرٽيڻ وقت هن جيڪا تقرير ڪئي ان ۾ اهو مڃيائين ته هن مولوي تميزالدين جي ڪيس ۾ جيڪو فيصلو ڏنو اهو سياسي هو پر قانوني ڪونه هيو.[21]

جسٽس منير جي عدالتي فيصلي کانپوءِ ايوب خان جا خطرناڪ ارادا ظاهر ٿيڻ لڳا ۽ هن تيزيءَ سان ون يونٽ ناهڻ لاءِ زور لڳائڻ شروع ڪيو. هن جو چوڻ هو ته [illegible] به ڪيو. ماڻهن تي ظلم ڪيو پر ون يونٽ ٺهرائي ڏيو.[22]

جي ايم سيد جيڪو ان وقت سنڌ عوامي محاذ جو ليڊر هو تنهن مطالبو ڪيو ته مغربي پاڪستان جي ايڪي بابت قومي ريفرنڊم ڪرائجي. سنڌ [illegible] کي سنڌ ۾ گهڻي موٽ ملي پر حڪومت ان کي رد ڪندي [illegible] ڪم اهي ۽ پاڪستان سطح تي اهو غير ضروري آهي ۽ [illegible] آهي. 12 نومبر 1954ع تي جي ايم سيد کي دفاع پاڪستان [illegible] تحت گرفتار ڪيو ويو. ان ئي وقت سنڌ جي سيني اخبارن خاص طور [illegible] هلال پاڪستان، ڪاروان [illegible] ۽ فتح اسلام جي [illegible] جي گرفتاري جي سخت مخالفت ڪئي ۽ گڏيل ايڊيٽوريل لکيو. [illegible] ۽ روزانه ڪاروان کي دفاع پاڪستان ائڪٽ تحت بند ڪيو ويو. سنڌ [illegible] حڪومت جي زور ڏيڻ جي باوجود ون يونٽ جي مخالفت ڪري رهي هئي. سنڌ قانون ساز اسيمبليءَ جي 15 ميمبرن هڪ گڏيل [illegible] ۾ ون يونٽ جي مخالفت ڪئي ۽ پيرزادي صاحب جي قدم کي [illegible] سنڌ جي سابق وزير امام بخش ٽالپر پيرزادي صاحب کي مبارڪون ڏيندي [illegible] ون يونٽ جي مخالفت ڪئي. قاضي فضل الله جيڪو محمد ايوب کهڙي جو [illegible] ساٿي هو تنهن پڻ ون يونٽ منصوبي جي سخت مخالفت ڪئي ۽ چيو ته اهو پاڪستان ۽ ننڍن صوبن جي مفادن خلاف ٿيندو.

سنڌ جي ماڻهن جو ون يونٽ بابت رويو ۽ ڪاوڙ ڏسي محمد ايوب کهڙي ۽ پير علي محمد راشدي عوام کي اهو تصور ڏنو ته هو ٻئي ون يونٽ تڏهن قبوليندا جڏهن ملڪ جي مرڪزي قيادت سنڌ جي ماڻهن طرفان هيٺيان شرط قبول ڪندي:

1- سنڌ کي قانوني طور تي هيٺيان حق ۽ انهن جون ضمانتون ملڻ گهرجن ۽ ڪين انصاف جو اهڙو ذريعو پڻ مهيا ڪري ڏنو وڃي جنهن تحت جيڪڏهن انهن ضمانتن جي ڪا پيڪڙي ٿي ٿئي ته ڪين انصاف ملي سگهي.
2- سنڌ مان جيڪا ڪمائي ٿيندي اها سڄي سنڌ تي خرچ ڪئي ويندي.
3- سنڌ جون صوبائي نوڪريون سنڌ جي ماڻهن جي هٿ ۾ هونديون. انهن جون پرتيون ۽ انتظام سنڌ جي ماڻهن وٽ هوندو.
4- سنڌ جون زمينون سنڌ جي ٻي زمين آباديءَ ۾ ورهائيون وينديون يعني پناهگيرن ۽ غير پناهگيرن ۾ زمين جو هڪ اقتصادي يونٽ مقرر ڪرڻ ڪانپوءِ.
5- انهن سيني ضرورتن جي پوري ٿيڻ ڪانپوءِ جيڪي زمينون بچنديون اهي خريداريءَ لاءِ کليل هونديون. انهن ماڻهن لاءِ، جن وٽ حڪومت طرفان مقرر ڪيل حد کان گهٽ هونديون.
6- مرڪزي ۽ ٻين سيني اعليٰ نوڪرين ۾ سنڌ جي ڪوٽا مقرر هوندي.
7- ون يونٽ مرڪز وٽ ٽن کاتن ڪانسواءِ ڪو ٻيو کاتو نه هوندو انهن ۾ بچاءِ، خارجه ۽ ناڻو هوندا.
8- سنڌ جي پاڻيءَ جي حصي سان ڪابه هٿ چراند نه ڪئي ويندي.
9- سنڌي ٻولي ۽ ادب جي ترقيءَ تي ٿيندڙ موجوده خرچ کي ڪنهن به حالت ۾ گهٽايو نه ويندو.
10- سنڌ کي فوج ۾ پنهنجو پورو حصو (Due Share) ڏنو ويندو.
11- سنڌ لاءِ ڪابه قانون سازي تيستائين قابل عمل نه هوندي جيستائين ون يونٽ واري قانون ساز اسيمبليءَ ۾ موجود سنڌي ميمبرن جي ان کي حمايت يا قبوليت حاصل نه هوندي.

مٿين سيني نڪتن کي پڙهڻ ڪانپوءِ اهو لڳي رهيو آهي ته جڻ علي محمد راشدي صاحب ۽ محمد ايوب کهڙو صاحب سنڌ جي حقن لاءِ وڏو آواز اٿاريو آهي پر جيڪڏهن چڱي نموني غور سان انهن کي ڏسبو ته پيارنهن ئي نڪتا کلڻ هاب لڳندا. ڇاڪاڻ ته انهن جي ڪابه قانوني ۽ آئيني اهميت

حيثيت نہ هئي. اهي صرف هڪ يا ٻن ماڻهن جي طرفان تيار ڪيل هئا جيڪي ون يونٽ جا حامي ۽ خالق هئا ۽ راشدي صاحب پاران سنڌي ماڻهن جي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ برابر هئا. ٿيڻ ائين کپندو هو تہ انهن نڪتن کي سنڌ جي قانون ساز اسيمبلي جي سيني ميمبرن، سنڌ جي سيني سياستدانن، هاري ۽ قومپرست ليڊرن، شاگرد ليڊرن، وڪيلن، دانشورن، اديبن، استادن ۽ سنڌ جي ٻين عام شهرين جي اڳيان رکي تجويزون وٺڻ کپن ها ۽ پنجاب جي ون يونٽي ليڊرن سان لکت ۾ معاهدو ڪري انهن سيني شقن کي آئيني تحفظ ڏيارين ها پر ائين نہ ٿيو. ڇاڪاڻ تہ ائين ٿيڻو ئي ڪونہ هيو. در اصل محترم جي ايم سيد ان وقت جيڪي ون يونٽ جي خلاف مدلل تقريرون ڪيون ۽ حڪومت تي شرط وڌا انهن کان ڊڄي راشدي تڙ تڪڙ ۾ اهي نڪتا پيش ڪيا. راشدي صاحب پنهنجي ڪتاب "اهي ڏينهن اهي شينهن" ۾ لکيو آهي تہ سيئي نڪتا جي ايم سيد جي پٽيشن جيڪا هن مارچ 1954ع جي سيشن ۾ پيش ڪئي هئي کي ڏسندي ئي پان اهو ڪم ڪيائين. هو وڌيڪ لکي ٿو تہ اهي نڪتا مرڪزي قيادت ڪراچيءَ ۾ وزيراعظم هائوس ۾ ٿيل وڏن وزيرن ۽ گورنرن جي ڪانفرنس ۾ قبول ڪيا ويا هئا. مرڪزي قيادت پاران ساڳئي وقت اهو پڻ طئي ڪيو ويو تہ مغربي پاڪستان جي گاديءَ جو هنڌ تڏهوڪي سرحد صوبي جي ڪنهن بہ هڪ شهر جهڙوڪ ايبٽ آباد، مانسهره يا هري پور کي مقرر ڪيو ويندو.

وڌيڪ اهو بہ واعدو ڪيو ويو هو تہ پهريان 10 سال مغربي پاڪستان جو وزير اعلىٰ ننڍن صوبن مان مقرر ڪيو ويندو.

انهن 11 نڪتن کي سنڌ جي ماڻهن هڪ شوشو قرار ڏنو ۽ ڪراچيءَ ۾ ان جي مخالفت ۾ ڪيترائي جلسا ٿيا.

جناب تنوير احمد طاهر پنهنجي ڪتاب Politial Dynamics of Sindh ۾ لکي ٿو تہ انهي سڄي دور ۾ پيرزادو عبدالستار هڪ اهڙو ماڻهو هو جنهن کي اڃا ڪجهہ ميمبرن جي حمايت حاصل هئي پر اها تمام ٿوري وقت لاءِ هئي. ڇاڪاڻ تہ سنڌ جو وڏيرو ڪلاس هميشہ ڦرٽو گهرٽو رهيو آهي جيڪا شايد پيرزادي صاحب کي خبر نہ هئي. اهي سڀ وڏيرا انهيءَ ٻڌتر ۾ هئا تہ ڪين ڇاڪاڻ گهرجي؟ پيرزادي صاحب جي مدد ڪن يا نہ. ڇو تہ هو اهو سمجهن پيا تہ جي ون يونٽ نہ ٿيو تہ سنڌ ميمبريون ختم ٿي وينديون يا وري ان مونجهاري ۾ هئا تہ کهڙو صاحب وزيراعلىٰ ٿئي الائي نہ ٿئي! گهڻن جي سوچ اها هئي تہ

پيرزادي صاحب کي حمايت ڏجي ته جيئن کهڙي جي ڪئمپ مان وڏي قيمت وصول ڪري سگهجي. ٻيو ته جيڪي مظاهرا ون يونٽ خلاف ٿي رهيا هئا انهن به وڏيرن کي في الحال ڪنهن فيصلي ڪرڻ کان پئي روڪيو.[23]

هتي هڪ ڳالهه قابل ذڪر آهي ته ان وقت جي وزيراعظم 22 نومبر 1954ع تي ون يونٽ اسڪيم جي منظوري ڏيئي ان کي لاڳو ڪرڻ لاءِ پروگرام ڏنو. جڏهن ته ان وقت ٽائين مغربي پاڪستان جي ڪنهن به صوبي جي اسيمبليءَ ون يونٽ جي حمايت ۾ ٺهراءُ پاس نه ڪيو هو. وزيراعظم جي انهيءَ اعلان ڪانپوءِ تڙ تڪڙ ۾ ون يونٽ جي حمايت ۾ مختلف صوبائي اسيمبلين ٺهراءُ پاس ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيا. اها هڪ عجب جهڙي ڳالهه آهي ته اڃا صوبائي اسيمبلين حمايت يا مخالفت ۾ ڪي به ٺهراءُ پاس ڪو نه ڪيا هئا پر وزيراعظم جي انهيءَ اعلان ڪانپوءِ حڪومت صوبائي اسيمبلين جي پنيان پئجي وئي ته هو انهيءَ قسم جا ٺهراءُ پاس ڪرڻ شروع ڪري ڏين. ٽن اسيمبلين هڪ ٻئي پنيان اهي ٺهراءُ پاس ڪيا. سڀ کان پهريائين سرحد صوبي جي اسيمبلي هئي جنهن ۾ سردار عبدالرشيد صوبي جي وزير اعلىٰ جي حيثيت ۾ 15 نومبر 1954ع تي اهو ٺهراءُ پاس ڪرايو. ان ڪانپوءِ پنجاب اسيمبلي ون يونٽ جو ٺهراءُ پاس ڪيو. سنڌ اسيمبلي آخري اسيمبلي هئي جنهن ٽئين نمبر تي ون يونٽ جي حمايت ۾ ٺهراءُ پاس ڪيو.

وزيراعظم 22 نومبر 1954ع واري پنهنجي تقرير ۾ سنڌ جي ميمبرن تي اهو زور ڀريو ته هو جلد ون يونٽ جي حق ۾ ووٽ ڏين. انهيءَ دوران 4 ڊسمبر 1954ع تي سنڌ اسيمبليءَ جي 80 ميمبرن ون يونٽ جي حمايت جو اعلان ڪيو. جن مان 49 ميمبرن لکت ۾ بيان ڪڍيو. هتي هيءَ ڳالهه نهايت اهم ۽ نوٽ ڪرڻ جهڙي آهي ته 23 آڪٽوبر 1954ع تي جن 76 ميمبرن پنهنجو بيان لکي پيرزادي صاحب جي حمايت ڪئي هئي جنهن ۾ ون يونٽ ٺاهڻ ۽ آئين ساز اسيمبليءَ کي ڊاهڻ جي پڻ مخالفت ڪيل هئي. انهن 76 ميمبرن وري قلابازي کاڌي ۽ ون يونٽ جي حق ۾ بيان ڪڍيو ۽ ان لاءِ وڏيڪ سگهاري ٻولي استعمال ڪيائون. جن ٻين ادارن ۽ ماڻهن ون يونٽ جي حمايت ڪئي انهن ۾ ڪل پاڪستان مهاجر بورڊ، ڪل پاڪستان مسلم يوٿ آرگنائيزيشن، ضلعي لوڪل بورڊ، سنڌ چيمبرآف ڪامرس ۽ ٻين مهاجرن جي واپاري، مذهبي، سياسي تنظيمن ۽ شخصيتن وزيراعظم جي تقرير جي حمايت ڪندي ون يونٽ جي حمايت پڻ ڪئي. جماعت اسلامي

سنڌ جي ڪن سنڌي رهنمائن پڻ ون يونٽ جي حمايت ڪئي. سنڌ جي جن ليڊرن پوءِ به پنهنجن بيانن ذريعي ون يونٽ جي مخالفت ڪئي انهن ۾ عبدالحميد خان جتوئي، غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙي، سيد گل محمد شاهه، رئيس علڻ خان لغاري، سيد محمد زمان شاهه شامل آهن. سنڌ جي جميعت علماءِ اسلام، سنڌ هاري ڪميٽي، سنڌ عوامي محاذ ۽ سنڌ يوٿ فرنٽ اهڙيون تنظيمون هيون جن ون يونٽ جي مسلسل مخالفت پئي ڪئي.

27 مارچ 1955ع تي گورنر جنرل غلام محمد مغربي پاڪستان آرڊر جاري ڪيو. 28 مئي 1955ع تي نئين دستور ساز اسيمبليءِ چونڊي وئي. دستور ساز اسيمبليءِ ۾ ون يونٽ بابت بل پيش ٿيڻ بعد به تقريباً ٻن مهينن تائين ان تي بحث هلندو رهيو. 30 سيپٽمبر 1955 تي آخري ووٽنگ ڪرائي وئي. 43 ووٽ بل جي حمايت ۾ ۽ 13 ووٽ خلاف ويا. ون يونٽ کي قانوني حيثيت ملڻ جي خوشيءِ ۾ سرڪار پاران 14 آڪٽوبر 1955ع تي چراغان ڪرڻ جو اعلان ڪيو ويو. محترم شيخ عزيز لکي ٿو: "سنڌ جي "نمڪ حلال" سرڪار به انهيءَ جي پوئواري ڪئي. پر عوام ڪونه ڪيو. سنڌ ۾ اهو ڏينهن يوم سياهه ملهايو ويو. هر هنڌ جلسا جلوس ڪڍيا ويا. ون يونٽ جي مذمت ڪئي وئي. پوليس اخبارن جي دفترن، ڪاليجن ۽ ٻين درسگاهن تي پهرا بيهاريا. ڪجهه جلوس نڪتا. ڪجهه نه نڪري سگهيا ۽ ڪن کي روڪيو ويو. سمورا ون يونٽ مخالف ڪارڪن واڙيا ويا. صوبائي سرڪار جي هٿ ۾ سرڪاري عمارتن تي چراغان ٿيو. جهنڊا چاڙهيا ويا ۽ پيچ لوڏيندڙ سياستدانن انهيءَ موقعي تي حڪومت جي پٺڀرائي جا بيان جاري ڪيا".[24]

گورنر جنرل 15 آڪٽوبر 1955ع تي صوبن کي ختم ڪرڻ وارو آرڊيننس جاري ڪري سنڌ کي ٽن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو: خيرپور ڊويزن، حيدرآباد ڊويزن ۽ ڪراچي جو وفاقي انتظام هيٺ علائقو ۽ اها حيثيت 1970ع تائين برقرار رهي جيستائين ون يونٽ جو خاتمو نه ٿيو ۽ صوبا وري بحال نه ٿيا.

## 1956ع وارو آئين ۽ اي ڪي بروهي

دستور ساز اسيمبليءِ مان بل پاس ٿيڻ بعد به منزل اڃا گهڻو پري هئي. ڇاڪاڻ ته آئين سازيءَ جو مرحلو اڃا رهيل هو. شيخ عزيز لکي ٿو: "جيستائين آئين سازي جو تعلق آهي. هاڻي پاڪستان جي قوم سيني ڪان

وڏيڪ مصيبت زده دور مان لنگهي رهي هئي. اهو تمام گهٽ ماڻهن کي معلوم هوندو تہ گورنر جنرل غلام محمد، اسيمبلي کي ختم ڪرڻ کان پوءِ هڪ Ministry of talent ناهي هئي جنهن ۾ مرڪزي وزير ۽ ان جا سينئر آفيسر شامل هئا ۽ جنهن جي ذميداري ٻين ڪمن کان سواءِ هڪ آئين ٺاهڻ هو... آئين ٺاهڻ جو ڪم بہ غلام محمد انهيءَ Talented Ministry جي حوالي ڪري ڇڏيو هو، جنهن پڇ لوڏيندي ئي اهو مسودو تيار ڪري ڇڏيو هو. غلام محمد جي بدقسمتي اها ٿي تہ سموري پيچ ڏاهہ جي نتيجي ۾ غلام محمد نڪري ويو هو ۽ هاڻي اسڪندر مرزا ۽ چوڌري محمد علي اچي ويا هئا.

چوڌري محمد علي پنهنجي محسن غلام محمد جي نهرايل سرڪاري نوڪرين جي مسودي کي ڪٺي اڳتي وڌيو ۽ ان کي پنهنجي تصنيف قرار ڏنائين. گهڻن ماڻهن جو خيال آهي تہ اهو مسودو، مشهور قانون دان الله بخش بروهي (اي ڪي بروهي) ناهيو هئو ۽ پوءِ گهڻين شاهدين انهيءَ جي ثابتي فراهم ڪئي تہ الله بخش بروهي انهيءَ آئين ٺاهڻ ۾ بنيادي ڪردار ئي ادا نہ ڪيو پر انهيءَ جو سمورو خاڪو، بروهي جي دماغ جي پيداوار هئو."[25]

اهڙيءَ ريت ڪامورا شاهي ڳيجهو سياستدانن جي ساٿ ۽ سهڪار سان ون يونٽ ٺٺڻ (1970ع) تائين ملڪي ڪاروهنوار جي مالڪ مختيار رهي.

حوالا:


(1) ايچ ٽي سورلي- مغربي پاڪستان جو گزيٽيئر: سابق صوبو سنڌ. لاهور: مغربي پاڪستان جي حڪومت، 1968ع ص 206 (ڪتاب اصل انگريزيءَ ۾).
(2) روزانہ "نواءِ وقت". لاهور: 5 مارچ 1949ع
(3) روزانہ ڊان ڪراچي، 16 ڊسمبر 1948ع
(4) تنوير احمد طاهر صفحو 320
(5) روزانہ ڊان ڪراچي: 5 مارچ 1949ع
(6) روزانہ ڊان ڪراچي: 7 مارچ 1949ع
(7) روزانہ ڊان ڪراچي: 1 اپريل 1949ع
(8) روزانہ ڊان ڪراچي 1 جنوري 1953ع
(9) سنڌ آبزور ڪراچي 2 جنوري 1953، الوحيد 2 جنوري 1953ع
(10) پاڪستان جي آئين ساز اسيمبلي جون تقريرون - جلد XV، 7 آڪٽوبر 1953، ص 14

(11) روزانہ ڊان ڪراچي 28 مارچ 1954ع
(12) روزانہ ڊان ڪراچي، 4 سيپٽمبر 1954
(13) روزانہ ڊان ڪراچي، 17 آڪٽوبر 1954ع
(14) Khalid Bin Saeed "The Political System" Karachi 1987- P - 48
(15) روزانہ ڊان 25 آڪٽوبر 1954ع
(16) Khalid Bin Saeed "The Political System" Karachi 1987- P - 7
(17) پير علي محمد راشدي. "اهي ڏينهن اهي شينهن". سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1981، ص: 405- 404
(18) حوالو ساڳيو ص 409- 408
(19) روزانہ ڊان ڪراچي 10 نومبر 1954ع
(20) روزانہ ڊان ڪراچي 22 مارچ 1955ع
(21) روزانہ ڊان ڪراچي 23 اپريل 1960ع ۽ حيدربخش جتوئي Democracy and justice of Chief Justice حيدرآباد 1965ع ص 14
(22) Hyder Bux Jatoi "Injustice to Sindh: Hyd. Hari Committee 1954. P 26 - 27
(23) Tanveer Ahmed Tahir "The Political Dynamics of Sindh. Pakistan Study Center Karachi. University of Karachi 2010 - P: 349 - 350
(24) شيخ عزيز: "تقسيم کان تقسيم تائين" پاڪ پبليڪيشن ڪراچي، 2008ع ص 145
(25) شيخ عزيز: "تقسيم کان تقسيم تائين" پاڪ پبليڪيشن ڪراچي، 2008ع ص 147-146

# سنڌ اسيمبليءَ ۾ ون يونٽ جو ٺهراءُ پاس ٿيڻ

(اسيمبلي تقريرن جي آئيني ۾)

11 ڊسمبر 1954ع تي محمد ايوب کهڙو جيڪو سنڌ جو وزيراعليٰ هو ڪي متفقہ طور سنڌ مسلم ليگ اسيمبلي پارٽي جو ليڊر چونڊيو ويو. اسيمبليءَ ۾ 96 ميمبرن مان 88 ميمبر موجود هئا. انهن مان پير علي محمد راشديءَ کي پارٽي جو ڊپٽي ليڊر ۽ قاضي محمد اڪبر کي سيڪريٽري ڪري چونڊيو ويو. مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ مان مير غلام علي ٽالپر (جيڪو قيد ۾ هو)، پيرزادو عبدالستار، حامد حسين فاروقي ۽ سيد غلام حيدر شاهہ ميٽنگ ۾ شامل نہ ٿيا. مسلم ليگ جي پارلياماني پارٽي جي ميٽنگ ۽ اسيمبليءَ جو سيشن ڪراچيءَ جي سنڌ اسيمبلي بلڊنگ جي بدران حيدرآباد جي دربار هال ۾ منعقد ڪيو ويو.

ان وقت سنڌ صوبي جو گورنر پنجاب جو هڪ سياستدان افتخار حسين خان آف ممدوٽ هو.

اسيمبلي سيشن شروع ٿيڻ وقت ليڊر آف دي هائوس ۽ وزير اعليٰ جناب محمد ايوب کهڙو پنهنجي سيٽ تي اٿي بيٺو ۽ ڊپٽي اسپيڪر پير قربان عليءَ کان ون يونٽ جي حمايت ۾ ٺهراءُ پاس ڪرڻ جي اجازت گهري. پير قربان علي جيڪو اصل ۾ نواب شاهہ جو هو ۽ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر هو تنهن کي صدارت ڪرڻي پئي جو ان وقت جي اسپيڪر جناب غلام علي ٽالپر کي ان ڊپ ۾ هتان ٽرڏي پڄايو ويو تہ متان هو ون يونٽ جي مخالفت ڪري. جيتوڻيڪ مير صاحب پڻ سرڪاري پارٽيءَ جو ماڻهو هو. اجازت وٺڻ کانپوءِ کهڙي صاحب جيڪو ٺهراءُ پيش ڪيو،[1] ان جو متن هيٺينءَ ريت آهي:

"سنڌ جي هيءَ قانون ساز اسيمبلي ملڪ جي موجوده صورتحال تي نهايت ئي خبرداري سان سوچ ويچار ڪندي هن راءِ تي پهتي آهي تہ پاڪستان جي قانون ساز اسيمبلي پنهنجي نمائنده حيثيت وڃائي چڪي آهي ۽ ڪنهن بہ ڪم ڪار جي مجاز نہ رهي آهي، جنهن ڪم لاءِ ست سال اڳ وجود ۾ آئي هئي، ان ۾ مڪمل طور تي ناڪام ٿي آهي ۽ هن وقت

هوائي جهاز جي ڪاڪپٽ وانگر ذاتي انا، فائدن، جهيڙن ۽ صوبائي تعصبن جي ور چڙهي وئي آهي. هيءَ اسيمبلي ڪو به قانوني ڪم نه ڪري سگهي آهي ۽ ان ملڪ ۾ خانه جنگي، بچڙائپ، سُستي ۽ غلط ڪمن جي روايتن کي زور ورتايو آهي، صوبائيت کي فروغ ڏنو آهي، هڪ ٻئي کي شڪ جي نگاهن سان ڏسڻ جون روايتون پيدا ٿيون آهن. ملڪ جي مختلف حصن ۾ سستي ۽ هر ڪم ۾ جمود جي فضا آهي. ملڪ جي ٻڏي، اتحاد ۽ سلامتي کي خطرو لاحق ٿي پيو آهي. انهيءَ سان گڏ هيءَ اسيمبلي ايڪسلنسي گورنر جنرل جي انهيءَ قدم يعني قانون ساز اسيمبلي کي ڊاهڻ واري قدم جي انتهائي تعريف ٿي ڪري ۽ ان کي سٺي نظر سان ڏسي ٿي ۽ ساڳئي وقت عزت مآب وزيراعظم جي ڪئبنيٽ ناهڻ واري فيصلي جي پڻ ساراهه ٿي ڪري جو هن اهو قدم کڻي ملڪ کي تباهه ٿيڻ ۽ تٽڻ کان بچائي ورتو ۽ ملڪ جي مستقبل لاءِ هڪ بهتر ۽ اعتبار جوڳي فضا قائم ڪئي ۽ اهڙي نموني ملڪ کي در پيش قانوني ۽ آئيني مسئلا حل ڪرڻ جي راهه پيدا ٿي پئي. ان سان ملڪ جي مختلف حصن جي نمائندن وچ ۾ پيل ويڇا پڻ ختم ٿي ويندا.

هن قانون ساز اسيمبلي ملڪ جي آئيني مسئلن تي سوچ ويچار ڪيو آهي ۽ ان راءِ تي پهتي آهي ته اولهه پاڪستان جي ڇئن حصن کي هڪڙي حصي (يونٽ) ۾ ملائڻ جي ڪري هڪ انصاف ۽ عزت ڀريو ماحول نهندو ۽ بهتري ٿيندي. جيئن اسان جي عزت مآب وزيراعظم پنهنجي تازي براڊ ڪاسٽ ٿيل تقرير ۾ چيو. انهيءَ قسم جو بندوبست نه صرف بنيادي اقتصادي ۽ سماجي ڍانچي ۾ تبديلي آڻيندو ۽ نه صرف اقتصادي ۽ انتظامي صورتحال کي بهتر بنائڻ ۽ نه صرف سڄي قوم ۾ اتحاد ۽ سلامتي پيدا ڪندو پر اوڀر ۽ اولهه پاڪستان ۾ اهڙي اتحاد لاءِ پڻ ڪم ڪندو جو ٻئي پاڻ ۾ ويجها اچي سگهن ۽ اهو مستقبل ۾ هڪ بهتر حڪومت کي عمل ۾ آڻيندو. جيڪا برابري، بهتر دوستي ۽ هڪ ٻئي لاءِ مددگار ٿي سگهي. آخر ۾ هيءَ قانونساز اسيمبلي حڪومت پاڪستان کي صلاح ٿي ڏئي ته انهي عمل کي تيز ڪيو وڃي ۽ مغربي پاڪستان جي اتحاد يعني ون يونٽ کي جلد عمل ۾ آندو وڃي ته جيئن اوڀر ۽ اولهه پاڪستان جو آئيندو دوستي واري عمل ۾ اچي ۽ ملڪ ۾ قبول ڪيل پلان تحت نيون چونڊون ٿي سگهن."

کهڙي صاحب جي ان ٺهراءِ واري تقرير ڪانپوءِ ان جو مڪمل متن اسيمبلي ءِ جي ايوان آڏو رکيو ويو ته جيئن اسيمبلي ميمبرن کان ووٽ ورتي

سگهجي. انهيءَ نهراءَ تي جناب پيرالهيٰ بخش ڪافي گوڙ ڪيو ۽ اهو چيو تہ اهو نهراءُ ملڪ جي بنيادي اصولن جي ڪميٽيءَ جي خلاف آهي جنهن جي رپورٽ کي آئين ساز اسيمبلي پاس ڪيو آهي ۽ اهو بلڪل مناسب ناهي تہ توهان پنهنجي طرفان هڪ اهڙو نهراءُ پيش ڪري رهيا آهيو جيڪو عوام جي حقن جي خلاف آهي ۽ اهو هڪ قانوني نڪتو آهي جيڪو آءٌ پيش ڪري رهيو آهيان. انهيءَ تي ڊپٽي اسپيڪر ڪيس چيو تہ تون ڪا مقصد جي ڳالهہ ڪر ۽ ڪا بنيادي ڳالهہ ڪر. جنهن تي محمد ايوب کهڙي پوائنٽ آف آرڊر اٿاريندي چيو تہ سائين هي ماٺهو اجائي تقرير پيو ڪري ۽ اسان جو وقت پيو وڃائي. انهي تي پيرالاهي بخش صاحب ڪوشش ڪئي تہ هو ڪيس ٻڌن. انهيءَ تي هڪ ميمبر شاهنواز پيرزادي چيو تہ هيءُ ايوان جو وقت پيو ضايع ڪري. جنهن جي جواب ۾ پير صاحب چيو تہ آءٌ وقت ڪونہ پيو زيان ڪريان، آءٌ پنهنجي راءِ رکان پيو. انهيءَ تي پير قربان صاحب ڪائنس پڇيو تہ اوهان پنهنجي پوائنٽ ظاهر ڪيو. پير صاحب جواب ۾ چيو تہ هن قسم جو نهراءُ نٿو پيش ڪري سگهجي ڇو تہ هيءُ قانون جي خلاف آهي ۽ اهڙي نموني جي نهراءَ تي ڪو بہ بحث نٿو ٿي سگهي ڇو تہ اهو قانون جي خلاف آهي. پير قربان صاحب ڪيس چيو تہ تون اهو قانون ٻڌاءِ. انهيءَ تي پيرالاهي بخش صاحب گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ 1935ع جو سيڪشن 46 پڙهي ٻڌايو جنهن ۾ هيٺينءَ طرح لکيل آهي:

"هيٺيان گورنر جا صوبا هوندا جيڪي مشرقي بنگال، پنجاب، سرحد ۽ سنڌ هوندا جيڪي هن ائڪٽ تحت عمل ۾ آندا ويندا" اهو قانون اڃا تائين موجود آهي ۽ رهندو. نڪوان کي ختم ڪيو ويو آهي ۽ نہ وري ان جي بدلي ۾ ڪو بيو قانون آندو ويو آهي. انهيءَ ڪري اسيمبليءَ کي اهڙي ڪنهن بہ سفارش ڪرڻ جو ڪو بہ حق ناهي. ان قسم جي سفارش صرف آئين ساز اسيمبلي ڪري سگهي ٿي يا اسان اهڙيون سفارشون آئين ساز اسيمبليءَ ڏانهن موڪلي سگهون ٿا پر چاڪاڻ تہ هن وقت ڪابہ آئين ساز اسيمبلي موجود ناهي ان ڪري هن قسم جو نهراءُ پاس نٿو ڪري سگهجي.

پير صاحب پنهنجي تقرير ۾ وڌيڪ چيو تہ اڪائين جي ايوان ۾ سيٽون مختلف صوبن جي بنيادن تي ورهائي سگهجن ٿيون ۽ مغربي پاڪستان جا اهي صوبا آهن پنجاب، سنڌ، سرحد ۽ بيا قبائلي علائقا، بهاولپور، بلوچستان، بلوچستان جون رياستون، خيرپور رياست ۽ مرڪز جي

گاديءَ جو هنڌ. پير صاحب ان جو حوالو Basic Principles Commeette دستاويز جي صفحي 11 مان ڏنو. رپورٽ ۾ ٻئي هنڌ يعني صفحي 40 تي اهو لکيل آهي تہ پنجاب کي 90 سيٽون. سنڌ کي 30 سيٽون. سرحد کي 25 سيٽون. قبائلي علائقن کي 17 سيٽون. بهاولپور کي 20 سيٽون. بلوچستان 5 ۽ بلوچستان جي رياستن کي 5 سيٽون. خيرپور رياست کي 4 ۽ وفاق جي گاديءَ کي 5. پير صاحب وڌيڪ ڳالهائيندي چيو تہ سائين بنيادي اصولن جي ڪميٽيءَ جي رپورٽ کي ملڪ جي آئين ساز اسيمبليءَ پاس ڪيو آهي.انهي اسيمبليءَ ۾ توهان کي ياد هوندو تہ اسان جي وزيراعظم آمريڪا اسهڻ کان اڳ ۾ اهو چيو هو تہ هن سال قائد اعظم محمد علي جناح جي جمڻ جي ڏينهن تي نئون آئين عمل ۾ ايندو جيڪا اسان سڀني لاءِ هڪ سوکڙي هوندي. پير صاحب وڌيڪ چيو تہ سائين بنيادي اصولن واري ڪاميٽيءَ جي رپورٽ ۽ محمد علي فارمولا بنهي کي آئين ساز اسيمبليءَ منظور ڪيو آهي جيڪو هڪ آزاد ۽ خودمختيار ادارو آهي. هتي اها ڳالهہ آءٌ واضح ڪري چوڻ ٿو چاهيان تہ اجا تائين گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ ملڪ ۾ هلي رهيو آهي ۽ بنيادي اصولن جي ڪميٽي اهو پاس ڪيو آهي تہ ملڪ جا صوبا آهن ۽ اهي رهندا. آءٌ اهو زور ڏيئي چوندس تہ پاڪستان حڪومت کي ڪو بہ اختيار ۽ حق ناهي تہ هوءَ اهڙي ڪنهن بہ قانون کي ختم ڪري. ڪٿي. يا ترميم ڪري جيستائين ملڪ جي آئين ساز اسيمبلي ان کي ختم نہ ڪري. ان ڪري اهو نهراءُ پاس ڪرڻ قانون کان ٻاهر آهي ۽ قانون کي اورانگهڻ برابرآهي. تنهنڪري اهو پاس نہ ڪيو وڃي.

انهيءَ تي اسيمبليءَ ۾ پير علي محمد راشدي ڊپٽي اسپيڪر کان اجازت وٺندي انهيءَ پوائنٽ تي ڳالهايو ۽ چيو تہ هن صاحب ڪنهن بہ قسم جو قاعدو يا قانون پيش نہ ڪيو آهي جنهن تحت ان نهراءَ جي ڪابہ اهميت يا قدر ناهي. موصوف گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ جي شق 40 جو ذڪر ڪيو آهي جنهن ۾ ڪابہ اهڙي ڳالهہ لکيل ڪانهي تہ صوبن جي باري ۾ يا انهن جي سڌاري لاءِ ڪوبہ نهراءُ پاس نٿو ڪري سگهجي. بيو تہ هن محترم بنيادي اصولن واري ڪميٽيءَ جي رپورٽ بابت ڳالهايو آهي سا صرف هڪ ڪميٽيءَ جي رپورٽ آهي جنهن کي اجا ڪابہ قانوني شڪل مليل ڪانهي. سائين هن محمد علي فارمولاجي ڳالهہ ڪئي اهي جيڪو پڻ ڪو قانون ڪونهي. سائينءَ وڌيڪ سوکڙين جي ڳالهہ ۽ بيون ڳالهيون ڪيون آهن.

سائين آءٌ سمجهان ٿو ته انهيءَ جي ڪابه اهميت ڪانهي ۽ ملڪ جي ڪنهن به قانوني ڪتاب (Statute Book) ۾ لکيل ڪانهي. آخر ۾ اسپيڪر جي هڪ رولنگ هن عزت ڀريي ايوان آڏو پڙهي ٻڌائيندس جيڪا رولنگ نمبر 204 ۽ صفحي 38 تي ڏنل آهي:

"جيتوڻيڪ ڪو به اهڙو ٺهراءُ جيڪو صوبن جي بنيادي اصولن سان لاڳاپيل هجي ۽ جنهن جو تعلق صوبائي حڪومت سان هجي نشو اٿاري سگهجي پر جيڪڏهن اهو آئين بابت آهي ۽ صوبائي حڪومت ڪيڏي مهل به ملڪ جي آئين بابت پنهنجي راءِ ڏئي سگهي ٿي ۽ وفاقي ۽ صوبائي اسيمبلين ۾ رڪن چاهي ته اها اهو ڪري سگهي ٿي." مان انهن لفظن سان اهو چوندس ته اها ڪابه پوائنٽ آف آرڊر جي ڳالهه ناهي. انهيءَ ڪري ان ٺهراءَ کي بحال ڪيو وڃي.[2]

راشدي صاحب ڊپٽي اسپيڪر کي مخاطب ٿيندي چيو ته سائين هن محترم موصوف جو پيش ڪيل ٺهراءُ هڪ خطرناڪ شيءِ آهي ۽ آءٌ اها گذارش ڪندس ته ان قسم جي پوائنٽ آف آرڊر کي پيش ڪرڻ جي اجازت نه ڏني وڃي. چاڪاڻ ته هن جون اهي ڳالهيون اسان جي هن بحث ۾ رخنو وجهي رهيون آهن."[3]

انهيءَ موقعي تي جناب محمد ايوب کهڙو اٿي بيٺو ۽ چيائين ته آءٌ چند لفظ ڳالهائڻ چاهيان ٿو:"سڀ کان پهريبن ته هيءَ سفارش صوبائي اسيمبلي حڪومت پاڪستان ڏانهن موڪلي رهي آهي ۽ صوبائي اسيمبلي چونڊيل نمائندن جي اسيمبلي آهي جنهن ۾ ڪافي ماڻ وارا ميمبر آهن. اهو سندن پورو حق آهي ته هو مرڪزي حڪومت ڏانهن آئين بابت هڪ اهم مسئلي بابت سفارش موڪلين. سنڌ جي ماڻهن کي اهو پورو حق آهي ته هو بين صوبن جي ماڻهن وانگر پنهنجي راءِ جو اظهار ڪري سگهن.. هن عزت مآب ميمبر هڪ غلط اعتراض ڪيو آهي هن ٺهراءَ بابت ۽ ڪائنس اهو وسري ويو آهي ته تازو ئي سرحد اسيمبلي ۽ پنجاب اسيمبلي پڻ ان مسئلي بابت پنهنجن خيالن جو اظهار ڪيو آهي.

ساڳئي ريت سنڌ اسيمبليءَ کي پڻ هن قسم جي اهم مسئلن تي ڳالهائڻ جو پورو حق آهي چو ته هيءَ مسئلو ملڪ جي مفادن کي مخاطب ٿي رهيو آهي ۽ گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ ڪو آخري حرف ناهي. منجهس وقت بوقت ڪيترين ئي ترميمون ٿينديون رهيون آهن. پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ

ڪانپوءِ ان ۾ ستن سالن ۾ ڪيترين ئي ترميمون ٿي چڪيون آهن ۽ هن ۾ ڪيڏي مهل به ڪي ترميمون يا سڌارا آڻي سگهجن ٿا. انهيءَ کي مڪمل طور تي ختم به ڪري سگهجي ٿو ۽ ان جي جاءِ تي ملڪ ۾ نئون آئين به آڻي سگهجي ٿو. انهيءَ ڪري اهو چوڻ عجيب ٿو لڳي ته ڇاڪاڻ ته گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ پاس ٿي چڪو آهي انهيءَ ڪري هن اسيمبليءَ کي ڪوبه حق ناهي ته هُوءَ ترميمن لاءِ ڪو پنهنجو ارادو ظاهر ڪري سگهي. اسيمبليءَ کي سفارش ڪرڻ لاءِ پورو حق آهي. آخرڪار هيءَ هڪ سفارش آهي ۽ آءٌ اهو مڃان ٿو ته سنڌ اسيمبلي ڪو آخري با اختيار ادارو ڪونهي ملڪ جي آئين لاءِ، ڇاڪاڻ ته مرڪز وٽ وڌيڪ اختيار آهن. ۽ اهو مرڪزي حڪومت ۽ گورنر جنرل جي صوابديد تي ڇڏيل آهي ته هُو ڪو آئيني ادارو ناهي ته جيئن ملڪ جو آئين ٺهي سگهي. اهي سفارشون انهن ۽ ٻين جي اڳيان رکيون وينديون. ساڳئي وقت اهي ۽ انهن سان گڏ ڪي ٻيا تفصيل پڻ سنڌن اڳيان رکيا ويندا. هيءَ هڪ انتهائي مختصر ٺهراءُ آهي جيڪو توهان کي صرف عام خاڪو ڏئي ٿو. بعد ۾ ان خاڪي ۾ مقصد جون ڳالهيون (Pictures) وجهي ان کي آخري شڪل ڏبي ۽ ان بعد هُو آئين ناهيندا جيئن ملڪ جا ماڻهو ڪين سفارشون ڏيندا ۽ ملڪ جا ماڻهوئي با اختيار آهن. ماڻهن کي اها اجازت هوندي ته هُو مستقبل ۾ پنهنجي ملڪ جي آئين. جمهوري سيٽ اپ ۽ پنهنجي جمهوري ملڪ لاءِ پنهنجي راءِ ڏين. سائين! ان ڪري هن صاحب جو اهو اعتراض انتهائي غلط ۽ غير قانوني آهي ۽ آءٌ صدر صاحب کي اهو عرض ڪندس ته هو ان کي ختم ڪري ڇڏي.“ [4]

انهيءَ تي ڊپٽي اسپيڪر صاحب پيرالاهي بخش جو وڌل اعتراض رد ڪري ڇڏيو. انهيءَ کانپوءِ کهڙي صاحب ون يونٽ جي حق ۾ بحث شروع ڪيو:

”سائين مان اهو پنهنجو فرض ٿو سمجهان ته مان هن قانون ساز اسيمبلي ۽ پنهنجي صوبي جي ماڻهن جي اڳيان اها وضاحت ڪيان ته مون هيءَ ٺهراءُ جو پيش ڪيو آهي ته جيئن هن اسيمبليءَ جا ميمبر ۽ منهنجي صوبي جا ماڻهو ان قصي کي سمجهن ۽ ان تي ڪا ڳالهه ٻول ڪن. هيءَ ٺهراءُ هڪ تمام وڏي ۽ اهم فطرتي موضوع بابت آهي. اهو هڪ اهم مسئلي ڏانهن سفارش ٿو ڪري جنهن ۾ ملڪ جي مستقبل جي آئين ٺاهڻ جي ڳالهه آهي. هن ايوان کي اها پوري سڌ آهي ۽ هن صوبي جا ماڻهو وڏي حد تائين ڄاڻ رکن ٿا ته اسان تمام وڏين تڪليفن، مصيبتن ۽ ڪيترن ئي سالن جي

جدوجهد ڪانپوءِ پاڪستان جي رياست حاصل ڪئي آهي جيڪو هن ملڪ جي ماڻهن جو گهر آهي. ستن سالن جي گذرڻ ڪانپوءِ اڄ تائين بدقسمتيءَ سان اسان وٽ پنهنجو آئين ڪونهي. مون نهايت صفائي ۽ ڪليل نموني آئين ساز اسيمبليءَ بابت توهان کي ٻڌايو ته جيڪا ته آئين ساز اسيمبلي آئين ناهڻ لاءِ نهي هئي سا ناڪام ٿي وئي ۽ ستن سالن ۾ ڪوبه آئين ٺاهي نه سگهي ۽ نه وري ڪي چونڊون ٿي ڪرائي سگهي. آخر ڪار هيءَ ادارو مختلف گروهن ۾ ورهائجي ويو ۽ پارٽيءَ ۾ جهيڙا شروع ٿي ويا. نتيجي ۾ ملڪ کي ٿٿڻ، بد انتظاميءَ ۽ تباهه ٿيڻ جو خطرو لاحق ٿي ويو."

محمد ايوب کهڙي وڌيڪ ڳالهائيندي چيو ته سائين ڇا اسان جي ملڪ لاءِ اها شرم جهڙي ڳالهه ناهي ته اسان آئين نه ٺاهي سگهيا آهيون ۽ اسان پنهنجي ملڪ کي گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ جي قانون مطابق هلائي رهيا آهيون جيڪا هڪ ڌاري حڪومت هئي جنهن اسان جي ملڪ تي 200 سال حڪومت ڪئي ۽ اسان اڃا گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ تحت پيا هلون. هاڻي اسان وٽ پاڪستان اسٽيٽ ائڪٽ (پاڪستاني رياست جو قانون) هجي نڪي گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ تي ڪم پيو هلي. هاڻي اسان سڀني کي سڀ اهڙا طور طريقا استعمال ڪرڻ گهرجن ۽ هڪ آئين ساز ادارو ناهڻ گهرجي جنهن ۾ مناسب ميمبر هجن جيڪي پاڻ ۾ بحث مباحثا ڪري ملڪ کي مناسب وقت اندر آئين ڏين.

عوام اسان کي ووٽ ڏئي اسان تي اعتماد ظاهر ڪيو آهي. انهيءَ لاءِ ته اسان انهن لاءِ بهتر ڪم ڪريون ۽ هيءَ حڪومت هلايون ۽ غير ضروري خرچن کي گهٽائي ڇڏيون. مان سمجهان ٿو ته سائين اسان جي ماڻهن وڏي حد تائين منهنجن انهن قدمن جي تمام گهڻي ساراهه ڪئي آهي ڇو ته مون اهو چيو آهي ته حڪومت وٽ وزيرن جو تعداد گهٽ هوندو ۽ هو آفيس ۾ گهٽو وقت ڏيئي وڌيڪ ڪم ڪندا. اسان پنهجي توانائيءَ جو هڪ هڪ ائونس پنهنجي صوبي جي ماڻهن جي فائدي لاءِ استعمال ڪيون ٿا. اسان اها اميد ڪريون ٿا ته مستقبل جو سيٽ اپ يعني ون يونٽ حڪومت پڻ اهو ساڳيو ڪم ڪندي ۽ جيڪي علائقا وٺن هوندا انهن جي ماڻهن جي ڀلي لاءِ ڪم ڪندي.

سائين! هن بحث مباحثي دوران آءٌ اهو ضروري ٿو سمجهان ته آءٌ پنجاب جي ماڻهن، انهن جي رهنمائن جو خاص طور تي جن پوئتي پيل علائقن جي ماڻهن کي جيڪي ڪانئن گهٽ آهن. ڪي هڪجهڙو ۽ هڪجيترو

برابريءَ جو موقعو ڏنو آهي ۽ مون کي اميد آهي ته اسان کي مستقبل ۾ ايندڙ ون يونٽ اسيمبليءَ ۾ 60 سيڪڙو نمائندگي ملندي جڏهن ته پنجاب جي نمائندگي 40 سيڪڙو هوندي.

مفاد پرست ماڻهن هڪ غلط قسم جي واويلا شروع ڪئي آهي جنهن جي ذريعي هُو ملڪ ۾ افراتفري، پيچ ڏاهه ۽ شين کي ورهائڻ ۾ شامل آهن ۽ چون ٿا ته سنڌ جون زمينون پنجاب جا ماڻهو ڪٽي ويندا ۽ سنڌ جو پاڻي پڻ پنجاب ڏانهن موڪليو ويندو ۽ صوبي جي سيني ڪاتن جا هي ماتحت هجن يا مٿانهان هجن اهي نوڪريون ۽ خدمتون سڀ پنجاب جي انتظام هيٺ ايندڙون ۽ سنڌ جا ماڻهو انهن سيني شين ڪان محروم ٿيندا. پر ائين ڪونه ٿيندو. اهو سڀ غلط آهي. ڪا به اهڙي حڪومت هڪ ڏينهن لاءِ به نٿي هلي سگهي جيڪڏهن اُها ڪي قلهڙا ۽ عارضي رستا اختيار ڪندي ۽ اسان اهڙي ڪنهن به معاهدي کي قبول نه ڪنداسون جيڪو سنڌ جي مفادن جي خلاف هجي چو ته واقعي ئي اسان جو صوبو گهڻن ئي معاملن ۾ پٺتي پيل آهي.

سنڌ جي سرزمين سنڌ جي ماڻهن لاءِ آهي. زمين تي پهريون حق انهن جو هوندو. منهنجو مقصد آهي ته انهيءَ زمين جي ترجيح اتان جي ماڻهن. صوبي جي عوام ۽ زمين کيڙيندڙ هارين جي آهي. سنڌ جي هينئين علائقي لاءِ بئراج (ڪوٽڙي بئراج) خدا جي مهربانيءَ سان ٺهي راس ٿيڻ جي انتهائي ويجهو آهي. اسان کي ايندڙ سال جي وچ ڌاري ان مان پاڻي ملندو ايندڙ خريف جي فصل لاءِ. خاص طور تي ڪاڇي ڪنڌيءَ جي لاءِ جتي پاڻيءَ جي اڳيئي کوٽ آهي ۽ اميد آهي ته سال ٻن جي اندر پڻ پاڻيءَ جو بهتر نظام ٿي ويندو.

اهي زمينون بهتر طريقي سان سنڌ جي ماڻهن لاءِ مخصوص ڪيون وينديون. انهن زمينن تي پهريون حق سنڌ جي ماڻهن ۽ علائقي جي هارين جو ۽ پوءِ ٻين ماڻهن ۽ آباگارن جو هوندو ۽ جيڪا زمين بچندي اها ٻاهران ايندڙ ماڻهن کي ڏبي ڇاڪاڻ ته صوبي جي آدم شماري پڻ وڌائڻي آهي. صوبي جو ڪلچر ۽ زبان متاثر نه ٿيندي. سنڌي زبان پنهنجن علائقن، ڪورٽن ۽ گورنمينٽ جي ڪاتن ۾ قائم دائم رهندي جتي اُها هميشه رهي آهي ۽ رهندي. پر اردو سڄي پاڪستان جي زبان رهندي. هتي اهو ٻڌائڻ ضروري آهي ته ٻن شين کي هڪٻئي سان ملائڻ ڪافي مختلف آهي. ٻه زبانون ۽ ٻه شيون پاڻ ۾ ملائڻ يا گڏائڻ نه گهرجن. پنهنجن ذهنن کي مهرباني ڪري اهو صاف ڪري ڇڏيو ته سنڌي زبان سنڌ جي ماڻهن لاءِ آهي ۽ مقامي انتظاميه

لاءِ بہ. جيڪو خرچ سنڌي ٻولي ۽ ادب تي ۽ ان کي مشهور ڪرڻ لاءِ ٿي رهيو آهي اڳتي بہ سنڌي ادب لاءِ ٿيندو رهندو. هڪ ڳالهہ واضح هجي تہ سنڌ جي سرحد کان ٻاهر ۽ ٻين علائقن ۾ سنڌي زبان سمجهي ڪونہ ٿي وڃي. جيڪڏهن توهان ريتي ٿپندؤ تہ توهان کي اهو محسوس ٿيندو تہ توهان صوبي سنڌ ۾ نہ آهيو ۽ ڪو بہ ماڻهو توهان جي ٻولي سڄي اتر ۾ سمجهي ڪونہ سگهندو. توهان کي پاڪستان مليو آهي جيڪا تمام وڏي ۾ وڏي مسلم رياست آهي. توهان اها اميد نہ لڳايو تہ سنڌي زبان ڪو سڄي ملڪ جي زبان آهي. اهو قبول نہ ڪيو ويندو ڇو تہ اها ناقابل عمل تجويز آهي. ساڳئي طرح جيڪڏهن توهان سڀي ويندؤ تہ اتي جا ماڻهو بہ توهان جي زبان ڪونہ سمجهي سگهندا. هاڻي قابل عمل تجويز اها آهي تہ انگريزيءَ کي اردو جو نعم البدل بنائجي. سائين! آءُ وڏيڪ اهو ضرور چوندس تہ اوهان جا مفاد ۽ صوبي جي ماڻهن جا مفاد مڪمل طور تي محفوظ ڪيا ويندا. خاص ڪري صوبي جي ماتحت نوڪرين ۽ خدمتن بابت. البت وڏيون ۽ مڪيہ نوڪريون ڇٽا پيٽيءَ جي بنياد تي ڀريون وينديون ۽ انهن ۾ پڻ پنهنجي پيل علائقن کي چڱو چوکو حصو ملندو. جنهن کي اسان پاڻ ڏسنداسون. اسان اهو بہ ڏسنداسون تہ انهن ڪانفرنسن ۾ جنهن ۾ مسئلا حل ٿيندا هجن ۽ معاملن تي غور ويچار ٿيندو هجي ۾ پڻ پنهنجو ڀرپور حصو وٺون. آءُ هڪ دفعو ٻيهر اوهان کي يقين ٿو ڏياريان تہ مان توهان جي حقن ۽ قانوني مفادن لاءِ وڙهندس. سائين! اسان کي وقت سان گڏ هلڻ گهرجي. اسان هينئر مختلف وقت ۾ هلي رهيا آهيون انهيءَ لاءِ اسان وٽ وڏي ۽ گهري سوچ هجڻ گهرجي. اسان پاڪستاني ٿي محسوس ڪريون. اسان جو هلڻ چلڻ پاڪستاني هجي ۽ اسان پاڪستاني رياست جا باشندا هجون ۽ اسان کي تنگ نظري جو مظاهرو نہ ڪرڻ گهرجي تہ اسان سنڌي آهيون ۽ پنجابي آهيون يا پناڻ آهيون ۽ بلوچ آهيون ۽ اهڙي قسم جون سوچون ۽ جهيڙا جهڳڙا ختم ڪريون. هڪ وڏي مقصد، ترقي ۽ وڏي مفاد خاطر. توهان کي وڏي وسيع النظري رکڻ گهرجي ۽ توهان اهو محسوس ڪريو تہ انهيءَ سان توهان پنهنجي ملڪ جو ڪيئن بچاءُ ڪري سگهو ٿا. اڳيان وڌي سگهو ٿا ۽ اچو تہ ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي دنيا جي سيني قومن سان گڏ و ک وڌايون ۽ انهن سان شامل رهون جيڪي روزبروز ترقي ڪري رهيون آهن.

انهيءَ ڪري آءُ پنهنجي صوبي جي ماڻهن کي اپيل ٿو ڪريان. آءُ

اوهان سڀني قانون ساز اسيمبليءَ جي ميمبرن جي معرفت ڪيڻ اپيل ٿو ڪريان ته اهي ڏسن ته اسان جو ملڪ ترقي ڪري. شاهوڪار ٿئي. اسان جي ملڪ ۾ وڏي وسيع النظري آهي ته جو نه اسان جا ماڻهو ترقي ڪن ۽ ترقي پسند ٿين. اسان اهو ڏسنداسون ته اسان جو هر هڪ پئسو تعليم ۽ تهذيب تي خرچ ٿئي. تعليم دنيا ۾ هر قوم ۽ تهذيب يافته ملڪ لاءِ اهم ترين ٿنڀو هوندو آهي. سائين اسان اهو به ڏسندا سون ته تعليم کي مستقبل ۾ پنهنجو جائز مقام ملي. سائين! مون کي اها پڪي اميد آهي ته اسان جو هي صوبو مستقبل جي هن سيٽ اپ ۾ وڏيڪ فائدو حاصل ڪندو. وڏ ۾ وڏ پئسا ماڻهن جي ڀلي لاءِ جاري ڪيا ويندا ۽ غريب ۽ غير تعليم يافته ماڻهو انشاءالله تعليم يافته ٿي ويندا. چاهي هُو ننڍا هجن يا پوڙها. سڀني بالغن کي پڻ پڙهايو ويندو ته هُو تيزيءَ سان ترقي حاصل ڪن جيئن اهو تهذيب يافته ملڪن ۾ ٿيندو رهيو آهي جهڙوڪ ترڪي. جنهن تعليم جي ميدان ۾ چند سالن ۾ وڏي ترقي حاصل ڪئي آهي ۽ اتي هر هڪ ماڻهو پڙهيل آهي. اسان کي اميد آهي ته اسانجي حڪومت ۽ اسان جا ماڻهو پنهنجي ذهن ۾ اهو رکندا ته تعليم هڪ اهم ٿنڀو آهي جنهن مان اسان سڀ فائدو حاصل ڪنداسون. اهي پئسا جيڪي ننڍن صوبن جي ڀين غير ضروري ڪمن تي خرچ ٿين ٿا جهڙوڪ صوبن جون وزارتون، اسيمبليون، گورنر، سيڪريٽريٽون وغيره وغيره. اهي سڀ قومي دولت بند ڪنهن سبب جي ڪري بچي ويندي جيڪا ملڪ جي ترقيءَ ۽ ڀلي لاءِ خرچ ڪئي ويندي. سائين! آءٌ انهي ڪري هن ايوان جي اڳيان اهو چوندس ته اهو ٺهراءُ جيڪو مون اڄ پيش ڪيو آهي جنهن جي پيش ڪرڻ لاءِ مون کي عزت بخشي وئي. مونکي پوري اميد آهي ته سائين هي ايوان ان کي متفق طورتي منظور ڪندو ۽ اهو ڏسندو ته سنڌ ترقي ڪندي. اڳتي وڌندي ۽ پاڪستان جي ٻين صوبن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلندي.

کهڙي صاحب جي ان تقرير ڪانپوءِ پير الاهي بخش صاحب Point of Information اٿاريندي پڇيو ته ڇا هو پهرين ترميم پيش ڪري ۽ پوءِ هُو ڳالهائي سگهي ٿو يا هُو پهرين ٺهراءَ تي ڳالهائي ۽ جيڪي هن تي ترميمون پيش ڪيون اهن انهن تي صدر صاحب پنهنجي وضاحت ڏئي ۽ اسيمبليءَ جي قانون مطابق پوءِ اڳيان وڌجي انهيءَ تي ڊپٽي اسپيڪر صاحب چيو ته توهان پنهنجون ترميمون کهڙي صاحب جي تقرير کان اڳ ۾ پيش ڪيو ها. انهيءَ تي پير الاهي بخش صاحب چيو ته منهنجون ترميمون اوهان جي اڳيان

پيون آهن. جواب ڏيندي ڊپٽي اسپيڪر چيو تہ توهان کي اهي اڳوات ڏيڻ کپن ها. جواب ۾ پير الاهي بخش صاحب چيو تہ ٺهراءُ باقاعدي طور هائي پيش ٿيو آهي ۽ مون پنهنجون ترميمون اڳي ڏنيون ۽ اهي هائي ايوان جي اڳيان رکجن چو تہ ٺهراءُ هينئر ئي بحث مباحثي لاءِ پيش ٿيو آهي. صدر صاحب کي گهرجي تہ مون کي سڏي ها ۽ مون کي چوي ها تہ آءُ پنهنجون ترميمون پيش ڪريان ها. ڪارروائي جو سڌو سنئون طريقو اهوئي آهي.صدر صاحب وري پير الاهي بخش کان پڇيو تہ ڪهڙي موقعي تي توهان جون ترميمون پيش ڪرڻ گهرجن؟

جنهن تي پير صاحب وراڻيو تہ ٺهراءُ جي پيش ٿيڻ کان هڪدم پوءِ. مون ٺهراءُ پيش ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي پنهنجون ترميمون اوهان کي ڏنيون ۽ انهن جي پيش ڪرڻ لاءِ توهان کي مون کي سڏڻ گهربو هو![6] انهيءَ تي جناب محمد ايوب کهڙو اٿيو ۽ چيو تہ سڀ کان پهرين مان اهو اعتراض ٿو ڪريان چو تہ هن عزت مآب ميمبر پنهنجو موقعو وڃائي ڇڏيو. مون جيئن ئي ٺهراءُ باقاعدي ايوان اڳيان پيش ڪيو تہ ان وقت هن جو ڪم هو تہ اٿي بيهي ها ۽ پنهنجون ترميمون پيش ڪري ها نڪي تقرير ٿيڻ بعد. منهنجو ٻيو اعتراض آهي تہ اهي ڪنهن بہ قيمت تي ترميمون ناهن پر هڪ جدا ۽ الڳ ٺهراءُ آهي. منهنجي ٺهراءُ کان بلڪل مختلف. هڪ ترميم چوي ٿي تہ وحداني حڪومت هجي نہ ڪي بہ اڪائي حڪومت پر بلڪل وحداني حڪومت. ٻي ترميم ۾ اهو چيو ويو آهي تہ سنڌ کي مغربي اڪائيءَ ۾ بلڪل شامل نہ ڪيو وڃي ۽ بلڪل جدا رکيو وڃي ۽ ٽئين ترميم ۾ هن موضوع بابت ڪجهہ بہ چيل ڪونهي. تنهنڪري ڪنهن بہ طريقي سان ڪنهن بہ اهليت جي بنياد تي اهي داخل نہ ٿيون ڪري سگهجن چو تہ انهن ۾ هن پيش ڪيل ٺهراءُ بابت ڪابہ شيءِ چيل ناهي ۽ اهي ترميمون ٺهراءُ کان تمام گهڻو پري آهن. عزت مآب ميمبر پنهنجا ٺهراءُ صحيح وقت تي ڏئي ها.انهن سببن ڪري عزت مآب ميمبر کي پنهنجين ترميمون پيش ڪرڻ جي اجازت نہ ڏني وڃي.[7] ڪهڙي صاحب جي تقرير کانپوءِ پير الهٰي بخش صاحب چيو تہ سائين توهان 47، 48، 49 ۽ 50 شقن تي نظر وجهو جن جو واسطو ترميمن سان آهي.47 قاعدو اهو چوي ٿو تہ ترميم ٺهراءُ جي دائري ۾ هجي ۽ ان سان لاڳاپيل هجي.هائي سائين هڪ هڪ ترميم ڪري ڪٿو ۽ ڏسو تہ اها ٺهراءُ سان لاڳاپيل آهي يا نہ ۽ اهو فيصلو صدر صاحب کي ڪرڻو آهي. 48 قاعدو اهو چوي ٿو تہ ڪابہ ترميم

جنهن جي ناڪاري ووٽ جو اثر هجي اُها نٿي پيش ڪري سگهجي .انهيءَ جي معنيٰ اها ٿي تہ ناڪاري ترميم قابل قبول نہ آهي. ان جو فيصلو بہ توهان کي ڪرڻو آهي. قاعدو نمبر 50 ترميم ڪرڻ سان لاڳو ٿئي ٿو. مون پنهنجو ٺهراءُ باقاعدي پيش ٿيڻ کان اڳ ترميمون ڏنيون آهن ۽ هاڻي جڏهن ٺهراءُ پيش ٿيو آهي تہ منهنجون ترميمون توهان جي اڳيان پيون آهن. اهو هاڻي توهان تي آهي تہ اُهي توهان هاڻي ٿا ڪٽيو يا مڪيہ ٺهراء تي تقريرن ڪانپوءِ ٿا ڪٽو. ڪنهن بہ قاعدي ۾ اهو لکيل ناهي تہ مان پنهنجون ترميمون ٺهراءَ کان پوءِ پيش ڪريان. مون اهو اڳ ۾ ئي چيو هو تہ مون پنهنجون ترميمون هڪدم ڏنيون بلڪ اڳ ۾ ڏنيون ۽ مون ڪابہ دير نہ ڪئي. ٺهراء تي اجا ڪوبہ ووٽ نہ ٿيو آهي بلڪ ان بابت اجا ڪجهہ بہ نہ ٿيو آهي. ٺهراء جو پيش ڪندڙ محترم پنهنجي هڪ مختصر تقرير ۾ پنهنجي پاسي بابت ڳالهيون ڪيون آهن. انهيءَ ڪري مان گذارش ڪيان ٿو تہ منهنجون اهي ترميمون هڪ هڪ ڪري ڪنيون وڃن پر جيڪڏهن صدر صاحب انهن کي نٿو آڻڻ ڏئي تہ اها بلڪل بي ڳالهہ ٿيندي. پر آءُ گذارش ڪندس تہ مون کي پنهنجين ترميمن پيش ڪرڻ لاءِ هڪ موقعو ڏنو وڃي. انهيءَ منهنجي نڪتي تي سڀ قاعدا صاف ۽ واضح آهن. پير الاهيٰ بخش جي انهيءَ ڳالهہ ٻولهہ ڪانپوءِ ڊپٽي اسپيڪر پير قربان علي جيڪو اسيمبليءَ جي صدارت ڪري رهيو تنهن ڪيس چيو تہ توکي پنهنجون ترميمون ٽڪڙيون پيش ڪرڻ کپن ها. انهيءَ تي پير علي محمد راشدي چيو تہ جيئن تہ ترميمون صحيح وقت تي پيش نہ ٿيون آهن تنهن ڪري انهن جو نہ هجڻ سمجهڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ اجا تائين انهن کي پيش نہ ڪيو ويو آهي. انهيءَ تي پير الاهي بخش صاحب ڪيس چيو تہ انهيءَ لاءِ مون کي صدر صاحب جي اجازت گهربي هئي ۽ مان انهيءَ جي اجازت ڪانسواءِ ڪابہ شيءِ پيش نہ پيو ڪري سگهان. منهنجي دوست جيڪو طريقو مون کي ٻڌايو آهي اهو هڪ عجيب طريقو آهي. انهيءَ ڪانپوءِ پير علي محمد راشدي صاحب اٿي ٻيئو ۽ چيو تہ ترميمن لاءِ نوٽيس ڏيڻ انهن کي پيش ڪرڻ کان تمام مختلف آهي. انهيءَ تي اسيمبليءَ جي ڊپٽي اسپيڪر چيو تہ هن سلسلي ۾ منهنجي رولنگ اها آهي تہ هن عزت مآب ميمبر کي اهي ترميمون ان وقت هڪدم پيش ڪرڻ کپن ها جيڏي مهل صدر صاحب ايوان ۾ اهو ٺهراءُ پڙهي پورو ڪيو. انهيءَ ڪري انهن سڀن ترميمن کي ختم سمجهڻ گهرجي اهائي منهنجي رولنگ آهي. انهيءَ ڪانپوءِ مسٽر

شاهنواز پيرزادو جيڪو نوابشاهه مان چونڊيل ميمبر هو تنهن ڳالهائڻ جي اجازت گهري. ايوان جي صدر ڪيس پنج منٽ ڳالهائڻ جي اجازت ڏني.

شاهنواز پيرزادو: سائين! هن ايوان جي عزت مآب قائد هڪ اهڙو نڪتو اٿاريو آهي جنهن مون تي وڏو اثر ڪيو آهي. هن اهو چيو ته هي هڪ اهم موقعو آهي ۽ انهيءَ چوڻ سان مون کي تاريخ جو مطالعو ياد اچي ويو جيڪو مون ان نڪتي بابت ڪيو هو. سائين! اسان کي اهو معلوم آهي ته ست صديون حضرت عيسىٰ کان پهرين يونانين ۽ ٽروجنز جي ماڻهن ۾ جنگيون لڳنديون رهيون. جڏهن جنگيون ختم ٿيون ته ٽروجنز اٽليءَ هليا ويا ۽ اتي رهيا جيڪي بعد ۾ رومي قوم جي نالي سان مشهور ٿيا ۽ پوءِ انهن رومين سڄي دنيا تي هزارين سالن تائين راڄ ڪيو. ان ڪانپوءِ سائين اسان اهو ڏسون ٿا ته هڪ ملڪ انگلينڊ آهي اتي جي رهاڪن کي برٽن (Britons) يعني انگريز چيو ويندو آهي. انگريز نندا ماڻهو هئا پر حضرت عيسىٰ کان ٽي يا چار صديون پوءِ ان پاسي جنگيون هليون ۽ ڪجهه جرمنيءَ ۽ ٻين پاسن کان اينڊڙ انگريز نسل جا سڏبا هئا. جيئن ئي اهي (Englo Saxons) انگلينڊ ۾ مقيم ٿيا ته اتي هڪ نئين قوم جنم ورتو ۽ پوءِ اسان ڏسون ٿا ته انهن ماڻهن دنيا تي ڪيئن راڄ ڪيو. ان ڪانپوءِ سائين موجوده وقت ۾ 1919ع ۾ مون کي مصر وڃڻ جو موقعو مليو. اتي مون پنهنجي اکين سان ماڻهن جو اخلاق ڏٺو مصر جي ماڻهن ۾ منهنجي اکين اڳيان تبديلي اچي رهي هئي. يورپين جيڪي مصري ماڻهن جي وچ ۾ اچي رهيا ۽ ائين ئي مصر جي ماڻهن جو اخلاق تبديل ٿيو ۽ نتيجي ۾ مصرين انگريزن کي پنهنجي ڌرتيءَ کان ڪڍي ڇڏيو. هتي اهو ظاهر ٿي رهيو آهي ته هيءَ ٻڌي جنهن جو نتيجو ماڻهن جي ايڪتا هوندو عام طور اها جاگرافيائي ٻڌي هوندي پر حقيقت ۾ اها وقت سان گڏ ماڻهن جي ٻڌي هوندي. اسين ڏاڪڻيان يعني سنڌ جا ماڻهو اتر ۽ اتر اوڀر (پنجاب ۽ سرحد) سان گڏيا سون ۽ تمام ٿوري وقت ۾ اسان جا نوجوان جن کي مان هاڻي ڏسان پيو. پر بعد ۾ آءٌ ڪين ڏسي نه سگهندس اهي هڪ حقيقي معنىٰ ۾ نئين يا حقيقي پاڪستاني قوم ڏسندا جيڪا عظيم ماڻهن جي قوم ٿيندي. هاڻي اسان ننڍن ماڻهن وانگر ڳالهايون ٿا. اسان هڪ نئين ننڍي قوم آهيون. پر مون کي اهو محسوس ٿي رهيو آهي ته اسان جو تمام پيارو گورنر جنرل صاحب جيڪو مون وانگر وڏي عمر جو ماڻهو آهي. سندس اکين اڳيان هڪ گهري سوچ ۽ وسيع نظر هئي ڇو ته شايد هُو تاريخ جو شاگرد

رهيو آهي ۽ هن کي رومي عظيم قوم جهڙي سوچ ۽ وسيع النظري هئي. انهيءَ ڪري ڪيس اهو محسوس ٿيو ته هاڻي وقت اچي ويو آهي ته هو ماڻهن جي ڀلائيءَ لاءِ اهڙي قسم جا قدم کڻي ۽ ان ڪري هن فيصلو ڪيو ته هڪ نئون صوبو يا هڪ نئون ملڪ وجود ۾ اچي جيڪو مغربي پاڪستان سڏجي. اها اسان جي خوشقسمتي آهي ته هن عظيم ماڻهوءَ بلڪل صحيح وقت تي پنهنجا قدم وڌايا ۽ هن اسان کي صحيح رستي ڏانهن پنهنجي رهنمائي ڏني جنهن تحت ڪا نئين قوم نهي سگهي. قائداعظم اسان کي پاڪستان ڏنو ۽ اسان پنهنجي پياري غلام محمد کان "پاڪستاني قوم" حاصل ڪري رهيا آهيون. اسان جي ٻي خوشقسمتي اها آهي ته اسان وٽ پڻ هڪ "سگهارو ماڻهو" (مرد آهن Iron Man) محمد ايوب کهڙي جي روپ ۾ آهي. هيءَ سنڌ جو هڪ عظيم ماڻهو آهي جيڪو اسان کي پنهنجي هن عظيم قوم ۾ پورو حق ڏياريندو.

هڪ ٻي خوشقسمتي اها آهي ته اسان وٽ هڪ عظيم ترين جينيس جنهن جهڙو سنڌ ڪو بيو پيدا نه ڪيو آهي جيڪو اسان جي وچ ۾ رهندڙ هڪ املهه ماڻهو آهي. منهنجو مطلب اسان جو هڪ مسخرو (Male Dramatic) دوست مسٽر راشدي آهي. (ان تي سڄي ايوان ۾ ٽهڪڙو پئجي ويو.

انهيءَ تي جناب غلام مصطفيٰ پرگڙي سوال ڪيو شاهنواز پيرزادي کان ته توهان جو حاجي مولابخش لاءِ ڇا خيال آهي؟ جنهن تي شاهنواز پيرزادي چيو ته مولابخش سومرو جينيس ماڻهو ڪونهي. هو مون وانگر غريب ماڻهو آهي. آءٌ جيترو جنهن جو حق هوندو اهو ان کي ڏيندس. (Due to devil) مان توهان کي اها پڪ ٿو ڏياريان ته ڪنهن به قسم جو ڊپ ڊاءُ ڪونهي. جيستائين اهي به ماڻهو اسان وٽ زنده هوندا. تيستائين سنڌ تي ڪوبه پنجابي يا پٺاڻ قابض نه ٿي سگهندو. اهي ٻئي دوست هڪ ٻئي جا ڀيچي آهن ۽ ٻئي پاڻ ۾ سلهاڙيل آهن. مان توهان کي انهيءَ جي پڪ ٿو ڏيان ته اسان کي انهن جي وڏي حياتيءَ لاءِ دعا ڪرڻ گهرجي جيڪو اسان لاءِ ڪافي ٿيندو. اسان کي ٿورو پنيان وڃي اڪبر بادشاهه تي نظر ڦيرائڻ گهرجي ته هن ڪيئن هندستان جي ڀلائي حاصل ڪئي. هن اهو سڀ شادين جي ذريعي ڪيو. سائين مان اها گذارش ڪندس ته اسان جا وزير گهٽ ۾ گهٽ به شاديون (Poly Gamy) ڪن. (انهيءَ تي ايوان ۾ ٽهڪڙو مچي ويو.). اسان جا سڀ وڏا

ماڻهو ۽ نوجوان، اسيمبليءَ جا ميمبر ۽ امير نوجوان پڻ اهڙي عياشي ڪن. (جنهن تي وري ايوان ۾ ٺهڪڙو مچي ويو.) مان چوان ٿو ته ان ۾ ڪلڻ جي ڪا به ڳالهه ڪانهي. اسان وٽ حضور پاڪ ﷺ جي اها روايت موجود آهي. حضور ﷺ ايترين زالن سان ڇو شاديون ڪيون؟ صرف ان لاءِ ته هو سڀن ماڻهن کي هڪ بنائي. مان اها سفارش ڪيان ٿو ته اسان جا ماڻهو ٻه يا ٽي زالون رکن. ائين اسان ۾ اتفاق ۽ ٻڌي پيدا ٿيندي. منهنجي هڪ ٻي ننڍڙي تجويز اِها پڻ آهي ته اسان جا شاگرد ئي حقيقي ٻڌي پيدا ڪندا. بدقسمتيءَ سان غلط رهنمائيءَ جي ڪري ماڻهن غلط قدم کنيا ۽ اهي خراب ٿيا ۽ ٻڌيءَ جي خلاف رڙيون دانهون ڪيون. آءٌ ڪين ۽ ايوان جي وزيرن کي اها صلاح ڏيندس ته هُو اهڙو قانون ٺاهين ته جيئن سرحد ۽ پنجاب ۾ 10 کان 20 شاگرد پڙهڻ وڃن ۽ ساڳيءَ ريت اسان جي ڪاليجن ۾ پنجاب ۽ سرحد جا شاگرد پڙهڻ اچن. اهي صرف اسان جا نوجوان ئي آهن جيڪي ٻڌيءَ پيدا ڪرڻ ۾ مدد ڪندا. مان شاگردن کي اپيل ٿو ڪريان جيڪي بد قسمتيءَ سان اڄ هتي موجود نه آهن پر منهنجي اڳيان پريس جا ماڻهو ويٺا آهن جيڪي منهنجي هن ڳالهه کي اڳيان وڌائيندا. شاگردن کي وزيراعظم کي چوڻ گهرجي ته سنڌن پئسا 30 روپين مان وڌائي 50 رپيا ڪن ۽ چون ته هو لاهور ۽ پشاور ۾ پڙهڻ چاهين ٿا ۽ هُو ٻڌيءَ جا سفير ٿيندا. آءٌ اڄ هتي ايوان اڳيان قرآن پاڪ تي انهن سڀني شاگردن ڪان اهو واعدو وٺندس جن کي مان اسڪالر شپ ڏيندس ۽ جڏهن هو وڏا ٿيندا ۽ پئسن ڪمائڻ جهڙا ٿيندا ته هو پنهنجي صوبي بدران ٻين صوبن مان شاديون ڪندا. عزت مآب وزير به اهڙو واعدو ڪن ته هُو ٻين صوبن مان شاديون ڪندا. سائين اهو تمام ضروري آهي. اسان جي صوبي جا ماڻهو ٻين صوبن ۾ وڃن ۽ ٻين صوبن جا ماڻهو اسان جي صوبي ۾ اچن. ٻڌي ڪرڻ لاءِ اسان کي عملي قدم کڻڻ گهرجن. جيستائين اسان عملي قدم نه کڻنداسون ته سڄي ڳالهه ٻولهه اجائي ويندي. مان اميد ڪريان ٿو ته اسان جو مهربان اسپيڪر ان ڳالهه جي شروعات ڪندو ۽ اهو اعلان ڪندو ته هُو هڪ مهيني اندر هڪ ٻي زال پرڻجندو.[15]

مسٽر شاهنواز پيرزادي جي تقرير کانپوءِ مسٽر سيرومل ڪرپالداس کي ٺهراءَ بابت تقرير جي اجازت ڏيڻي وئي جيڪا تقرير هيٺ پيش ڪجي ٿي.

مسٽر سيرومل ڪرپالداس: جناب صدر اڄ اسانجي اڳيان نهايت اهم مسئلو هڪ ريزوليوشن جي صورت ۾ پيش ٿيو آهي. هن مسئلي تي

آنربل ميمبر صاحبان مون کان اڳ ۾ گهڻو ڪجهه ڳالهايو آهي، مان به الفاظ عرض ڪندس. مسئلي تي ڳالهائڻ کان اڳ ۾ هڪ عرض ڪندس ته آنربل ليڊر آف دي هائوس ۽ ٻيا آنربل ميمبر صاحبان جن انگريزي ۾ تقريرون ڪيون آهن سي جيڪڏهن سنڌي زبان ۾ ڳالهائين ها ته ڪين نقصان ڪونه پوي ها بلڪ فائدو، ڇاڪاڻ جو اڌ کان گهڻا آنربل ميمبر صاحب سنڌي خواندا آهن ۽ تقريرون ٻڌي ضرور متن اثر ٿئي ها.

اڪثر مخالف پارٽي وارن مان مخالفت جي اميد رکي ويندي آهي پر هر حالت ۾ ائين نه ٿيندو آهي. مان مخالف پارٽي جي ليڊر جي حيثيت ۾ هن ريزوليوشن جي تائيد ٿو ڪريان جنهن جا سبب هن ريت عرض ٿو ڪريان.

هن مسئلي تي پريس پليٽ فارم ۽ ريڊيو تقريرن وغيره دوران ڪافي روشني وڌي ويئي آهي. هن مسئلي جي مخالفت جا مکيه به سبب آهن. هڪ Sentimental ته سنڌ ۽ سنڌيءَ جو نالو هميشه لاءِ گم ٿي ويندو ۽ ٻيو ته اسان جو ڪلچر يعني تهذيب ۽ اسانجي سنڌي ٻولي. اسانجي سنڌين جا حق، نوڪريون ۽ زمينون وغيره سڀني تي وڏي صوبي پنجاب جو ضابطو (Domination) ٿيندو.

مان پهرين هن پهلوءَ تي ڳالهائيندس ته اهي ٻئي انديشا فقط سنڌ جي صوبي لاءِ ڪونه آهن. سڀني ننڍن ڇوٽن، صوبه سرحد، بهاولپور، خيرپور، بلوچستان وغيره سڀني کي ساڳيا آهن. باوجود انهن انديشن جاڻڻ جي سڀني صوبن جي اسيمبلين ون يونٽ ريزوليوشن پاس ڪيو آهي. ائين چئون ڇا ته انهن صوبن جا ليڊر گهٽ وطن پرست (Patriots) آهن.

باقي جيڪو انديشو اسانجي ٻولي، نوڪرين ۽ زمينن وغيره بابت آهي ان لاءِ اسانجي پرائيم منسٽر صاحب پنهنجي تقرير دوران ننڍن صوبن کي خاطري ڏياري آهي ته اهي حق سندن قانون مطابق بلڪل محفوظ رکيا ويندا. باقي مخالفت ڇو ڪجي تنهن جو سبب مونکي ڪو به ڏسڻ ۾ ڪونه ٿو اچي.

هاڻ مان ٻڌائيندس ته جي نقصان نه آهي ته فائدا ڪهڙا آهن:

1. سنڌ کي ڌار صوبه رهڻ کي Partition کانپوءِ ست سال ٿيا آهن ۽ بمبئي صوبه کان الڳ ٿئي سترهن سال ٿيا آهن.
2. انهن 17 سالن ۾ ملڪ جي امن امان جي حالت ڏينهون ڏينهن بدتر يعني خراب ٿي آهي. غريبن کي رات جو ننڊ ڪانهي. صرف انهيءَ هڪ سبب جي ڪري ئي آئون هوند چوان ته ڪو به نئون نظام هن نظام کان بهتر آهي.

3. هيو تہ ڪروڙين رپيا جدا جدا صوبن ۾ انتظام تي خرچ ٿي رهيا آهن. ڪيترا نہ گورنر، سنڌن سيڪريٽريٽ، وزير، اسيمبليون وغيره آهن. ون يونٽ ۾ هڪ گورنر هڪ وزارت ۽ محدود تعداد ميمبرن جو هوندو. ڪروڙين رپيا بچي پوندا جي اجايا پئي ويا. هاڻي اهي ڪروڙين رپيا ملڪ جي هنرن (Industries) تي خرچ ٿيندا. ڪيترو نہ ملڪ ترقي ڪندو.

هيو تہ تنگ صوبائي ذهنيت گهٽي ياگي غائب ٿي ويندي، جنهن ڪري اسانجي پاڪستان جي وجودي ايندي. ريزوليوشن جي مخالفت ڪرڻ وارا صوبہ جا عام ماڻهو بلڪل ڪونہ آهن. هنن کي تہ گهرجي هڪ ڪاڏو ۽ هيو امن امان. اهي ڪهڙي بہ صورت ۾ هنن کي ميسر ٿي ملن تہ هو راضي. باقي سچ پچ تہ مخالفت وارا آهن وڏا ماڻهو. ويچار ڪريو تہ اڄ هن صوبي مان اسيمبلي ميمبر 111 آهن. پوءِ رهندا 5 ڪن يعني 61 گهٽ. ضرور اسان جيڪي آنربل ميمبر آهيون تن مان انهن جو تعداد گهٽجندو پوءِ مخالفت ڪيئن نہ ڪنداسون. 21 هئا وزير پوءِ ٿيندا 2. چگو جو 12 وزيرن جي زحمت قدرت سنڌ تان اڳيئي لاهي ڇڏي. جي نہ تہ وڏي مخالفت اهي ڏهہ وزير ڪن ها. شڪر جو هينئر فقط 3 وزير آهن.

هڪ ٻيو بہ وڏو سبب اهو آهي جو سنڌ جو وڏو آزمايل سپاهي جنهن ويچاري گهٽوئي ڪجهہ صوبہ سنڌ لاءِ سنو آهي، اڄ اهو آنربل کهڙو صاحب سنڌ جو وڏو وزير ۽ هن هائوس جو ليڊر آهي. سندس ساٿي هڪ روشن دماغ آنربل راشدي صاحب آهي. انهن سوچي سمجهي پوءِ اهو ريزوليوشن هن هائوس جي اڳيان پيش ڪيو آهي. اهي ڪڏهين بہ سنڌ سان ويساهہ گهاتي نہ ڪندا. اسانجو منجهن وشواس هئڻ گهرجي تہ سندن هٿن ۾ اسانجي صوبي جا حق بلڪل محفوظ رهندا. انهن سيني سببن ٻڌائڻ بعد مان پنهنجي پاران پنهنجي مخالف پارٽي ۽ اقليتي قوم جي پاران جن جا 5 اسان هت عيوضي آهيون، هن ريزوليوشن جي تائيد ٿو ڪريان.[16]

سيرومل صاحب جي تقرير ڪانپوءِ محترمہ طاهره آغا پنهنجي تقرير ۾ چيو تہ اسان ياڳ وارا آهيون جو هن انقلابي دور ۾ رهون ٿا جنهن ۾ اهڙيون تبديليون آڻڻ اسان جي فائدي ۾ آهي ۽ اسان جي ترجيح ۾ آهي. مغربي پاڪستان نهڻ ۽ صوبن کي هڪ يونٽ ۾ گڏڻ اسان لاءِ عظيم ترين حاصلات آهي جيڪا پاڪستان نهڻ ڪانپوءِ ٻئي نمبر تي آهي. آءُ سڄي سنڌ جي عورتن جي طرفان پنهنجي پوري دل و جان سان هن نهراءَ جي تائيد

ڪريان ٿي. پاڪستان زنده آباد.[17]

بيگم طاهره آغا صاحبه ڪانپوءِ سنڌ مان هڪ اردو اسپيڪنگ چونڊيل ميمبر مسٽر محمد اشفاق صديقيءَ تقرير ڪئي جيڪا هيٺينءَ ريت آهي:

مسٽر محمد اشفاق صديقي: جناب صدر! مان هن ايوان جي محترم اڳواڻ عزت مآب محمد ايوب کهڙو صاحب جي خدمت ۾ مبارڪون پيش ڪريان ٿو جو هن اڄ سنڌ جي تاريخ ۾ هڪ منفرد باب جو واڌارو ڪيو آهي. هُن هڪ اهڙو تاريخي نهراءُ پيش ڪيو آهي جنهن جي هيٺئر اسان کي اشد ضرورت هئي.

سائين! سنڌ جو صوبو اهو پهريون صوبو آهي جنهن پاڪستان جي نظربي کي سڀ کان پهريائين قبول ڪيو ۽ ان نيت سان قبول ڪيو ته پاڪستان نهڻ ڪانپوءِ به ان جي استحڪام ۽ ان جي سالميت لاءِ هُو (سنڌ) هر قربانيءَ ڏيڻ لاءِ اڳرائي ڪندو ۽ ڪڏهن به ان کان نه لنوائيندو. اها اسان جي بدقسمتي آهي جو مغربي پاڪستان کي هڪ يونٽ ناهڻ جي سلسلي ۾ اسان سنڌي ڪجهه پوئتي رهجي ويا آهيون. ان جا ڪارڻ اوهان پاڻ ڄاڻو ٿا. اهڙا مفاد پرست، سرمائيدار ۽ خود غرض ماڻهو حڪومت تي اقتدار ۾ هئا جيڪي صوبائي تعصب کي وڌائي رهيا هئا. هُو ملڪ ۽ قوم سان غداري ڪري رهيا هئا. انهن اهڙا زهريلا جيوڙا اسان جي صوبي ۾ پکيڙيا هئا جو اسان لاءِ ڏکيائي پيدا ٿي پئي هئي. پر خدا جا لک لک شڪرانا آهن جو اُها دستور ساز اسيمبلي نه رهي ۽ اها حڪومت جنهن ملڪ ۽ قوم لاءِ اهڙا خراب عنصر پيدا ڪيا هئا ختم ٿي ويئي. اڄ اسان اُهي سڀ خرابيون دُور ڪرڻ لاءِ هڪ رٿ پيش ڪري رهيا آهيون ۽ مان پنهنجو فرض ٿو سمجهان ته ان رٿ جي انهن سيني ماڻهن طرفان جيڪي سنڌ ۾ آباد آهن حمايت ڪريان. سائين! ايوان جي صدر نهايت وضاحت سان اوهان جي آڏو سڀ نڪتا پيش ڪري ڇڏيا آهن ۽ مان سمجهان ٿو ته هيٺئر ڪا وڌيڪ اهڙي ڳالهه مون کي نه ڪرڻ گهرجي جنهن ڪري اوهان جو قيمتي وقت ضايع ٿئي. پر هڪ ڳالهه جيڪا منهنجي ذهن ۾ آهي اُها ٻڌائڻ گهران ٿو. جيئن ته سرحد ۽ پنجاب صوبن ۽ رياستن مان بهاولپور، خيرپور ۽ ٻين رياستن هڪ يونٽ جي نظربي کي قبول ڪري ورتو آهي ۽ هڪ اسان جو ئي صوبو آهي جيڪو هيٺئر قبول ڪرڻ وارو آهي ته اهڙي صورت ۾ جيڪي ماڻهو ان جي مخالفت ڪن ٿا انهن لاءِ ٻه ئي رستا رهجي ٻچن ٿا: هڪ اهو ته صوبو سنڌ پاڪستان کان بلڪل ڌار ٿي وڃي

يا اهو هندستان سان ڳنڍجي وڃي. پر مخالفت ڪندڙ ڪڏهن به ان ڳالهه تي غور نٿا ڪن ته ڇا صوبو سنڌ پاڪستان ڪان ڌار ٿي سگهي ٿو؟ ڇا صوبي سنڌ جا رهاڪو ان ڳالهه کي برداشت ڪري سگهن ٿا ته هُو هندستان ۾ شامل ٿي وڃن يا هڪ يونٽ جي مخالفت ڪندڙن کي مخالفت ڪرڻ کان اڳ اهو سوچڻ گهرجي ته ڇا اسان پاڪستان جا سچا وفادار آهيون؟ ان ڪانپوءِ ڪين پنهنجو نظريو پيش ڪرڻ گهرجي. ان جا (يعني ون يونٽ جا) فائدا تقريرون ڪندڙن اهي بيان ڪيا آهن ته جهالت ختم ٿيندي. انتظام بهتر ٿيندو ۽ خوشحالي ٿيندي پر ان کان گهڻو وڌيڪ ضروري ڳالهه آهي ٻڌي. مان سمجهان ٿو ته ٻڌي (اتحاد) قائم ٿيندي جنهن سان پاڪستان مضبوط ٿي ويندو ۽ ان جي سالميت کي ڪو به خطرو ڪونه هوندو.

آخر ۾ مان پنهنجي ايوان جي محترم اڳواڻ جي خدمت ۾ مبارڪون پيش ڪريان ٿو. مان ايترو ڄاڻان ٿو ته سنڌ جي تاريخ ۾ هُن نئين ڏيڻ کان ئي نمايان حصو ورتو آهي. سنڌ جي حفاظت لاءِ جو ڪجهه هن ڪيو آهي ان لاءِ سنڌ جي تاريخ شاهد آهي. ان کي اسان ڪڏهن به وساري نٿا سگهون. هن لاڙڪاڻي جي سياست جي آسمان تي هڪ تاري وانگر جنم ورتو ۽ اڄ سنڌ جي سياست جي آسمان تي مڪمل چنڊ بڻجي پنهنجي روشنيءَ سان هر ذرڙي کي فيض ڏيئي رهيو آهي. سنڌ جي سرزمين جيڪڏهن مٿس اهو احسان ڪيو آهي، ته مان اهو به چئي سگهان ٿو ته هُن به سنڌ جي هر ذرڙي کي سچ بڻائي ڇڏيو آهي.

ايوان جي اڳواڻ ۽ سندس ساٿي محترم راشدي صاحب اسان جي اهڙي وقت ۾ مدد ڪئي آهي جنهن جي نهايت گهڻي ضرورت هئي. انهن هر شئي عوام آڏو پيش ڪئي آهي جنهن ماڻهن جي اکين کي روشن ڪري ڇڏيو آهي. اسان جي دستور ساز اسيمبلي بي جان هئي. ماڻهو اهڙو زهر ڦهلائي رهيا هئا جنهن ڪان ملڪ جي سالميت کي خطرو هو. پر خدا اسان کي ان ڪان ڇوٽڪارو ڏياريو. مان انهن لفظن سان هڪ يونٽ جي تائيد ڪريان ٿو ۽ اميد ٿو ڪريان ته اسان جي ايوان جي اڳواڻ جي اڳواڻيءَ ۾ سنڌ جي سيني حقن جي حفاظت ٿي سگهندي.[18] اشفاق صديقي جي تقرير ڪانپوءِ جناب غلام مصطفيٰ خان پرگڙي کي موقعو ڏنو ويو جنهن ون يونٽ جي مخالفت ۾ هڪ مدلل تقرير ڪئي.

مسٽر جي .ايم .پرگڙي: صاحب صدر، آءٌ هن ريزوليوشن جي مخالفت

ڪريان ٿو. آنربل ليڊر آف دي هائوس پنهنجي تقرير ۾ ڄاڻايو آهي ته ڇاڪاڻ ته پاڪستان جي دستور ساز اسيمبلي پاڪستان جو دستور ستن سالن جي اندر ناهي نه سگهي انهيءَ ڪري پاڪستان مشڪلاتن ۾ مبتلا ٿي ويو آهي، انهيءَ ڪري پاڪستان جي سياست تي اگرو اثر پيو آهي. انهيءَ ۾ آءٌ صدر صاحب سان متفق راءِ آهيان ته دستور ساز اسيمبلي پنهنجي فرض ادائي ۾ ناڪام ٿي آهي جنهن جا سبب هي هئا ته جيڪي ميمبر دستور ساز اسيمبلي ۾ چونڊيا ويا هئا اهي تقسيم هند پاڪستان کان اڳ جا چونڊيل هئا ۽ مسلم ليگ جي نعره پاڪستان تي چونڊيل هئا. پاڪستان ٿيڻ بعد مسلم ليگ جي پنهنجي حڪومت جي وجود کي برقرار رکڻ لاءِ انهن ميمبرن کي دستور سازي جو ڪم سونپيو ويو جي انجي اهل هرگز نه هئا تنهنڪري مفيد ثابت نه ٿيا ۽ ملڪ جي بربادي ۽ ناڪامي جو باعث بڻيا ۽ جڏهن مسلم ليگ کي ايسٽ پاڪستان جي اليڪشن ۾ شڪست نصيب ٿي ان وقت دستور ساز اسيمبلي کي پنهنجو پاڻ ختم ڪرڻ کپندو هو جن ائين نه ڪيو. پر هاڻي جناب گورنر جنرل صاحب ڪانسٽيٽونٽ اسيمبلي کي ختم ڪيو ۽ ظاهر ڪيائين ته ڇاڪاڻ ته ڪانسٽيٽونٽ اسيمبلي ڪانسٽيٽيوشن ناهڻ ۾ ناڪام ٿي آهي ۽ آخرين طاقت عوام جي هٿ ۾ آهي تنهنڪري اهو قدم عوام جي حق ۾ ٿيندو. جناب گورنر جنرل صاحب جي انهيءَ اعلان ته آخرين طاقت عوام جي هٿ ۾ آهي ۽ عوام انهيءَ اميد ڪرڻ ۾ حق بہ جانب هو ته پاڪستان دستور ساز اسيمبلي جون نيون اليڪشنون سڌو عوام مان ڪرايون وينديون يا صوبن جون اسيمبليون ختم ڪري نيون اسيمبليون چونڊرايون وينديون ۽ نئين دستور ساز اسيمبلي چونڊجي اچڻ کانپوءِ ماڻهن جي مرضيءَ مطابق پاڪستان جو دستور ناهيندي. هاڻي اها تعجب جهڙي ڳالھہ آهي جو نئين عارضي حڪومت هنگامي حالتن ۾ برپا ٿيل دستور سازي جا ڪم پنهنجي هٿ ۾ اجايو ڪنيا آهن. اڄ جيڪو ريزوليوشن پاس ٿيڻ وارو آهي اهو سڀ اجايو آهي. مغربي پاڪستان ۾ صوبن جي وجود کي ختم ڪرڻ جا جيڪي مکيہ دليل ڏنا تا وڃن سي ٿي آهن: هڪ ته خرچ ۾ بچت ٿيندي، ٻيو ته هڪڙي صوبي جا ريسورسز (Resources) آساني سان ٻين صوبن ۾ استعمال ٿي سگهندا ۽ صوبائي تعصب ختم ٿيندو ۽ ماڻهن ۾ اتفاق ۽ اتحاد قائم ٿيندو تنهنڪري پاڪستان جي مضبوطي ۽ سلامتي وڌيڪ ٿيندي.

1. انهيءَ لاءِ منهنجو عرض آهي تہ خرچ جي بچت بہ طرح بہ ڪري سگهجي ٿي جيئن تہ هن وقت 111 ميمبر آهن. اڳ هن هائوس ۾ فقط 60 ميمبر هئا مگر انهن ميمبرن جو تعداد 50 بہ ڪري سگهجي ٿو. اڳ 12 وزير هئا هاڻي فقط ٽي وزير آهن جن سان پڻ ڪاروبار هلي سگهي ٿو. گورنر فقط ڪانسٽيٽيوشنل هيڊ آهي. ٽن يا چئن صوبن لاءِ هڪڙو مقرر ڪري سگهجي ٿو. اهڙي طرح ڪيترن رستن سان خرچ جي بچت ٿي سگهي ٿي. اهو محض ماڻهن جي مرضيءَ خلاف صوبن جي وجود کي ختم ڪرڻ لاءِ خرچ جو عذر ڇاڻايو ويو آهي. آئون آنربل ليڊر آف دي هائوس کي ياد ڏيارڻ چاهيان ٿو تہ جڏهن صوبي سنڌ کي بمبئي کان جدا ٿي ڪيو ويو تڏهن پڻ ان ڳالهہ جي مخالفت ڪئي ويئي هئي تہ سنڌ پنهنجو خرچ لاهي نہ سگهندي. مگر اها ڳالهہ صوبي کي جدا ڪرڻ لاءِ ڪافي نہ سمجهي ويئي ۽ سنڌ کي بمبئي کان جدا ڪري صوبو بنايو ويو.

2. بين صوبن جي ريسورسز (Resources) استعمال ڪرڻ لاءِ منهنجو عرض آهي تہ جيڪڏهن سنڌ، بلوچستان، پنجاب، بهاولپور جدا ملڪ هجن ها تہ پوءِ اهو سوال پئدا ٿي سگهيو ٿي، پر ڇاڪاڻ تہ هي ساڳي هڪڙي ملڪ اندر صوبا آهن تنهنڪري اهو سوال پئدا ٿي نٿو سگهي. ڇا نارٿ ويسٽ فرنٽيئر پنجاب کي بجلي ڏيڻ کان انڪار ڪندو يا اتاهون جا ماڻهو ائين چوندا تہ اها طاقت اسان پنهنجو پاڻ کي هلاڪ ڪرڻ لاءِ ڪتب آڻينداسون مگر پنجاب جي صنعتن ۾ استعمال ڪرڻ نہ ڏينداسون يا سوئي گيس، بلوچستان وارا بلوچستان جي حد تي هُوا ۾ اڏائي ڇڏين ها مگر سنڌ ۽ ڪراچي کي استعمال لاءِ نہ ڏين ها. باقي سوال ڪندس تہ جيڪڏهن سنڌ جي عوام جي رضامندي حاصل ڪرڻ کانسواءِ هڪ يونٽ ناهيو ويندو تہ انهيءَ جا نتيجا خراب ۽ خطرناڪ نڪرندا جو ننڍن صوبن کي اڳئي وڏي صوبي سان پراڻو Prejudice آهي ۽ هي قدم انهيءَ کي وڌيڪ نفرت ۾ تبديل ڪندو ۽ اتحاد ۽ اتفاق کي برقرار رکڻ ۽ صوبي پرستي کي مٽائڻ جي بجاءِ نفرت ۽ نااتفاقي جي اها باهہ پڙڪو ڪائيندي جو اڳتي هلي پوري پاڪستان کي ختم ڪرڻ جو سبب بڻجي سگهي ٿي. ان مان اسان کي ڪهڙو فائدو ۽ سلامتي ملندي. اسانجو پرائيم منسٽر آف پاڪستان هن اسانجي ملڪ کان 1800 ميل پري جو رهاڪو آهي. ان کي اسان جي اندروني حالتن جو پورو اندازو نہ آهي مگر آنربل ليڊر آف دي هائوس جو هتي جو باشندو ۽ پراڻو آزمودگار

سياست دان آهي. انڪي منهنجو عرض آهي تہ هي ريزوليوشن واپس وٺي ۽ پرائيم منسٽر آف پاڪستان کي واضع ڪري تہ هي سوال پاڪستان جي سلامتي جي واسطي نهايت خطرناڪ ثابت ٿيندو. آنربل پرائيم منسٽر آف پاڪستان پنهنجي ريڊيو نشري تقرير ۾ ڄاڻايو آهي تہ يونيٽري ٽائيپ آف گورنمينٽ ملڪ جي واسطي بهترين طريقو هو مگر جاگرافيڪل سببن ڪري سڄي پاڪستان کي هڪ يونٽ ٺاهي نٿو سگهجي ڇاڪاڻ تہ مشرقي پاڪستان جا ماڻهو پاڻ کي حڪومت جي ڪاروبار کان پري ۽ علحدو سمجهن ها. ان مان ظاهر آهي تہ آنربل پرائيم منسٽر ماڻهن جي حب الوطني جو صحيح اندازو نہ لڳايو آهي. مونکي يقين آهي تہ مغربي پاڪستان جا ماڻهو هرگز اعتراض نہ ڪندا تہ پاڪستان جي دارالخلافہ پلي مشرقي پاڪستان ۾ قائم ڪيو وڃي. بهرحال منهنجو شخصي نظريو هي آهي تہ پاڪستان Multi-Nation ملڪ آهي ۽ Federal Type of Government ئي بهترين قسم جي گورنمينٽ پاڪستان لاءِ ثابت ٿي سگهي ٿي.

آنربل ليڊر آف دي هائوس پنهنجي تقرير ۾ ڄاڻايو آهي تہ ون يونٽ اسڪيم ۾ سنڌ جا حقوق سلامت رهندا. مثلاً سنڌ جون نوڪريون ۽ زمينون وغيره وغيره ۽ وڌيڪ اميد ڪئي اٿس تہ انهن انجامن ڪانپوءِ سنڌين جا خطرات ۽ شبهات دور ٿي ويندا. انهيءَ لاءِ منهنجو آنربل ليڊر آف هائوس کي عرض آهي تہ سنڌ ئي نہ رهندي تہ پوءِ نوڪرين ۽ زمينن بابت انجام ڪنهنجي لاءِ ڪيا وڃن ٿا. ستن سالن ۾ ڪهڙا وعدا پورا ڪيا ويا آهن؟ جهڙي طرح 1940ع واري لاهور ۾ مسلم ليگ ريزوليوشن ۾ وعدو ڪيو ويو هو تہ پاڪستان قائم ٿي وڃڻ ڪانپوءِ صوبن جي خود مختياري قائم رهندي جا صوبن جي خودمختياري اڄ ختم ڪئي ٿي وڃي. بيو تہ سنڌ کان ڪراچي جدا ڪرڻ وقت پورو معاوضو ڏيڻ جو سنڌ کي انجام ڪيو ويو هو جو انهيءَ معاوضي مان سنڌ کي پنهجو جدا تخت گاهہ بڻائڻو هو پر اڄ ڏينهن تائين نہ ڪراچي جو معاوضو مليو آهي ۽ نہ وري سنڌ جو تخت گاهہ ٺهيو آهي. ٽيون وعدو هيو جيڪو پرائيم منسٽر آف پاڪستان عوام سان ڪيو هو تہ 25 ڊسمبر 1951ع تي قائداعظم جي ولادت جي ڏينهن پاڪستان کي نئون دستور ڏنو ويندو سو واعدو بہ ختم ٿيو. آخر ڪهڙي ساک تي سنڌ جي عوام جي دلين تان خطرا ۽ شڪوڪ دفع ٿي سگهن ٿا؟! پاڪستان جي دستور ٺاهڻ جي مجاز صرف عوام جي چونڊيل دستور ساز اسيمبلي آهي. جيسين

عوام جي چونڊيل دستور ساز اسيمبلي نہ ٺاهي ويئي آهي تيستائين ڪو بہ تڪڙو قدم کڻڻ ناجائز آهي. جيڪڏهن ستن سالن ۾ دستور نہ ٺهيو آهي تہ ايهو ڪافي سبب نہ آهي تہ ماڻهن مٿان سندن مرضيءَ خلاف ڪو دستور زوريءَ مڙهيو وڃي. خود الله تعاليٰ کي قرآن شريف جهڙي سچائي لاءِ ماڻهن کي مڃائڻ ۾ بہ ٽيويهہ سال لڳي ويا. حديث شريف ۾ آهي تہ تڪڙا ڪم سڀ شيطان جا ٿيندا آهن. جيڪڏهن عوام جي مرضيءَ خلاف ڪوبہ تڪڙو قدم کنيو ويو تہ عوام ان کي ٺڪرائي ڇڏيندو ۽ پاڪستان جي اتحاد ۽ سلامتيءَ کي نقصان پهچائيندو. اهو مسئلو اهڙو آهي جو هزار ۾ جيڪڏهن هڪ پتي جيترو بہ نقصان پهچڻ جو امڪان آهي تہ ان واسطي سالن جا سال غور ڪجي تہ بہ ٿورو وقت آهي. ٺنهنڪري ايهرائي ڪان ڪم نہ ورتو وڃي ۽ آخر ۾ آءُ ليڊر آف هائوس کي عرض ڪندس تہ پنهنجو ريزوليشن واپس وٺي.[19]

محترم پرڳڙي صاحب جي تقرير ڪانپوءِ مسٽر محمد ايوب کهڙي اِهو چيو تہ آءُ هائي هن ڪارروائي کي ختم ڪرڻ لاءِ گذارش ڪريان ٿو. ڇو تہ ان تي گهڻو ڪجهہ ڳالهايو ويو آهي ۽ جناب پرڳڙي صاحب مخالف ڌر جي نڪتي کي ڀرپور نموني پيش ڪيو آهي. انهيءَ ڪري ايوان جو وقت بچائجي.

انهيءَ تي اسيمبليءَ جي عزت مآب ڊپٽي اسپيڪرو چيو تہ آءُ پيرالاهي بخش صاحب کي ڏيڍ منٽ ڏيڻ چاهيان ٿو جنهن تي پيرالاهي بخش موقعو وٺي هيٺين تقرير ڪئي.

مسٽر پيرالاهي بخش :- جناب صدر، مان هن تي ڊگهي تقرير ڪرڻ نٿو گهران. منهنجي آنربل دوست مسٽر جي ايم سيد جيڪي بہ تي ڳالهيون پيش ڪيون هيون مان سمجهانٿو تہ انهيءَ جي نقطہ نگاهہ کان بہ تي ڳالهيون هن هائوس اڳيان پيش ڪريان. مسٽر جي ايم سيد جيڪا هن هائوس اڳيان 16 سيپٽمبر تي عريضي پيش ڪئي هئي ان جون بہ تي ڳالهيون هتي واضع ڪرڻ گهران ٿو.

1. ملڪ پاڪستان جي مرڪزي قانون ساز ادارن ۾ ڪيس (سنڌ کي) بہ اوترائي عيوضي ملڻ گهرجن جيترا سيني مستقل قوميت مان هر هڪ کي ملن.
2. صوبائي اختيارن جي حدن اندر صوبا پنهنجي سمورين ملازمتن تي پاڻ قابض هجن.
3. ملڪ جي دفاعي ملازمتن سميت سيني مرڪزي ملازمتن تي صوبن

ڪي آدمشماريءَ جي لحاظ سان جڳهيون ملڻ گهرجن.

4. پنهنجي قدرتي ذرايع پيداوار ۽ پنهنجي صنعتي ۽ تجارتي وسائل جي ملڪيت ۽ استعمال سنڌ ئي مڪمل اختيار ۾ هجن.

5. صوبي جا رهاڪو اعلىٰ ڪان اعلىٰ تعليم پنهنجي مادري زبان جي ذريعي حاصل ڪن.

6. سمورين سنڌي ڳالهائيندڙ ايراضين جهڙوڪ (ڪراچي فيڊرل ايراضي سميت) رياست خيرپور ۽ بهاولپور جا ڪي حصا. رياست لس ٻيلو وغيره جيڪي جاگرافيءَ جي لحاظ سان هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهن. تن سڀني جي قومي زندگي متحده سياسي اجتماع تي ٻڌل هجي.

7. سنڌ کي اهي سمورا سياسي، اقتصادي، ثقافتي ۽ ٻيا حق حاصل هجن، جن تي قوميتن جي خود ارادي واري تسليم شده اصول هيٺ ڪنهن به مستقل قوميت جو حق جاري ٿي سگهي ٿو.

صاحب صدر - هيءُ ريزوليوشن آهي جن تي سڀني صاحبن گهڻو ڳالهايو آهي پر هڪ ڳالهه ضرور چوندس ته اسان جو آنربل چيف منسٽر صاحب جيڪو مون ڪان گهڻو آزمود گار آهي تنهن ڪان پڇيو وڃي ته سنڌ جڏهين بامبي سان شامل هئي تڏهن سنڌس ڪهڙي حالت هئي جڏهن اتي سنڌ جا مان سمجهان ٿو ته 18، 19 يا 20 ميمبر هوندا تن سان ڇا حالت ٿي گذرندي هئي، جا ڪين چڱيءَ طرح خبر هوندي. اُنهيءَ وقت سنڌ جي عوام جي حالت اهڙي خراب هوندي هئي، جو اهڙي گڏهه جي به خراب نه هوندي.

پير علي محمد راشدي: گڏهه ڪانسواءِ ٻيو لفظ ڪو نه ٿو ٿي سگهي؟

پير الاهي بخش: گڏهه لاءِ ٻيو لفظ "خر" آهي. توهان تنهن وقت سنڌ جي حالت ڏسو ها جڏهين بامبي سان شامل هئي ته سنڌس حالت بدتر هئي. اسان سان ماتيلي ماءُ جهڙو ورتاءُ هو جنهن ڪري اسان جي آنربل چيف منسٽر صاحب زور شور سان ڪوشش ورتي ۽ سنڌ بامبي ڪان الڳ ڪرائي، تنهن ڪري هاڻي به اسان سان ساڳي حالت ٿيندي جو سنڌي پيا دربدر ٿيندا. تنهن ڪري سنڌ جو عوام انهيءَ هڪ يونٽ ٿيڻ تي خوش نه آهي. توهان صاحب مهرباني ڪري سنڌ جي عوام ڪان انهيءَ باري ۾ به رايو ورتو وڃي باقي ڏنڊي جي زور تي هيءَ ريزوليوشن پاس نه ڪرايو وڃي.

مان اوهان کي چئلينج ڪندس ته سنڌ جو عوام انهيءَ ڳالهه لاءِ هرگز تيار نه آهيان. ڇاڪاڻ ته مان ٻهراڙين ۾ ويو آهيان ۽ مونکي خبر آهي ته سنڌ

جو عوام ڪنهن به حالت ۾ راضي نه آهي. ٻيو مان اڄ جو مثال اوهان کي ٻڌايان ٿو ته جيئن اڄ مان صبح جو آيس پئي ته رستي تي چانهه جو هوٽل هو اتي اچي بيٺس ته هوٽل واري مونکان پڇيو ته اوهان سنڌ اسيمبليءَ جا ميمبر آهيو ڇا؟ مون چيو مانس ته تون ڪيئن ٿو چوين. تنهن تي جواب ڏنائين ته اڄ اسيمبلي ٿيندي جنهن ۾ هڪ يونٽ جو سوال بحالي لاءِ پيش ٿيندو ۽ انهيءَ ڪري سمجهيم ته اوهان به ميمبر آهيو. تنهن تي مون چيومانس ته هائو، مونکي چيائين ته هاڻي وڃو تا سنڌ کي ختم ڪريو! سائين منهنجا سنڌ جي عوام جي اها حالت آهي. مگر جي توهان هرو ڀرو پنهنجي ڏنڊي جي زور سان يا ماڻهن کي جيلن ۾ وجهڻ سان يا پوليس جي زور سان جنهن جي پهري هيٺ اسان آهيون. هڪ يونٽ جو ريزوليوشن پاس ڪرائيندا ته اهو ٺيڪ نه آهي.

آنربل پير علي محمد راشدي :" تون " (Unparliamentary) غير پارلياماني لفظ آهي.

پير الاهي بخش :- مون تون ڪونه چيو آهي پر توهان چيو آهي.

جناب عاليٰ! مان آنربل ليڊر آف دي هائوس کي عرض ڪندس ته انهيءَ بابت سنڌ جي عوام جو رايو ورتو وڃي، جيڪڏهين سنڌ جو عوام انهيءَ لاءِ آماده آهي ته پوءِ بلا شڪ پاس ڪيو وڃي. ٻيو ته مونکي افسوس آهي جو منهنجي دوست آنربل مسٽر شاهنواز پيرزادي صاحب جيڪا تقرير ڪراچيءَ کي سنڌ سان ملائڻ لاءِ ڪئي هئي سا مان سائين جن کي ٻڌايان ٿو. [20]

”مون کي ياد آهي ته 22 مئي 1948ع تي اِهو سڄو سوال پاڪستان آئين ساز اسيمبليءَ ۾ بحث هيٺ آيو هو جڏهن ڪراچيءَ جي سنڌ کان جدائيءَ بابت خواجه شهاب الدين اهو سوال اٿاريو هو. پنجاب جي هڪ محترم ملڪ فيروزخان البت ايڏي همت سان اهو بيان ڪيو آهي ته 1940ع وارو ٺهراءُ هاڻي مري چڪو آهي ۽ هُن اسان سنڌين تي تنگ نظري ۽ صوبائيت جو الزام هنيو آهي. سائين هتي آءُ اهو به ٻڌائڻ چاهيان ٿو ته قائد ملت (لياقت علي خان) ڪڏهن به ان ٺهراءَ جي مخالفت نه ڪئي آهي“. [21]

انهيءَ تي پير علي محمد راشدي چيو ته اها شاعري آهي يا نثر [22] ۽ پيرالاهي بخش صاحب جواب ۾ چيو ته اها شاعري آهي! [23]

جنهن تي وري پير علي محمد راشدي چيو ته تمام سهڻي آهي! [24]

جنهن تي وري پير الهيٰ بخش صاحب چيو ته منهنجو دوست ٺهراءُ سان سهمت آهي ۽ سائين هاڻي توهان کي ماڻهن ڏانهن وڃڻو پوندو۽ جيڪڏهن

اهي چاهين.....

انهيءَ تي پير علي محمد راشديءَ ڪيس وچ تي ڪٽيندي چيو ته ماٺهو انهيءَ (ون يونٽ) کي چاهين ٿا سائين! ۽ اسان جي عزت مآب ميمبر کي انگريزي يا سنڌيءَ ۾ ڳالهائڻ گهرجي.

انهيءَ کانپوءِ پيرالاهي بخش صاحب چيو ته جناب اعليٰ مان وري به عرض ڪندس ته سنڌ جي عوام جي دلين کي رنجايو نه وڃي ۽ انهن جي به راءِ وٺڻ ۾ اچي. نه ته ٻي صورت ۾ نتيجو سٺو نه نڪرندو. مان انهن لفظن سان هن ٺهراءَ جي مخالفت ڪريان ٿو.

انهيءَ کانپوءِ جناب محمد ايوب کهڙو اٿي بيٺو ۽ چيائين ته سائين مون کي جواب ڏيڻ جو پورو حق آهي تنهن جي باوجود به آئون مسٽر راشديءَ کي چوندس ته ان بحث مباحثي کي اختتام تي پهچائي. جنهن تي عزت مآب ڊپٽي اسپيڪر مسٽر راشديءَ کي سڏيو جنهن هيٺين تقرير ڪئي.

آنربل پير علي محمد راشدي: صاحب صدر. مان هائوس جو گهڻو وقت نه وٺندس مگر جيڪي مان چوانٿو سو انهيءَ کي اوهان صاحب چڱي طرح ڌيان سان ٻڌندا ۽ چڱيءَ طرح غور ڪرڻ فرمائيندا. اوهان کي بخوبي خبر آهي ته سنڌ اسيمبلي ٻي سڀني صوبن کانپوءِ انهيءَ ون يونٽ ريزوليوشن جي تائيد ۾ اچ فيصلو ڪري رهي آهي. اسان کان اڳ پنجاب، بهاولپور، خيرپور، بلوچستان ۽ فرنٽيئر هڪ يونٽ جي حق ۾ ريزوليوشن پاس ڪيا آهن. جيڪڏهين اسين ان راءِ جي خلاف وينداسين ته اسان کي نقصان پهچندو. هڪ يونٽ جي ٿيڻ ۾ پاڪستان لاءِ ڀلائي آهي ۽ سنڌ لاءِ به ڀلائي آهي. جيڪڏهين اسانکي هن فيصلي جي خلاف وڃڻو آهي ته پوءِ پنجاب سان، بهاولپور سان ۽ ٻين صوبن سان اعلان جنگ آهي. تنهن ڪري مان هن آنربل هائوس کي عرض ڪندس ته هن ريزوليوشن جي تائيد ڪن ۽ سڄي پاڪستان کي اتفاق ۾ آڻن جنهن ۾ اسان جي مفاد جو گهڻي ۾ گهڻو حصو آهي. ماٺهو جي پنهنجي مفاد حاصل ڪرڻ لاءِ پاڪستان جي سالميت کي نڪرائڻ گهرندا ته پوءِ مان ايترو چوندس ته ڪم از ڪم انهيءَ پاليسيءَ کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ اسين تيار نه آهيون. مان ننڍن صوبن کي عرض ڪندس ته هن وقت سنڌن حالت اها آهي جو هو پاڻ کي درست ڪري نه سگهيا آهن تنهن ڪري سينٽرل گورنمينٽ جي حالت اهڙي مضبوط رهي آهي جو دستور ساز اسيمبليءَ کي به ڊسمس ڪري سگهي ٿي. سبب هيءَ آهي جو اسان ننڍڙي

جڳھ ۾ وڃنا آھيون ۽ اسان ۾ ڪا به طاقت نه آھي جو انھن سان منھن ماري ڪري سگھون. جيڪڏھين سينٽرل گورنمينٽ اسان کي چوي ته اوھان سنڌ جون زمينون ڇڏي وڃو ته پوءِ ان جو علاج اھو آھي ته اسان کي ڇڏيون پونديون ۽ پوءِ اسان کي ٻين صوبن سان ملي انھن وچڙيل پائرن سان گڏجي رھڻو پوندو. زماني جي تقاضا ھيءَ آھي ته اسان جي ھڪ يونٽ ۾ مضبوط ۽ مستحڪم حيثيت ھوندي. اسان جي آنربل ليڊر آف دي ھائوس کي انھيءَ فڪر جي ڪريَ رات جو ننڊ نٿي اچي. تنھن ڪري اسان لاءِ اھو ضروري آھي ته اسان ويسٽ پاڪستان کي متحد ۽ متفق ڪريون. مان اوھان کان ايترو پڇان ٿو ته اوھان جو سنڌ صوبو جدا آھي ته پوءِ ڇا توھان جو زمينن تي قبضو آھي؟ فوج ۾ سنڌين جي ڪا پرتي ٿيل آھي؟ ۽ سينٽرل ڪئبينيٽ ۾ به ڪا اسان جي پوزيشن آھي يا (Navy) نيويءَ ۾ ڪو به اسان جو سنڌي آھي؟ جيڪڏھين اسان ھڪ يونٽ ۾ شامل نه ٿينداسين ۽ اسان سڄي ملڪ کان علحده ھونداسين ته پوءِ اسان جي صوبي جي حفاظت ڪيئن ٿي سگھندي؟ جيڪڏھين اوھان انھيءَ اسڪيم کي ڇڏيندا ته پوءِ توھان ڪھڙي نموني سنڌ جي حقن جي حفاظت ڪندا. اوھان کي ياد آھي ته ڪمزور ھميشه مضبوط جي پنيان آھي. ھندو توھان کان وڌيڪ تعليم يافته آھن پر تڏھين به ھنن کي جدا اليڪشن نه گھرجي بلڪ انھن کي گڏ اليڪشن گھرجي. انھيءَ لاءِ جو ھو قلعي ۾ داخل ھئا ۽ مضبوط قلعو بنايو اٿائون. توھان ننڍن صوبن کي وڏن صوبن ۾ گڏ ڪرڻ توھان لاءِ فائدو آھي جو اسان جي حالت وڌيڪ بھتر ٿيندي ڇاڪاڻ جو سڀ صوبا ھڪ ٿي ويندا. ھيءَ جو پير صاحب سنڌ جي ختم ڪرڻ جو پروپوزل ھوٽل واري کان آندو آھي ۽ ان تي چيو اٿس ته اسان کي نقصان ٿيندو. انھيءَ لاءِ مان ڪيس عرض ڪندس ته اھو غلط آھي. پير صاحب بامبي جي وقت ۾ سنڌ جي حالت جو بيان ڪيو آھي انھيءَ لاءِ عرض ڪندس ته انھيءَ زماني جي حالت نرالي ھئي ۽ ھن وقت حالت نرالي آھي.

صاحب صدر! شايد پير صاحب اھا سوچ ڪانه ڪئي آھي ته بامبي سنڌ کان ست سؤ ميل پري ھئي ۽ انھيءَ وقت ھندن جي اڪثريت ھئي ۽ تنھن وقت ۾ ھڪ ڪمشنر صاحب ساري حڪومت جو ڪاروبار ھلائيندو ھو مگر پنجاب ته سنڌ کي تمام ويجھو آھي ۽ پاڻ ۾ سڀ پائر مسلمان ھونداسين ۽ ٻيو ته بامبي واري زماني ۾ اسان جي اليڪشن جي ڇا حالت ھوندي ھئي پر ھينئر ته پاڻ کي سڀ حق حقوق ملندا. تنھن ڪري مان پير

الاهي بخش صاحب کي عرض ڪندس تہ هوٽل واري ڪان سبق نہ پڇي ۽ نہ پراڻن ڪتابن تان ڪم هلائي ڇو جو پير صاحب پراڻيءَ جاگرافيءَ جي حالت تي ڳالهائي رهيو آهي جنهن جي ڪري مون کي هن لاءِ سخت افسوس آهي.

جناب صدر مان پنهنجي دوست آنربل پير الاهي بخش کان ايترو پڇانٿو تہ ڪڏهن چوي ٿو تہ يونيٽري گورنمينٽ ناهي وڃي ۽ ڪڏهين چوي ٿو تہ يونيٽري گورنمينٽ نہ ٿئي ۽ ڪڏهين ڪهڙي ڳالهہ ٿو ڪري انهيءَ جو سبب ڇا آهي ۽ انهيءَ م ڪهڙو منطق آهي.

جناب صدر. مان سمجهانٿو تہ اهي پروپوزلس پير الاهي بخش صاحب هوٽل واري ڪان وٺندو هوندو. افسوس آهي جو اسان جو دوست پير الاهي بخش صاحب سياست جي متعلق هوٽل واري ڪان ٿو مشورا وٺي.

صاحب صدر. اوهان کي بخوبيءَ خبر آهي تہ جنهن بہ انهيءَ يونٽ جي برخلافي ڪئي آهي سي جيلن ۾ پيا آهن ۽ ڪيترا دسمس ٿيا پيا آهن جن جو زنده مثال اسان جي اکين اڳيان هنن بارهن شهيد وزيرن جو موجود آهي. تنهن ڪري مان اوهان کي عرض ڪندس تہ انهن ڳالهين کي ڇڏي ڏيو تہ هينئن ٿيندو ياهونئن ٿيندو. ڇو تہ هڪ يونٽ ضرور ٿيندو. پوءِ ان م اسان راضي رهون يا ناراض رهون تہ بہ ٿيندو. باقي جو منهنجو دوست آنربل پير الاهي بخش صاحب هوٽل واري جي مشوري تي هلي ڇوندو تہ هلي جنگ شاهي اسٽيشن تي ويهو مگر اهو اصول قبول نہ ڪريو تہ مان سمجهانٿو تہ اهو سندس الائي ڪهڙي نموني جو لاجڪ (Logic) ٿيندو.

صاحب صدر. اسان جي آنربل ليڊر آف دي هائوس انهي تي چڱيءَ طرح غور ڪيو آهي ۽ تنهن ڪان پوءِ هن صاحب هڪ يونٽ جو ريزوليوشن هن هائوس اڳيان پيش ڪيو آهي. تنهن ڪري اوهان مهرباني ڪري سندس نظام ۾ دخل نہ ڏيو تہ ڏاڍو سٺو ٿئي ۽ مان انهيءَ هڪ يونٽ ريزوليوشن جي تائيد ٿو ڪريان.

صاحب صدر. ٻيو تہ مونکي افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ سنڌ اهڙي تہ پنتي پيل آهي جو هر ڳالهہ جي مخالفت ڪرڻ لاءِ اسان جا ڪي ميمبر صاحب تيار آهن. سي اهو نٿا ڏسن تہ پنجاب ڪيتريقدر نہ قرباني ڪئي آهي جو ڇاونجاهہ مان چاليهہ سيڪڙو ريپريزنٽيشن قبول ڪيو اٿن. تنهن ڪري اوهان بہ قرباني ڪريو تہ جيئن اسان ڀين جي اڳيان رو سياهہ نہ ٿيون.

جناب صدر. منهنجي دوست پير الاهي بخش صاحب فرمايو تہ سنڌ

جي عوام کان انهيءَ باري ۾ رايو ورتو ويو. مان ڪيس اهو ٻڌايانٿو ته اسان ڪي سنڌ جي عوام چونڊي موڪليو آهي چورن ته اسانکي چونڊي نه موڪليو آهي ته پوءِ انهيءَ صورت ۾ اسان جڏهن سنڌن عيوضي هتي فيصلو ڪريون ٿا ته اهو انهن ڪي منظور آهي ۽ مان ڪيس ايترو ٻڌائيندس ته سنڌ جو عوام انهيءَ هڪ يونٽ ٺيڻ ۾ راضي آهي. مگر منهنجي دوست پيرالاهي بخش صاحب پنهنجيءَ تقرير ۾ فرمايو ته پاڻ ٻهراڙيءَ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ وڃي سنڌ جي عوام جا رايا ٻڌا اٿس ۽ پوءِ فقط مثال هوٽل واري جي رايي جو پيش ڪيائين تنهن جي معنىٰ ته پير صاحب صرف هوٽل واري کان رايو ورتي آيو آهي ۽ ٻهراڙيءَ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ويو ئي نه آهي.

صاحب صدر، جيڪڏهين سنڌ هڪ يونٽ ۾ شامل نٿي ٿئي ۽ سينٽرل وارا هڪ يونٽ ڪن ٿا ۽ پوءِ جڏهين اسان جي سنڌ جا سٺ يا اسي ماڻهو پٽڪا ٻڌي کهڙي به قسم جي درخواست ڪٺي سينٽرل وارن ڏي ويندا ۽ انهن کي جڏهين انڪاري جواب ملندو ۽ انهن جو ڪم نه ٿيندو ته پوءِ پنهنجا پٽڪا ڇنڊي موٽي ايندا ۽ چوندا ته هاڻي اسان کي هڪ يونٽ قبول آهي.

صاحب صدر، مان پڇاڙيءَ ۾ ايترو عرض ڪندس ته اسان جا حق حقوق محفوظ رهندا ۽ ان سان گڏ اهو به عرض ڪندس ته جيڪڏهن اسان سڌي قدم تي هلنداسين ته الله پاڪ جي اڳيان رو سياهه پيش نه ٿينداسين. آخر ۾ مان هڪ يونٽ ريزوليوشن جي تائيد ڪريان ٿو.[28]

پير علي محمد راشدي جي تقرير ڪانپوءِ عزت مآب ڊپٽي اسپيڪر ٺهراءُ کي ايوان ۾ ووٽ ذريعي پاس ڪرائڻ لاءِ پيش ڪيو ۽ ٺهراءَ اڪثريت سان پاس ڪيو ويو. انهيءَ تي پير الاهي بخش صاحب اٿيو ۽ چيائين ته مون کي اهو قبول ناهي ۽ آءُ ان جي سخت مخالفت ڪريان ٿو. جنهن ڪانپوءِ عزت مآب ڊپٽي اسپيڪر اهو ٺهراءُ وري ايوان اڳيان پيش ڪيو ۽ چيو ته سڀ ميمبر هٿ مٿي ڪڻن ۽ ووٽ ڏين جيئن سندن نالا رڪارڊ ڪري سگهجن.

هيٺين ميمبرن ٺهراءُ جي حق ۾ ووٽ ڏنو:

1. مسٽر عبدالله حاجي محمد اسماعيل مهيسر
2. مسٽر عبدالفتاح ولي محمد ميمڻ
3. مسٽر عبدالمجيد خان ڪريم بخش خان جتوئي
4. مسٽر عبدالمنان عبدالرحمان قاضي
5. جام مسٽر عبدالخير عرف بشير احمد خان فتح محمد خان

6. مير احمد خان حاجي عبدالله خان ٽالپر
7. مسٽر احمد خان فتح خان راڄپر
8. مسٽر احمد خان رسول بخش پتو
9. مير احمد خان شاهه پسندخان
10. مسٽر ايدن سنگ ناگ جي سوڍو
11. بيگم عائشہ محمد عبدالعزيز آرائين
12. مسٽر علي اصغر شاهه چند مير شاهه شيرازي
13. مير حاجي علي احمد خان مير حاجي نبي بخش خان ٽالپر
14. مسٽر علي بلاول خان شاهه علي خان ڏومبڪي
15. سردار علي گوهر خان حاجي خان مهر
16. مسٽر علي گوهر شاهه محمد کهڙو
17. مسٽر علي حسن محمد ابراهيم منگي
18. عزت مآب پير علي محمد شاهه حامد شاهه راشدي
19. مسٽر علي نواز خان علي مراد خان ذاريجو
20. مير علي نواز خان مير حاجي علي مراد خان ٽالپر
21. پير علي شاهه پون علي شاهه جيلاني
22. مير الهه بچايو خان حاجي فتح خان ٽالپر
23. مسٽر علڻ خان گاجي خان لغاري
24. مسٽر علي بخش موتيل خان مهر
25. حاجي نوابزاده جام امير علي خان حاجي جام جان محمد خان جوڻيجو
26. مسٽر بدرالدين حاجي شمس الدين دراني آغا
27. مير بنده علي خان حاجي محمد حسن خان ٽالپر
28. مسٽر ڌرمداس موتومل
29. مسٽر دوست محمد علي حسن هڪڙو
30. مسٽر فيض محمد سندل
31. مسٽر فقير محمد احمد بخش انڙ
32. حاجي فقير محمد خير بخش خان لغاري
33. حاجي غلام علي حاجي عبدالله ميمڻ
34. حاجي غلام حسين عرف حاجي جام جان محمد خان قادر داد خان مري بلوچ
35. مسٽر غلام حيدر شاهه حاجي پير شاهه سيد

36. مسٽر غلام حيدر شاھ نوابشاھ سيد
37. حاجي غلام قادر محمد وارث ناريجو
38. حاجي غلام نبي خان حاجي محمد ابراهيم ڏهراج
39. حاجي غلام رسول خانبهادر حاجي امام بخش خان جتوئي
40. پير غلام رسول شاھ پيرجهان شاھ سيد
41. مسٽر غلام رسول شير خان ڪيهر
42. مسٽر گل محمد شاھ ولي محمد شاھ
43. حاجي گل محمد ولي محمد ڪيڙو
44. مسٽر گل جي رتن جي ميگهواڙ
45. مسٽر حامد حسين محمد حسين فاروقي
46. مير امام بخش مير حاجي الهداد خان ٽالپر
47. مير جعفر خان مير تاج محمد خان جمالي
48. مسٽر جان محمد پائي خان
49. مسٽر قادر بخش الاهي بخش تنيو
50. مسٽر ڪرارو شاھ الهندو شاھ عرف آندل شاھ
51. مسٽر خير شاھ امام علي شاھ سيد
52. سردار جان محمد خان وزير خان بوزدار
53. مسٽر محبوب شاھ پير رسول بخش شاھ
54. مسٽر مامون خان ملڪ بقادار خان ملڪاڻي
55. حاجي مهرعلي شاھ نواز علي شاھ سيد
56. مسٽر موسىٰ خان الهہ بخش خان ٻگهيو
57. عزت مآب حاجي مولا بخش حاجي محمد عمر سومرو
58. مسٽر مبارڪ علي شاھ جعفر علي شاھ سيد
59. مسٽر محمد اڪبر عبدالقيوم قاضي
60. سردار محمدعلي شاھ حسين علي شاھ
61. مسٽر محمد اشفاق محمد شفيع حسين صديقي
62. مير محمد بخش خان حاجي خان صاحب خان ٽالپر
63. مسٽر محمد بخش خان سائين ڏنو خان سرڪي
64. حاجي پير محمد حسن بخش عبدالقادر
65. سيد محمد حسن شاھ اميد علي سيد

66. حاجي محمد حيات ڪريمداد جوڻيجو
67. سردار محمد جعفرخان سردار گل محمد خان بليدي
68. پير محمد مهدي شاهه پير رشدالله شاهه جهنڊي وارو
69. مسٽر محمد يوسف خير محمد چانڊيو
70. مخدوم محمد زمان مخدوم غلام محمد قريشي
71. سيد محمد زمان شاهه حاجي بقادار شاهه
72. حاجي نجم الدين فتح خان لغاري
73. مسٽر نصير محمد خان مير محمد خان منڌواڻي
74. سردار نورمحمد خان بجاراڻي
75. مسٽر نور محمد مير خان راهمون
76. مسٽر نور محمد شاهه مراد علي شاهه سيد
77. مسٽر رحيم بخش الهه بخش سومرو
78. مير رسول بخش خان ملا موسيٰ خان جوڻيجو
79. مسٽر روپچنڊ چيلارام
80. مسٽر روپچند سيرومل لوهاڻو
81. حاجي صادق علي عبدالڪريم ميمڻ
82. ڊاڪٽر سعيد الدين صالح
83. مسٽر سيف الله محبوب علي مگسي
84. پير صالح شاهه غلام شاهه سيد
85. مسٽر شنيومل هيرا نند لوهاڻو
86. مسٽر سوائي سنگ سونجي سوڍو
87. مسٽر شاهنواز جمال الدين پيرزادو
88. مسٽر شاهه نظير حسين شاهه غلام صابر
89. مسٽر شاهل خان بهادر خان کوسو
90. مسٽر سڪندر خان حاملاڻي
91. مسٽر سيرومل ڪريالاڻي
92. مسٽر سلطان احمد مير محمد خان چانڊيو
93. سردار مير سندر خان سردار مير زين الدين خان سندراڻي
94. بيگم طاهره اعجاز حسين آغا
95. مسٽر ٽيئومل ٽتومل

96. مسٽر توڳاچي نور محمد نهڙي
97. حاجي عثمان خان عبدالله خان ملڪاڻي
98. نواب زاهد علي خان لياقت علي خان

جن ميمبرن ون يونٽ جي تائيد نہ ڪئي ۽ خلاف ووٽ ڪيو اهي هيٺيان آهن:

1. مسٽر عبدالحميد قادر بخش خان جتوئي
2. مسٽر غلام مصطفیٰ خان غلام محمد خان پرڳڙي
3. پير الاهي بخش پير نواز علي شاهہ
4. مسٽر خورشيد احمد محمد يعقوب شيخ[29]

انهيءَ ڏينهن تي محترم جي ايم سيد جيڪو ون يونٽ جو سخت مخالف هو ۽ انهيءَ اسيمبليءَ جو ميمبر پڻ هو قيد ۾ بند هو. مسٽر پيرزادو عبدالستار جيڪو پڻ ون يونٽ جو مخالف هو هن اسيمبليءَ جو ميمبر هو اسيمبليءَ ۾ ووٽ ڏيڻ ڪو نہ آيو.

انهيءَ ڪانپوءِ پير الاهي بخش صاحب هڪ Adjournment Motion جي موقعي تي اٿي چيو تہ سائين مون کي اسيمبلي جي صدر صاحب پنهنجن Adjournments Motions پيش ڪرڻ جو موقعو نہ ڏنو. اهو صدر صاحب جو فرض هيو تہ مون کي اُهي Motions پيش ڪرڻ لاءِ سڏي ها. انهيءَ تي جناب محمد ايوب کهڙي چيو تہ سائين اهو هن عزت مآب ميمبر جو فرض هو تہ هُو سوالن جوابن ڪانپوءِ اٿي بيهي ها ۽ اسيمبليءَ جي ڪاروبار هلڻ کان اڳ ۾ صدر صاحب کان Adjournments Motions پيش ڪرڻ جي اجازت وٺي ها جيڪو هُو هاڻي نٿو ڪري سگهي. انهيءَ تي عزت مآب ڊپٽي اسپيڪر چيو تہ اهو برابر آهي تہ عزت مآب ميمبر هڪدم اٿي بيهي ها ۽ اجازت گهري ها.[30]

حوالا:

(1) Sindh Assembly Legislative Debates, Official Reports III Book No -1 (1954) Saturday 11th Dec 1954 Karachi: Sindh Govt. Press 1955. P 20A- 21
(2) Sindh Assembly Legislative Debates Opcit, P 22 - 23
(3) Same as above IBID, P - 23
(4) ibid- P - 23

(5) ibid- P -24-27
(6) ibid- P - 27
(7) ibid- P - 27
(8) ibid- P - 28
(9) ibid- P - 28
(10) ibid- P -28
(11) ibid- P -28
(12) ibid- P - 28
(13) ibid- P - 28
(14) ibid- P - 28
(15) ibid- P - 29
(16) ibid- P - 29 - 30
(17) ibid- P - 30 - 33
(18) ibid- P - 34
(19) ibid- P - 34 - 36
(20) ibid- P -38 - 42
(21) ibid- P - 45 - 48
(22) ibid- P -48
(23) ibid- P - 48
(24) ibid- P - 48
(25) ibid- P - 48
(26) ibid- P - 48
(27) ibid- P - 48
(28) ibid- P - 51
(29) ibid- P - 50 - 55
(30) ibid- P - 57 - 60
(31) ibid- P - 60 - 61

## ون يونٽ دؤر (1969_1954ع)
## اهم انتظامي ۽ سياسي واقعن جي روشنيءَ ۾

12- نومبر 1954ع. جي ايم سيد کي گرفتار ڪيو ويو. روزانہ الوحيد کي هڪ سال لاءِ بند ڪيو ويو.

14- نومبر 1954ع. سنڌ جي وزير مال پير علي محمد راشدي سنڌ جي ڪجھ اسيمبلي ميمبرن ۽ اڳوڻن وزيرن کي گرفتار ڪرڻ جا حڪم جاري ڪيا.

22 نومبر 1954ع تي وزيراعظم محمد علي بوگرا هڪ ريڊيو تقرير ۾ اعلان ڪيو تہ مغربي پاڪستان جي چئن ئي صوبن کي ملائي هڪ صوبو بڻايو پيو وڃي تہ جيئن ان کي اوڀر پاڪستان سان برابر ڪري سگھجي. ان ڪانپوءِ چئن صوبائي اسيمبلين قرار دادون منظور ڪيون.

25- نومبر 1954ع تي ذوالفقار علي ڀٽي سنڌ يوٿ فرنٽ جي صدر جي حيثيت ۾ ون يونٽ خلاف بيان جاري ڪيو. جنگ اخبار ۾ شايع ٿيل ان بيان ۾ هن چيو تہ ون يونٽ جي رٿ سان ننڍن صوبن کي جيڪو خوف آهي اهو دور نٿو ڪري سگھجي. سنڌ سڀني صوبن ۾ هڪجيترن اختيارن جي ورڇ جي حامي آهي. انهيءَ سان گڏ حيدربخش جتوئي جو بيان پڻ شايع ٿيو جنهن ۾ هن چيو تہ سنڌ انگريزن جو قائم ٿيل صوبو ناهي بلڪ صدين کان قائم آهي.

17- ڊسمبر 1954ع تي گورنر جنرل آرڊيننس جاري ڪيو، جنهن تحت مغربي پاڪستان کي پنجاھ ضلعن ۽ ڏهن ڪمشنرين ۾ ورهايو ويو.

7- فيبروري 1955ع تي گورنر جنرل پاڪستان هڪ آرڊيننس جاري ڪيو جنهن جو مقصد هندستان مان لڏي ايندڙ پناهگيرن کي شهرن ۾ ملڪيت ڏيڻ توڙي زرعي پراپرٽي جي حوالي سان فائدو ڏيڻ هو.

27- مارچ 1955ع تي گورنر جنرل ملڪ غلام محمد مغربي پاڪستان آرڊر جاري ڪيو جنهن ڪانپوءِ مغربي پاڪستان جي وحدت لاءِ 18- ڊسمبر 1954ع تي ٺهندڙ ڪائونسل کي اهو اختيار حاصل ٿيو تہ اها

صوبي جي انتظام لاءِ هر ضروري اپاءُ وٺي.

17- اپريل 1955ع. حيدربخش جتوئي کي گرفتار ڪيو ويو.

28- مئي 1955ع تي گورنر جنرل جي حڪم نمبر 12 تحت پاڪستان جي ٻين دستور ساز اسيمبلي جوڙي وئي.

21- جون 1955ع تي گورنر جنرل دستور ساز اسيمبليءَ لاءِ مغربي پاڪستان جي چئن صوبن مان 32 نشستن لاءِ چونڊ نتيجن جو اعلان ڪيو. چونڊيل ميمبرن ۾ ڪرنل عابد حسين، ممتاز دولتانہ، چوڌري محمد حسين چٺہ، فيروز خان نون ، مظفر علي قزلباش، صوفي عبدالحميد خان، علمدار حسين گيلاني، چوڌري عزيزالدين، پير محي الدين، مشتاق گرماني، اسڪندر مرزا، بلخ شير مزاري، محمد ايوب کهڙو، مير غلام علي ٽالپر، حاجي مولابخش سومرو، سيرو مل ڪرپال، ڊاڪٽر خان صاحب، يوسف عبدالله هارون ۽ ٻيا شامل هئا.

7- جولاءِ 1955ع مشتاق گرماني کي پاڪستان جي نئين عارضي دستور ساز اسيمبليءَ جو عارضي چيئرمين مقرر ڪيو ويو.

21- جولاءِ 1955ع، محمد ايوب کهڙي جي مقابلي ۾ نامزدگي ڪاغذ جمع ڪرائڻ تي 3 اميدوار گرفتار. شهداد پور جي تڪ مان ايوب کهڙو بنامقابلي ڪامياب.

11- آگسٽ 1955ع قائم مقام گورنر اسڪندر مرزا محمد علي بوگرا کي وزيراعظم جي عهدي تان هٽائي چوڌري محمد علي کي وزيراعظم پاڪستان بڻايو ويو جنهن جي ڪابينہ ۾ ڊاڪٽر خان صاحب، مولوي عبدالقاسم . فضل حق، حبيب ابراهيم رحمت الله، سيد عابد حسين، ڪامني ڪمار دتا، عبداللطيف بسواس، انوار الحق چوڌري ۽ پير علي محمد راشدي کي کنيو ويو.

23- آگسٽ 1955ع آئين ساز اسيمبليءَ ۾ مغربي پاڪستان صوبي جي وحدت جي قيام جي قرارداد منظوريءَ لاءِ پيش ڪئي وئي.

30- سيپٽمبر 1955ع دستور ساز اسيمبلي مغربي پاڪستان کي ون يونٽ ناهڻ جي قرار داد منظور ڪئي. اجلاس ۾ 31 ميمبرن مخالفت ۾ ووٽ ڏنو.

6- آڪٽوبر 1955ع اسڪندر مرزا ملڪ غلام محمد جي جاءِ تي گورنر جنرل جي عهدي جو حلف کنيو.

14- آڪٽوبر 1955ع مغربي پاڪستان جي پهرئين گورنر مشتاق گورماني ۽ پهرئين وزيراعظم لاءِ ڊاڪٽر خان صاحب حلف کنيو. جڏهن تہ خان قربان علي خان، ممتاز دولتانہ، محمد ايوب کهڙو، سردار بهادر خان، سيد عابد حسين ۽ سردار عبدالحميد دستي کي ڪابينہ ۾ کنيو ويو.

26- آڪٽوبر 1955ع، عبدالصمد خان اڇڪزئي کي گرفتار ڪيو ويو.

9- جنوري 1956ع قانون جي مرڪزي وزير اسماعيل ابراهيم چندريگر دستور ساز اسيمبليءَ ۾ پاڪستان جي نئين آئين جو مسودو منظوريءَ لاءِ پيش ڪيو.

15- جنوري 1956ع تي وزيراعظم چوڌري محمد علي حيدرآباد ۾ زيل پاڪ سيمينٽ فيڪٽري جو افتتاح ڪيو.

17- فيبروري 1956ع تي ڪراچيءَ کي مغربي پاڪستان ۾ شامل ڪرڻ جو مطالبو ڪندڙ اڳواڻن يوسف هارون، محمود هارون، اي ايم قريشي، خواجہ مظفرالحق ۽ اسماعيل برهاني کي گرفتار ڪيو ويو.

29- فيبروري 1956ع تي نئون آئين منظور ڪيو ويو.

17- مارچ 1956ع عبدالستار پيرزادي مرڪزي وزير (داخلہ ۽ تعليم) جو حلف کنيو.

23- مارچ 1956ع نئون آئين لاڳو ڪيو ويو. جنهن تحت گورنر جنرل جو عهدو ختم ڪيو ويو. اسڪندر مرزا صدر جي حيثيت سان حلف کنيو ۽ منظور ٿيل آئين تي صحيح ڪئي.

30- مارچ 1956ع مولانا مودودي بيان ڏنو تہ ڪشمير لاءِ ڀارت سان جنگ ڪرڻ جائز آهي.

6-اپريل 1956ع قاضي فضل الله کي مغربي پاڪستان حڪومت ۾ وزير بڻايو ويو.

30- اپريل 1956ع مير علي احمد ٽالپر ۽ نجم الدين سريوال کي مغربي پاڪستان ڪابينہ ۾ شامل ڪيو ويو.

18- مئي 1956ع مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جو پهريون اجلاس لاهور ۾ ٿيو. 221 ميمبرن حلف کنيو.

17- جون 1956ع خان عبدالغفار خان کي گرفتار ڪيو ويو.

29- آگسٽ 1956ع مرڪزي وزير اطلاعات پير علي محمد راشدي جي استعيفيٰ منظور ڪئي وئي.

12- سيپٽمبر 1956ع صدر اسڪندر مرزا حسين شهيد سهرورديءَ کي وزيراعظم طور حلف کڻايو. سندس ڪابينه ۾ ملڪ فيروز خان نون (پرڏيهي ۽ دولت مشترڪه جا ڪاتا)، سيد احمد علي (وزير خزانه)، عبدالخالق (وزير مال ۽ تعميرات)، مير غلام علي ٽالپر (وزير داخلا)، دلدار احمد (وزير خوراڪ ۽ زراعت)، سردار امير اعظم خان (وزير اطلاعات ۽ پارلياماني معاملا)، جعفر شاهه (وزير مواصلات)، عبدالمصور احمد (واپار ۽ صنعت) کي کنيو ويو.

13- سيپٽمبر 1956ع پير علي محمد راشدي کي فرانس ۽ ايوب کهڙي کي روس ۾ سفير مقرر ڪيو ويو.

20- سيپٽمبر 1956ع حڪومت پاڪستان پير علي محمد راشدي کي مصر ۾ سفير مقرر ڪيو.

2- ڊسمبر 1956ع تي مغربي پاڪستان جي ڇهن سياسي جماعتن (خدائي خدمت گار، سنڌ عوامي محاذ، سنڌ هاري ڪميٽي، ورور پختون، استمان گل ۽ آزاد پاڪستان پارٽي) کي ضم ڪري هڪ پارٽي "پاڪستان نيشنل پارٽي" ناهي وئي.

26- فيبروري 1957ع. ڪليمن جي جاچ پڙتال تائين مهاجرن کي متروڪ ملڪيت جو عارضي معاوضو ڏيڻ جو اعلان ڪيو ويو.

28- فيبروري 1957ع. متروڪ شهري ملڪيتن جو معاوضو ادا ڪرڻ جي اسڪيم جو اعلان ڪيو ويو.

13- اپريل 1957ع "مغربي پاڪستان ۾ صدارتي راڄ قائم ڪريو" قومي اسيمبليءَ ۾ هيءَ رٿ مير غلام علي ٽالپر وزير داخلا پيش ڪئي جيڪا منظور ڪئي وئي.

29- اپريل 1957ع پاڪستان ۽ ڀارت وچ ۾ شهري منقوله متروڪ جائداد جي تبادلي جي اجازت جو فيصلو ڪيو ويو.

22- مئي 1957ع "مهاجرن کي ڀارت ۾ ڇڏيل جائداد جي ڏهن سالن جو ڪرايو ادا ڪيو وڃي" حڪومت پاڪستان جو فيصلو.

15- جولاءِ 1957ع مغربي پاڪستان ۾ صدارتي راڄ ختم ڪيو ويو جنهن ڪري ڊاڪٽر خان صاحب واري وزارت بحال ٿي وئي.

16- جولاءِ 1957ع ڊاڪٽر خان صاحب وزارت اعليٰ تان استعيفيٰ ڏني. گورنر سردار عبدالرشيد کي وزارت اعليٰ ۽ پنهنجي ڪابينه جوڙڻ جي

آچ ڪئي.

17- جولاءِ 1957ع سردار عبدالرشيد ۽ سندس ڪابينہ حلف کنيو جنهن ۾ مير علي احمد ٽالپر، مظفر علي قزلباش، سيد عابد حسين، مخدوم زاده حسن محمود، ممتاز حسن قزلباش، پيرزادو عبدالستار ۽ افتخار ممدوٽ وزير طور حلف کنيو.

27- آگسٽ 1957ع مشتاق گرماني گورنر مغربي پاڪستان جي عهدي تان استعيفيٰ ڏني.

2- سيپٽمبر 1957ع اختر حسين گورنر مغربي پاڪستان جو حلف کنيو.

4- سيپٽمبر 1957ع پير علي محمد راشدي کي فلپائن ۾ سفير مقرر ڪيو ويو.

17- سيپٽمبر 1957ع مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ وَن يونٽ ٽوڙڻ لاءِ پيش ڪيل قرار داد منظور ڪئي وئي.

24- سيپٽمبر 1957ع آغا غلام نبي پٺاڻ مغربي پاڪستان ڪابينہ ۾ شامل، ڪيس بيلن جو کاتو ڏنو ويو.

11- آڪٽوبر 1957ع تي وزير اعظم پاڪستان حسين شهيد سهروردي استعيفيٰ ڏئي ڇڏي.

18- آڪٽوبر 1957ع تي آءِ آءِ چندريگر وزيراعظم پاڪستان طور حلف کنيو.

11- ڊسمبر 1957ع آءِ آءِ چندريگر استعيفيٰ ڏني.

13- ڊسمبر 1957ع صدر اسڪندر مرزا فيروز خان نون کي وزيراعظم نامزد ڪيو.

16- ڊسمبر 1957ع وزير اعظم فيروز خان نون ۽ سندس ڪابينہ جي هيٺين وزيرن حلف کنيو: سيد امجد علي (وزارت خزانہ)، مظفر علي قزلباش (واپار ۽ صنعت)، رميز الدين احمد (مواصلات)، قاضي ڪمار دتا (صحت ۽ تعليم)، مير غلام علي ٽالپر (داخلا، بجلي ۽ آبپاشي)، ميان جعفر شاهہ (خوراڪ ۽ زراعت) عبدالعليم (محنت، تعميرات ۽ اقليتي معاملا)، بسنت ڪمارداس (خزاني جو مملڪتي وزير)

20- جنوري 1958ع حاجي مولابخش سومري کي مهاجرن ۽ آبادڪاريءَ جو وفاقي وزير بڻايو ويو. (جڏهن تہ ڪجهہ حوالن ۾ ڪيس دفاع

جو مملڪتي وزير ڄاڻايو ويو آهي.)

17- مارچ 1958ع سردار عبدالرشيد وزيراعليٰ مغربي پاڪستان استعيفيٰ ڏني.

18- مارچ 1958ع نواب مظفر علي قزلباش مغربي پاڪستان جي نئين وزيراعليٰ جو حلف کنيو.

8- اپريل 1958ع تي محمد ايوب کهڙي مرڪزي وزير جي حيثيت ۾ حلف کنيو. کيس دفاع جو وزير بڻايو ويو.

9- مئي 1958ع ڊاڪٽر عبدالجبار عرف ڊاڪٽر خان صاحب کي لاهور ۾ قتل ڪيو ويو.

29- آگسٽ 1958ع مهاجرن کي متروڪ زرعي ملڪيتن جا ملڪاڻا حق ڏيڻ جو مسودو شايع ڪيو ويو.

7- آڪٽوبر 1958ع صدر اسڪندر مرزا 1956ع وارو آئين ۽ ان سان گڏ صوبائي ۽ قومي اسيمبلي ٽوڙي ڇڏي ۽ بري فوج جي ڪمانڊر انچيف جنرل ايوب خان کي چيف مارشل لا ايڊ منسٽريٽر مقرر ڪيو.

11- آڪٽوبر 1958ع خان عبدالغفار خان ۽ جي ايم سيد کي گرفتار ڪيو ويو.

24- آڪٽوبر 1958ع ايوب خان کي وزيراعظم پڻ بڻايو ويو. سندس ڪابينه ۾ ٽن فوجي ۽ اٺن سولين وزيرن قسم کنيو، جن ۾ ليفٽيننٽ جنرل واجد علي برڪي، ليفٽيننٽ جنرل اعظم خان. ليفٽيننٽ جنرل ڪي ايم شيخ، منظور قادر، ايف ايم خان، حبيب الرحمٰن، حفيظ الرحمان، محمد شعيب، مولوي ابراهيم. ذوالفقار علي ڀٽو ۽ ابوالقاسم شامل هئا.

27- آڪٽوبر 1958ع تي صدر اسڪندر مرزا سڀ اختيار چيف مارشل لا ايڊمنسٽريٽر کي ڏئي پاڻ استعيفيٰ ڏئي ڇڏي.

26- نومبر 1958ع مغربي پاڪستان ۾ فوجي عدالتون قائم ڪيون ويون.

8- ڊسمبر 1958ع عبدالصمد خان اچڪزئي کي 14 سال سخت قيد جي سزا ٻڌائي وئي.

11- ڊسمبر 1958ع زرعي زمينن جي ڪميشن غلام محمد بئراج (ڪوٽڙي بئراج) جي هڪ لک ٽيهه هزار ايڪڙ زرعي زمين ورهائڻ جو فيصلو ڪيو.

4- جنوري 1959ع مهاجرن لاءِ پارت ۾ ڇڏيل ملڪيت جي معاوضي ڏيڻ جي اسڪيم جو اعلان ڪيو ويو.

16- فيبروري 1959ع مهاجرن ڪي متروڪ ملڪيت جي معاوضي ڏيڻ جي ضابطن جو اعلان ڪيو ويو.

21- مارچ 1959ع تي پروڊا جي طرز جو هڪ قانون پوڊو ( پبلڪ آفيسز ڊس ڪواليفڪيشن آرڊر) جاري ڪيو ويو. جنهن تحت 1947ع کان وٺي سياسي عهدن تي مقرر فردن کي ڪرپشن ۽ بدعنواني جي الزام هيٺ پندرهن سالن سالن لاءِ نااهل قرار ڏئي سگهجي ٿو.

15-اپريل 1959ع صدر ايوب لڪل متروڪ ملڪيتن جي ڳولها لاءِ ٽربيونل مقرر ڪيو.

1- آگسٽ 1959ع جنرل ايوب خان ڪراچيءَ ويجهو بي گهر ماڻهن ۽ مهاجرن جي رهائش لاءِ تعمير ڪيل ڪورنگي ڪالونيءَ جو افتتاح ڪيو. پندرهن هزار کان وڌيڪ ڪوارٽرن تي مشتمل هيءَ ڪالوني اٺن مهينن جي مختصر عرصي ۾ تعمير ٿي.

7- آگسٽ 1959ع تي هڪ ٻيو قانون ايبڊو جي نالي سان لاڳو ڪيو ويو. هي قانون بدعنواني ۽ ڪرپشن جي الزام هيٺ آيل انهن سيني ماڻهن کي لاڳو ڪيو ويو جيڪي 1947ع کان وٺي سياسي عهدن تي رهيا هجن يا ڪنهن چونڊيل اسيمبلي يا اداري جا ميمبر بڻيا هجن. ملزم کي ڇهن سالن تائين سياست کان الڳ رهڻ جي سزا ڏئي سگهجي ٿي.

21- آگسٽ 1959ع روزانه هلال پاڪستان جي ضمانت ضبط ڪئي وئي.

23- سيپٽمبر 1959ع سڄي پاڪستان ۾ متروڪ ملڪيتن جي الاٽمنٽ نه رکندڙن کي لاڳاپيل جائداد تي قبضو تسليم ڪيو ويو.

15- ڊسمبر 1959ع صدر ايوب خان اعلان ڪيو ته "ملڪ ۾ سياسي پارٽين جي ضرورت نه هجڻ کپي".

7- جنوري 1960ع ملڪ ۾ بنيادي جمهوريتن جون چونڊون مڪمل ٿيون.

14- فيبروري 1960ع تي بنيادي جمهوريتن جي چونڊيل ميمبرن جنرل ايوب خان کي ايندڙ پنجن سالن لاءِ صدر چونڊيو.

16- فيبروري 1960ع هاشم رضا کي بحاليات جو سيڪريٽري

مقرر ڪيو ويو.

17- فيبروري 1960ع جنرل ايوب خان صدر جو حلف کنيو ۽ هيٺيان وزير ڪابينه ۾ کنيائين: ليفٽيننٽ جنرل محمد اعظم خان (بحاليات، زراعت، خوراڪ ۽ آبپاشي)، منظور قادر (خارجه)، ليفٽيننٽ جنرل واجد علي برڪي (سماجي ڀلائي ۽ صحت)، مولوي محمد ابراهيم (قانون) ليفٽينن جنرل ڪي ايم شيخ (داخلا)، محمد شعيب (خزانه)، مولوي آبوالقاسم (صنعت ۽ بجلي)، ايف ايم خان (مواصلات)، حبيب الرحمان (تعليم)، ذوالفقار علي ڀٽو (اطلاعات، سياحت، بارڻ، بجلي) محمد حفيظ الرحمان (واپار).

11- اپريل 1960ع اختر حسين جي جاءِ تي ملڪ امير محمد خان (نواب آف ڪالاباغ) کي مغربي پاڪستان جو گورنر مقرر ڪيو ويو.

19-مئي 1960ع ايبڊو ٽربيونل خان عبدالغفار خان کي سياست ۾ حصو وٺڻ لاءِ نااهل قرار ڏنو.

22- جون 1960ع صدر اسلام آباد جي اڏاوت لاءِ ڪيپيٽل ڊولپمينٽ اٿارٽي جو آرڊيننس جاري ڪيو.

13-جولاءِ 1960ع ايوب کهڙو ۽ اڪبر بگٽي کي 1966ع تائين چونڊن ۾ حصو وٺڻ لاءِ نااهل قرار ڏنو ويو.

2- آگسٽ 1960ع راولپنڊي کي پاڪستان جو عبوري دارالحڪومت قرار ڏنو ويو.

26- مارچ 1961ع ڪراچيءَ کي مرڪزي علائقي مان ڪڍي مغربي پاڪستان صوبي جو حصو قرار ڏنو ويو.

30 - اپريل 1961ع مغربي پاڪستان ۾ ڪليم داخل ڪرڻ جو ڪاتو ختم ڪيو ويو.

6- مئي 1962ع نئين آئين مطابق سڄي ملڪ مان غير جماعتي بنيادن تي صوبائي اسيمبلين جي 310 نشستن لاءِ چونڊون ٿيون. بنيادي جمهوريتن جي ڪل 77754 راءِ ڏيندڙن مان 7710 فردن راءِ شماريءَ ۾ حصو ورتو. اليڪشن ڪميشن 2453 اميدوارن جا ڪاغذ منظور ڪيا. انهن مان مغربي پاڪستان جا 366 ۽ مشرقي پاڪستان جا 194 اميدوار دستبردار ٿيا. 11- ميمبر بنا مقابلي چونڊيا.

8- جون 1962ع تي صدر ملڪ مان مارشلا ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو.

11- جون 1962ع تي مولوي تميز الدين خان قومي اسيمبليءَ جو بنا مقابلي اسپيڪر چونڊيو ويو.

13- جون 1962ع تي نئين صدارتي ڪابينہ حلف کنيو جنهن ۾ محمد علي بوگره (خارجہ)، عبدالمنعم خان (صحت)، عبدالصبور خان (مواصلات)، اي ڪي ايم فضل القادر چوڌري (تعليم، خوراڪ ۽ زراعت) ۽ ذوالفقار ڀٽو (صنعت، قدرتي وسيلا) شامل هئا.

18- جون 1962ع پير علي محمد راشدي کي فرانس ۾ سفير مقرر ڪيو ويو.

24- جنوري 1963ع تي ذوالفقار علي ڀٽو وزير خارجہ جو حلف کنيو.

27- جنوري 1963ع تي قومي جمهوري اتحاد جي رهنمائن جو اجلاس حسين شهيد سهروردي جي ڪراچي واري رهائش گاهہ لاکم هائوس تي ٿيو. صدارت شيخ عبدالمجيد سنڌي ڪئي. ڪائونسل مسلم ليگ، نيشنل عوامي پارٽي، جماعت اسلامي، عوامي ليگ ۽ ريپبليڪن پارٽي جي نمائندن ڪانسواءِ مير رسول بخش ٽالپر، قاضي فيض محمد ۽ عطاءالله مينگل پڻ شرڪت ڪئي.

9- مئي 1963ع تي قومي جمهوري اتحاد جي لاکم هائوس واري ميٽنگ ۾ شامل رهنمائن عطاءُ الله مينگل، شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ ٻين کي گرفتار ڪيو ويو.

19- جولاءِ 1963ع مغربي پاڪستان اسيمبليءَ زرعي آمدنيءَ تي انڪم ٽيڪس لاڳو ڪرڻ جو بل منظور ڪري ورتو.

31- آڪٽوبر 1964ع تي مغربي پاڪستان ۾ بنيادي جمهوريتن جون چونڊون ٿيون.

27- نومبر 1964ع تي صدارتي چونڊن لاءِ جنرل ايوب خان، محترمہ فاطمہ جناح سميت ست اميدوارن جا نامزدگي ڪاغذ منظور ڪيا ويا.

2- جنوري 1965ع جنرل ايوب خان کي صدر لاءِ ڪامياب قرار ڏنو ويو.

24- مارچ 1965ع تي صدارتي ڪابينہ ۾ جن وزيرن حلف کنيو انهن ۾ خواجہ شهاب الدين (اطلاعات و نشريات)، عبدالصبور خان (مواصلات)، محمد شعيب (خزانو)، ذوالفقار علي ڀٽو (خارجہ) شامل هئا.

26- مارچ 1965ع تي قانو ن جي کاتي لاءِ ايس ايم ظفر تعليم.

صحت ۽ سماجي ڀلائي جي کاتن لاءِ قاضي انوار الحق، الطاف حسن (صنعت) ۽ غلام فاروق وزير بڻجي ويا.

31- مئي 1965ع محمد خان جوڻيجو ۽ لسبيلي جي ڄام مغربي پاڪستان ڪابينه جي وزارت ۾ حلف کنيو.

3- جنوري 1966 تي عوامي ليگ اڳواڻ شيخ مجيب الرحمان کي اگرتلا سازش ڪيس جي سلسلي ۾ گرفتار ڪيو ويو.

12- فيبروري 1966ع تي عوامي ليگ جي رهنما شيخ مجيب الرحمٰن ڇهه نڪاتي فارمولا پيش ڪيو جنهن مطابق:

1. قرار داد پاڪستان پٽاندڙ ملڪ جو حڪومتي نظام پارليامينٽري هجڻ کپي.
2. مرڪزي حڪومت دفاع ۽ خارجه پاليسي کي حل ڪري ۽ ٻيا معاملا وفاق جوڙيندڙ رياستن جي حوالي ڪيا وڃن.
3. ملڪ ۾ يا ته مڪمل آزاد مالياتي نظام قائم ڪيا وڃن يا وري سڄي ملڪ ۾ هڪ ئي نظام قائم ڪيو وڃي ۽ اوڀر پاڪستان لاءِ جدا بينڪنگ رزرو جوڙيو وڃي.
4. وفاقي حڪومت ٽئڪس لاڳو ڪرڻ ۽ وصول ڪرڻ جو اختيار وفاق جوڙيندڙ رياستن حوالي ڪري البت پنهنجن خرچن لاءِ اهو رياستن کان پنهنجو حصو وصول ڪري.
5. هر صوبي وٽ پرڏيهي واپار لاء وفاق م ذار حساب موجود هجي. ان واپار مان حاصل ٿيندڙ نفعو صوبي وٽ رهي. وفاق کي زرمبادله (ناڻي جي مٽاسٽا) جي ضرورتن کي پورو ڪرڻ لاءِ هر صوبو هڪ جيترو سرمايو مهيا ڪري. صوبن وچ م مقامي شين جي چرپر تي ڪوبه محصول لاڳو نه ڪجي. هر صوبو ٻين ملڪن ۾ پنهنجا واپاري نمائندا مقرر ڪرڻ جو مجاز هجي.
6. هر صوبي کي آئين جي رُوءِ سان پنهنجا علائقائي فوجي دستا قائم ڪرڻ جي آزادي حاصل هجي.

17- جون 1966ع تي وزير خارجه ذوالفقار علي ڀٽي استعيفيٰ ڏئي ڇڏي.

18- سيپٽمبر 1966ع تي ملڪ امير محمد خان جي جاء تي جنرل موسيٰ کي مغربي پاڪستان جو گورنر مقرر ڪيو ويو.

25- سيپٽمبر 1966ع تي مغربي پاڪستان جي نئين ڪابينہ لاهور ۾ حلف کنيو. ڪابينہ ۾ ملڪ خدا بخش، ميان ياسين وٽو، محمد خان جوڻيجو، مخدوم حميد الدين، محمد علي ۽ بيگم زاهده خليق الزمان شامل هئا.

31- ڊسمبر 1966ع تي صدر جنرل ايوب خان ايبڊو زده سياستدانن تان سياسي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ جي بندش ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو.

11- اپريل 1966ع اي جي اين (آفتاب غلام نبي) قاضي واپڊا جو چيئرمين مقرر ٿيو.

19- جنوري 1967ع تي گڏيل مخالف ڌر ڊي اي سي سنڌ ۾ 8 نڪاتي ايجنڊا جي حمايت ۾ هڪ صحيحن واري مهم شروع ڪئي.

5- مارچ 1967ع تي قومي اسيمبلي ميمبر مير غوث بخش بزنجو کي ڊفينس آف پاڪستان رولز تحت ڪراچيءَ مان گرفتار ڪيو ويو.

18- مئي 1967ع تي نيشنل عوامي پارٽي ست نڪاتي منصوبو پيش ڪيو.

3-جولاءِ 1967ع قاضي فضل الله مغربي پاڪستان جي وزير داخلہ جو عهدو سنڀاليو.

16- سيپٽمبر 1967ع تي پاڪستان پيپلز پارٽي ٺاهڻ جو اعلان ڪيو ويو.

20- جنوري 1968ع حيدربخش جتوئي کي آزاد ڪيو ويو.

11- فيبروري 1969ع ڍاڪا سان لاڳاپيل 5 چونڊيل ميمبرن صدر ايوب کي ياداشت نامون پيش ڪيو ۽ مطالبو ڪيو تہ ون يونٽ کي فوري طور ختم ڪيو وڃي.

10- مارچ 1969ع تي راولپنڊيءَ ۾ جنرل ايوب خان جي صدارت هيٺ سياسي رهنمائن جي گول ميز ڪانفرنس جي شروعات ٿي. شيخ مجيب الرحمٰن، ذوالفقار علي ڀٽو، مولانا ڀاشاني ۽ ٻين رهنمائن شرڪت ڪئي. شيخ مجيب الرحمٰن 6 نڪتا پيش ڪيا.

20- مارچ 1969ع تي يوسف هارون کي مغربي پاڪستان جو گورنر مقرر ڪيو ويو.

25- مارچ 1969ع تي ايوب خان استعيفيٰ ڏني. جنرل يحيٰ خان چيف مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جو عهدو سنڀاليو. مارشل لا لاڳو ڪيو ويو. قومي ۽ صوبائي اسيمبليون ٽوڙيون ويون. 1962ع وارو آئين ختم ڪيو ويو.

31- مارچ 1969ع تي يحيٰ خان کي صدر چونڊيو ويو.

17 اپريل 1969ع- يوسف ٽالپر ۽ مسعود نوراني کي فوجي عدالت طرفان هڪ سال قيد جي سزا ٻڌائي وئي.

15- آگسٽ 1969ع محمود هارون وفاقي وزير زراعت ۽ تعميرات جو حلف کنيو.

28- نومبر 1969ع تي هڪ قومي نشري تقرير ۾ صدر يحيٰ خان ون يونٽ ٽوڙڻ جو اعلان ڪيو.

مآخذ:

(1) عقيل عباس جعفري: پاڪستان ڪرونيڪل (اردو) ورثہ ڪراچي 2011ع

(2) محمد عاصم بٹ: پاڪستان سال بہ سال (اردو) مقتدره قومي زبان 1997ع

(3) احمد سليم: سياست دانون ڪي جبري نااهليان (اردو) جنگ پبلشرز 1991ع

# ون يونٽ دؤر ۾ پير علي محمد راشدي

سنڌ جي هڪ ناميارې سياستدان، اديب، دانشور ۽ صحافي پير علي محمد راشدي جو ڪردار سنڌ جي سياسي تاريخ ۾ ڪڏهن هاڪاري نه ڪڏهن ناڪاري رهيو آهي. هن شخص سنڌ جي بمبئي کان علحدگيءَ واري تحريڪ ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيو پر ورهاڱي بعد ون يونٽ منصوبي جي حمايت ڪرڻ ۽ ون يونٽ دؤر ۾ اهم عهدن تي رهڻ ڪري ڪيس سٺن لفظن سان ياد نٿو ڪيو وڃي.

پير علي محمد راشدي ون يونٽ دؤر ۾ مختلف وزارتي ۽ سفارتي عهدن تي رهيو. ايوب خان جي دؤر ۾ جڏهن نئين آئين جي جوڙجڪ ٿي رهي هئي (جيڪو بعد ۾ 1962ع جي آئين طور لاڳو ڪيو ويو) ته هن آمريت پسند حڪمرانن جي آشيرواد حاصل ڪرڻ خاطر "خوشامد" جي حد ڪري ڇڏي. جو هن ايوب خان کي نئين آئين ۾ پاڻ کي "بادشاه" بنائڻ جي تجويز ڏني. هن 61-1960ع ڌاري صدر ايوب خان ۽ پرڏيهي معاملن واري وزير منظور قادر ڏانهن لکيل خطن ۾ ڪجهه اهڙيون تجويزون پيش ڪيون.

19-ڊسمبر 1960ع تي فلپائن جي سفير پير علي محمد راشدي ايوب خان ڏانهن هڪ خط ۾ آئيني تجويزن ڏيڻ کان اڳ چاڪيه وانگر پنهنجي "صلاحڪاري" جي فني مهارت کي ساراهيندي لکيو ته "اڳوڻا سياستدان آخرڪار مجوزه آئين جي ڪهڙن ڪمزور نڪتن خلاف ۽ ڪهڙن محاذن تي پنهنجا حملا ڪندا، اهو ڄاڻڻ ڪانپوءِ مان ان قابل ٿي سگهندس ته انهن حملن کان دفاع جا طريقا ڳولهي سگهان ۽ پرواز کان اڳ ئي انهن جي پرن ڪپڻ جون تجويزون ڏئي سگهان. ۽ جڏهن آئين لاڳو ٿئي ته هُو اهو ڏسي حيران رهجي ويندا ته زمين سندن پيرن هيٺان اڳ ئي نڪري چڪي هوندي. اهو سياست جو فن آهي! مون کي يقين آهي ته جائز يا ناجائز قانوني دماغ ڪيترا به روشن ڇو نه هجن سياست جي فن جا ڪرتب نٿا ڏيکاري سگهن."[1]

ساڳئي خط ۾ هُو هڪ آئيني نڪتو تجويز ڪندي اهو به لکي ٿو:

"پهرين ڏهن سالن تائين صدر تي ڪوبه الزام لاڳو ٿي نه سگهندو. پلي ڇو نه

ان لاءِ ڪو بچاءُ مهيا ڪجي. 1952ع کان 1958ع وچ ۾ صدر جي عهدي کي تمام گهڻو نقصان رسايو ويو آهي. هينئر ڪيس ڪجهه وقت ملڻ گهرجي ته جيئن هُو ماضيءَ جي ڊوڙ لاهي سگهي."[2]

12-جون 1961ع تي ايوب خان ڏانهن لکيل خط ۾ راشدي صاحب "بادشاهه" بڻجڻ جي تجويز پيش ڪندي هيٺين لفظن ۾ خيالن جو اظهار ڪيو: "مان جنهن نتيجي تي پهتو آهيان. اهو ڪجهه سنسني خيز آهي. اهو ڪجهه هن ريت آهي ته جيڪڏهن پنهنجي هاٿوڪي اڻ وٽندڙ ماضيءَ کان مستقل طور دامن ڇڏائڻو آهي ۽ اسان کي بي يقيني، تضادن ۽ تنازعن کي ختم ڪرڻو آهي، پاڪستان جو استحڪام ۽ اتحاد برقرار رکڻو آهي ۽ هڪ مملڪت جي حيثيت سان ان جي جانداري ۽ قابل عمل هجڻ جو بچاءُ ڪرڻو آهي ته اسان کي هڪ متحد قوميت جي شاندار انساني علامت پيش ڪرڻي پوندي جيڪا هڪ اهڙو مرڪزي منارو هجي جنهن ۾ توازن جي مقناطيسي ڪشش هجي. جيڪا مستقل هجي. ناقابل تبديل هجي. غير متزلزل هجي ۽ سيني روز مره جي تضادن ۽ جهيڙن کان مٿانهين هجي. اهو فقط شهنشاهيت جي قيام وسيلي ئي ممڪن آهي."[3]

اهڙي ريت14- جون 1961ع تي وزير خارجه منظور قادر کي لکيل خط ۾ راشدي صاحب لکيو: "مان هتي جيڪا فارمولا تجويز ڪري رهيو آهيان، اُها پهرين نظر ۾ ڪجهه ماڻهن کي اوپري، "رجعت پسندانه" بلڪ خطرناڪ پڻ محسوس ٿي سگهي ٿي. پر مون کي يقين آهي ته اها فارمولا ئي اهي حل مهيا ڪري سگهي ٿي جن جي اسان سالن کان ڳولا پيا ڪريون. اُها هيءَ ته يا ته اسان ۾ هڪ "بادشاهه" هجي يا وري بعد ۾ تاريخ جي وهڪري سان گڏ گهڻن سارن بادشاهن کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار رهون."[4]

راشدي پنهنجي "بادشاهت" واري رٿ کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ پنهنجون خدمتون آڇيندي ساڳئي خط ۾ اڳتي لکي ٿو: "منهنجي ذهن ۾ ڪجهه اهڙا تصورات موجود آهن جن وسيلي هن آئين کي متعارف ڪرائي سگهجي ٿو. مقبول بڻائي سگهجي ٿو ۽ ان کي ڪاميابيءَ سان هلائي سگهجي ٿو. خاص طور تي منهنجي ذهن ۾ هيءَ آئيڊيا پڻ موجود آهي ته عوام تائين بادشاهت جو تصور ڪيئن پهچائجي ۽ ڪيئن سندن راضپو ۽ حمايت حاصل ڪجي. مون جاچي واٽي ان پهلوءَ کي نه ڇهيو آهي ڇاڪاڻ ته اهو وقت کان اڳ ٿيندو. اهو مرحلو تڏهن ايندو جڏهن اوهان جي ڪاميٽي

انهن اصولن کي منظور ڪري وٺندي ۽ جڏهن اهو مرحلو آيو تہ مان ان فارمولا (خاص طور ان جو "بادشاهت" وارو حصو) کي عوام ۾ ڪٽي وڃڻ ۽ ڪامياب ڪرائڻ جي گهٽ۾ گهٽ ذميداري بہ سنڀالڻ لاءِ تيار آهيان. جنهن جو مان پوريءَ طرح اهل آهيان. سنڌ جي (بمبئي کان) علحدگيءَ جي معاملي ۾، خود پاڪستان جي قيام جي معاملي ۾ ۽ هاڻي تازو ون يونٽ جي معاملي ۾ هيءَ ذميداري سرانجام ڏئي چڪو آهيان. ان جهڙي ئي مهم منهنجي لاءِ ڏکي ثابت نہ ٿيندي."[5]

هُو "بادشاهت" جي تصور جي وضاحت ڪندي اڳتي لکي ٿو: "هيءَ منهنجي سوچيل سمجهيل راءِ آهي تہ اسان فقط آئيني مشنريءَ کي متحرڪ ڪري ۽ هڪ اهڙو مقناطيسي محور جوڙي شين ۾ توازن قائم ڪري سگهون ٿا يعني نيم آئيني بادشاهت (جنهن شخص کي ان ڪم لاءِ چونڊيو وڃي اوهان ان کي "بادشاهہ" يا "پاڪستان جو اڳواڻ" چئي سگهو ٿا.) قائم ڪري ئي هميشہ جي مونجهارن، جهڳڙن، آئيني تعطل جي واقعن، پارلياماني بحرانن ۽ انقلابن، جوابي انقلابن ۽ بغاوتن جي امڪانن جو خاتمو ڪري سگهون ٿا."[6]

"بادشاهہ" وٽ ڪهڙا ڪهڙا اختيار هجڻ کپن راشدي لکي ٿو:

"(الف) هُو پنهنجي پٽن مان ڪنهن کي يا ٻاهران (جيڪڏهن هُو پنهنجي ڪنهن پٽ کي پنهنجو جانشين بڻجڻ جو اهل نہ سمجهي) ڪنهن کي پنهنجو جانشين چونڊي سگهي. فقط آخري صورت ۾ پارليامينٽ جي فوري منظوري حاصل ڪرڻ ضروري هوندو. (ب) پنهنجي ڪابينہ کي مقرر ڪرڻ ۽ انکي ٽوڙڻ جو اختيار. (ج) پارلياماني حڪومت کي معطل ڪرڻ (انهن حالتن جو تعين ڪرڻو پوندو، جن تحت ڪيس اهو اختيار حاصل ٿيندو.) جو اختيار ۽ اهو اختيار تہ قومي سطح تي ڪنهن هنگامي صورتحال سان منهن ڏيڻو پوي تہ هُو سمورا اختيار سڌي يا اڻ سڌيءَ طرح پنهنجي هٿن ۾ ڪٽي سگهي ٿو."[7]

اڳتي هلي هو اهو آئيني نڪتو پڻ تجويز ڪري ٿو: "ملڪ ۾ ڪي بہ صوبا نہ هئڻ کپن، البت انتظاميہ کي اثرائتو بنائڻ ۽ ڪجهہ امڪانن جو تدارڪ ڪرڻ لاءِ ان جي هر هڪ بازوءَ ۾ پنج "Cantons" هجڻ کپن، انهن اڪائين کي خالص اصول تسميہ جي لحاظ کان "رياستون" يا "شعبا" پڻ چئي سگهجي ٿو. هر Canton جو هڪ جدا گورنر هوندو جيڪو بادشاہ جو نامزد

ڪيل هوندو ۽ جنهن جي هڪ ايگزيڪيوٽو ڪائونسل هوندي جنهن جو تقرر ڪابينه ڪندي ۽ قومي پارليامينٽ هڪ قرار داد ذريعي ان جي توثيق ڪندي." [8]

جيتوڻيڪ راشدي صاحب جون مٿي ڄاڻايل تجويزون ايوب خان جي "دربار" ۾ قبوليت جو درجو نه ماڻي نه سگهيون پر راشدي پنهنجو نالو تاريخ جي صفحن ۾ انهن ماڻهن جي فهرست ۾ ضرور شامل ڪري ويو جن لاءِ ابراهيم منشي چيو هو:

مون پڪ سڃاتا پنهنجا ها، ڌارين سان گڏ ڌاڙي ۾،
تي وات ڏسيائون ويرين ڪي، ويهي وانگيئڙن جي واڙي ۾.

حوالا:


1. الطاف گوهر جو مضمون. هفتيوار "معيار" ڪراچي (اردو) 24-30 ڊسمبر 1983ع ص 23.
2. حوالو ساڳيو.ص 24
3. هفتيوار معيار ڪراچي 7-13جنوري 1984ع، ص 16
4. هفتيوار "معيار" 24-30 ڊسمبر 1983ع، ص 25
5. حوالو ساڳيو. ص 26
6. حوالو ساڳيو. ص 26
7. حوالو ساڳيو. ص 26
8. حوالو ساڳيو. ص 26

# ون يونٽ دوران
# سنڌ سان ٿيل ظلم ۽ ناانصافيون

گذريل باب ۾ اهو واضح ٿي چڪو آهي ته ون يونٽ جي جيتوڻيڪ سنڌ ۽ ٻين ننڍن صوبن سخت مخالفت ڪئي پر پنجاب جي هوڏ ۽ ملڪ جي فوج جي زور تي اهو مڙهيو ويو. جيڪڏهن انهيءَ سڄي عمل تي نظر وجهبي ته اهو ظاهر ٿيندو ته ون يونٽ ٺاهڻ ۾ پنجاب جو ڪو خاص مقصد سمايل هو. بلڪ اهو پڪ سان چئي سگهجي ٿو ته پنجاب جون ۽ تڏهوڪن فوجي حڪمرانن ۽ ٻين ناخلف ماڻهن جون نظرون سنڌ جي وسيلن تي هيون. پنجاب سان گڏ سرحد پڻ ان ۾ شامل رهيو. جو ڊاڪٽر خان صاحب پهرين آگسٽ 1955ع تي صوبي سرحد جي شهر لونڊ خوڙ ۾ تقرير ڪندي چيو هو "منهنجو ايمان آهي ته پٺاڻن ۽ صوبي سرحد جي مفاد جي تقاضا آهي ته اسان ٻين صوبن سان ملي وڃون. جيڪڏهن شروع ۾ ان سان ڪجھ نقصان پهچي ته به اسان کي ضرور گڏجڻ گهرجي. مون کي پڪ آهي ته آخرڪار پٺاڻن کي تمام گهڻو فائدو ٿيندو."[1] اهڙيءَ ريت انهيءَ سوچ جي نمائندگي ڪندي بعد ۾ صوبي سرحد جي ليڊر ۽ پشتو جي عوامي شاعر اجمل خٽڪ پنهنجي تقريرن ۽ لکڻين ۾ پڻ چيو هو ته "سنڌ هن ملڪ جي هڪ سوني ڪُڪڙ آهي ۽ هوءَ روزانو سونا بيدا ڏئي ٿي. انهيءَ ڪري سڄي ملڪ جي سيني علائقن جا ماڻهو ۽ خاص طور تي پنجاب جا ماڻهو وڏي تعداد ۾ سنڌ جو رخ رکن ٿا ته جيئن هُو ان جا سونا بيدا يعني سمورا وسيلا استعمال ڪري سگهن." سنڌ پوري ملڪ اندر هڪ انتهائي زرخيز خطو هئي ۽ آهي. هن ۾ ڪيترائي وسيلا جن ۾ معدنيات (تيل، ڪوئلو، گئس وغيره) وڏي مقدار ۾ موجود آهن. ان ڪانسواءِ منجهس ڪيترائي ٻيلا، جبل، جهنگ، ڍنڍون ڍورا، سامونڊي ڪنارو، سنڌ ندي، زرخيز زرعي زمين ۽ ٻيا خزانا موجود آهن. انهيءَ سڄي خزاني تي انهن سيني جي ميري نظر هئي ۽ سيني جون نظرون انهن کي ڦٻائڻ لاءِ هيون. اهڙي ريت ون يونٽ ٺاهڻ جو بنيادي مقصد به اهو ئي هو ته سنڌ جا وسيلا ۽ ذريعا ڦٻائجن ۽ سنڌ کي اميريءَ مان غربت ڏانهن ڌڪجي. اڄ اها

ڳالهه هن ڪتاب لکندي انتهائي سچي ثابت ٿي رهي آهي جو ورلڊ بئنڪ ۽ ايشين ڊولپمينٽ بئنڪ جي سنڌ بابت تازو 2006-2007ع ۾ ڇپيل رپورٽ ۾ اهو لکيل آهي ته سنڌ پاڪستان ٺهڻ وقت ملڪ جي سيني صوبن کان 50 سيڪڙو امير هئي پر آهستي آهستي حڪمرانيءَ جي طريقن، جاگيرداري نظام، پاڻيءَ جي گهٽ هجڻ، سماجي ناهمواري ۽ سيڙپ جي گهٽ هجڻ ڪري غربت ڏانهن ڌڪبي وئي آهي. عربي سمنڊ ۾ يورپ کان وٺي ڏور اوڀر ايشيا تائين قديم دؤر جو هڪ سرسبز ۽ امير ترين علائقو (سنڌ) اڄ غريب ترين علائقو ٿي رهيو آهي ۽ جيڪڏهن ان قسم جي صورتحال رهي ته سال 2020ع ۽ 2025ع ۾ سنڌ انتهائي غربت جي لڪير تي پهچي ويندي ۽ ان جو اقتصادي واڌارو رڪجي ويندو.

(Pakistan securing sindh's future The prospects and challenges Ahead January -2006 .Document of the World Bank)

اهڙيءَ ريت ناميارو دانشور جناب عديل احمد پڻ پنهنجي هڪ مضمون "پاڪستان جي سنڌي نسلي قومپرستيءَ" ۾ لکيو آهي ته پاڪستان جي اوائلي دؤر ۾ سنڌ جي في ڪس آمدني سڄي ملڪ ۾ سيني صوبن کان وڌيڪ هئي پر سندس ڀهراڙيءَ جا رهاڪو غريب هئا".[2] ناميارو ليکڪ جناب پروفيسر انور سيد پڻ پنهنجي ڪتاب The Discourse and Politics of Zulufqar Ali Bhutto ۾ صفحي 191 تي ساڳي ڳالهه لکي آهي. اهڙي نموني سان پروفيسر ٽيبو ڊور رائيٽ پنهنجي هڪ ڪتاب "پاڪستان ۾ نسلي تضاد" ۾ لکيو آهي ته پاڪستان جي ٺهڻ کان پوءِ سنڌ جي في ڪس آمدني پنجاب جي في ڪس آمدنيءَ کان 40 سيڪڙو مٿي هئي.[3] ۽ ون يونٽ ٺهڻ بعد ٿوري ئي عرصي ۾ يعني 1957ع ۾ مغربي پاڪستان صوبي جي بجيٽ مطابق "آمدنيءَ ۾ 2 ڪروڙ 75 لک روپين جو اضافو ٿيو." (ون يونٽ ڪي داستان غم 1957ع ص 24) ۽ پوءِ اهي پئسا ڪٿان حاصل ٿيا ۽ ڪٿي خرچ ٿيا؟ هڪ تحقيق طلب موضوع آهي. سنڌي ماڻهن کي ون يونٽ ٺهڻ مان ٻين خطرن کانسواءِ جيڪي معاشي خطرا هئا تن کي انهن بروقت پروڙي ورتو. جيئن محترم شيخ عبدالمجيد سنڌي جيڪو هڪ باعمل زيرڪ سياستدان هو تنهن پنهنجي هڪ پمفليٽ "The One Unit Exposed" (ون يونٽ واڪو) ۾ لکيو ته:

"صوبن جي گڏجي وڃڻ ڪري سنڌ کي تمام گهڻو نقصان ٿيندو.

سنڌ کي ڪراچيءَ جي جدا ٿيڻ واري معاوضي تان هٿ کڻڻو پوندو جيڪو ڪيس بلوچستان ۽ ڪراچيءَ جي گڏيل پاڻيءَ جي بورڊ طرفان ملندو آهي. سنڌ کي جيڪو پاڻي ملي رهيو آهي سو بہ گھٽايو ويندو. سنڌ کي پنهنجي پاڇي ڪيل روڪ رقم بہ مرڪز جي مختلف فنڊن ڏانهن منتقل ڪرڻي پوندي."[4]

۽ پوءِ اهوئي ڪجھہ ٿيو جن بابت محترم شيخ عبدالمجيد سنڌي چتاءُ ڏنو هو. پر حيرت جي ڳالهہ اها آهي تہ ون يونٽ جا حامي سنڌي سياستدان انهن خطرن کي ڄاڻندي بہ انتهائي ڪمزوري جو مظاهرو ڪندي خيرپور رياست جيترو بہ بچاءَ جو رستو اختيار ڪري نہ سگھيا. محترم فضل الله قريشي جي بقول: "سنڌي سياستدانن پهرين ڪراچي ۽ پوءِ ساري سنڌ تان ون يونٽ جي صورت ۾ هٿ کنيو. ان جي مقابلي ۾ خيرپور وارا وڌيڪ سياڻا ۽ دور انديش ثابت ٿيا. ٻين ڳالهين کان سواءِ هنن اولهہ پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ لاءِ اهو شرط رکيو هو تہ ڊويزنل هيڊ ڪوارٽر (ڪمشنري) خيرپور ۾ قائم ٿيندو، رياست جا سمورا سرڪاري ملازم ڪنفرم تصور ڪيا ويندا ۽ خزاني ۾ موجود رقم (ان وقت چار ڪروڙ روپيہ)، ون يونٽ گورنمينٽ کي نہ ڏبي، بلڪ ان مان هڪ ٽرسٽ ٺاهيو ويندو، جنهن مان غريب شاگردن کي اسڪالر شپون ڏنيون وينديون. اسان جا ڪيترائي خيرپوري ڊومیسائل رکندڙ دوست انهيءَ ٽرسٽ مان اسڪالرشپ وٺندا رهيا."[5]

محترم جي ايم سيد 1957ع تائين ون يونٽ دوران سنڌ سان ٿيل معاشي ناانصافين جو ذڪر هيٺينءَ ريت ڪيو آهي:

(الف) سنڌ جي 80 ڪروڙ رپين جي خرچ تي ٺهرايل ڪوٽڙي بئراج وسيلي ٺندي محمد خان جون زمينون سرڪاري خرچ تي سڌاري غير سنڌين کي ڏنيون ويون.

(ب) ڪيترن سنڌي آفيسرن جا حق ريٽي پنجاب جي جونيئر آفيسرن کي مکيہ عهدن تي رکيو ويو. مسٽر عثمان علي انصاري، مسٽر ڊڪڻ، آغا جعفر علي ۽ ٻيا ڪيترا انهيءَ نا انصافيءَ جو شڪار ٿيا.

(ت) سنڌ سرڪار طرفان منظور ڪيل جابلوءِ ٽر ايراضين کي سڌارڻ جون اسڪيمون رد ڪيون ويون جيتوڻيڪ انهن تي خرچ سنڌ جي پئسي مان ٿئي ها. حالانڪ سنڌ صوبي جا ٽيٽيهہ ڪروڙ رپيا بچت، ون يونٽ ٺهڻ وقت قبضي ۾ آڻي پنهنجي ڪم لائي ڇڏيائون.

(ث) سنڌي ادبي بورڊ ۽ شاهہ لطيف سينٽرل ڪلچرل بورڊ لاءِ سنڌ سرڪار

طرفان منظور ڪيل رقمن کي گهٽائي فقط نالي ڳڻ ڪئي وئي.

(ج) سنڌ سرڪار طرفان هر سال هر هڪ تعلقي ۾ هاءِ اسڪول ۽ هر ضلعي ۾ ڪاليج ۽ اسپتال جون بحال ٿيل اسڪيمون ختم ڪرڻ سان گڏوگڏ زوري تعليم جي اڳوڻي دستور کي ٿي ختم ڪيو ويو.(6)

(ح) 1945ع ۾ سنڌ ۽ پنجاب جي وچ ۾ ٿيل پاڻي جي معاهدي کي رد ۽ پنجاب جي فائدي لاءِ نوان پاڻي جمع ڪرڻ لاءِ بند (ڊئم) ٻڌايا ويا.

(د) سنڌ جي مکيه ڪاتن ۾مکيه عملدار غير سنڌي رکي کين وسيع اختيار ڏئي سنڌي مفادن کي نقصان پهچايا ويا.

(ذ) اقتصادي معاملن سان واسطو رکندڙ ڪاتن جي سلسلي ۾ مغربي پاڪستان جي بنياد تي ادارا ٺاهي. انهن جي چارج غير سنڌين کي ڏيئي سنڌ جو مالي استحصال ڪيو ويو. انهن مان مکيه ادارا واپڊا، پڪڪ، پي آءِ ڊي سي، اي ڊي سي وغيره هئا.

(ر) پي آءِ ڊي سي معرفت اسڪيمن تي خرچ ڪيل ٻن سو ڪروڙن مان سنڌ تي صرف ڏهه ڪروڙ رپيا خرچ ڪيا ويا.

(ز) سنڌ جي ٻاهرئين ۽ ٻڌي واپار ۽ ڪارخانن برپاڪرڻ جي پاليسي اهڙي ٺاهي وئي جو انهن ۾ هڪ هٽي غير سنڌين جي ٿي وئي.

(س) سنڌ جي اسپتالن، ريلوي اسٽيشنن، رستن، ڪاليجن، اسڪولن، مارڪيٽ ۽ ٻين جاين تي غير سنڌين ۽ سنڌ دشمنن جا نالا رکي سنڌ جي روايت ۽ ڪلچر کي نقصان پهچايو ويو.

(ش) اردو کي قومي ٻولي بڻائي سنڌين کي غير مساوي حالت ۾ رکي ڪراچي ميونسپلٽي ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان سنڌي زبان کي ختم ڪيو ويو.

(ص) مغربي پاڪستان صوبو تي لک ڏهه هزار چورس ميلن تي مشتمل هئڻ ڪري انتظامي طرح هلائڻ مشڪل هو. ان ڪري اهل سنڌ سان ٻي انصافيون ٿيڻ لڳيون.

(ض) سنڌ ۽ سنڌين جي حقن جي حفاظت لاءِ اٺاريل هر ڳالهه کي علائقائي ذهنيت، ملڪ دشمني، انتشار پسندي ۽ اسلام دشمني سڏي انهن جي اظهار تي بندش لاڳو ڪئي وئي.

(ط) سموري سرڪاري مشنريءَ کي سنڌي، بلوچ ۽ پختون قومن جي جدا وجودن، ڪلچرن ۽ زبانن کي اسلام، پاڪستان ۽ مسلم قوم جي

نالي ۾ ختم ڪري مهاجر پنجابي سامراجيت ۾ مد غم ڪرڻ لاءِ ڪتب آندو ويو.

(ظ) سنڌ اندر اسٽيشنن، رستن جي پٽرن، نوٽس بورڊن دڪانن جي سائين بورڊن ۽ ووٽر لسٽن تي نالا اردوءَ ۾لکي هڪ طرف سنڌي زبان کي نقصان پهچايو ويو ته ٻئي طرف نالن کي "ڪلڇر هاب" بنايو ويو.

(ع) سنڌ ۾ ڪوليل ڪارخانن، ادارن، بئنڪن، دڪانن، واپار جي منڊين لاءِ ٻاهران پنجابي، پناڻ ۽ مهاجر گهرائي رکي هڪ طرف سنڌين کي روزگار کان محروم ڪيو ويو. ته ٻئي طرف سنڌين جي آباديءَ جو توازن تبديل ڪيو ويو.

(ڪ) ون يونٽ سيڪريٽريٽ ۾ اڪثريت غير سنڌين جي رکي وئي، جيڪي سنڌي اتي رکيا ويا انهن کي اهڙو تنگ ڪيو ويو جو ڪي نوڪريون ڇڏي آيا ۽ ڪي تڪليفن ۽ مشڪلاتن ۾ مبتلا ٿي ڏانهون ڪندا رهيا.[7]

محترم جي ايم سيد 1957ع ۾ لکيل پنهنجي مضمون ۾ نهايت اهم نڪتا نروار ڪيا پر اهو سلسلو بعد ۾ بنا ڪنهن فل اسٽاپ جي نه رڳو هلندو رهيو، پر سنڌ جي اقتصاديات، معيشت ۽ سماج تي پنهنجا آگرا اثر پڻ ڇڏيندو رهيو.

## سنڌ جون بئراجي ۽ زرعي زمينون ۽ انهن جي ونڊ ورڇ

### سکر بئراج:

سکر بئراج 1932ع ۾ تعمير ٿيو. هن جي پاڻي ءَ سان 29 لک ايڪڙ (2868562) زمين سيراب ٿئي ٿي. هن بئراج جي تعمير کان پوءِ پنجاب مان وڏي تعداد ۾ آبادگارن کي آڻي سنڌ ۾ آباد ڪيو ويو ۽ پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ هندستان مان لڏي آيل مهاجرن پڻ ڪليم طور ڏاڍا ڏڍ زرعي زمينون الاٽ ڪرائڻ شروع ڪيون ۽ پوءِ ون يونٽ جي ٺهڻ سان جهڙو ڪر ڪين بلڪل چوٽ ملي وئي. پروفيسر عزيزالدين احمد جي بقول "جن پارٽ ۾ چند ايڪڙ زمين ڇڏي هئي تن ڪئي چورس ايڪڙ الاٽ ڪرايا. يونٽن جو نظام هيراڦيريءَ لاءِ استعمال ڪيو ويو. هندستان جي ورهاڱي جي نتيجي ۾ صرف پنجاب صوبي جي زرعي رڪارڊ جي مٿا سٽا حڪومتن درميان ڪئي وئي. باقي هندستان جي ٻين صوبن جي اراضيءَ جو رڪارڊ پاڪستان ۾ موجود

ڪونه هيو. تنهنڪري ان صورتحال جو فائدو وٺندي ڪوڙن ڪليمن جو سلسلو شروع ٿي ويو."

پروفيسر صاحب وڌيڪ لکي ٿو ته پاڪستان ٺهڻ وقت ڪامورا شاهيءَ ۾ مهاجر ۽ پنجابي اڳيان اڳيان هئا. ڏهه سال بعد (1957ع) ۾ به جڏهن اڃا مهاجرن جي آباد ڪاريءَ جو ڪم جاري هو ان صورتحال ۾ هڪ معمولي تبديلي آئي! يعني هاڻي ڪاموراشاهيءَ ۾ مهاجر، پنجابي عناصر سان گڏ پختون عنصر به شامل ٿي ويو. 1957ع ۾ مغربي پاڪستان جي صوبي سان لاڳاپيل پندرهن سيڪريٽرين ۽ ايڊيشنل سيڪريٽرين مان فقط ٻه سنڌي هئا. تنهنڪري اقتدار جي مسند تي ويٺل سياستدانن ۽ انهن جي ماتحت نوڪر شاهيءَ جا مفاد هڪ ٿي ويا."

زمينون حاصل ڪرڻ وارن مهاجرن ۾ ڪيترائي ڪوڙا ڪليمنٽ هئا. اهوئي سبب هو ته سنڌ ۾ زمينون حاصل ڪرڻ وارن مهاجرن ۾ هڪ وڏو تعداد غير حاضر زميندارن جو هو ڇاڪاڻ ته هُو زمينن تي موجود رهي ان جي سارسنڀال لهڻ بدران وڏن شهرن ۾ آباد هئا.

2 آگسٽ 1956ع تي مغربي پاڪستان اسيمبلي ۾ محترم جي ايم سيد جي هڪ سوال جو جواب ڏيندي سيد جميل حسين رضوي (وزير براءِ بحاليات مهاجرين) اڳيورا انگ اکر ڏنا. سي ان حقيقت تي روشني وجهن ٿا ته اڪثر مهاجر غير حاضر هئا ۽ غالباً انهن جو چڱو خاصو تعداد ڪوڙن ڪليمنٽن تي مشتمل هو.

هيٺين انگن اکرن مطابق سنڌ جو ڪو به ضلعو اهڙو ڪونه هو جتي غير حاضر مهاجر زميندارن جي ايراضي موجود نه هئي. خيرپور لاڙڪاڻو ۽ دادو ضلعن ۾ ته ايراضيءَ جو اڪثر حصو اهڙن مالڪن جي قبضي ۾ هو جيڪي خود آباد ڪرڻ بجاءِ وڏن وڏن شهرن ۾ رهندا هئا ۽ اهڙن مالڪن ڪي بطور هاري ملازم رکندا هئا جيڪي حقيقت ۾ اصل مالڪ هئا.

| ضلع، ڪل متروڪ ايراضي ايڪڙن ۾ | مهاجرن کي الاٽ ڪري ڏنل ايراضي ايڪڙن ۾ | خودڪاشتڪار مهاجرن کي ڏنل ايراضي ايڪڙن ۾ |
|---|---|---|
| خيرپور 32247 | 29395 | 3760 |
| جيڪب آباد ----- | ----- | ----- |
| سکر 173542 | 54332 | 27160 |
| لاڙڪاڻو 168994 | 47572 | 1000 |

| | | |
|---|---|---|
| نوابشاهه 253777 | 190789 | 56512 |
| شڪارپور ---- | ---- | ----- |
| حيدرآباد 242144 | 19454 | |
| ٺٽو 115243 | 21847 | 20493 |
| دادو 231227 | 54196 | 5171 |
| ميرپورخاص ----- | ------ | ------ |

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ متروڪ ملڪيت مان مخصوص مناسبت سان ايراضي ڏيهي ماڻهن کي به الاٽ ڪئي وئي. ڪجهه زمين هارين کي به الاٽ ٿي، پر ٿيو ائين جو جيئن جيئن مهاجرن جي هڪ ٽولي کان پوءِ ٻي ٽولي آئي ته هارين جون زمينون رد ڪري مهاجرن کي الاٽ ڪيون پئي ويون ۽ ڪين ان جو معاوضو ڪجهه به نه ڏنو ويو. 1957/01/13 تي سانگهڙ ضلعي ۾ هارين جي بيدخلين جي اهڙي هڪ واقعي بابت هڪ سوال جو جواب ڏيندي، سيد جميل حسين رضوي (وزير براءِ بحاليات مهاجر آبادڪاري) واضح ڪيو ته انهن هارين جي بيدخلين جا حڪم ان ڪري جاري ڪيا ويا هئا ته انهن جي زمينن تي تصديق ٿيل ڪليم رکندڙ مهاجرن کي آباد ڪري سگهجي. هن وڌيڪ چيو ته بيدخل ڪيل هارين لاءِ ڪا به متبادل زمين نه رکي وئي آهي.[10]

جيئن مٿي ذڪر ڪيوسون ته سکر بئراج انگريزن سنڌ کي زرخيز بنائڻ لاءِ ۽ بارهو پاڻي ڏيڻ لاءِ ٺاهيو هو پر سنڌ جي حڪمرانن ڪليءَ دل سان سکر بئراج جون عاليشان زمينون هندستان مان ايندڙ مهاجرن کي، پنجاب جي زميندارن ۽ فوجين کي پڳڙن جي مٺ تي وڪڻي ڏنيون. وڏن فوجي جنرلن جن ۾ جنرل محمد ايوب خان، ايئر مارشل اصغر خان، ايئر مارشل نصير خان، جنرل اعظم خان ۽ ٻين ڪيترن جنرلن کي پڻ اهي زمينون مفت يا معمولي قيمت تي ڏنيون ويون. نه صرف زمينون ڏنيون ويون جيڪي انتهائي زرخيز ۽ سون اپائيندڙ زمينون هيون، پر ان سان گڏ ڪين شاخون، مائنرز، واٽر ڪورس پڻ کوٽائي ڏنا ويا ۽ ڪين هر مشينري ڏئي انتهائي وڏي پيماني تي سرڪاري خرچ تي زمينون نهرائي آباد ڪرائي ڏنيون ويون. ايوب خان ۽ ٻيا جرنيل پاڻ کي ملڪ جو بي تاج بادشاهه سمجهندا هئا ۽ سنڌ ته انهن لاءِ هڪ هيچ شئي هئي، جنهن مان هو خزانو حاصل ڪري رهيا هئا. سکر بئراج جون زمينون نه صرف فوجين حوالي ٿيون پر ٻين رانديگرن ۽ پنجاب ۽ سرحد مان مختلف منصوبن تحت بي دخل ٿيندڙ ماڻهن کي پڻ مفت ڏنيون ويون.

پنجاب، سرحد ۽ ڪراچيءَ جو جيڪو رانديگر يا ٽيم ڪا به راند کٽي ايندا هئا ته انهن کي انعام طور سنڌ ۾ خاص طور تي سکر بئراج جون زمينون الاٽ ڪري ڏنيون وينديون هيون.محترم عزيزالدين احمد صاحب سکر بئراج جي الاٽمنٽ بابت لکي ٿو:

"سکر بئراج جي ايراضيءَ جي تقسيم پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ئي شروع ٿي وئي هئي. 1954ع جي آخر ۾ جڏهن ون يونٽ ٺهيو ته صرف ساڍا ڇهه لک ايڪڙ (642460) ايراضي باقي بچي هئي. اسان وٽ ون يونٽ کان پهرين ورهائجي ويل 22 لک ايڪڙ ايراضيءَ جا انگ اکر موجود ڪونه آهن. ته اها ڪنهن ڪنهن کي ۽ ڪيتري ايراضي الاٽ ڪئي وئي. ون يونٽ ٺهڻ کان پوءِ جي ٽن سالن جي عرصي ۾ الاٽ ٿيڻ وارو زمين جو گهڻو حصو غير سنڌين کي مليو. 58-1955ع دوران غير سنڌين 53620 ايڪڙ ۽ سنڌين 123586 ايڪڙ حاصل ڪئي. جيئن اسان بعد ۾ ڏسنداسين ته زمين حاصل ڪندڙن ۾ فوجي ۽ سول آفيسر اڳيان هئا. اصل لٽ مار ته 1958ع جي مارشل لا لڳڻ ڪانپوءِ شروع ٿي. آڪٽوبر 1958ع کان مارچ 1963ع تائين جي ساڍن چئن سالن جي عرصي ۾ زمين حاصل ڪندڙ هر سؤ ماڻهن مان پنجهتر غير سنڌي هئا. سنڌي آباديءَ لاءِ 54789 ۽ غير سنڌين لاءِ 213679 ايڪڙ مخصوص ڪئي وئي، ۽ ائين ٿيڻ فطري هو ڇاڪاڻ ته سول حڪومت جي دور ۾ جيتري جواب طلبي موجود هئي. سا مارشلا لڳڻ کان پوءِ باقي نه رهي. آمريت جي زماني ۾ ڪامورا شاهيءَ کي ڪليل ڇوٽ ملي وئي ۽ انهن بنهي هٿن سان لٽمار ۾ حصو ورتو. 1963ع تائين سکر بئراج جي زمين گهڻي ڀاڱي ورهائجي چڪي هئي. ڪل ايراضيءَ مان 367000 ايڪڙ غير سنڌين کي 178000 ايڪڙ يعني اڌ کان به گهٽ، سنڌين جي حصي ۾ آئي.

## مکي ڍنڍ جي زمينن جي ڌارين کي الاٽمينٽ

پروفيسر عزيزالدين احمد صاحب لکي ٿو:

"پاڪستان ٺهڻ کان ڇهه سال اڳ 1941ع ۾ پير پاڳاري جي والد پير صبغت الله جي قيادت ۾ حرن انگريزن خلاف بغاوت شروع ڪئي. سرڪاري ملڪيتن کي نقصان پهچايو ويو. انگريز دشمن سرگرمين ۾ حصو وٺندڙ حر برطانيا سرڪار جي غيض ۽ غضب جو نشانو بڻيا. پير پاڳاري کي بغاوت جي ڏوهه ۾ ڦاهي ڏني وئي ۽ مکي ڍنڍ ضلعي سانگهڙ پرسان جي

زمين، جن تي هو پوکي راهي ڪندا هئا. سا انگريز سرڪار ضبط ڪري ڇڏي.

1947ع ۾ ملڪ جي آزاد ٿيڻ کان پوءِ ٿيڻ ته ائين گهربو هو ته حر مجاهدن کي آزاديءَ جي جدوجهد ۾ حصي وٺڻ جي صلي ۾ نه صرف ڪين سندن ايراضي واپس ڏني وڃي ها، پر ڪين انعامن اڪرامن سان نوازيو به وڃي ها. پر ٿيو ائين جو موراڳي ساڻن ابتو سلوڪ ڪيو ويو. سندن ايراضي سابق فوجين جي بحاليءَ لاءِ مخصوص ڪئي وئي. هي اهي ئي اڳوڻا فوجي هئا. جيڪي ٻي جنگ عظيم ۾ برطانوي سامراج جي مقصدن جي پورائي لاءِ وڙهيا هئا. مکي ڍنڍ جي علائقي ۾ موجود هڪ لک پنجاهه هزار ايڪڙ ايراضي فوجين کي تقريباً مفت ڏني وئي.اها ايراضي جن شرطن تي ڏني وئي. تن جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته ڄڻ اها ساري زمين "عظيم خدمتون انجام ڏيڻ" جي مڃتا طور انعام ۾ ڏني پئي وڃي. اهي شرط هي هئا:

(الف) زمين 50 رپيا في ايڪڙ مالڪاڻا حق جي عيوضِ ڏني وئي. رقم جو چوٿون حصو بيعاني طور وصول ڪيو ويو. جڏهن ته باقي رهيل رقم جي وصولي پندرهن هڪ جيترين قسطن ۾ طئه ٿي.

(ب) زمين جو عطيو حاصل ڪندڙ فوجين کي هڪ فصل مفت ڏيڻ جي رعايت به ڏني وئي.

(ج) زمين جي ترقيءَ تي ايندڙ پوري خرچ جو ذمو وزارت دفاع پنهنجي سر تي ڪنيو.

(د) ان علائقي ۾ رستن توڙي واهن جي تعمير ۾ مزدورن تي ٿيندڙ خرچ صوبائي حڪومت جي ذميواري قرار ڏنو ويو.

(هه) پاڻيءَ جي نالن جي تعمير جي ذميواري زمين جي مالڪ جي ذميواري قرار ڏني وئي.

(و) وڏن ڳوٺن ۾ گڏيل استعمال جي عمارتن جي تعمير جو ذميوار صوبائي حڪومت کي قرار ڏنو ويو.

مٿين شرطن مطابق نه صرف انگريزن خلاف وڙهڻ وارن جي ملڪيت کانئن کسي غير سنڌي فوجين جي حوالي ڪئي وئي، پر انهن جي آباد ڪرڻ جي سڄي خرچ جو بار مرڪزي حڪومت ۽ گهٽ ۾ گهٽ سنڌ حڪومت جي ذمي ڪيو ويو.

ان دوران حر جماعت مطالبو ڪيو ته مکيءَ جي ايراضي انهن جي اصل مالڪن کي موٽائي ڏني وڃي. نيٺ 1957ع ۾ حڪومت فيصلو ڪيو ته

حرن جي آباد ڪاري ڪئي وڃي. تنهن هوندي به انهن جي اصل زمين جيڪا A ٽائيپ جي بهترين زمين هئي سا کين نه ڏني وئي. پر کين C ٽائيپ زمين جيڪا خراب حالت ۾ هئي سا ڏني وئي. مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ 28.01.1957 تي غلام مصطفيٰ پرڳڙي وزير خزانه کان پڇيو ته حڪومت ان C ٽائيپ زمين کي آباد ڪرڻ لاءِ تيار آهي؟ ته نواب افتخار حسين ممدوٽ جواب ڏنو ته زمين آباد ڪرڻ حڪومت جو ڪم ڪونهي. ان تي سوال ڪيو ويو ته فوج کي جيڪا زمين ڏني وئي آهي. ڇا اها ملندڙ غير ملڪي امداد مان آباد نه ڪئي وئي آهي؟ ان جو حڪومت طرفان جواب ڏنو ويو ته غير ملڪي امداد فوجين کي ڏني وئي هئي ۽ آباد ڪرڻ لاءِ جيڪا مشينري سان آئي هئي. سا به فوجين کي ئي ڏني وئي هئي. ان جو سول انتظاميا سان ڪو واسطو ڪونهي.

اهڙي طرح سنڌ جي زمين جو هي زرخيز حصو صوبائي حڪومت جي خرچ يعني سنڌي عوام جي ٽيڪسن مان آباد ڪيو ويو ۽ ڪجهه مرڪزي حڪومت کي ملندڙ غير ملڪي قرض مان. جيڪو وياج سميت سڄي ملڪ جي عوام کي موٽائڻو پيو. سو آباد ڪري فوجي آفيسرن ۽ بين اهلڪارن جي حوالي ڪيو ويو ۽ زمين جا اصل مالڪ غير آباد ايراضيءَ ڏانهن ڌڪيا ويا.

فوج ۾ هميشه پنجاب جي واضح اڪثريت رهي آهي. تنهنڪري مکيءَ جي علائقي جي ايراضي يا سنڌ جي بئراجن ۾ ڏني ويندڙ ايراضي انهن ئي پنجابي فوجين حاصل ڪئي. ڏيهي ماڻهن کان زمين کسي وئي. ائين ڏيهي آباديءَ جي مستحق ماڻهن کي زمين کان محروم رکيو ويو. پنجاب مان اهڙا ماڻهو آڻي زمينون آباد ڪرايون ويون. جيڪي اثر رسوخ وارا هئا. ڪامورا شاهيءَ سان تعلق رکندڙ هئا ۽ طاقت جي نشي ۾ بدمست هئا. پنجاب جي نوڪر شاهيءَ سان واسطو رکندڙ اهي ماڻهو خود پنجاب جي عوام سان جيڪو رويو اختيار ڪندا آهن. ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته اهي سنڌي عوام سان ڪهڙو سلوڪ ڪندا هوندا. انهن ماڻهن نه فقط ناجائز طريقن سان ايراضي حاصل ڪئي. پر ان کي سرڪاري خرچ تي آباد به ڪرايو. انهن ماڻهن جا چڪ بجليءَ جي روشنيءَ سان منور ٿيا. سنڌن ڳوٺن جي چوڌاري پڪن رستن جو جار وڇايو ويو. انهن جون زمينون سڄو سال وهندڙ واهن مان آباد ٿيڻ لڳيون. انهن جي علائقن جي ڀرسان کنڊ جا ڪارخانا قائم ڪيا ويا. جتي هو آسانيءَ سان ڪمند جو فصل پهچائي سگهندا هئا. کين قرض جون

سهولتون ميسر هيون. جنهن مان ترڪٽر خريد ڪري سگهيا ٿي ۽ ٻج ۽ پاڻ وقت تي حاصل ڪري ٿي سگهيا. سندن ڳوٺن جي آسپاس سنڌي آباد هئا، جن جي ڳوٺن ۾ تيل جا ڏيئا ٻري رهيا هئا. زمينون آباد ڪرڻ لاءِ ڪين ڪا به سرڪاري سهائتا حاصل ڪانه هئي. رستا ڪچا هئا. واهن ۾ پاڻي صرف ڇهن مهينن لاءِ ايندو هو، ڇو ته سندن قوم جو ڪو به ڪامور اشاهيءَ ۾ موجود نه هو. تنهنڪري نه انهن کي قرض جي سهولت هئي ۽ نه وري وقت تي ٻج ۽ پاڻ خريد ڪري سگهيا ٿي. هو سيني تخليقي صلاحيتن جي باوجود جيڪي منجهن موجود هيون، خارجي حالتون سازگار نه هجڻ ڪري، دير تائين ترقي نه ڪري سگهيا ۽ پست حاليءَ جي زندگي گذارڻ تي مجبور ڪيا ويا. ڪين وڪ وڪ تي پنجاب مان اچي آباد ٿيندڙن سان هڪ اهڙيءَ ڊوڙ ۾ مقابلو ڪرڻو پيو، جتي سندن ٽنگون ٻانهون اڳيئي ٻڌي ڇڏيون ويون هيون. پوليس آفيسر پنجابي هو. اسسٽنٽ ڪمشنر ۽ ڊپٽي ڪمشنر پنجابي هئا. مرڪزي حڪومت جي مختلف کاتن سان تعلق رکندڙ به پنجابي هئا. پنجابين کان علاوه جيڪڏهن ڪو بيو هو ته اهو مهاجر هو." [12]

سنڌ جو هڪ اعليٰ رهنما محترم حيدربخش جتوئي مکي ڍنڍ جي باري ۾ لکي ٿو ته "مکي ڍنڍ سانگهڙ ضلعي جي هڪ بهترين ڍنڍ آهي جنهن سانگهڙ ضلعي جي تمام وسيع ايراضيءَ کي زرخير ڪيو آهي ۽ انهي زمين تي حرن جو حق آهي ڇاڪاڻ ته حر آزاديءَ جا علمبردار آهن. هُو انگريزن سان سنڌ جي آزادي لاءِ وڙهيا پر انگريزن پنهنجي پنو فوج جي پنجابي آفيسرن کي مکي ڍنڍ جون زمينون الاٽ ڪيون ۽ حرن کي نه ڏنيون ويون حالانڪ انهن جا حقدار حر ئي هئا. 1955ع ۾ ون يونٽ ٺهيو ۽ ان ٺهڻ ڪانپوءِ سنڌ ۾ نوآبادياتي سرشتي (Colonisation) کي وڌايو ويو ۽ مکي ڍنڍ جون زمينون پنجاب جي فوجي آفيسرن ۽ ماڻهن کي ڏنيون ويون. مکي ڍنڍ جي سروي ڪرڻ ڪانپوءِ ملٽري آفيسرن اهو فيصلو ڪيو ته مکي ڍنڍ جي 50,000 ايڪڙ هيٺئين درجي جي آهي ان ڪري انهن اها زمين وٺڻ کان انڪار ڪيو ۽ گهر ڪئي ته ڪين نوابشاهه تعلقي ۾ بهترين زمين جا ٽڪرا ڏنا وڃن. انهيءَ تي هڪ نئون ڪئنال سينارڪي مائينر کوٽي ڪڍيو ويو ۽ اهي زمينون انهن کي ڏنيون ويون. ٿوري مقدار ۾ بچيل زمينون مقامي هارين ۽ ننڍن ڪاتيدارن کي ڏنيون ويون جن وٽ اڳيئي ليز (مقاطعي) جا حق هئا." [13] جتوئي صاحب پنهنجي انهيءَ پمفليٽ ۾ وڌيڪ لکن ٿا ته نوابشاهه ۾ زمينون ملڻ ڪانپوءِ

پاڪستان جي فوجين اها گهر ڪئي تہ جيڪا گهٽ درجي جي زمين پنجاهہ هزار ايڪڙ هنن خراب هجڻ ڪري ڇڏي ڏني هئي اُها بہ ڪين واپس ڏني وڃي جيڪا بنا دير جي ڪين ڏني وئي.[14]

## ڪوٽڙي بئراج

ون يونٽ ٺهڻ کان اڳ ڪوٽڙي بئراج جي تياري بہ شروع ٿي وئي هئي جيڪو سال 56-1955ع ۾ ٺهي راس ٿيو. ڪوٽڙي بئراج ٺهڻ کانپوءِ سکر بئراج وانگران جي زمينن جي الاٽمينٽ بہ اڪثر ڪري غير سنڌين کي ڪئي وئي. محترم عزيزالدين احمد لکي ٿو:

"هي بئراج سنڌ جو ٻيو وڏو بئراج آهي. 1956ع ۾ هن بئراج جي مڪمل ٿيڻ کان پوءِ ان مان نڪرندڙ واهن مان حيدرآباد ۽ ٺٽي جي ساڍا سورنهن لک ايڪڙ (1653281) زمين سيراب ٿي. جون 1958ع ۾ بئراج جي زمينن جي نيڪال ڪرڻ لاءِ هڪ ڪاميٽي (Land Utilization Committee) قائم ڪئي وئي. ڪاميٽي ۾ مرڪزي حڪومت جي نمائندن کان علاوه فوج جا نمائندا بہ شامل هئا. پر مقامي آباديءَ کي ڪابہ نمائندگي ڪانہ ڏني وئي هئي. رسمي طور تہ زمين جو وڪرو 1958ع ۾ شروع ٿيو پر اصل ۾ ان کان بہ سال اڳ ئي جرنيلن کي زمينون الاٽ ٿيڻ شروع ٿي ويون هيون. ون يونٽ ٺهڻ کان پوءِ اسيمبليءَ ۾ هارين کي زمين ڏيڻ جي باري ۾ سوال ڪيا ٿي ويا. ڇو تہ گذريل حڪومت انهن (هارين) لاءِ ٽي لک ايڪڙ زمين مخصوص ڪئي هئي. پر طويل عرصي تائين هارين لاءِ الاٽمينٽ جي پاليسي طئي نہ ٿي سگهي هئي. ان مسئلي جي باري ۾ هر هر سوال اٿاريا ويا. مثال طور 29.01.1957 تي مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ جيڪي سوال ٿيا. سي ڪجهہ هن ريت هئا :

بيگم طاهره اعجاز حسين آغا (اسيمبلي ميمبر): ڇا وزير براءِ آبپاشي ترقي مهرباني ڪري جواب ڏيندا تہ:

(الف) غلام محمد بئراج جي آبپاشي اسڪيم ڪڏهن مڪمل طرح ڪم ڪرڻ شروع ڪندي؟

(ب) هن بئراج مان ڪيترا ايڪڙ زرعي ايراضي سيراب ٿيندي؟

(ج) حڪومت هن بئراج مان آباد ٿيڻ واريون زمينون ڪهڙي طريقي سان آبادگارن کي ڏيندي؟

(د) ڇا هن بئراج تي زمين جا ڪي ٽڪرا الاٽ ڪيا ويا آهن؟ جيڪڏهن هائو اهي ڪنهن کي ۽ ڪهڙن شرطن تي ڏنا ويا آهن؟
(هه) ڇا حڪومت اها ايراضي فقط بي زمين آبادگارن کي ڏيڻ جو ارادو رکي ٿي؟

انهن سوالن جي جواب ۾ واسطيدار وزير قاضي فضل الله جيڪي تفصيل ڏنا. تن مان هڪ جو تعلق زمين جي الاٽمينٽ سان هو. هن ٻڌايو ته هڪ لک ايڪڙ زمين جيڪا فوج لاءِ مخصوص ڪئي وئي هئي، تنهن مان پنجويهه هزار ايڪڙن کان وڌيڪ زمين الاٽ ٿي چڪي آهي. هن جن الاٽين جا نالا ڏنا سي هن ريت آهن:

- جنرل محمد ايوب خان 247 ايڪڙ
- ميجر جنرل محمد موسیٰ 250 ايڪڙ
- ميجر محمد امراؤ خان 246 ايڪڙ
- برگيڊيئر سيد غواث 242 ايڪڙ
- ڪرنل مظفر خان 153 ايڪڙ
- ڪرنل حيدر 130 ايڪڙ

وزير صاحب اهو به ٻڌايو ته فوجين کان ادائي سؤ رپيا ايڪڙ جي حساب سان قيمت وصول ڪئي وئي آهي ۽ جيئن ته گڏريل حڪومت هارين لاءِ سادا ٽي لک ايڪڙ زمين مخصوص ڪئي هئي، پر مغربي پاڪستان اجا تائين ان سلسلي ۾ ڪا پاليسي ڪانه جوڙي آهي. اها پاليسي جلد ئي ڪابينا آڏو پيش ڪئي ويندي.

فوجين کي جيڪا زمين ڏني وئي. تنهن متعلق ڪيل وڌيڪ سوال ۽ انهن جا مليل جواب به دلچسپي کان خالي نه آهن. جيڪي هن ريت آهن:

جي. ايم. سيد: مان معزز وزير کان پڇڻ چاهيندس ته ڇا سندس ڌيان ۾ اها ڳالهه آندي وئي آهي ته انهن آفيسرن ڏيهي ماڻهن کي پريشان ڪرڻ شروع ڪيو آهي. ته جيئن اهي هي علائقو ڇڏي وڃڻ تي مجبور ٿي پون؟

قاضي فضل الله: اها ڳالهه منهنجي علم ۾ ڪانهي. پر جيڪڏهن منهنجو دوست ڪنهن ٺوس واقعي جو حوالو ڏئي ته آءُ يقيناً ان جي جانچ ڪندس.

جي. ايم. سيد: ڇا اها حقيقت ڪانهي ته انهن ماڻهن جو هڪ وفد پهچي چڪو آهي ۽ معزز وزير سان ملاقات به ڪري چڪو آهي؟

قاضي فضل الله: جيڪڏهن منهنجي دوست جو اشارو ان وفد ڏانهن آهي، جيڪو غلام حيدر پرگڙيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ آيو هو ته پوءِ منهنجو جواب هائو ۾ آهي. اهو وفد مون سان مليو هو. پر مان اجا واقعي جي جانچ نه ڪري سگهيو آهيان.

جي. ايم. سيد: ڇا مان وزير صاحب کان پڇي سگهان ٿو ته فوجين کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي هڪ ايڪڙ زمين به نه ڏني وئي آهي؟

قاضي فضل الله: نه جناب:

جي. ايم. سيد: صرف فوجي آفيسرن کي زمين ڏيڻ ۽ مقامي ماڻهن کي نه ڏيڻ جا ڪهڙا ڪارڻ آهن؟

قاضي فضل الله: منهنجو خيال آهي ته ايوان جي ٻئي پاسي وينل کهڙو صاحب ان جو بهتر جواب ڏئي سگهندو.

محمد ايوب کهڙو: ڇا اها حقيقت ڪانهي ته سنڌ حڪومت رڳو ايراضي مخصوص ڪئي هئي. پر انهن جي الاٽمينٽ مغربي پاڪستان جي وحدت (ون يونٽ) قائم ٿيڻ کان پوءِ ڪئي وئي آهي.

قاضي فضل الله: نه سائين، ائين نه آهي.

جي. ايم. سيد: ڇا مان معزز وزير کان پڇي سگهان ٿو ته ڏيهي آبادگارن کي هن وقت تائين زمين الاٽ نه ڪرڻ جا ڪهڙا سبب آهن ؟

اسپيڪر: انهن جواب ڏنو آهي : اسڪيم حڪومت جي ويچار هيٺ آهي.

جي. ايم. سيد: ان تي فيصلو ڪرڻ تي ڪيترو وقت لڳندو؟

اسپيڪر: انهن ٻڌايو آهي ته معاملو جلد ڪابينا آڏو پيش ٿيڻ وارو آهي.

محمد ايوب کهڙو: ڇا اها حقيقت ناهي ته ٽي لک ايڪڙ ايراضي ڏيهي هارين لاءِ مخصوص ڪئي وئي هئي. ان کي هن وقت تائين ڇو نه ورهايو ويو آهي؟

قاضي فضل الله: سائين مان ٻڌائي چڪو آهيان ته ڪابينا جي ايندڙ اجلاس ۾ ان جي باري ۾ حتمي فيصلو ڪنداسين.

خان عبدالقيوم خان: ڇا اوهين ٻڌائيندا ته هارين جي لاءِ ايراضي مخصوص ڪرڻ جو فيصلو ڪڏهن ڪيو ويو هو؟

قاضي فضل الله: اهو فيصلو به گذريل حڪومت، مسٽر کهڙو هٿان ختم ڪرڻ کان ڪجهه عرصو اڳ ڪيو.

خان عبدالقيوم خان: مان معزز وزير کان پڇڻ چاهيندس تہ اهي ڪهڙيون
نااقابل تسخير ڏکيائون آهن جن سبب حڪومت پندرهن
مهينا گذري وڃڻ جي باوجود بہ ڪو فيصلو نہ ڪري سگهي؟

مٿي بيان ٿيل اقتباس مان جيڪي حقيقتون ظاهر ٿين ٿيون هن ريت آهن:

[1] ڪوٽڙي بئراج تي واقع ايراضي سڀ کان پهرين فوجي آفيسرن کي جيڪي اجا ملازمت تان فارغ ئي ڪونہ ٿيا هئا تقريباً مفت ۾ الاٽ ڪئي وئي.

[2] انهن فوجي آفيسرن زمين تي قابض ٿيندي ئي پنهنجي پرپاسي جي سنڌي آباديءَ کي تنگ ڪرڻ شروع ڪيو. انهن جو رويو ڏيهي ماڻهن لاءِ ايتري قدر پريشان ڪندڙ هو جو مقامي ماڻهن جو وفد شڪايتون کڻي حڪومت وٽ پهچي ويو.

[3] مقامي هارين لاءِ بہ ايراضي مخصوص ڪئي وئي هئي، پر طويل عرصو گذرڻ جي باوجود انهن لاءِ ڪو فارمولو تيار ڪرڻ جي ضرورت محسوس نہ ڪئي وئي.

ڪوٽڙي بئراج (جنهن کي ان وقت غلام محمد بئراج چيو پئي ويو) ۽ ان کان پوءِ گڊو بئراج ۾ جن سول ۽ فوجي آفيسرن زمين حاصل ڪئي، انهن جو مقامي ماڻهن سان تضاد اٽل هو. سول آفيسر وسيع اختيارن جا مالڪ هئا. جڏهن تہ 1958ع ۾ ايوب خان جي برسر اقتدار اچڻ کان پوءِ فوجي آفيسرن جي اهميت ۾ بہ اضافو ٿيو. انهن آفيسرن کي زمين آباد ڪرڻ لاءِ هر طرح جون سهوليتون ۽ رعايتون ڏنيون ويون. انهن رعايتن مان هنن جيڪي جيڪي فائدا حاصل ڪيا، تن جي بنياد تي مقامي ماڻهن ۽ انهن الاٽين درميان محاذ آرائي شروع ٿي وئي.

ڪوٽڙي بئراج ۾ مقامي آباديءَ جي ڀيٽ ۾ وڏيڪ ايراضي صوبي کان ٻاهر جي ماڻهن حاصل ڪئي. جيتوڻيڪ مغربي پاڪستان 50-50 سيڪڙي جي اصول تي زمين ورهائڻ جو فيصلو ڪيو هو. 1963ع تائين ڪوٽڙي بئراج ۾ زمين هن ريت ورهائي وئي:

ڪل پڪيز جيڪا تقسيم ٿي:

- 11، 24، 250 ايڪڙ
- مقامي آباديءَ کي قبضو ڏنو ويو:
- 3، 45، 385 ايڪڙ

- مقامي آباديءَ لاءِ مشيني پوک تحت وڏيڪ پڪيز:
- 1,28,000 ايڪڙ

بين لفظن ۾ سوايارهن لک ايڪڙ ورهايل زمين مان ڏيهي آباديءَ کي پوڻا پنج لک ايڪڙ ڪان بہ گهٽ زمين حاصل ٿي. ڪوٽڙي بئراج جون زمينون پاڪستان جي سڀني صوبن جي ماڻهن ۾ ورهايون ويون. يعني مهاجرن ڪان سواءِ ان ورهاست مان پنجابين. بنگالين. پناڻن ۽ بلوچن سڀني کي حصو مليو. بنگالي آبادگارن جي هڪ جماعت سنڌ ۾ انڪري آباد ڪئي وئي تہ جيئن اهو تاثر ڏئي سگهجي تہ سڄو ملڪ هن ورهاست ۾ حصيدار آهي. ڪوٽڙي بئراج جي ڏيڍ لک ايڪڙ زمين چند ڪئٽيگرين جي ماڻهن لاءِ مخصوص ڪئي وئي آهي. خصوصي طور اهي هي آهن:

1] سم ۽ ڪلر جا متاثر
2] جابلو علائقن جا ماڻهو
3] باراني علائقن جا ماڻهو
4] وچولي طبقي جا ماڻهو

ائين جيڪا زمين تقسيم ٿي. ان ۾ پنجاب ڪان پوءِ ٻئي نمبر تي پناڻن زمينون حاصل ڪيون. ٽوٽل جيڪا زمين تقسيم ڪئي وئي:

پنجابين لاءِ 1,07,000 ايڪڙ زمين

سرحد لاءِ 34,000 ايڪڙ زمين

زمين جو سڀ ڪان خراب حصو فطري طور تي بلوچن جي حصي ۾ آيو. جو تہ سندن سياسي اقتدار ۾ حصو تمام گهٽ هو. انهن مان ڪيترن تہ اها زمين وٺڻ ڪان انڪار ڪيو. ڪوٽڙي بئراج ۾ مٿي ڄاڻايل مخصوص ڪيل درجابندين ڪان علاوه پهلوانن. رانديگرن ۽ گلوڪارن کي بہ زمين عطيي طور ڏني وئي.

ڪوٽڙي بئراج ۾ ٽريڪٽر اسڪيم تحت بہ زمين الاٽ ٿي. ان جو چڱو خاصو حصو سول ۽ فوجي آفيسرن جي هٿ لڳو. ان لاءِ اهو دليل ڏنو ويو تہ انهن ماڻهن وٽ زمين کي ترقي ڏيارڻ لاءِ سرمايو موجود آهي. ٽريڪٽر اسڪيم تحت لڳ ڀڳ پوڻا ٽي لک ايڪڙ ايراضي تقسيم ٿي. ان اسڪيم مان جن سرڪاري ڪامورن دل کولي جاوا ڪيا تن ۾ اعلىٰ فوجي آفيسر. نيوي جا آفيسر. پوليس آفيسر. سيشن جج. انجنيئر ۽ ريلوي جا آفيسر شامل هئا. انهن نہ صرف پنهنجي نالي پر عزيزن قريبن جي نالي بہ زمين الاٽ

ڪرائي. هيٺ اسان فقط انهن آفيسرن جا نالا ۽ عهدا ڏيون ٿا جن 1963ع تائين ٿي سؤ ايڪڙ کان وڌيڪ ايراضي حاصل ڪئي. سول ۽ فوجي ڪامورن پاران ايراضيءَ جي ان لٽمار کي حسرت جي نظرن سان ڏسندي اسيمبليءَ جي هڪ ميمبر چيو ته "وزير (مال) خوامخواهه زمين جي جهيڙي ۾ چوپيل آهي. اسان وٽ سنڌ ۾ زمين ايتري پئي آهي جو جيڪڏهن اوهان آفيسرن ۽ آرمي وارن کي زمين نه ڏيندا سين ته اسان سڄي مغربي پاڪستان جي هارين کي زمين ڏئي سگهنداسين".

## نالو ۽ عهدو

- ميجر ايوب احمد خان، پرفيسر KEMC : 500 ايڪڙ
- ڪرنل ضياءُ الله، پرفيسر KEMC : 500 ايڪڙ
- ڪرنل نور الهي GHQ: 497 ايڪڙ
- ڪرنل اختر حفيظ (سيالڪوٽ ڇانوڻي) : 489 ايڪڙ
- ڪيپٽن فيروز خان ۽ ميجر امير گلستان (پيءُ ۽ پٽ) : 243، 253 ايڪڙ
- ليفٽيننٽ ڪرنل بشير 500 ايڪڙ
- ميجر خضري احمد : 479 ايڪڙ
- گروپ ڪئپٽن اي ايم مراد 496 ايڪڙ
- ڪمانڊر ايم فضل خان : 303 ايڪڙ
- ڪرنل يعقوب : 487 ايڪڙ
- ميجر غلام فاروق (گهرواري جي نالي) : 304+98+56 ايڪڙ
- ميجر محمد لطيف وغيره 500 ايڪڙ
- عبادالله رحمان خان (ڊپٽي سپرنٽنڊنٽ ڊسٽرڪٽ جيل ملتان) 484 ايڪڙ
- ڊاڪٽر جي. اي اصغر مينٽل اسپتال حيدرآباد (پٽ جي نالي): 544 ايڪڙ
- صبح صادق (سرڪاري ملازم جو پٽ): 401 ايڪڙ

ٽريڪٽر اسڪيم تحت جيڪا زمين پوک هيٺ آئي، انکي پهريائين هاري آباد ڪندا هئا. چيو وڃي ٿو ته اسڪيم جي نتيجي ۾ ڇهن لکن جي لڳ ڀڳ هارين کي بيروزگار ٿيڻو پيو. هڪ اهڙي صوبي ۾ جتي لکن جي تعداد ۾ بي زمين هاري هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ ڌڪا ٿاٻا کائي رهيا هجن ۽ انهن جو ڪو ڏٺي سائين نه هجي، اتي ٻاهران ايندڙ ڪنهن شخص کي زمين الاٽ ڪرڻ جو ڪو به اخلاقي جواز نه ٿو هجي. فوج يا سول ڪامورا شاهيءَ جي ماڻهن کي ٻئراج جي علائقي ۾ زمين ڏيڻ اڃا به قابل مذمت

ڳالهه هئي. جيئن مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جي هڪ ميمبر سوال پڇيو هو "جيئن تہ فوج جي جرنيلي بہ ڪل وقتي ڪم آهي ۽ زميينداري پڻ. تہ پوءِ ٻڌايو تہ هي جرنيل هڪ ئي وقت بہ ڪم ڪيئن ڪندا؟ جرنيلن ۽ آفيسرن کي نوڪريءَ دوران پگهارون ملن ٿيون ۽ نوڪريءَ تان رٽائر ٿيڻ پوءِ وري پينشن ڏني وڃي ٿي تہ پوءِ آخر انهن کي ايراضيءَ جي عطيبن سان نوازڻ جو ڪهڙو جواز آهي؟ "

دراصل پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ جلدئي سول ۽ فوجي آفيسر شاهيءَ جهڙي ريت ملڪ جي ڦرلٽ ۾ شريڪ ٿي ان جو هڪ مثال سنڌ جي بئراجن ۾ انهن جو زمينن تي قبضو بہ آهي. هنن جهڙيءَ ريت زمينون حاصل ڪيون ۽ ان کان پوءِ ڏيهي ماڻهن سان جيڪو رويو اختيار ڪيو ۽ نفرت جو جيڪو ٻج پوکيو هو. تنهن جو فصل هاڻي پچي تيار ٿيو آهي. پنجاب جي خلاف اڄ سنڌ ۾ جيڪا ڪاوڙ ۽ رنج جي لهر موجود آهي. ان جي ذميواري سڀ کان وڌيڪ فوج ۽ سول ڪامورا شاهيءَ تي لاڳو ٿئي ٿي. جيڪا زمين جي بيمثال حرص ۾ مبتلا هئي.

ڪوٽڙي بئراج تي بهترين زمينون فوجين کي ڏيڻ ۽ 1959ع ۾ گهٽي خرابيءَ کان پوءِ هارين کي ڪجهہ زمين الاٽ ڪئي وئي. جيڪا زمين سنڌين لاءِ مخصوص ڪئي وئي. تنهن جو مقدار اڳواٽ طئي ٿيل مقدار کان گهٽ هو ۽ اها بہ گهٽي ياڳي پڇڙيءَ ۾ ڏني وئي. اها زمين باقي ايراضيءَ جي لحاظ کان گهٽ درجي جي. ناهموار ۽ دڙن ۽ پٽن تي مشتمل هئي.واهہ جي آخري ڇيڙي تي هئڻ ڪري. اتي پاڻي سيني کان آخر ۾ ۽ گهٽ پهچندو هو. ڪوٽڙي بئراج تي جن هارين کي زمين الاٽ ڪئي وئي. تن جي مسئلن جي صدا 1986ع تائين ٻڌڻ ۾ ايندي رهي. ان ئي سال ڏيڍ لک ايڪڙن تي قابض هارين جون زمينون رد ڪرڻ جا انتظام ڪيا ويا. غير سنڌي آبادگارن بلڊوزر اسڪيم ۾ جيڪو قرض ورتو هو، سو بہ هارين جي کاتي ۾ وڌو ويو ۽ قرض نہ ڏيڻ جي صورت ۾ سنڌن زمين رد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. پر سنڌي هاري تحريڪ ؛ سنڌ هاري ڪميٽي، جي ڪوشش جي نتيجي ۾ فيصلي تي عمل درآمد نہ ٿي سگهيو.

ڪوٽڙي بئراج ۾ 24 هزار ايڪڙ زمين نيلاميءَ ذريعي وڪرو ڪرڻ لاءِ مخصوص ڪئي وئي. مقامي آبادگار يا غريب هاري ان لائق نہ هو تہ هو اها زمين خريد ڪري سگهي. پنجاب جي ڪيترن ئي ضلعن ۾ سنڌ جي ڀيٽ ۾ هڪ ايڪڙ کان وڌيڪ يونٽ مقرر ڪيا ويا هئا. جنهن ڪري پنجاب ۾ ڪيترين جاين

تي ماڻهن پنهنجون زمينون ڪپائي. ان جي پيٽ ۾ ڪئي پيرا وڏيڪ زمين سنڌ ۾ نيلاميءَ وسيلي خريد ڪئي. گوٺن جا گوٺ پنجاب مان لڏي اچي سنڌ جي زمينن تي آباد ٿيا. ان ڪري فوجي ۽ سول آفيسر شاهي جيڪا زمين حاصل ڪئي، سا به گهڻي ڀاڱي پنجابين جي حصي ۾ آئي ۽ نيلام ٿيڻ واري زمين به هنن کي ئي ملي. زمين خريد ڪرڻ کان پوءِ جتي جتي به ضرورت پئي، زمين آباد ڪرڻ لاءِ هاري به پنجاب مان آندا ويا. جنهن ڪري سنڌ ۾ پنجابي ۽ ڪنهن حد تائين پختون آباديءَ ۾ روز بروز بيشو بلڪ چئوڻو اضافو ٿيڻ لڳو."[48]

## گڊو بئراج

سکر ۽ ڪوٽڙي بئراج وانگر متئين سنڌ لاءِ گڊو بئراج پڻ ٺاهيو ويو. گڊو بئراج جي ٺهڻ سان اولهه پاڪستان جي پنجابي حڪومت تمام گهڻو خوش ٿي ته اهي زمينون ڪين ملنديون. هي بئراج 1962ع ۾ ٺهي راس ٿيو. گڊو بئراج جي ايراضيءَ ۾ رهندڙ ماڻهن لاءِ ڪوبه هارپ جو قانون ٺهيل ڪونه هو ۽ نه وري ڪو انهن لاءِ مدو مقرر ٿيل هو ۽ نڪو وري هنن لاءِ ڪو ونڊ جو نظام مقرر ٿيل هو.

محترم حيدر بخش جتوئي پنهنجي گڊو بئراج بابت پمفليٽ ۾ گڊو بئراج جون زمينون هارين، ننڍن آبادگارن ۽ وڏن زميندارن کي الاٽ ڪرڻ جي سلسلي ۾ تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي. ون يونٽ کان اڳ واري دؤر ۾ سنڌ جي وزيراعليٰ جناب عبدالستار پيرزادي پنهنجي حڪومت طرفان اهو واعدو ڪيو هو ته هُو گڊو بئراج مان سنڌ جي هارين کي 6 لک ايڪڙ زمين گرانٽ طور ڏيندو. انهيءَ اعلان جو پڙڏي ملڪ جي تڏهوڪي گورنر جنرل چوڌري غلام محمد، پيرزادي عبدالستار کي وزارت اعليٰ تان لاهي محمد ايوب کهڙي کي وزيراعليٰ بنايو جنهن اچي 1955ع ۾ ون يونٽ ٺاهيو ۽ ائين ئي هارين کي واعدو ڪيل هڪ ايڪڙ به نه مليو. جتوئي صاحب جي چواڻي لاهور جي انتظاميه طرفان ان قسم جا منصوبا ۽ رٿائون ٺاهيون ويون ته جيئن سنڌي هارين کي ڪابه زمين نه ملي. جتوئي صاحب مغربي پاڪستان اسيمبلي جي Debates جو حوالو ڏيندي انهيءَ مسئلي تي ڪافي روشني وڌي آهي.

جتوئي صاحب لکيو آهي ته گڊو بئراج ۾ صرف 10سيڪڙو زمينون سنڌين کي مليون پر 90 سيڪڙو زمينون پنجابين کي مليون. جيڪي زمينون وڪرو ڪري ڏنيون ويون. انهن مان 98 هزار ايڪڙ مقامي سنڌي ماڻهن کي

مليون ۽ هڪ لک 85 هزار ايڪڙ اسان جي پنجابي ڀائرن کي مليون. پاڻ وڏيڪ لکيو اٿن تہ رٽائرڊ آفيسرن کي 97 سيڪڙو، دفاعي فوجن کي 93 سيڪڙو، نيلام ذريعي خريدارن کي 50 سيڪڙو يعني ٻهرين ۾ ٻي ڪئٽيگريءَ ۾ سنڌين کي صرف 5 سيڪڙو زمينون مليون.(16)

سنڌ جي هڪ ٻئي مايہ ناز فرزند ۽ سماجيات جي پروفيسر ڊاڪٽر فيروز احمد جي مطابق تہ جڏهن گڊو بئراج عمل ۾ آيو تہ توقع اها هئي تہ ان جون زمينون سنڌي آبادگارن کي ملنديون پر ڇاڪاڻ تہ ون يونٽ نهي چڪو هو ۽ سنڌ ختم ٿي چڪي هئي انهيءَ ڪري جيڪا ڇهہ لک ايڪڙ آباديءَ لاءِ زمين موجود هئي ان کي هارين کي ڏيڻ بجاءِ دفاعي فوجن، رٽائرڊ ۽ رٽائرمينٽ جي ويجهو ملازمن، منگلا ڊيم جي متاثرين، اسلام آباد جي متاثرين، سرحدي قبيلن، ڪوئيٽا ۽ قلات ڊويزن جي ماڻهن، حڪومت جي خاص ماڻهن، ڪاتيدارن، نيلام ۾ خريد ڪندڙن، مهاڳيدارن ۽ آخر ۾ هارين لاءِ مقرر ڪئي وئي ۽ جڏهن زمين ڏيڻ جي شروعات ٿي تہ مقامي هارين، مهاڳيدارن ۽ ڪاتيدارن کي نظر انداز ڪري فوجي ۽ سول آفيسرن کي ترجيح ڏني ويئي ۽ جوڳي حد تائين آسان شرطن تي فوجي ۽ سول آفيسرن ۾ ورهائي وئي. زمين جي قيمت 400 رپيا في ايڪڙ مقرر ڪئي وئي هئي جيڪا بہ حقيقت ۾ ادا نہ ڪئي وئي ڇو تہ: 1) زمين جو قبضو وٺڻ وقت ڪنهن بہ رقم جمع ڪرائڻ جي ضرورت نہ هئي. 2) رقم ويهن هڪجيترين قسطن ۾ ادا ڪرڻي هئي. 3) پهرين قسط زمين جي الاٽ ٿيڻ کان بہ سال پوءِ ادا ڪرڻي هئي. 4) زمين جي صفائي سٿرائي ڪرائڻ جو خرچ حڪومت کي برداشت ڪرڻو هو پر جيڪي ڪاٺ يا وڻ يا اهڙي ڪا بہ شئي زمين مان نڪتا اها الاٽي جي ملڪيت ٿي وئي. 5) الاٽين کي ڪنهن بہ قسم جي رقم ادا ڪرڻ کانسواءِ اهو حق حاصل هو تہ هو پنهنجي زمين وڪڻي سگهي ٿو. گهڻي ڀاڱي تمام گهڻن آفيسرن هڪ پائي بہ ادا ڪرڻ کانسواءِ پنهنجي زمين 4 کان 8 هزارن تائين في ايڪڙ جي حساب سان وڪڻي ڇڏي. انهن ماڻهن مان هر هڪ کي سراسري طور 1240 ايڪڙ الاٽ ڪري ڏنا ويا هئا. جيڪڏهن اهڙيءَ طرح حساب لڳائجي تہ سراسري هڪ ايڪڙ 5000 ۾ وڪاڻو هوندو تہ هر ڪنهن آفيسر کي بنا ڪنهن لاڳت يا خرچ جي 12 لک کيسي ۾ پيا هئا. انهيءَ زمين مان ڪجهہ زمين سنڌ جي وڏيرن خريد ڪئي پر وڏ ۾ وڏ زمين پنجاب جي چوڌرين خريد ڪئي. نيلام جي زمين بہ سستي اگهہ ۾ چوڌرين خريد ڪئي.

جن نون آبادگارن زمين نه وڪي ۽ پاڻ آباد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو انهن ڪي حڪومت طرفان وڏ ۾ وڏ سهوليتون ۽ مراعاتون مليون. مقامي هاري انهن نوآبادياتي آبادگارن جي هٿان مصيبت ۾ آيا جو ڪين زمين نه ڪونه ملي پر ڏارين آبادگارن جي غلامي ڪرڻي پئي. سنڌ جي غريب هارين سان گڊو بئراج ۾ سخت زيادتي ٿي. گڊو بئراج جون زمينون جن سول ۽ فوجي آفيسرن کي الاٽ ڪيون ويون انهن ۾ آغا حلالي، آغا شاهي، جسٽس امان الله، ايئر مارشل نور خان، ايئر مارشل اصغر خان، ايوب خان ۽ ان جو خاندان، عطاءالله جهانيان، ظفر الله پوشني وغيره اچي وڃن ٿا. گڊوءَ جي زمين جي تقريباً 75 سيڪڙو پڪيڙ انهن ماڻهن کي گڊو ڪالو نائيزيشن اسڪيم تحت ڏني وئي هئي. انهن نون آباد ڪارن پنهنجن مفادن جي بچاءَ لاءِ مختلف تنظيمون ٺاهيون جن ۾ فوجي خاندان جي بحالي جي تنظيم پڻ شامل آهي.[17]

ان سلسلي ۾ اخبار جنگ 10 جون 1979ع تي هڪ هيٺين خبر لڳائي جيڪا هتي ڏيڻ تمام ضروري آهي: "صوبہ سنڌ ۾ فوجين کي الاٽ ڪيل زمين تي ناجائز قبضو ڪرڻ وارن ماڻهن تي ڳرا ڏنڊ وڌا ويندا. هي فيصلو اڄ ميمبر سنڌ بورڊ آف روينيو جي زير صدارت لينڊ يوٽيلائيزيشن ڪميٽيءَ جي اجلاس ۾ ڪيو ويو. فوجي خاندانن جي بحاليءَ واري تنظيم جي عهديدارن به هن اجلاس ۾ شرڪت ڪئي."[18] پاڪستان جي مايہ ناز دانشور پروفيسر عزيزالدين احمد پڻ گڊو بئراج جي زمين جي ورڇ جو تفصيل هيٺين ريت ڄاڻايو آهي:

| | مخصوص ڪيل زمين | زمين جيڪا ڏني وئي |
|---|---|---|
| 1 | مقامي آباديءَ جي لاءِ 3,09,864 | 3,09,864 |
| 2 | نيلاميءَ جي لاءِ 1,29,744 | 64,756 |
| 3 | منگلا ڊيم جي متاثرن لاءِ 56,700 | 20,256 |
| 4 | اسلام آباد جي متاثرن لاءِ....54,200 | 15,687 |
| 5 | رٽائر ڪيل ۽ رٽائر ٿيندڙ ملازمن لاءِ 38,300 | 31,515 |
| 6 | سرحدي قبيلن لاءِ......4, 800 | 1,725 |
| 7 | ڪاٺي واريون اسڪيمون . ..38,300 | 6,955 |
| 8 | انعام ۽ خطاب ملندڙن لاءِ.....12,217 | 12,207 |
| 9 | تربيلا جي متاثرن لاءِ......11,000 | 8,000 |
| 10 | فوج......78,300 | 78,300 |

گدو بئراج 1962ع ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. جنهن سان سکر، شڪارپور ۽ جيڪب آباد ضلعن جي ڪل 7، 23، 425 ايڪڙ زمين آباد ٿي. هن ايراضيءَ جي الاٽمينٽ لاءِ هيٺيون فارمولو طئي ٿيو:

1969ع ۾ فيصلو ڪيو ويو ته جيڪا زمين تقسيم ٿيڻ کان بچي وئي آهي، ان زمين کان سواءِ جيڪا تربيلا جي متاثرن لاءِ رکي وئي آهي؛ باقي بچيل ايراضي مقامي ماڻهن جي ڪوٽا ۾ شامل ڪئي وڃي. تنهنڪري 1969ع کان وٺي 1985ع تائين 125319 ايڪڙ زمين هارين کي الاٽ ڪئي وئي. ان زمين جو مالڪاڻو هيٺينءَ ريٽ مقرر ٿيو:

- رائيٽ بئنڪ في ايڪڙ 350 رپيا فقط
- ليفٽ بئنڪ في ايڪڙ 450 رپيا فقط

### گدو ۾ سرڪاري اهلڪارن لاءِ زمينون

سرڪاري اهلڪارن کي زمين الاٽ ڪرڻ لاءِ رٽائر ٿيل يا ٿيندڙ اهڪارن جي گروپ بندي ڪئي وئي. صرف 1963ع تائين مٿئين درجي بندي جي 172 ماڻهن مختلف اسڪيمن ۾ زمينون حاصل ڪيون جن مان 68 ڄڻا گدو بئراج ۾ ايراضيءَ جا مالڪ بڻيا. رعايتي اگهه تي زمين حاصل ڪرڻ وارن انهن اهڪارن ۾ پٽيوالن کان وٺي سيڪريٽري ليول تائين جا عملدار شامل هئا. پر انهن 172 ماڻهن مان سنڌي فقط هڪڙو هو. انهن ماڻهن جي نالن جي فهرست هيٺ ڏجي ٿي ته جيئن اندازو لڳائي سگهجي ته ڪهڙي قسم جا ماڻهو ان رعايت جا مستحق قرار ڏنا ويا. انهن سول ڪامورن ۾ پوليس، انتظاميا، روينيو، زراعت، صحت، بجلي، بحاليات، ماليات، قانون ۽ تعليم کان سواءِ رشوت ستاني کاتن جا اهڪار پڻ شامل هئا.هي فهرست ان ڪري ان پوري آهي. جو اها جوويهه سال پراڻي آهي ۽ ان عرصي ۾ ٿيندڙ وڌيڪ اضافا هن ۾ شامل ڪونهن.

### گدو ۾ نيلام جون زمينون

گدو بئراج ۾ هڪ لک ٽيويهه هزار ايڪڙن جي لڳ ڀڳ زمين نيلام لاءِ مخصوص ڪئي وئي. جيئن مٿي ٻڌايو ويو آهي ته ان جو فائدو پنجاب کي ٿيو. جتي ڪافي ضلعن ۾ في ايڪڙ يونٽ جو تعداد گدو جي ايراضي جي ڀيٽ ۾ تمام گهٽ هو. جتي هڪ پنجابي هاري لاءِ چند ايڪڙ زمين کپائي ان جي عيوض چند مربع زمين نيلاميءَ ۾ خريد ڪرڻ ممڪن هو. سنڌ جو هاري ايتري

قدر ته غريب هوجوان لاءِ نيلاميءَ جي زمين خريد ڪرڻ ممڪن ئي ڪونه هئي. ون يونٽ اسيمبليءَ جي ڪجهه سنڌي ميمبرن ڪوشش ڪئي ته نيلاميءَ جو سلسلو بند ڪيو وڃي پر ائين ٿي نه سگهيو.[10]

### زمينون حاصل ڪندڙن جي فهرست

درجه بندي پهرين 240 ايڪڙن تائين

1) مشتاق احمد چيمه. سي ايس پي. جوائنٽ سيڪريٽري فوڊ اينڊ ايگريڪلچر ڊپارٽمينٽ. پاڪستان.
2) ايس. عالمگير. سي ايس پي، سيڪريٽري حڪومت مغربي پاڪستان
3) چوڌري محمد افضل سيڪريٽري گورنمينٽ مغربي پاڪستان
4) محمد افضل ايگريڪلچر ڊولپمينٽ ڪمشنر.
5) آءِ يو خان. سي ايس پي. ميمبر بورڊ آف روينيو. مغربي پاڪستان
6) عبدالحميد. سيڪريٽري وزارت قانون. حڪومت پاڪستان.

### درجو ٻيون 128 ايڪڙن تائين

7) ڊاڪٽر احمد خان. ڊبليو پي ايچ ايس I.
8) چوڌري محمد اقبال. ڊپٽي سيڪريٽري فنانس.
9) فضل ڪريم. ايگزيڪيوٽو انجنيئر آبپاشي کاتو.
10) ڊاڪٽر ايس ايم رفيع. ڊبليو پي ايچ ايس.
11) شيخ عنايت الله. پي سي ايس. سيڪشن آفيسر صحت کاتو.

### درجو ٽيون. 96 ايڪڙن تائين

12) او ايچ هربرٽ (رٽائرڊ) سپرينٽينڊنٽ. آبپاشي کاتو.
13) نور محمد ڊبليو پي ايچ ايس I.
14) نواب خان سپرينٽينڊنٽ سينٽرل جيل.
15) محمد ظفر خان ڊپٽي رجسٽرار. ڪوآپريٽو کاتو.
16) جميل الدين فيلڊ آفيسر. ڪو آپريٽو کاتو.
17) غلام سرور شاهه ڊپٽي رجسٽرار ڪو آپريٽو کاتو.
18) مير وسيع محمد.
19) چوڌري سلطان محمد.
20) ادريس حسين.

21) چوڌري شير علي خان ڊي ايس پي.
22) شيخ پير بخش، او ايس ڊي ڪمشنر آفيس خيرپور.
23) اصغر حڪيم (رٽائرڊ) ڊي ايس پي.
24) سعيد حسن اليڪشن آفيسر.
25) رفيع الدين، رجسترار آبپاشي کاتو.
26) فضل قدير خان، سپرنٽينڊنٽ، سينٽرل جيل، پشاور.
27) مهر فدا محمد سيال، (رٽائرڊ) پي سي ايس.
28) مولا بخش، رجسترار آءِ جي پوليس.
29) احمد خان پرنسپال ڪو آپريٽو انسٽيٽيوٽ لاهور.
30) چوڌري رحمت علي، ايڊمن آفيسر، محڪمه بجلي، لاهور
31) اشرف علي ميڊيڪل آفيسر بنون (سرحد)
32) ڊاڪٽر عبدالعزيز چوڌري ايم ايس سول اسپتال سيالڪوٽ.
33) يحيٰ علي شاهه (رٽائرڊ) سپرنٽينڊنٽ جيل.

## درجو چوٿون، 64 ايڪڙ في ماڻهو

34) چوڌري امير محمد پي اي سيڪريٽري تعليم.
35) محمد رمضان ڊسپينسر.
36) ميان ناصر علي سپرنٽينڊنٽ، ڊي اي آفيس.
37) انسپيڪٽر پوليس (اصل متن ۾ نالو ڄاڻايل ڪونهي. سنڌيڪار)
38) علي محمد، نائب تحصيلدار.
39) رحمت الله، ميڊيڪل آفيسر.
40) سيد محمود، سيڪشن آفيسر.
41) محمد يعقوب، هيڊ ڪلارڪ، ايجوڪيشن.
42) محمد لطيف باجوه، آفيسر اسيمبلي.
43) چوڌري رانجها خان، انسپيڪٽر پوليس.
44) ايس اقتدار علي شاهه آفيس قانون سازي.
45) نواب الدين، قائم مقام، اي ايس آءِ
46) خان محمد عظيم خان، سپرنٽينڊنٽ، آبپاشي کاتو.
47) عبدالرئوف ايڊمن آفيسر، هيلٿ سروسز پشاور.
48) محمد يحيٰ، سپرنٽينڊنٽ هاءِ ڪورٽ.

49) سلطان احمد خان. سرڪل سپرٽينڊنٽ. آبپاشي کاتو.
50) عنايت ڪريم. هيڊ ڪلارڪ. آبپاشي کاتو.
51) چوڌري محمد اسماعيل. سرڪل سپرٽينڊنٽ. آبپاشي کاتو.
52) صوفي عبدالڪريم. چيف ڊرافٽس مين. بي اينڊ آر.
53) چوڌري محمد ابراهيم. سرڪل آبپاشي کاتو
54) شيخ عبدالڪريم. هيڊ ڪلاڪ هيڊ زراعت کاتو.

**درجو پنجون 32 ايڪڙ في ماڻهو**

55) غلام قادر. گيم واچر.
56) نواب علي. دفتري. محڪمه صحت.
57) حڪيم داد خان. جمعدار صحت کاتو.
58) لعل الدين. جمعدار صحت کاتو.
59) عمر الدين. فيلڊ اسسٽنٽ زراعت کاتو.
60) حاجي. داروغو. آبپاشي کاتو.
61) محمد ايوب. هيڊڪانسٽيبل پوليس
62) ولي محمد. پٽيوالو بورڊ آف روينيو.
63) .....؟ريڊر روينيو. اي اي سي پشاور.
64) مشتاق بيگ. هيڊ ڪانسٽيبل پوليس.
65) حاجي هيڊ بيلف. سب جج حيدرآباد
66) عبدالحفيظ. فيلڊ اسسٽنٽ. زراعت کاتو.
67) ملڪ خدا بخش قانون دان.
68) حاجي فضل احمد. جمعدار. پٽيوالو. سول سيڪريٽريٽ. لاهور [20]

## سنڌ ۾ زمينن جي الاٽمينٽ بابت ڪجھ وڌيڪ تفصيل

ان سلسلي ۾ 10 جولاءِ 1963ع جي روزاني "نواءِ سنڌ" اخبار ۾ ڇپيل هيءَ خبر پڻ ذڪر جوڳي آهي جنهن مطابق اوپر پاڪستان جي هارين کي سنڌ ۾ الاٽ ڪيل زمين بابت اولهه پاڪستان زرعي ترقياتي ڪارپوريشن جي چيئرمين ميجر جنرل حق نواز کين يقين ڏياريو ته کين ديهه سنگهار (ضلعو حيدرآباد) ۾ مليل ساڍا ٽي هزار ايڪڙ زمين ڏياري ويندي ۽ "ناجائز" قبضو ڪندڙن کي بيدخل ڪيو ويندو. [21]

ان صورتحال کي ڏسندي محترم حيدر بخش جتوئي پنهنجي

پمفليٽ "ون يونٽ ۽ جمهوريت" ۾ ون يونٽ جي وڏي معمار ممتاز دولتاني جي دستور ساز اسيمبليءَ ۾ زمينن جي باري ۾ ڪيل تقرير جو حوالو ڏيندي ذڪر ڪيو آهي. دولتاني پنهنجي تقرير ۾ چيو هو:

"صاحبان، هاڻي سنڌ جي نئين زمينن جي نيڪال لاءِ ڪهڙو حل پيش ٿي رهيو آهي؟ جيتري قدر مونکي معلوم آهي، اهو حل ايئن آهي ته سنڌ جون نئيون زمينون جيڪي واقعي پاڪستان جي مستقبل ڪي خوشحال بنائڻ لاءِ تمام گهڻو ڪم ڏينديون. ان صوبي جي ماڻهن يعني سنڌين ڪي ملنديون. پر ايئن نه ٿيستائين ڪيو ويندو جيستائين سنڌ جي ماڻهن ڪي زمينون نه هونديون. سڀ ڪان اول انهن سنڌي هارين ڪي ملنديون جن وٽ ڪا به زمين نه آهي. پر جڏهن هڪ هڪ سنڌي هاري ڪي زمين ملي چڪي، ۽ ان ڪان پوءِ به زمين بچي پئي ته اها پاڪستان جي شهرين ۽ ٻين صوبن جي رهواسين منجهان فقط انهن ڪي ڏني ويندي، جن وٽ اڳ ڪا به زمين نه هوندي... زمين ان ڪي ملندي، جيڪو پاڻ پوکيندو. زمين سڀ ڪان پهرئين انهن ڪي ڏني ويندي ۽ جڏهن اهي مطمئن ٿيندا ته پوءِ سنڌ جي ماڻهن ڪي ڏني ويندي پر انهيءَ ۾ شاهوڪار شامل نه هوندا..." (بحث صفحو 360).

..... جتوئي صاحب وڌيڪ لکن ٿا ته دولتاني جي اها تقرير صرف دوکي ۽ ڪوڙ تي ٻڌل هئي ڇو ته اهي بهتر زمينون ۽ وڏا پلاٽ غير سنڌي عملدارن، واپارين، ڪارخانيدارن ۽ زميندارن ڪي ڪنهن نه ڪنهن بهاني ڏنيون پئي ويون. ڪافي زمينون نيلام رستي انهن ماڻهن ڪي ڏنيون پئي ويون جن وڏا واڪ ڏنا ٿي جنهن جي نتيجي ۾ هڪ مٿيون زميندار طبقو وجود ۾ اچي رهيو هو. سنڌي هارين ڪي صرف غير معياري زمينون ڏنيون پئي ويون جيڪي ٻين خريد نه پئي ڪيون. ٻيو ته هارين ڪي زمينون تمام ڏکين شرطن تي مليون ٿي. مثال طور جيڪڏهن ڪو هاري ڪنهن سبب ڪري زمين آباد نٿو ڪري سگهي ته ڪائنس اها زمين کسي پئي وئي پر ٻين سان اهو شرط لاڳو نه هيو. ملٽري وارن ڪي زمينون ڏيڻ ۾ سخا ڪان ڪم ورتو پئي ويو. انهن ڪي جيڪي سهوليتون مهيا هيون، اهي هارين ڪي مهيا نه هيون. لاهور ۾ روينيو بورڊ ۾ ڪوبه سنڌي وڏو عملدار نه هيو جو سنڌين جي حقن جي نگراني ڪري سگهي. انهيءَ ڪري سنڌ جا هاري پنهنجي انهيءَ حق ڪان محروم رهيا. سنڌ ۾ جيڪي بئراج ٺهيا اهي سنڌي ماڻهن جي ڏلن جي پئسن مان ٺهيل آهن ۽ اهو آهي ون يونٽ![22]

جتوئي صاحب وڏيڪ لکيو آهي تہ ون يونٽ ٽاهيوئي ان مقصد لاءِ ويو هو ۽ نہ ان لاءِ جيڪو مسٽر دولتانہ بيان ڪيو هو.

سنڌ ۾ زمينن جي ڏارين ڪي الاٽمينٽ جو سلسلو ون يونٽ جي ٽٽڻ تائين زور شور سان جاري رهيو. سنڌي ماڻهو دانهون ۽ احتجاج ڪندا رهيا. پر سرڪار جي ڪن تي جونء بہ نہ پئي چُري. ان سلسلي ۾ ون يونٽ ٽٽڻ کان رڳو ڪجهہ مهينا اڳ 21 مئي 1969ع جي "عبرت" اخبار ۾ ڇپيل هيٺين خبر انتهائي غور طلب آهي:

"ڊويزنل ڪائونسل حيدرآباد جي اجلاس ۾ ڊويزنل ڪمشنر مسٽر ايس ايم وسيم ٻڌايو تہ حڪومت زمينن جي نيڪال ڪرڻ لاءِ هڪ پاليسي ٺاهڻ تي غور ڪري رهي آهي. اجلاس ۾ مير پير بخش ٽالپر زور ڏنو تہ هن علائقي جون زمينون هارين کي ڏنيون وڃن. منل خان مري ۽ مسٽر نثار آفندي پڻ ساڳيو مطالبو ڪيو. ڊپٽي ڪمشنر دادو ملڪ فضل الاهي چيو تہ زمينن جي نيلام دوران ڪجهہ زمينن کي نيلام ڪيو وڃي ۽ باقي زمين بنا نيلام جي ڏني وڃي.

ڪالونائيزيشن آفيسر سکر بئراج چيو تہ زمينن جي نيلام جا 3 شيڊول آهن: هڪ هارين لاءِ، هڪ ڪاتيدارن لاءِ ۽ هڪ نيلام لاءِ آهن. هن چيو تہ اهو حڪومت تي آهي تہ هوءَ زمين جي نيڪال لاءِ وڏيڪ پاليسي ٺاهي.

سيد قطب علي شاهہ ٻڌايو تہ حڪومت تازو فيصلو ڪيو آهي تہ سکر بئراج ايراضيءَ ۾ 62 هزار ايڪڙ اي.بي، سي ۽ ڊي ڪلاس زمين کي نيڪال ڪيو وڃي جتي پاڻي موجود آهي، هن ٻڌايو تہ ان مان 1 هزار ايڪڙ ننڍن ڪاتيدارن ۽ مهاڳيدارن لاءِ 15 هزار هارين لاءِ رکي وئي آهي ۽ باقي زمين عام نيلام ڪئي ويندي، جنهن لاءِ نيلام جي قيمت مقرر ڪرڻ جو سوال روينيو بورڊ وٽ زير غور آهي".

## سنڌ ۾ ڊلون

هتي اها ڳالهہ بہ ضرور ڪرڻ گهرجي تہ ون يونٽ جي ٺاهيندڙن ون يونٽ جا جيڪي مقصد بيان ڪيا هئا تن ۾ هڪ اهو بہ هيو تہ اولهہ پاڪستان ۾ قاعدي قانون. ڊلن ۽ ڪورٽن جو سرشتو ساڳيو هوندو. پر عملي طور سنڌ ۾ سڄي پاڪستان کان وڏيون ڊلون مقرر ڪيون ويون. سنڌي ماڻهن انهيءَ سلسلي ۾ ڪيتريون ئي درخواستون ۽ گذارشون ڪيون پر سندن هڪ بہ نہ

ٻڌي وئي. اڪثر حالتن ۾ سنڌي آبادگارجي آمدنيءَ جو 50 يا 60 سيڪڙو ڊل ۾ ويو ٿي جنهن ڪري سنڌي آبادگار جو ڏيوالو نڪري ويو هو. ان ڪري سنڌي آبادگار ٻئراج جون زمينون نه پيو خريد ڪري سگهي. جتوئي صاحب انگن اکرن ذريعي اهو ثابت ڪيو هو ته ڊل 25 سيڪڙو کان وڌيڪ نه هئڻ گهرجي. [23] پاڻ انهي موضوع تي هڪ ننڍڙو ڪتابڙو لکيائون جنهن جو عنوان هيو: (Higher land Taxation in Southern Zone (Sind ان ڪتاب جا ٻه جلد آهن. جتوئي صاحب انهن ڪتابڙن ۾ انگن اکرن سان پنهنجو مؤقف پيش ڪيو ۽ هڪ خط سان گڏ پاڪستان جي صدر ۽ مغربي پاڪستان جي گورنر ڏانهن موڪليو. خط ۾ اها گذارش ڪيل هئي ته انهيءَ معاملي جو صحيح نبيرو ڪرڻ لاءِ سرڪار قدم کڻي. جواب ۾ سرڪار اهو ڪتابڙو ضبط ڪيو ۽ ڪيس ڪوئيٽا ۾ هڪ فوجي ڪورٽ ذريعي سخت پور هئي سان ٽي سال سزا ڏني ۽ ڪيس جيل جي سي ڪلاس ۾ رکيو ويو.

جتوئي صاحب انهيءَ ڪتابڙي ۾ تمام تفصيل سان پنجاب جي ٽيننسي ايڪٽ ۽ سنڌ جي ٽيننسي ايڪٽ ۽ ملڪ جي ٻنهي صوبن جي حوالي سان پاڻي ۽ انهن جي اگهن جو ذڪر ڪيو ۽ چيو ته پنجاب جي زمين ۾ ڪلر گهٽ آهي ۽ زير زمين پاڻي مٺو آهي، ان ڪري اتي جون زمينون ٿوري ۽ سٺي پاڻي هجڻ ڪري بهترين اپت ڏين ٿيون ۽ اتي ٽيوب ويل سسٽم ڪامياب آهي ۽ جنهن ڪري اتي ميوي جا ڪيترائي باغ آهن ۽ پڻ پاڇيون وڏي مقدار ۾ پيدا ٿي رهيون آهن. ٻئي پاسي سنڌ جو زير زمين پاڻي ڪارو، لوڻياٺو ۽ ڪوڙو آهي. جنهن سنڌ جي زمين تي برو اثر وڌو آهي ۽ سنڌ ۾ سم ۽ ڪلر تمام گهڻو آهي. لوور سنڌ ۾ گهم به تمام گهڻي آهي جنهن جو اثر پڻ سنڌ جي زمينن ۽ ان جي اپت تي پئجي رهيو آهي. پنجاب ڊئمن ٻئراجن ۽ سنڌوءَ جي شاخن مان پورو فائدو وٺي رهيو آهي جنهن ڪري سنڌ ۾ پاڻيءَ جي رسد گهٽجي رهي آهي. ساڳئي وقت سمنڊ جو ڪارو پاڻي پڻ سنڌ جو رخ رکي ٿو جنهن جو اثر سنڌ جي زمينن تي پوي ٿو. پنجاب جي آبهواءِ زمين چانورن جي بهترين جنسن لاءِ اهم آهي. پر سنڌ ۾ جيڪو سگداسي چانور (خوشبودار) ٿيندو هو ۽ خاص طور تي لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعي جي ڪجهه حصن ۾ مشهور هوندو هو هاڻي ختم ٿي چڪو آهي. پنجاب جو ڏکڻو سيارو پڻ ڪڻڪ جي فصل لاءِ اهم آهي. پنجاب ۾ وڌيڪ مينهن پوڻ پڻ فائديمند ڳالهه آهي. انهن سببن جي ڪري سنڌ جو آبادگار 100 ايڪڙن مان 60 ايڪڙ

مس ٿو آباد ڪري سگهجي. پنجاب ۾ ڍلون ٻنيءَ جي حساب سان لڳايون وڃن ٿيون پوءِ آبادگار ڪهڙو بہ فصل اپائي. مثال طور جيڪڏهن هُو زمين ۾ ڪڻڪ يا ڦٽي يا چانور يا گاهہ جيڪي اپائي ان تي ساڳي ڍل لڳندي جيڪا حقيقت ۾ گهٽ آهي. ان جي ابتڙ سنڌ ۾ ڍل فصل جي قسم جي حساب سان ۽ پاڻيءَ جي ذريعن مطابق لاڳو ڪئي وڃي ٿي. ڦٽي، چانور ۽ ڪڻڪ تي وڌيڪ ڍل لڳي ٿي. پنجاب ۾ آبادگار کي اها ڇوٽ آهي تہ هُو اهڙو فصل اُپائي جنهن مان کيس گهڻو فائدو ٿئي ۽ هُو گهٽ ۾ گهٽ ڍل ڏئي. پنجاب ۾ آبادگارن جي قبضي ۾ ننڍين آبادين ۾ ڍلن جي اگهن کي 30 کان 40 سالن تائين بدلايو نہ ويو آهي جنهن ڪري انهن تي گهٽ ۾ گهٽ ڍل لڳي رهي آهي. زمين جو قدر ان جي اپت ۽ مقاطعي وارن پئسن مان ظاهر ٿئي ٿي. پنجاب ۾ مقاطعي جي سراسري قيمت ايڪڙ تي 60 کان 100 روپيہ آهي. سنڌ ۾ اها صرف 20 کان 40 رپين تائين آهي. پنجاب ۾ ڍلن جي شرح عام طور تي 20 سيڪڙو کان گهٽ آهي پر سنڌ جي حالت ۾ اها شرح 40 سيڪڙو کان مٿي آهي جنهن جو مثال ڪٿي بہ ڪونہ ٿو ملي ۽ اها تمام وڏي ناانصافي آهي.

ڍلن ۽ آبياڻي جي باري ۾ تفصيلي معلومات لاءِ جتوئي صاحب جا اهي ٻئي ڪتابڙا Higher Land Taxation in Southern Zone. Vol I and II پڙهڻ گهرجن.

سائين جي ايم سيد پڻ پنهنجي هڪ مضمون "مغربي پاڪستان جي وُحدت تي سرسري نظر" جيڪو جنوري 1957ع ۾ سڀ کان پهريون "نئين سنڌ" اخبار ۾ ڇپيو تنهن ۾ ڇيو اٿن تہ سنڌ ۾ ڪڻڪ تي ڍل 24 رپين کان مٿي آهي ۽ پنجاب ۾ 10 يا 12 رپين تائين مس آهي. سنڌ ۾ ڪپهہ تي 25 کان 35 رپين تائين في ايڪڙ ڍل آهي تہ پنجاب ۾ 12 کان 18 رپين تائين آهي. پنجاب جون زمينون وڌيڪ زرخيز آهن. انهن مان پيدائش سنڌ کان وڌيڪ آهي تہ بہ ڍلون اتي گهٽ ۽ هتي گهڻيون. سنڌ ۾ معافي (ڇوٽ) بہ هڪ قسم جي ڏني وڃي ٿي جنهن مان آباد گارن کي گهٽ فائدو ٿئي ٿو تہ پنجاب ۾ معافيءَ جا رول اهڙا آهن جن مان آباد گارن کي زيادهہ فائدو پهچي ٿو. هاڻي سوال اُٿي ٿو تہ پئدائش گهٽي سنڌ ڏئي. خرچ پنجاب تي ٿئي. اها ڳالهہ ڪيتري قدر مناسب آهي؟ پر جواب صاف پيو ڏسڻ ۾ اچي تہ آخر ون يونٽ ڇالاءِ بنايو ويو آهي.[24]

## 1959ع جا نام نهاد زرعي سڌارا

ايوب خان واري مارشلا وارن ڏينهن ۾ 1959ع ۾ ملڪ ۾ زرعي سڌارن آڻڻ جو اعلان ڪيو ويو. زرعي سڌارن مطابق زمين جي وڌ ۾ وڌ حد 500 ايڪڙن تائين مقرر ڪئي وئي ۽ ان کان وڌيڪ زمين حڪومت جي حوالي ڪرڻي هئي. هارين سان همدرديءَ کان وڌيڪ انهيءَ جو هڪ مقصد اِهو به هو تہ سنڌ ۾ وڏيون زمينداريون ۽ جاگيرداريون ختم ٿين تہ جيئن هُو اڳتي هلي پنهنجي طاقت جو استعمال نہ ڪن. پر اصل منصوبو اهو هو تہ اُهي زمينون جيڪي هُو ڇڏيندا اُهي ملڪ جي فوجين ۽ پنجاب جي ٻين زميندارن کي ڏنيون وينديون. انهن زرعي سڌارن مان سنڌ جي هارين کي ڇا حاصل ٿيو؟ هاري اڳواڻ محترم مانڌل شرلڪي ٿو: "زميندراي جي حد ملڪيت 500 ايڪڙ مقرر ڪئي ويئي. پر اهو غريب هارين لاءِ هڪ ناٽڪ هو. 500 ايڪڙ ۾ زمينداريون ۽ جاگيرداريون واقعي ختم ٿي وڃن ها. پر مارشل لا ريگيوليشن بدلبو رهيو. پهريائين تہ ائين هو جو زميندار پنهنجي خاندان جي ميمبرن کي زمين 500 ايڪڙ جي حساب سان ڏيئي ٿي سگهيو ۽ زميندارن گهڻو ڪري عورتن جا نالا فيلڊ بوڪ ۾ ۾ ٿوري گهڻي رشوت ڏيئي داخل ڪرايا. پوءِ وري پنهنجي اولاد جا نالا ڏنا ويا. ڪن زميندارن تہ ائين بہ ڪيو جو اولاد جا اهي نالا ڏنا جن جو وجود هن دنيا ۾ نہ هيو ۽ ساڳئي وقت عورتن جا نالا بہ شامل هئا پر انهن جي تصديق ڪرڻ ناممڪن هئي تہ عورتن جو وجود آهي يا نہ. صرف نالا هئا جن کي زمين ملي. ان جي باوجود جيڪڏهن زمين بچي وئي تہ ايوب خان طرفان قانون ڦيرائي اها اجازت ڏني وئي تہ زميندار پنهنجي زمين بخشش طور ڏيئي سگهن ٿا. تنهن ڪري بچت زمين زميندارن پنهنجي مائٽهن جي نالي ڪرائي پيدائش خود حاصل ڪئي.

پر ان جي باوجود جيڪڏهن زمين بچي ويئي تہ اهي ايوب خان طرفان ڪجهہ شڪار گاهن لاءِ ڏنيون ويون ۽ باقي گهڻن کي انعام طور تي ڏنيون ويون. اهڙو مثال تعلقہ پنو عاقل ۽ گهوٽڪي ۾ موجود آهي. پر جيڪڏهن بہ ڪا زمين بچي ويئي تہ اها زمين بيڪار ڇڏي ويئي ڇاڪاڻ تہ ائين ڪرڻ جو حق زميندار کي حاصل هو. جيڪڏهن باهمت هارين زمين حاصل بہ ڪئي تہ انهن تي ڪيس ڪري اول تہ زمينون ڪسي پنهنجي نوڪرن جي نالي تي ڪرائي ڇڏيائون ۽ پوءِ "قومي سرداري" جو نالو ڏيئي انهن مائٽهن کي ڏني ويئي ۽ قسطون خود زميندارن ڀريون. پر ان جي باوجود

جيڪڏهن باهمت ماڻهو هر ظلم و ستم جو مقابلو ڪرڻ لاءِ تيار ٿي بيٺا ۽ زميندارن کان زمينون حاصل ڪيائون ته زميندارن انهن کي ظلم جو نشانو بڻايو. اهڙي طرح 0.1٪ زمين غريب هارين کي زرعي اصلاحات ۾ حاصل ٿي.“[25] زرعي سڌارن جي اعلان کانپوءِ جلد ئي 1960ع ۾ مغربي پاڪستان حڪومت اهو فيصلو ڪيو ته ڪوٽڙي ۽ گڊو بئراج جون زمينون سڄي ملڪ جي ماڻهن ۾ ڪليل طريقي سان ورڪرو ڪجن. انهي لاءِ حڪومت ڪجهه ڪوٽا پڻ مقرر ڪئي جنهن تحت حاضر ۽ رٽائرڊ فوجي آفيسرن ۽ وڏن سرڪاري عملدارن جن مان گهڻائي پنجاب جي هئي، منگلا ڊئم مان ڏتڙيل ماڻهو، پنجاب، صوبي سرحد، قبائلي علائقن جا ماڻهو ۽ مشرقي پاڪستان مان ہوڏ جي ستايل ماڻهن کي ڏني ويندي. ان لاءِ اهو ضروري هو ته هو مشيني طريقي سان آبادي ڪن. خاص ڪري ٽريڪٽر ۽ مشينون رکندڙ ماڻهن کي اهي زمينون ڏيڻ جي پاليسي اختيار ڪئي وئي، جنهن ۾ ڪوبه ڊوميسائل جو شرط نه هيو. ۽ جنهن ماڻهوءَ اهو بيان ڏنو ٿي ته مون وٽ ٽريڪٽر يا مشينري آهي پلي پوءِ ان لاءِ وٽس ڪاثابتي نه هجي ڪيس زمين ڏني پئي وئي. سنڌ جي هارين ۽ ننڍن آبادگارن لاءِ ڪابه ڪوٽا مقرر نه ڪئي وئي هئي.[26] ڪجهه زمينون ڪراچي ۽ سکر جي شهرين لاءِ ڪليل واڪن ذريعي ڏنيون ويون جنهن جو مطلب اهو هو ته ڪراچي ۽ سکر جا شهري ماڻهو ۽ پنجاب جا واپاري ۽ صنعتڪار اچي وڏن شهرن ۾ رهائش اختيار ڪن. انهن واڪن ۾ ڪيترن ئي سنڌين زمين وٺڻ جي ڪوشش ڪئي پر شهري خريدارن تمام وڏن اگهن تي اهي زمينون خريد ڪيون.

اهڙيءَ ريت زرعي سڌارن واري ڪميشن جي چيئرمين مسٽر اختر حسين پڻ سيپٽمبر 1964ع ۾ اردو ڊائجسٽ کي انٽرويو ڏيندي انهيءَ ڳالهه جو اعتراف ڪيو ته زرعي سڌارن مان اهي نتيجا برآمد نه ٿيا آهن جن لاءِ اهو سڀ ڪجهه ڪيو ويو هو. پر هي سڌارا حقيقت ۾ ايترا ته معمولي هئا جو انهن جا سماجي يا اقتصادي نتيجا منظر عام تي نه آيا. استثناءَ جي گنجائش انهن سڌارن کي اجا به گهٽ اثرائتو بڻائي ڇڏيو. اولهه پاڪستان جي ڪل 6 ڪروڙ 20 لک ايڪڙ پوکيءَ لائق زمين مان حڪومت رڳو 23 لک ايڪڙ زمين پنهنجي قبضي ۾ ورتي. ان مان فقط 7 لک ايڪڙ زمين پوکيءَ لائق هئي. مسٽر اختر حسين وڌيڪ چيو ته ڪميشن جي اهم سفارش هيءَ هئي ته جن ماڻهن وٽ ننڍيون زمينون هجن انهن جي ملڪيت وڌائي گهٽ ۾ گهٽ

ساڌا ٻارنهن ايڪڙ ڪٽي وڃي. ان سفارش کي منڌ ڪان ئي نظر انداز ڪيو ويو. ان ڪان سواءِ غلام محمد ۽ گڏو بئراج جون زمينون گهڻو ڪري آفيسرن کي ڏنيون ويون. يا سپ ڪان وڏيڪ واڪ ڏيندڙن هٿان وڪرو ڪيون ويون. اهڙيءَ ريت زميندارن جو هڪ اهڙو طبقو نهيو جنهن جون پاڙون انتظاميہ ۾ تمام گهريون هيون.[27]

اهڙيءَ طرح انهن نام نهاد زرعي سڌارن جو بہ سنڌ جي زرعي معشيت کي نہ رڳو لاڀ نہ مليو پر مورڳو ان جا منفي اثر پيا.

## واپڊا

1955ع ۾ قائم ٿيل ون يونٽ سرڪار کي 1956ع ۾ آئين پاس ڪري آئيني تحفظ مهيا ڪيو ويو. جنهن مطابق ملڪ ۾ بہ صوبا اولهہ پاڪستان ۽ اوڀر پاڪستان موجود هئا ۽ انهن جي ڪاتن ۾ بجلي ۽ پاڻيءَ کي صوبائي اسم طور ڄاڻايو ريو. اهڙي ريت 10 فيبروري 1958ع تي اولهہ پاڪستان ۾ هڪ آرڊيننس پاس ڪري واپڊا جو قيام عمل ۾ آندو. ٻئي سال يعني 1959ع ۾ اوڀر پاڪستان ۾ پڻ ساڳيو ادارو برپا ڪيو ويو. ان جو مرڪزي دفتر جيئن تہ لاهور ۾ قائم ڪيو ويو ۽ هينئر بہ اتي ئي آهي، تنهنڪري ان جي اهم عهدن توڙي بين ننڍين وڏين پوسٽن تي بہ پنجاب جي گهڻائي ۽ هڪ هٽي قابض رهي. ان ڪانسواءِ هينئر تائين قائم ڪيل بجليءَ ۽ پاڻيءَ سان لاڳاپيل پروجيڪٽ وڏي صوبي جي ترقياتي گهرجن جو ئي پورائو ڪن ٿا. ان دؤر ۾ جناب محمد ايوب کهڙي پاران 13 جولاءِ 1969ع تي ڪراچيءَ ۾ مسلم ليگ جو هڪ اجلاس گهرائي ون يونٽ جي خاتمي جي مطالبي سان گڏ اِهو مطالبو پڻ ڪيو ويو تہ "پاڪستان جي هڪ گڏيل ملڪ طور يڪجهتي جي اظهار واسطي اولهہ پاڪستان ۾ واپڊا ۽ مواصلات جو انتظام مرڪزي حڪومت کي سونپيو وڃي."[28] 1973ع جي آئين ۾ بجلي ۽ پاڻي کي ڪنڪرنٽ لسٽ ۾ شامل ڪيو ويو پر 1975 ۾ هڪ ترميم ڪري ان کي وري وفاقي لسٽ ۾ شامل ڪيو ويو.

ون يونٽ دؤر ۾ واپڊا پاڻيءَ جي ورڇ ۽ ان سان لاڳاپيل ترقياتي رٿائن جي حوالي سان فقط. پنجاب کي ئي فائدو پهچايو ۽ سنڌ سان جيڪا صورتحال رهي. ان جي شاهدي ڏيندي ترقياتي رٿائن جو ماهر فضل الله قريشي لکي ٿو: "پاڪستان ۾ ايندڙ ڏهن سالن ۾ ، يعني 1961ع کان 1971ع،

پنج بيراجون، ٽيرهن لنڪ ڪينال ۽ ٻه ڊيم (منگلا ۽ تربيلا) ان معاهدي (يعني سنڌ طاس معاهدي) هيٺ ٺهيا. اهي سڀ سهولتون ۽ سيڙپ گهڻو ڪري پنجاب ۾ ٿي، جڏهن ته سنڌ جي وڃايل پاڻيءَ جي نقصان جي پورائي لاءِ ڪي به قدم نه کنيا ويا. نه سنڌ جي مالي سهائتا ٿي، نه ئي وري ڪو انفرا اسٽرڪچر جوڙيو ويو. پنجاب هڪ طرف مظلوم ٿي چوندو رهيو ته ساڻس ظلم ٿيو جو ٽي درياهه کسجي ويس. پر ٻئي طرف اربين رپين جي سموري سيڙپ پنجاب ۾ ٿي ۽ هڪ جديد آبپاشيءَ جو سرشتو (Modern Irrigation System) کين مليو. ان کان سواءِ پنجاب کي هميشه لاءِ سنڌو درياهه تي دسترس حاصل ٿي وئي. چشمه- جهلم ۽ تونسا-پنجند لنڪ ڪينالس ذريعي پنجاب وارن سنڌو درياهه جو پاڻي پنهنجن درياهن ۾ لاٿو. ائين اٽڪل سنڌو درياهه جو 20 کان 30 MAF پاڻي پنجاب جي حوالي ٿي ويو. اهڙيءَ طرح جيڪا شيءِ پنجاب انگريزن کان سؤ سالن ۾ ڪرائي نه سگهيو سا پاڪستان سرڪار جي پهرين پندرهن سالن ۾ پنجاب جي ترڻيءَ تي رکي وئي. نتيجي طور سنڌ هميشه لاءِ پنجاب جو ٻيجهو ٿي پئي. انڊس ٽريٽي ۾ سنڌ جي ڪا نمائندگي ڪونه هئي ۽ ئي اسان پاران ان معاهدي ۾ ڪوئي پاڻيءَ جو ماهر شريڪ ٿيو هو. ڇو جو سنڌ ون يونٽ سبب پاڪستان جي وفاق جي ايڪائي واري حيثيت وڃائي چڪي هئي، جنهن ڪري سنڌ کي ڪنهن ڪنگهيوئي ڪونه."[29]

## ماڇڪي تي قبضو

ماڇڪو هڪ علائقو سنڌ ۽ پنجاب جي سرحد تي موجود آهي جيڪو تاريخي طور سنڌ جو حصو رهيو آهي. ماڇڪي جي رهاڪن جي ٻولي سنڌي ۽ سڄي ثقافت پڻ سنڌي آهي ماڇڪو ون يونٽ کان اڳ اوٻاوڙي تعلقي جو حصو رهيو آهي. 16 جون 1970ع تي بهاولپور جي ڪمشنر طرفان هڪ ڳجهو ليٽر نمبر 1516-GA/60-III، جيڪو ڪمشنر خيرپور کي لکيو ويو، ۾ ڄاڻايو ويو ته ڊي سي رحيم يار خان جي ڊي سي سکر سان ڳڻ جاڻي ٿي (جيڪي ٻئي پنجابي هئا) جنهن ۾ ماڇڪي کي تعلقي صادق آباد جي حوالي ڪرڻ جو ڪم مڪمل ڪيو ويو آهي. ۽ هو پاڻ وڌيڪ ڊي سي سکر سان رابطي ۾ رهندو. اهڙيءَ طرح ٿوري خط و ڪتابت بعد ماڇڪي کي پنجاب حوالي ڪيو ويو. هت آيل رڪارڊ موجب ماڇڪي کي بورڊ آف روينيو

پنجاب 22 آڪٽوبر 1971ع تي جاري ٿيل نوٽيفڪيشن بعد پنجاب جي حوالي ڪيو ويو. هي سڀ ڪجهه ونِ يونٽ سبب ٿيندو رهيو. ماڇڪو اوباوڙي شهر ڪان اتر طرف ڪجهه ڪلو ميٽرن تي ۽ مربد شاخ ڪان اولهه طرف 8 ڪلو ميٽرن تي آهي. ماڇڪو جاگرافيائي حساب سان سنڌ جو حصو آهي پر هن وقت ماڇڪو سنڌ ۾ پنجاب جو هڪ بيٽ آهي ۽ ان تي پنجاب جو قبضوآهي. ماڇڪي ۾ رهندڙ قبيلا ماڇي، ڪلهوڙا، ڪوري، شيخ، چاچڙ، پٽا، سيال، شر، ڪوش، اوڏ ۽ مينگهواڙ شامل آهن. اڄ تائين ماڇڪي جي باري ۾ سنڌ جي ڪنهن به حڪومت نه سوچيو آهي ته اهو 18 ديهن تي مشتمل سنڌ جو ايڏو وڏو علائقو پنجاب ڏي ڪيئن ۽ ڇو ويو؟[30] اهڙيءَ طرح لس بيلو پڻ ون يونٽ ڪان اڳ سنڌ جو حصو هيو جيڪو بعد ۾ بلوچستان کي ڏنو ويو.

## ون يونٽ ۾ نوڪريون

انگريزن جي دؤر ڪان سنڌي ماڻهن سان نوڪرين جي سلسلي ۾ وقت بوقت نا انصافيون پئي ٿينديون رهيون. ڇاڪاڻ ته ريلوي ۽ ڪجهه ٻين کاتن جا هيڊ ڪوارٽر لاهور ۾ قائم ڪيا ويا هئا. 1947ع ڪان وٺي 1955ع تائين يعني ون يونٽ جي ٺهڻ تائين شروعات ۾ ڪجهه نوڪريون مليون پر سنڌي ماڻهن کي نوڪرين ۾ پڪو ڪونه ڪيو ويو ۽ جلد ئي اهي نوڪريون هندستان مان ايندڙ اردو ڳالهائيندڙ ماڻهن جي حوالي ڪيون ويون. ون يونٽ ٺهڻ کان اڳ ۾ مرڪزي حڪومت سنڌي ماڻهن کي اهوچئي خاطري ڪرائي هئي ته توهان جا حق ساڳيا رهندا. بلڪ توهان کي وڌيڪ نوڪريون ڏنيون وينديون. انهن خاطرين جي زور تي ون يونٽ ٺاهيو ويو ۽ جڏهن ون يونٽ جي دؤر جو پورا ميل ڪڍون ٿا ته خبر اها پوي ٿي ته سنڌي ماڻهن کي مرڪزي حڪومت ۽ مغربي پاڪستان جي حڪومت محتاج ۽ غلام بڻائي چڪا هئا. انهيءَ دور ۾ پاڪستان جي بجيٽ جو 60 ڪان مٿي سيڪڙو بچاءَ ۽ فوج تي خرچ ٿيندو هو. گهڻي ۾ گهڻيون نوڪريون فوج ۾ هونديون هيون. ڇو ته پاڪستان جي اصلي طاقت فوج ئي هوندي هئي ۽ فوج يا دفاع جي کاتن ۾ سنڌين کي آڱرين تي ڳڻڻ جيتريون نوڪريون به ڪونه ڏنيون ويون. ان زماني ۾ ڪا به سنڌ ريجمينٽ ڪونه هوندي هئي حالانڪ سنڌين بهترين ويڙهه واري مهارت، دليري ۽ قابليت ڏيکاري ۽ انهن هميشه سرفروشيءَ جا جوهر ڏيکاريا جنهن جو مثال

سنڌي حرن 1965ع جي جنگ ۾ ڪري ڏيکاريو. تڏهن اهو چيو ويندو هو تہ سنڌي ماڻهوءَ تي اعتبار نہ تو ڪري سگهجي. حالانڪ سنڌي ماڻهو هڪ اعتبار جوڳو ماڻهو آهي. جيڪي سنڌي فوج جي مختلف ڪاتن ۾ انٽرويو وغيره ڏيڻ ويندا هئا انهن کي مختلف حيلن ۽ بهانن سان رد ڪيو ويندو هو ۽ اهي نوجوان مايوس ۽ دلشڪستہ ٿي انهن انٽرويوز مان موٽي ايندا هئا حالانڪ ملڪ جي فوج کي سنڌين کي پاڪستان جو برابر شهري سمجهي کين نوڪريون ڏيڻ کپن ها ۽ شروع ۾ ئي سنڌ ريجمينٽ قائم ڪري سنڌي ماڻهن کي ان ۾ شامل ڪن ها. پاڪستان ٺهڻ ڪان جلد پوءِ پنجاب ريجمينٽ، بلوچ ريجمينٽ ۽ بنگال ريجمينٽ ناهيون ويون پر سنڌ ريجمينٽ نہ ناهي وئي.

انهيءَ زماني جي انگن اکرن مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ تنهن زماني ۾ جيڪي سي ايس پي آفيسر ۽ ٻيا اعليٰ ڪامورا مقرر ٿيندا هئا انهن ۾ سنڌي ڪو ورلي هوندو هو. مرڪزي ادنيٰ ملازمتن ۾ سنڌ کي انصاف تہ نہ مليو پر جائز حصي جي پيٽ ۾ چڻ ڪين ٻُڙي ملي. سنڌ لاءِ جيڪا ڪوٽا مقرر هئي تنهن تي بہ ڪنهن قسم جو عمل نہ ٿيو. ملڪ ۾ تڏهن سي ايس پي آفيسرن جو راڄ هوندو هو. انهن آفيسرن مان ايڪڙ ٻيڪڙ سنڌي هوندو هو. گهڻائي هندستان مان آيل اردو ڳالهائيندڙ ۽ پنجابي آفيسرن جي هوندي هئي. ان دؤر جا انگ اکر ٻڌائين ٿا تہ سنڌ جي ڪوٽا تي ڪوبہ عمل نہ ڪيو ويندو هو. ملڪ ۾ پي آءِ اي، نيشنل شپنگ ڪارپوريشن، ٻيون مرڪزي ڪارپوريشنون، بئنڪون ۽ ڪارخانا موجود هئا پر انهن ۾ آڱرين تي ڳڻڻ جيترا بہ سنڌي ماڻهو ڪونہ رکيل هئا. تڏهوڪي شاگرد رهنما جناب يوسف لغاريءَ ان دؤر ۾ هڪ پمفليٽ لکي صوبائي ۽ علائقائي ملازمتن بابت تفصيل ڇاپايا جيڪي سندس لفظن ۾ هيٺينءَ ريت ڏجن ٿا:

## صوبائي ملازمت

آباديءَ جي لحاظ کان مغربي پاڪستان جي هر ڪاتي ۾ هر هنڌ اٺن صوبائي نوڪرين مان هڪ نوڪريءَ تي سنڌين جو حق آهي. پر جيڪڏهن انگ اکر پڌرا ڪيا ويندا تہ ظاهر ٿي پوندو تہ سنڌين کي پنهنجو حق پلئہ نہ پيو آهي. لاهور ۾ توڙي صوبي ۾ ڪنهن ٻئي هنڌ جنهن بہ آفيس ۾ وڃبو، اتي سنڌين جو ڏڪار نظر ايندو. اها خبر نہ آهي تہ مغربي پاڪستان جي وڏين ننڍين صوبائي نوڪرين ۾ ڪهڙن غير سنڌين کي سنڌ جي ڪوٽا ۾ ڪنيو ويو

آهي، يا اتي مسلم برادريءَ جي نالي ۾ مرڳو سيئي نوڪريون هڪ طرف ٿي ريڙهجي رهيون آهن. بهرحال، اهو بلڪل ظاهر آهي ته صوبائي نوڪرين ۾ سنڌين کي حصي جون بلڪل ٿوريون نوڪريون مليون آهن ۽ ملي رهيون آهن. صوبائي سيڪريٽريٽ کان وٺي، پي سي ايس، ريلوائي، پوليس ۽ خودمختيار ادارن جهڙوڪ واپڊا، پي. آءِ. ڊي. سي. ائگريڪلچر ڊولپمينٽ ڪارپوريشن ۽ ٻين اهڙن ڪيترن ادارن ۾ جيڪي هر وقت نوان کلندا ٿا رهن تن ۾ جيڪي به ملازمتون پيدا ٿيون، انهن سيني تي پهريون هٿ ٻين جو پهچي ٿو. سنڌين کي مشڪل سان ڪا جڳهه نصيب ٿئي ٿي.

## علائقائي ملازمت

سنڌ ۾ سمورين علائقائي ملازمتن تي فقط سنڌين جو حق آهي. هيءَ ڳالهه واضح آهي، ڇو ته پنهنجي پنهنجي علائقي ۾ سڀ ائين ٿا ڪن ۽ ائين ڪين ڪرڻ به گهرجي. پر افسوس جو سنڌ ۾ ائين نه آهي. هتي ٻيلن جا پٽيوالا، پوليس جا ڪنسٽيبل، موٽر بسين جا ڊرائيور ۽ ڪنڊ ڪٽر وغيره پڻ ٻاهران اچي سگهن ٿا.

فوج کان پوءِ ٻئي نمبر تي نوڪرين جو وڏو مرڪز ۽ پڻ طاقت جو وڏو مرڪز پوليس جو عملو آهي. مرڪزي پوليس، جهڙوڪ النور سمينٽ، ڪسٽمس فورس وغيره ۾ ته سنڌين کي حصي آهر ته ٺهيو پر ذري گهٽ ڪا به نمائندگي ڪانهي. پر مغربي پاڪستان پوليس جي صوبائي ملازمتن ۾ ۽ خود سنڌ علائقي واري پوليس فورس ۾ به سنڌي ڪي ڳاڻ ڳٽيا آهن. ذري گهٽ سڀ وڏا عهدا سنڌين وٽ نه آهن. ۽ هر سال وڏي تعداد ۾ ٻاهران ماڻهو گهرائي ڪين ڪوڙا ڊوميسائل سرٽيفڪيٽ وٺرائي، سنڌ جي نالي ۾ صوبائي عهدن کان سواءِ ٻين به سيني ننڍن وڏن عهدن ويندي پوليس سپاهين تائين ٻاهرين کي ڀرتي ڪيو وڃي ٿو. هيءَ رفتار قائم رهي ته اهو وقت پري نه آهي. جڏهن خود سنڌ ۾ سنڌ جي پوليس اندر سنڌين جو سيڪڙو ڪو ڪٿي نالي ماتر وڃي رهندو. سنڌ اندر علائقائي ملازمتن جي سلسلي ۾ پوليس کي ڇڏي، ٻين کاتن ۽ آفيسن ۾ حالت ڪجهه گهٽ خراب آهي، پر ڇاڪاڻ ته وڏا عملدار سنڌي نه آهن، تنهنڪري نئين ڀرتيءَ ۾ جي ٻاهريان اميدوار ملي سگهن ٿا ته پوءِ ننڍي ننڍي ملازمت ۾ به سنڌي اميدوارن کي مشڪل سان ڪا جاءِ ملي ٿي.[31]

متئين ڳالهين جا اصل سبب هي هئا:

1) نوڪرين جا اڪثر آرڊر لاهور مان نڪرندا هئا. لاهور ۾ ڪي بہ سنڌي آفيسر وڏين نوڪرين تي ڪونہ هئا ۽ جي هئا تہ ڪين مقررين ڪرڻ ۽ نوڪرين ڏيڻ جو اختيار ڪونہ هوندو هو. مغربي پاڪستان ۾ وڏا آفيسر جيئن تہ گهڻائي ۾ پنجابي هئا تنهنڪري هنن سنڌ ۾ تمام گهڻا پنجابي آفيسر مقرر ڪيا جن ۾ خاص طور تي ڊپٽي ڪمشنر، اسسٽنٽ ڪمشنر، ايس پي ۽ ڊي ايس پي، ٻيا اهڙا ڪيترا ئي آفيسر هوندا هئا جيڪي سنڌي نہ هوندا هئا.

2) لاهور جي صوبائي سيڪريٽريٽ ۾ سنڌي آفيسرن جي نہ هجڻ ڪري ننڍن سنڌي عملدارن جا پروموشن ۽ پڪي ٿيڻ جا امڪان تمام گهٽ هئا. سنڌ جي ڪيترن ئي سينئر ۽ تجربيڪار ڪليڪٽرن کي پڪو نہ ڪيو ويو ۽ سندن نوڪريون پوريون ٿي ويون.

3) اُهي پنجابي آفيسر جيڪي سنڌ ۾ وڏن عهدن تي مقرر ٿي ايندا هئا. اُهي وري 90 سيڪڙو ننڍيون نوڪريون پنجاب مان پنهنجن هم وطنن کي ڏيندا هئا ۽ مقامي ماڻهن کي هُو ان لائق نہ سمجهندا هئا.

4) انهيءَ دؤر ۾ سنڌ ۾ انهن پنجابي آفيسرن طرفان ڪوڙا ڊوميسائل سرٽيفڪيٽ جاري ٿيندا هئا. اهڙي طرح سنڌ ۾ لکن جي تعداد ۾ پنجابي ملازم ٿي ايندا هئا.

5) انهيءَ دؤر ۾ پنجاب مان هزارن جي تعداد ۾ شاگرد اچي مختلف ميڊيڪل، انجنيئرنگ ڪاليجن ۽ سنڌيونيورسٽيءَ ۾ داخلا وٺندا هئا ۽ سڄي سنڌ ۾ سندن وڏو تعداد نظر ايندو هو.

6) پاڪستان ٺهڻ کان وٺي ون يونٽ ٺهڻ تائين سنڌ جي ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ گهڻائي مهاجر شاگردن ۽ مهاجر استادن جي هوندي هئي انهن ۾ ڪجهہ پنجابي شاگرد ۽ استاد بہ اچي داخل ٿيا. سنڌيونيورسٽيءَ ۾ صرف سنڌي شهري شاگرد داخلا وٺي سگهندو هو. ٻهراڙيءَ جا سنڌي شاگرد گهٽ ايندا هئا.

7) ون يونٽ ٺهڻ کانپوءِ 65-1964ع تائين سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ گهڻا ئي پنجابي ۽ مهاجر شاگردن جي هئي. اهڙي نموني استادن جي گهڻائي پڻ پنجابين ۽ مهاجرن جي هئي. سنڌي استاد گهٽ هوندا هئا.

8) لڏي آيل مهاجر استادن مان جن کي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ نوڪريون

مليون انهن وري تڪڙ ۾ پنهنجن پائرن. سؤتن، ماساتن ۽ پنهنجن زالن کي به يونيورسٽيءَ ۾ استاد مقرر ڪرايو. جنهن ڪري سنڌي استاد جي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ داخلا بند ٿي وئي.

(9) سال 65 - 1964ع پهريون سال هو جنهن ۾ سنڌ جي ٻهراڙيءَ جي سنڌي شاگردن جي وڏي تعداد ۾ داخلا ٿي. 67 - 1966ع کان سنڌ ۾ سنڌ يونيورسٽي، انجنيئرنگ ڪاليج ۽ لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۾ سنڌي شاگردن جي داخلا جي گهٽائي ٿي ۽ سنڌي شاگردن جون يونينون اچڻ شروع ٿيون نه ته 65- 1964ع تائين تمام ٿورا سنڌي شاگرد يونين ۾ ايندا هئا ۽ گهٽائي ڏارين جي هوندي هئي ۽ اهي ئي فارغ ٿي نوڪرين ۾ ايندا هئا.[32]

ان دور ۾ پبلڪ سروس ڪميشن وسيلي امتحانن ۾ اچڻ کان سنڌي نوجوانن کي ڪهڙا ڪهڙا حربا هلائي روڪيو ويندو هو. ان دور ۾ لاهور ۾ نوڪري ڪندڙ محترم فضل الله قريشي ان بابت لکي ٿو: "اسان کي ڪميشن جون خبرون ايتريقدر به مليون ته ڪئين اميدوارن جا انٽرويو ليٽر غائب ڪيا ويندا هئا ۽ جيتوڻيڪ جو هو اهل به هوندا هئا. جڏهن ته ڪاغذن ۽ ڊسپيچ ۾ ڊيڪاريل هوندو هو ته واسطيدار اميدوارن کي آفر اماڻي وئي بلڪ اهو به رڪارڊ تي رکيو ويندو ته ڪيس يادگيري وارو خط پڻ اماڻيو ويو آهي. ان کان پوءِ آخر ۾ نوٽ موڪليو ته فلاڻو اميدوار نه پهتو آهي. ان ڪري ٻئي نمبر کي موڪلجي. آئون سمجهان ٿو ته اهڙين زيادتي جي ڪري سن 1965ع ۽ 1966ع يعني (ون يونٽ جي پهرين ڏهن سالن ۾) تمام گهٽ سنڌي آفيسر اولهه پاڪستان جي گزيٽيڊ نوڪرين ۾ آيا ۽ اهو خال اسان ورهين تائين پري نه سگهياسين. جيڪڏهن اميدوار باقائدگيءَ سان پوئواري ڪن ها ته صورتحال ٻي هجي ها."[33]

پروفيسر عزيزالدين احمد صاحب لکي ٿو ته:

"پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سنڌ جون وڏيون نوڪريون پنجابي، پناهگير ۽ پٺاڻ آفيسرن جي قبضي ۾ آيون. پوليس کاتي ۾ وچولي ۽ هيٺين سطح جون نوڪريون پنجابي ۽ پختون قوميت سان واسطو رکندڙن جي هٿ لڳيون. وڏن وڏن نيم سرڪاري ۽ خودمختيار ادارن ۾ وڏين ۽ وچولين نوڪرين تي به پنجابي. پناهگير ۽ پختون اتحاد قبضو ڪيو. ايتري قدر جو ملن ۽ فيڪٽرين تي به انهن ماڻهن جي اجاره داري قائم ٿي. هڪ عام سنڌيءَ

لاءِ پلي اهو ٿورو پڙهيل هجي. وچولي درجي جو پڙهيل هجي يا اعليٰ تعليم حاصل ڪيل هجي. متن نوڪرين جا دروازا بند ڪيا ويا.

بنگالي هجي، سنڌي هجي، بلوچ هجي يا پختون هجي. انهن سڀني کي پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ نوڪرين جي سلسلي ۾ سخت احساس محروميءَ کي منهن ڏيڻو پيو ۽ سنڌن اڳيان اها حقيقت واضح ٿي ويئي ته سنڌن نوڪرين جي حصي تي ٻيءَ قوم سان واسطو رکندڙ قابض آهن. اهو احساس ختم ڪرڻ لاءِ ضروري هو ته نوڪرين ۾ سنڌن جائز حق بحال ڪيو وڃي ها. پر ان بجاءِ سنڌن اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. پنجابي، پناهگير نوڪر شاهيءَ ان قسم جي پروپيگنڊا شروع ڪئي ته پاڪستان ۾ جدا قوميتن جو ڪوبه وجود ڪونهي، بلڪ سڄو پاڪستان هڪ پاڪستاني قوم آهي. مقصد هيءُ هو ته اهو ثابت ڪجي ته اسين هڪ قوم آهيون. ان لاءِ جيڪڏهن هر هنڌ پنجابي يا پناهگير نوڪرين تي نظر اچن ته به اها ڪنهن جي حق تلفي ڪانهي. واحد قوميت جو تصور پيش ڪرڻ جو مقصد اصل ۾ ڦرلٽ جي پردي پوشي ڪرڻ هو. حد ته اها آهي جو اهي ساڳيا پناهگير جيڪي مسلمان قوميت جا سڀ کان وڏا ۽ پرجوش حامي هئا، تن کي جڏهن پنهنجي ترقيءَ جون راهون بند ٿينديون نظر آيون ته هو پاڻ "پناهگير قوميت" جي بي بنياد تصور جا حامي بڻجي ويا.

پاڪستان ٺهڻ وقت اعليٰ نوڪرين ۾ سنڌين جو حصو نه هئڻ جي برابر هو. هڪ آزاد ملڪ قائم ٿيڻ کانپوءِ ضروري هو ته ان بي انصافيءَ جو خاتمو ڪيو وڃي ها ۽ ملڪ جي سڀني قوميتن کي نوڪرين ۾ سنڌن حصو ڏنو وڃي ها پر ملڪ ۾ موجود اثرائتي فوجي ۽ سول نوڪر شاهيءَ پنهنجي مخصوص قوميتي هيئت کي دوام بخشڻ تي چاهيو ۽ هوءَ ان ڳالهه جي خواهشمند هئي ته اقتدار جي توازن ۾ تبديلي نه اچي. نه فقط اهو ته هو پاڻ آفيسر شاهي اقتدار مان حاصل ٿيندڙ بي پناهه رعايتن مان، جيڪي کين پاڪستان ۾ حاصل ٿي رهيون هيون، فيضياب ٿي رهي هئي، بلڪ ڪائنس پوءِ سندس عزيز قريب ۽ مٽ مائٽ به سندس گاديءَ تي ويهن. ان لاءِ ضروري هو ته اهي قوميتون جيڪي اقتدار کان ٻاهر آهن تن کي ٻاهر ئي رکيو وڃي. پنجابي، پختون ۽ پناهگير نوڪر شاهيءَ باهمي تضادن هئڻ جي باوجود مظلوم قوميتن کي جن ۾ سنڌي به شامل هئا، اعليٰ نوڪرين کان ٻاهر رکڻ جو فيصلو ڪيو. نوڪرين جي سلسلي ۾ قومي جبر ۽ اڻ برابري قائم ۽ دائم رکڻ

پاڪستان جي سياست تي قابض نوڪر شاهيءَ جي پاليسين جو اهم مقصد بڻجي ويو. تنهن ڪري پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ به سنڌين کي اعليٰ، وچولين ۽ ايتري قدر جو هيٺين درجي جي نوڪرين ۾ به پنهنجو حصو ملي نه سگهيو. ون يونٽ جي ٺهڻ کانپوءِ مغربي پاڪستان صوبي جو مرڪز لاهور کي قرار ڏنو ويو. پنهنجي علائقي کان ڏور، اجنبي ماحول، زبان جي فرق ۽ واڌو خرچن جي ڪري ڪيترا سنڌي جيڪي نوڪرين ۾ هئا سي استعيفيٰ ڏيڻ تي مجبور ٿيا. ون يونٽ جي ٺهڻ وقت هيءَ واعدو ڪيو ويو هو ته اولهه پاڪستان ۾ نوڪرين جي سلسلي ۾ 40 سيڪڙو حصو پنجاب جو هوندو جڏهن ته باقي (60) سيڪڙو حصو سنڌ، سرحد، بلوچستان... بهاولپور رياستن جو هوندو پر ون يونٽ ٺهڻ کانپوءِ اهو واعدو پورو ڪرڻ کان نابري واري ويئي. ان سلسلي ۾ 11 مارچ 1957ع تي ون يونٽ اسيمبليءَ ۾ جڏهن جناب جي ايم سيد ان واعدي جي يادگيري ڏياري ته واسطيدار وزير ۽ سندس وچ ۾ هيٺين ريت گفتگو ٿي.

صوبائي وزير: مرڪزي نوڪرين ۾ هي Ratio نه هوندو آهي. مون اڳ ۾ عرض ڪيو آهي ته هن وقت سنڌ سروسز جا 5 آفيسر موجود آهن. ان سلسلي ۾ فقط به شيون ڏنيون وينديون آهن هڪ ته سينيارٽي ۽ ٻي ميرٽ. جيڪڏهن اوهين سچ پڇو ته اهو تناسب صوبائي اسيمبلين لاءِ رکيو ويو هو سروسز جي لاءِ نه رکيو ويو هو. نوڪرين ۾ مٿين ٻنهي شين جو ڌيان رکڻ ٻنهي ضروري هوندو آهي. ان سان Efficiency وڌي ٿي. جيڪڏهن اوهين صوبي ۾ Efficiency ڏسڻ چاهيو ٿا ته پوءِ مٿين ٻنهي شين جو خيال ٻنهي ضروري آهي.

محترم جي ايم سيد: ته پوءِ اوهان چو چيو ته 30 سيڪڙو رکيو ويو آهي. اوهان اسان کي ٻه غلائڻ لاءِ اهڙو جواب ڏنو آهي.

بيگم جي اي خان: پر پوءِ به Proportion جو خيال رکندي پنجن سنڌي آفيسرن کي سول سيڪريٽريٽ ۾ رکيو ويو آهي.

1958ع ۾ مارشل لاءِ لڳڻ کانپوءِ جڏهن نوڪر شاهيءَ پس منظر ۾ رهي حڪومت ڪرڻ بدران سامهون اچي حڪومت ڪرڻ شروع ڪئي ته هنن پنهنجي مخصوص قوميتي گٺ جوڙ کي دينا داستيءَ دوام بخشڻ شروع ڪيو. تنهن ڪري اعليٰ نوڪرين کان وٺي هيٺين نوڪرين تائين سنڌي محروميءَ جو شڪار بڻايا ويا. 12 مارچ 1963ع تي اسيمبليءَ ۾ هڪ سوال جو جواب ڏيندي ٻڌايو ويو ته "بورڊ آف روينيو" جي پنجن ميمبر مان ڪو به سنڌي ڪونهي. جڏهن ته ڇهن سيڪريٽرين، نون ڊپٽي سيڪريٽرين ۾ ٽن

اسسٽنٽ سيڪريٽرين مان فقط هڪ هڪ سنڌ جو رهاڪو آهي. ايڪٽيھ سپرنٽينڊنٽن مان ٽي، هڪ سئو چاليھ اسسٽنٽن مان اٺ ۽ 235 ڪلارڪن مان ٻارهن سنڌ جا رهاڪو هئا. سنڌ جا اهي رهاڪو سڀ جا سڀ سنڌي نہ هئا. انهن ۾ اسسٽنٽ سيڪريٽري ڊميلو ۽ سپرنٽينڊنٽ ماريا بہ شامل هئا ۽ هڪ ڊپٽي سيڪريٽري آرائين بہ هو. ظاهر آهي تہ هي ماڻهو سنڌي نہ هئا.

16 مارچ 1963ع تي ريلوي ملازمن جي باري ۾ جواب ڏيندي واسطيدار وزير ايوان کي ٻڌايو تہ اعلىٰ آفيسرن ۾ ست ڊي ايس، پنج ڊي پي او ۽ ست اي پي او آهن. جن مان ڪوبہ سنڌي ڪونهي، پر پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هيستائين ڪوبہ سنڌي انهن عهدن تائين پهچي نہ سگهيو آهي. ريلوي جي وچولي درجي جي ملازمن مان گارڊ گروپ جي 92 آفيسرن مان فقط ستن جو واسطو سنڌ سان هو. اسٽيشن ماسٽر گروپ جي 105 مان پنج ۽ ڪمرشل گروپ جي 409 مان فقط 44 جو واسطو سنڌ سان هو. جيئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي تہ اهو ضروري ڪونهي تہ اهي بہ هڙئي سنڌي هجن.[34]

## فوج ۾ نوڪريون

اها ڳالھ پڻ رڪارڊ تي آهي تہ پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ ٻين کاتن وانگر فوج ۾ پڻ سنڌين کي داخل ٿيڻ جو موقعو نہ ڏنو ويو. ان جو اندازو ان مان لڳايو تہ 1960ع واري ڏهاڪي ۾ مٿئين فوجي آفيسرن مان هڪ بہ سنڌي ڪونہ هيو. هڪ جائزي مطابق 1960ع جي ڏهاڪي ۾ فوج ۾ 60 سيڪڙو پنجابي، 35 سيڪڙو پختون ۽ پنج سيڪڙو ٻين قومن جا ماڻهو هئا. 48 جرنيلن مان 17 پنجابي، 19 پختون، 11 مهاجر ۽ فقط هڪ بنگالي هيو جيئن هيٺين جدول ۾ ڏيکاريل آهي.[35]

**اعلىٰ ترين فوجي آفيسرن جي نسلي سڃاڻپ**

| نسل | تعداد | سيڪڙو |
|---|---|---|
| پنجابي | 17 | 35.4 |
| پختون | 19 | 39.6 |
| مهاجر | 11 | 23.0 |
| سنڌي | 0 | 0 |
| بنگالي | 1 | 2.1 |
| ٽوٽل | 48 | 100 |

## سول سروس

نئدي کنڊ جو انتظامي سرشتو انگريز دور ۾ جوڙيو ويو هو. جنهن جا مرڪز ڪلڪتي ۽ دهلي ۾ هئڻ سبب يو پي سي پي جا رهاڪو انگريز حڪومت سان ويجهڙائپ توڙي تعليمي قابليت سبب ٻين پرڳڻن کان مٿيرا رهيا. ان دور جي ڪامورا شاهي کي پاڪستان ٺهڻ بعد به جاري رکيو ويو.

محترم فضل الله قريشي لکي ٿو:

" هاڻي ٿوري روشني ڪامورا شاهيءَ تي ٿا وجهون. هن وقت مون وٽ Civil service of Pakistan (up to 1967) جي فهرست آهي جيڪا Establishment Div. (Cabinet sect) جي طرفان 1967ع ۾ ڇپائي پڌري ڪئي وئي هئي.

ان لسٽ ۾ چار سؤ ستانوي سي ايس پي ڪامورن جا تفصيل ڏنل آهن جيڪي 1903ع کان 1943ع دوران ڄاوا ۽ 1947ع کان 1966ع تائين حڪومت ۾ رهيا. انهن ۾ سنڌ جا ٻارهن. بنگال جا هڪ سو چاليهه ۽ باقي ٽي سو پنجيتاليهه عملدارن مان اڪثريت پنجابين ۽ پناهگيرن جي آهي. جن جي ترتيب هن ريت آهي:

| S. Namber | Period | Sindh | E. Pak | West. Pak |
|---|---|---|---|---|
| 1 : 100 | 1949-1926 | 2 | 9 | 89 |
| 2 : 100 | 1955-1950 | - | 23 | 77 |
| 3 : 100 | 1960-1956 | 4 | 33 | 63 |
| 4 : 100 | 1963-1960 | 1 | 40 | 59 |
| Rest: 97 | 66-1963 | 5 | 35 | 57 |
| Total: 497 | --- | 12 | 140 | 345 |

ان جو بنيادي سبب اهو ٿي سگهي ٿو ته پاڪستان ٺهڻ ۽ ان کان به ٽي سال پوءِ تائين سنڌ ۽ بنگال ۾ ڪي به سينيئر عملدار آفيسر نه هوندا. ان ڪري هندوستان مان آيل مسلمان عملدارن ۽ پنجاب واري ڪامورا شاهيءَ تي ڀاڙيو ويو. پوءِ آهستي آهستي ڪوٽا سسٽم لاڳو ٿيڻ ڪري بنگال جي نمائندگي وڌي ۽ پوين سالن ۾ ڪين مناسب نمائندگي ملي. پر اهي آفيسر ايترا سينيئر نه هئا جو پاليسي سازيءَ جي عمل تي اثر انداز ٿي سگهن."

هيٺين انگن اکرن مان صاف ظاهر آهي ته ون يونٽ جي دؤر ۾ ڪيترا سنڌي سنڌ ۾ سول سروس جي نوڪرين ۾ هئا ۽ ڪيترا ڌاريا (پنجابي ۽ مهاجر) هئا:

| سنڌ ۾ ون يونٽ (1955 - 1970ع) دوران مقرر ٿيل آفيسر | | | | |
|---|---|---|---|---|
| عهدو | پنجابي | مهاجر | سنڌي | پٺاڻ |
| ڪمشنر حيدرآباد ڊويزن | 1 | 7 | _ | _ |
| ڪمشنر خيرپور ڊويزن | 7 | 4 | _ | _ |
| ڊي آءِ جي پوليس حيدرآباد ڊويزن | 10 | 2 | _ | _ |
| ڊي آءِ جي پوليس خير پور ڊويزن | 7 | 4 | 2 | _ |
| ڊپٽي ڪمشنر حيدرآباد ضلعو | 1 | 5 | 7 | _ |
| ڊپٽي ڪمشنر ٿرپارڪر ضلعو | 2 | 8 | 1 | _ |
| = = سانگهڙ ضلعو | 4 | 7 | 1 | _ |
| = = دادو ضلعو | 3 | 3 | 7 | 1 |
| = = ٺٽو ضلعو | 2 | 2 | 7 | _ |
| = = نوابشاهه ضلعو | 3 | 7 | 2 | _ |
| = = لاڙڪاڻو ضلعو | 3 | 8 | 4 | _ |
| = = خيرپور ضلعو | 1 | 6 | 4 | _ |
| = = سکر ضلعو | _ | 9 | 3 | 1 |
| = = جيڪب آباد ضلعو | 3 | 11 | 3 | _ |
| سپريڊنٽ پوليس حيدرآباد | 4 | 6 | 3 | _ |
| = = ٿر پارڪر | 1 | 9 | 6 | 1 |
| = = سانگهڙ | 2 | 1 | 8 | _ |
| = = دادو | 5 | 10 | 7 | 1 |
| سپريڊنٽ پوليس ٺٽو | 3 | 5 | 4 | _ |
| = = نوبشاهه | 7 | 1 | 2 | 1 |
| = = لاڙڪاڻو ضلعو | 2 | 8 | 8 | 2 |
| = = خيرپور ضلعو | 2 | 9 | 1 | 0 |
| = = سکر ضلعو | 5 | 7 | 3 | 1 |
| = = جيڪب آباد ضلعو | 4 | 8 | 9 | 1 |
| ٽوٽل | 88 | 147 | 92 | 9 |

سائين جي ايم سيد 1957ع تائين سنڌي آفيسرن سان ٿيل حق تلفين جا تفصيل ڄاڻائيندي لکي ٿو تہ "جڏهن ون يونٽ ناهيو پئي ويو تہ سنڌي ۽ ٻين ننڍن صوبن جي ڪامورن کي پرپائڻ لاءِ اعلان ڪيو ويو تہ پوئتي پيل ننڍن صوبن جي سرڪاري ملازمن کي ون يونٽ ٿيڻ ڪري ننڍي دائري مان نڪري وڏي صوبي ۾ شامل ٿيڻ سان ترقيءَ جا موقعا گهڻا ملندا ۽ سنڌي وڏيرا ڪلاس جي سياستدانن جي چنبي مان نڪري آزاد ۽ آجي ٿيڻ جو ڪين موقعو ملندو. گهڻن تجربہ يافتہ ڪامورن کي انهيءَ ڏوڪيبازيءَ تي اعتبار نہ آيو. پر ڪي ويچارا انهن دلاسن تي نڳجي ويا. جي "اضافا ملندا وغيره" پر نتيجو ڇا نڪتو سو سيني جي اکين اڳيان آهي. سنڌ جي مکيہ جهونن عملدارن کي ريٽي، پنجاب جي عملدارن کي ورسايو ويو آهي، ۽ سنڌي وڏيري جي اثر جي عيوض، هو چوڏرين ۽ سيڪريٽرين جا غلام بنجي پيا آهن. انهيءَ پاليسيءَ ڪري ڪيترن ننڍن وڏن سنڌي ڪامورن سان بي انصافي ٿي آهي ۽ سندن حق ماريا ويا آهن. تنهن جو سمورو احوال لکبو تہ ڪتاب ٿهي پوندا. هتي رڳو مثال خاطر ڪي نالا پيش ڪري اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس تہ باوجود واعدن جي ڪيئن نہ سنڌي عملدارن کي نقصان پهچايو ويو آهي. ان لاءِ مون اسيمبليءَ ۾ تقريرن ۽ سوالن ذريعي اڳي ئي وقت بوقت حقيقتون پئي پيش ڪيون آهن. ان کان سواءِ وڏي وزير ۽ گورنر مغربي پاڪستان کي لکت ۾ پڻ اهي ڳالهيون پيش ڪيون ويون آهن.

1. مسٽر عثمان علي انصاري سنڌ جي تعليم کاتي جو ڊائريڪٽر هو. هو آڪسفورڊ جو تعليم يافتہ ۽ ساري ون يونٽ ۾ جهوني ۾ جهونو ۽ لائق عملدار هو ليڪن هن کي ريٽي هڪ جونيئر پنجابي عملدار کي هن جي مٿان رکيو ويو. گهڻيون دانهون پڪارون ٿيون پر ڪوبہ تدارڪ ڪونہ ٿيو. ستم ظريفي اها تہ پڪارن بعد کيس جوائنٽ ڊائريڪٽر ڪري ساڳي ڊيپوٽي ڊائريڪٽر واري چارج ۾ رکيو ويو. ليڪن کيس سندس حق ڏيڻ کان انڪار ڪيو ويو.

2. آغا جعفر علي سنڌ ايڪسائيز کاتي جو ڪمشنر ساري مغربي پاڪستان جي ايڪسائيز کاتي ۾ جهوني ۾ جهونو عملدار هو ليڪن هن کي ريٽي هڪ پينشن تي ويل عملدار کي گهرائي رکيو ويو. سندس ڏوهہ صرف اهو هو تہ هو سنڌ جهڙي ننڍڪي صوبي جو رهاڪو هو جنهن جا سياستدان ذاتي غرض ڪري ملڪ کي ٿينوال ڪرڻ کان بہ نٿا هٽن.

3) مسٽر ڏڪڻ سنڌ کو آپريٽو کاتي جو رجسٽرار ساري ون يونٽ ۾ زياده تعليم يافته، تجربيڪار ۽ جهونو عملدار هو. هو ئي صوبي جي رجسٽرار ٿيڻ جو لائق هو، هن کي ريٽي کاتي جي ڪم کان هڪ غير واقف کي ان جي جاءِ تي مقرر ڪيو ويو آهي. ائين ڇو ٿيو ان جو جواب ميان علي محمد شاهه راشدي ۽ کهڙي صاحب کان ملي سگهندو جي ملڪ ڏيئي هاٿي پيا هٿ هڻن. ميان دولتانه صاحب باوجود هن علم جي ته ون يونٽ جو تجربو ناڪامياب ٿيو آهي، پنجابي عملدارن جي ڏپ کان ڪجي نه سگهندو.

4) مسٽر سومرو هنري کاتي ۾ جهونو ۽ لائق عملدار هو، ان کي سندس حق کان محروم ڪيو ويو آهي.

هي سنڌي عملدار دانهون ڪنهن کي ڪن؟ سندن عيوضين ڪجهه لالچ ۽ ڪجهه ڏپ کان، هٿ وٺي، کين ان مصيبت ۾ گرفتار ڪرايو. جن کي درد ٿيو. تن گهٽو پڪاريو، پر داد جي عيوض کين جيلن ۾ موڪليو ويو. وڪاٽل گهوڙن جا ملهه ڪونه ٿيندا آهن. اسان نيٺ غلام آهيون. ڪشميرين ۽ سنڌين جي غلاميءَ ۾ تفاوت صرف هي آهي ته هو ڏوگرن جا غلام آهن ۽ اسان چوڌرين جا. (هنن کي آزاد ڪرڻ لاءِ متحده قومن تائين معاملو موڪليو ٿو وڃي ڇاڪاڻ ته پنجابي مفاد کي ان سان نقصان آهي ليڪن اسان جي ڪڇڻ تي به پابندي پوي ٿي.)

5) سنڌ کي ون يونٽ ۾ شامل ڪرڻ وقت اهو خطرو محسوس ڪيو ويو ته متان سنڌي عملدار بر خلافي ڪن، حالانڪ سندن اهو گمان غلط بنيادن تي ٻڌل هو. ڇاڪاڻ ته انهن عملدارن هٿان سنڌي مفاد کي هميشه نقصان پئي پهتا آهن. اهي ئي عملدار هئا جن شرافت جون حدون لتاڙي، ليگ جي مدد ڪئي. اهي ئي عملدار هئا جن وقتي وزيرن کي خوش ڪرڻ خاطر بدترين ڪارناما ڪيا. جهڙوڪ مير غلام عليءَ کي ڪوڙي ڪيس ۾ رجوع ڪري سخت تڪليف ڏنائون: قاضي فضل الله، عبدالحميد جتوئي وغيره تي کهڙي صاحب کي قتل ڪرڻ جي ڪوڙي منصوبي جو ڪيس ناهيائون: مون کي، رئيس پرڳڙي ۽ مسٽر پيرزادي کي سنڌ اسيمبلي هال حيدرآباد (ڪچهري هال) کي پوناش جي بم گولي سان اڏائڻ جي سازش ۾ رجوع ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائون: ڪيترن ئي ميمبرن تي وارنٽ ڪڍي انهن کي ڊيڄاري، ون يونٽ لاءِ ووٽ ڪرايائون. پر ته به هي عملدار سنڌي هئا ۽ متان ڪا رڳ ڇري پوين ان ڪري کين ضلعن جي چارجن مان ڪڍي پري ڪيو

ويو. سنڌ جي اڪثر ضلعن جون چارجون ڪليڪٽرن توڙي سپرنڊنٽ پوليس جون غير سنڌين جي هٿ ۾ ڏنيون ويون. ون يونٽ ٽهڻ بعد گهٽ ۾ گهٽ ڇهن سنڌي عملدارن، جن سالن تائين ضلعن جون چارجون سنڀاليون هيون تن کي لاهور جي سيڪريٽريٽ ۾ غيرضروري جڳهن تي رکيو ويو. جتي سيڪريٽرين کين رت ڪري ڇڏيو آهي پر سور دل ۾ سانديو وتن. ۽ نوڪريءَ جا ڏينهن پيا گذارين. غريب گهرن جا ماڻهو آهن. نوڪري ڇڏي نٿا سگهن. سنڌ ۾ جيڪي عملدار رکيا ويا آهن سي نہ ملڪ کان واقف نہ سنڌي ٻولي ڄاڻن. سنڌ ۽ سنڌين لاءِ کين از حد نفرت آهي. مڪاني ماڻهن سان سندن برتاءُ نهايت بري طرح جو آهي.

(6) عدالت واري ڪاتي جي کهڙي ڳالهہ ڪجي! آئين ساز اسيمبليءَ ۾ ون يونٽ بل پيش ڪرڻ وقت حڪومت طرفان اهي واعدا ڪيا ويا هئا تہ مختلف صوبن جي سرڪاري نوڪرن جا نئين صوبي ۾ حق محفوظ ڪيا ويندا ۽ ڪوبہ عملدار هڪ يونٽ ٿيڻ بعد هٽايو نہ ويندو. تنهن کان پوءِ گذريل سال جي مغربي پاڪستان جي بجيٽ جي موقعي تي ڊاڪٽر خانصاحب چيف منسٽر ويسٽ پاڪستان چيو هو تہ اڳوڻن صوبن جو ڪوبہ نوڪر نہ هيٺ لاٿو ويو آهي نہ نوڪريءَ کان برطرف ڪيو ويو آهي. باوجود انهن انجامن جي. هن ڪاتي جي سنڌي عملدارن سان کهڙو برتاءُ ورتو ويو آهي ان جا ڪي مثال هتي پيش ڪجن ٿا.

هڪ جڳهہ ڊسٽرڪٽ سيشن جج يعني اسپيشل اينٽي ڪرپشن واري ختم ڪئي ويئي آهي. پنج جڳهون ائڊيشنل سيشن ججن جون ختم ڪيون ويون آهن. ٻہ سب ججن جون جايون گهٽايون ويئون آهن. ازان سواءِ ٻہ جج جي سنڌ سيڪريٽريٽ جي ليگل ڊپارٽمينٽ ۾ ڪم ڪندڙ هئا سي ۽ خيرپور ميرس جي چيف جج کي بہ سنڌ جي جڊيشل ڪاتي جي لسٽ ۾ داخل ڪيو ويو آهي. نتيجو اهو نڪتو آهي تہ هڪ سيشن جج، ست ائڊيشنل سيشن جج ۽ ڇهہ فرسٽ ڪلاس جج هٽايا ويا آهن ۽ انهن سب ججن کي نوڪريءَ کان جواب ڏنو ويو آهي. جن سب ججن کي ٽن سالن جي وڪالت جو تجربو ۽ ٽي چار سال نوڪري بہ هئي ۽ جي پبلڪ سروس ڪميشن جا چونڊيل پڻ هئا. سنڌين سان اها جٺ ٿي آهي تہ ٻئي طرف پنجاب ۾ 30 ڪچن ائڊووڪيٽ ماجسٽريٽن، جن کي 1956ع ۾ مقرر ڪيو ويو هو تن کي ون يونٽ ٿيڻ وقت مقرريءَ جي وقت کان پڪي ڪرڻ جو آرڊر ڪري نوڪريءَ

۾ قائم رکيو ويو آهي.سنڌ مان هيترا سارا عملدار جي نڪتا سي صوبي ۾ محبت ۽ اتحاد جا باعث بڻيا يا ان ڪري باهمي ڪلفت ۽ نفرت ۾ اضافو ٿيندو!

## لاهور ۾ سنڌي ملازمن جي حالت

سنڌ مان اٽڪل پنج سؤ کن سنڌي ملازم لاهور سيڪريٽريٽ ۾ ونئي ويا. سائن وڏا وعدا ڪيا ويا هئا ته ڪنهن کي هٽايو نه ويندو. سيني کي خاص الائونس ڏنا ويندا. رهڻ لاءِ جايون ڏنيون وينديون. سائن مهمانن جهڙو سهڻو برتاءُ اختيار ڪيو ويندو وغيره. هاڻ اچو ته جائزو ونون ته اهي سڀ انجام ڪيتري قدر پاڙيا ويا آهن. الائونس ڪن کي مليا ته گهڻن کي ڪونه مليا. ڪين گهر سيڪريٽريٽ کان تمام پري ڏنا ويا آهن. جنان هنن کي اچڻ وڃڻ جي تمام گهڻي تڪليف آهي. ان کان سواءِ اجا تائين ڪين باقبيلي رهڻ جهڙا مڪان ڪونه مليا آهن جنهن ڪري قبيلا سيئي اڪثر پوئتي ڇڏي آيل آهن. پوئتي وڃڻ لاءِ هڪ موڪل گهٽ ملين. ان کان سواءِ ڳوٺ وڃڻ جا ڳاتي يڳا خرچ ڪين پوئتي وڃڻ کان مانع آهن. گهر باهر سڄ ۾ هئڻ سبب پوئتي انهن ۾ ماڻهو نه هئڻ ڪري، چوريون عام جام ٿين ٿيون پر داد فرياد ڪنهن کي ڪن.

سائن سيڪريٽرين ۽ عملدارن جو برتاءُ نهايت برو آهي. اتي صوبائي تعصب نهايت زور آهي. ڪيترن کي اضافن ۾ نقصان پهچايا ويا آهن. منجهائنئن اهڙين حالتن ڪري ڪيترا نوڪري ڇڏي پوئتي موٽي آيا آهن. ڪي نوڪري ڇڏڻ جا سانباها پيا ڪن. ڪي موٽي سنڌ ۾ بدلي ڪرائڻ جي ڪوشش ۾ مصروف آهن. آءُ منجهائنئن ڪيترن سان مليو آهيان. صبح شام ون يونٽ ڪرائڻ وارن ۽ سنڌ اسيمبلي ۾ ون يونٽ لاءِ ووٽ ڏيندڙ ميمبرن کي پٽ پاراتو ۽ گاريون پيا ڏين. هو پاڻ کي نظر بند ۽ غلام سمجهي، حياتيءَ جا ڏينهن ڪاٽڻ لاءِ اتي ساد ڪٽي رهيا آهن.

سندن مٿان چيف سيڪريٽري مسٽر فاروقي رکيو ويو آهي جو سنڌين جو ازلي دشمن آهي تنهن سندن زندگي زهر ڪري ڇڏي آهي. هي اهو عملدار آهي جنهن سنڌ ۾ چيف سيڪريٽري هئڻ جي وقت سنڌي عملي سان سخت برو ورتاءُ ورتو هو. ان تي مون هن بابت سنڌ اسيمبليءَ ۾ سوال پڇيا هئا ۽ نهراءُ آندو هو. جو وقت نه ملڻ ڪري ڪجهي نه سگهيو. بئي سيشن کان

اڳ هو موڪل وٺي پڇي ويو. موجوده مغربي پاڪستان جو وزير اعظم بڻڻ ۾ آيو آهي تہ ان جي هٿ ۾ پتلو ٿي پيو آهي. تنهن تہ سنڌي ملازمن کي صفا نا اميد بنائي ڇڏيو آهي.

جيڪڏهن ون يونٽ کي گهڻو وقت رهڻ ڏنو ويو تہ سنڌ جي ملازمن مان شايد ڪو لاهور ۾ وڃي رهندو. سمورو ڪاروبار حسب منشا ون يونٽ جي بنائيندڙ عملي جي هٿ ۾ اچي ويندو.[39]

مٿي ڄاڻايل مختلف شخصيتن جي ڏنل تڪرن مان اهو صاف ظاهر آهي تہ سنڌي ماڻهن سان ون يونٽ نهڻ ڪانپوءِ نوڪرين ۾ ۽ ٻين ڪيترن ۾ ڪيترو هاڃو رسيو آهي. ون يونٽ واري دؤر ۾ وڏن آفيسرن جي گهڻائي پنجابين ۽ مهاجرن جي هئي. انهيءَ جي باوجود جيڪي سنڌي آفيسر چڱن عهدن تائين پهچي سگهيا سي گهڻي ڀاڱي تمام گهٽ ۽ نهايت حقير نوڪرين تي قائم رهيا.

سنڌ ۾ انهيءَ دؤر ۾ تقريباً سڀني کاتن ۾ ڊارين جي گهڻائي هئي. اُهي خاص کاتا جن جو عوامي ترقي ۽ بهتريءَ ۾ ڪردار هيو جهڙوڪ تعليم. صحت. ناڻو. ضلعي انتظاميا. ريلوي. ڪو آپريٽوز. ڪاڏ خوراڪ. اقتصاديات. رٿابندي ۽ اهڙن ٻين کاتن ۾ گهڻي ڀاڱي پنجابي آفيسر ۽ ٻئي نمبر تي مهاجر آفيسر نظر آيو. اسان کي ياد آهي تہ سنڌ جي تمام گهڻين سول اسپتالن ۾ سول سرجن پنجابي هوندا هئا. سنڌ جي سڀني ضلعن ۾ نوي سيڪڙو ڊپٽي ڪمشنر. اسسٽنٽ ڪمشنر. ڊسٽرڪٽ ۽ سيشن جج پڻ پنجابي هوندا هئا.

مٿي ڏنل مختلف حوالن مان پڻ اهو صاف نظر اچي رهيو آهي. انهيءَ دؤر ۾ محترم محمد عثمان ڏيپلائي پنهنجي رسالي هفتيوار "انسان" ۾ سنڌ سان نا انصافي جا انگ اکر ڏئي ٻوڙي ۽ گونگي حڪومت تائين آواز پهچائڻ جي ڪوشش ڪندو هو. اهڙي ئي نموني ۾ سنڌ جو ٻيو عالم ۽ اديب محمد خان غني "مسلمان" رسالي ذريعي پڻ ڪم ڪندو رهيو. محمد عثمان ڏيپلائي هڪ انتهائي بهادر ۽ نڊر انسان ۽ اعلیٰ پائي جو ايڊيٽر ۽ ليکڪ هو. هو پنهنجي رسالي ۾ ڪيترا سال مسلسل انگ اکر پيش ڪندو رهيو. پاڻ 18- اپريل 1960ع واري پرچي ۾ هڪ خبر "هولناڪ فيصلو" جي عنوان سان شايع ڪيائين. جنهن ۾ هن اهو ٻڌايو تہ 1960ع واري سال ۾ هڪ ئي ڌڪ سان مغربي پاڪستان جي تعليم کاتي طرفان 600 سنڌي ماسترن کي

بناسبب جي نوڪريءَ مان ڪڍيو ويو آهي، جن جو ڪوبہ تدارڪ نہ ٿيو ۽ نہ ڪوئي مغربي پاڪستان جي تعليم ڪاتي سنڌي ماسترن کي نوڪريءَ مان ڪڍڻ جو ڪو سبب ٻڌايو.[40]

سنڌ جي هڪ ٻئي عالم بقول محمد حسين پنهور صاحب جي 1962ع جي آئين ۾ مختلف شعبن جي سيڪريٽرين کي اهي اختيار پڻ ڏنا ويا هئا تہ هو بجيٽ ۾ ڪابہ ڦير گهير ڪرڻ چاهين تہ اهي ڪري سگهن ٿا. اهڙيءَ طرح انهن سيڪريٽرين ان جو فائدو وٺندي سنڌ مان سنڌي آفيسرن جون لاهوز ۽ پنجاب جي ٻين شهرن ڏانهن بدليون ڪيون ۽ سنڌ ۾ پنجابي آفيسر مقرر ڪيا ۽ انهن کي سنڌ جي مختلف کاتن جو سربراهہ ڪري مقرر ڪيو ويو. انهن آفيسرن سنڌ ۾ بجيٽ جا پئسا خرچ ڪرڻ ۾ مقامي عوام کي سخت تڪليفون ڏنيون ۽ هر سال پهرين اپريل تي تمام گهڻا پئسا بچائي واپس ڪيا ۽ انهن کي وري پنهنجي مرضيءَ سان پنجاب ۾ نئين سال جي بجيٽ ۾ مختلف کاتن ۾ استعمال ڪيو.[41]

ان کان سواءِ سنڌي ملازمن کي پڪو نہ ڪرڻ ۽ سنڌن ترقي روڪڻ بہ ان دور جو عام معمول رهيو جهڙوڪ روزانہ "مهراڻ" اخبار 3 مارچ 1969ع جي رپورٽ موجب سنڌ جي اوورسيئرن کي ڪنفرم نہ ڪيو ويو آهي. خبر موجب سنڌ جي اوورسيئرن جي نمائنده مسٽر عبدالغفور ظاهر ڪيو تہ ون يونٽ جي ٺهڻ کان وٺي سنڌ جي اوورسيئرن سان زبردست زيادتيون ٿيون آهن ۽ انهن جي نہ رڳو سموري ترقي روڪي وئي آهي، پر ڪين ڪنفرم بہ نہ ڪيو ويو آهي.

ياد رهي تہ سنڌ ۾ اريگيشن کاتي، اي -ڊي- سي، واپڊا، پبلڪ هيلٿ انجنيئرنگ ۽ لوڪل باڊيز ۾ پنج سئو کن اوورسيئر ڪم ڪري رهيا آهن. اوورسيئرن جي نمائنده مسٽر عبدالغفور اڄ هتي "مهراڻ" کي ٻڌايو تہ سابق پنجاب جي اوورسيئرن جيترا اختيار بہ سنڌ جي اوورسيئرن کي حاصل ناهن. جهڙوڪ پنجاب جي اريگيشن ۽ ٻين سيني شعبن ۾ ماپن جو اختيار اوورسيئرن کي آهي، ليڪن سنڌ ۾ اوورسيئر انهيءَ اختيار کان محروم آهن."

اهڙيءَ ريت روزانہ "خادم وطن" حيدرآباد (2 نومبر 1969ع) "اسڪارپ نارٿ روهڙي پروجيڪيٽ" ڪالوني نوشهروفيروز جي پرتي ٿيل اسٽاف ۾ غير سنڌين جي گهڻائي ۽ مقامي سنڌين جي انتهائي گهٽ تعداد ۾ ڪم ڪندڙ ملازمن جا چرڪائيندڙ انگ اکر شايع ٿيا، جيڪي هيٺينءَ ريت هئا:

| نوڪريءَ جو قسم | نوڪرين جو تعداد | غير سنڌي | سنڌي |
|---|---|---|---|
| پروجيڪٽ ڊائريڪٽر | 1 | 1 | - |
| پروجيڪٽ انجنيئر | 1 | 1 | - |
| سينئر انجنيئر | 5 | 2 | - |
| ٽيڪنيڪل آفيسر | 1 | - | - |
| سينئر ڪنسٽرڪشن آفيسر | 6 | 6 | - |
| اسسٽنٽ ڊزائين انجنيئر | 2 | - | - |
| جونيئر انجنيئر | 41 | 14 | - |
| ايس ڊي او ٽرانسپورٽ | 1 | - | 1 |
| جونيئر آفيسر (ايڊمن) | 1 | 1 | - |
| لينڊ ائڪوئيزيشن آفيسر | 1 | - | - |
| اسسٽنٽ ايل ڊي ڊي | 2 | - | - |
| پي اي سينئر اڪائونٽنٽ | 1 | 1 | - |
| سپرينٽينڊنٽ (جونيئر) | 1 | 1 | - |
| اڪائونٽنٽ / هيڊ ڪلارڪ | 15 | 9 | 1 |
| سينئر ڪلارڪ | 21 | 16 | 5 |
| اسٽيبلشمينٽ ڪلارڪ | 7 | 6 | - |
| جونيئر ڪلارڪ | 24 | 8 | 16 |
| اسٽينو گرافر | 2 | - | - |
| اسٽنو ٽائيپسٽ | 10 | 10 | - |
| اووسيئرر | 27 | 19 | 7 |
| جونيئر اڪائونٽنٽ | 1 | - | 1 |
| اسسٽنٽ اڪائونٽنٽ | 2 | 1 | 1 |
| اڪائونٽس اسسٽنٽ | 4 | 3 | 1 |
| ڊويزنل اڪائونٽنٽ | 1 | 1 | - |
| فوٽو گرافر | 1 | - | - |
| ڪمپيوٽر آپريٽر | 1 | - | - |
| سرڪل هيڊ ڊرافٽ مين | 1 | 1 | - |

| نوڪريءَ جو قسم | نوڪرين جو تعداد | غير سنڌي | سنڌي |
|---|---|---|---|
| ڊويزنل هيڊ ڊرافٽ مين | 2 | 1 | - |
| ڊرافٽس مين | 7 | 5 | 2 |
| ٽريسر | 7 | - | 7 |
| اسسٽنٽ ريسرچ آفيسر | 1 | - | - |
| جونيئر ريسرچ آفيسر | 1 | - | - |
| ليبارٽري اٽينڊ | 1 | - | - |
| منشي | 2 | - | - |
| سپروائزنگ تپيدار | 4 | 4 | - |
| ضلعيدار | 6 | 1 | - |
| اسسٽنٽ ورنيوڪيولر ڪلارڪ | 2 | 1 | - |
| تپيدار | 46 | 40 | 6 |
| ڪوٽوار | 8 | 1 | - |
| دفتري | 2 | - | 1 |
| پٽيوالا | 34 | 4 | 16 |
| جونيئر اسٽور ڪيپر | 1 | - | - |
| ٽوٽل | 301 | 159 | 70 |

اخبار انگن اکرن سان گڏ اهو خدشو پڻ ڏيکاريو آهي تہ باقي خالي پيل 73 جاين تي پڻ غير سنڌين کي ڀرتي ڪرڻ جون تياريون ٿي رهيون هيون.

## ون يونٽ دوران سنڌ ۾ ڌارين جي آبادڪاري

ورهاڱي وقت لڏي ويندڙ ماڻهو سڀ سنڌي هئا. انهن جو سواءِ مذهب جي ٻي سڄي ثقافت يا ڪلچر ويندي ٻوليءَ تائين سڀ ڪجهہ ساڳيو هو. هتان جا سنڌي مسلمان توڙي هندو هر خيال کان هڪ هوندا هئا. ڇو تہ سنڌن ثقافت، ٻولي، ادب ۽ رهڻي ڪهڻي سڀ ساڳيا هئا. ايتريقدر جو هو پاڻ ۾ مذهبي ڏڻ تي پڻ گڏ اٿندا ويهندا هئا. هندستان مان ايندڙ ماڻهن هتان جي مستقل رهندڙن (سنڌين) سان هم مذهب هوندي بہ تمام گهڻا جهيڙا ڪيا. 1947ع ۾ جڏهن هو هتي لڏي آيا تہ هنن هتان جي مقامي هندن ۽ سکن سان

جهيڙا ڪيا ۽ پنجابي آفيسرن سان گڏجي هتي ڪيترن ئي هندن خاص طور تي لڏي ويندڙ سکن جو قتل عام ڪيو. انهيءَ معاملي ۾ پنجاب جو هڪ ترقي پسند ليڪڪ ۽ هارين جو همدرد مسعود کدر پوش جيڪو ان وقت نوابشاهه ضلعي جو ڪليڪٽر هو، پڻ شامل هو. نوابشاهه مان سکن سان ڀرجي ويندڙ ٽريڻن تي حملا ڪرائي ڪافي سکن کي مارايو ويو. جن ۾ ڪافي حد تائين سنڌي هندو به شامل هئا. هندستان مان لڏي ايندڙ ماڻهن جو تعداد 1954ع تائين وڏي حد تائين ايندو رهيو ۽ اج تائين به هُو سنڌ ۾ لڪل طريقي سان هتي رهندڙ با اثر اردو ڳالهائيندڙ آفيسرن ۽ سياستدانن جي زور تي رهي پون ٿا. 1954ع کان اڳ هندستان جي وزير اعظم نهرو ۽ پاڪستان جي وزيراعظم لياقت علي خان وچ ۾ هڪ ائگريمينٽ ٿي، جنهن ۾ اهو طئي ٿيو هو ته 1954ع کانپوءِ ڪابه لڏ پلاڻ قبول نه ڪئي ويندي پر هتي ته قصو ئي ٻيو ٿيو جو بعد ۾ به هتي اهي ماڻهو ايندا رهيا ۽ ايندا رهن ٿا. انهن جي اچڻ سان سنڌ جي نسلي بيهڪ تبديل ٿي وئي ۽ سنڌ جي سياست، سماجيات، اقتصاديات، ثقافت ۽ ٻوليءَ تي تمام منفي اثر پيا. انهيءَ دؤر ۾ ون يونٽ نهڻ جو اعلان ٿيو ۽ ون يونٽ سان گڏوگڏ ايوب خان جي زور تي پراڻي صوبي سرحد ۽ ٻين اترين علائقن مان پٺاڻن جا تمام گهڻا ڪٽڪ ڪاهي آيا ۽ اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا. پٺاڻن سان گڏوگڏ پنجابي پڻ ڪاروبار لاءِ سنڌ ڏانهن ايندا رهيا. ڌارين جي ان آبادڪاريءَ جو سنڌ جي اقتصاديات تي تمام وڏو منفي اثر پيو. ڇاڪاڻ ته هو جيڪي به ڪمائيندا رهن ٿا، اهو سڄو واپس پنهنجن علائقن ڏانهن موڪليندا رهن ٿا. ان جي ابتڙ سنڌ حڪومت پنهنجن پئسن مان کين سڀ رهائشي سهوليتون مهيا ڪندي رهي ٿي. انهن سهوليتن جو سڄو بار سنڌ جي خزاني تي آهي.

ان کانسواءِ سنڌ جي سياست تي پڻ اهو اثر ٿيو ته سنڌ اسيمبلي جيڪا سنڌين جي اسيمبلي هجڻ گهرجي ان ۾ اڄ مهاجر، پنجابي، پٺاڻ، بلوچ وڏي تعداد ۾ ويٺا آهن ۽ سنڌي ماڻهن جي حق ۾ ٿيندڙ فيصلن تي منفي طرح اثر انداز ٿيندا رهن ٿا. هتي اهو ٻڌائڻ به ضروري آهي ته 1947ع ۾ غير سنڌين جو تعداد سنڌ جي آباديءَ جو 3 سيڪڙو هيو جيڪو اڄ لڳ ڀڳ 40 سيڪڙو جي لڳ ڀڳ ٿي ويو آهي. ڌارين جي سنڌ ۾ آباد ڪاري جيتوڻيڪ اڳ کان جاري هئي پر ون يونٽ جي نهڻ ان ۾ تمام گهڻي چوهائي آندي. ڏسندي ئي ڏسندي ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ پٺاڻ ڪالونيون جڙي ويون.

ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد جي صنعتن ۾ مالڪ ڪان وٺي مزدور تائين پنجابي ۽ پناڻ نظر اچڻ لڳا. تنهنڪري چئي سگهجي ٿو ته ايوب خان جي ان ون يونٽ واري ٿيوريءَ پٺيان سنڌ جي زمين، معيشت، ڪاروبار ۽ ٽرانسپورٽ تي پنجابين ۽ پناڻن جو قبضو شامل هو. انهيءَ لڏ پلاڻ سبب سنڌين جي معاشي وسيلن جي استحصال سان گڏ اها صورتحال پڻ پيدا ٿي آهي جو ڪراچيءَ ۾ نسلي فساد روز جو معمول بڻيل آهن، هيٺيان انگ اکر ان سلسلي ۾ صورتحال کي واضح ڪن ٿا.[42]

ون يونٽ جي دؤر ۾ ڪجهه ٻاهريان ماڻهو جن ۾ افغاني، سيلاني (سري لنڪن)، برمي، بنگالي، بهاري، نيپالي اچڻ پڻ شروع ٿيا جيڪي اڄ وڏي وڃي 20 لک ٿيا آهن. جيڪو هن صوبي لاءِ نهايت هاڃيڪار آهي ڇو ته هُو نوڪرين تي پڻ قابض آهن ۽ حڪومت ڪان ملندڙ سڀ فائدا حاصل ڪري رهيا آهن جيڪي حقيقت ۾ هتان جي اصلي رهاڪن يعني سنڌين کي ملڻ کپن. اڄ حڪومت انهن ڌارين جي آباد ڪاري پاڻ تسليم ڪئي آهي پر ڪنهن به حڪومت انهن کي غير مقامي قرار ڏيئي سندن رجسٽريشن ڪرائڻ جو اُپاءُ نه ورتو آهي ۽ هُو هاڻي چئن ته ڌاريا ئي ناهن پر پاڪستاني آهن. انهن مان هن وقت 3 لک ماڻهن کي شناختي ڪارڊ پڻ ڏنا ويا آهن جنهن جي باري ۾ نادرا جي ڊائريڪٽر جنرل ۽ شماريات ڊويزن حڪومت پاڪستان جي سيڪريٽري آصف باجوا جو سال 2011ع ۾ ٿيندڙ آدم شماريءَ دوران ڏنل بيان ۽ ٽيليويزن انٽرويو رڪارڊ طور موجود آهي. ان ڌاري آبادڪاريءَ مان سنڌ کي انتهائي وڏو خطرو آهي ڇاڪاڻ ته ڌارين جي اهڙي لڏپلاڻ سنڌين کي اقليت ۾ تبديل ڪري ڇڏيندي. ۽ اهو بين الاقوامي قانون پٽاندڙ مقامي سنڌي ماڻهن جي نوڪرين، زراعت، وڻج واپار مطلب ته سڀني معاشي، سماجي، سياسي سرگرمين تي وڏو راڻاهو آهي.[43]

| 1951ع ۽ 1981ع جي آدمشمارين موجب سنڌ ۾ ڌارين جي آبادڪاريءَ جا انگ اکر | | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| سال | اردو | پنجابي | پشتو | سنڌي | بلوچي | بروهي | ٻيون ٻوليون | ٽوٽل |
| 1981ع | 4194304 | 2535727 | 65791 | 9512379 | 858208 | 1070174 | 1070174 | 19028999 |
| 1951ع | 1045303 | 101993 | 51754 | 3794763 | 545880 | 22811 | 331622 | 6044126 |

مٿي ڄاڻايل انگن اکرن ۽ لڏ پلاڻ مان اهو ظاهر آهي ته انهن سڀني ماڻهن جي اک سنڌ تي هئي ۽ آهي. هتي اهو سوال ٿو پيدا ٿئي ته ڌاريا خاص ڪري پناڻ ۽ پنجابي ايڏي تعداد ۾ رڳو سنڌ ۾ ئي ڇو آيا؟ ۽ سنڌ جو ڪوبه

ماڻهو هتان لڏي ملڪ جي ٻئي ڪنهن به صوبي ۾ وڃي نه رهيو آهي؟ سنڌ ڏانهن ان لڏ پلاڻ جا ڪجهه هيٺيان سبب ٿي سگهن ٿا:

1. سنڌ جي بهتر اقتصادي ۽ جاگرافيائي پوزيشن
2. سنڌ ۾ روزگار جا بهتر ۽ گهڻا موقعا هجڻ
3. ڪراچيءَ جو شاندار طريقي سان اڀرڻ ۽ منجهس بين الاقوامي گهڻ قومي ڪارپوريشنس جو قائم ٿيڻ
4. ڪراچيءَ ۾ سنڌ جو وڏو سامونڊي بندر هجڻ
5. سنڌو درياءَ جو بهترين آبپاشي نظام هجڻ ۽ ڪشمور کان ڪراچيءَ تائين ان جي ٻنهي پاسي بهترين زرخيز زمينن جو هجڻ
6. سکر بئراج نهر کانپوءِ پکڙن مٿ تي زمينن جو نيلام ٿيڻ
7. گدو ۽ ڪوٽڙي بئراج جون زمينون پنجابين، مهاجرن ۽ فوجين کي آسان شرطن ۽ گهٽ قيمت تي مڪمل سهوليتن سان ڏيڻ
8. ون يونٽ جي دؤر کان وٺي ڊوميسائل جي شرطن کي انتهائي آسان بنائڻ ته جيئن ڌاريو تڪڙي نموني سنڌ ۾ آباد ٿي سگهي.
9. سنڌ ۾ لاکڙا ۽ ڪاٺوڙ ۾ ڪوئلن جون کاڻيون
10. ٿر ۾ گرينائيٽ، ڳاڙهي ۽ چلڪڻي پٿر جا ذخيرا هجڻ
11. سنڌ ۾ روزگار جا انيڪ موقعا
12. سولين حڪومتن جو ڦلهڙو هجڻ

## ڊوميسائيل

ون يونٽ جي دؤر ۾ خاص طور تي ايوب خان جي دؤر ۾، ڊوميسائل جا اهڙا قانون ٺاهيا ويا جن تحت ڪوبه ماڻهو ڪنهن به ضلعي جي شهر ۾ ٽي سال رهيو هجي ته ان کي ان ضلعي جو ڊوميسائل ملي سگهي پيو. جيڪڏهن ڪو ماڻهو سنڌ ۾ سرڪاري نوڪري ڪري ٿو ته ان کي ڊوميسائل جو حقدار سمجهيو ويندو هو. سنڌ ۾ اهڙا هزارين مثال موجود آهن جن ۾ پنجابي ۽ پٺاڻ آفيسرن ۽ فوجي عملدارن ٽن سالن تائين نوڪري ڪئي ته هو ان ضلعي جا ڊوميسائل حاصل ڪري پئي سگهيا ۽ سندن ٻئي پاسي بدلي ٿي وڃڻ سان سندن اولاد کي سنڌ جي انهن ضلعن جي ڊوميسائل جو حق مليو ٿي. ڪيترين حالتن ۾ ته اهي پٺاڻ ۽ پنجابي سول يا فوجي آفيسر پاڻ هتي نه آيا پر پنهنجي اولاد کي هتي پڙهڻ لاءِ ڏياري موڪليو ٿي ۽ هو ٽي سال هتي پڙهيو ته هو به

هتي ڊوميسائل جو حقدار ٿي پئي ويو. ان کان سواءِ ڪيترين ئي بي قاعدگين ۽ زيادتين جي ذريعي پڻ ڊوميسائل حاصل ڪيا ٿي ويا. انهيءَ سڄي دؤر ۾ ڪراچيءَ جي رهندڙ مهاجر آفيسرن پڻ زور زبردستيءَ ذريعي سنڌ جي ٻهراڙيءَ جي ضلعن جا ڊوميسائل حاصل ڪيا جن جي ذريعي ڪين داخلائون ۽ نوڪريون مليون. ون يونٽ جي دؤر ۾ ڪيترن ئي ڪوڙن ڊوميسائلن تي ڏينهن رات ٻيڪاروں ٿينديون رهيون پر ڏارين عملدارن جي موجودگيءَ سبب تدارڪ نه ٿيو ۽ پوءِ اهي سڀ قانوني حيثيت وٺي ويا.[44]

## ون يونٽ دؤر ۾ سنڌي ٻولي، ادب ۽ تعليم

علم سياسيات ۽ سماجيات جي روشنيءَ ۾ ٻولي، ادب ۽ تعليم قومن جي وجود جي بقا ۽ سڃاڻپ جو سڀ کان اهم وسيلو هجن ٿا. تنهنڪري ئي سنڌ پنهنجي ٻولي (سنڌي) ۽ ادب جي حوالي سان ننڍي کنڊ جي ٻين پرڳڻن کان قديم دور کان وٺي منفرد ۽ ممتاز حيثيت جي مالڪ پئي رهي آهي. موهن جي دڙي جهڙي اوائلي تهذيبي مرڪز مان مليل مهرون، قرآن مجيد جو سنڌي ٻوليءَ ۾ پهريون ترجمو ٿيڻ، قاضي قادن کان وٺي شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ تائين سرجيل شاهڪار شاعري، ٺٽي، نصرپور، روهڙي، شڪارپور ۽ ٻين شهرن جو تاريخ جي مختلف دورن ۾ تعليمي ۽ علمي ادبي مرڪز هجڻ ان ڳالهه جا پڌرا ثبوت آهن ۽ تاريخ جا ورق ان ڳالهه جي شاهدين سان ڀريا پيا آهن.

سنڌي ٻوليءَ جي ان تاريخي قدامت، عملي، ادبي ۽ تعليمي، تدريسي حيثيت ۽ اهميت کي نظر ۾ رکندي انگريزن ان جي لپي (Script) کي سهيڙي سموهي ۽ اپ ڊيٽ ڪري نه رڳو ان جو هڪ مربوط تعليمي ۽ تدريسي سرشتو جوڙيو پر ان کي دفتري ۽ سرڪاري زبان جو درجو پڻ ڏنو جيڪا ان جي شايان شان مڃتا هئي. پر انگريزن جي وڃڻ ۽ 1947ع جي ورهاڱي بعد ان جي حيثيت کي گهٽائڻ جي سازشن جي شروعات ٿي ۽ وقت بوقت اهڙا قدم کنيا ويا جيڪي سنڌي ٻولي، ادب ۽ تعليم کي ڪاپاري ڌڪ هڻندڙ ۽ هاڃيڪار هئا. جهڙوڪ:

1] پاڪستان جي وفاق ۾ شامل قومن جي زبانن کي قومي زبان جو درجو ڏيڻ بدران 1948ع ۾ اردو کي ئي قومي زبان جو درجو ڏنو ويو.

2] سنڌ جي گاديءَ جي هنڌ ڪراچيءَ کي انتظامي طور سنڌ کان ڌار ڪري

اتي قائم ٿيل سوين پرائمري، مڊل، هاءِ (گرلز ۽ بوائز) اسڪولن ۽ ڪاليجن مان اڪثر کي يا ته بند ڪيو ويو يا انهن کي اردو ميڊيم ۾ بدلايو ويو.

3] انگريز دور ۾ سائين جي ايم سيد، ڊاڪٽر گربخشاڻي، علامه دائود پوٽي، پير الاهي بخش، خانبهادر محمد ايوب کهڙي ۽ ٻين سنڌي اڳواڻن جي ڪوشش سان سنڌ جي گاديءَ جي هنڌ ڪراچيءَ ۾ قائم ٿيل سنڌ يونيورسٽيءَ کي حيدرآباد منتقل ڪيو ويو.

4] 1956ع يعني ون يونٽ واري آئين ۾ پاڪستان جي ٻين قومن جي ٻولين سان گڏ سنڌي ٻوليءَ تي پڻ حملو ڪيو ويو جنهن جو اظهار ان جي هيٺين شق مان ٿئي ٿو:

"حصو ٻيو (بنيادي حق) آرٽيڪل 19: پاڪستان يا ان جي ڪنهن به حصي ۾ رهندڙ شهرين جو اهڙو گروهه جنهن کي پنهنجي الڳ زبان، رسم الخط يا ثقافت آهي ان جو بچاءُ سندن حق آهي.

حصو ٽيون (تجويز ڪيل عام اپاءُ (General Provision)

**آرٽيڪل 122**

(1) اسلامي مملڪت پاڪستان جي سرڪاري زبان اردو ۽ بنگالي هوندي پر انگريزي آئيني طور اڄ ڏينهن کان بلڪل اهڙي ئي نموني سيني سرڪاري ڪمن لاءِ ايندڙ 20 سالن تائين استعمال ٿيندي جهڙي نموني هن آئين کان اڳ ۾ پاڪستان ۾ استعمال ٿيندي هئي. انهيءَ مدت گذرڻ بعد پارليامينٽ قانون ذريعي انگريزيءَ جي استعمال جي ڪن مقصدن لاءِ جنهن جو ذڪر ان قانون ۾ ڪيل هوندو اجازت ڏيئي سگهي ٿي.

(2) ڏهن سالن گذرڻ بعد صدر هڪ ڪميشن مقرر ڪندو جيڪا انگريزي کي هٽائڻ (Replacement) متعلق سفارشون پيش ڪندي.

(3) هي آرٽيڪل ڪنهن به صوبائي حڪومت کي انهيءَ مدت جي خاتمي کان اڳ به انگريزيءَ کي هٽائي ڪنهن سرڪاري زبان کي لاڳو ڪرڻ ۾ رڪاوٽ نه ٿيندي."

انهيءَ آئين ۾ سنڌي، بلوچي ۽ پشتو کي انهي لائق نه سمجهيو ويو جو انهن جو اشاري طور به ذڪر ڪجي. اهڙي نموني ون يونٽ جي 1956ع واري آئين ۾ ٻن پرڏيهي ٻولين (اردو ۽ انگريزي) کي ته اهم ڄاڻايو ويو پر هن ملڪ ۾ رهندڙ قومن جي تاريخي ورثي يعني سندن ٻولين کي ذڪر جوڳو نه

سمجهيو ويو ته جيئن اُهي سرڪاري دفترن، تعليمي نصاب ۽ ميڊيا مان بيدخل ٿيڻ کان پوءِ پنهنجي موت پاڻ مري وڃن.

5] ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڌار ڪرڻ باوجود ڪراچيءَ جي اڪثريتي آبادي جيئن ته سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙ هئي ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي شاگردن جو چڱو خاصو تعداد موجود هيو پوءِ به يونيورسٽيءَ جي متعصب انتظاميہ ڪراچيءَ يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي شعبو قائم نہ ڪيو، نہ رڳو اِهو پر 1956ع ۾ سنڌي ٻوليءَ کي امتحان جي ذريعي واري حيثيت کان پڻ محروم ڪرڻ جا احڪام جاري ڪيا ويا. ان فيصلي خلاف ڪراچيءَ جي سيني سنڌي شاگردن (جيڪي ڪراچيءَ يونيورسٽي، ايس ايم ڪاليج، ڊي جي سائنس ڪاليج، اين اِي ڊي انجنيئرنگ ڪاليج، گورنمينٽ ڪامرس ڪاليج، ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۽ ايس ايم لا ڪاليج سان لاڳاپيل هئا) زبردست احتجاج ڪيو جنهن جو تفصيل محترم غلام علي الانا صاحب پنهنجي ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا" ۾ ڄاڻايو آهي.

ڪراچي يونيورسٽيءَ جي انهيءَ قدم تي برصغير جي مشهور تعليمي ماهر جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، "سماهي مهراڻ" جي 1956ع واري پرچي ۾ لکيو ته:

"البت سنڌ وارن جي هن جذبي ۽ مطالبي جو ٻيو بہ هڪ پهلو آهي، جو ڪن ڪوتاهہ بين ادارن ۽ اختياريءَ وارن جي سنڌي زبان سان بي معنيٰ عداوت جو رد عمل، خاص طور ڪراچيءَ واري ايراضيءَ ۾، سنڌي ٻوليءَ سان ڪن غير دوانديش اختياريءَ وارن جي ڪيل برتاءُ جو نتيجو آهي. هيءَ حقيقت آهي تہ پاڪستان کان اڳ ڪراچيءَ واريءَ ايراضيءَ ۾ سنڌي، اسڪولن، ڪاليجن ڪورٽن ۽ سرڪاري رڪارڊ جي زبان هئي، جڏهانڪر ڪراچيءَ واري ايراضي مرڪزي حڪومت جي انتظام هيٺ آئي، تڏهانڪر اڙدوءَ کي اڳيرو ڪيو ويو. اڙدو دانن آدمشماريءَ واسطي اڙدوءَ کي اڳتي ڪرڻ هڪ فطري امر آهي، پر هنن نہ صرف اڙدوءَ کي اڳتي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر سنڌي ٻوليءَ جي بيخ ڪني ڪرڻ شروع ڪئي، جنهن جا انتهائي مثال هي آهن:

1. سنڌي اسڪولن کي سنڌي ماستر ڏيڻ ۾ تاخير ڪري، انهن تي اڙدو ماسترن مڙهڻ جي ڪوشش ڪئي وئي.
2. ڪراچيءَ جي گردو نواح ۾ سنڌي اسڪول کولڻ ۾ دير مدار ڪئي

وئي.

3. سنڌي اسڪولن جي ماسترن لاءِ ڪوبہ ٽريننگ ڪاليج مهيا نہ ڪيو ويو حالانڪ ٻئي طرف نہ صرف اڙدو ماستر، پر گجراتي ماسترن لاءِ بہ ٽريننگ جو انتظام ڪيو ويو.

4. مئٽرڪ ۽ ڪاليج جي ڪورسن ۾ سنڌي پڙهڻ ۽ سنڌيءَ ۾ جوابن لکڻ ۾ تڪليفون پيدا ڪيون وئيون.

5. ڪراچي ايراضيءَ جي ڪوتاهہ بين ادارن ۽ ڪامورن. اهي قدم کڻي، اٿسنڌيءَ طرح سنڌ وارن کي نہ صرف اڙدوءَ کان بدظن ڪيو، پر مرڪزي حڪومت جي پاليسيءَ کان بہ مايوس ڪيو. انهيءَ قسم جي غلط پاليسيءَ جي وڏي پبلسٽي مرڪزي حڪومت ساڻ تعلق رکندڙ ريلوي ڪاتي ڪئي. "پاڪستان ريلوي نظام" جي وجود ۾ اچڻ جي شروعات ئي هن طرح ڪئي وئي. جو ريلوي اسٽيشنن جي جڳهين تان سنڌي صورتخطيءَ ۾ لکيل نالا ميسارائي، انهن جي بدران اڙدوءَ ۾ نالا لکيا ويا. ريلوي ڪاتي وارن جي هن قدم ملڪ جي اندروني اتحاد کي هڪ ڪاري ضرب لڳائي. ۽ خواهہ مخواهہ سنڌ وارن جي دلين ۾. نفسياتي طور اڙدو ٻولي مرڪزي پاليسيءَ خلاف هڪ ردعمل پيدا ڪيو"[45]

6] جنوري 1957ع ۾ محترم سائين جي ايم سيد جو مضمون "مغربي پاڪستان جي وحدت تي هڪ سرسري نظر" جي عنوان سان "نئين سنڌ" اخبار ۾ ڇپيو جنهن ۾ سائين ڄاڻايو تہ "ون يونٽ ٿيڻ شرط سنڌ جي تعليم کي نظرانداز ڪيو ويو آهي. پنجاب ۾ 500 اسڪولن کولڻ جي تجويز آهي پر سنڌ ۾ صرف 30 اسڪول کولڻ جي سوال تي غور ٿي رهيو آهي. سنڌ سرڪار جو (ون يونٽ کان اڳ) پروگرام هو تہ هر سال هر ضلعي جي هڪ تعلقي ۾ هاءِ اسڪول کوليو ويندو. اهڙي طرح هر ضلعي ۾ هڪ ڪاليج کولڻ جي تجويز غور هيٺ هئي. يونيورسٽي ٺائون ٺاهڻ لاءِ پڻ ضروري رقم ملڻ واري هئي. هڪ اعليٰ لائبريري حيدرآباد ۾ کولي ان جون شاخون هر تعلقي جي هيڊڪوارٽر ۾ کولڻيون هيون. پر اهي سڀ اسڪيمون (ون يونٽ ٺهڻ ڪري) خاڪ ۾ ملي ويون."[46]

7] آڪٽوبر 1958ع ۾ ملڪ ۾ فوجي حڪومت جي شرعات ٿي. جيڪا سنڌ لاءِ وڏي ڪاري دور جي شروعات هئي. محترم الانا صاحب ڄاڻايو آهي

تہ" سنڌ يونيورسٽي جنهن ۾ غير سنڌي دان شاگردن کي سنڌي زبان جو هڪ پيپر لازمي طور پڙهڻو پوندو هو. حيدرآباد سنڌ جي ڊپٽي مارشل لا ائڊمنسٽريٽر جنرل ٽڪا خان جي حڪم تي اهو ختم ڪيو ويو. انهيءَ حڪم نامي تي اعتراض ڪندي سنڌ يونيورسٽيءَ جي تڏهوڪي وائيس چانسلر علامہ آءِ آءِ قاضي پنهنجي عهدي تان استعيفيٰ ڏني."[47] ياد رهي تہ هيءُ اهوئي جنرل ٽڪا خان هو جيڪو بعد ۾ مرڻ گهڙيءَ تائين پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي مرڪزي عهديدارن ۾ شامل رهيو.

الانا صاحب وڌيڪ لکي ٿو تہ "ايوب خان جي تعليمي ڪميشن جي رپورٽ موجب انهن ٻارن لاءِ بہ سنڌي ٻوليءَ جي سکيا ختم ڪئي وئي، جن جي مادري زبان سنڌي هئي. انهيءَ قدم تي سڄي سنڌ ۾ گوڙ شروع ٿي ويو هر هنڌ آواز اٿيو. سنڌي ٻوليءَ جي تحفظ لاءِ "سنڌي زبان سوسائٽي" ٺهي."[48]

8] مٿي ڄاڻايل مسئلن سبب سڄي سنڌ صداءِ احتجاج بڻيل هئي پر فيلڊ مست سرڪار انهن ظلمن جي خاتمي بدران محمد. شريف نالي هڪ ڪاموري (تڏهوڪي سيڪريٽري تعليم) جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ ڪميشن مقرر ڪئي تہ اها تعليم جي سڌاري ۽ واڌاري خاطر سفارشون تيار ڪري. ان ڪميشن جيڪي سفارشون پيش ڪيون انهن تي تبصرو ڪندي محترم محمد ابراهيم جوئي صاحب سليم احمد جي هڪ فرضي نالي سان هڪ پمفليٽ لکيو جنهن ۾ لکيائين تہ:

"1959ع ۾ قومي تعليمي ڪميشن، پنهنجي مشهور معروف رپورٽ تيار ڪئي، جنهن ۾ سواءِ ڪنهن رک رکاءَ جي، بنهہ کُلو کلايو سفارش ڪئي وئي تہ سنڌي ٻوليءَ کي آهستي آهستي اهڙيءَ طرح نِست ۽ ناڪام بنايو وڃي، جو اها ڍرڪي ڍرڪي، وڃي رڳو پنجين پرائمري ڪلاس تائين تعليمي ذريعو رهي، ۽ ٿيندي ٿيندي نوبت ايستائين وڃي پهچي، جو ڳالهائڻ جي ٻولي پڻ، سنڌيءَ جي بدران بدلجي اردو ٿي پوي، ۽ بقول ڪميشن رپورٽ جي، انهيءَ نموني آخر اردو وڃي هن ايراضيءَ جي عام مقبول ٻولي ٿيندي."[49]

ايوبي تعليمي ڪميشن جي انهن هاڃيڪار سفارشن خلاف باوجود مارشل لا ۽ فوجي حڪومت جي سنڌ جي تعليمي ماهرن، عالمن، اديبن، شاعرن ۽ دانشورن شديد احتجاج ڪيو. سنڌي ادبي سنگت ان سلسلي ۾ تمام گهڻي سرگرم رهي. سنڌي اخبارن نهايت زوردار ايڊيٽوريل لکيا.

سنڌي زبان سوسائٽي جيڪا سنڌي عالمن ۽ اديبن 1959ع ۾ ٺاهي هئي ان جي پليٽ فارم تان هڪ عرضداشت پڻ مرتب ڪئي وئي جيڪا تڏهوڪي وزير ذوالفقار علي ڀٽي جي معرفت جنرل ايوب خان کي پيش ڪئي وئي. سوسائٽيءَ جو هڪ وفد مرڪزي وزير تعليم حبيب الرحمٰن سان پڻ حيدرآباد ۾ مليو. سنڌي زبان سوسائٽي ۽ سنڌي ادبي سنگت پاران ماڻهن کان صحيحون وٺڻ جي مهم پڻ هلائي وئي. آخرڪار حڪومت ڪنڌ جهڪايو ۽ 3 آڪٽوبر 1962ع تي مرڪزي حڪومت پاران هڪ آرڊيننس ذريعي سنڌي زبان کي ٻارهين تائين ذريعه تعليم طور قبول ڪيو ويو.

9] 1962ع ۾ مغربي پاڪستان صوبي جي پنجاب ۽ سرحد جي علائقن جي ڪامورن کي وڏي پئماني تي سنڌ ۾ بدلي ڪري آندو ويو ۽ سنڌي ڪامورن کي پنجاب ۽ سرحد ڏانهن بدلي ڪيو ويو. جنهن جا اگرا اثر سنڌ جي ٻين شعبن سان گڏوگڏ تعليمي ادارن تي به پيا جنهن ڪري حيدرآباد جي لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۾ سنڌي شاگردن لاءِ داخلا جا دروازا بند ٿي ويا. فني ڪاليجن ۾ اولهه پاڪستان اوپن ميرٽ جي بنياد تي داخلا شروع ڪئي وئي، جنهن ڪري سنڌ جا شاگرد پنجاب جي شاگردن سان ميرٽ تي مقابلو نه ڪري سگهيا ۽ اهڙيءَ طرح لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۾ سنڌي شاگردن جي داخلا جا دروازا بند ٿي ويا.[50]

10] 1966ع ۾ ون يونٽ سرڪار سنڌي زبان کي هميشه لاءِ ختم ڪرڻ جي سلسلي ۾ اڳي کان به وڌيڪ هوشياريءَ ۽ چالاڪيءَ سان قدم کنيا: سنڌ ۾ ٿي جامع (Comprehensive) هاءِ اسڪول کوليا ويا. انهن اسڪولن ۾ فقط اردو کي ذريعه تعليم بنايو ويو. انهن اسڪولن ۾ اهي شاگرد جن جي مادري زبان سنڌي هئي تن لاءِ به اردو زبان کي ذريعه تعليم طور لازمي مقرر ڪيو ويو.[51]

11] 1967ع ۾ حيدرآباد جي تڏهوڪي متعصب اردو ڳالهائيندڙ ڪمشنر مسرور حسن خان پاران سنڌ يونيورسٽيءَ جي انتظامي ڪمن ۾ داخل اندازي ڪرڻ ڪري سنڌ يونيورسٽي جي تڏهوڪي وائيس چانسلر پروفيسر حسن علي عبدالرحمٰن سان سندس اختلاف ٿي پيا جنهن ڪري وي سيءَ کي نه رڳو هٽايو ويو پر ڪيس پوليس جي پهري ۾ يونيورسٽيءَ کان پري ٺٽي پهچائي ڪراچيءَ روانو ڪيو ويو. جنهن ڪري شاگردن ۾ ڪمشنر خلاف سخت ناراضپڪڙيل هو.

12] 4 مارچ 1967ع تي هڪ اهڙو واقعو پيش آيو جنهن سڄي سنڌ جي شاگردن جي جذبن کي جنجهوڙي ڇڏيو. ان ڏينهن حيدرآباد کان ڄامشوري ويندڙ روڊ تي هاٿوڪي راجپوتانہ اسپتال (جيڪا ان وقت ڪونہ هئي) وٽ ڄامشوري کان ايندڙ سنڌ يونيورسٽيءَ جي بسن کي پوليس جي مدد سان اهڙي هنڌ زوريءَ روڪيو ويو جتي ٻنهي پاسن کان پاڻي بيٺل هو. پوليس طرفان شاگردن تي لاٺي چارج ڪرڻ لاءِ ڪين بسن مان بندوقن جي ڪندا ڪن ۽ لٺين سان زوريءَ لاٿو ويو. بسن ۾ جيڪي ماڻهو ويٺل هئا تن سڀني کي گرفتار ڪيو ويو. انهن ۾ ڪي استاد بہ هئا تہ پرڏيهي شاگرد بہ هئا. اٽڪل ٻہ سئو کن شاگرد حيدرآباد واري سينٽرل جيل ۾ بند ڪيا ويا. يونيورسٽيءَ ۾ SPR بيهاري وئي. هن عمل جو رد عمل اهو ٿيو جو سنڌ جا شاگرد ٽوڙي عام ماڻهو جيلن جون سختيون سهڻ لاءِ تيار ٿي ويا. ان واقعي سڄي سنڌ کي لرزائي ڇڏيو. اخبارن پنهنجا ڪالم پري ڇڏيا ۽ رسالن خاص نمبر ڪڍيا. اڄ تائين ان واقعي کي ياد ڪيو وڃي ٿو.

13] 1967ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ يوسف لغاري شاگرد يونين جو صدر چونڊجي آيو. يونين جي افتتاح واري تقريب ۾ يوسف لغاري پنهنجي آجياڻي واري تقرير ۾ اسٽيج تي ويٺل تڏهوڪي وزير تعليم محمد علي هوتي کي گذارش ڪئي تہ سنڌ جي جامع اسڪولن ۾ اردوءَ سان گڏ سنڌي ٻوليءَ کي بہ ذريعہ تعليم بنايو وڃي. پنهنجي جوابي تقرير ۾ هوتي صاحب اهڙو واعدو پڻ ڪيو، پر جنرل ايوب جي دور حڪومت تائين ان واعدي تي ڪو بہ عمل نہ ٿيو.[52]

ساڳئي سال 1967ع ۾، ايوب شاهيءَ جي خلاف سنڌ جا شاگرن ميدان ۾ نڪري پيا، ڄام ساقي، نواب يوسف ٽالپر، يوسف لغاري، مسعود نوراني، ڪامل راڄپر، مهر حسين شاهہ، مير ٿيبو، لالا قادر، حسين شاهہ بخاري ۽ ٻيا ڪيترائي سنڌي شاگرد ليڊر جيل موڪليا ويا. ساڳئي وقت سنڌي رسالن - سهڻي، رهبر، سارنگ ۽ پارس وغيره جي اشاعت تي بندش وڌي وئي، "روح رهاڻ" کي ضمانت رکڻ جو نوٽيس ڏنو ويو. سنڌي اخبارن کي اشتهار ڏيڻ بند ڪيا ويا. اهڙي طرح سچ ڊائجيسٽ، جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي، جديد سياست جا نورتن ۽ ٻين ڪيترن ئي سنڌي ڪتابن ۽ رسالن تي مغربي پاڪستان حڪومت طرفان بندش وڌي وئي. سماهي مهراڻ ۾ شعر ۽ افسانن جي اشاعت کي روڪيو ويو. سرڪار رسالي "نئين زندگي" جي مواد تي بہ ڪڙي نظر رکي وئي.

پر سنڌ جا نوجوان هاڻ هيسجڻ ۽ ڊڄڻ وارا نہ هئا. جيل مان نڪرندي ئي جام ساقيءَ ريلوي ڪاتي وارن کي نوٽيس ڏنو تہ جيڪڏهن ريلوي بورڊ سنڌيءَ ۾ نہ لکيا ويا تہ 24 نومبر 1968ع تي سڄيءَ سنڌ جا شاگرد، پنهنجن هٿن سان اردوءَ ۾ لکيل بورڊ مٽائي، اهي بورڊ سنڌيءَ ۾ لکندا. ريلوي اختياريءَ وارن سمجهيو هو تہ اهو مڙيئي هڪ قسم جو دڙڪو آهي پر جام ساقيءَ ۽ سندس ساٿي شاگردن، سڄي سنڌ ۾، شاگردن، اسٽيشنن جا نالا سنڌي رسم الخط ۾ لکيا.

حاصل مطلب تہ سنڌ جي شاگردن جو حوصلو وڌيل هو، هر ڳوٺ ۽ هر شهر ۾، انجمنون قائم ٿيون، جتان نهراءَ پاس ڪرايائون تہ:

(1) سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻولي تسليم ڪيو وڃي.

(2) سنڌي ٻوليءَ کي هر سطح تي ذريعہ تعليم بنايو وڃي.

(3) ون يونٽ ٽوڙيو وڃي.

هن ڏس ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڊيڪيٽ فيصلو ڪيو تہ آئينده آرٽس جي مضمونن ۾، هر مضمون ۾ محقق کي پنهنجي Ph. D جي ڊگريءَ لاءِ ٿيسز انگريزيءَ کان سواءِ اردو ۽ سنڌي ۾ بہ لکڻ جي اجازت ڏجي ٿي.[53]

14] 25 مارچ 1969ع تي جنرل ايوب خان حڪومت تان دست بردار ٿيو ۽ جنرل يحيٰ خان نئين مارشل لا ائڊمنسٽريٽر جي حيثيت ۾ حڪومت جون واڳون سنڀاليون. هن حڪومت 4 جولاءِ 1969ع تي نئين تعليمي پاليسي پيش ڪئي. جنهن ۾ علائقائي ٻولين بابت خاموشي اختيار ڪيل هئي. جنهن مان ائين پئي سمجهيو ويو تہ حڪومت سنڌ ۾ ابتدائي تعليم کان وٺي اردوءَ کي تعليمي ذريعو مسلط ڪرڻ جي خواهش رکي ٿي. ان سلسلي ۾ آزاد ماروئڙا اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن جي صدر لالا قادر هڪ بيان جاري ڪيو جنهن ۾ گهر ڪئي وئي تہ "سنڌي ٻوليءَ کي اعليٰ سطح تائين ذريعہ تعليم تسليم ڪيو وڃي ۽ سنڌي زبان کي انتظاميہ ۽ عدليہ جي بہ ٻولي تسليم ڪيو وڃي." ان کان پوءِ سنڌ جي استادن، دانشورن ۽ اديبن پڻ اهڙا نهراءَ پاس ڪيا.

15] جنرل يحيٰ خان جولاءِ 1969ع ۾ اعلان ڪيو تہ ملڪ ۾ جلدي اليڪشن ڪرائڻ لاءِ ووٽرن جون لسٽون ڇاهيون وينديون جيڪي فقط اردو ۽ بنگاليءَ ۾ هونديون. سنڌ جي غيور نوجوانن، عالمن، اديبن ۽ صحافين اهڙي فيصلي خلاف سخت احتجاج ڪيو. اخبارن ايڊيٽوريل ۽ مضمون لکيا. مسلسل ٻن مهينن جي ڪوشش باوجود چيف اليڪشن ڪمشنر پنهنجي

ڳالھ تان ڪو نہ مڙيو. جنھن ڪري سنڌ آزاد مارئڙا اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن جي صدر محترم لالا قادر حڪومت کي چتاءُ ڏنو تہ جيڪڏھن سنڌ ۾ ووٽر لسٽون سنڌي زبان ۾ ڇاپڻ جو فيصلو نہ ڪيو ويو تہ ھو ھڪ ھفتي کان پوءِ مرڻ گھڙيءَ تائين بک ھڙتال ڪندو. حڪومت ان تي ڪو خاص ڌيان نہ ڏنو جنھن ڪري آخرڪار 7 نومبر 1969ع تي جمعي نماز کان پوءِ محترم لالا قادر پنھنجي جيجل جي ٻوليءَ جي جياپي خاطر ھڪ وڏي جلوس جي صورت ۾ مختلف رستن کان گشت ڪندو سنڌ يونيورسٽيءَ جي اولڊ ڪئمپس پھتو ۽ بک ھڙتال تي ويٺو. بک ھڙتال جو آغاز "جيئي سنڌ - سدا جيئي" جي نعرن سان ٿيو. ھزارين شاگرد اچي سنڌ يونيورسٽيءَ جي پراڻي ڪئمپس ۾ گڏ ٿيا. لالا قادر وٽ بک ھڙتال جي خاتمي لاءِ مختلف حڪومتي عملدار ايندا رھيا پر لالا قادر پنھنجي موقف تي اٽل رھيو. ٻھرئين ڏينھن لالا قادر اڪيلو ھو، ٻئي ڏينھن لالا جي حق ۾ شاگردن امتحان ۾ ويھڻ کان انڪار ڪيو ۽ ڪاپيون ڦاڙي امتحان ھال کان ٻاھر نڪري آيا. شاگردن ۽ سياسي رھنمائن بيان جاري ڪيا. ساڳئي وقت سنڌ جي سڄاڳ عوام اردو ۾ ووٽرن جي فارمن ڀرڻ کان انڪار ڪيو. ٽن ڏينھن کان پوءِ ٻيا بہ شاگرد گورنمينٽ ڪاليج دادوءَ جو پير بخش پنھور ۽ ٽنڊو ڄام زرعي ڪاليج جو بشير احمد سيال پڻ بک ھڙتال ۾ شامل ٿي ويا. شاگردن جي تحريڪ ۾ اضافو ٿيندو رھيو. لاڙڪاڻي، نوابشاھ، ٽنڊي ڄام، جيڪب آباد ۽ خيرپور ۾ علامتي بک ھڙتالون شروع ٿيون.

16 نومبر 1969ع تي سنڌ جو جھونو خدمتگار ۽ سنڌي زبان جو فدائي محترم قاضي فيض محمد پڻ لالا قادر ۽ سندس ساٿين سان بک ھڙتال ۾ شامل ٿي ويو. ٻئي ڏينھن محترم ڪامريڊ غلام محمد لغاري پڻ ساٿن گڏجي ويو. سڄي سنڌ ۾ علامتي بک ھڙتالون پڻ جاري رھيون آخر آمريت پنھنجي آمرانہ ڪاوڙ جو اظھار ان طرح ڪيو جو 17 نومبر 1969ع جي رات جو سنڌ ھڙتالين کي پوليس گرفتار ڪري سينٽرل جيل حيدرآباد ڪٺي وئي. ۽ انھن تي لٺيون وسايون جنھن ۾ قاضي فيض محمد ۽ ٻيا زخمي ٿي پيا. ٻئي ڏينھن يعني 18 نومبر تي سنڌ ائگريڪلچر ڪاليج ٽنڊي ڄام جا 48 شاگرد بک ھڙتال تي ويٺا. شام تائين انھن کي بہ گرفتار ڪيو ويو. ان ڏينھن شام جو ھڪ تاريخ ساز واقعو پيش آيو. سنڌ جي فخر لائق نياڻي محترمہ اختر بلوچ سماج جي ريتن رسمن جي پرواھ ڪرڻ بنا آمر جي رھائش گاھ

جي ٻاهرئين گيٽ جي سامهون مرڻ گهڙيءَ تائين بک هڙتال جو اعلان ڪري اچي ويٺي. رات جو ڏهين وڳي ڪيس به گرفتار ڪيو ويو.

آخرڪار حڪومت کي جهڪڻو پيو ۽ ووٽرن جون لسٽون سنڌي ٻوليءَ ۾ شايع ڪرڻ جو اعلان ڪيو ويو.

مطلب ته ون يونٽ جو دور سنڌ جي ٻين شعبن سان گڏ سنڌي ٻوليءَ، ادب ۽ تعليم لاءِ پڻ تاريخ جو هڪ اونداهو دور ثابت ٿيو. ڪيترن ئي سنڌي اديبن ۽ شاعرن جي تحريرن ۽ تقريرن تي بندش وڌي وئي. ڪيترائي رسالا ۽ ڪتاب ضبط ڪيا ويا. ڪيترن ئي سنڌي اديبن، شاعرن، صحافين، سياستدانن، شاگردن ۽ استادن کي گرفتار ڪيو ويو. جنهن ڪري ان جي ردعمل ۾ تاريخ جو هڪ وڏو مزاحمتي ادب تخليق ٿيو. جنهن سنڌي سماج ۾ هڪ وڏي اٿل پٿل آندي.

حوالا:


1. عبدالمجيد صديقي: "ون يونٽ جي داستان غم" لاهور سيپٽمبر 1957ع ص-18-17
2. Asian Survey University of California - Vol XI - II No: 2 March/ April 2002 - P 213
3. Theodore Wright "Center - Periphery Relations and Ethnic Conflict in Pakistan: Sindhis, Muhajirs and Punjabies" Comparative Politics (April 1991) P 301
4. One Unit Exposed - P - 8
5. جي ايم سيد: " سنڌ متحده محاذ ۽ ون يونٽ" ص : 53 - 52
6. فضل الله قريشي: ڪجهه يادون ڪجهه ڳالهيون. سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي. 2011ع. ص 111
7. جي ايم سيد: سنڌوءَ جي ساڃاهه (ڇاپو ٽيون 2000ع) ص 482 - 480
8. پروفيسر عزيز الدين احمد: کيا ہم اکٹھے رہ سکتے ہيں : ص : 72 - 71
9. ايضاً. ص: 73 - 72
10. ايضاً: ص : 77 - 75
11. ايضاً: ص :79 - 78
12. ايضاً: ص : 82 - 79
13. Jatoi, Hyder Bux, Disposal of Guddu Barrage State Lands and Mukhi Dandh Area - P: 13
14. ibid - P 15
15. پروفيسر عزيز الدين احمد: کيا ہم اکٹھے رہ سکتے ہيں: ص :91 - 82
16. Jatoi, Hyder Bux, Disposal of Guddu Barrage State Lands and Mukhi Dandh Area- P: 1- 5

17. ڈاکٹر سید جعفر احمد: "ڈاکٹر فیروز احمد کے مضامین" پاکستان اسٹڈی سینٹر - یونیورسٹی آف کراچی۔ سندھ - 382 - 379
18. ايضاً - 382 - 379
19. پروفیسر عزیزالدین احمد: کیا ہم اکٹھے رہ سکتے ہیں، لاہور مکتبہ فکرو دانش 1988ع: ص: 93
20. ايضاً - ص: 260 - 257
21. ون يونٽ ۽ جمهوريت: ص - 10
22. ايضاً- ص : 11
23. جي ايم سيد: چونڊ سياسي مضمون ۽ تقريرون (1962 – 1943) نئين سنڌ پبليڪيشن ڪراچي 1975ع ص: 145
24. Sindh Quarterly Vol XVIII - 1990 "Economic Plight of Sindh. By M. H Panhwar P - 47 - 48
25. مانڊل شر: هاري ۽ زميندار شاهي. هفتيوار صبح سنڌ ڪراچي 27- سيپٽمبر 1970ع
26. روزانہ "نواءِ سنڌ" حيدرآباد : 10 جولاء 1963ع
27. ڊاڪٽر حميده کهڙو: "محمد ايوب کهڙو جراتمندانہ سياسي زندگي" ٻيو ڇاپو 2006ع ص 745
28. فضل الله قريشي: ڪجهه يادون ڪجهه ڳالهيون. سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي. 2011ع، ص 139
29. هفتيوار "ليل و لنهار" ڪراچي، 28 جون 1970ع ص - 26
30. نواز پٽو: ماڇڪي بابت خصوصي تحقيقاتي رپورٽ: سنڌ جي 63661 ايڪڙ زمين تي پنجاب جو قبضو. روزانہ برسات ڪراچي. 7 مارچ 1997ع ص 8
31. يوسف لغاري: "سرڪاري نوڪريون ۽ سنڌي سرڪاري ملازم" (پمفليٽ)
32. ساڳيو حوالو.
33. فضل الله قريشي: ڪجهه يادون ڪجهه ڳالهيون. سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي. 2011ع. ص 244
34. پروفيسر عزيز الدين احمد - ايضاً - ص:
35. خالد بن سعيد "دي رول آف ملٽري ان پاڪستان" ۽ Jacques Van Doran (Hogue, Pales Motion 1968)
36. فضل الله قريشي: ڪجهه يادون ڪجهه ڳالهيون. ص 335
37. They ruled Sindh for fifteen years. Abdul Hiey Palijo - Sindh National Student Federation 1970/1971
38. جي ايم سيد: چونڊ سياسي مضمون ۽ تقريرون - ص 137 - 134
39. جي ايم سيد: چونڊ سياسي مضمون ۽ تقريرون -ص 137 - 134
40. هفتيوار "انسان" 18 اپريل 1960ع ص - 8
41. M. H. Panhwar "Economic Plight of Sindh - Sindh Quarterly, P: 44
42. سيد شمس ۽ اي آر بلوچ: سنڌين جو مستقبل ڇا ٿيندو؟ سنڌ ساگر پارٽي سيپٽمبر 1986ع ص 21
43. رسول بخش انڙ: "سنڌ جا مسئلا ۽ ٻوميسائل" هوشو. گاڏي کاتو حيدرآباد 1972ع
44. الانا، غلام علي ڊاڪٽر: "سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا" سنڌي لينگويج اٿارٽي 2006ع- ص 368-367

45. سيد. جي ايم: "چونڊ سياسي مضمون- ص 140-139
46. الانا. غلام علي ڊاڪٽر: ايضاً- ص
47. حوالو ساڳيو- ص370
48. سليم احمد: "اولهه پاڪستان ۾ ٻولين جو مسئلو". حيدرآباد -مئي 1967ع ص 1
49. الانا صاحب: ص 376-375
50. حوالو ساڳيو- ص 376
51. حوالو ساڳيو-ص 387-386
52. حوالو ساڳيو- ص 387
53. حوالو ساڳيو

# ون يونٽ خلاف
# سنڌ جي عوام جي تاريخي جدوجهد

# ون يونٽ خلاف
# سنڌ جي عوام جي تاريخي جدوجهد

اسان پنهنجي گذريل بابن ۾ ون يونٽ ٺهڻ جي احوال سان گڏ ون يونٽ دوران ٿيل سيني ناانصافين جو پڻ پنهنجي وس آهر ذڪر ڪيو آهي. دراصل ون يونٽ جي ٺهڻ جي اعلان سان ئي سنڌ جا ماڻهو اهو سمجهي ويا هئا، تہ هيءَ سنڌ ۽ ٻين ننڍن صوبن لاءِ هڪ ڪارو دؤر اچي رهيو آهي جنهن ۾ پنجاب پنهنجي فوجي ۽ سياسي طاقت جي ذريعي آهستي آهستي ننڍن صوبن جي ماڻهن جا حق ڦٻائيندو. ون يونٽ ٺهڻ جي اعلان سان سنڌ جي انتهائي معتبر ۽ سچن سياستدانن ۽ دانشورن ان جي مخالفت شروع ڪئي ۽ سنڌي ماڻهن کي ون يونٽ جي نقصانن کان آگاهہ ڪيو پر ڇاڪاڻ تہ اهو سڄو ڪم پاڪستان جي فوجي طاقت جي ذريعي ٿي رهيو هو جنهن ۾ سنڌ جي جاگيردار ۽ زميندار طبقي پنهنجي بزدل ۽ لالچي هجڻ واري تواريخي نفسيات جو عملي مظاهرو ڪندي پنجاب ۽ فوج جو ساٿ ڏنو ۽ ون يونٽ ٺاهڻ جي حق ۾ ووٽ ڏنو. انهيءَ سڄي عمل جو منهدار جناب محمد ايوب کهڙو هو جنهن جو مڪمل ساٿ سنڌ جي هڪ ٻئي دانشور ۽ سياستدان پير علي محمد راشدي ڏنو. محمد ايوب کهڙو ان زماني ۾ پروڊا جي بندشن هيٺ هيو ۽ ڪيترن ئي سالن تائين ڪائنس سياست ۾ سرگرم ٿيڻ جو حق کسيو ويو هو. ون يونٽ ٺاهڻ لاءِ جڏهن پنجاب جي سياستدانن ۽ ايوب خان جيڪو پردي پويان هو ان وقت جي وزيراعلىٰ عبدالستار پيرزادي کي ون يونٽ جي حق ۾ ووٽ ونڻ لاءِ چيو تہ هن ون يونٽ جي مخالفت ڪئي ۽ سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبرن جي اڪثريت جي راءِ سان اهڙو ٺهراءُ پاس ڪرايو تہ ون يونٽ سنڌ کي قابل قبول ناهي. ان وقت سنڌ جي قانون ساز اسيمبليءَ جي 110 ميمبرن مان پيرزادي صاحب کي 76 ميمبرن جي مدد حاصل هئي ۽ لکت ۾ هڪ بيان ۾ انهن 76 ميمبرن پيرزادي صاحب جي ون يونٽ جي مخالفت جي ڀرپور حمايت ڪئي. اهڙي قسم جي ٺهراءَ پاس ڪرڻ لاءِ 15 نومبر 1954ع تي سنڌ اسيمبليءَ جو اجلاس گهرايو تہ جيئن ون يونٽ جي خلاف ٺهراءُ پاس ڪرائي

سگهجي. اهو ٺهراءُ سنڌ عوامي محاذ طرفان اسيمبليءَ ۾ پيش ڪيو ويو ۽ اهو يقيني طور سمجهيو پئي ويو ته اهو ٺهراءُ اڪثريتي راءِ سان پاس ٿيندو. ٺهراءَ پاس ٿيڻ جي پڪ سمجهندي ۽ 8 نومبر 1954ع تي ون يونٽ جي مخالفت ۾ ڏنل بيان ڪي ڏسي پيرزادي صاحب جي وزارت ذاتي وئي ۽ مٿس الزام تراشي ڪئي وئي. محمد ايوب کهڙو جيڪو سنڌ مسلم ليگ جو صدر هو تنهن ٿان پرودا وغيره جون سڀ بندشون لاهي ڪيس پيرزادي صاحب جي جاءِ تي حڪومت ٺاهڻ جو سڏ ڏنو ويو ۽ کهڙي صاحب نه رڳو بخوشي ون يونٽ ٺاهڻ قبوليو پر زور زبردستي ڪري سنڌ جي سيني چونديل ميمبرن کان ون يونٽ جي حق ۾ ووٽ ورتو ۽ سنڌ کي وڏي وقت تائين پنجاب جي قبضي ۾ ڏئي اونداهه ۾ ڌڪي اڇلائي ڇڏيو. اهڙيءَ ريت پيرزادو عبدالستار جنهن ون يونٽ جي ڀرپور مخالفت ڪئي تنهن وري اڳيان هلي ون يونٽ جي اوليه پاڪستان حڪومت ۾ قانون ۽ زراعت جي کاتن جي وزارت جو حلف کنيو. اهڙي نموني مير غلام علي ٽالپر جنهن وٽ به عهدا هوندا هئا: هڪ ته هو وزير هو ۽ ساڳئي وقت سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر پڻ هو. هو هر وقت ون يونٽ جو حامي رهيو. سندس باري ۾ اها ڳالهه صحيح آهي ته کيس نظر بند ڪري سنڌ حڪومت منيءَ موڪليو جاڪان ته سندن وچ ۾ ذاتي جهيڙو هو ۽ جنهن انداز سان هي سنڌ اسيمبليءَ ۾ ون يونٽ جي ميشن جي صدارت ڪرڻ آيو ٿي ته محمد ايوب کهڙي ۽ پير علي محمد راشدي اهو سمجهيو ته متان هي ڪا ون يونٽ جي مخالفت ڪري يا ميمبر ڦيرائي تنهنڪري کيس نظربند ڪري منيءَ روانو ڪيو ويو ۽ ون يونٽ جي ٺهراءَ جي ڏينهن تي پير قربان علي جيڪو ڊپٽي اسپيڪر هو کان صدارت ڪرائي وئي جيڪو ون يونٽ جو حامي هو. بعد ۾ جڏهن 1957ع ۾ سائين جي ايم سيد ۽ رئيس غلام مصطفىٰ خان ڀرڳڙي مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ ون يونٽ جي خلاف ٺهراءُ پيش ڪيو ته ان ۾ مير غلام علي خان مرڪزي وزير هوندي به ون يونٽ ٽوڙ ٺهراءَ جي حمايت ڪئي ۽ مرڪزي حڪومت ني زور ڀريو ته ون يونٽ کي ٽوڙيو وڃي پر سندن ڪا به ڳالهه ٻڌي نه وئي.

## ون يونٽ خلاف ايوانن ۽ اسيمبلين اندر جدوجهد

جيئن مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي ته ون يونٽ ٺهڻ دوران ئي سنڌ جي خلاف ڀرپور احتجاج ڪيو. اهڙيءَ ريت سنڌ سان گڏ ٻين ننڍين

صوبن جي قومپرستن، ترقي پسند ڌرين ۽ شخصيتن پڻ ان جي مخالفت ڪئي. اها جدو جهد پارليامينٽ جي ايوان کان جلسن جلوسن تائين مسلسل جاري رهي. 1957ع ۾ محترم جي ايم سيد، رئيس غلام مصطفيٰ ڀرڳڙي، شيخ عبدالمجيد سنڌي، ۽ ٻين ڪيترن ئي اڳواڻن گڏيل صلاح مشوري سان گهڻ طرفي انداز ۾ ون يونٽ خلاف جدوجهد جي شروعات ڪئي جنهن ۾ ون يونٽ اسيمبليءَ اندر ان جي خلاف آواز اٿارڻ ۽ ان جي خاتمي لاءِ ڪوششون ڪرڻ پڻ شامل هو، ان سلسلي ۾ محترم جي ايم سيد اسڪندر مرزا سان ڳالهايو تہ هُو ون يونٽ ٽوڙڻ ۾ اسان جي مدد ڪري. انهن ئي ڏينهن ۾ مغربي پاڪستان ۾ ننڍيون وڏيون مختلف پارٽيون ٺهنديون رهيون. نيشنل پارٽي ۽ ريپبليڪن پارٽيءَ جي پاڻ ۾ ائگريمينٽ ٿي. ائگريمينٽ تي خان عبدالغفار خان، جي ايم سيد ۽ افتخار الدين نيشنل پارٽيءَ طرفان ۽ فيروز خان، سردار عبدالرشيد ۽ سيد عابد حسين ريپبليڪن پارٽيءَ طرفان ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي، غلام مصطفيٰ ڀرڳڙي، پيرزادي عبدالستار ۽ پير پاڳاري جي موجودگيءَ ۾ صحيحون ڪيون. انهيءَ ائگريمينٽ تحت اهو طئي ٿيو تہ اسيمبليءَ ۾ ون يونٽ جي خلاف ٺهراءَ جي ڀرپور حمايت ڪبي. انهيءَ وچ ۾ انهن سڀني سياستدانن جون پاڻ ۾ ڳالهيون ٻولهيون ٿينديون رهيون. انهن ڏينهن دوران 25 جولاءِ 1957ع تي مولانا ڀاشاني ڍاڪا ۾ ڪل پاڪستان ڊيمو ڪريٽڪ ورڪرز جو ڪنونشن گهرايو جنهن ۾ سنڌ مان جي ايم سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، محمود الحق عثماني، علي احمد قريشي، مير رسول بخش ٽالپر، سوڀو گيانچنداڻي، غلام محمد لغاري، قاضي فيض محمد وجي شريڪ ٿيا. هتي ئي هڪ آل پاڪستان پارٽي "نيشنل عوامي پارٽي" (نعپ) وجود ۾ آئي، جنهن جو سربراهہ مولانا ڀاشاني ٿيو. ان ڪنوينشن ۾ ون يونٽ کي ٽوڙي ان جي جاءِ تي سب فيڊريشن ٺاهي وڃي، جو ٺهراءُ پاس ٿيو. نعپ ٺاڪاڻ تہ هينئر هڪ وڏي پارٽي ٿي اڀري هئي جنهن ۾ جي ايم سيد، عبدالصمد اڇڪزئي، شيخ عبدالمجيد سنڌي، خان عبدالولي خان، ميان افتخارالدين گڏ هئا. انهيءَ موقعي تي جي ايم سيد ون يونٽ خلاف سخت مؤقف ورتو تہ ون يونٽ کي ٽوڙيو وڃي پر وقتي طور نعپ ريپبليڪن پارٽيءَ سان جيڪو معاهدو ڪيو هو ان ۾ ڪجهہ گوٽ ناٽ ٿي رهي هئي پر پوءِ سيد صاحب جي زور تي ريپبليڪن پارٽيءَ اهو فيصلو ڪيو تہ هُو ون يونٽ ٽوڙڻ جي بل ۾ رخنو نہ وجهندا ۽ اهڙي طريقي سان 18 سيپٽمبر 1957ع

تي پرائيويٽ ميمبرز جي ڏينهن تي اهو بل پيش ڪيو ويندو. ان معاهدي تحت هيٺيون ٺهراءُ پاس ڪيو ويو ته ”مغربي پاڪستان جي هيءَ قانون ساز اسيمبلي قومي اسيمبليءَ کي سفارش ٿي ڪري ته مغربي پاڪستان جا صوبا لساني بنيادن تي بحال ڪيا وڃن ۽ ڪين صوبائي خود مختياري ڏني وڃي ته جيئن هو مغربي پاڪستان جي هڪ زونل فيڊريشن ٺاهين ۽ ٻئي پارٽيون انهيءَ جي ڀرپور حمايت ڪن ٿيون.“

اهو پڻ معاهدو ٿيو ته وڌيڪ اهڙو ڀيو ٺهراءُ ٻئي پارٽيون قومي اسيمبليءَ ڏانهن ڀرپور حمايت سان موڪليندي. جنهن تحت نيشنل عوامي پارٽي. ريپبلڪن حڪومت جي هر مد ۾ مدد ڪندي ۽ وزارتن تي اعتماد ڪندي. انهيءَ حق سان ته هو تعميري تنقيد ڪري سگهن.

اهو ٺهراءُ اسيمبلي ۾ موجود ٻنهي پارٽين (نعپ، ريپبليڪن پارٽي) قبول ڪندي 17 سيپٽمبر 1957ع تي مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ رئيس غلام مصطفىٰ خان (جيڪو نعپ جو ميمبر هو) پيش ڪيو. ان جو متن هيٺين طرح هيو:

”هيءَ اسيمبلي حڪومت کي سفارش ٿي ڪري ته اسيمبليءَ جا اهي خيال قومي اسيمبليءَ تائين پهچائي ته مغربي پاڪستان جي صوبن کي اهڙي نموني ٻيهر عمل ۾ آندو وڃي ته جيئن اهي چاريا وڌيڪ مڪمل طرح خود مختيار هجن ۽ سب فيڊريشن جي حيثيت حاصل ڪن.“

ٺهراءُ پيش ٿيڻ سان قانون ساز اسيمبليءَ ۾ ڏگهوبحث شروع ٿيو. جنهن ۾ پيرزادي شاهنواز ۽ علي مردان ٺهراءُ جي مخالفت ڪئي ۽ سيد جميل حسين رضوي، خان سيف الله خان، ميجر جنرل جمالدار خان، قاضي فضل الله ۽ پيرزادي عبدالستار ٺهراءُ جي حمايت ڪئي. مسلم ليگ جو رويو خاموشيءَ ۽ لاتعلقيءَ وارو هيو ۽ ان جا سڀ ميمبر چپ رهيا. 306 ميمبرن جي هن ايوان ۾ 170 ميمبرن جي حمايت سان اهو ٺهراءُ پاس ٿيو. ڇٺن ميمبرن مخالفت ڪئي. مسلم ليگ جيئن ته خاموش رهي ان ڪري ان جو ووٽ نه ڳڻيو ويو. 170 ميمبرن مان 3 ميمبر صوبي سرحد ۽ بلوچستان جي مسلم ليگ جا هئا جن ٺهراءُ جي حق ۾ ووٽ ڏنو. عوامي ليگ جي 3 ميمبرن جيڪي مسلم ليگ جا حامي هئا تن به ٺهراءُ جي حق ۾ ووٽ ڏنو. 170 ميمبرن مان 13 ميمبر مخالف گروپ جا ٿيا. 8 ميمبر نيشنل عوامي پارٽيءَ جا ٿيا. 149 ميمبر ريپلبڪن پارٽيءَ جا ٿيا. هتي اها ڳالهه به واضح رهي ته ان

سچي ڪم جي پويان سائين جي ايم سيد جي ڏاهپ ۽ سمجهه تمام وڏي حد تائين ڪم آئي جنهن جو مڪمل ساٿ رئيس غلام مصطفىٰ خان ڀرڳڙي پئي ڏنو. ساڳئي وقت پيرزادي عبدالستار جيڪو ريپبليڪن پارٽيءَ جو ميمبر ۽ وزير قانون هو تنهن پڻ ٺهراءُ پاس ڪرائڻ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. ان ٺهراءَ جي پاس ٿيڻ ڪانپوءِ مرڪزي حڪومت ٺهراءَ جي پاس ٿيڻ کي غلط قرار ڏنو ۽ گهٽ وڌ ڳالهايو. بعد ۾ 8 آڪٽوبر 1958ع تي مارشل لا لاڳو ٿيڻ ڪري ون يونٽ ٽٽي نه سگهيو. مارشل لا لاڳو ٿيڻ کان پوءِ به مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ موجود ڪجهه باهمت سنڌي ميمبرن وقت بوقت ون يونٽ خلاف آواز پئي اٿاريو. مختلف ننڍا وڏا گروپ ٺهيا جن گڏيل طور تي آواز اٿاريو پئي ۽ ون يونٽ کي ٽوڙڻ لاءِ ڪوششون ڪيون پئي. انهن ميمبرن مان جيڪي وڌيڪ سرگرم هئا انهن ۾ جناب عبدالمجيد جتوئي (جيوٽيڪ هن صاحب سنڌ اسيمبليءَ ۾ ون يونٽ جي حق ۾ ووٽ وڌو هو پر پوءِ جلدئي محسوس ڪيائين ته پنجاب سنڌ سان نا انصافي ڪئي آهي ۽ هن بعد ۾ ون يونٽ ٽوڙڻ سميت سنڌ جي سيني مسئلن تي تمام گهڻي جدوجهد ڪئي)، جناب علي گوهر کهڙو، حنيف صديقي ۽ محمد مراد جمالي شامل هئا. ان سلسلي ۾ سنڌ جي هڪ مشهور اخبار "نواءِ سنڌ" (جنهن جو خود سنڌ بابت هڪ ڪليل ڪردار هيو) ۾ ڇپيل هڪ خبر هيٺ پيش ڪجي ٿي:

"اڄ شام جو هوٽل انڊس (حيدرآباد) ۾ حيدرآباد جي شهرين طرفان ڏنل هڪ دعوت ۾ سنڌ مان اولهه پاڪستان اسيمبليءَ تي چونڊيل ميمبر الحاج عبدالمجيد جتوئي چيو ته جيڪڏهن اوهان چاهيو ٿا ته ون يونٽ جيڪو سنڌين تي زوريءَ مڙهيو ويو آهي ختم ٿئي ته پوءِ اوهان جيڪي سنڌ مان پنهنجا نمائندا چونڊي موڪليا آهن انهن کي مجبور ڪيو ته هُو ون يونٽ خلاف صوبائي اسيمبليءَ ۾ بل پيش ڪن. هن وڌيڪ چيو ته آئون سنڌ لاءِ اهي فرض پورا ڪري رهيو آهيان جنهن لاءِ مون کي سنڌ جي ماڻهن چونڊي اسيمبليءَ ۾ موڪليو آهي. ايتري قدر جو سنڌ جي مسئلن کي اسيمبليءَ ۾ پيش ڪرڻ وقت مون کي ڌڙڪا به ڏنا ويا ته آئون سنڌ جا مسئلا اسيمبليءَ ۾ پيش نه ڪريان پر آئون سواءِ خدا جي ڪنهن کان به ڊڄڻ وارو نه آهيان. جڏهن لاهور ۾ صوبائي اسيمبليءَ جو اجلاس سڏايو ويو هو ته اتي مون سيني سنڌي ميمبرن کي گذارش ڪئي ته هُو پاڻ ۾ ملي فيصلو ڪن ته هنن کي سنڌ لاءِ ڪهڙا ڪهڙا مسئلا پيش ڪرڻا آهن ۽ انهيءَ سلسلي ۾ سنڌ مان

چونڊيل اسيمبلي ميمبرن جي هڪ ميٽنگ سڏائي وئي جنهن ۾ سنڌ جي 33 ميمبرن مان صرف 10 ميمبر آيا. پرڏهن مون اسيمبليءَ ۾ سنڌ ايراضيءَ جي نوڪرين، زمينن ۽ سنڌين جي ٻين حقن بابت مسئلا پيش ڪيا ته ان وقت سنڌ مان چونڊيل 33ع نمائندن مان صرف چار ميمبر مخالف بئنچن تي وينل هئا جن ۾ هڪ آئون. علي گوهر ڪهڙو، حنيف صديقي ۽ محمد مراد جمالي هئاسين. مسٽر جتوئي وڌيڪ چيو ته جنهن وقت اسيمبليءَ ۾ گڊو بئراج جي زمينن جي نيلام روڪرائڻ لاءِ تحريڪ التوا پيش ڪئي وئي ته ان وقت صرف اسان چار ميمبر هئاسين جيڪي واڪ آئوٽ ڪري وياسين."[20]

روزانه نواء سنڌ 14- اپريل 1963ع ۾ اهو پڌرو ڪيو ته 12- اپريل تي مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ مسٽر علي گوهر ڪهڙي گڊو بئراج جي زمينن جي نيلام خلاف التوا جي تحريڪ پيش ڪئي پر اسپيڪر مبين الحق رد ڪري ڇڏي. جنهن تي اخبار هڪ زبردست احتجاجي اداريو پڻ لکيو.

نواء سنڌ اخبار 13- جون 1963ع تي ڪائونسل مسلم ليگ جي اڳواڻ مير جعفر خان جمالي جو هي بيان شايع ڪيو ته "ون يونٽ ۾ سنڌ کي زبردست نقصان پهتو آهي. 1700 ماڻهن ڪوڙا ڊوميسائيل سرٽيفڪيٽ ڏئي سنڌ ۾ زمينون حاصل ڪيون آهن. مير صاحب وڌيڪ چيو ته ون يونٽ دوران سنڌ کي سخت نقصان پهتو آهي. ون يونٽ ناهڻ وقت جيڪي ننڍن صوبن جي ترقي ۽ واڌاري لاءِ واعدا ڪيا ويا هئا انهن کي بلڪل نظرانداز ڪيو ويو آهي. ايتري قدر جو واعدو ڪيو ويو هو ته ون يونٽ جو وزيراعليٰ ننڍن صوبن مان هوندو پر مارشل لا بعد اهو واعدو به ختم ٿي ويو."

اهڙيءَ ريت 1963ع ۾ قومي اسيمبليءَ ۾ تقرير ڪندي سنڌ جي ميمبر سيد امير حيدر شاهه ته ايستائين به چئي ڏنو "سنڌ کي هڪ ڪالوني سمجهيو پيو وڃي ۽ سنڌ سان نوڪرين، واپار ۽ تعليم ۾ ناانصافي ڪئي پئي وڃي."

سنڌ سان لاڳاپيل اسيمبلي ميمبر عبدالمجيد جتوئي جون 1963ع ۾ اولهه پاڪستان اسيمبلي ۾ آواز اٿاريندي چيو ته ڪوٽڙي ۽ گڊو بئراجن جون زمينون صرف فوجي ۽ سول آفيسرن ۾ تقسيم ڪيون ويون آهن. ساڳئي موقعي تي مسٽر غلام نبي ميمڻ شڪايت ڪئي ته سنڌ علائقي جي ترقي لاءِ ڪافي رقم نه رکي وئي آهي. حالانڪ خود بجيٽ واري ڪتاب ۾ لکيل آهي ته سنڌ علائقي ۾ تعليم پٺتي پيل آهي. هن وڌيڪ چيو ته ڪراچي، سنڌ

۽ سرحد لاءِ 28953600 روپيه رکيا ويا آهن جڏهن ته صرف پنجاب لاءِ 31784000 روپيه رکيا ويا آهن.[4]

ان دور ۾ سنڌ سان ٿيندڙ ناانصافين تي چونڊيل اسيمبلي ميمبرن توڙي سنڌي وزيرن جي انهيءَ لاچاري ۽ بيوسي جو سبب ڇا هيو؟ انهي سوال جو جواب ڏيندي پروفيسر عزيزالدين احمد لکي ٿو "ايوب خان جي دور ۾ مرڪزيت تي ٻڌل آمرانه صدارتي نظام لاڳو ڪيو ويو. مضبوط مرڪز جو تصور ايوب خان جي سياسي فلسفي جو بنياد بڻيو. ان مضبوط مرڪز کي هلائڻ ۾ بنيادي ڪردار آفيسر شاهيءَ ادا ڪيو. ان آفيسر شاهيءَ تي ايوب خان جي اقتدار جي پڇاڙي تائين پنجابي ۽ مهاجر هڪ هٽي قائم رهي خاص طور تي اهي آفيسر جيڪي معاشي پاليسيون ناهڻ جا ذميدار هئا."[5]

## ون يونٽ خلاف سياسي ۽ عوامي جدوجهد

جيئن مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي ته سنڌي ماڻهن تڏهن کان ئي ون يونٽ جي مخالفت شروع ڪئي جنهن ڏينهن 11 ڊسمبر 1954ع تي حيدرآباد جي دربار هال ۾ ٿيل اجلاس ۾ ون يونٽ جو ٺهراءُ پاس ڪيو ويو. ان کان هڪ ڏينهن اڳ سڄي حيدرآباد شهر تي پوليس ۽ رينجرز جو ڪڙو چاڙهيو ويو. ميمبرن کي ڊيڄاريو ۽ هيسايو پئي ويو. حيدرآباد جو سڄو شهر خوف ۾ ورتل هو. ون يونٽ جي تمام وڏي مخالف محترم جي ايم سيد کي نظر بند ڪيو ويو هو. مير غلام علي ٽالپر (باوجود ون يونٽ جي حامي هجڻ جي) کي مٺيءَ جي پٽن ڏانهن روانو ڪيو ويو هو (ان جو ذڪر تفصيل سان گذريل صفحن ۾ ٿي چڪو آهي) قاضي فضل الله ۽ پيرزادي عبدالستار کي گم ڪيو ويو هو. سڄي حيدرآباد جڻ ته ملٽري ڪئمپ لڳي رهي هئي.

جنهن وقت اهو ٺهراءُ پاس ٿي رهيو هو ٺيڪ ان وقت سنڌي شاگردن اسيمبليءَ ٻاهران جلوس ڪڍي احتجاج ٿي ڪيو جن کي پوليس لٺيون هنيون. سنڌ جي هڪ ٻئي مدبر ۽ سدا حيات سياستدان شيخ عبدالمجيد سنڌي ان وقت ان پاس ٿيندڙ ٺهراءُ جي سخت لفظن ۾ مذمت ڪئي. سائين حيدر بخش جتوئي جي سنڌ هاري ڪميٽي پڻ ان جي سخت لفظن ۾ مذمت ڪئي ۽ پنهنجي هڪ ميٽنگ ۾ ٺهراءُ بحال ڪري ون يونٽ کي رد ڪيو ۽ 1 جنوري 1955ع تي ون يونٽ خلاف ڪاري ڏينهن ملهائڻ جو اعلان ڪيو. 9 جنوري 1955ع تي سنڌ جي مختلف سياسي پارٽين حيدرآباد ۾ هڪ

ڪانفرنس گهرائي جنهن جي صدارت شيخ عبدالمجيد سنڌي صاحب ڪئي جيڪو ان وقت سنڌ عوامي محاذ جو سربراھ هيو. ڪانفرنس ۾ سنڌ هاري ڪميٽي، جناح عوامي ليگ، سوشلسٽ پارٽي، سنڌ يوٿ فرنٽ، اسلامي ليگ، جميعت علماءِ سنڌ ۽ ٻين مقامي تنظيمن ۽ سنڌي ماڻهن وڏي انگ ۾ شرڪت ڪئي ۽ سخت لفظن ۾ گهر ڪئي تہ ون يونٽ جي نهراءَ ڪي هڪدم واپس ورتو وڃي ۽ آئين ناهڻ لاءِ نئين آئين ساز اسيمبلي چونڊي وڃي، ون يونٽ کي عمل ۾ نہ آندو وڃي ۽ سڄي مغربي پاڪستان جي ماڻهن کان ان بابت عام راءِ ورتي وڃي.[6]

## اينٽي ون يونٽ فرنٽ

جيئن تہ مغربي پاڪستان ۽ سنڌ جي سياسي حالتن ۾ موجود گڙٻڙ کي ڏسندي مغربي پاڪستان جي ٽن ننڍن صوبن ڏکهي جدوجهد جو فيصلو ڪيو ۽ ون يونٽ کي ڊاهڻ لاءِ اينٽي ون يونٽ فرنٽ ناهيو. اينٽي ون يونٽ فرنٽ ناهڻ ۾ سڀ کان وڏو ڪردار سنڌي ماڻهن جو هو جنهن ۾ پيش پيش سائين جي ايم سيد، ڪامريڊ حيدربخش جتوئي ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي صاحب هئا ۽ سنڌن سات ۾ خان عبدالغفار خان، پير صاحب مانڪي شريف، خان عبدالصمد خان اچڪزئي ۽ ٻيا سياستدان پڻ هئا. اينٽي ون يونٽ فرنٽ ناهڻ لاءِ حيدرآباد ۾ آگسٽ 1955ع تي هڪ ميٽنگ گهرائي وئي، جنهن ۾ سنڌ عوامي محاذ، سنڌ هاري ڪاميٽي، اولڊ خاڪساوروڪر، سنڌ يوٿ فرنٽ ۽ سنڌ اسيمبليءَ ۾ پارلياماني پارٽي جو مخالف گروپ شامل هو. گڏ جائيءَ ۾ فيصلو ڪيو ويو تہ هڪ ڪاميٽي جوڙجي جنهن جي ذريعي مغربي پاڪستان جي ٻين صوبن جي ماڻهن سان گڏ ڪم ڪجي. ڪين جاڻ ڏجي ۽ اها ڪاميٽي ننڍن صوبن جي صوبائي خودمختياريءَ لاءِ جدوجهد ڪري.

شيخ عبدالمجيد سنڌي صاحب طرفان فرنٽ جي هڪ مشاورتي ڪميٽيءَ جو اجلاس گهرايو ويو جنهن جي صدارت خان عبدالغفار خان ڪئي ۽ ان ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي، پير صاحب مانڪي شريف، عبدالصمد خان اچڪزئي، جي ايم سيد، غلام مصطفيٰ پرگڙي ۽ ٻيا شامل هئا. ان ميٽنگ مان فارغ ٿي خان عبدالغفار خان ۽ پير صاحب مانڪي شريف صوبي سرحد ۾ اينٽي ون يونٽ فرنٽ جو بنياد وڌو ۽ ون يونٽ خلاف عوامي رابطا ۽ عوامي جدوجهد شروع ڪئي. ان صورتحال کي ڏسندي حڪومت پنهنجي کي سنڌن

مفادن جي تحفظ بابت تمام گهڻيون ضمانتون ڏيڻ جو يقين ڏياريو جنهن ۾ ڪين مغربي پاڪستان جي سيڪريٽريٽ ۾ 20 سيڪڙو نوڪريون جي ضمانت پڻ ڏيڻ شامل هو. لاهور ۾ مقرر ٿيل پناڻ آفيسرن کي دربدريءَ جو الائونس ۽ واڌو 500 رپيا ڏيڻا پڻ ڪيا.[7]

ڊاڪٽر خان صاحب جيڪو خان عبدالغفار خان جو ڀاءُ هو ۽ ون يونٽ جو حامي هيو کي مغربي پاڪستان جو وزيراعلىٰ بنايو ويو. ٿوري وقت بعد ڊاڪٽر خان صاحب کي لاهور ۾ گولي هڻي قتل ڪيو ويو. سنڌ ۾ به ساڳئي نموني تحريڪ شروع ٿي وئي، شاگردن جا مظاهرا، سياسي ڪانفرنسون، ڪارنر ميٽنگون ۽ مختلف هنڌن تي نهرائن جو پاس ٿيڻ ۽ ماڻهن سان رابطا شروع ڪيا ويا. سنڌ عوامي محاذ، سنڌ هاري ڪميٽي، سنڌ يوٿ فرنٽ ۽ ٻين گڏجي 26، 27 آگسٽ 1955ع تي ڪراچيءَ ۾ ون يونٽ خلاف هڪ ڪنونشن ڪوٺايو جنهن ۾ سڄي ملڪ مان ون يونٽ مخالف ليڊر گهرايا ويا. ڪنوينشن جي صدارت ريڊ شرٽ ليڊر سردار امير اعظم خان ڪئي ڇو ته ان ميٽنگ ۾ خان عبدالغفار خان اچي نه سگهيو. ٻين شرڪت ڪندڙن ۾ خان عبدالصمد خان اڇڪزئي، حيدربخش جتوئي، شيخ عبدالمجيد سنڌي، ارباب سڪندر خليل، عطاءُالله خان ٿمين جان، پيرالهىٰ بخش، خان عبدالولي خان، مير محمد خان ۽ ٻيا شامل هئا.

ڪنونشن ۾ سخت لفظن ۾ ٺهراءُ پاس ڪيو ويو جنهن ۾ ون يونٽ اسڪيم جي سخت مخالفت ڪئي وئي ۽ 12 ماڻهن جو هڪ وفد خان عبدالصمد اڇڪزئي جي رهنمائي ۾ ٺاهيو ويو جيڪو ون يونٽ خلاف پنهنجي راءِ کان آئين ساز اسيمبلي جي ميمبرن کي آگاهه ڪندو ۽ اعتماد ۾ وٺندو. ساڳئي وقت ڪنونشن اعلىٰ سطحي مشاورتي ڪميٽي پڻ ٺاهي جنهن جو مقصد هيو ته ملڪ ۾ ون يونٽ مخالف ڌرين کي گڏ ڪري ۽ انهن جي تنظيم سازي ڪري. ان مشاورتي ڪميٽي ۾ خان عبدالغفار خان، خان عبدالصمد خان اڇڪزئي، پير مانڪي شريف، صاحبزاده عبدالڪريم، جي ايم سيد، حيدر بخش جتوئي، رياض هاشمي ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي کي کنيو ويو. شيخ صاحب کي ان ڪاميٽيءَ جو سيڪريٽري پڻ مقرر ڪيو ويو. انهيءَ دوران سائين جي ايم سيد ۽ سيٺ سڪديو 5 سيپٽمبر 1955ع تي سنڌ چيف ڪورٽ ۾ هڪ ڊڪليئريشن فائيل ڪيو جنهن ۾ ٻيهر چونڊيل آئين ساز اسيمبليءَ جي قانوني حيثيت کي چئلينج ڪيو. هنن پنهنجي

ڊڪليئريشن ۾ اها استدعا ڪئي ته گورنر جنرل جي آرڊر نمبر 12 تحت جيڪا آئين ساز اسيمبليءَ وجود ۾ آئي آهي اها قانون مطابق صحيح ناهي ۽ 1947ع واري ائڪٽ جي خلاف آهي.

انهيءَ موقعي تي رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙي پڻ سنڌ چيف ڪورٽ ۾ هڪ سوٽ داخل ڪيو جنهن ۾ آئين ساز اسيمبليءَ ۾ مغربي پاڪستان صوبي ٺهڻ جي قانوني حيثيت کي چئلينج ڪيو ويو هو. هي اهو ئي دؤر آهي جڏهن ڪورٽن انهن درخواستن جو ڪو فيصلو ڪونه ڪيو ۽ اها ڳالهه ظاهر ٿي ته هينئر پاڪستان جا مالڪ سياسي ليڊر ناهن پر هاڻي اختيارن جا واڳ ڌڻي فوجي آهن. انهيءَ ڳالهه جو اعتراف ڪندي سنڌ جي ٺڏهوڪي پنجابي گورنر افتخار حسين ممدوٽ چيو ته ون يونٽ ته ٺهڻو ئي نهڻو آهي. خبر ناهي ته ڇا ٿيندو. خدا هن ملڪ جو خير ڪري.

انهيءَ دوران سنڌ اسيمبليءَ جي ڪجهه ميمبرن جن ۾ پهرين جي ايم سيد صاحب سان گڏجي ون يونٽ جي مخالفت پئي ڪئي تن قلابازي کاڌي ۽ چيو ته ون يونٽ ته نهڻوئي آهي پر ون يونٽ جي موجوده بل کي تبديل ڪيو وڃي. انهن وضاحت ڪندي چيو ته مغربي پاڪستان ۾ ٿي لساني صوبا ٺاهيا وڃن جن کي مڪمل اختيار ڏنا وڃن ته جيئن هو پنهنجي مڪمل قانون سازي ڪري سگهن ۽ صوبا پنهنجن ڪاتن بابت معاهدا ڪن. تنهي صوبن جي هڪ سب فيڊريشن ٺاهي وڃي ۽ انهن کي قانون سازيءَ جا اختيار ڏنا وڃن جيئن ته هو تن ڪاتن ڪانسواءِ مرڪزي ۽ ڪانڪرنٽ لسٽ جي ڪاتن تي پڻ قانون سازي ڪري سگهن. هڪ وفاق قائم ڪيو وڃي جنهن وٽ ٽي ڪاتا هجن جن ۾ بچاءُ، خارجه ناڻو ۽ بئنڪنگ هجي مشرقي پاڪستان هڪ جدا يونٽ هجي انهن سڀني اختيارن سميت جيڪي مغربي پاڪستان جي صوبن کي ملن ۽ هو به هڪ سب فيڊريشن ٿئي.

ميان ممتاز محمد خان دولتانه جيڪو ون يونٽ جي خالقن مان هڪ اهم خالق هيو تنهن اڳائي ڪلاڪن جي ڊگهي تقرير ڪندي ون يونٽ جا ان ڳڻيا فائدا ڳڻايا. هن وڌيڪ چيو ته پنجاب کي ٻين تي برتري هجڻ وارو الزام غلط آهي ۽ پنجاب اڳ ئي پنهنجي اڪثريت 57 سيڪڙي مان گهٽائي 40 سيڪڙو تي آندي آهي جيڪا هڪ اقليت آهي ۽ پنجاب اهو سڀ ڪجهه ننڍن صوبن جي فائدي لاءِ ڪري رهيو آهي.

هن وڌيڪ چيو ته مغربي پاڪستان جي ريجن (Region) ثقافتي.

معاشي، تاريخي ۽ جاگرافيائي طور تي هڪ ۽ گڏيل ريجن آهي ۽ مغربي پاڪستان جي بڻدي پاڪستان آئيڊيا لاجي جو منطقي نتيجو آهي. تقريرن ۾ حصو وٺندڙن يونائيٽڊ فرنٽ جي بنگالي ميمبرن کي سخت تنقيد جو نشانو بڻايو تہ هُو موقعي پرست ۽ ڌڙي بندي ۾ اعتماد رکندڙ آهن. پهرين هنن ون يونٽ بل جي حمايت ڪئي ۽ پوءِ مفادن خاطر ون يونٽ جي مخالفت ڪئي.

ميان افتخار الدين پنهنجي پرائي رٿ ڏني تہ هُو مغربي پاڪستان ۾ ثقافتي ۽ لساني بنيادن تي زونل فيڊريشن ناهين جنهن ۾ چارئي خودمختيار صوبا هجن جنهن ۾ پنجاب، پختونستان، سنڌ ۽ بلوچستان.

آئين ساز اسيمبليءَ جي بحث ۾ حصو وٺندي آل پاڪستان مهاجر بورڊ اهو فيصلو ڪيو تہ جيڪڏهن ون يونٽ جو بل پاس ٿئي ٿو تہ ڪراچيءَ کي ون يونٽ جي حوالي نہ ڪيو وڃي ۽ نہ سنڌ سان رکيو وڃي، پر ڪراچيءَ کي بہ اهي ئي قانوني، انتظامي حق ڏنا وڃن جيڪي ون يونٽ ۾ ٻين علائقن کي ڏنا ويندا.

جن ميمبرن مخالفت ۾ رايا ڏنا ۽ اهو چيو تہ بل کي تڪڙو پاس نہ ڪيو وڃي، ان لاءِ ايوان جي هڪ سليڪٽ ڪميٽي قائم ڪئي وڃي ۽ ان لاءِ ايوان ۾ ريفرينڊم ڪرايو وڃي. بل تي هڪ مهيني تائين بحث هليو. آخر بل جي حمايت ۾ مسلم ليگ ۽ يونائيٽيڊ فرنٽ جي 43 ميمبرن ووٽ ڏنو ۽ 13 ميمبرن ان جي مخالفت ڪئي. انهن ۾ مخالفت ۾ پونڊڙ 12 ووٽ اوڀر پاڪستان جي عوامي ليگ جي ميمبرن جا هئا ۽ تيرهون ووٽ مغربي پاڪستان مان ميان افتخارالدين جو هو.

3 آڪٽوبر 1955ع تي ملڪ جي گورنر جنرل ميجر جنرل اسڪندر مرزا مغربي پاڪستان قائم ٿيڻ جي بل تي صحيح ڪئي. 05 آڪٽوبر 1955ع تي گورنر جنرل مغربي پاڪستان صوبي جو سرڪاري طور تي اعلان ڪيو جنهن ۾ چيو ويو تہ 14 آڪٽوبر 1955ع تي مغربي پاڪستان صوبو عمل ۾ ايندو ۽ ان جي گاديءَ جو هنڌ لاهور هوندو. هن کان ٿورو اڳ محمد ايوب کهڙو ۽ مرڪزي ليڊر متفق ٿيا هئا تہ ون يونٽ صوبي جي گاديءَ جو هنڌ ايبٽ آباد يا مانسهره ٿيندو. پر ائين ڪونہ ٿيو. جلدئي 7 وزيرن تي مشتمل ون يونٽ جي وزارت ناهي وئي جنهن ڊاڪٽر خان صاحب جي رهنمائي ۾ قسم کنيو. جن ۾ ايوب کهڙو، سردار بهادر خان، حامد خان دستي ۽ ون يونٽ جا ٻيا خالق ممتاز محمد خان دولتانہ، قربان علي ۽ عابد حسين

ڪابينه جا وزير بنيا. بقول جناب تنوير احمد طاهر جي تہ "سنڌ 1955ع جي مغربي پاڪستان ايڪٽ تحت پنهنجي حيثيت ۽ سڃاڻپ هڪ صوبي جي حيثيت سان وڃائي ڇڏي ۽ سنڌ حقيقت ۾ ان صورتحال ۾ آئي جنهن ۾ هوءَ 1936ع تائين بامبي پريزيڊنسيءَ ۾ صوبائي حيثيت بدران هڪ ڊويزن واري حيثيت ۾ هئي."[10]

ون يونٽ جو منصوبو عمل ۾ اچي چڪو هو تنهنڪري سنڌ توڙي ٻين ننڍن صوبن جي محب وطن سياسي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن ان ناپاڪ منصوبي جي خاتمي لاءِ ڀرپور سياسي جدوجهد ڪرڻ جو پڪو پهه ڪيو. وقت بوقت مختلف تنظيمون، پارٽيون ۽ ادارا ٺهيا جن ون يونٽ خلاف تمام گهڻي جدوجهد ڪئي، ان سلسلي ۾ جيڪو احوال مختلف ذريعن ڪان ملي سگهيو سو هيٺ درج ڪجي ٿو.

11 نومبر 1954ع تي سنڌ هاري ڪميٽي جي ورڪنگ ڪميٽي جو اجلاس هاري آفيس حيدرآباد ۾ زير صدارت حيدربخش جتوئي صدر سنڌ هاري ڪميٽي جي ٿيو. اجلاس ۾ ون يونٽ جي تجويز تي وڏو بحث ڪيو ويو. ٻين قرار دادن ڪانسواءِ ون يونٽ بابت بہ قرارداد منظور ڪئي وئي.

جنهن موجب: "هي ورڪنگ ڪميٽي هن راءِ آهي تہ سنڌ، بلوچستان، فرنٽيئر علائقن کي ويسٽ پاڪستان جي هڪ يونٽ ۾ ٺاهڻ جو تحرڪ پنجاب جي سرمائيدارن، زميندارن ۽ عملدارن طرفان هلايل آهي تہ جيئن ننڍن صوبن جي وسائل، زمين، تجارت ۽ نوڪرين تي قبضو ڪيو وڃي. هي تحريڪ بلڪل ناجائز ۽ نامناسب آهي. جنهن ذريعي پنجاب جي عوام ۽ سنڌ جي عوام ۾ نفرت ۽ عام طرح پاڪستان ۾ اندروني خانہ جنگي جو باعث ٿيندو. جنهن جا خطرناڪ نتيجا لازمي آهن. سنڌ هزارين سالن کان خاص تهذيب، زبان ۽ روايتن جي مالڪ آهي ۽ ان کي پاڪستان يا اسلام جي نالي ۾ متائڻ ناممڪن ۽ ظالمانہ ڪارروائي ٿيندي."[11]

27- آگسٽ 1955ع تي جوڙيل ويسٽ پاڪستان اينٽي ون يونٽ فرنٽ جي اعليٰ سطحي مشاورتي ڪاميٽيءَ جي ٻي گڏجاڻي 8 آڪٽوبر 1955ع تي خان عبدالغفار خان جي صدارت هيٺ حيدر منزل ڪراچيءَ ۾ ٿي. جنهن ۾ هيٺيون قراردادون پاس ڪيون ويون.

1. پاڪستان جي استحڪام کي بحال رکڻ خاطر ان کي هڪ وفاقي ۽ جمهوري رياست بڻايو وڃي.

2. ون يونٽ کي رد ڪيو وڃي.
3. ٻولي ۽ ثقافت جي بنياد تي صوبن جي آئيني حيثيت کي ٻيهر بحال ڪيو وڃي.
4. جمهوري حڪومت جو قيام عمل ۾ آندو وڃي.

مٿين مقصدن جي حاصلات لاءِ هن ڪاميٽيءَ پاران ملڪ جي سمورن جمهوري ۽ محب وطن عنصرن کي آماده ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو ته اهي مستقبل جي پارليامينٽ لاءِ اليڪشن وڙهڻ ۽ ووٽ ڏيڻ جي اهميت کي اجاگر ڪن. وڌيڪ اهو فيصلو پڻ ڪيو ويو ته ون يونٽ جي اسيمبليءَ لاءِ اليڪشن وڙهڻ لاءِ اسان جي ورڪرن ۽ همدردن تي ڪابه پابندي نه هوندي، انهيءَ شرط تحت ته هو قائم ٿيندڙ اسيمبليءَ ۾ مٿين مقصدن جي حاصلات لاءِ جاکوڙيندا ۽ ڪوبه عهدو قبول نه ڪندا.

23- فيبروري 1956ع تي پشاور ۾ مشاورتي ڪاميٽيءَ جي ٽين گڏجاڻي ٿي جنهن ۾ سنڌ مان جي ايم سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، حيدربخش جتوئي ۽ رياض هاشمي شريڪ ٿيا هئا. ميٽنگ ۾ ون يونٽ خلاف جدوجهد جاري رکڻ جو اعلان ڪيو ويو.[12]

## سنڌ اينٽي ون يونٽ فرنٽ

29، 30 آڪٽوبر 1955ع تي ڪراچي ۾ سنڌ جي نمائنده سياستدانن جو اجلاس ٿيو جنهن ۾ Sindh Anti One Unit Front ٺاهڻ جو فيصلو ڪيو ويو. هن اجلاس ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي، جي ايم سيد، حيدر بخش جتوئي، ذوالفقار علي ڀٽو، قاضي فيض محمد، غلام مصطفيٰ ڀرڳڙي، عبدالحميد جتوئي ۽ ٻيا اڳواڻ شريڪ ٿيا. هن ميٽنگ ۾ فيصلو ڪيو ويو ته مٿيان اڳواڻ سنڌ جو دورو ڪري فرنٽ جو پيغام عوام تائين پهچائيندا. هن فرنٽ جو سيڪريٽري حيدر بخش جتوئي کي چونڊيو ويو.

## پاڪستان نيشنل پارٽي

ون يونٽ ٽوڙڻ لاءِ ننڍن صوبن جي سياسي اڳواڻن 1955ع ۾ جيڪو اينٽي ون يونٽ محاذ ٺاهيو هيو. سو اڳتي هلي پنجاب جي ميان افتخار الدين جي "آزاد پاڪستان پارٽي" سان انضمام ڪري 2 ڊسمبر 1956ع ۾ هڪ نئين پارٽي "پاڪستان نيشنل پارٽي" ٺاهي وئي. هن ۾ سنڌ مان جي ايم

سيد، حيدر بخش جتوئي ۽ سرحد مان خان عبدالغفار خان شامل ٿيا. هن پارٽي ڪجهه عرصي اندر نهايت اهم سرگرميون ڪيون. جيڪي مختلف اخبارن ۾ شايع ٿيون انهن مان ڪجهه هيٺينءَ ريت آهن:

- 24 مئي 1957ع تي نيشنل پارٽي جو هڪ جلسو محمد علي پارڪ سکر ۾ منعقد ٿيو جنهن جي صدارت جي ايم سيد ڪئي. حيدر بخش جتوئي، شمس الدين شاهه ۽ مولانا محمد علي تقريرون ڪيون. جلسي کي ڦٽائڻ لاءِ جماعت اسلامي وارن گڙٻڙ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر ناڪام ٿيا.

مسٽر جي ايم سيد گذشته ڏهن سالن جي حالتن جو جائزو وٺندي چيو ته اڄ تائين حڪمران طبقو عوام جي جذباتن سان کيڏي رهيو آهي. انهيءَ صورت حال کي ختم ڪرڻ لاءِ عوام کي انهن سستن نعرن جي عيوض حقيقي حالتن طرف متوجهه ڪرائڻ تمام ضروري آهي. ۽ انهيءَ سان گڏ مشڪل به. سيد صاحب چيو ته نيشنل پارٽي عهدن جي بکي نه آهي ۽ پارٽي اهو فيصلو ڪيو آهي ته تيستائين عهدا نه وٺبا جيستائين عوام جو شعور نه بلند ٿيو آهي. شاهه صاحب سنڌين کي اپيل ڪئي ته هو سنڌ کي پنهنجو وطن سمجهن. دشمني، تعصب ۽ جذباتي نعرن سان ملڪ ترقي نه ڪري سگهندو.

جلسي ۾ 4 قراردادون منظور ٿيون. جنهن ۾ ڪارن قانونن جي منسوخي، زمينداري ۽ جاگيرداري جو خاتمو، صوبائي اسيمبلي جي بحالي، ۽ هڪ يونٽ کي ختم ڪرڻ جا مطالبا ڪيا ويا. جلسي ۾ مشهور مسلم ليگي رهنما مسٽر نعمت الله قريشي به شريڪ ٿيو.

24- مئي 1957ع تي گهوٽڪي ۾ نيشنل پارٽي جو جلسو ٿيو جنهن ۾ هزارين مائهن شرڪت ڪئي. رات جو شڪارپور ۾ پارٽي جو جلسو ٿيو جنهن جي صدارت مسٽر رحيم بخش سومري ڪئي. جنهن ۾ آغا غلام نبي پناڻ به ون يونٽ خلاف تقرير ڪئي.[13]

## نيشنل عوامي پارٽي

ون يونٽ خلاف هلندڙ احتجاجي تحريڪ کي ملڪ گير سطح تي کڻي وڃڻ ۽ وڌيڪ سگهارو بنائڻ خاطر پاڪستان نيشنل پارٽي جي اڳواڻن ڪوششون ڪيون ته اوڀر پاڪستان جي سياستدانن کي پڻ ساٿ ۾ شامل ڪيو وڃي. ان سلسلي ۾ 25 جولاءِ 1957ع تي ڍاڪا ۾ هڪ ڪنوينشن منعقد ٿيو جنهن ۾ مولانا عبدالحميد ڀاشاني عوامي ليگ کان ڌار ٿي

پنهنجن ساٿين سميت شموليت لاءِ راضپو ظاهر ڪيو. جنهن بعد پارٽيءَ جو نالو تبديل ڪري "نيشنل عوامي پارٽي" رکيو ويو. ان ڪنوينشن ۾ سنڌ مان سائين جي ايم سيد، راقم جو والد علي احمد قريشي، قاضي فيض محمد، ڪامريڊ غلام محمد لغاري ۽ ٻيا شريڪ ٿيا. نئين پارٽيءَ جو صدر مولانا ڀاشاني، نائب صدر شيخ عبدالمجيد سنڌي کي چونڊيو ويو. جڏهن ته اولهه پاڪستان جو صدر خان عبدالغفار خان کي چونڊيو ويو. نعپ پاران ون يونٽ خلاف جدوجهد شروع ڪئي وئي. ڪيترائي جلسا ٿيا جن مان ڪجهه هيٺينءَ ريت هئا:

- شهداد ڪوٽ- سنڌ هاري ڪميٽي پاران تاريخ ٩- آگسٽ 1957ع تي هڪ عظيم الشان جلسو رفيق حيدر بخش جتوئي جي زير صدارت منعقد ٿيو. حيدر بخش جتوئي صدر سنڌ هاري ڪميٽي جيئن شهداد ڪوٽ اسٽيشن تي لٿو ته سندس شاندار استقبال ڪيو ويو. "هاري حقدار، زميندار شاهي برباد ۽ ون يونٽ ٽوڙيو" جي فلڪ شگاف نعرن سان رفيق حيدر بخش جتوئي ۽ ٻين کي جلوس سان اسٽيشن تان شهر ۾ آندو ويو.

منجهند جو لاڙڪاڻي ضلع هاري ڪاميٽي جي ورڪنگ ڪاميٽي جي ميٽنگ ٿي، جنهن ۾ اهم ٺهراءَ پاس ڪيا ويا. ٽيهريءَ جو شهر جي معزز ماڻهن کي هاري ڪاميٽي طرفان چانهه جي دعوت ڏني وئي جنهن ۾ اٽڪل پنجاهه شهرين شرڪت ڪئي. رفيق حيدر بخش حاضرين کي ون يونٽ جي مسئلي تي سمجهاڻي ڏني. حاضرين ون يونٽ جي خلاف آئيني طور ڪم ڪرڻ ۽ تنظيم کي مضبوط ڪرڻ لاءِ پنهنجون خدمتون آڇيون. مغرب نماز بعد عاليشان جلسو ٿيو جنهن ۾ مسٽر دوست محمد ابڙو، مولوي عزيز الله جروار، الاهي بخش قريشي ۽ محمد عظيم پنهور تقريرون ڪيون. محترم جتوئي صاحب ڏيڍ ڪلاڪ مدلل ۽ ولوله انگيز تقرير ڪندي موجوده مسئلن تي روشني وڌي ۽ غير جمهوري طريقي سان ون يونٽ جي قيام ۽ ون يونٽ جي ناڪام ٿيڻ تي تبصرو ڪيو. هن عوام کي پاڻ ۾ متحد رهڻ ۽ نيشنل عوامي پارٽي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ پڻ اپيل ڪئي. رفيق عبدالحليم طالب پنهنجا انقلابي شعر پڙهيا جنهن کان پوءِ هيٺيان ٺهراءَ پاس ڪيا ويا: ون يونٽ ٽوڙي لساني بنيادن تي صوبا ٺاهيا وڃن. ووٽرن جون لسٽون سنڌي ٻولي ۾ نه ٺاهيون وينديون ته چونڊن جو بائڪاٽ ڪيو ويندو.[14]

- 5 نومبر 1957ع خيرپور، رات جو سکر، 6 تاريخ تي ڪوئٽه. 7

مستونگ بلوچستان، 8 تاريخ چمن. شام جو قلعه عبدالله ۽ 9 نومبر 1957ع تي نوابشاھ ۾ نيشنل عوامي پارٽي طرفان ون يونٽ ٽوڙ تاريخي ڪانفرنسون ٿي گذريون. هر هڪ اسٽيشن تي هزارن جي تعداد ۾ ماڻهن گڏ ٿي پنهنجن رهبرن جو پرجوش خير مقدم ڪيو. جلوس ڪڍيا ۽ پنهنجن محبوب اڳواڻن جون تقريرون ٻڌيون.

خيرپور جي جلسي جي صدارت عبدالرزاق سومري ڪئي، سکر جي جلسي جي صدارت قاضي فيض محمد ڪئي، ڪوئيٽا جي جلسي جي صدارت بلوچستان جي عوامي رهنما عبدالصمد خان اچڪزئي ڪئي، مستونگ بلوچستان جي جلسي جي صدارت بلوچن جي عظيم رهنما شهزادي آغا عبدالڪريم خان ڪئي ۽ نواب شاھ سنڌ جي جلسي جي صدارت سنڌ سونهاري جي محبوب اڳواڻ محترم جي ايم سيد ڪئي. نواب شاھ ۾ 9 تاريخ 2 وڳي جي ٽرين مان نيشنل عوامي پارٽي جا اڳواڻ مولانا ڀاشاني، خان عبدالغفار خان، خان عبدالصمد اچڪزئي، غوث بخش بزنجو ۽ غلام محمد لغاري جو عوامي رهنمائن سان ڪوئيٽا جي دوري تي گڏ ويل هو سي لٿا. ريلوي پليٽ فارم تي محترم جي ايم سيد، رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙي، قاضي فيض محمد سوبن نيشنل رضا ڪار ۽ ٻيا هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو جن کي ”ون يونٽ ٽوڙيو. جاگيرداريون ختم ڪري زمين هارين کي ڏيو“ جا نشان پنهنجي ڇاتين ۽ ٻانهن تي لڳل هئا. ون يونٽ ٽوڙيو. مولانا ڀاشاني زنده باد. خان عبدالغفار خان زنده باد. ۽ پاڪستان نيشنل پارٽي زنده باد جي فلڪ شگاف نعرن سان پنهنجن محبوب اڳواڻن جو استقبال ڪيو ۽ کين گلن جي هارن سان جنجهي ڇڏيو. پوءِ کين سينگاريل اٺ گاڏين ۾ سوار ڪري سندن شاندار جلوس ڪڍيو ويو. جلوس ساري شهر جو گشت ڪري نعرا هڻندو جلسه گاھ وٽ اچي برخاست ٿيو جتي پنڊال اڳيئي ماڻهن سان ڀريو پيو هو.

جيئن ئي عوامي رهنما پنڊال ۾ داخل ٿيا سارو پنڊال عوامي رهنما زنده آباد ۽ ون يونٽ ٽوڙيو جي نعرن سان گونجي اٿيو. جلسي جي صدارت محترم جي ايم سيد ڪئي، نيشنل عوامي پارٽي جي صدر مولانا عبدالحميد خان ڀاشاني تقرير ڪندي چيو ته اسان جي پارٽي هر انهيءَ قدم سان تعاون ڪرڻ لاءِ تيار آهي جيڪو نيڪ مقصد واسطي کنيو ويندو. مولانا صاحب چيو ته ون يونٽ ننڍن صوبن جي عوام جي مٿان زبردستي ۽ نهايت

غير جمهوري نموني سان سنڌن مرضي جي خلاف مڙهيو ويو آهي. اسان فقط اهو چاهيون ٿا تہ ون يونٽ جهڙي اهم مسئلي جو فيصلو عوام پاڻ ڪن جيڪي ئي اصلي حڪمران آهن ۽ نہ چند ڊڪٽيٽر قسم جا ماڻهو. مارشل لا جهڙيون حالتون پيدا ڪري زبردستي اهڙا فيصلا ڪندا وتن. پنهنجي تقرير جاري رکندي مولانا صاحب چيو تہ پاڪستان چند خود غرضن جي جاگير ڪانهي. جيڪي انگريزي حڪومت جي پيداوار آهن. بلڪ پاڪستان اٺن ڪروڙن انسانن جي ملڪيت آهي. اولهہ پاڪستان نيشنل عوامي پارٽي جي صدر خان عبدالغفار خان پنهنجي تقرير ۾ چيو تہ ون يونٽ جي ڪري ملڪ جي درميان هڪ ٻئي خلاف نفرت وڌي ويئي آهي. رشوت جي بازار گرم آهي. خرچ اڳي کان تمام گهڻو وڌي ويو آهي!! بادشاهہ خان اعلان ڪيو تہ پاڪستان پنجن ڀائرن بنگالين. پنجابين. سنڌين. بلوچن ۽ پٺاڻن جي ملڪيت آهي ۽ اسان انهن سڀني لاءِ هڪ جهڙا حق ۽ جدا جدا گهر طلب ڪريون ٿا انهي کان ڪنهن کي بہ نقصان ڪونهي.

ان بعد مسٽر غوث بخش ۽ رفيق غلام محمد لغاري تقريرون ڪيون. رفيق لغاري جي تقرير جوش ۽ جذبن سان ڀرپور هئي. جلسو 6 وڳي ڌاري خير خوبي سان ختم ٿيو.[15]

• ميرپور خاص جي ساماري تعلقي جي اندر پير پٿوري جي ميلي تي ٽن ڏينهن لاءِ (نومبر 1957ع) عظيم الشان ون يونٽ ٽوڙ ڪانفرنس ٿي. ڪانفرنس جي پهرين نشست جي صدارت نيشنل عوامي پارٽي جي اڳواڻ رفيق غلام محمد لغاري ڪئي. ٻي نشست جي صدارت ڪامريڊ عبدالقادر ايم خان ڪئي. ڪانفرنس جو بندوبست نيشنل عوامي پارٽي ۽ ضلع ٿر پارڪر هاري ڪاميٽي طرفان رکيل هو.

رفيق لغاري پنهنجي صدارتي تقرير ۾ ون يونٽ جي خرابين ۽ ليگ ۽ ريپبلڪن پارٽي جي ناپاڪ اتحاد تي روشني وجهندي چيو تہ پاڪستان جي صدر کي سياسي ڳالهين ۽ پارٽي بازي ۾ تنگ اڙائڻ نہ گهرجي. جدا چوندن جي ڪري اليڪشن اصل نہ ٿيندي ۽ عوامي پيسي جي ڪروڙين رپين جي بربادي ٿيندي. ٻي نشست ۾ ڪامريڊ عبدالقادر پنهنجي تقرير ۾ هارين کي سمجهائي ڏني تہ هو سڀ پاڻ ۾ ٻڌي ۽ اتفاق ڪن ۽ هاري ڪاميٽي ۽ نيشنل عوامي پارٽي جا ميمبر ٿين. اهي ئي جماعتون آهن جيڪي اوهان جو ڀلو ڪري سگهنديون.

هيٺيان ٺهراءُ يڪراءِ بحال ڪيا ويا:

1. ون يونٽ کي چوندن ڪان اڳي ٽوڙيو وڃي.
2. گڏيل چونڊون ڪيون وڃن.
3. الاٽ ٿيل زمينون الاٽي هارين ۽ مهاجرن کي ڏنيون وڃن.
4. وڏيون زميندارين ۽ جاگيرداريون ختم ڪيون وڃن ۽ زمينون هارين کي ڏنيون وڃن.
5. ٿرجي ڏڪارجي مارين کي مفت گاهه ۽ اناج ڏنو وڃي.[16]

- 14- آڪٽوبر 1963ع تي لاڙڪاڻي ۾ "ڪارو ڏينهن" ملهايو ويو. هزارين ماڻهن ٻانهن تي ڪاريون پٽيون ٻڌي ون يونٽ ٽوڙڻ جو مطالبو ڪيو. اڄ هتي يوم سياهه ملهايو ويو. جنهن موقعي تي شهر جي هزارين ماڻهن جن ۾ قومي اسيمبلي ميمبر سردار پير بخش ڀٽو، قاضي فضل الله ۽ ٻيا اڳواڻ پڻ شامل هئا تن پنهنجي ٻانهن تي ڪاريون پٽيون ٻڌيون. يوم سياهه ون يونٽ خلاف نفرت ۽ بيزاري جي اظهار طور ملهايو ويو ڇاڪاڻ ته اڄوڪي ڏينهن يعني 14 آڪٽوبر تي ون يونٽ جو وجود قائم ٿيو هو. شام جو هڪ زبردست پبلڪ جلسو ٿيو جنهن ۾ ڪيترائي ٺهراءَ پاس ڪيا ويا. هڪ ٺهراءَ ۾ ون يونٽ کي ٽوڙي اڳيان صوبا وري قائم ڪرڻ جو مطالبو ڪيو ويو. (نواءِ سنڌ 15- آڪٽوبر 1963ع) سڀاڻي ڏينهن تي سنڌ يونيورسٽيءَ جي شاگردن پڻ ڪارو ڏينهن ملهايو. محترم امداد اوڍو تفصيل ٻڌائيندي لکي ٿو ته "انهيءَ ڏينهن يونيورسٽي جي سٿن شاگردن جن ۾ بشير انصاري (انجنيئر)، ديوان علي قلباڻي (سنڌ انفرميشن ڊپارٽمينٽ ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر هو ۽ پوءِ آمريڪا هليو ويو)، شريف ميمڻ (سنڌ سرڪار ۾ سيڪريٽري ٿيو)، ظهور انصاري (صحافي) ۽ ڪجهه ٻيا ساٿي. تن گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد ۾ اچي ون يونٽ خلاف نعريبازي ڪئي. ان جام ساقي ۽ چند شاگردن سنڌن سان ڏنو. ضلعي سطح تي شاگردن جون تنظيمون نهن لڳيون. نواب شاهه اسٽوڊنٽس فيڊريشن به ٺهي. ائين سڄي سنڌ ۾ شاگرد تنظيمون ٺهي چڪيون هيون. حيدرآباد جي شاگرد تحريڪ ۾ اڪثر شاگرد شامل ٿيندا ويا. جن ۾ سيد مهر حسين شاهه، عنايت ڪشميري، فدا حسين، علي اڪبر ...ڙهي، ريحان، مير ٿيبو، غلام نبي نديم اختر، چني لال وڌواڻي (انجنيئر)، ...ڪ ايف چگهه (انجنيئر)، طاهر رضوي، منير سنڌي (اديب)، عبدالواحد ...ڙهي (وڪيل)، ڪامل رحيم (ڊاڪٽر)، اسماعيل اڍيجو (ڊاڪٽر)، ان وقت

شاگردن پاران هيٺيان مطالبا ڪيا ويا:

(1) ڪاليج ۽ يونيورسٽي ۾ داخلا في هر سال جي بجاءِ هڪ دفعو ورتي وڃي.

(2) سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻوليءَ جو درجو ڏنو وڃي.

(3) ايم اي ۾ سنڌي ۽ اردو ۾ جواب لکڻ جي اجازت ڏني وڃي.

(4) 45 سيڪڙو مارڪون حاصل ڪرڻ تي سيڪنڊ ڊويزن ڏني وڃي.

(5) شاگرد يونين کي پنهنجو آئين پاڻ ٺاهڻ جو اختيار ڏنو وڃي.

(6) ون يونٽ جو خاتمو ڪيو وڃي." (18)

جتوئي قبيلي جي اعليٰ ڪانفرنس 13 آڪٽوبر 1963ع تي ٿي. صدارت حاجي عبدالمجيد جتوئي ڪئي. خان صاحب عبدالحميد خان جتوئي، مولوي نذير حسين جلالي. غلام مصطفيٰ خان جتوئي ۽ حيدر بخش جتوئي تقريرون ڪيون. جڏهن ته هيٺيان ٺهراءَ پاس ڪيا ويا: (1) ڪوٽڙي ۽ گڊو بئراج جون زمينون گهٽ ۾ گهٽ 70 سيڪڙو مقامي هارين ۽ آبادگارن کي ڏنيون وڃن. (2) سنڌي ٻولي کي اڳوڻي حيثيت ڏئي سرڪاري زبان تسليم ڪيو وڃي. ڪانفرنس ۾ لڳ ڀڳ 2 هزار ماڻهن شرڪت ڪئي. (19)

## سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن

ون يونٽ خلاف سنڌي شاگردن سنڌ سطح تي جدوجهد جي شروعات ڪندي هڪ تنظيم سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن قائم ڪئي. ان جو تفصيلي احوال ڏيندي. ان جو سرگرم ڪارڪن فضل الله قريشي لکي ٿو: "1962ع-1963ع ڌاري گورنمينٽ ڪاليج جي قاضي فضل الحق حيدرآباد ۾ باقاعده سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن (SSF) نالي شاگرد تنظيم جو بنياد وڌو. ايس ايس ايف ۾ مختلف تعليمي ادارن جا شاگرد شامل هئا. خاص ڪري سنڌ يونيورسٽي، گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد. لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۽ سچل ڪاليج حيدرآباد وغيره جون سرگرميون گهڻو تڻو حيدرآباد تائين محدود هيون.. پر جڏهن ون يونٽ خلاف هلچل شروع ٿي. جنهن ۾ اديبن، سياستدانن ۽ شاگردن ڀ حصو وٺڻ شروع ڪيو. ته SSF جو دائرو وڌيو ۽ قاضي صاحب سنڌ جا تنظيمي دورا شروع ڪيا. ان سلسلي ۾ هو سکر ۾ پڻ آيو. جتي ساڻس ملاقاتون ٿيون. جيئن ته گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد واري عليڪ سليڪ هئي ۽ هاڻي سکر ۾ ڪافي اثر رسوخ هئڻ ڪري شاگردن جون

سائنس ملاقاتون ڪرايون. جنهن سبب قاضي صاحب سنڌ اثر ڪٽي واپس وريو."[20]

ٿوري ئي عرصي اندر انهيءَ تنظيم سنڌي شاگردن ۾ ون يونٽ بابت جاڳرتا پيدا ڪئي ۽ کين متحرڪ بڻايو. جيتوڻيڪ اهو دور سخت مارشل لا جو دور هو پوءِ به سنڌي شاگردن سرگرمي سان ڪم ڪيو. فضل الله قريشي لکي ٿو: 1963ع واري سال ۾ سنڌ ۾ به "ون يونٽ ٽوڙ دو... ورنه ..." (چاڪنگ) واري مهم هلي. اسان واري سنگت. سڄي سنڌ ۾ پٿين ۽ سرڪاري عمارتن تي منظم نموني اهڙا نعرا لکيا. سکر ۾ به ناصر مورائي ۽ ٻين دوستن اسان تي اهو ڪم رکيو. اسان ٻن ٻن ڄڻن تي ٻڌل 10 کن ٽوليون جوڙيون. هڪ سائيڪل. هڪ رنگ جو ڊٻو ۽ هڪ برش (برش نه هئڻ جي صورت ۾ ڪاٺيءَ کي ڪپڙو ويڙهي مُوئو ٺاهي). ان مان برش جو ڪم وٺندا هئاسين). هڪ ئي رات ۾ اسان مڙسي ڪري سڄي شهر ۾ چاڪنگ ڪئي سين. سٽي ڪورٽ. ڊسٽرڪٽ ڪورٽ. سکر جيل. ڊپٽي ڪمشنر آفيس. ريلوي اسٽيشن. پوليس هيڊ ڪوارٽر. سکر بيراج. لئنسڊائون ۽ سکر پل. مطلب ته سموري شهر کي "ون يونٽ توڙ دو ورنه..." جي نعرن سان ڳاڙهو ڪري ڇڏيوسين.

ايوب خان جو زمانو هو. سرڪاري انتظامي مشينري ترت تحرڪ ۾ اچي وئي. ڪن سياسي ڪارڪنن خلاف وٺ پڪڙ شروع ٿي. اسان جي دوستن مان نواب قريشي پڪڙجي پيو. ان وقت رات جو ته جند ڇڏايائين. پر صبح جو سنڌس آفيس ۾ پوليس اچي ڪڙڪي. پر همراهه ڦري ويو. چيائين ته آئون رات جو ليبارٽريءَ ۾ هئس. هُو دراصل سکر بيراج. PWDآفيس ۾ واقع Hunting Technical Service وارن سان ليبارٽريءَ ۾ اسسٽنٽ طور ڪم ڪندو هو. اها انگريزن جي ڪمپني هئي جيڪا سنڌ ۾ سم ڪلر تي ڪم ڪري رهي هئي. هن ڪمپنيءَ جي رپورٽ جي بنياد تي Scarp پروگرام ۽ LBOD وغيره ٺهيا. اهڙيءَ طرح نواب قريشي ڪمپنيءَ جو نالو ڪٽب آڻي جان ڇڏائي ويو. ٻيا دوست به بچي ويا. پر ماحول ۾ ڪافي ڇڪتاڻ هئي.

ون يونٽ خلاف سياسي سجاڳيءَ سبب ۽ عام ماڻهن ۾ ون يونٽ خلاف نفرت ۾ تمام گهڻي واڌ آئي. انهيءَ جاڳرتا ۾ سياسي ڪارڪنن جي پيٺ ۾ سنڌي ادبي ڌُر جو به وڏو هٿ هو. سکر جي اديبن مان رشيد ڀٽي ۽ شيخ اياز ان جاڳرتائي مهم جا نمايان منهدار هئا. انهيءَ ٻرندڙ ماحول ۾

حيدرآباد ۾ سنڌ مسلم ليگ، والد صاحب جي ون يونٽ خلاف پيش ڪيل رٽ 12 جون (1963ع) تي منظور ڪئي ۽ اولهہ پاڪستان (ون يونٽ) اسيمبلي وري 19 جون تي 170ووٽن جي حمايت سان ون يونٽ ختم ڪرڻ ۽ پراڻا صوبا بحال ڪرائڻ لاءِ رٽ پاس ڪئي."[21]

فضل الله قريشي تنظيم جون وڌيڪ سرگرميون بيان ڪندي لکي ٿو: "10 نومبر (1963ع) تي SSF جي خاص گڏجاڻي، قاضي صاحب جي گهر تي ٿي، ان ۾ نوان عهديدار چونڊيا ويا (يا مقرر ڪيا)، مون کي سيڪريٽري انفارميشن ۽ پريس مقرر ڪيو ويو. ان ئي ڏينهن وري قاضي صاحب سان گڏ عبرت، مهراڻ، انڊس ٽائمز (انگريزي) ۽ نواءِ سنڌ جي آفيس وڃڻ ٿيو. هاڻي SSFکي باقاعدي ٽائيم ڏيڻ جو مسئلو هو، چاڪاڻ جو، شام جو اخباري پڌرائي تيار ڪري روبرو اخبارن تائين پهچائڻي پوندي هئي. مهراڻ وارو سائين سردار علي شاهہ تہ هير آباد ۾، يونيورسٽي اسٽاپ پرسان هو، پر انڊس پريس لاءِ قلعي ۾ وڃڻو هوندو هو ۽ پوءِ هيٺ لهي گاڏي کاتي ۾ (عبرت اخبار ۽ (نواءِ سنڌ) وارن تائين اخباري پڌرائي پهچائڻي هئي. مطلب تہ چئين ڪان ستين بجي تائين ان خفي ۾ هفتي ۾ ٻہ دفعا ضرور وڃڻو پوندو هو.

هاڻي SSF ۾ قاضي فضل الحق کان سواءِ لطيف انصاري، لطف دوداڻي، ڊاڪٽر سليمان شيخ، علي احمد جوڻيجو ۽ محمد شريف ميمڻ پڻ عهديدار هئا. لطيف انصاريءَ جي هوٽل فارول گڊس ناڪي تي گڏجاڻيون ٿينديون هيون. ... ڊسمبر- 1963ع ۽ جنوري 1964ع جي شروع ۾ اسان SSF پاران نوابشاهہ، سکر، شڪارپور، جيڪب آباد، لاڙڪاڻي، شهداد ڪوٽ ۽ دادوءَ جا تنظيمي دورا ڪيا. شڪارپور ۾ جميل صديقي ۽ احسان ڀٽي سٺي موٽ ڏني. لاڙڪاڻي ۽ شهداد ڪوٽ ۾ ضيا جلباڻي، بهاول انڙ ۽ قربان عباسيءَ بہ گڏجي ڪم ڪرڻ جو واعدو ڪيو.

ان کان اڳ ۾ بسنت هال حيدرآباد ۾ SSF جو ڪنوينشن ٿيو. ان لاءِ دربدر ٿي SDM ۽ پوءِ ڊي سي حيدرآباد ۽ ايس ايچ او ڪينٽ کان اجازت وٺڻي پئي. ڳاڙها حلوان وٺي ان تي پينٽر کان پوسٽر لکائڻ جو بہ ڪم ڪيوسين. ڪنوينشن، ان وقت جي لحاظ کان ڪامياب رهيو ۽ مون بہ پهريون دفعو تقرير ڪئي. اهڙين سرگرمين جون خبرون منهنجي نالي سان سنڌي اخبارن ۾ بہ اينديون هيون."[22]

قريشي صاحب وڌيڪ لکي ٿو: "1964ع جنوري ۾ SSF جي

ڪنوينشن ڪانپوءِ. فضل الحق قاضي ڪجهه پاسيرو ٿي ويو. چارج نائب صدر لطيف انصاري وٽ هئي ۽ آئون ڊپٽي سيڪريٽري جنرل ٿيس. غلام مصطفيٰ شيخ جيڪو اڳتي هلي سنڌ فاريسٽ ڊپارٽمينٽ ۾ چيف ڪنزرويٽو ٿي رٽائر ٿيو ۽ اشفاق صديقي کي به اهم ذميواريون ڏنيون ويون.

ان دوران اسين اتر سنڌ وياسين ۽ يارن دوستن جي معرفت ڪجهه چندو گڏ ڪيوسين. سمجهان ٿو ته 350 روپيا ڪنا ٿيا. سي به وڏي جاکوڙ کان پوءِ. ان دوران رمضان واري عيد تي وڪرو ڪرڻ لاءِ هزار کن عيد ڪارڊ SSF پاران ڇپراياسين. في ڪارڊ چار آنه قيمت رکيسون. يعني رپئي ۾ چار ڪارڊ. دوستن ڏي اهي ڪارڊ VPP ڪري موڪلياسون ۽ ڪجهه يونيورسٽيءَ ۾ وڪڻڻ جي ڪوشش ڪئي سون. پر ان ڪمَ لاءِ چوڪرن مان 4 آنه ڪڍڻ به وڏي ڳالهه هئي. بس ذاتي تعلقات ڪري روپيو، روپيو ڪري مڙيوئي پورت ڪئيسون. ڪجهه VPP واپس آيون. عيد کان پوءِ ڪارڊ واپس ملڻ ڪري ڪجهه ڪارڊ ضايع ٿيا. مجموعي طور تي ڏٺو وڃي ته ڪارڊ ڇپرائڻ واري تجربي ۾ ناڪامي ڪونه ٿي.

اخبارن ۾ اسان جي سرگرمين بابت ڪافي رپورٽون شايع ٿينديون رهيون. عام گڏجاڻين کان سواءِ هفتيوار گڏجاڻين ۾ نهراءِ بحال ڪري ڇپرائڻ سبب SSF کي ڪافي ناماچار مليو ۽ 64-65ع ڌاري اها سنڌ جي واحد شاگرد جماعت ٿي اڀري جيڪا سنڌي عوام، سنڌي ٻولي، سنڌ جي حقن ۽ سنڌي شاگردن جي نمائنده بڻي ۽ انهن جو آواز بڻجي اڀري. ان ئي زماني ۾ جميعت طلباءِ اسلام به سرگرم هئي. ڪراچيءَ ۾ البته ڪافي شاگرد جماعتون هيون جيڪي سياسي طور ڪابي ڌر سان لاڳاپيل هيون، پر باقي سنڌ ۾ انهن جو اثر صفا ڪونه هو. SSF جو ڪراچي يونٽ مينارام هاسٽل ۾ هو ۽ مظفر علي شاهه ان جو انچارج هو.“ [23]

قريشي صاحب وڌيڪ لکي ٿو:

”اولهه پاڪستان ۾ 1964ع ۾ پڻ ايوب شاهيءَ خلاف ڪافي رد عمل ظاهر ٿيو. پر ايوب مخالف قوتون ڇڙوڇڙ هيون. جڏهن ته سنڌ ۾ ون يونٽ مخالف تحريڪ ڏينهون ڏينهن سگهاري پئي ٿيندي وئي ۽ آهستي آهستي شاگرد ۽ اديب وڌيڪ متحرڪ ٿيندا پئي ويا. شهرن جون ڀتيون ون يونٽ ٽوڙ ڏيو جي نعرن سان ڳاڙهيون لڳيون پيون هيون. اخبارن مان پڻ ون يونٽ مخالف عوامي رويي جو اولڙو پئي نظر آيو.“ [24]

## سنڌي ادبي سنگت ۽ سنڌ جي اديبن، شاعرن ۽ قلم ڪارن جي ون يونٽ خلاف جدوجهد

سنڌ، سنڌي ٻولي ۽ ادب جي واڌاري لاءِ "سنڌي ادبي سنگت" جو بنياد ته جيتوڻيڪ ورهاڱي کان اڳ ئي پيو هو. پر ون يونٽ جي ڏاڍ ۽ جبر واري عمل ان تنظيم کي هڪ جوش ۽ جذبي سان ڀريل هڪ تحريڪ ۾ بدلائي ڇڏيو.

هن تنظيم پاران 1956ع ۾ سنڌي ٻوليءَ کي مغربي پاڪستان جي سرڪاري ٻولي تسليم ڪرائڻ لاءِ هڪ تحريڪ جي شروعات ڪئي وئي. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان لکن جي تعداد ۾ صحيون ورتيون ويون. اپريل 1956ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ ڪوٺايل ارڙهين سنڌي ادبي ڪانفرنس جي موقعي تي سنڌي ادبي سنگت کي وڌيڪ فعال بنائڻ لاءِ هڪ تنظيمي ڪاميٽي جوڙي وئي. 15- جولاءِ 1956ع تي ان ڪميٽي جو ميڙ حيدرآباد ۾ ٿيو. جنهن ۾ رٿيل جوڙ جڪ بحال ڪري ڪراچي ۾ آل سنڌ سنگت ڪنونشن ڪوٺائڻ جو فيصلو ڪيو ويو. اهڙي طرح 17 آڪٽوبر 1956ع تي ڪراچيءَ ۾ سنڌ مدرسي ۾ "سنڌي ادبي سنگت ڪنونشن" منعقد ٿيو. جنهن ۾ جمال ابڙو. رشيد ڀٽي، تنوير عباسي، نورالدين سرڪي، اياز قادري ۽ ٻيا شريڪ ٿيا. ڪنونشن پاران ڪراچيءَ ۽ ان جي پس گردائيءَ ۾ سنڌي پرائمري اسڪول بند ڪرائڻ خلاف ڀرپور آواز اٿاريو ويو ۽ سنڌي ٻوليءَ جي آئيني حيثيت کي بحال ڪرڻ، سنڌي ادب جي واڌاري، سنڌي لائبريريون قائم ڪرڻ، ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جو اصلوڪو درجو بحال ڪرڻ، سنڌي اديبن جي محنتن جو معاوضو ڏيڻ، ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۾ سنڌي پروگرام بهتر بنائڻ. سنڌي درسي ڪتابن کي آسان بنائڻ. ريلوي اسٽيشنن تي سنڌيءَ ۾ نالا لکڻ جا ٺهراءَ پاس ڪيا ويا.

ون يونٽ خلاف سنڌي اديبن جي جدوجهد بابت رشيد ڀٽي وڌيڪ تفصيل سان احوال ڏيندي لکي ٿو ته:

" قوم پرست سياستدانن سائين جي ايم سيد، حيدر بخش جتوئي ۽ قاضي فيض محمد وغيره کان پوءِ جنهن ڀربون کليو کلايو مخالفت جو علم کنيو، سي ڪراچيءَ جا اديب هئا. سنڌي ادبي سنگت ڪراچيءَ ڀربون ٺهراءُ پاس ڪري ان منصوبي جي پرزور مخالفت ڪئي. ان بعد ڪراچيءَ جي سنڌي شاگرد تنظيمن ترت موٽ ڏني ۽ ٺهرائن، مظاهرن ۽ جلسن رستي

مخالفت جو اظهار ڪيو. ون يونٽ جي قيام تائين سنڌ جي ادبي ۽ ثقافتي سرگرمين ۽ سياسي هلچل جو مرڪز ڪراچي ئي هئي، ڇو جو اخبارون، رسالا، ثقافتي ۽ ادبي جماعتون هت ئي هيون. ۽ سنڌ جي گادي به ڪراچي ۾ ئي هئي. 22 تاريخ نومبر تي ئي شام جو جناح ڪورٽس جي سينٽرل هال ۾ مختلف سنڌي شاگرد تنظيمن جو گڏيل اجلاس ٿيو. جنهن ۾ تقريرن بعد فيصلو ڪري ساري سنڌ ۾ 24 نومبر تي "ڪاري ڏينهن" ملهائڻ جو سڏ ڏنو ويو. ان ڪاري ڏينهن ۾ هڪ نئين جماعت به ڀرپور حصو ورتو جا شاگرد ۽ غير شاگرد نوجوانن جي تنظيم "سنڌ يوٿ فرنٽ" هئي. هيءَ جماعت ذوالفقار علي ڀٽي جي سربراهيءَ ۾ ٺاهي وئي، ۽ ان جا اهم ڪارڪن هئا: هادي بخش لاڙڪ، حفيظ لاکو، حفيظ پيرزادو ۽ مقبول ڀٽي. ڊي ايس ايف وارن به ان سڏ ۾ سڏ ڏنو ۽ احتجاجي جلوس ۽ جلسي ۾ شرڪت ڪئي. ڪاليجن جي چوڪ سنڌ مسلم آرٽس ڪاليج، سنڌ مسلم لا ڪاليج، ڊي جي ڪاليج ۽ اين اي ڊي انجنيئرنگ ڪاليج، وٽان هڪ وڏو ۽ ڊگهو جلوس تنظيمن پاران ڪارن جهنڊن سان ۽ مطالبن جي بئنرن سان ڪڍيو ويو. جو فريئر روڊ ۽ صدر ڪان ٿيندو گرومندر پهتو. جتي اسلاميه ڪاليج جا شاگرد به شامل ٿيا. دڳ ۾ فريئر روڊ وارو گورنمينٽ ڪاليج فار وومين به بند ڪرايو ويو. بندر روڊ تان موٽندي ڊائو ميڊيڪل ڪاليج جا شاگرد به ڪلاس ڇڏي جلوس ۾ شامل ٿيا. جلوس سنڌ مدرسي جي هال ۾ ختم ٿيو. جتي مختلف شاگرد تنظيمن جي اڳواڻن تقريرون ڪري ون يونٽ منصوبي جي سازش جي ڀرپور مخالفت ڪئي. ان جلسي ۾ ئي مون پنهنجو پهريون نظم "سنڌڙي رهي. اسين نه رهياسين ته ڇا ٿيو!" پڙهيو. ساري سنڌ مان به همت افزا رپورٽون آيون. سکر، حيدرآباد ۽ ٻين ننڍن وڏن شهرن مان به سڏ جي سٺي موٽ ملي. ان وقت ڪراچي مان ٽي روزانيون سنڌي اخبارون نڪرنديون هيون: الوحيد، نواءِ سنڌ ۽ نئين سنڌ. الوحيد ون يونٽ جي منهن توڙ مخالفت ڪري رهي هئي. نواءِ سنڌ کهڙي جي ذاتي ملڪيت هئي. سا ان جي ڀرپور حمايت ڪري رهي هئي. نئين سنڌ وارا عباسي برادران همت ۽ بندش آهر مخالفت جو آواز اڀاريندا پئي رهيا.

سنڌ مدرسي ۾ جلسي دوران پوليس گهيرو ڪري ورتو ۽ اسان سٺن اٺن کي پڪڙي اچي بولٽن مارڪيٽ ٺاڻي جي لاڪ اپ حوالي ڪيو. ڇهن سٺن ڪلاڪن کان پوءِ اسان کي ڇڏيو ويو. اسين سڌو نيو چاليءَ کان ٿيندا بيلاسز اسٽريٽ ۾ الوحيد جي آفيس آياسين. سائين جي ايم سيد، قاضي

فيض محمد، حيدربخش جتوئي، شيخ عبدالمجيد سنڌي، دين محمد عليگ ۽ ڪجهه نوجوان شيخ عبدالرحيم ۽ لاڪي وارا ملول ويٺا هئا. خبر پئي ته سرڪار الوحيد اخبار جي اشاعت تي ٽن مهينن لاءِ بندش وڌي هئي. ان ڏينهن ئي شايد رات جو دير سان ون يونٽ منصوبي جي مخالفت جي مهندار سائين جي ايم سيد کي به نظربند ڪيو ويو پر سرڪار جي انهن مذموم حملن ۽ حرڪتن تحريڪ کي روڪڻ ۾ سقلتا نه پاتي. الوحيد جي جاءِ تي ترت ئي حيدرآباد مان نجم الدين سربوال جي روزانه "ڪاروان" مولوي خير محمد نظاماڻيءَ جي ادارت ۾ الوحيد جي جاءِ پرڻ شروع ڪئي. "نئين سنڌ" ڪراچي به وقت ۽ وسيلن آهر آواز اڀاريندي رهي. الوحيد جي اڳين ايڊيٽر مشتاق ابڙي ڪراچيءَ مان هفتيوار "جدوجهد" جاري ڪري الوحيد جون ڪي سڪون لاهڻ لڳو پر جنهن اخبار سنڌ ۾ باهه ٻاري ڏني ۽ نڪرڻ سان ئي هٿون هٿ ڪجي ۽ ڪپي ويندي هئي، سا هئي مقبول پٺي جي حيدرآباد مان نڪرندڙ "وطن" هفتيوار. هن جي نالي جو بلاڪ ئي سنڌين جي جذبن ۽ جوش کي اڀارڻ لاءِ ڪافي هوندو هو."وطن" نالي جي پسمنظر ۾ سنڌ جو نقشو هوندو هو، جو زنجيرن ۾ جڪڙيل هوندو هو. جلد ئي "وطن" تي به بندش پئجي وئي. چوجو ان جون لکڻيون ڪامورا شاهيءَ کي بدهاضمو ڏئي ڇڏينديون هيون. ان وچ ۾ مان ۽ غلام رباني نئين سنڌ ۾ اچي وياسين، ۽ ان کي ڪجهه وڌيڪ تيز ڪري، ون يونٽ جي مخالفت ۾ اڳتي وڌي آياسين. شاعرن ۽ اديبن افسانن، نظمن ۽ بيانن رستي رڻ مچائي ڏنو. تنوير جا نظم: موهن جو دڙو، سسئي ۽ مارئي ڪيترائي دفعا هڪ ٻن هفتن ۾ ڇپيا. سنت ئي محمد عثمان ڏيپلائي "عبرت" جي موتمار هٿيار سان ون يونٽ جي مخالفت ۾ ڪاهي پيو. پراڻي پارٽي ميمبر ڪامريڊ عبدالخالق آزاد"آواز سنڌ" نواب شاهه مان ان هلچل جي حمايت ۾ جاري ڪئي. هن جو بلاڪ (نالي جو) به جذبا ۽ جوش اڀاريندڙ هو. پس منظر ۾ سنڌ جي نقشي اندر مارئي گرفتار ويٺي ڳوڙها ڳاڙيا. مطلب ته ون يونٽ جي تحريڪ سنڌ اندر قوميت ۽ قومپرستيءَ جو جذبو جنون جي حد تائين اڀاريو، ۽ سنڌ کي لساني، ثقافتي، سياسي، اقتصادي ۽ سماجي طور هڪ الڳ قوم هئڻ جو احساس ڏياريو ۽ قوميت جي بقا ۽ احياءَ لاءِ منجهن جذبو، جوش ۽ جولان پيدا ڪيو. ان سلسلي ۾ نواب شاهه جي رسالي ماهوار "ادا" ۽ ذوالفقار راشديءَ جي "مذهب انسانيت" به شروعاتي دور ۾ تعميري ڪردار ادا ڪيو."[25]

1958ع ۾ محمد عثمان ڈيپلائي کي گرفتار ڪيو ويو.

ايوبي دؤر ۾ شريف ڪميشن پاران جڏهن سنڌي ٻوليءَ جي حيثيت کي گهٽايو ويو ته سنڌي ادبي سنگت انهن سازشن خلاف تمام گهٽي جدوجهد ڪئي. 9 نومبر 1963ع تي "يوم سنڌي زبان" ملهايو ويو.

11،10 اپريل تي 1965ع تي سکر ۾ سنڌي ادبي سنگت مرڪز جو عام ميڙ ڪوٺايو ويو جو ڊسٽرڪٽ ڪائونسل هال ۾ مولانا غلام محمد گرامي جي صدارت هيٺ ٿيو.

2- آڪٽوبر 1966ع تي سنڌي ادبي سنگت ڪراچيءَ پاران هڪ سنڌي ادبي ڪانفرنس خالقڏني هال ۾ منعقد ڪئي وئي. جنهن ۾ استقباليه خطبو تاج بلوچ پڙهيو. جڏهن ته صدارت عبدالڪريم گدائي ڪئي. ان ڪانفرنس ۾ ڪراچيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي تعليمي حيثيت بحال ڪرڻ. ڪينجهر ڍنڍ جو نالو "ڪلري" رکڻ خلاف. حيدرآباد جي قلعي جي صفائي ڪرائڻ. ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ تان سنڌي پروگرامن جو وقت وڌائڻ ۽ ٻيا ڪوڙ سارا ٺهراءَ پاس ڪيا ويا.

ان دور ۾ جن سنڌي اديبن سنڌي ادبي سنگت توڙي انفرادي طور ون يونٽ خلاف جدوجهد ۾ حصو ورتو انهن ۾ محمد عثمان ڈيپلائي. حميد سنڌي. امداد حسيني. ناصر مورائي. ممتاز مرزا. نسيم کرل. تاج بلوچ عبدالقادر جوڻيجو. شمشير الحيدري. جمال رند. غلام رباني آگرو ۽ ٻيا پيش پيش هئا. ان سلسلي ۾ سنڌي اديبن مارشل لا جي ڪهري دور ۾ به ون يونٽ خلاف عوام کي باشعور رکڻ خاطر نه رڳو اخبارن ۽ رسالن ۾ مضمون لکيا پر پمفليٽ ۽ هينڊ بل لکي ماڻهن تائين پهچائڻ جو ڪم به پاڻ ئي ڪندا هئا. غلام رباني آگرو لکي ٿو:

"جمال رند ون يونٽ جي خلاف تحريڪ ۾ پمفليٽن جي پٺارڪ ساڻ ڪندو هو. ڪو سنگتي ساٿي ساڻ ڪري ريل ۾ چڙهندو هو. رستي تي جنهن جنهن شهر ۾ دوست هوندا هئس. اتي پمفليٽون ورهائيندو هو. لاڙڪاڻي ۽ سکر کان ڦرندو. حيدرآباد اچي ٻوڇڻ چنڊيندو هو. مون کي ياد آهي ته هڪ دفعي حيدرآباد جي ڪا به پريس اهڙي قسم جون پمفليٽون ڇپڻ لاءِ تيار ڪانه هئي. مرحوم عمر ميمڻ ڪو ڪيمياگر ڳولهي لڌو. جنهن نسخو ڏنس. ته هڪ چوڪنڊياري ٽين جي ٽن چٽن انچن واري ايڪپري پليٽ ڪٽو. ان کي رجيل ميڻ ساڻ پريو. جڏهن ميڻ ٺري وڃي. ته ڪاغذ تي مواد لکو. ان تي

چنبڙايو ۽ جلدي لاهي ونئو. ڪاغذ تي اکر نهي پوندا. پوءِ ان تي پنا رکي ڪڍندا وجو. الاهي ڪاپيون نهي ويندبون. اسان ائين ڪيو. ڪجهه ڪاميابي ٿي. محمد حسن پٽي، جمال رند ۽ مون اِهي پنا رات جي اونداهيءَ ۾ گاڏي ڪاتي حيدرآباد ۾ پٽين تي هنيا. پري ڪان ڪو پوليس وارو ايندو ڏسندا هئاسين. ته ڪجهه دير لاءِ پاسيرا ٿي ويندا هئاسين."[26]

اهڙي طرح سنڌي صحافين پڻ پاڻ ملهايو. جن ۾ محمد عثمان ڏيپلائي، سيد سردار علي شاهه، محمد خان غني، شيخ عبدالرحيم ۽ ٻيا شامل هئا. شيخ عبدالرحيم جيڪو الوحيد جو نمائندو هو تنهن نهايت جرئت مندي سان حڪمرانن سان سنڌ جي حقن ۽ مسئلن بابت سوال جواب ڪيا. هو پنهنجي آتم ڪهاڻي ۾ لکي ٿو "آءٌ پهريون شخص هئس جيڪو الوحيد پاران سرڪاري طور نمائندو تسليم ڪيو ويو هوس، ان نمائندگي جي ڪري جناح صاحب، لياقت علي، ناظم الدين، غلام محمد وغيره سان منهنجون گهڻيون ملاقاتيون ٿيون. غلام محمد سان ته هڪ پريس ڪانفرنس ۾ جهيڙو ڪيم ۽ جڏهن هن "گيٽ آئوٽ" چيو ته باقي اخبار نويس به اٿڻ لڳا. جنهن تي هن معافي ورتي. جهيڙو بئراج جي زمين جي نيڪال تان هو."[27] جڏهن ڪوٽڙي بئراج جي زمين ڪان مقامي آبادگارن ۽ هارين کي محروم ڪيو ويو ته سنڌي اخبارن سخت احتجاج ڪيو ۽ پرزور ايڊيٽوريل لکيا. سيد سردار علي شاهه روزانه "مهراڻ، 3 مارچ 1958ع جي اداريي ۾ لکيو: "ڪوٽڙي بيراج جي تعمير جو اولين مقصد هي هيو ته سنڌ ايراضيءَ جي هارين نارين ۽ بي زمين ماڻهن لاءِ آباد زمينون مهيا ڪيون وڃن. ان ڪري سنڌ جي ماڻهن تي وڏا محصول وجهي ۽ ٻين ترقياتي ڪمن کي نظرانداز ڪري براج لاءِ لکين رپيا جمع ڪيا ويا ۽ پبلڪ انهيءَ سموري بار کي برداشت ڪندي رهي جو ڪيس يقين هو ته جڏهن براج جو ڪم تڪميل تي پهچندو تڏهن سنڌ جي ماڻهن کي ئي ان مان فائدو رسندو. ليڪن براج جي تعمير ٿي وڃڻ ڪان پوءِ حڪومت مغربي پاڪستان طرفان زمينن جي تقسيم متعلق جيڪا پاليسي مرتب ڪئي پيئي وڃي سا اينري قدر ته مايوس ڪن آهي جو اها سنڌ اراضيءَ جي باشندن جي اميدن تي پاڻي ڦيري ٿي ڇڏي."

اهڙيءَ ريت گڏو بئراج جي زمينن جي ڌارين کي الاٽمينٽ تي پڻ شاهه صاحب روزانه مهراڻ 4- جنوري ۽ 16- جنوري 1962ع ۾ احتجاجي اداريا لکيا. روزانه "مهراڻ" 8 کان 11 آگسٽ 1967ع جي شمارن ۾ ڇئن قسطن تي

مشتمل ون يونٽ خلاف سخت تنقيدي ايڊيٽوريل لکيو.

## سنڌ اسٽوڊنٽس ڪلچرل آرگنائيزيشن (SSCO) جو قيام

1967ع جي وچ ڌاري حيدرآباد ۾ هڪ بي بہ شاگرد جماعت ٺهي جنهن جي ٺاهڻ ۾ مسعود نوراني ۽ يوسف لغاري پيش پيش هئا. اُها هئي سنڌ اسٽوڊنٽس ڪلچرل آرگنائيزيشن. محترم عبدالحي پليجو ان جي قيام جي مقصدن ۽ جوڙجڪ تي روشني وجهندي لکي ٿو:"SSCO جو ٺهڻ در حقيقت بزم صوفياءِ سنڌ جي پروگرام کي تعليمي ادارن ۾ اڳيان وڌائڻ جي سوچيل سمجهيل رٿا بندي تحت هو تہ جيئن سنڌي شاگردن ۾ پنهنجي قومي وجود جي شناس پيدا ٿئي ۽ کين پنهنجي ٻولي، ثقافت ۽ تهذيب سان اُنس پيدا ٿئي. منشور جي اعتبار کان ايس-ايس-ڪو هڪ قوم پرست تنظيم هئي، انهيڪري ئي هن کي سڄي سنڌ ۾ پکڙجڻ جو موقعو ملي ويو.

هن تنظيم جو پهريون چيئرمن يوسف لغاري منتخب ٿيو. وائيس چيئرمين عبدالحئي پليجو ۽ جنرل سيڪريٽري مسعود نوراني ٿيو. هن تنظيم کي فعال بنائڻ ۾ سيني شاگرد ساٿين جو هٿ هو پر مجيب پيرزادي ۽ مسعود نوراني گهڻي محنت ڪئي.

هن تنظيم طرفان ترت ئي سکر ۾ هڪ سنڌي شام ملهائي وئي جنهن ۾ باباءِ سنڌ حيدر بخش جتوئي، محترم حفيظ قريشي، سيد شمس الدين شاهہ. شيخ اياز، نياز همايوني، جام ساقي، مجيب پيرزادي، مسعود نوراني. خليل بڇاڻي ۽ ٻين ڪيترن ئي اديبن. شاعرن ۽ شاگردن حصو ورتو. سکر ۾ اهو ميڙ SSCO سکر شاخ طرفان منعقد ڪرايو ويو هئو. نبي بخش کوسي، مجيب پيرزادي، عابد شاهہ موسوي ۽ ارشاد پارس جي ڏينهن رات جي پگهر پورهئي هن جلسي کي ڪامياب بنايو. اهڙي ريت ڏسندي ڏسندي هن تنظيم جون شاخون ساري سنڌ ۾ قائم ٿي ويون ۽ انهن طرفان ڪانفرنسون ٿيڻ لڳيون."[28]

ان "سنڌي شام" ۾ شيخ اياز. حفيظ قريشي ۽ رسول بخش پليجو مرڪزي ڪردار جي حيثيت ۾ شامل هئا. جڏهن تہ زرينہ بلوچ، يوسف ۽ وحيد علي راڳ ۽ آواز جو جادو جاڳايو هو. اها شام پرهہ ڦٽي تائين جاري رهي هئي، جنهن ۾ ڏهن هزارن شاگردن شرڪت ڪئي هئي ۽ ان ۾ ٿوري ٿوري وقفي کان پوءِ"جيئي سنڌ" جي پرجوش نعرن سان فضا گونجي رهي هئي.

ان دؤر ۾ سنڌي شامن ملهائڻ جو هڪ سلسلو شروع ڪيو ويو جيڪو سجي سنڌ ۾ ڏاڍو مقبول سياسي پليٽ فارم بڻجي پيو هو. اهڙيون شامون سکر، خيرپور، مورو، دادو ۽ ٻين شهرن ۾ ملهايون ويون. انهن شامن جي ڪارج ۽ مقصدن تي روشني وجهندي محترم يعقوب علي زرداري لکي ٿو:

"(1) سنڌ جي پڙهيل ڪلاس ڪي نظرياتي طرح پختو ۽ مضبوط بنائجي، جنهن لاءِ سنڌي شامون سڪيا جو ذريعو بنايون ويون. شيخ اياز، حفيظ قريشي ۽ رسول بخش پليجو ان سڪيا جا مکيہ استاد هئا. اياز صاحب تقرير ڪونہ ڪندو هو پر پنهنجي قوم پرست شاعريءَ جي ذريعي گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڪلاڪ تائين ٻڌندڙن تي جادوئي اثر وانگر پنهنجو پاڻ ڏانهن متوجہ ڪري وجهندو هو. مجال آهي جو هزارن جي مجموعي مان ڪو هڪ فرد بہ اياز جي شاعري هلندي اٿي هليو وڃي.

نوجوان "جيئي سنڌ" جي نعرن جي گونج ۾ محو ۽ مست ٿي اياز جي سامهون پر جوش انداز ۾ اٿي پوندا هئا ۽ ڪيس عقيدت جا گل نڇاور ڪندا هئا. اهڙيءَ طرح حفيظ قريشي ۽ رسول بخش پليجو پڻ پنهنجي سحر انگيز ۽ فڪر انگيز تقريرن سان ماڻهن کي وجد جي ڪيفيت ۾ مبتلا ڪري ڇڏيندا هئا. شام تہ هڪ رات جي هوندي هئي. پر ان جو اثر سالن جا سال ذهنن ۾ موجود رهندو هو ۽ مقصد جي حاصلات لاءِ سڄي زندگي جدوجهد ڪرڻ جو عزم ڄائنجي ويندو هو.

(2) انهن شامن ۾ "سوشو نيشنلزم" جو پرچار ڪيو ويندو هو. جيڪو سوشلزم ۽ نيشنلزم جو ميلاپ هو ۽ اسان جي ڌرتيءَ جي ضرورتن مطابق هو. "ڪميونزم" تہ بين الاقوامي پروگرام هو. پر اسان جي دانشورن، جن ۾ شيخ اياز پڻ شامل هو. سنڌ لاءِ ان پروگرام کي موزون ڪونہ ڄاتو ٿي. جاگيرداري نظام جي خاتمي ۽ سنڌ جي ماڻهن مان ڏندڪٿائن ۽ ديومالائي قصن کي ڪڍي حقيقت ڏانهن متوجہ ڪرڻ لاءِ سوشلزم هڪ معاشي پروگرام هو. جڏهن تہ وطن سان حُب لاءِ نيشنلزم مضبوط ۽ جامع پروگرام ڏنو ٿي. اياز جي شاعري ٿوهرن. سگرن. ڪنڊين. سنڌونديءَ. سمنڊ. چولين. ڪنارن. اک. ڦُلين. ڇيلڙن. ڇپر. سانئون. لئي. ٻبرن ۽ ڪنڊن جي تشبيهن سان ڀريل نظر ٿي اچي، جيڪي سنڌ جي عام ماڻهو جي معمول جو حصو آهن. ان ڪري اياز پنهنجن ماڻهن جي تمام ويجهو هوندو هو."[29]

## 4- مارچ وارو تاريخي واقعو

4 مارچ 1967 جي تحريڪ حيدرآباد ڊويزن جي هڪ غير سنڌي ڪمشنر مسرور حسن جي خلاف هئي. هيءُ هڪ سي ايس پي آفيسر هو. ايوب خان پنهنجي طاقت جي زور تي هن کي حيدرآباد ۾ رکيو ته جيئن هيءُ سڄي حيدرآباد جي حالتن ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ تي ڪنٽرول رکي سگهي.

مسرور حسن سنڌ يونيورسٽيءَ جي تڏهوڪي وي سي محترم حسن علي عبدالرحمان کي سنڌ يونيورسٽيءَ مان نيڪالي ڏياري چو ته يونيورسٽيءَ جي معاملن ۾ هن ڪمشنر جي مداخلت برداشت نه پئي ڪئي.

حقيقت ۾ مسرور حسن کي انهيءَ لاءِ ڪو به جواز نه هيو پر هن حسن علي عبدالرحمٰن سان دشمني رکي ڪيس وقت کان اڳ وائيس چانسلريءَ کان هٽرايو. جنهن تي اها تحريڪ باهه جي پنيٺ وانگر پڙڪي اٿي.

مسرور حسن طاقت جي اڊمبر ۾ پرجي چڪو هو ۽ هو هر وقت بدمست ٿي ڪم ڪندو هو. حسن علي عبدالرحمٰن سنڌ جو هڪ گهڻ گهرو عالم ۽ بئريسٽر هو. سنڌ يونيورسٽيءَ کي هلائڻ ۾ سندس ڪردار تمام سنو ۽ صاف سٿرو هو. هن پنهنجي سڄي دؤر ۾ تعليم جو هڪ بهترين ماحول پيدا ڪيو. محترم يوسف لغاري حسن علي عبدالرحمٰن ۽ ڪمشنر مسرور حسن جي اختلافن تي روشني وجهندي لکي ٿو:

"نومبر 1966ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر ۽ ڪمشنر مسرور حسن جي دشمني عروج تي هئي. انهيءَ لاءِ سبب ڪهڙا به رهيا هجن، پر جيستائين منهنجي ڄاڻ جو تعلق آهي، ته ان کان اڳ لياقت ميڊيڪل ڪاليج جا شاگرد ڪرنل نجيب کي تڙي ڪڍڻ ۾ ڪامياب ٿي چڪا هئا. وائيس چانسلر حسن علي عبدالرحمان شاگردن جو پاسو وٺندي. ڪرنل نجيب جي ڪڍيل شاگردن کي امتحان ۾ ويهڻ جي اجازت ڏني. جيڪا مسرور حسن جي پهرين شڪست هئي. مسرور حسن جي ٻي شڪست انجنيئرنگ ڪاليج ۾ ڪوٽا سسٽم جي شروعات هئي. جنهن مطابق ٻهراڙيءَ جي شاگردن ۽ شهري شاگردن لاءِ سيٽن جي مقرري ڪئي وئي هئي. جنهن جي ڪري مهاجر. جيڪي سنڌي شاگردن جو حق ماري ويهندا هئا. سي هاڻ ائين ڪونه ٿي ڪري سگهيا. انهيءَ ڪوٽا سسٽم جاري ڪرائڻ ۾ جيڪا جدوجهد ڊاڪٽر افغان ۽ عبدالباقي شيخ پرنسپال ايگريڪلچر ڪاليج ٽنڊو ڄام ڪئي هئي. تنهن تي انهن سڄڻن کي جَس هجي. مسرور حسن جيڪو

هڪڙي شڪست کائي چڪو هو. تنهن انهيءَ نئين فتح کي بہ حسن علي عبدالرحمان جي ذات سان منسوب ڪيو ۽ حڪومت کي بدظن ڪرڻ لاءِ متس سنڌي نواز هئڻ جو الزام لڳايو. مهاجر شاگردن وري نام نهاد مهاجر ليڊر حافظ مبارڪ علي شاھ ۽ نواب مظفر حسين ذريعي انهيءَ مسئلي کي ڪنيو ۽ اخباري بيان بازيءَ ذريعي هڙتالن جون ڌمڪيون ڏيڻ جو سلسلو شروع ڪيو. تيون سبب (مسرور حسن جي دشمنيءَ جو) جيڪو انهيءَ وقت بڌڻ ۾ آيو پئي سو (سچ هو يا ڪوڙ پر بهرحال...) اهو هو، تہ حسن علي عبدالرحمان، مسرورحسن جي خلاف يونيورسٽيءَ جي چانسلر کي لکيو هو تہ:"ڪمشنر صاحب سينڊيڪيٽ جي ٽن ميٽنگن ۾ لڳاتار شريڪ نہ ٿيو آهي، ان ڪري سنڊس خلاف مؤثر ڪارروائي ڪئي وڃي." جنهن ڪانپوءِ مسرور حسن خان، حسن علي عبدالرحمان مان جند ڇڏائڻ لاءِ ڪوششون تيز ڪري ڇڏيون."(30)

جيئن مٿي چئي آيا آهيون تہ 4 مارچ شاگردن جي تحريڪ هئي جيڪا حسن علي صاحب جي نيڪاليءَ جي رد عمل ۾ شروع ٿي جا وڃي ون يونٽ ٽوڙائڻ ڪان پوءِ وڃي ماني ٿي. اهو واقعو ڪجھ هن ريت پيش آيو تہ سنڌ يونيورسٽيءَ جا 207 شاگرد چوٿين مارچ جي شام جو يونيورسٽيءَ مان حيدرآباد آيا پئي تہ اينڊڙ بسن کي راجپوتانہ اسپتال وٽ روڪي هزارن جي تعداد ۾ اڳواٽ بيٺل پوليس انهن تي لٺين ۽ بندوقن جي ڪنداقن سان تشدد ڪري کين سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ بند ڪيو.

هن تحريڪ جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو تہ هزارين ماڻهو روزانو ون يونٽ خلاف تحريڪ ۾ شامل هوندا هئا. انهيءَ سلسلي ۾ تمام وڏا جلسا بہ ٿيا. ننڍا جلسا ۽ هزارن جي تعداد ۾ ڪارنر گڏجاڻيون پڻ ٿينديون رهنديون هيون. شاگردن جي تحريڪ ۾ سڀ کان اڳڀرو اسان جو دوست محترم يوسف لغاري وڪيل هو. هن کي 4 مارچ جو هيرو سڏيو وڃي ٿو. ان سان گڏ هڪ باهمت نوجوان ساٿي مسعود نوراني جيڪو هن وقت وڪيل آهي پڻ شامل ٿيو. ان سان گڏ شاگرد ليڊرن ۾ مجيب پيرزادو ۽ جام ساقي يوسف ٽالپر پڻ هئا. ان ڪانپوءِ سوين شاگرد ان سڄي تحريڪ ۾ شامل ٿيا. ان تحريڪ کان اڳ ۾ لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۾ بہ هڪ تحريڪ هلي، جيڪا ان وقت جي ڪاليج جي پرنسپال ڪرنل نجيب جي خلاف هئي جيڪو سنڌي شاگردن کي نا پسند ڪندو هو. ان تحريڪ ۾ پڻ اسان جا ڊاڪٽر ساٿي جن ۾

ڊاڪٽر سليمان شيخ سرفهرست آهي ۽ ڊاڪٽر غلام مرتضيٰ پرڳڙي، ڊاڪٽر ڪامل راڄپر، ڊاڪٽر اسلم گهلو ۽ ٻيا ڪيترائي اڳي وڃن ٿا، شامل هئا. 4 مارچ ۽ ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ ۾ انهن سڀني جو مڪمل ساٿ رهيو.

ون يونٽ خلاف چوٿين مارچ 1967ع واري واقعي (جيڪو سنڌي شاگردن جي جدوجهد بابت هڪ تاريخي واقعو هو) ڪانپوءِ ون يونٽ خلاف سڄي سنڌ ۾ باهه ٻري اٿي. ڪو به اهڙو ڏينهن نه هو جنهن تي ون يونٽ خلاف ڪنهن نه ڪنهن شهر، ڳوٺ، واهڻ وستيءَ ۾ ڪو مظاهرو يا ڪو ميڙ نه ٿيو هجي.

4 مارچ واري واقعي جو اثر تمام گهڻو ٿيو. ان سڄي تحريڪ ۾ خاص طور تي سنڌ يونيورسٽيءَ جا شاگرد شامل هئا. ۽ جڏهن موڪلون ٿيون ته هُو پنهنجن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ ڦهلجي ويا ۽ اتي ون يونٽ خلاف تحريڪ کي سرگرم بنايو. ون يونٽ سان گڏ سنڌي ٻوليءَ جي قومي ٻوليءَ واري حيثيت ڏيارڻ، ريلوي اسٽيشنن جي بورڊن تي سنڌيءَ ۾ نالا لکڻ، سنڌي شاگرد جيڪي بار بار گرفتار ٿيندا هئا تن کي آزاد ڪرائڻ بابت مظاهرا شامل هوندا هئا. سنڌ يونيورسٽيءَ جي شاگردن سان گڏوگڏ مختلف ڪاليجن جا شاگرد پڻ گڏ ٿيڻ لڳا. سڄي سنڌ ۾ اسڪولن جا شاگرد به اچي شامل ٿيندا هئا. سنڌ يونيورسٽيءَ جون سنڌي شاگرديائيون ۽ انهن سان گڏ ڪاليج ۽ اسڪولن جون شاگرديائيون پڻ مظاهرن ۾ گڏ هونديون هيون.

سنڌي شاگردن ان دور ۾ جنهن دليري سان ون يونٽ خلاف جدوجهد ڪئي ان بابت ساروڻيون سارينديءَ محترم احمد خان جمالي لکي ٿو "1967ع ۽ ان ڪانپوءِ حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي عرس جي موقعي تي سرڪار جي طرفان جيڪا ادبي ڪانفرنس ٿيندي هئي، ان ۾ سنڌ يونيورسٽي، انجنيئرنگ ڪاليج ۽ لياقت ميڊيڪل ڪاليج جي شاگردن جو هڪ "جٿو" ضرور شرڪت ڪندو هو ۽ ان ڪانفرنس ۾ جيئي سنڌ، ون يونٽ ٽوڙيو، سنڌي ٻولي قومي ٻولي ۽ سياسي قيدي آزاد ڪيو جهڙا نعرا هڻي، ادبي ڪانفرنس کي "گرمائي" ته سرڪاري نمائندن کي "چيڙائي" ڪانفرنس ۽ "ميلي" جو ماحول ئي تبديل ڪري ڇڏيندو هو.

يحيٰ خان جي تازي مارشل لا جي دهشت جي ماحول ۾ جڏهن "ڀٽ ڌڻي" جي ميلي جو موقعو آيو ته ان وقت به سنڌ يونيورسٽي ۽ انجنيئرنگ ڪاليج ڄامشوري جي شاگردن جو جٿو شعوري طور تي تياري ڪري "پنهنجي پراڻي رسم" کي جاري رکڻ جي نيت سان ڀٽ ڌڻي جي مزار

تي ٿيندڙ ادبي ڪانفرنس ۾ حاضر ٿيو. ڪانفرنس جيڏي مهل پنهنجي عروج تي هئي ته "جوڏن جوانن" جي هن جٿي پنهنجي "زنده هجڻ" ۽ مزاحمت ڪرڻ جو ثبوت ڏيڻ لاءِ ان دور جا مشهور "رائج نعرا" ورجايا. 9 شاگرد گرفتار ڪيا ويا پر ميلي جي ماحول جي معرفت يحيٰ خان جي مارشل لا جي دهشت کي چئلينج ڪري شاگردن بيٺل پاڻيءَ ۾ ڀرپور زور دار پٿر اڇلايو. جنهن مجموعي طور تي سنڌ جي نوجوانن، ساڃاهه وند ڏرين ۽ عوام کي "جدوجهد جاري رکڻ" جو پيغام ڏنو.

شاگردن جي ان جٿي ۾ جام ساقي پڻ شامل هو پر هو گرفتار نه ٿيو ۽ ڪنهن طرح "کسڪي" ويو ۽ پيادل هالا پهتو، جتان سواريءَ ۾ نوابشاهه آيو. گرفتار ٿيل 9 شاگردن جا نالا هن وقت ياد نه آهن پر مختلف وقتن تي ان واقعي جي حوالي سان رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن.

ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ انهن شاگردن کي آزاد ڪيو ويو هو. جام ساقي جي خلاف ان وقت به گرفتاريءَ جا وارنٽ جاري ڪيل هئا ۽ هو روپوش هو.

ڀٽ شاهه جي ادبي ڪانفرنس ۾ شاگردن کي گرفتار ڪرڻ جي خبر جيئن اسان کي نوابشاهه ۾ پهتي ته ٻئي ڏينهن تي مون هٿ سان ننڍا ننڍا "پمفليٽ" ٺاهيا جن تي:

- جيئي سنڌ- ون يونٽ ٽوڙيو.
- سنڌي ٻولي- قومي ٻولي.
- گرفتار شاگرد آزاد ڪيو.
- مارشل لا ختم ڪيو.

جا مطالبا لکيا. صبح کان شام تائين تڪڙ ۾ سوين پمفليٽ هٿ سان لکيا. پمفليٽ لکڻ ڪانپوءِ اهو سوال سامهون آيو ته اهي ورهائجن ڪٿي ۽ ڪيئن؟؟ شام جو آءٌ اهي پمفليٽ کڻي، ڊاڪٽر خير محمد جوڻي وٽ ويس جنهن هيءَ مشڪل آسان ڪئي. اسان صلاح ڪئي ته اهي پمفليٽ ڪنهن طرح گورنمينٽ ڪاليج جي ڪمرن ۾، پوسٽ آفيس جي دٻن ۾ ۽ لائبريري ۾ ورهائجن ته جيئن شاگردن ۽ عوام تائين به پهچن ته سرڪار ۽ انتظاميا جي هٿ به چڙهن ۽ ڪين خبر پوي ته اسان مارشل لا ۾ به مڙڻ وارا نه آهيون. شام جو گورنمينٽ ڪاليج پهتاسين ته سامهون ئي چوڪيدار اسان کي ڏسي ورتو. مون ڊاڪٽر خيرل کي چيو ته تون "ان همراهه کي "ڪچهري" ۾ مصروف رک ته باقي ڪم آءٌ پاڻ لاهي ٿو اچان.

ڊاڪٽر "خيرل" نندي هوندي ڪان ئي ڪچهريءِ جو "ڪوڏيو" آهي، ان ڪري هن کي ان سلسلي ۾ ڪا دقت پيش نہ آئي پر بعد ۾ ڊاڪٽر خير محمد ٻڏايو تہ ڪچهري جي معاملي ۾ اهو چوڪيدار "مون کان بہ ٻہ هٿ اڳتي آهي.....!!"

اتان واندا ٿي. اڪ ٽيٽ سان اچي پوسٽ آفيس جي دٻن ۾ پمفليٽ وڌا ۽ اهڙي طرح اخبارون پڙهڻ جي بهاني سان گهنٽا گهر ۾ انتظاميا طرفان قائم ڪيل لائبريري ۾ بہ پمفليٽ رکيا." [33]

## سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو قيام

حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي ساٿين پاران سنڌ جي سياسي، قومي ۽ اقتصادي مسئلن تي جدوجهد ڪرڻ لاءِ 3 نومبر 1968ع تي حيدرآباد ۾ شاگردن جو ڪنوينشن گهرايو ويو. جنهن ۾ سموري سنڌ مان شاگردن جا نمائندا وڏي انگ ۾ شريڪ ٿيا. ڪنوينشن ۾ هيمون ڪالاڻي جون تصويرون ورهايون ويون. باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي تصوير کان ڪنوينشن جي صدارت ڪرائي وئي. ڪراچي مان امير حيدر ڪاظمي جي سربراهي ۾ هڪ وفد شرڪت ڪئي. جنهن تي مسعود نوراني جي اڳوائيءَ ۾ اعتراض ڪيو ويو. سائين جي ايم سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، اجمل خٽڪ خير سگالي ۽ شاگردن سان يڪجهتي جي اظهار لاءِ پيغام موڪليا. انهيءَ موقعي تي "سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن" جي قيام جو اعلان ڪيو ويو. جنهن جا عهديدار يڪراءِ چونڊيا ويا. جيڪي هن ريت آهن: صدر: جام ساقي، نائب صدر: نديم اختر، اعجاز قريشي. جنرل سيڪريٽري: مير ٿيبو. پريس سيڪريٽري: سيد مهر حسين شاهہ. جوائنٽ سيڪريٽري: شاهہ محمد شاهہ، مسعود پيرزادو، شهزادو شيخ ۽ سوشل سيڪريٽري: عبدالحئي پليجو، امداد علي اوڊو، مسعود پيرزادو، منير احمد، احمد خان جمالي، علي اڪبر بروهي ۽ هدايت چونڊيا ويا. ڪنوينشن ۾ پاڪستان سطح تي ٻين صوبن جي شاگردن جي تنظيمن سان سهڪار جو بہ فيصلو ڪيو ويو. ان سلسلي ۾ بلوچستان ۾ بلوچ اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن B.S.O، پنجاب ۾ پنجاب اسٽوڊنٽس يونين، پختون خواهہ ۾ پختون اسٽوڊنٽس فيڊريشن گڏجي ملڪ ۾ جمهوري ادارن جي بحالي ۽ ننڍين قومن جي حقن جي حاصلات لاءِ گڏيل جدوجهد ڪنديون.

شاگردن جي محاذ تي SNSF ۽ SSCO ون يونٽ خلاف تمام گهڻو ڪم ڪيو. 4 مارچ جي تحريڪ کان اڳ ۾ سياسي محاذ تي ون يونٽ خلاف سنڌ ۾ ڪافي سجاڳي هئي ۽ تحريڪ هلي رهي هئي. ساڳئي وقت بلوچستان ۽ خيبر پختونخواهه (سرحد) ۾ بہ تحريڪ هلي رهي هئي. تڏهوڪي مشرقي پاڪستان يعني مشرقي بنگال ۾ بہ سنڌين ۽ ٻين ننڍن صوبن جي حق ۾ آواز اٿاريو ويندو هو.

سنڌ ۾ سياسي محاذ تي محترم جي ايم سيد ۽ محترم حيدربخش جتوئي سڀ کان اڳرا هئا. پر سائن گڏوگڏ جيڪي ٻيا ساٿي انتهائي سرگرم هئا تن ۾ سائين قاضي فيض محمد، محترم شيخ عبدالمجيد سنڌي، علي احمد قريشي، محترم ڪامريڊ غلام محمد لغاري، محترم شيخ اياز، محترم حفيظ قريشي، محترم رسول بخش پليجو، محترم محمد ابراهيم جويو، عبدالڪريم گدائي، غلام رباني آگرو، نياز همايوني، نورالدين سرڪي، سراج الحق ميمڻ، جمال ابڙو، تنوير عباسي، محمد عثمان ڏيپلائي، فتاح ملڪ، قاضي محمد بخش ڌامراهه، بيگم زينت چنا، راشد مورائي، حميد سنڌي، امرجليل، طارق اشرف، ظفر حسن، جمال رند، ابن حيات پنهور، عبدالحڪيم ارشد، شمشير الحيدري، تاج بلوچ، تاج جويو، قاسم پٿر، غلام حسين انگريز، شوڪت سنڌي، منير چنا ۽ ٻيا شامل هئا.

وقت گذرندو رهيو، تحريڪ هلندي رهي، بلڪ تمام زور وٺندي رهي، سنڌ جو پڙاڏو پنجاب تائين پهچندو رهيو. پنجاب مان ڪنهن بہ قسم جو ون يونٽ خلاف هلچل ۾ حصو نہ ورتو ويو. سنڌي ماڻهن بنگالين کي اپيل ڪئي تہ هو سنڌين ساٿ ڏين جنهن ڪري شيخ مجيب ۽ بنگالي کلي ظاهر ٿيا.

## بلاول پنهور جي شهادت وارو واقعو

فيبروري 1969ع ڌاري بلڙي شاهه ڪريم ۾ ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ جي سلسلي ۾ نڪتل هڪ جلوس تي پنجابي آبادڪارن فائرنگ ڪئي جنهن جي نتيجي ۾ هڪ پورهيت بلاول پنهور (جنهن کي عام طور بلو پنهور چيو پئي ويو) شهيد ٿي ويو. انهيءَ واقعي جتي سنڌ جي تڏهوڪي فضا کي سوگوار بڻائي ڇڏيو، اتي سنڌي عوام جي ون يونٽ خلاف هلندڙ جدوجهد ۾ وڏيڪ جوش جذبو پڻ پيدا ڪيو.

## دادوءَ جي سنڌي شاگردن جي وفد جو لاهور جو دورو ۽ شيخ مجيب سان ملاقات

1967ع کان وٺي 1969ع تائين تحريڪ زورن تي پهچي وئي. ايوب خان ڪمزور ٿي چڪو هو ۽ هن ملڪ جي سياستدانن جي گول ميز ڪانفرنس سڏائڻ جو فيصلو ڪيو. انهيءَ وقت شيخ مجيب الرحمٰن بنگال جو وڏو رهنما ٿي اڀريو هو. ايوب خان مجيب الرحمٰن ۽ ٻين بنگالي ليڊرن کي اگر تلا سازش ڪيس ۾ قاسائي جيل ۾ بند ڪري ڇڏيو هو ۽ پوءِ مجبور ٿي مجيب کي پيرول تي آزاد ڪيو ويو. انهن ئي ڏينهن ۾ سنڌ جي گهڻ گهرن اهو فيصلو ڪيو ته هتان هڪڙو وڏو وفد وٺي لاهور هلجي ۽ گول ميز ڪانفرنس ۾ ايندڙ سڀني سياستدانن سان ملجي جن ۾ شيخ مجيب به شامل هو ۽ ساڳئي وقت پنجاب جي سياستدانن خاص طور تي نوابزاده نصرالله ۽ ٻين سان ملجي جن کي ون يونٽ جي ڏاڍاين بابت ٻڌائجي ۽ ون يونٽ ٽوڙائڻ لاءِ سنڌن مدد وٺجي.

ان وفد جي سربراهي محترم جي ايم سيد ۽ قاضي فيض محمد ڪئي. شاگردن جو وڏي ۾ وڏو وفد جنهن ۾ مان به شامل هيس دادوءَ مان تيار ٿيو ۽ ريل ذريعي اتي پهتاسون. لاهور شهر ۾ لاهور هوٽل ۾ سڀني دوستن رهائش اختيار ڪئي. سستائي جو زمانو هو. ڪجهه پئسا اسان سڀني دوستن گڏجي ڪيا ۽ پنج هزار اسان کي قاضي فيض محمد صاحب طرفان مليا ۽ خوش اسلوبي سان اسان جو سفر گذريو. اسان جي وڏن ۽ اسان گڏجي تمام گهڻن سياستدانن سان ملاقاتون ڪيون ۽ کين ون يونٽ سرڪار طرفان سنڌ سان ٿيندڙ زيادتين جو ذڪر ڪيو. پر پنجاب جي سياستدانن جي مٿي ۾ جونءِ به نه چري ۽ هنن ڪوبه جواب نه ڏنو. نوابزادو نصرالله صرف خاموشيءَ سان اسان کي ڏسندو رهيو. حالانڪ اسان کي ان ۾ وڏي اميد هئي. بلوچستان ۽ سرحد جي سياستدانن خاص طور تي ولي خان، غوث بخش بزنجي ۽ ٻين اسان جو ڀرپور سات ڏنو. انهيءَ دؤر ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي هڪ انتهائي عزت مآب ۽ سينئر سياستدان هو تنهن جو ڪردار پڻ بهترين رهيو. هن اسان جي هر وقت رهنمائي پئي ڪئي. سائين جي ايم سيد، قاضي فيض محمد، حفيظ قريشي، علي احمد قريشي، رسول بخش پليجو ته اڳيان هئا ئي هئا پر نوجوان شاگردن به وسان ڪين گهٽايو. جنهن ڏينهن 6 مارچ 1969ع، شيخ مجيب الرحمٰن اچڻو هو اسان سڀ وفد جي صورت ۾ لاهور ايئر پورٽ تي پهتاسين. اسان ون يونٽ خلاف زور دار نعرا هنيا، ته اتي ڪجهه

پنجابي نوجوان ۽ صحافي پهتا جن اسان جي خلاف نعرا هنيا ۽ چيو ته راجا ڏاهر جي اولاد لاهور مان نڪري وڃو. جنهن تي اسان نعرو هنيو ته رنجيت سنگهه جي اولاد توهان خاموش ٿيو. ڪافي دير تائين اهي نعرا لڳندا رهيا ۽ سڄو ايئر پورٽ نعرن سان گونجي اٿيو. ائين ڪندي شيخ مجيب الرحمٰن ايئر پورٽ تي لٿو. ان سان ملياسون ۽ بعد ۾ هو روانو ٿي ويو. اسان واپس پنهنجي هوٽل ڏانهن آياسون ۽ شهر ۾ شام جو پلي ڪارڊ کڻي هڪ تمام وڏو جلوس ڪڍيو سون. انهيءَ جلوس ۾ اسان بلڙي شاهه ڪريم ۾ شهيد ٿيل بلاول پنهور جا رت لڳل ڪپڙا به کڻي هلياسون. شهيد بلاول ٻوليءَ جي تحريڪ ۾ بلڙي شاهه ڪريم ۾ شهيد ٿيو هو. ان جا اهي ڪپڙا حفيظ قريشي صاحب (وڪيل) پاڻ سان گڏ کڻي آيو هو. (شهيد بلاول هڪ غريب ماڻهو هو ۽ هوٽل جو بئرو هو.) لاهور ۾ جلوس پر امن رهيو. لاهور جي اردو اخبارن ۾ اسان جي ايئرپورٽ جي نعرن ۽ شهر ۾ جلوسن جون چڱيون خبرون شايع ٿيون. گول ميز ڪانفرنس ڪانپوءِ قاضي فيض محمد صاحب جي معرفت شيخ مجيب سان ملاقات جو وقت رکيو سون ۽ ساڻس هڪ تفصيلي ملاقات ٿي ۽ پاڻ اهو يقين ڏياريائين ته ون يونٽ ضرور ٽوڙائبو ۽ توهان کي پنهنجي سنڌ واپس ڏياريندس. اسان به شيخ مجيب جا تمام گهڻا ٿورا مڃيا. اخباري خبر جو عڪس هن ڪتاب ۾ شامل آهي.

لاهور جي دؤري ڪانپوءِ هر ڪو سنڌ واپس آيو. سکر شهر ۾ مون رفيق صفي سان گڏ پريس ڪانفرنس ڪئي جنهن ۾ لاهور جو سڄو تفصيل ٻڌايو. سنڌ جي اخبارن ان خبر کي شاندار طريقي سان ڇپيو. خاص ڪري عبرت، مهراڻ ۽ نواءِ سنڌ.

## ڊاڪٽر اي ڪيو افغان جي گرفتاري ۽ سنڌي شاگردن جو ردعمل

1969ع جي وچ ڌاري انجنيئرنگ ڪاليج ڄامشوري جي پرنسپال ڊاڪٽر اي ڪيو افغان کي هڪ جڙتو ڪيس ۾ گرفتار ڪيو ويو. ڊاڪٽر افغان رڳو ڪاليج جو هڪ پرنسپال نه هو پر هو سنڌي شاگردن لاءِ ڇپر ڇانوءِ ۽ پيءُ ماءُ مثل هو. سنڌس سنڌ دوست، غريب پرور ۽ بيباڪ پاليسيون مارشل لا اختيارين لاءِ ناقابل قبول هيون جنهن ڪري مٿس ڪوڙا ڪيس مڙهيا ويا. هو سنڌ يونيورسٽي انجنيئرنگ ڪاليج ۾ 1965ع ڌاري آيو. پروفيسر ۽ وائيس پرنسپال جي عهدن بعد 1966ع جي پڇاڙيءَ ڌاري ڪيس پرنسپال بڻايو ويو.

افغان صاحب انهيءَ ڪري بہ شاگردن جي حوصلا افزائي ڪندو هو تہ جيئن سنڌي شاگرد سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جي شعبن ۾ اڳيان وڌي سگهن. سنڌس آزاديءَ لاءِ سنڌي شاگردن تمام وڏي هلچل هلائي. جلوس ڪڍيا. نعرا هنيا. پمفليٽ ورهايا. اخباري بيان جاري ڪيا. پر سرڪار جي ڪن تي جوں ءُ بہ ڪونہ چري. شاگردن جو هڪ وفد گورنر سان ملاقات لاءِ ڪراچيءَ ويو پر گورنر سائن نہ مليو. آخر سنڌي شاگردن ايڪشن ڪميٽي جوڙي ان تحت سڄي سنڌ ۾ بک هڙتالن جو هڪ سلسلو شروع ڪيو. ڪيترن ئي شاگردن کي گرفتار ڪيو ويو ۽ کين هڪ سال ٽيپ ۽ ٻن کان پنجن هزارن رپين جي ڏنڊ جي سزا ڏني وئي. گرفتار شاگردن ۾ لالا قادر. مير ٿيبو. مسعود پيرزادو. اسماعيل اڍيجو ۽ ڪيترائي ٻيا شامل هئا.

## سنڌ متحده محاذ جو قيام

انهيءَ دوران محترم جي ايم سيد وڏي سطح تي سنڌ متحده محاذ جو جلسو حيدرآباد ۾ سڏايو جيڪو مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ صاحب جي صدر واري بنگلي ۾ ٿيو. سوين ماڻهن شرڪت ڪئي ۽ ون يونٽ خلاف ڀرپور ٺهراءُ پاس ڪيو ويو جنهن جي اخبارن ۾ پذيرائي ٿي. ائين لڳي رهيو هو تہ هي ايوب خان جا پويان ڏينهن آهن پر ايوب خان ون يونٽ ٽوڙڻ جي حق ۾ ڪونہ هو. چاڪاڻ تہ هو پاڻ ون يونٽ جو ناهيندڙ هو. انهيءَ جلسي ۾ ٿتي واري حاجي محمد صادق صاحب ميمڻ مرحوم ۽ محمد يوسف چانڊيو پنهنجي ون يونٽ جي حق ۾ ووٽ ڏيڻ تي معافي گهري. محترم جي ايم سيد لکي ٿو تہ "آئون اڃا نظر بند هوس تہ مخدوم صاحب. ڍاڪا ۾ نيشنل اسيمبليءَ جي ڪن ميمبرن سان گڏجي. ون يونٽ جي خلاف بيان ڏنو. واپس اچڻ تي ان تحريڪ کي زور وٺائڻ لاءِ. مون ڏانهن ماڻهو موڪلي. مدد گهرڻ جي تقاضا ڪئي. جنهن جي نتيجي ۾ مخدوم صاحب. پيرزاده عبدالستار. آغا غلام نبي خان پٺاڻ. خانبهادر غلام محمد خان وسڻ. سيد ميان خير شاهہ ۽ حفيظ قريشيءَ طرفان حيدرآباد ۾ ٩-مارچ 1969ع تي. "ائنٽي ون يونٽ ڪانفرنس" . شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي صدارت هيٺ سڏائي ويئي. نظر بندي ختم ٿي چڪي هئي. تنهنڪري مون بہ ان ۾ شرڪت ڪئي. مون کي ڪانفرنس جي افتتاح لاءِ حڪم ڪيو ويو."

سيد صاحب پنهنجي افتتاحي خطبي ۾ فرمايو "اسان سيني کان

گهڻيون غلطيون ٿيون آهن. گذشته کي در گذر ڪري. اسان کي نئين دور جو آغاز ڪرڻو آهي. جيئن اسان کان وري ساڳيون غلطيون سرزد نه ٿين. هن وقت تائين اسيمبلين ۽ سياست کي اسان جي مٿانهين طبقي، ذاتي اقتدار، عزت ۽ حصول املاڪ جو ذريعو سمجهي، حصو پئي ورتو آهي؛ پر هيئنر اسان کي خدمت خلق، ملڪي سلامتي ۽ ترقي، عوامي فلاح ۽ بهبوديءَ جي نقطه نگاهه کان ڪم ڪرڻ گهرجي."[34]

ساڳئي خطبي ۾ محترم جي ايم سيد اهو پڻ فرمايو ته "مون کي خبر آهي ته اسان جي نوجوان شاگردن ۽ ڪن قومي ڪارڪنن، جن، هن انقلاب ۾ حصو ورتو قربانيون ڏنيون آهن، تن کي چند ماڻهن ۽ گروهن خلاف سخت رنجيدگي آهي. ليڪن آءٌ کين سندن قربانين، همت ۽ صداقت جو واسطو وجهي، عرض ڪندس ته ون يونٽ ڊهڻ تائين ذرا ٿڌائيءَ کان ڪم وٺن. اسان کي نظرياتي اختلافن ۽ طبعي رجحانن جي باوجود في الحال سمورا ويڇا وساري، گڏجي ڪم ڪرڻو پوندو."

محترم جي ايم سيد جو اشارو خانبهادر کهڙي ۽ پير علي محمد راشديءَ ڏانهن هو. اهڙي ريت سنڌ متحده محاذ قائم ڪيو ويو. جنهن ۾ خانبهادر کهڙي ۽ ٻين کي پڻ شامل ڪيو ويو. اهڙي نموني متحده محاذ جي طرفان ڪيترئون ئي گڏجاڻيون ٿينديون رهيون. ساڳئي وقت سائين جي ايم سيد طرفان قائم ڪيل بزم صوفياءِ سنڌ جون گڏجاڻيون پڻ سڄي سنڌ ۾ ٿيڻ لڳيون. انهن گڏجاڻين ۾ سڀ کان پهريون نعراءُ ون يونٽ جي خلاف پاس ٿيندو هو. انهن گڏجاڻين ۾ سڄي سنڌ مان هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو ڪهي ايندا هئا. سنڌ جو ڪوبه اديب، عالم، شاعر، وڪيل، ڊاڪٽر، استاد ۽ عام ماڻهو اهڙو نه هوندو هو جيڪو هتي ڪهي نه اچي.

## ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ جون ڪجهه سرگرميون

(اخباري خبرن جي روشنيءَ ۾)

روزانه مهراڻ حيدرآباد 6- مارچ 1969ع ۾ هيٺيان بيان شايع ٿيا:

1. اڄ جمهوري مجلس عمل جي ميٽنگ ٿيندي. گول ميز ڪانفرنس لاءِ گڏيل فارمولا ٺاهڻ لاءِ ڳالهيون ٿينديون. لاهور ۾ مختلف ليڊرن درميان غير رسمي صلاح مشورا جاري. بلوچ سردارن طرفان ون يونٽ ٽوڙڻ جو مطالبو.

2. "ون يونٽ ٽوڙڻ جو فيصلو ڪيو وڃي. اوهان هي سوال گول ميز ڪانفرنس ۾ جمهوري مجلس عمل جي ميٽنگ ۾ پيش ڪيو." پير زادي عبدالستار جو شيخ مجيب الرحمان کان مطالبو.
3. "مون کي عوام جي تڪليفن جو علم آهي. ون يونٽ جو سوال اهڙي طرح حل ٿئي جو سڀ مطمئن ٿين." ذوالفقار علي ڀٽو.
4. "ون يونٽ بابت ڀٽو واضح موقف اختيار ڪري." جي ايم سيد جو مطالبو.

- مٽياري ۾ مڪمل هڙتال. جلوس. ون يونٽ ٽوڙڻ جو مطالبو. (روزانہ مهراڻ حيدرآباد. 7- مارچ 1969ع)
- هاري ليڊر مسٽر حيدر بخش جتوئي چيو آهي تہ "ون يونٽ جي خاتمي لاءِ سنڌ جا باشندا هر ڪا قرباني ڏيڻ لاءِ تيار آهن. هن چيو تہ اسان گولين جو خير مقدم ڪنداسون. رت ڏيڻ ۽ هزارن جي تعداد ۾ مرڻ لاءِ بہ تيار آهيون." هن صاحب هڪ بيان جاري ڪري سب فيڊريشن متعلق شيخ مجيب الرحمان جي تجويز جي سخت مخالفت ڪئي ۽ چيو تہ اها ون يونٽ کان بہ وڌيڪ خراب هوندي. مسٽر جتوئي هي بہ مطالبو ڪيو تہ ڪراچي کي سنڌ سان ملايو وڃي. هن پريس آرڊيننس منسوخ ڪرڻ ۽ شاگردن جا مطالبا منظور ڪرڻ لاءِ پڻ زور ڀريو. (روزانہ مهراڻ 8- مارچ 1969ع)
- "ون يونٽ کي ٽوڙيو وڃي. اسان ان لاءِ رت جو آخري ڦڙو بہ وهائينداسون." سکر ۾ شهرين جو جلوس. (روزانہ مهراڻ 8- مارچ 1969ع)

روزانہ مهراڻ حيدرآباد 9-مارچ 1969ع ۾ هيٺيان بيان شايع ٿيا:

1. ون يونٽ ٽوڙڻ لاءِ سڏايل ڪنوينشن مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ جي رهائش گاهہ تي حيدرآباد ۾ اڄ ٿيندو جنهن ۾ جي ايم سيد، پير زادو عبدالستار، پير الاهي بخش ۽ ٻيا شرڪت ڪندا.
2. ون يونٽ ٽوڙي اڳيان صوبا بحال ڪيا وڃن. اولهہ پاڪستان اسيمبلي جي ٻارهن ميمبرن جو بيان.
3. سکر ۾ مزدورن جو جلوس. ون يونٽ ٽوڙڻ جو مطالبو.

- 4- مارچ تي ون يونٽ خلاف پير جهنڊو ۾ پير عبادالله شاهہ، عبدالعزيز ۽ فيض رسول شاهہ جي اڳواڻي ۾ شاگردن ۽ ڳوٺاڻن طرفان جلوس ڪڍيو ويو. (روزانہ مهراڻ 10- مارچ 1969ع)
- 4- مارچ تي نوابشاهہ ۾ ون يونٽ جي مخالفت ۽ حمايت ۾ مختلف

جلوس نڪتا جن ۾ جهڳڙن ٿيڻ تي 16 ماڻهو ڦٽجي پيا. هڪ کي اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو باقي 15 کي ملم پٽي ڪرڻ بعد ڇڏيو ويو. (روزانه مهراڻ 10- مارچ 1969ع)

• شاگرد اڳواڻن طرفان سخت تنقيد: سنڌ اسٽوڊنٽس ڪلچرل آرگنائيزيشن جي صدر مسعود نوراني ۽ وائيس چيئرمين لالا عبدالقادر هڪ گڏيل پڌرائي ۾ انهن سياسي اڳواڻن تي تنقيد ڪئي آهي جيڪي 9 مارچ تي جناب مخدوم محمد زمان جي بنگلي تي منعقد ٿيل اينٽي ون يونٽ ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيا هئا. سندن چوڻ هو ته اهي پراڻا بازيگر آهن ۽ پنهنجي نئين رنگ ۽ روپ ۾ ايوب خان جو پاسو ڇڏي اينٽي ون يونٽ مهم ۾ اچي شامل ٿيا آهن. 1947ع کان وٺي اهي پراڻا پاپي جيڪي جاگيردار ۽ سرمائيدار ڪلاس سان تعلق رکن ٿا سي سنڌ جي ڪمزورين جو سبب بڻيا آهن، اهي هميشه ايرنڌڙ سج کي سلام ڪرڻ وارا ثابت ٿيندا رهيا. اسان پنهنجي شاگردن جي جماعت کي ون يونٽ جي خاتمي آڻڻ تائين محدود نه رکيو آهي بلڪ اسان سنڌ ۾ تعليمي، معاشي، سياسي، سماجي ۽ ثقافتي انقلاب آڻڻ چاهيون ٿا. (روزانه مهراڻ 12- مارچ 1969ع)

• "ون يونٽ ٽوڙيو ويندو." مجيب الرحمان سنڌي نوجوانن جي وفد کي يقين ڏياريو. پهتل اطلاعن موجب دادو جي ويهن نوجوانن جي وفد 6- مارچ تي شيخ مجيب الرحمان جي آمد تي لاهور ايئرپورٽ تي ون يونٽ خلاف مظاهرو ڪيو. هن وفد لاهور ۾ شيخ مجيب سان ون يونٽ جي مسئلي تي ڳالهايو. شيخ مجيب الرحمان کين يقين ڏياريو ته ون يونٽ ٽوڙڻ کان سواءِ ٻي ڪابه ڳالهه قبول نه ڪئي ويندي. ( مهراڻ 13- مارچ 1969ع)

• جيڪب آباد ۾ ون يونٽ خلاف ڪنونشن کي خطاب ڪندي محترم جي ايم سيد چيو ته سنڌ جو عوام گول ميز ڪانفرنس مان مطئمن نه آهي، هن وڌيڪ چيو ته 5 ۽ 6 اپريل تي ڪراچي ۽ 25 ۽ 26 اپريل تي حيدرآباد ۾ ون يونٽ خلاف ڪنونشن ٿيندا. (روزانه "مهراڻ" 19- مارچ 1969ع)

• سيتا روڊ ۾ جلسو. ون يونٽ ٽوڙڻ جو مطالبو. شاگردن جي هڪ وڏي ميڙ ۾ ماروئڙا اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي برانچ قائم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. شاگرد رهنما خطاب ڪيو. بعد ۾ محمد خان چانڊيو کي برانچ جو آرگنائيزر مقرر ڪيو ويو. هينيان مطالبا ڪيا ويا: ون يونٽ ٽوڙيو وڃي. سنڌي کي قومي ٻولي تسليم ڪيو وڃي. انتخابي لسٽون سنڌي ۾ ڇاپيون

وجن. سنڌ ريجمينٽ قائم ڪئي وجي. ٻهراڙين ۾ تعليمي سهولتون مهيا ڪيون وجن. (روزانه خادم وطن حيدرآباد 6- نومبر 1969ع)

• بزم صوفياء سنڌ جو اجلاس سيوهڻ ۾ پهرين نومبر تي ٿي گذريو. جنهن جي صدارت ڪرم شاهه ڪئي. افتتاحي خطبو جناب جي ايم سيد پڙهيو. هن صوفياءِ اڪرام جي زندگي تي روشني وجهڻ بعد مسٽر ڀٽي جي پ پ پارٽي تي تنقيد ڪئي.(روزانه خادم وطن حيدرآباد 6- نومبر 1969ع)

• ساري سنڌ ۾ گرفتارين جو سلسلو جاري. هيستائين 500 کان وڌيڪ شاگرد ۽ سياسي ورڪر جيلن ۾ بند. صدر سنڌ جي باشندن جا مطالبا نه مڃيا ته حالتون وڌيڪ خراب ٿي وينديون. سنڌ جي عوام ۽ شاگردن جا ٽي مطالبا آهن: (1) سنڌي ۾ ووٽرن جو لسٽون ڇپرايو. (2) ۽ ون يونٽ کي ٽوڙيو (3) سنڌي ٻولي کي يونيورسٽي سطح تائين ذريعه تعليم بڻايو. جيڪب آباد ۾ ڪالهه پوليس شاگردن تي لٺ بازي ڪئي ۽ ڪافي شاگرد گرفتار ٿي ڪيا. (روزانه خادم وطن 26- نومبر 1969ع)

## ون يونٽ خلاف بک هڙتالون ۽ گرفتاريون

ان دور ۾ مٿين مطالبن جي مڃتا لاءِ سڄي سنڌ ۾ بک هڙتالن ۽ گرفتارين جو سلسلو ون يونٽ ٽوڙڻ جي اعلان تائين جاري رهيو. جنهن ۾ ايس اين ايس ايف اڳواڻ محترم غلام رسول سهتو محرابپور ۾ بک هڙتال تي وينو ۽ گرفتار ٿيو. ڪامريڊ سهتي محترم مولائي ملاح کي انٽرويو ڏيندي ٻڌايو ته ڪيس سکر سينٽرل جيل ۾ هڪ مهيني تائين رکيو ويو. مون سان گڏ منهنجا ساٿي منظور علي ملاح ۽ گلاب علي راڄپر پڻ بک هڙتال ۽ گرفتاري ۾ مون سان گڏ رهيا. سکر جيل ۾ تقريبن 300 سياسي قيدي ٻيا به هئا. اهڙي طرح محترم مولائي ملاح روزانه عبرت (26- مئي 2010ع) ۾ ڇپيل هڪ مضمون ۾ لکي ٿو ته انهن ڏهاڙن ۾ جڏهن محترم اختر بلوچ جو اِهو بيان شايع ٿيو: "اسان جا هٿ رڳو چوڙيون ئي نه پر سنڌ جي حفاظت ۽ مفادن خاطر هٿ ڪڙيون به پائي سگهن ٿا." ان بعد نوابشاهه پي ايم سي ڪاليج جي هاسٽل اڳيان محترم عبداللطيف ملاح پڻ بک هڙتال تي وينو. ٻئي ڏينهن ڪيس گرفتار ڪيو ويو. هڪ رات نوابشاهه جيل ۾ رکڻ کان پوءِ ٻين سياسي قيدين سان گڏ ڪيس نوابشاهه کان سکر سينٽرل جيل نيو ويو جتي هن پورو هڪ مهينو جيل ڪاٽيو.

محترم امداد علي اوڊو جيڪو تنهن وقت گورنمينٽ ڪاليج جيڪب آباد جو شاگرد هو 15 نومبر 1969ع تي بک هڙتال تي ويٺو ۽ ڪيس گرفتار ڪري ڊسٽرڪٽ جيل سکر ۾ رکيو ويو.[36]

آخر ڪار سنڌي عوام جي ان تاريخي جدوجهد رنگ لاتو ۽ 28- نومبر 1969ع تي يحيٰ خان ون يونٽ ٽوڙڻ جو اعلان ڪيو.

حوالا:


1. Tanveer Ahmed Tahir - 413, 414, 415
2. روزانه "نواءِ سنڌ" 4 مئي 1963ع
3. نواءِ سنڌ 19- جون 1963ع
4. نواءِ سنڌ 23- جون 1963ع
5. کیا ہم اکٹھے رہ سکتے ہیں- ص39
6. Tanveer Ahmed Tahir op CIT, PP 355- 356 (Quoted Dawn, 12 Dec 1954, Dawn 14 Dec 1954, 10 Jan 1955)
7. Dawn - 16 August 1955
8. Dawn 14 - Sep 1955
9. Dawn 8 Aug 1955
10. Tanveer Ahmed Tahir oppcit Page 373
11. هفتيوار هاري حقدار، حيدرآباد، 20آڪٽوبر 1954ع
12. عاشق حسين سولنگي: سنڌ هاري ڪاميٽي تاريخ ۽ جدوجهد. لب درياءَ هسٽاريڪل سوسائٽي. ڏوڪري- 2007- ص116-115
13. هفتيوار سچائي ميرپور خاص 3- جون 1957ع
14. هفتيوار سچائي ميرپور خاص 19 آگسٽ 1957ع
15. هفتيوار سچائي ميرپور خاص 11 نومبر 1957ع
16. هفتيوار سچائي ميرپور خاص 11 نومبر 1957ع
17. امداد اوڊو: جل مشعل جل ص 64-63
18. امداد اوڊو: "جل مشعل جل" سنڌ سجاڳ پبلشرز 2010ع-ص 64-63)
19. (نواءِ سنڌ- 16 آڪٽوبر 1963ع)
20. فضل الله قريشي: ڪجهه يادون ڪجهه ڳالهيون. سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي. 2011ع. ص 155
21. فضل الله قريشي: ص 156
22. فضل الله قريشي: ص 165
23. فضل الله قريشي: ص 167
24. فضل الله قريشي: ص 179
25. تاج جويو: شيخ اياز- نثر 2 ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ. 2010ع ص 208-206
26. آگرو، غلام رباني : ماٺيو شهر پنهور جا. سنڌي ادبي بورڊ. 2012ع ص-434

27. ماهوار پارس مئي 1983ع ص- 34
28. ٽماهي مهراڻ، شيخ اياز نمبر 1-2-1998ع-ص 318
29. پليجو، عبدالحي: سنڌي شاگرد سياست-ارباب نور محمد پبليڪيشن ڀنون 1989ع ص60-59.
30. پروفيسر اعجاز قريشي: "4-مارچ ۽ اڄ جي سنڌ"، منڇر پبليڪيشن دادو، 2003ع- ص 35-34
31. احمد خان جمالي، "وساريان نہ وسرن" ماروي پبليڪيشن ڪراچي 2010ع- ص 38-37
32. جل مشعل جل-ص 67-66
33. جي ايم سيد: سنڌ متحده محاذ ۽ ون يونٽ، 1969ع ص-35
34. ايضاً ص-36
35. ايضاً ص-37
36. امداد اوڍو: جل مشعل جل ص 78-79

# ون يونٽ خلاف جدوجهد ڪندڙ عظيم سنڌي شخصيتون

## شيخ عبدالمجيد سنڌي

شيخ عبدالمجيد سنڌي صاحب 7 جولاءِ 1889ع تي ٺٽي جي هڪ هندو گهراڻي ۾ پيدا ٿيو. ننڍپڻ ۾ ئي اسلام کان متاثر ٿي، 1908ع ۾ مسلمان ٿيو. حيدرآباد ۾ سندس سنڌ جي اهم سياسي رهنما رئيس غلام محمد ڀرڳڙي سان ڏيٺ ويٺ ٿي جنهن ڪري هُن به سياسي ميدان ۾ پير پاتو. خلافت تحريڪ ۽ سنڌ جي بمبئي کان آزاديءَ جي تحريڪ کان وٺي ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ تائين هو سنڌ ۽ سنڌ جي عوام سان لڳاپيل نينهن جو ناتو بخوبي نڀائيندو آيو.

1954ع ۾ جڏهن ملڪ ۾ ون يونٽ قائم ڪرڻ جا سانباها ڪيا پئي ويا ته شيخ صاحب اهو پهريون سنڌي سياستدان هو جنهن One Unit Exposed جي عنوان سان 2 آگسٽ 1954ع تي هڪ پمفليٽ لکي شايع ڪيو. ان پمفليٽ ۾ شيخ صاحب مدلل طور ۽ زوردار انداز ۾ مسٽر دولتانا ۽ ٻين جي ون يونٽ جي حمايت ۾ ڏنل دليلن جو توڙ پيش ڪيو. شيخ صاحب جو شمار ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ جي صف اول جي اڳواڻن ۾ ٿئي ٿو. ون يونٽ جي قيام کان وٺي ان جي خاتمي تائين جرائت مندي، بهادري ۽ ثابت قدمي سان ون يونٽ خلاف جدوجهد ڪندو رهيو. ڪيترين ڪانفرنسن ۽ جلسن ۽ جلوسن جي صدارت ڪيائين ۽ گڏوگڏ بزرگ ۽ سينئر سياسي رهنما جي حيثيت ۾ سموري تحريڪ جي رهنمائي پڻ ڪندو رهيو.

سنڌي صاحب جي جرائتمندي، بهادري ۽ سنڌ سان وفاداريءَ بابت ڪجھ واقعا بيان ڪندي محترم رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙي لکي ٿو ته ”ون يونٽ خلاف لاهور جي موچي گيٽ وٽ اسان هڪ جلسو ڪيوسين. پنجاب جون حالتون ون يونٽ جي مفاد ۾ هيون. اهڙين حالتن باوجود به شيخ صاحب جڏهن تقرير ڪرڻ لاءِ اٿيو ته پنهنجا توڙي پراوا هڪ آواز ۾ چوڻ لڳا ته ون يونٽ ظلم آهي، زنجير آهي، ڳٽ آهي. ائنتي ون يونٽ تحريڪ جي

سلسلي ۾ مير غلام علي ٽالپر وارو واقعو به ياد ٿو پويم. ٿيو ائين ته مير صاحب ون يونٽ خلاف ڪم ڪيو ۽ ان جي صلي ۾ جيل ويو. پاڻ جڏهن آزاد ٿي آيو ته آئون ۽ شيخ صاحب صبح شام سائس ملڻ ويندا هئاسين. انهن نون ڏينهن ڪانپوءِ مير صاحب جي ملاقات اسڪندر مرزا سان ٿي ۽ پاڻ انهيءَ تي راضي ٿي ويو ته جيڪڏهن ڪيس هڪ وزارت مرڪز ۾ ۽ ٻه وزارتون ويسٽ پاڪستان ۾ ڏنيون وينديون ته هُو ون يونٽ جي مفاد ۾ بيان ڏيندو. جڏهن هڪ ڏينهن مير صاحب انهيءَ بيان تي اسان کان صحيحون وٺڻ گهريون. تڏهن مون کي پهريون ڀيرو شيخ صاحب جي جوش ۽ جلال ڏسڻ جو موقعو مليو. پاڻ نه رڳو مير صاحب کي ٺپ جواب ڏنائين پر ڪيس چڱيون چوٽيون به ٻڌايائين."[1]

## جي ايم سيد

محترم جي ايم سيد سنڌ جي اُها عظيم شخصيت آهي جنهن پنهنجي سڄي ڄمار سنڌ لاءِ ارپي ڇڏي. سندس جدوجهد ۽ ڪارناما ڪنهن به سنڌ واسي کان لڪل نه آهن. پاڻ سياست جي شروعات خلافت تحريڪ ۾ عملي طور شموليت سان ڪيائين.

سائين جي ايم سيد ون يونٽ جي ڦهري ڪوٽ ڪيرائڻ لاءِ تمام وڏي جدوجهد ڪئي. پارليامينٽ ۾ هجي يا عوام سان گڏ. جيل ۾ هجي يا نظر بنديءَ هيٺ سندس اوليت ۽ ترجيح ۾ فقط سنڌ ۽ سنڌين جا اجتماعي مفاد ئي هوندا هئا.

جڏهن 1954ع ۾ سنڌ اسيمبلي ون يونٽ جي حمايت ۾ ٺهراءُ پاس ڪري رهي هئي ته سائين جي ايم سيد جي مخالفت جي پيش نظر ڪيس اڳوات گرفتار ڪيو ويو هو. پاڻ جڏهن آزاد ٿيو ته ون يونٽ خلاف ملڪ گير هلچل هلائڻ جي شروعات ڪيائين.

سيد صاحب 26، 27 آڪٽوبر 1955ع تي حيدر منزل ڪراچيءَ تي اينٽي ون يونٽ فرنٽ جو ڪنونشن گهرايو. جنهن ۾ سڀني صوبن سان تعلق رکندڙ هيٺيان اڳواڻ شريڪ ٿيا:

(1) جي ايم سيد (2) شيخ عبدالمجيد سنڌي (3) حيدر بخش جتوئي (4) عبدالصمد خان اڇڪزئي (5) قاضي فيض محمد (6) غلام مصطفيٰ ڀرڳڙي (7) عبدالحميد خان جتوئي (8) حميد حسين لانگو (9)

پيرالهي بخش (10) ارباب سڪندر خان (11) ارباب عبدالغفور (12) ميان سعد گل (13) عبدالاڪبر خان (14)فضل احمد (15) حاجي محمد اسلم (16) سمين جان خان (17) ارباب عطاءُ الله (18)قادر بخش نظاماڻي (19) راحت خان (20)محمد يوسف خان (21)زرين خان (22) امير محمود خان.
ڪنونشن پاران پريس کي جيڪو بيان جاري ڪيو ويو ان جو خلاصو هيٺين ۾ ريت هو:

"حڪمران ون يونٽ جو بل قانون ساز اسيمبليءَ مان منظور ڪرائي ان کي قانوني صورت ڏيڻ گهرن ٿا. جيڪا قرار داد لاهور 1940ع جي نفي آهي. ون يونٽ سنڌ ۽ ٻين ننڍن صوبن تي غير جمهوري انداز ۾ مسلط ڪرڻ انهن جي حقن کسڻ جي برابر آهي ۽ اهو ننڍن صوبن ۽ ٻين ايراضين لاءِ هاڃيڪار ٿيندو. اسان پُر امن آئيني ۽ قانوني طريقن سان ان جي مزاحمت ڪنداسين. اسان پنجاب ۽ بنگال جي وڏن صوبن کي نئين پاڪستان جي مفاد، اتحاد ۽ سالميت جي نالي تي گذارش ڪريون ٿا ته هُو ننڍن صوبن جي صوبائي خود مختياريءَ کي پنهنجي خودمختياريءَ جي تناظر ۾ ڏسن ۽ ان غير جمهوري عمل کي رد ڪن."

ون يونٽ ٺهڻ بعد اولهه پاڪستان اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيون. محترم جي ايم سيد سنڌ عوامي محاذ پاران چونڊن ۾ حصو ورتو ۽ ميمبر چونڊيو. پاڻ ڪوشش ڪيائين ته آئيني طريقي سان ون يونٽ کي ختم ڪرائي. اسيمبليءَ ۾ هڪ ڀيرو عدم توازن واري صورتحال پيدا ٿي. سيد صاحب ان مان ڀرپور فائدو ورتو. مسلم ليگ ڪانئس حمايت جي گهر ڪئي ته سيد صاحب سندن آڏو ون يونٽ ٽوڙڻ جو شرط رکيو. آخرڪار مسلم ليگ ۽ سنڌ عوامي محاذ وچ ۾ معاهدو ٿيو ۽ طئي ٿيو ته مسلم ليگ حڪومت ٺاهڻ ۾ مدد جي عيوض سنڌ عوامي محاذ پاران اسيمبليءَ ۾ ون يونٽ ٽوڙڻ لاءِ ايندڙ بل جي حمايت ڪندي.

مسلم ليگ پاران دولتانه، خان قيوم، ايوب کهڙو ۽ سنڌ عوامي محاذ طرفان جي ايم سيد، غلام مصطفيٰ ڀرڳڙي ۽ پير الهي بخش ان معاهدي تي صحيحون ڪيون.

سنڌ عوامي محاذ پاران قرار داد پيش ڪئي وئي، پر حڪمران جماعت ريپبليڪن پارٽي ۽ اسپيڪر جي ڳٺ جوڙ سان اجلاس ملتوي ڪيو ويو. بعد ۾ ضمني بجيٽ ۽ گرانٽن جو معاملو پيش آيو. حڪمران پارٽي انهن

کي منظور نہ ٿيندي ڏسي استعيفيٰ ڏني. اولھہ پاڪستان ۾ ڪجھہ عرصو گورنر راڄ لاڳو رهيو. اقتدار کان ڪجھہ عرصو الڳ رهڻ ڪري پيهر اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ ريپبليڪن پارٽي بيچين ٿي وئي ۽ هن سيد صاحب کان حمايت وٺڻ لاءِ رابطو ڪيو. سيد صاحب کين چيو تہ هينئر نيشنل عوامي پارٽي وجود ۾ اچي وئي آهي اوهان ان جي قيادت سان ڳالهايو. چاڪاڻ تہ اسان جو مسلم ليگ سان بہ هڪ معاهدو ٿيل آهي. آخرڪار ٻنهي ڌرين وچ ۾ ڳالهيون ٻولهيون ٿيون ۽ ساڳئي طرز جو هڪ معاهدو طئي ٿيو.

17- سيپٽمبر 1957ع تي نيشنل عوامي پارٽي پاران رئيس غلام مصطفيٰ ڀرڳڙي اسيمبليءَ ۾ قرار داد پيش ڪئي تہ "چار وڏيڪ خودمختيار صوبن تي مشتمل سب فيڊريشن ٺاهي وڃي". ٽن ڪلاڪن جي بحث کانپوءِ قرار داد 4 جي ڀيٽ ۾ 170 جي اڪثريت سان منظور ڪئي وئي. مسلم ليگ ووٽنگ ۾ حصو نہ ورتو. سيد صاحب چاهيو تہ قرار داد مرڪزي اسيمبلي مان بہ منظور ڪرائي پر معاملو اختلافن جي ور چڙهي ويو ۽ جلد پوءِ 8 آڪٽوبر 1958ع تي ايوب خان ملڪ ۾ مارشل لڳائي ۽ 10 آڪٽوبر 1958ع تي سيد صاحب کي گرفتار ڪيو ويو. ڪيس هڪ سال چار مهينا سينٽرل جيل ڪراچيءَ جي وارڊ نمبر 14 ۾ رکيو ويو. پوءِ صحت جي خرابيءَ سبب ڇهہ سال ٽي مهينا نظر بند رکي 12 فيبروري 1966ع تي آزاد ڪيو ويو. ڪيس وري مارچ 1966ع تائين گهر ۾ نظر بند رکيو ويو.

سيد صاحب جي نظر بندي ختم ٿيڻ بعد پاڻ "بزم صوفياءِ سنڌ" نالي هڪ علمي، ادبي ۽ ثقافتي تنظيم جوڙي سنڌ واسين کي سندن تاريخي تشخص کان آگاهہ ڪيو. بزم صوفياء سنڌ پاران هيٺين طرح سڄي سنڌ ۾ ڪانفرنسون منعقد ڪيون ويون:

- پهرين سنڌ ثقافتي ڪانفرنس پير عالي شاهہ جي ميلي تي ٺٽي ۾ 23آگسٽ 1966ع.
- ڪل سنڌ ثقافتي ڪانفرنس ڀٽ شاهہ ۾ 19 سيپٽمبر 1966ع
- سنڌ ثقافتي ڪانفرنس. سن ۾ 19 نومبر 1966ع

انهن ڪانفرنسن ۾ محترم جي ايم سيد پاران پڙهيل افتتاحي خطبا بعد ۾ ڪتاب جي صورت ۾ شايع ٿيا.

سائين جي ايم سيد جي 1967ع ۾ مغربي پاڪستان جي گورنر جنرل موسيٰ سان ملاقات جو تفصيل ٻڌائيندي شيخ عزيز لکي ٿو: "ايوب

خان. موسيٰ کي گورنري سنڀاليندي بريف ڪري ڇڏيو هئو تہ جي ايم سيد هن سموري اُپار جو اڳواڻ آهي ۽ هو جڏهن بہ سنڌ جو دورو ڪري اهو معلوم ڪري تہ هن جو مطالبو ڇا آهي ۽ ان جو ڪهڙو ممڪن حل ٿي سگهي ٿو.

موسيٰ خان سکر ۽ جيڪب آباد کان ٿيندو. حيدرآباد جي سرڪٽ هائوس ۾ قيام ڪيو. سيد تن ڏينهن پنهنجي گهر ۾ نظربند هئو. سندس سموريون ملاقاتون ۽ سياسي سرگرميون بند هيون. بهرحال هدايتن تي سيد کي سن مان پوليس پهري هيٺ سرڪٽ هائوس ملاقات لاءِ آندو ويو تہ موسيٰ اي ڊي سي کي رڙ ڪري چيو:

"هي ڪنهن کي آندو اٿئي؟ مون تہ جي ايم سيد کي آڻڻ لاءِ چيو هئو".

"هي ئي آهي جي ايم سيد سر." اي ڊي سي ادب سان وراڻيو.

گورنر موسيٰ کي اها ڳالهہ سمجهہ ۾ ڪونہ آئي سو پنهنجي آنڌ مانڌ دل ۾ رکي نہ سگهيو. نهہ پهہ وراڻيائين:

"هيڏڙي قد جو جي ايم سيد! مون سمجهيو هو تہ تمام قداور پهلوان قسم جو ماڻهو هوندو. چڱو، نيڪ آهي هيءَ ماڻهو پاڪستان کي ڪو نقصان پهچائي نٿو سگهي." موسيٰ هڪ ئي ساهہ ۾ چئي ويو. ائين چئي هن سيد کي وهاريو پر اتندي ئي ڳالهہ هن طريقي سان شروع ڪيائين:

"اوهان پاڪستان جي خلاف ڇو ٿا اينتريون ڳالهيون ڪريو؟"

"آءٌ پاڪستان جي خلاف ڇو ڳالهيون ڪندس؟ مون تہ پاڻ پاڪستان ناهڻ لاءِ سنڌ اسيمبلي ۾ ٺهراءَ پيش ڪيو هئو."

"آءٌ بہ تہ اهو ئي ٿو چوان تہ هيءَ ماڻهو ڪيئن پاڪستان جو مخالف ٿي سگهي ٿو. پر جيڪڏهن هجو تہ بہ حڪومت کي اوهان مان ڪو ڊپ نٿو ٿي سگهي. چڱو مون کي خالي اهو ٻڌايو تہ اوهان چاهيو ڇا ٿا؟" موسيٰ پڇيو.

"گورنر صاحب! سنڌ جي ماڻهن جو چوڻ آهي تہ ساڻن ناانصافي ختم ٿئي ۽ پراڻين ناانصافين جو ازالو ٿئي."

"ڪير ٿو ڪري ناانصافي. آءٌ هنن کي هينئر ئي نيڪ ڪري ڇڏيندس." موسيٰ جڻ اٿي ٻيهڻ وارو هئو.

"بس. ڪير ٿي سگهن ٿا. هڪڙا آهن وفاقي حڪومت وارا ٻيا آهن اوهان جا ماتحت". ٿورو رکي سيد وري ڳالهائڻ شروع ڪيو: "اسان هيءَ ٿا چاهيون تہ هتي جو پئسو، هتي جي زمين، هتي جي نوڪري، هتان جي ماڻهن کي ملڻ گهرجي. جيڪي هتي ڇايا آهن ۽ جيڪي هتي دفن ٿيندا. هيءَ سڀ

انهن جو حق آهي.“ سيد ڏند پڪوڙي چيو.

”اهو ته اسان به ٿا چاهيون. اسان اهو ڪنداسين. پر اوهان سنڌ بنڌ جي ڳالهه ڇڏي ڏيو. آءٌ سڀ ڪجهه سمجهان ٿو. خدا حافظ“ ائين چئي موسيٰ اٿي بيٺو. ظاهر آهي هاڻي ته سيد وٽ ويهڻ جو ڪو ڪارڻ ڪونه هئو.“

28 جون 1967ع تي سيد صاحب کي وري گرفتار ڪيو ويو ۽ بزم صوفياءِ سنڌ تي پابندي لاڳو ڪئي وئي. جيل ۾ سيد صاحب کي سخت تڪليفون ڏنيون ويون. بيماريءَ جي حالت ۾ علاج لاءِ ڪنهن وڏي شهر ڏانهن وڃڻ جي اجازت پڻ نه ڏني وئي. چاڪاڻ ته تڏهوڪو گورنر محمد موسيٰ حيدرآباد ۽ نوابشاهه ۾ تقريرن ۾ اهو چئي چڪو هو ته حيدر بخش جتوئي ۽ جي ايم سيد کي جيلن ۾ ان ڪري رکيو ويو هو جو هنن ون يونٽ جي مخالفت ڪئي ۽ غير سنڌين کي زمينن ڏيڻ تي اعتراض ٿي ڪيو.

ايوبي آمريت ۽ ون يونٽ خلاف تحريڪ جڏهن زورن تي هئي ته سنڌ ۾ 4- مارچ 1967ع وارو واقعو پيش آيو. اهڙين سخت حالتن سبب ايوب خان گول ميز ڪانفرنس ڪرائڻ جو اعلان ڪيو. ايوب خان جينوئيڪ بين سياسي قيدين کي ته آزاد ڪيو پر سيد صاحب کي آزاد نه ڪيو. هڪ وڏي جلسي ۾ ڪاڏي ڪاني حيدرآباد ۾ خطاب ڪندي شيخ اياز چيو ته جنهن گول ميز ڪانفرنس ۾ سيد شريڪ نه ٿيندو ان جا فيصلا سنڌ کي قبول نه هوندا. آخر ڪار 26 فيبروري 1969ع تي سيد صاحب کي آزاد ڪيو ويو. 9 مارچ 1969ع تي سيد صاحب سنڌ متحده محاذ جو اجلاس طلب ڪيو. اجلاس جي صدارت شيخ عبدالمجيد سنڌي ڪئي. سيد صاحب ان موقعي تي پنهنجي تقرير ۾ خاص طور اهو اعلان ڪيو ته ”اسان کي شخصي پارٽي بازي، گذريل اختلافن ۽ ٿيل غلطين جو انتقامي جذبو ڇڏڻ گهرجي ۽ نون ۽ پراڻن سنڌين جي تفريق ڪان بالاتر رهڻ گهرجي.“

مارچ 1969ع جي آخر ۾ ايوب خان استعيفيٰ ڏني ۽ جنرل يحيٰ خان بطور چيف مارشل لا ايڊمنسٽريٽر اقتدار سنڀاليو. آگسٽ 1969ع تي عوامي ليگ جي اڳواڻ شيخ مجيب الرحمٰن کي هوٽل انٽرڪانٽينينٽل ڪراچيءَ ۾ سيد صاحب پاران هڪ زبردست آجياڻو ڏنو ويو جنهن ۾ استقباليه تقرير سيد صاحب ڪئي.

ون يونٽ خلاف جدوجهد دوران محترم جي ايم سيد جو ڪردار نهايت اهم رهيو جيڪو سنڌ جي سياسي تاريخ جو هڪ اهم باب آهي.

## ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي

سنڌ جي عظيم محب وطن اڳواڻ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي سڄي زندگي سنڌ جي عوام تان ڏک ڏولاوا ٽارڻ ۽ ظلمن ۽ ناانصافين جي خاتمي لاءِ جدوجهد ڪندي گذري. جڏهن ڏنڊي جي زور تي گورنر جنرل غلام محمد "ون يونٽ" جو بل پاس ڪرايو. تڏهن ڪامريڊ سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جو اجلاس سڏائي اهو تاريخي اعلان ڪيو ته "جيستائين ون يونٽ جو خاتمو نه ايندو تيستائين آرام نه ڪبو" هڪ طرف هاري ورڪرن کي حڪم ڏنائين ته ون يونٽ خلاف سنڌ ۾ جلسن، جلوسن جو سلسلو جاري رکيو وڃي ٻئي طرف پمفليٽ لکي دنيا وارن کي آگاهه ڪيائين ته سنڌ سان هي ناحق ڪيو ويو آهي. انهيءَ سلسلي ۾ ڪامريڊ ون يونٽ خلاف ڪيترائي انگريزيءَ ۾ پمفليٽ لکيا، جنهن جي نتيجي ۾ ڪيترائي ڀيرا ڪيس جيل ۾ بند ڪيو ويو ۽ ٻئي پاسي جڏهن ون يونٽ خلاف نعرو هڻڻ ڏوهه سمجهيو ويندو هو تڏهن ڪامريڊ حيدر بخش جي اڳوائيءَ ۽ رهبريءَ ۾ سنڌ جي هاري ورڪرن ڳوٺ ڳوٺ ۾ جلسا جلوس ڪڍي ون يونٽ خلاف آواز بلند ڪيو.

ون يونٽ جي خلاف سنڌ هاري ڪاميٽيءَ طرفان ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي صدارت هيٺ 11 نومبر 1954ع تي حيدرآباد ۾ ٿيل اجلاس ۾ هيٺيان ٺهراءَ پاس ڪيا ويا:

### ٺهراءُ پهريون

هيءُ اجلاس هن راءِ جو آهي ته سنڌ، بلوچستان ۽ فرنٽيئر علائقن کي ويسٽ پاڪستان جي هڪ يونٽ ۾ ڳاهڻ جو تحرڪ پنجاب جي سرمائيدارن ۽ عملدارن طرفان هلايل آهي، ته جيئن ننڍن صوبن جي وسائل، زمين، تجارت ۽ نوڪرين تي قبضو ڪيو وڃي. هيءُ (ون يونٽ ڳاهڻ واري) تحريڪ بلڪل ناجائز ۽ نامناسب آهي جنهن ذريعي پنجاب جي عوام ۽ سنڌ جي عوام وچ ۾ نفرت ۽ عام طرح پاڪستان ۾ اندروني خانه جنگي جو باعث ٿيندو، جنهن مان خطرناڪ نتيجا نڪرڻ لازمي آهن.

سنڌ هزارين سالن کان هڪ خاص تهذيب، زبان ۽ روايتن جي مالڪ آهي، اُن کي پاڪستان ۽ اسلام جي نالي ۾ مٽائڻ ناممڪن ۽ ظالمانه ڪارروائي ٿيندي. اهڙي ناپاڪ تحريڪ کي سنڌ جو عوام ڪڏهن به قبول نه ڪندو. هيءَ اجلاس مسٽر غلام محمد گورنر جنرل کي اپيل ٿو ڪري ته هن

معاملي کي وڌيڪ ڇڪتاڻ کان سواءِ ختم ڪري پاڪستان تي مهرباني ڪري.

**ٺهراءُ ٻيو**

هيءَ ڪائونسل جو اجلاس سنڌ اسيمبليءَ جي اُنهن ميمبرن جي ون يونٽ جي حمايت ۾ ڪيل فيصلي تي اظهار ناراضگي ٿو ڪري. جيڪو انهن بندوق جي ڇانوَ ۾ ۽ پوليس ۽ ملٽري کان هيسجي ڪيو آهي. ۽ اهو ڪيل فيصلو عوام جو فيصلو نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ سنڌ جي ووٽرن جڏهن سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبرن کي ووٽ ڏنا هئا. تڏهن انهن جي اڳيان ون يونٽ جو سوال ئي ڪونہ هو. تنهن کان سواءِ اهو فيصلو 1940ع جي لاهور واري تاريخي ٺهراءُ جي پڻ قطعي خلاف آهي.

ون يونٽ دوران سنڌ جي عوام مٿان وقت بوقت جيڪي بہ ظلم، زبردستيون، ناانصافيون ٿينديون رهيون. ڪامريڊ انهن خلاف قلم کنيو. ڪافي محنت ۽ خرچ ڪري. سنڌ جي سيني مسئلن تي انگريزي ۾ پمفليٽ لکيا جن اُن وقت جي حڪومت خلاف وڏو ٿرٿلو مچائي ڇڏيو. انهن پمفليٽن جو مختصر طور جائزو هيٺ پيش ڪجي ٿو:

1. Democracy or Dictator ship in Pakistan

(جلد پهريون. ڪراچي 7- آگسٽ 1955ع صفحا - 21)

انهيءَ پمفليٽ ۾ جمهوريت ۽ آمريت جي چڱاين ۽ اوڻاين بابت ڪامريڊ تفصيلي ذڪر ڪيو آهي. ان سان گڏ ان ۾ اولهہ پاڪستان جي سيني صوبن کي زوريءَ ملائي "ون يونٽ" بنائڻ واري منصوبي جو تفصيلي ذڪر ڪيل آهي. پمفليٽ جي آخر ۾ انهيءَ گڏيل بيان جو متن پڻ ڏنو ويو آهي. جيڪو 28 جولاءِ 1955ع تي محترم شيخ عبدالمجيد سنڌي، ڪامريڊ حيدر بخش ۽ محمد محمود عوامي ليگي جي صحيحن سان جاري ڪيو ويو هو. جنهن ۾ اُن وقت جي سنڌ جي وڏي وزير محمد ايوب کهڙي جي ڪرتوتن جو تفصيل سان ذڪر ڪيل آهي.

2. Democracy or Dictator ship in Pakistan II

چوويهن صفحن تي مشتمل هيءَ پمفليٽ ڪامريڊ 22 آگسٽ 1955ع لکي ڇپرايو. ان ۾ ون يونٽ بل جو تفصيلي جائزو ورتو ويو آهي. گورنر جنرل غلام محمد طرفان 24- آڪٽوبر 1954ع تي آئين ساز اسيمبليءَ کي ٽوڙڻ واري قدم جو تجزيو پڻ ڪيو ويو آهي. پمفليٽ ۾ ڏيکاريو ويو آهي تہ سنڌ هر لحاظ کان پنهنجي پيرن تي بيهي سگهڻ جي لائق آهي. انهيءَ جي

ايراضي ۽ آبادي دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن کان وڌيڪ آهي. پمفليٽ جي آخر ۾ ون يونٽ مان سنڌ ۽ ٻين صوبن کي پهچندڙ نقصانن جو تفصيلي جائزو ورتو ويو آهي ۽ اُن وقت جي آمرانہ حڪمرانن کي چيو ويو آهي تہ انصاف ۽ جمهوريت خاطر ون يونٽ جهڙي غلط منصوبي کي عمل هيٺ نہ آڻيو.

3. Democracy or Dictator ship in Pakistan III

28 صفحن تي مشتمل هيءُ پمفليٽ ڪامريڊ 10 سيپٽمبر 1955ع تي ڇپرايو. جنهن ۾ ڪامريڊ ون يونٽ واري بل تي ممتاز محمد دولتانہ طرفان پيش ڪيل ۽ دليلن جو نقطہ بہ نقطہ جواب ڏنو آهي ۽ سندس لغو دليلن کي غلط ثابت ڪري ڏيکاريو آهي. محمد ايوب کهڙي ۽ پير علي محمد راشدي جي ون يونٽ جي تائيد ۽ پنيرائي ڪرڻ کي سخت اکرن ۾ ننديو آهي. ۽ اهو ثابت ڪيو آهي تہ هو پنهنجي ذاتي مفاد خاطر سنڌ کي هر وقت قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهن.

4. Democracy and Justice of the Chief Justice

متئين نالي وارو پمفليٽ ڪامريڊ 25 ڊسمبر 1956ع تي لکي ڇپرايو. هن پمفليٽ ۾ پاڪستان فيڊرل ڪورٽ جي چيف جسٽس مسٽر محمد منير جي ان وقت جي گورنر جنرل غلام محمد جي پنيرائي ۾ ۽ جمهوريت جي خلاف ڏنل فيصلي کي دليلن سان ننديو ويو آهي.

ڪامريڊ هن پمفليٽ ۾ لکيو آهي تہ جيڪڏهن جمهوريت کي پاڪستان ۾ قائم رکڻو آهي تہ پوءِ جمهوريت جي عوام دشمن قوتن کي ضرور بي نقاب ڪرڻو پوندو. پاڻ لکيو اٿن تہ چيف جسٽس پاڪستان وڏي ۾ وڏي عدالت جو سربراهہ آهي انجي فيصلي خلاف ڪابہ وڌيڪ اپيل نٿي ٿي سگهي. تنهنڪري مان هن پمفليٽ ذريعي پنهنجو موقف پاڪستان جي عوامي عدالت اڳيان رکان ٿو جيڪا آخري ۽ وڏي ۾ وڏي طاقتور اپيل جي عدالت آهي.

5. Shall Sindhi Language stay in Karachi or not?

18 صفحن تي مشتمل هيءُ پمفليٽ ڪامريڊ 9 جنوري 1957 تي لکي ڇپرايو. هن پمفليٽ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ڪراچيءَ ۾ مستقبل بابت ٻڌايو ويو آهي تہ ڪراچيءَ کي سنڌ کان الڳ ڪرڻ واري ناانصافيءَ تي ٻڌل فيصلي ڪرڻ بعد سنڌي ٻوليءَ جي اڪثر آبادي جي ٻولي هجڻ باوجود ڪراچي يونيورسٽي ۽ ٻين ادارن مان ان کي ڌڪي ٻاهر ڪيو ويو آهي.

6. In justice to land assessment rates in Sindh

هيءَ پمفليٽ ڪامريڊ 15 جون 1957ع تي لکي ڇپرايو. جيڪو سنڌ جي ضلعن ۾ غير منصفاڻہ نموني ۾ ڍلن لاڳو ڪرڻ خلاف ڪامريڊ لکيو ۽ اهو ثابت ڪيو تہ سنڌ جي ضلعن مان ٻين صوبن جي ضلعن جي ڀيٽ ۾ ڳريون ڍلون ورتيون وڃن ٿيون. جنهن ڪري سنڌ جي زرعي معيشت کي گهڻو نقصان پهتو آهي. خاص ڪري ننڍا ڪاٽيدار تباهہ ٿي ويا آهن. پمفيلٽ ۾ سنڌ ۾ رائج ڪيل سلائيڊنگ اسڪيل هيٺ ڍل جي وصوليءَ خلاف تفصيلي انگن اکرن سان بحث ڪيل آهي.

پمفليٽ ۾ صوبہ پنجاب جي زمين جي حالت، پيداوار ۽ پاڻيءَ جي گهٽائي ۽ سنڌ جي زمين جي حالت، پيداوار ۽ پاڻي جي کوٽ جي ڀيٽ ڪيل آهي. ۽ ثابت ڪيو ويو آهي تہ سنڌ ۾ پاڻيءَ جي کوٽ، زمين جي حالت گهٽ ۽ پيداوار ٿوريءَ هئڻ جي باوجود بہ ڍل ۽ پاڻيءَ جي قيمت پنجاب جي آبادگار کان هر قسم جي فصل تي وڌيڪ وصول ڪئي ٿي وڃي.

7. Lands in Sindh who should own them?

27 جولاءِ 1957ع تي لکي ڇپرايل هن پمفليٽ ۾ ڪامريڊ سنڌ ۾ موجوده زرعي زمين جي مالڪيءَ جي مسئلي تي تبصرو ڪيو آهي ۽ لکيو آهي تہ سنڌ جي اصلي باشندن خاص ڪري سي زمين هارين کي سنڌ جي زرعي زمين کان سازش تحت محروم ڪيو ويو آهي. ۽ سرڪاري زمينن مان گهڻي ۾ گهڻو فائدو غير سنڌين کي مليو آهي.

8. Disposal of evacuee property -I

هيءَ پمفليٽ ڪامريڊ 21 فيبروري 1958ع تي لکي ڇپرايو. جنهن ۾ هندن جي ڇڏيل زرعي زمين جي الاٽمينٽ بابت بحث ڪيو ويو آهي ۽ مهاجرن جو انهيءَ زمين تي ڪهڙو حق آهي ان تي پڻ تفصيلي بحث ڪيل آهي. پمفليٽ ۾ حڪومت کي اپيل ڪئي وئي آهي تہ هندن جي زمينن تي مقامي هارين جو حق آهي ۽ زمين انهن کي ئي ڏني وڃي.

9. Disposal of evacuee property-II

27 فيبروري 1958ع تي لکيل هن پمفليٽ هن ۾ ڪامريڊ سنڌ ۾ هندن واري ڇڏيل زرعي زمين جا انگ اکر ڏنا آهن. ۽ جلد پهريون ڇپجڻ کان پوءِ جيڪي حالتون پيدا ٿيون انهن جو جائزو ورتو آهي. انهيءَ پمفليٽ ۾ شهري متروڪہ ملڪيت جو تفصيل سان ذڪر ڪيل آهي ۽ لڏي ويل هندن ۽ لڏي آيل

مهاجر زميندارن جي مالڪي وارن حقن تي پڻ بحث ڪيو آهي ۽ لکيو آهي ته هندن جي ڇڏيل زمين تي مهاجر زميندارن جو ڪو به قانوني حق نه آهي.

10. In justice to land taxation in Sindh districts

34 صفحن تي مشتمل هي سائيڪلو اسٽائيل پمفليٽ جيڪو ايوب خان جي مارشل لا جي دور 1960ع ۾ سنڌ جي زميندارن ۽ آباد ڪارن سان ٿيندڙ زيادتين خلاف ڪامريڊ لکيو هو، جنهن کي ايوب خان جي آمرانه حڪومت ضبط ڪيو. هن ڪتابچي لکڻ جي پاداش ۾ ڪامريڊ حيدر بخش کي مارشل لا جي مختلف قوانين هيٺ گرفتار ڪري اسپيشل مليٽري ڪورٽ ڪوئيٽا ۾ ڪيس هلائي سخت پورهئي سان ٽي سال جيل جي سزا ڏني.

11. Higher land taxation in southern Sindh (I-II)

هي پمفليٽ ٻن حصن تي مشتمل آهي. پهريون حصو 3 نومبر ۽ ٻيون حصو 20 نومبر (1966ع) تي شايع ٿيو جنهن ۾ ڪامريڊ سنڌ جي سمورين ٽيڪسن جو جائزو ورتو آهي. ۽ پنهنجي پاڙيسري صوبي پنجاب ۾ وچي هر هڪ ضلع جا انگ اکر وڏي محنت سان هٿ ڪيا. ۽ سرڪاري انگن اکرن مان ثابت ڪري ڏيکاريو ته سنڌ اندر مختلف زرعي ٽيڪس. پنجاب جي ضلعن کان ٻيڻا ۽ ڪن حالتن ۾ ٽيڻا وصول ڪيا ٿا وڃن. پمفليٽ جي پهرين حصي ۾ سال 1954 کان 1966ع تائين سنڌ اندر لئنڊ روينو، واٽر ريٽ. ۽ ٻين وصول ٿيندڙ ٽيڪس جا تفصيل ڏنل آهن. ۽ سال 1958ع ۾ مارشل لا حڪومت ۽ ون يونٽ حڪومت طرفان سنڌ ۾ وري وڌيڪ ٽيڪس وڌايا ويا. انهن جو پڻ جائزو ورتل آهي.

پمفليٽ جي ٻئي جلد ۾ ان وقت جي ويسٽ پاڪستان اسيمبلي ۾ سنڌ جي سيني ميمبرن هن پمفليٽ جي تائيد ۾ ڪيل صحين جي فوٽو ڪاپي به شامل ڪيل آهي.

12. Disposal of Guddu Barrage state land

هي ۽ پمفليٽ ڪامريڊ 4 اپريل 1967ع تي لکي ڇپرايو. جنهن ۾ سنڌ جي هارين جي حالت جو ذڪر ڪندي چيو ته ملڪ ۾ اڪثريت هارين جي آهي ۽ زمين جو اصل مالڪ به هاري آهي، پر کين هميشه نظر انداز ڪيو ويو آهي.

ڪامريڊ هن پمفليٽ ۾ گدو براج جي زمين جا انگ اکر پيش ڪيا آهن ۽ اُهي سمورا تفصيل ڄاڻايا آهن. جن کي اها زمين ڏني ويئي آهي. ۽ ڏيکاريو آهي ته براج جي زمين مان چاليهه سيڪڙي کان به گهٽ زمين

مقامي بي زمين هارين کي ڏني وئي آهي. اڪثر زمين سول ۽ فوجي عملدارن. قبائلي سيٽلرن ۽ عام نيلام ۽ بين مختلف اسڪيمن هيٺ نيڪال ڪئي ويئي آهي.

13. Stop injectment of population from Mukkhi Dhand area.

سورهن صفحن تي مشتمل هيءَ پمفليٽ ڪامريڊ 20 ڊسمبر 1967 ني ڇپرائي پڌرو ڪيو. ڪامريڊ پنهنجي ساٿين سان گڏ جڏهن مکي ڍنڍ ايراضي ۾ وڃڻ لاءِ سانگهڙ پهتو تڏهن انهيءَ ڏينهن قلم 144 لڳايو ويو هو. پر ڪامريڊ ان جي ڪابہ پرواه نہ ڪئي ۽ سر زمين تي پهتو. جتي هزارين هارين سندس شاندار استقبال ڪيو ۽ پنهنجون تڪليفون لکت ۾ ڏنيون. شڪايت ڪندڙ هاري گهڻي ڀاڱي سڀ پير صاحب پاڳاري جا مريد حر هئا.

حر هارين ڪامريڊ حيدر بخش کي ٻڌايو تہ اسان جون اصلي زمينون. تہ بي قاعدي ٻين کي تقسيم ڪيون ويون آهن. پر هاڻي اسان جا گهرب زبردستيءَ ٽريڪٽرن سان ڊاهي، جيلن ۾ بند ڪرائي اباڻن ڳوٺن مان بہ لڏايو ٿو وڃي. ڪامريڊ حيدر بخش هارين سان گڏ وڃي ڪيتريون سر زمينون پڻ ڏٺيون. ۽ سڀ تفصيل تيار ڪري حيدرآباد پهچڻ شرط. مٿيون پمفليٽ لکيو. ڪتاب ڇپجي جڏهن هاري آفيس ۾ پهتو تہ 11 وڳي رات جو لاهور سرڪار جي وارنٽ تي ڪامريڊ کي گرفتار ڪري مچ جيل موڪليو ويو.

ڪامريڊ هن پمفليٽ ۾ مکي ڍنڍ جي زمين جي سچي تاريخ بيان ڪئي آهي ۽ زمين جي ايراضي جا اٽڪل پنج لک ايڪڙ ٽيندي، انهيءَ بابت لکيو آهي تہ انهي زمين جا اصلي مالڪ حر هاري آهن. پمفليٽ ۾ مکي ايريا جي ڳوٺن جا نالا ۽ اتي رهندڙ ماڻهن جي آدمشماريءَ جا انگ اکر پڻ ڏنا ويا آهن.

14. Break up One Unit: restore full provincial autonomy Sindh, Baluchitan, Pakhtunstan

هيءَ پمفليٽ 14- مارچ 1969ع تي ڪامريڊ ڇپرايو.9-مارچ 1969 تي حيدرآباد ۾ مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ صاحب جي ڪنٽومينٽ واري بنگلي تي ون يونٽ خلاف سنڌ جي قومي ۽ صوبائي اسيمبليءَ جي ميمبرن. عوامي رهنمائن قومي ڪارڪن ۽ دانشورن جو ڪنوينشن محترم شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي صدارت هيٺ گڏ ٿيو. انهيءَ موقعي تي ڪامريڊ حيدر بخش هڪ بل تيار ڪري آيو جنهن تي ان وقت موجود قومي اسيمبليءَ جي ميمبرن مخدوم محمد زمان . عبدالحميد جتوئي. غلام

مصطفيٰ جتوئي، خانبهادر غلام محمد وسڻ، مير اعجاز ٽالپر ۽ صادق علي ميمڻ صحيون ڪري بل کي قانوني شڪل ڏني.

ڪامريڊ حيدر بخش اهو صحيون ڪيل بل قومي اسيمبلي جي سيڪريٽريءَ کي ڏياري موڪليو. انهيءَ بل ۾ سيڪريٽري کي لکيو ويو هو ته ايندڙ قومي اسيمبليءَ جي اجلاس ۾ هي بل ايجنڊا تي رکيو وڃي.

قومي اسيمبلي جي سيڪريٽري اهو بل جيتوڻيڪ اجلاس ايجنڊا تي رکيو، پر جلد ئي صدر يحيٰ خان" ون يونٽ" جي خاتمي جو اعلان ڪري ڇڏيو.

**قيد بند جون صعوبتون:**

ون يونٽ جي مزاحمت ڪرڻ سبب ڪامريڊ حيدربخش جتوئي کي ڪيترائي ڀيرا گرفتار ڪري جيل ۾ سخت سزائن هيٺ رکيو ويو ۽ مٿس تمام گهڻو تشدد ڪيو ويو. بقول سائين جي ايم سيد جي "سابق گورنر مغربي پاڪستان جنرل موسيٰ هڪ مجلس ۾ تقرير ڪندي ظاهر ڪيو ته حيدر بخش جتوئي کي جيل موڪلي هن حڪم ڏنو ته سائس سختي ڪئي وڃي، جيئن هو مري وڃي، ڇاڪاڻ ته هو سنڌ جي تعريف ۾ شعر لکي علائقائي تعصب ڦهلائي رهيو هو." [3]

ڪامريڊ جڏهن 1960ع ۾ سنڌ ۾ لاڳو ڪيل ڳرين ڍلن بابت انگريزيءَ ۾ پمفليٽ لکيو ته ڪامريڊ کي لاڙڪاڻي مان پوليس گرفتار ڪري ڪوئيٽا ڪٺي وئي. مٿس ڪوئيٽا ۾ باغيانه پمفليٽ لکڻ جي ڏوهه ۾ ڪيس هليو. سندس دفاع پراڻي مسلم ليگي ليڊر ۽ وڪيل قاضي محمد عيسيٰ ڪيو هو. آخرڪار ڪورٽ ڪيس تي سال سخت پورهئي سان سزا ڏني. سزا ملڻ ڪانپوءِ ڪيس مڇ جيل جي حوالي ڪيو ويو. جتي سندس ملاقات نواب اڪبر بگٽي سان ٿي جيڪو پڻ هڪ قتل جي الزام ۾ قيد ڪاٽي رهيو هو. نواب اڪبر بعد ۾ هڪ رسالي کي انٽرويو ڏيندي چيو هو ته "مون کي سوشلزم جو صحيح سبق ڪامريڊ جتوئي جيل ۾ پڙهايو هو." بعد ۾ ڪامريڊ کي پنجاب جي جيلن ۾ پڻ موڪليو ويو. جتان آگسٽ 1962ع ۾ ڪيس آزاد ڪيو ويو. وري 19- ڊسمبر 1967ع تي ڪامريڊ حيدربخش کي اولهه پاڪستان تحفظ امن عامه آرڊيننس هيٺ ٽن مهينن لاءِ گرفتار ڪيو ويو. بعد ۾ روينيو بورڊ جي سفارش تي 12 مارچ 1968ع کان وڌيڪ ٽن مهينن لاءِ جتوئي صاحب کي بند ڪرڻ جو آرڊر گورنر جاري ڪيو. جنهن جي خلاف ڪامريڊ جي فرزند دادن

جتوئي هاءِ ڪورٽ ڪراچيءَ ۾ ان حبس بيجا خلاف درخواست داخل ڪئي. هاءِ ڪورٽ درخواست کي قبول ڪندي 30 اپريل 1968ع تي ڪامريڊ کي آزاد ڪرڻ جو حڪم ڏنو. پر سرڪار ان جي خلاف سپريم ڪورٽ ۾ اپيل داخل ڪئي. سپريم ڪورٽ 20 جنوري 1969ع تي ڪيس جي آخري شنوائي ڪئي جنهن ۾ ڪورٽ ڪيس آزاد ڪرڻ جو حڪم ڏنو. آزاديءَ بعد جيتوڻيڪ ڪامريڊ جي طبيعت ناساز رهڻ لڳي. پر پاڻ پوءِ به مات ڪري نه ويٺو ۽ مارچ کان آگسٽ 1969ع تائين سنڌ جو دؤرو ڪيائين. سنڌ جي هن عظيم فرزند ون يونٽ جي خاتمي جي اعلان بعد مئي 1970ع ۾ وفات ڪئي.

## رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙي

سنڌ جي عظيم سياسي ۽ سماجي اڳواڻ رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي جي لائق فرزند رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙي جون سنڌ لاءِ خدمتون نهايت ساراهه جوڳيون آهن. ڇاڪاڻ ته هن سدائين سنڌ ۽ سنڌ واسين جي ڀلائي ۽ ترقي لاءِ پاڻ پتوڙيو. ون يونٽ بابت جڏهن سنڌ اسيمبلي ۾ بل پيش ڪيو ويو ته هي صاحب انهن ڇهن ميمبرن ۾ شامل هو جن بل جي مخالفت ۾ ووٽ ڏنو. بعد ۾ هن اينٽي ون يونٽ فرنٽ، پاڪستان نيشنل پارٽي، نيشنل عوامي پارٽي ۽ سنڌ متحده محاذ جي پليٽ فارمن تي سنڌ جي ٻين قومپرست اڳواڻن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي ون يونٽ جي ڦهري ڪوٽ ڪيرائڻ لاءِ جدوجهد ڪئي. سندس خدمتون هميشه ياد رکيون وينديون.

## قاضي فيض محمد

قاضي فيض محمد جي سنڌ لاءِ ڪيل جدوجهد سنڌ جي سياسي تاريخ جو هڪ مثالي باب آهي. پاڻ پنهنجي سياسي ڪيريئر جي شروعات خاڪسار تحريڪ جي پليٽ فارم تان ڪيائين. بعد ۾ مختلف پارٽين ۾ شامل ٿي جدوجهد ڪندو رهيو.

1954ع ۾ جڏهن ون يونٽ قائم ڪيو ويو ته پاڻ سائين جي ايم سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ ڪامريڊ حيدربخش جتوئي طرفان شروع ڪيل تحريڪ ۾ شامل ٿيو. سنڌ جي دؤري جو پروگرام ترتيب ڏنو ويو. پر سرڪار جي ايم سيد کي سندس بنگلي تان گرفتار ڪيو. قاضي صاحب پوءِ به مايوس نه ٿيو ۽ جدوجهد جاري رکڻ جو عزم ڪيائين. ڦهريون جلسو

ڪراچيءَ ۾ منعقد ٿيو. ان بعد ٺٽي، ڪوٽڙي، حيدرآباد، نوابشاهه، دادو، قمبر، رتيديري ۾ لاڙڪاڻي جو دؤرو ڪيائين. جلسن ۾ هزارين ماڻهن شريڪ ٿيڻ لڳا. جن جو جوش جذبو، همت ۽ ولولو ڏسي حڪومت جا وار ڪانڊارجي ويا. جڏهن پاڻ لاڙڪاڻي پهتو ته لاڙڪاڻو ايوب کهڙي جو شهر هوندي به سنڌس جلسي ۾ عوام پلتجي پيو. هزارين ماڻهو ڪني تي ويا. عوام جيّ جوش ۽ جذبي ون يونٽ جيٰ قهري ڪوٺن کي لوڏي ڇڏيو. حڪومت جيٰ مشنري ترٽلي ۾ اچي وئي. حڪومت اتي ئي قاضي صاحب جي دوري کي ختم ڪرائڻ ۽ کيس کي گرفتار ڪرائڻ جو منصوبو جوڙي ورتو. وزيراعليٰ کهڙي جي چوڻ تي لاڙڪاڻي جي ڪليڪٽر رات جو 11 وڳي پبلڪ سيفٽي ائڪٽ هيٺ کيس گرفتار ڪيو. قاضي صاحب کي رات جو گرفتار ڪري لاڙڪاڻي کان سکر نيو پئي ويو ته کيس تڪليفون ڏيڻ خاطر سياري جي منڊ ۾ ٽرڪ مٿان ڪليل هوا ۾ ويهاريو ويو. سفر دوران رستي ۾ هڪ وڻ جو ڏار سندن مٿي سان ٽڪرايو جنهن ڪري سندن مٿي ۾ گهرو زخم رسيو ۽ پاڻ رت ڳاڙيندو سينٽرل جيل سکر پهتو. قاضي صاحب پنهنجي گرفتاري کي ڪورٽ ۾ چئلينج ڪيو ۽ پوءِ کيس ڪورٽ جي حڪم تي آزاد ڪيو ويو.

آڪٽوبر1955ع تي ڪامريڊ حيدربخش جتوئي، جي ايم سيد ۽ قاضي صاحب جي گڏيل ڪوشش سان "اينٽي ون يونٽ" فرنٽ ناهيو ويو.

ون يونٽ خلاف تحريڪ جي دائري کي وڌائڻ خاطر قاضي صاحب مير رسول بخش ٽالپر سان گڏجي عوامي ليگ ۾ شامل ٿيو. جنهن ۾ کيس عوامي ليگ طرفان سنڌ جو جنرل سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. قاضي صاحب سڄي سنڌ ۾ عوامي ليگ طرفان ون يونٽ خلاف جلسن جو انتظام ڪيو.

1955ع ۾ محمد ايوب کهڙي، سانگهڙ جي خالي ٿيل سيٽ تان پاڻ کي چونڊائڻ لاءِ فارم ڀرايو ته قاضي صاحب ئي اهو بهادر انسان هو جنهن کهڙي کي چئلينج ڪرڻ خاطر سندس خلاف اليڪشن ۾ بيهڻ جو فيصلو ڪيو. جڏهن پاڻ نامينيشن فارم ڀرائڻ لاءِ پهتو ته کهڙي ۽ راشدي جي چوڻ تي آءِ جي عيساڻي قاضي صاحب کي پوليس هٿان اغوا ڪرايو. جيڪي کيس گاڏي ۾ ويهاري 15 - 20 جي ميلن جي مفاصلي تي شهر کان ٻاهر جهنگ ۾ ڦٽو ڪري آيا ۽ اهڙيءَ طرح کهڙو بنا مقابلي چونڊجي ويو. بعد ۾ جيئن ئي عوامي ليگ جي اڳواڻ سهروردي ون يونٽ جي حمايت ڪئي ۽ ان ڪري کيس وزيراعظم چونڊيو ويو. ته قاضي صاحب اختلاف ڪري عوامي

ليگ کان الڳ ٿيو ۽ بعد ۾ 1957ع ۾ جڏهن نعپ قائم ٿي ته پاڻ ان جي باني ۾ شامل هيو. نعپ پاران ون يونٽ خلاف ملڪ گير تحريڪ شروع ڪئي وئي. خيرپور ميرس ۾ هڪ ڪانفرنس ڪئي وئي جنهن ۾ جي ايم سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، محمود الحق عثماني، مولانا ڀاشاني، خان عبدالغفار ۽ بزنجو وغيره شريڪ ٿيا. بعد ۾ نوابشاهه ۾ پڻ جلسو ڪيو ويو.

ون يونٽ دوران 1958ع ۾ جڏهن ڪوٽڙي بئراج جون تيار ٿيندڙ زرعي زمينون مقامي هارين کي ڏيڻ بدران ڏارين ۽ مهاجرن کي ڪوڙن ڪليمن ۾ الاٽ ڪيو ويون ته قاضي صاحب اهي زمينون مقامي هارين کي الاٽ ڪرائڻ خاطر "هاري الاٽي تحريڪ" هلائي. لنڊي اسٽيشن ۾ هارين جو وڏو جلسو ڪوٺايو جنهن ۾ مولانا ڀاشاني، عبدالصمد خان اچڪزئي ۽ ٻين ليڊرن شرڪت ڪئي.

اهڙيءَ طرح آڪٽوبر 1958ع ۾ ڪراچي جي گوليمار واري علائقي ۾ نعپ پاران شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي صدارت ۾ هاري ڪانفرنس منعقد ڪئي وئي ۽ ٻئي ڏينهن صدر (ڪراچي) ۾ قاضي فيض محمد جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ مظاهرو پڻ ڪيو ويو. جنهن ۾ هزارين هاري شريڪ ٿيا.

آڪٽوبر 1958ع ۾ ايوب خان ملڪ تي قابض ٿي مارشل لاڳو ڪئي. فوجي جنتا وڏن اڳواڻن کي گرفتار ڪيو ته قاضي صاحب کي پڻ هڪ ڪوڙي ڪيس ۾ گرفتار ڪيو ويو ۽ ڇهن مهينن بعد آزاد ڪيو ويو. پاڻ ايوبي دور ۾ پڻ ون يونٽ جي خاتمي لاءِ جدوجهد جاري رکي. ان دوران ڪيترن ئي جلسن کي خطاب ڪيائين.

نومبر 1969ع ۾ جڏهن سنڌي ووٽر لسٽن ۽ ون يونٽ ٽوڙائڻ جي مطالبن جي مڃتا خاطر لالا قادر بک هڙتال تي ويٺو ته قاضي صاحب پڻ ان تحريڪ ۾ شامل ٿيو. 11 نومبر تي پاڻ ان جي حمايت ۾ پريس بيان جاري ڪيو ته گهرجون پوريون نه ٿيون ته پاڻ به مرڻ گهڙيءَ تائين بک هڙتال تي ويهندو. نيٺ 14 نومبر تي قاضي صاحب بک هڙتال تي ويٺو. قاضي صاحب جي شموليت سبب ووٽر لسٽن واري تحريڪ زور ورتو. 18نومبر جي رات جو هڪ وڳي پوليس بک هڙتالين مٿان ڪڙڪي پئي. لٺين ۽ ڪنڌاڪن سان بک هڙتال تي ويٺلن کي سخت زخمي ڪيو ويو ۽ ڪين حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ بند ڪيو ويو. قاضي صاحب، ڪامريڊ غلام محمد لغاري ۽ ٻيا جيل ۾ به بک هڙتال ڪندا رهيا. سڄي سنڌ ۾ مظاهرا ٿيندا رهيا. جيل ۾ بک

هڙتال کي ٨ ڏينهن ٿيا ته گذري ويا. ٢٦ نومبر تي قاضي صاحب جي حالت تمام خراب ٿي وئي. نيٺ سنڌ جي انهن سورهيه سپوتن جي جدوجهد رنگ لاتو. 28 نومبر تي ون يونٽ ٽوڙڻ جو اعلان ۽ 29 نومبر تي ووٽر لسٽون سنڌي ۾ ڇپرائڻ جو اعلان ڪيو ويو. ان بعد قاضي صاحب ۽ سندن ساٿين بک هڙتال ختم ڪئي. ٨ ڊسمبر ١٩٦٩ع تي ڪيس جيل مان آزاد ڪيو ويو. ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ ۾ قاضي فيض محمد جي ڪردار ۽ جدوجهد کي ڪڏهن به وساري نٿو سگهجي.

## محمد ابراهيم جويو

سنڌ، سنڌي ٻولي ۽ علم ادب لاءِ بي بها خدمتون سرانجام ڏيندڙ سائين محمد ابراهيم جويو ون يونٽ دؤر ۾ جيتوڻيڪ سرڪاري نوڪريءَ ۾ هو. پر پوءِ به ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ جي سلسلي ۾ سنڌي اديبن، شاعرن ۽ شاگردن جي رهنمائي جو فرض دل جان سان سرانجام ڏيندو رهيو. سائين جو يو صاحب مارچ 1954ع کان ١٩٦١ع تائين سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري رهيو. ان دؤر ۾ 56-١٩٥٥ع دوران ٽماهي "مهراڻ" پڻ ايڊٽ ڪيائين . "مهراڻ" ۾ سائينءَ ڪوشش ڪري اهڙو مواد شايع ڪيو جنهن سان سنڌ ۾ اجتماعيت ۽ قومي تشخص جي ساڃاهه پيدا ٿئي ۽ اديبن ۽ شاعرن پاران ون يونٽ خلاف هلايل هلچل ۾ سندن رهنمائي ۽ همت افزائي ٿئي. جويي صاحب ون يونٽ دؤر ۾ سنڌي ٻوليءَ سان ٿيندڙ نار روا سلوڪ خلاف آواز اٿاريندي لکيو "سنڌي هتان جي ماڻهن جي مادري ٻولي آهي. ١٩٦١ع واري آدمشماري (اسان کي اِهو به معلوم آهي ته اها آدمشماري ڪيئن ٿي هئي) موجب صوبي ۾ صرف 15 سيڪڙو ماڻهو سنڌي نه پر ٻيون ٻوليون ڳالهائين ٿا. اهو هاڻ هڪ مڃيل اصول ٿي چڪو آهي ته ذريعه تعليم مادري زبان هئڻ گهرجي. جا 85 سيڪڙو صوبي جي آباديءَ کي علم ۽ ڄاڻ کان صرف ان ڪري پري رکجي، جو ڪجهه ماڻهن جي جذباتي جنون کي سرد رکي سگهجي جيڪي چاهين ٿا ته هڪ ڌاري ٻوليءَ ۾ سيني کي تعليم ڏني وڃي... ۽ هان اهو وقت اچي چڪو آهي ته تعليم لاءِ زندگيءَ جي بنيادي اصول کي مڃيو وڃي. ٻيءَ صورت ۾ وقت جلد يا دير ٿي سهي، اهو اصول مڃڻ تي مجبور به ڪري ڇڏيندو." جويي صاحب ان دؤر ۾ ڪيترائي اهڙا پمفليٽ ۽ ڪتابچا پڻ لکيا (جن مان ڪجهه ٻين نالن سان پڻ شايع ٿيا) جن ۾ ون يونٽ

جي مخالفت ۽ سنڌي ٻولي ۽ سنڌ جي حقن جي پرچار ڪئي وئي. جهڙوڪ (1) اولهه پاڪستان ۾ ٻولين جو مسئلو. اصل انگريزيءَ ۾ مئي 1969ع ۾ سليم احمد جي نالي ڇپيو. (2) "سنڌ دائم رهي. سنڌ سالم رهي" هي پمفليٽ ون يونٽ جي خاتمي وقت ڪراچيءَ جي سنڌ ۾ وري شامل ڪرڻ واري مسئلي بابت 1969ع ۾ ابن حيات پنهور جي نالي ۾ لکيائين.

جوڻو صاحب وک وک تي سنڌي شاگردن جي رهنمائي، حوصله افزائي ۽ هر ممڪن مدد ڪندو رهيو. ڪراچي يونيورسٽيءَ مان سنڌي ٻوليءَ جي خاتمي بعد 1956ع ۾ جڏهن سنڌي شاگردن احتجاج ڪيو ته يونيورسٽي جي سنڊيڪيٽ آڏو شاگردن جيڪا يادداشت پيش ڪئي اها جوڻي صاحب جي ئي لکيل هئي. پاڻ ايوبي مارشلا واري ڪاري دؤر ۾ سرڪاري نوڪريءَ ۾ هجڻ باوجود بزم صوفياءِ سنڌ جي ڪانفرنس توڙي جشن روح رهاڻ جي سرگرمين ۾ شرڪت ڪندو رهيو.

جوڻي صاحب جي ون يونٽ مخالف خيالن کان سرڪار باخبر هئي تنهنڪري کيس بدلي ڪري 1962ع ۾ لاهور موڪليو ويو ۽ بعد ۾ 1968ع ۾ کيس گورنمينٽ ٽريننگ اسڪول ڪوهاٽ جو پرنسيپال بڻايو ويو. آخر 1969ع ۾ ون يونٽ جي خاتمي بعد کيس سنڌ واپس بدلي ڪيو ويو.

## حفيظ قريشي

سنڌ جي آجپي لاءِ جدوجهد ڪندڙ. بيباڪ. اڏول ۽ منفرد شخصيت محترم حفيظ قريشي 26 جولاءِ 1920ع تي هالا پراڻا ۾ جنم ورتو. سياسي ڪيريئر جي شروعات خاڪسار تحريڪ ۾ حصو وٺڻ سان ڪيائين. بعد ۾ سائين جي ايم سيد سان سندس عقيدت ۽ سڪ محبت وارو اهڙو ته رشتو جڙيو جيڪو مرڻ گهڙيءَ قائم دائم رکيائين. سندس خيال موجب سيد ۽ سنڌ هڪ ٻئي کان ڌار نه هئا. هُو بزم صوفياءِ سنڌ. سنڌ متحده محاذ. اينٽي ون يونٽ فرنٽ ۾ سرگرميءَ سان شامل رهيو. ايوب خان جي ڏينهن ۾ هُو جيل ۾ رهيو.

سندس خطاب ۽ تقرير توڙي عام ڳالهه ٻولهه جو بيباڪ ۽ بي ريا انداز سڄي سنڌ ۾ مشهور آهي. شيخ اياز پنهنجي ڪتاب "ساهيوال جيل جي ڊائري" ۾ سندس بيباڪيءَ جي حوالي سان پير علي محمد راشدي وٽ ٿيل هڪ ملاقات جو هيٺئين ريت ذڪر ڪيو آهي:

"ٿوري دير کانپوءِ حفيظ صاحب اسان کان موڪلائڻ چاهيو پر مسز

ممتاز راشدي جا هڪ شفيق ميزبان آهي. هن ڪي زور ڪيو تہ ماني ڪائي وڃي. ان ڪانپوءِ مسز راشدي ماني رڪائي ۽ اسان سڀئي وڃي مانيءَ جي ميز تي ويناسين. ڳالهيون ڪندي راشدي صاحب نهايت ذهانت سان ون يونٽ کان اڳ ۽ ون يونٽ ڪانپوءِ حالات جو تجزيو ڪيو ۽ ان ۾ پنهنجي سياسي ڪردار جي وضاحت ڪندي چيو "پر مان چوان ٿو تہ اوهان سنڌي دانشور ڪائي اخلاقي ٽربيونل ناهي، مون تي مقدمو هلايو. گهٽ ۾ گهٽ مون کي بچاءَ جو پورو موقعو تہ ڏيو. پوءِ پلي فيصلو ڪيو تہ مون جو ڪردار ادا ڪيو آهي اهو تاريخي طور تي لازمي هيو يا نہ."

"فتويٰ اڳ ئي ملي چڪي آهي. رڳو سزا ڏيڻي آهي." حفيظ صاحب چيو ۽ پوءِ پورو ڪلاڪ سنڌ جي موجوده ۽ گذريل دؤر تي تقرير ڪيائين.

پهرين تہ راشدي صاحب گهبرائجي ويو ۽ شايد سختيءَ سان جواب ڏيڻ تي چاهيائين. پر پوءِ ڪجهہ مهمان نوازي جي لوازمات کي مدنظر رکي ۽ ڪجهہ حفيظ صاحب جي سياسي تجزئي جي منفرد انداز ۽ هن جي طنز ۽ مزاح کان متاثر ٿي هن ڪوئي جواب نہ ڏنو."[5]

حفيظ قريشي صاحب وڪالت جي پيشي سان وابستہ رهيو. 29 جولاءِ 1997ع تي وفات ڪيائين.

## ڪامريڊ غلام محمد لغاري

سچي زندگي سنڌ ۽ سنڌ جي هارين نارين ۽ مسڪين ماروئڙن جي آجپي ۽ ترقيءَ لاءِ ارپيندڙ سنڌ جي عظيم اڳواڻ ڪامريڊ غلام محمد لغاري 1917ع ۾ تعلقي ڏگهڙي جي هڪ هاري محمد خان لغاري جي گهر ۾ پيدا ٿيو. خاڪسار تحريڪ کان ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ تائين لڳ ڀڳ 19 سال جيل جون سختيون ۽ صعوبتون برداشت ڪيائين. 1945ع ۾ سنڌ هاري ڪاميٽيءَ ۾ شامل ٿيو. نعپ ۽ عوامي ليگ ۾ پڻ ڪم ڪيائين.

1951ع ۾ "سچائي" اخبار جاري ڪيائين جيڪا بعد ۾ "سچ ڊائجسٽ" طور پڻ شايع ٿيندي رهي. سنڌ جي اهم قومي تحريڪن جهڙوڪ هاري الاٽي تحريڪ، اڏواڏ بنڻي تحريڪ، ٽيننسي ايڪٽ پاس ڪرائڻ واري تحريڪ، ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين. 15آڪٽوبر 1958ع تي ايوبي مارشل جي شروعات ۾ ئي ڪيس گرفتار ڪيو ويو. آزاديءَ بعد بہ ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ جي سلسلي ۾ ٿيندڙ ڪانفرنسن ۽ اجلاسن ۾ شرڪت

ڪندو رهيو. 1969ع ۾ جڏهن لالا قادر ووٽرلسٽن جي سنڌيءَ ۾ لکرائڻ واري مطالبي لاءِ بک هڙتال تي ويٺو ته ڪامريڊ پڻ 17 نومبر کان سائٽس گڏ بک هڙتال تي ويٺو. هئي ڏينهن رات جو مٿن سخت تشدد ڪري کين گرفتار ڪيو ويو. ڪامريڊ جي قربانين سان پرپور ۽ اڏول جدوجهد تي سنڌ ڌرتيءَ جي ماروئڙن کي سدائين ناز رهندو. پاڻ 65 ورهين جي ڄمار ۾ 14- آڪٽوبر 1982ع تي وفات ڪيائين.

## عبدالڪريم گدائي

سنڌ جي عوامي ۽ قومي شاعر عبدالڪريم گدائي نل ويجهو ڳوٺ ڪريم آباد ضلعو جيڪب آباد ۾ جنوري 1915ع ۾ جنم ورتو. غريبي ۽ مفلسي سبب مختصر تعليم يعني ڇهه درجا حاصل ڪري پوسٽ آفيس ۾ ڪلارڪي ڪرڻ لڳو. زميندارن ۽ وڏيرن جي ظلم خلاف 1947ع ۾ سنڌ هاري ڪاميٽيءَ ۾ شامل ٿيو ۽ عوامي شاعري ڪرڻ لڳو. سندس هينيون نظم تمام گهڻو مشهور ٿيو:

وري مـنـد آئـي، خـبـردار هـاري!
ڪٺي چار نـڪـتـا، پـراڻا شـڪـاري!

جيڪب آباد مان نڪرندڙ اخبارن جهڙوڪ صبح سنڌ، فرنٽيئر گزيٽ، انقلاب ۽ ٻين ۾ ڪم ڪيائين.

هُو ون يونٽ خلاف جدوجهد ۾ پيش پيش رهيو. سندس نظمن جو پهريون ڪتاب "سانيهه جا سور" 1965ع ۾ شايع ٿيو. ون يونٽ خلاف هن ريت خيال آرائي ڪري ٿو:

يونٽ ۾ ڪـيـن رهـنـدي، آزاد سـنـڌ ٿـيـنـدي،
سـانـيـهـه ۾ گـدائـي، سـاڳـي بـهـار ايـنـدي،
سرمست ۽ پـنـائـي، جـنـهـن لاءِ لـهـو نـچـوڙيـو،
يونٽ جو بند ٽـوڙيـو، هـٿ ظـلـم جـا مـروڙيو.

سندس شاعريءَ ون يونٽ خلاف سڄي سنڌ جي عوام ۾ تمام گهڻو جوش ۽ جذبو جاڳايو.

1967ع ۾ جڏهن چوٿين مارچ جو واقعو پيش آيو ۽ بعد ۾ سنڌي ٻولي تحريڪ پڻ زور ورتو، تڏهن "پڪڙا ۽ پنهوار" جي عنوان سان لکيل پنهنجي نظم ۾ گدائي چيو:

ماءُ منـي جـون لـولـيـون سـاڳـيـون،
ٻـولـيءَ خـاطـر گـولـيـون سـاڳـيـون،
سوريءَ جا سينگار اجا ٻي ساڳـياڙي!
—
چـال ڏئـي اج جـاڳـيـا چـورا،
كـوٽ كـنـداسـي پـورا پـورا،
سورهيه سر كان ڌار اجا ٻي ساڳياڙي!!
سنڌ جي هن عوامي شاعر 28 جنوري 1978ع ۾ وفات ڪئي.

## قاضي محمد بخش ڌامراهه

قاضي محمد بخش ڌامراهه جو شمار ون يونٽ خلاف جاکوڙيندڙ مُهڙين قومي ڪارڪنن ۾ ٿئي ٿو. هو ون يونٽ جي خاتمي تائين مستقل مزاجيءَ سان جدوجهد ۾ شامل رهيو.

قاضي صاحب ضلعي سانگهڙ جي تعلقي شهداد پور جي ڳوٺ ڌامراهه ۾ 10- آگسٽ 1934ع ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم ڳوٺ لقمان ڪيريو مان ۽ مئٽرڪ ڊي سي هاءِ اسڪول نوابشاهه مان پاس ڪيائين. جڏهن تہ سنڌ مسلم آرٽس ڪاليج ڪراچيءَ مان بي اي ۽ اردو لا ڪاليج مان وڪالت جي ڊگري ورتائين.

قاضي صاحب پنهنجي سياسي جدوجهد جي شروعات 1948ع ۾ ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڌار ڪري مرڪز حوالي ڪرڻ واري مرڪزي حڪومت جي آمرانہ اقدام خلاف مظاهرن ۾ شرڪت ڪرڻ سان ڪئي ۽ بعد ۾ ون يونٽ خلاف جدوجهد ۾ پڻ زور شور سان حصو ورتو. نواءِ سنڌ اخبار 29 جون 1963ع ۾ ڇپيل خبر موجب سنڌ جمهوري محاذ جي جنرل سيڪريٽري قاضي محمد بخش ڌامراهه جي اڳوائيءَ ۾ ون يونٽ خلاف نوابشاهه ۾ جلوس ڪڍيو ويو. شاگرديءَ واري دؤر ۾ ئي سندس ويجهڙائپ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي سان ٿي جنهن ڪري بعد ۾ هو پيپلز پارٽي ۾ شامل ٿيو.

قاضي صاحب ماهوار ماروئڙا رسالي جي ايڊيٽر نامياري قومي ڪارڪن لالا قادر کي هڪ تفصيلي انٽرويو ڏنو (جيڪو ڊسمبر 1974ع ۾ شايع ٿيو) جنهن ۾ هن ون يونٽ خلاف جدوجهد جون ساروڻيون ساريندي ٻڌايو تہ" انهن ڏينهن (1954ع) ۾ هڪ دفعي شيخ عبدالمجيد سنڌي اسان

کي چيو ته پاڪستان جي سڀني صوبن جي حيثيت کي ختم ڪري"ون يونٽ" ٺاهڻ جون سازشون هلي رهيون آهن ان لاءِ خبردار ٿيو. سنڌس ان ڳالهه تي اسان مان ڪنهن کي اعتبار نه ٿيو هو. پر ڪجهه عرصي ڪانپوءِ ان حقيقت جا آثار ظاهر ٿيڻ لڳا. انهن سازشن کي منهن ڏيڻ لاءِ شيخ عبدالمجيد سنڌي جي پٽ شيخ انور جي صدارت ۾ "سنڌ يوٿ فرنٽ" جو بنياد وڌو ويو جنهن ۾ مون کانسواءِ علي نواز وفائي، شيخ عبدالرحيم، غلام حسين عباسي، تاج محمد مگسي، حفيظ لاکو، عزيزالله پيرزادو، مسٽر قريشي جنهن کي عام طرح"چاچا" چيو ويندو هو ايگزيڪيوٽو ميمبر ڪري ڪنيو ويو. الوحيد اخبار جي پريس اسانجو هيڊ ڪوارٽر هو. "يوٿ فرنٽ" جي قائم ٿيڻ جي ڪجهه عرصي ڪانپوءِ جناب ذوالفقار علي ڀٽو ولائت کان ڪراچي پهتو جنهن سنڌ جي سياست ۾ ڪافي دلچسپي ڏيکاري. سندس جذبو ڏسي ڪيس شيخ انور جي جاءِ تي فرنٽ جو صدر مقرر ڪيو ويو. پر مون کان سواءِ ٻين ڪن دوستن کي جناب ذوالفقار علي ڀٽو جو امير ۽ جاگيردار طبقي مان هئڻ ڪري ڪٽڪو ٿيندو هو ته همراهه پوئتي پير نه ڪري. منهنجي هم خيال دوستن جي اها راءِ هئي ته اسان جو وڏن ماڻهن سان ڪم ڪرڻ مشڪل آهي. تنهيءَ ڪري پنهنجي جان ڇڏائڻ جي موقعي جو انتظار ڪرڻ لڳاسين. اهو موقعو فرنٽ جي ائين ٺاهڻ بابت ميٽنگ ۾ مليو ويو. پنهنجي ٻن دوستن جي صلاح سان زميني داري ۽ جاگيرداري جي ختمي بابت ريزوليشن پيش ڪيم. اسان اهو سوچيو هو ته اهڙي قرار داد پيش ڪرڻ تي جناب ذوالفقار علي ڀٽو فرنٽ ڇڏي ويندو پر جيڪڏهن هن مخالفت ڪئي ته اسان احتجاج طور فرنٽ ڇڏي ڏينداسين. جڏهن منهنجي تقرير جو وارو آيو ته هم صلاح دوستن منهنجي تائيد نه ڪئي البته پشيمان ٿيس جو ذوالفقار علي ڀٽو پاڻ اٿي منهنجي پيش ڪيل قرار داد جي حق ۾ ڳالهايو. ميٽنگ ختم ٿيڻ کان پوءِ مان ٻاهر نڪتس. ٻن دوستن جي بيوفائي تي سوچي ئي رهيو هوس ته پويان ڪنهن ٻانهن کان جهليو. مڙي ڏٺم ته جناب ذوالفقار علي ڀٽو مسڪرائي رهيو هو ۽ چيائين موٽر ۾ ويهه. مون انڪار ڪيو. تنهن تي ڪلي چيائين ته مونکي ڀٽليس هوٽل وڃڻو آهي تنهنجي هاسٽل به انهي طرف آهي. جيڪا ڳالهه توکي انڪار ڪرڻ تي مجبور ڪري رهي آهي. مونکي اها ڳالهه مجبور ڪري رهي آهي ته توکي زوري وٺي هلان. اڄ ميٽنگ ۾ تو حق جي ڳالهه ڪئي آهي مونکي خوشي ٿي آهي ته سنڌ جا نوجوان سحي سمت تي هلي

رهيا آهن. جيتوڻيڪ مان هڪ وڏي جاگيردار جو فرزند آهيان پر مونکي احساس آهي تہ جاگيرداري ۽ زمينداري سنڌي هاري جي مٿان سخت عذاب آهي. سندس اهي الفاظ ٻڌي مان گهڻو متاثر ٿيس. مشڪي چيو مانس تہ مان هڪ شرط تي ڪار ۾ وهندس تہ هو هاسٽل هلي ۽ منهنجي غريباڻي چانهہ پيئي. سندس هاڪار تي مان ڪار ۾ ويٺس. سڏو هاسٽل آياسين ڪافي دير تائين ڪچهري ٿيندي رهي. ان وقت سنڌي ٻولي ڪچڙي ڳالهائيندا هئا پر سندس جذبات ڪنهن بہ سنڌيءَ کان گهٽ نہ هئا. ان ڏينهن کان وٺي مان سندن قيادت جو قائل ٿي ويس. ڪي دوست جيڪي هينئر پيپلز پارٽي ۾ شامل آهن مونکي ٽوڪي چوندا هئا تہ وڏو ماڻهو آهي انهي ڪري تعريف ٿو ڪرين. مان کين چوندو هئس تہ هڪ ڏينهن ضرور هي نوجوان چمڪندو. ون يونٽ جي مخالفت ۾ سنڌ يوٿ فرنٽ طرفان جناح ڪورٽس ۾ هڪ جلسو ڪرايو ويو جنهن ۾ ڀٽو صاحب هڪ مدلل تقرير ڪري سنڌي نوجوانن کي تمام گهڻو متاثر ڪيو. ازانسواءِ پاڻ هڪ ڪتاب "فيڊرل ڪانسٽيٽيوشن آف پاڪستان" شايع ڪرايو هئائين ۽ سنڌي ٻولي جي حق ۾ رٽ پٽيشن هاءِ ڪورٽ ۾ داخل ڪيائين. ان هيڪاري سندس شهرت سنڌي نوجوانن ۾ وڌائي ڇڏي ۽ شاگرد کيس احترام جي نظرن سان ڏسڻ لڳا. پيپلز پارٽي پهرين سياسي جماعت آهي جنهن ۾ شامل ٿيس. ان کان اڳ مختلف سياسي جماعتن جي طرفان ون يونٽ جي مخالفت ۾ جلسا وغيره ٿيندا هئا انهن ۾ مان بحيثيت آزاد شخص جي شرڪت ڪندو هئس." قاضي صاحب 18 فيبروري 2000ع ۾ وفات ڪئي.

## ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي

موهن جي دڙي جي مٿيءَ (ڳوٺ ٻنڊي لڳ موهن جو دڙو) مان 1920ع ۾ جنم ورتندڙ ۽ ان مٽيءَ سان نينهن جو ناتو نڀائيندڙ سائين ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻي جون سنڌ لاءِ خدمتون ورهاڱي کان اڳ ڪانگريس پاران Quit India تحريڪ کان وٺي هاري تحريڪ ۽ ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ تائين پکڙيل آهن.

1957ع ۾ "نئين سنڌ" اخبار ذريعي سنڌ جي مسئلن کي کڻيائين. جنهن ڪري کيس 12 آڪٽوبر 1958ع تي ڳوٺ کان گرفتار ڪري پهرين سينٽرل جيل حيدرآباد ۽ پوءِ لاهور جي شاهي قلعي ۾ قيد ڪيو ويو. 28

مئي 1959ع تي لاهور هاءِ ڪورٽ ۾ ڪانئس 90 ڪلاڪن جي آڌي پڇا ڪئي وئي. ڪورٽ ۾ "سوپيو ورسز اسٽيٽ" تحت ڪيس هليو. جنهن بعد ڪيس آزاد ڪيو ويو. پر ڳوٺ پهچڻ بعد کيس پنجن سالن (1959ڪان 1964ع) تائين گهر ۾ نظر بند ڪيو ويو.

1970ع کان پوءِ ڪامريڊ گذرسفر لاءِ وڪالت جي پيشي کي اختيار ڪيو. جمار جو وڏو حصو تڪليفن ڪاٽڻ ۽ پير سنيءَ باوجود به سنڌ ۽ سنڌ جي عوام لاءِ سندس جاکوڙ مختلف پليٽ فارمن تان اجا به جاري آهي.

## شيخ اياز

سنڌ جي عظيم شاعر شيخ اياز جي ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ دوران جدوجهد به وساري نه ٿي سگهجي. سندس شاعري توڙي نثر. تقرير توڙي تحرير ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ دوران سنڌي نوجوانن ۾ جوش جذبو جاڳائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

شيخ اياز جي شاعريءَ جو پهريون مجموعو "ڀنور ڀري آڪاس" 1962ع ۾ شايع ٿيو ۽ 1964ع ۾ مٿس بندش وڌي وئي ۽ 1963ع ۾ شايع ٿيل نثري ڪتاب"ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي" ۽ "ڪلهي پاتم ڪينرو" (نظم) تي پڻ 1965ع ۾ بندش لاڳو ڪيو وئي. جنهن لاءِ سبب اهو ڄاڻايو ويو ته اهي اسلام جي خلاف ۽ پاڪستان دشمنيءَ جي مواد تي مشتمل هئا. سيپٽمبر 1965ع ۾ شيخ اياز کي گرفتار ڪري سکر جيل ۾ رکيو ويو. ۽ ڊسمبر 1965ع ۾ کيس آزاد ڪيو ويو. 18-19 نومبر 1966ع تي سن ۾ ٿيندڙ بزم صوفياء سنڌ جي ڇهين ثقافتي ڪانفرنس جي مشاعري جي صدارت پڻ شيخ اياز ڪئي هئي. اهڙيءَ ريت 15 مئي 1965ع تي سنڌ لا ڪاليج حيدرآباد جي شاگرد يونين پاران "سنڌي شام" ملهائي وئي. مشاعري جي صدارت شيخ اياز کي ڪرڻي هئي پر کيس روڪڻ لاءِ شهر ۾ 144 قلم لاڳو ڪري شيخ اياز جي حيدرآباد شهر ۾ داخل ٿيڻ تي بندش لاڳو ڪئي وئي. مشاعري جي صدارت اياز جي تصوير کان ڪرائي وئي ۽ سندس لکيل تقرير ڪنهن ٻئي دوست پڙهي ٻڌائي.

ڊسمبر 1967ع تي ڄامشوري ۾ سنڌ يونيورسٽي ۽ انجنيئرنگ ڪاليج جي شاگردن پاران "سنڌي شام" ملهائي وئي جنهن جي مشاعري جي صدارت پڻ شيخ اياز ڪئي هئي.

نومبر 1968ع ۾ ڪيس گرفتار ڪري ساهيوال جيل ۾ رکيو ويو انهن ڏينهن ۾ ڪامريڊ جتوئيءَ کي پڻ گرفتار ڪيو ويو هو. سندن گرفتاريءَ خلاف محترم رشيد ڀٽي ۽ ٻين دوستن هاءِ ڪورٽ ۾ پٽيشن داخل ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ عدالت ڪيس فيبروري 1969ع ۾ آزاد ڪيو.

شيخ اياز ان دؤر ۾ سنڌي اديبن ۽ شاعرن جو نه هڪ محبوب اڳواڻ هيو هئي پر هُو بزم صوفياءِ سنڌ ۽ سنڌ متحده محاذ جي سرگرمين ۾ پڻ شرڪت ڪندو رهيو. هُو شيخ مجيب الرحمٰن جي پارٽي "عوامي ليگ" ۾ پڻ شامل ٿيو ۽ ان جي مرڪزي ڪاميٽيءَ جي ميمبرن مان هو.

18-جولاءِ 1970ع تي ون يونٽ جي قهري ڪوٽ ڍهڻ ۽ ڪراچيءَ جي سنڌ کي واپس ملڻ جي خوشيءَ ۾ سنڌي ادبي سنگت ڪراچي پاران "جشن سنڌ" ملهايو ويو. صدارتي تقرير ڪندي شيخ اياز چيو: "اردو وارا اهو سمجهي ڇڏين نه اسان انهن مان، انهن ڪانسواءِ، انهن جي باوجود پنهنجي منزل ڏانهن اڳتي وڌندا رهنداسين. ان ۾ انهن جو فائدو آهي ته سنڌ جي مٽي ۽ مٽي ٻوليءَ کي پنهنجو ڪن ۽ اسان سان اسان جهڙا ٿي، اسان جي جدوجهد ۾ شريڪ ٿي وڃن. ان ۾ انهن جي به ڀلائي آهي ۽ پاڪستان جي به ڀلائي آهي. هُو اسان جا ڀائر آهن بشرطيڪ هُو اسان جي ماءُ کي پنهنجي ماءُ سمجهن... اڄوڪي جشن تي مان سنڌي ادبي سنگت کي مبارڪ ٿو ڏيان، سنڌي ادبي سنگت سنڌ جي آزادي جي جدوجهد لاءِ وڏو ڪم ڪيو آهي. اهي سنڌي ادبي سنگت جا ميمبر هئا جن ون يونٽ جي خلاف بغاوت جو ڦهريون جهنڊو بلند ڪيو هو ۽ جي ون يونٽ جي خاتمي تائين سنڌ جي محب وطن انقلابي قوتن جو ساٿ ڏيندا آيا ۽ ڪنهن حد تائين سندس رهنمائي به ڪندا آيا. سنڌي ادبي سنگت سنڌي ادب کي قومي ۽ انقلابي مقصد لاءِ ڪم آڻيندي رهي آهي ۽ بيمار سنڌ لاءِ ادب ڪان ايمبولينس جو ڪم ورتو اٿائين."[6]

## رسول بخش پليجو

محترم رسول بخش پليجو شمار سنڌ جي سياسي جدوجهد جي اهم شخصيتن ۾ ٿئي ٿو.

ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ دوران هو بزم صوفياءِ سنڌ، 4- مارچ 1967ع واري تحريڪ، ووٽر لسٽن جي تحريڪ سميت ڪوڙ سارين تحريڪن ۾ نهايت

سرگرميءَ سان حصو وٺندو رهيو. "بزم صوفياءِ سنڌ" جو سائين جي ايم سيد صدر چونڊيو ويو ۽ رسول بخش پليجو صاحب ان جي جنرل سيڪريٽري طور نهايت اورچائيءَ سان خدمتون سرانجام ڏنيون.

پليجو صاحب ايس ايس ڪو پاران ملهائجندڙ سنڌي شامن توڙي بزم روح رهاڻ جي محفلن جو مور هوندو هو. سندس فڪر انگيز تقريرن توڙي تحريرن ان دؤر ۾ سنڌي شاگردن، هارين، پورهيتن ۽ عورتن ۾ تمام گهڻي سجاڳي پيدا ڪئي. جيجي زرينه بلوچ ۽ اختر بلوچ پڻ ڪانئس متاثر ٿي ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ ۾ متحرڪ ڪردار ادا ڪيو. محترم رسول بخش پليجي جي ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ دوران ڪيل جدوجهد ڪنهن به ريت فراموش ڪري نٿي سگهجي.

## لالا قادر

لالا عبدالقادر ون يونٽ واري تحريڪ ۾ تمام گهڻو سرگرم هو. پهرين هو بين تنظيمن سان سلهاڙيل هو پر بعد ۾ هن پنهنجي سنڌ آزاد مارو ٿڙا اسٽوڊنٽس فيڊريشن ٺاهي جنهن جي ذريعي هن سنڌ جي حقن بابت ۽ ون يونٽ خلاف ڪافي جدوجهد ڪئي. لالا عبدالقادر جو ڪردار انهيءَ وقت تمام نمايان ٿيو، جڏهن ١٩٦٠ع وارين چونڊن لاءِ ٺهندڙ ووٽرن جون لسٽون سنڌيءَ ۾ ٺاهڻ لاءِ لالا قادر ۽ ٻين وڏي جدوجهد ڪئي. لالا قادر پنهنجن ساٿين سان بک هڙتال تي ويٺو. انهيءَ بک هڙتال دوران وٽس سنڌ جا سڀ ليڊر آيا. اينتري قدر جو قاضي فيض محمد ۽ غلام محمد لغاري به اچي ساڻس گڏ ويٺو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ پوليس بک هڙتالين تي ڪڙڪي پئي ۽ ڏنڊن سان سينې کي زخمي ڪيو جنهن ۾ قاضي فيض محمد ۽ غلام محمد لغاري جهڙن وڏي عمر جي رهنمائن کي به نه ڇڏيو ويو ۽ انهن تي به لٺيون وسايون ويون ۽ نتيجي ۾ هو سخت زخمي ٿي پيا. لالا قادر پڻ سخت زخمي ٿيو. انهيءَ ڏينهن کين سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ بند ڪيو ويو. تحريڪ نئون رخ ورتو. انهيءَ دوران محترمه اختر بلوچ ۽ محترمه رياض ميمڻ پڻ عورتن جي حوالي سان سنڌي ٻوليءَ ۾ ووٽر لسٽن جي سلسلي ۾ بک هڙتال تي ويٺيون جن کي به بعد ۾ گرفتار ڪري جيل پيڙو ڪيو ويو. تحريڪ تمام زور ورتو. سائين جي ايم سيد ۽ سندس ٻين ساٿين جنرل يحيٰ خان کي خط لکي وقت گهريو ۽ اسلام آباد وڃي ووٽرن جون لسٽون سنڌي ۾ ٺاهڻ

لاءِ ساٿس مليا. عوام جو زور ڏسي يحيٰ خان جي فوجي حڪومت ون يونٽ جون لسٽون سنڌيءَ ۾ ٺاهڻ جو اعلان ڪيو.

ان سڄي تحريڪ جي منهنداري لالا قادر ڪئي، انهيءَ کان اڳ ۾ لالا قادر ڪجهه وقت لاءِ SSCO ۾ پڻ شامل رهيو. لالا قادر هوندئن بہ هڪ باهمت نوجوان هو. سنڌ يونيورسٽيءَ جي اسٽوڊنٽس يونين جي چونڊن ۾ ڀرپور حصو وٺندو رهيو ۽ ڪيترائي دفعا يونين جي ڪجهه عهدن تي چونڊجي پڻ ڪٽي آيو. سندس ڪردار هميشہ بي داغ رهيو.

## ابن حيات پنهور

سنڌي ٻوليءَ جو هيءَ ناميارو اديب ۽ دانشور 1920ع ۾ ڄائو. سندس اصل نالو يار محمد هو. ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين، ايستائين جو 1960ع ۾ پرائمريءَ ماستريءَ جي نوڪريءَ تان بہ استعيفا ڏئي ڇڏيائين. هن پير علي محمد راشديءَ جي سياسي چالبازين کي وائکو ڪرڻ خاطر هڪ ڪتاب" سنڌ جو بدنام گوئبلز" لکيو. ان ڪانسواءِ ڪجهه ٻيا ڪتاب "پيئي جا پروژ"، "چار داٺا" ۽ "ساري توکي ساهہ" پڻ لکيائين. پنهور صاحب جناب جي ايم سيد ۽ محترم محمد ابراهيم جوئي سان تمام قريب رهيو. 12 جنوري 2003ع تي 82 ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين.

## خالد سنڌي

1968ع ۽ 1969ع واري دؤر ۾ جڏهن ون يونٽ خلاف تحريڪ جاري هئي، ڪانفرنسون ۽ جلسا جلوس تہ ٿيندا پئي رهيا پر ماهوار "ملير ڊائجسٽ" جي ايڊيٽر عبدالغفور سنڌي جي بقول اجا بہ هڙتالن واري احتجاجي مرحلي جي شروعات نہ ٿي هئي ۽ انهيءَ احتجاجي انداز جي شروعات هڪ جذبي ۽ همت واري نوجوان " خالد سنڌي" ڪئي. عبدالغفور سنڌي لکي ٿو تہ "ڳالهين ۾ گهڻي دير نہ لڳي، هُو بہ هڙتال جي ڳالهہ ٻڌڻ شرط ئي يڪدم اٿي بيٺو ۽ چيائين "آءٌ بہ هڙتال ڪندس ۽ مرڻ گهڙيءَ تائين ڪندس، جيستائين ون يونٽ نہ ٽٽو آهي"....

ٻئي ڏينهن صبح جو ٽنهي ڄڻن (عبدالغفور سنڌي، ابن حيات پنهور ۽ خالد سنڌي) ويهي ان پوسٽر جو مضمون لکيو جيڪو "خالد" جي بہ هڙتال ڪرڻ جي باري ۾ هو. پوءِ اهو پوسٽر ڪتابت ڪرايوسين.

چپايوسين، ورهايوسين، پٽين تي لڳايوسين. انهيءَ ڏينهن ئي اسان کي اهو پوسٽر ڇپجي مليو هو. اتفاق سان انهيءَ ڏينهن سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو بسنت هال ۾ هڪ وڏو جلسو جام ساقي جي سربراهيءَ هيٺ هو. اهو پوسٽر ڪٺي اتي وياسين. جلسي ۾ ٻه اهڙو اعلان ڪرايوسين ته خالد سنڌي ٻئي ڏينهن ون يونٽ ٽوڙائڻ لاءِ سنڌين جي طرفان پهرين بک هڙتال تي ويهندو ۽ اها بک هڙتال گاڏي کاتي چوڪ ۾ ٻئي ڏينهن تي ٻارهين بجي کان شروع ٿيندي.

ٻئي ڏينهن صبح جو آءٌ ۽ ابن حيات قلعي جي دروازي تي گلن جا هار کٺي وڃي بيٺاسين. خالد به اتي پهچي ويو. پڇيوسينس ته پنهنجي مائٽن کي ٻڌايو اٿئي، چاڪاڻ ته اسان کي وڏو ڊپ هو ته هو متان گرفتار ٿي وڃي. ايوب شاهي هر هنڌ ان جي خلاف اٿيل عوامي تحريڪ کي بيدرديءَ سان ڪچلي رهي هئي ۽ سنڌين طرفان تاريخ جو هي سڀ کان وڏي ۾ وڏو قدم پهرئين دفعي کڄي رهيو هو. ان ڪري هن ڳالهه جو وڏو امڪان هو ته اٿندي سان ئي ايوب شاهي انهيءَ تحريڪ کي دٻائي ڇڏيندي. هن جواب ڏنو ته "نه" پڇيوسينس ته "ڇو؟" چيائين "مائٽن کي اهڙيون ڳالهيون ٻڌائيبيون آهن ڇا؟ ابي امڙ کان جيڪڏهن اها ڳالهه پڇان ته پوءِ مون ۾ ۽ چنيسر ۾ ڪهڙو فرق رهيو." هن جي ان عظيم جذبي کي ڏسي مون کٺي کيس ڀاڪر وڌا. . . .

اهڙيون ڳالهيون ڪندا اسان هوشو شهيد جي قبر تي آياسين. گل چاڙهياسين. . . . . . . جيئن ئي خالد کي وٺي اچي چوڪ ۾ پهتاسين ۽ کيس اندر شاميانې ۾ هڪڙي تڏي تي وهاريوسين، ته چوڌاري ماڻهو ڦري ويا. ڪي سنڌي ته ڪي غير سنڌي. اسان يڪدم هڪ ننڍي تختي هٿ ڪري ان تي لکيو: "ون يونٽ جي خلاف سنڌ جي پهرين علامتي بک هڙتال" اهو لکڻ ۽ سنڌين جو ڊوڙي شاميانې اندر اچڻ. هو سڀ خالد کي ماڪيءَ جي مکين وانگر چهٽي ويا. ڪو سندس هٿ چمڻ لڳو. ڪو سندس ڳل ڪو سندس اکيون ڪو سندس چپ. مطلب ته پيار ۽ محبت جو ايترو ته وڏو درياءُ خالد جي مٿان وري ويو جنهن ۾ هو ڏسڻ ۾ نه آيو. سڄو ڏينهن ساڻس اها ڪار هئي. اسان اندازو لڳايو ته رڳو انهيءَ ڏينهن ئي رات جو ٽين وڳي تائين گهٽ ۾ گهٽ ويهه هزار سنڌي مرد ۽ عورت ۽ ٻار گلن جا هار کٺي هن جي قدمن ۾ رکندا ۽ هن کي پنهنجو نذر عقيدت پيش ڪري چڪا هئا. اٽڪل مڻ کن گلن جو اسان انهيءَ رات خالد جي سمهڻ جو وڇائو بڻايو.

خالد جي ويهڻ شرط ٿي سامهون سندن جاءِ مان جناب حيدربخش جتوئي جن هن کي ڏسي نڪتا ۽ اچي ڪيس پاڪر پائي مليا. ان وقت اخبار جا ڪيترا فوٽو گرافر اچي گڏ ٿيا هئا جن اهي فوٽو ڪڍيا جيڪي پوءِ ٻئي ڏينهن تي سيني اخبارن ۾ شايع ٿيا. ٿوري دير ڪان پوءِ شيخ اياز بہ آيو ۽ حيدرآباد ۾ رهندڙ ٻيا سنڌي رهنما بہ ڪيس ملڻ ۽ مبارڪون ڏيڻ آيا. جن ۾ محمد حفيظ قريشي، رسول بخش پليجو، مير رسول بخش خان، ميرعلي احمد خان ۽ ٻيا بہ هئا.

ٻئي ڏينهن تي جڏهن اخبارن ۾ فوٽن سان خالد جي ون يونٽ خلاف بک هڙتال جو اهو احوال شايع ٿيو تہ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ جڻ تہ هڪ زبردست جوش ۽ جولانيءَ جي لهر ڊوڙي وئي، ون يونٽ جي خلاف هڪ وڏو غوغاءُ پيدا ٿي ويو. جتان ڪٿان اعلان ٿيڻ لڳا تہ فلاڻي شهر مان هيترا نوجوان بک هڙتال تي پيا ويهن، فلاڻي شهر مان هيترا. مطلب تہ هڪڙي مشعل مان پوءِ سوين ٻيون مشعلون سڄي سنڌ ۾ جلي اٿيون. اسان سڄو رڪارڊ رکندا آيا هئاسين. پڇاڙيءَ ۾ ٽوٽل ڪيو هئوسين تہ فقط چاليهن ڏينهن جي عرصي ۾ جيڪو عرصو اهو سينٽر هليو، سنڌ جي سيني شهرن ۽ ڳوٺن مان 830 سنڌي هاري، مزدور، شاگرد ۽ ٻيا نوجوان ون يونٽ جي خلاف بک هڙتال تي ويٺا. مرڪزي سينٽر (حيدر چوڪ) ۾ بہ 45 بک هڙتال ڪرڻ وارا هڪ ٻئي پويان ويٺا هئا. اهو سلسلو هڪ منٽ لاءِ بہ بند نہ ٿيو. خالد ٻن ڏينهن لاءِ بک هڙتال ڪئي هئي، پر پوءِ هن جي پويان ٽي ٽي چار چار جٿا. هڪ ئي وقت ڪي هڪ ڏينهن لاءِ ڪي ٻن ڏينهن لاءِ ڪي ٽن ڏينهن لاءِ ٿي هڙتال تي ويهندا ويا. هڪ دوست انور حسين جتوئي لاڙڪاڻي وارو مرڻ گهڙيءَ تائين بک هڙتال تي ويٺو. ون يونٽ ٽوڙائڻ جي مطالبي سان گڏ ٻيو بہ مطالبو ڪئي ويٺو هو تہ جناب جي-ايم-سيد کي نظربندي مان ڪڍو ۽ غلام محمد لغاري ۽ ٻيا ڪي سنڌي ليڊر جيڪي ان وقت جيلن هئا تن کي آزاد ڪيو. جڏهن هو 92 ڪلاڪ بک هڙتال ڪاٽي چڪو هو تہ جناب جي- ايم- سيد غلام محمد لغاري ۽ ٻين کي رها ڪيو ويو. پوءِ سيني (انور حسين) جتوئيءَ کي زور پريو تڏهن مس مس هن مرڻ گهڙيءَ واري هڙتال تان هٿ کنيو.

انهيءَ سينٽر کي ختم ڪرڻ لاءِ مخالفن طرفان وڏا حملا ۽ هنگاما ڪرايا ويا، پر سڄيءَ حيدرآباد جا سنڌي هڪ جسم هڪ جان ٿي انهن حملن ۽ هنگامن کي منهن ڏيندا رهيا. پر انهي سينٽر کي ختم ٿيڻ نہ ڏنائون. چاڪاڻ تہ اهو سندن جدوجهد جو هڪ عظيم قلعو هو. چاليهہ ڏينهن جيڪي

اهو سينٽر هليو ان جي سچي تواريخ به ڏاڍي حيرت، جرئت ۽ محبت، ساڳئي وقت ڏکن ۽ لڙڪن واري به آهي. انهن چاليهن ڏينهن ۾ اٽڪل سنڌ مان پنج لک ماڻهو ان سينٽر ۾ پنهنجي دل جي محبت کڻي آيا ۽ اتان موٽ ۾ سنڌيت جي روحاني طاقت پاڻ سان کڻي ويا. سنڌ جو ڪوبه ننڍو وڏو ليڊر ۽ باشعور ماڻهو نه رهيو هو جيڪو ان ۾ آيو نه هجي. سن جو سائين به ٻه ٽي دفعا ان ۾ آيو ۽ هڪ دفعو پيٽو صاحب به ان سينٽر جي پاسي کان جلوس ۾ لنگهندي بک هڙتالين کي محبت مان سلام ڪندو ويو."

خالد سنڌي بعد ۾ به مختلف سياسي سرگرمين ۾ حصو وٺندو رهيو جن ۾ پورهيت تنظيمن جي پليٽ فارمن ڪانسواءِ پيپلز پارٽي، سنڌ نيشنل فرنٽ شامل آهن. هڪ علمي ادبي ۽ سياسي رسالو "چارڻ" به ڪجهه وقت ڪيندو رهيو. 23 سيپٽمبر 1999ع تي حيدرآباد ۾ وفات ڪيائين.

## محترمہ اختر بلوچ

اختر بلوچ سنڌ ڌرتي جي اها بهادر نياڻي آهي جيڪا ون يونٽ دؤر ۾ ووٽرلسٽن جي سنڌيءَ ۾ لکرائڻ لاءِ هلندڙ هلچل ۾ لالا قادر ۽ ٻين جي گرفتاريءَ ڪانپوءِ ڊپٽي ڪمشنر حيدرآباد جي بنگلي ٻاهران 18- نومبر 1969ع جي شام جو مرڻ گهڙيءَ تائين بک هڙتال جو اعلان ڪري بک هڙتال تي ويٺي. جيتوڻيڪ کيس پليءِ پيت اندازو هو ته کيس گرفتار ڪيو ويندو ۽ سرڪاري عملدار به کيس مختلف ڊپ ڏيئي بک هڙتال کان روڪيندا رهيا پر مارئي ۽ سسئي جي ديس جي هيءَ بهادر نياڻي اڏول ٿيڃي بک هڙتال تي ويٺي رهي ۽ همت ۽ جذبي سان چئي رهي هئي: "ڊپٽي ڪمشنر منهنجي روبرو اچي مون سان چو نٿو ڳالهائي؟ هو ٻيا ماڻهو موڪلي مون کي هيسائڻ ۽ ڊيڄارڻ جي ناڪام ڪوشش چو ڪري رهيو آهي؟ مون کي گرفتار ڪري جيل چو نٿو موڪلي؟."

رات جو ڏهين وڳي کيس گرفتار ڪري حيدرآباد سينٽرل جيل منتقل ڪيو ويو. لڳ ڀڳ هڪ سال ڪانپوءِ تڏهن کيس آزاد ڪيو ويو جڏهن يحيٰ خان ڊسمبر 1970ع ۾ سياسي قيدين کي آزاد ڪرڻ جو اعلان ڪيو. سنڌ جي هيءَ بهادر نياڻي 16- ڊسمبر 1951ع تي حيدرآباد ۾ پيدا ٿي. سندس امڙ جيجي زرينه بلوچ سندس جيل وارن ڏينهن ۾ کيس هڪ خط ۾ مخاطب ٿيندي لکيو هو ته " آءٌ توتي جيترو فخر ڪريان. اوترو ٿورو..." سچ

پڇ تہ سنڌ جي هن بهادر نياڻيءَ تي نہ رڳو سندس امڙ کي پر سڄي سنڌ کي فخر آهي ۽ رهندو...!!

## يوسف لغاري

يوسف لغاري هن وقت سنڌ جو وڏو ۽ ناليوارو وڪيل آهي. يوسف لغاري چوٿين مارچ تحريڪ جو هيرو آهي. هن شخص 4 مارچ تحريڪ جي رهنمائي ڪئي ۽ سڀ کان اڳرو رهيو. 4 مارچ تحريڪ جو تفصيل هن ڪتاب ۾ آهي. يوسف لغاري انهيءَ تحريڪ دوران ڪيترائي دفعا هن جيل ڪاٽيو ۽ تڪليفون سٺيون. جڏهن سندس والد گذاري ويو تہ يوسف لغاري جيل ۾ بند هيو. پوءِ بہ ڪيس صرف ٻن ٽن ڪلاڪن لاءِ پيرول تي آزاد ڪيو ويو. هو پنهنجي والد جي تدفين کان پوءِ واپس جيل موٽي آيو. يوسف لغاري سڀ کان پهرين حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو ميمبر ۽ صدر رهيو. انهيءَ دور ۾ ذوالفقار علي ڀٽو جيڪو حڪومت تان استعيفيٰ ڏيئي پيپلز پارٽي ٺاهڻ ۾ لڳل هو تنهن کي حيدرآباد ۾ گهرايو ويو. جنهن ۾ ڪيس سنڌي ٻولي ۽ ون يونٽ خلاف ڳالهائڻ لاءِ گذارش ڪئي وئي هئي. حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ جام ساقي. مهرحسين شاهہ. مير ٿيبو. يوسف لغاري. ليڪڪ ۽ ٻيا تمام گهڻو سرگرم هئا. ان جون ڪيترپون ئي ڪارنر گڏجاڻيون ٿيون ۽ ان جي پليٽ فارم تان ون يونٽ خلاف سرگرميون ٿينديون رهيون.

حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن کان پوءِ سنڌ جي ٻين ضلعن ۾ بہ اسٽوڊنٽس فيڊريشن ٺاهيون ويون. ڪون دادوءَ ۾ دادو اسٽوڊنٽس فيڊريشن 1968ع ۾ ٺاهي ۽ ان جو افتتاح سرتاج هوٽل جي وڏي هال ۾ جام ساقي کان ڪرايو. دادو شهر لاءِ اهو ڏينهن هڪ تمام وڏو ڏينهن هو جڏهن اهو ميڙ ٿيو. انهي ميڙ کان پوءِ دادو شهر جي مکي چوڪ يعني نئين چوڪ تي مظاهرو ڪيو ويو ۽ ون يونٽ خلاف ڪارو ڏينهن ملهايو ويو. انهيءَ پروگرام ۾ سوين دوست اچي گڏ ٿيا. جن ۾ خاص طور تي شوڪت سنڌي. احمد خان ملڪاڻي ۽ صلاح الدين پنهور جا نالا قابل ذڪر آهن. ضلعن جي اسٽوڊنٽس فيڊريشن ٺهڻ کان پوءِ حيدرآباد ۾ انهن سڀني جو هڪ ڪنونشن ڪوٺايو ويو جنهن م سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن قائم ڪئي وئي.

يوسف لغاريءَ جو ڪردار تمام نمايان هو. پر هو پنهنجي ذاتي حيثيت قائم رکندو آيو ۽ ساڳئي وقت سنڌ يونيورسٽي اسٽوڊنٽس يونين جو

صدر پڻ چونڊيو جنهن ۾ ڪيس تمام وڏي سپورٽ ملي هئي. اُهي پهريان سال آهن جنهن ۾ سنڌي شاگرد سنڌ يونيورسٽي جي اسٽوڊنٽس يونين ۾ صدر چونڊيا ۽ بيا عهدا بہ حاصل ڪيا.

يوسف لغاري68- 1967ع ۾ سنڌ يونيورسٽي اسٽوڊنٽس يونين جو صدر چونڊيو. ان کان اڳ 67- 1966ع وارن سالن ۾ نوابشاهہ جو مشهور وڪيل مرحوم علي محمد ڏاهري صدر چونڊيو هو. يوسف لغاري پنهنجي همت ۽ وضعداري سان يونين کي هلايو ۽ سڄي سنڌ ۾ پنهنجو ڌاڪو ڄمايو. يوسف لغاري هڪ سڌو سنئون، سادو سودو، با اخلاق، باهمت، نہ ڊڄڻ وارو شخص آهي.

هن پنهنجي تخليقي صلاحيتن جي ذريعي چوٿين مارچ جي تحريڪ کي ون يونٽ جي تحريڪ ۾ تبديل ڪيو ۽ پڄاڙيءَ تائين ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ سان لاڳاپيل رهيو. ڪيس 1970ع ۾ هڪ وڏي نوڪري ملي پر هن جلد ئي ان مان استعيفيٰ ڏئي نوڪريءَ کي خيرباد چيو ۽ وري بہ قومي تحريڪ سان سلهاڙجي ويو. يوسف لغاري، اصل ۾ ميرپورخاص جو آهي هن وقت حيدرآباد ۾ اهي ٿو.

## ڄام ساقي

ڄام ساقي اصل ذات جو جنجهي آهي ۽ ٿرپارڪر ضلعي جي ڳوٺ جنجهي سان تعلق اٿس. پاڻ هڪ بردبار، بااخلاق ۽ باهمت شخص آهي، نوجواني جي دور ۾ سندس لاڙو سوشلزم ڏانهن هيو. اڄ بہ ڪنهن حد تائين هو ان جو حامي آهي. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ داخلا وٺڻ کان پوءِ پهرين پهرين ڄام ساقي اڪيلي سر شاگرد تحريڪ ۾ نمايان ڪم ڪندو رهيو. آهستي آهستي هن شاگردن ۾ پنهنجو هڪ حلقو ٺاهيو ۽ ان کي آرگنائيز ڪيو جنهن جي ذريعي هو سنڌي شاگردن جي اصولي موقف سان گڏ رهندي سوشلسٽ تحريڪ جو بہ پرچارڪ رهيو. چوٿين مارچ 1967ع واري واقعي جي ٻئي ڏينهن ڪيس بہ گرفتار ڪيو ويو ۽ نارا جيل ۾ قيد ڪيو ويو. امداد اوڍو ڪامريڊ ڄام ساقي جي جدوجهد تي روشني وجهندي لکي ٿو تہ: " ڪامريڊ ڄام ساقي ٻيو دفعو 8 مارچ 1968ع تي ون يونٽ خلاف تحريڪ هلائڻ جي الزام هيٺ گرفتار ڪيو ويو ۽ فوجي آمر ايوب شاهي جي حڪومت پاران تشدد جو نشانو بڻيو ۽ هن خلاف بغاوت جو ڪيس داخل ڪيو ويو. مٿس

زبردست جسماني تشدد ڪيو ويو. سندس جسم تي سگريٽ جا ڏنپ ڏنا ويا ۽ راتين جون راتيون جاڳايو ويو. سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي قيام جي پنجين ڏينهن 8 نومبر 1968ع تي سنڌ يونيورسٽي ۾ آمر ايوب خان جي ڊڪٽيٽر شپ خلاف جلوس جي قيادت ڪري رهيو هو ته ڪيس گرفتار ڪري لاهور جي شاهي قلعي ۾ قيد ڪرڻ جو پروگرام ٺاهيو ويو. ڪامريڊ حيدربخش جتوئي جلسا، جلوس ڪڍي ۽ ذاتي ڪوششون وٺي ڪيس لاهور قلعي ۾ قيد ٿيڻ کان بچائي ورتو. اهڙي تحريڪ ڪامريڊ جام ساقي کي قلعي ۾ قيد ٿيڻ ۽ وڏي تشدد کان بچائي ورتو. چوندا آهن جيڪو هڪ دفعو لاهور قلعي ۾ قيد ٿيندو آهي اهو اتان زندهه واپس نه اچي سگهندو آهي. جام ساقي کي فيبروري 1969ع ۾ آزاد ڪيو ويو. ساڳئي سال اپريل ۾ چوٿون ڀيرو شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي ميلي ۾ ون يونٽ خلاف پمفليٽ ورهائيندي ڪيس گرفتار ڪيو ويو. پهريان حيدرآباد ۽ بعد ۾ ڪيس پشاور جيل ۾ قيد ڪيو ويو. ڪامريڊ جام ساقي کي پنجون دفعو 1969ع ۾ ئي ون يونٽ جو خاتمو، ووٽر لسٽون سنڌي ۾ شايع ڪرڻ، سنڌي کي قومي ٻوليءَ جو درجو ڏيڻ جي مطالبن جي پاداش ۾ گرفتار ڪري مچ جيل بلوچستان ۾ قيد ڪيو ويو."[81]

جام ساقي حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ پڻ تمام گهڻو سرگرم هو. جڏهن سيني ضلعن جون فيڊريشن ٺهيون ته 3 نومبر 1968ع ۾ حيدرآباد جي انڊس هوٽل ۾ وڏو ڪنوينشن ڪوٺائي سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو بنياد وڌو ويو. جنهن جو صدر جام ساقي چونڊيو ويو. اهڙي نموني به نائب صدر (هڪ مان ۽ هڪ نديم اختر)، جنرل سيڪريٽري ميرٿيبو، ٻين عهديدارن ۾ مهر حسين شاهه. عنايت ڪاشميري، هدايت حسين ۽ ٻيا شامل هئا. احمد خان جمالي پڻ سرگرم ڪارڪن هو. آهستي آهستي SNSF تمام تيزيءَ سان اڳيان وڌڻ لڳي. سنڌ جي اڪثر ضلعن ۽ شهرن ۾ هن جون شاخون کليون. جن ڪافي ڪم ڪيو. انهيءَ دوران SSCO ۽ سنڌ آزاد ماروئڙا اسٽوڊنٽس فيڊريشن به وجود ۾ اچي چڪيون هيون. انهن سيني تنظيمن شاگردن جي مسئلن تي شاگرد تحريڪ کي هٿي وٺرائي. SNSF ڪراچيءَ کان سواءِ سڄي سنڌ ۾ پکڙي ۽ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. ڪراچيءَ ۾ جن شاگردن نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن ناهي تن کي سنڌ لفظ نه آئڙيو تن سنڌ ڪڍي صرف نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو نالو قائم رکيو. ڪراچيءَ جي انهن

تنظيمن سنڌ جي تنظيمن جو ڪو ڀرپور نمونو سات ڪو نہ ڏنو. وقتي آواز ملائڻ کان سواءِ.

اڳيان هلي SNSF کان ڪجهہ دوست جدا ٿيا جن سنڌ قومپرست گروپ ٺاهيو جنهن اڳيان هلي، جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن کي جنم ڏنو. انهن دوستن ۾ شاهہ محمد شاهہ، پير مظهر الحق، اقبال ميمڻ، يوسف ميمڻ، امان الله شيخ ۽ راقم شامل هئا. بهرحال SNSF ڪو وقت هلندي رهي ۽ جام ساقي ان کي پنهنجي رهنمائي ڏيندو رهيو. جام ساقي نيت جو صاف، سچو ۽ نہ ڊڄڻ وارو شخص آهي. جام ساقيءَ تي جنرل ضياءَ جي دور ۾ پڻ تمام گهڻيون سختيون ٿيون جيڪي هن همت سان سٺيون.

## مسعود نوراني

مسعود نوراني ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ دوران هڪ اهم شاگرد رهنما ٿي رهيو آهي. 4 مارچ تحريڪ ۾ يوسف لغاري سان هر وقت سات ۾ رهيو. سنڌ يونيورسٽي انجنيئرنگ ڪاليج ڄامشوري مان ڊگري پاس ڪيائين ۽ ڪاليج يونين جو وڏي اڪثريت سان جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو. مسعود نوراني ۽ يوسف لغاري جي جوڙي چوٿين مارچ ۽ ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ لاءِ انتهائي نيڪ فال ثابت ٿي. مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي تہ مسعود نوراني جيل مان مس آزاد ٿيندو هو تہ ايوب خان جي حڪومت ڊپ ۾ اچي وري مسعود نوراني کي گرفتار ڪندي هئي. اهو سلسلو ڪيئي سال هلندو رهيو ۽ مسعود نوراني تمام وڏي همت سان جيلن کي سنو. مٿس جيلن ۾ ٽارچر پڻ ڪيو ويو.

چوٿين مارچ تحريڪ ۾ جڏهن اسين سيئي جيل ۾ هياسون تہ يوسف لغاري ۽ مسعود نوراني تمام وڏي همت سان سنڌي شاگردن کي تقريرون ڪري کين همٿائيندا هئا تہ هو جيل ۾ رهڻ وقت ڪو بہ ڊپ ڊاءَ نہ ڪن. چاڪاڻ تہ جيڪڏهن حسن علي عبدالرحمٰن کي مسرور حسن ڪيڊرايو آهي تہ اسان ضرور پنهنجو بيو ڪو بهتر ماٿهو آڻائينداسون ۽ ون يونٽ جي ڦهري ڪوٽ کي ڊاهي پٽ ڪنداسون. سندن اهڙين تقريرن اسان ۾ وڏيک همت پيدا ڪئي ۽ اسان اهو وچن ڪيو تہ ٻاهر نڪرڻ کان پوءِ وڏيک جهيڙو ڪنداسون. جيل ۾ رهڻ دوران هڪ ڏينهن يوسف لغاري کي ڪنهن ٻئي سيل ۾ وڃي بند ڪيائون. جيئن تہ هو هڪ ڏينهن غائب رهيو تہ اسان سيني شاگردن تمام وڏو گوڙ ڪيو ۽ اهي افواهہ هلي ويا تہ يوسف لغاري کي ماري

ڇڏيو اٿن. جنهن تي مسعود نوراني ڪاوڙ ۾ آيو ۽ سيني شاگردن کان مظاهرو ڪرايائين ۽ هڪ ڀرپور تقريرون ڪيائين جنهن ۾ هن چيو ته جيڪڏهن يوسف لغاري کي ڪجهه ٿيو ته اسان ان جو ڀرپور بدلو وٺنداسون. گوڙ ڪافي وڌي ويو. آخرڪار رات جو يوسف لغاري کي واپس آڻي اسان سان گڏ رهايو ويو. ٿورن ڏينهن سڀ آزاد ٿيا پر يوسف لغاري ۽ مسعود نوراني کي آزاد نه ڪيو ويو. ايوبي آمريت جو دور هو ۽ ايوب خان آهستي آهستي پنهنجي گپ ۾ ترڪڻ لڳو هو ۽ سنڌ جي ڪافي جوڌن کي جيلن ۾ بند ڪيو ويو جن ۾ مسعود نوراني به هڪ هو. ٻاهر نڪرڻ کان پوءِ مسعود نوراني پنهنجن دوستن کي گڏ ڪري سنڌ اسٽوڊنٽس ڪلچرل آرگنائيزيشن ناهي. سندس تعلق سنڌ جي هڪ ڏاهي رسول بخش پليجي صاحب سان ٿيو ۽ پليجو صاحب SSCO جي رهنمائي ڪندو رهيو. سندس ويجهن ساٿين ۾ پناهه جگر سنڌي، خليل ٻچاڻي، عبدالحي پليجو ۽ ٻيا ڪيترائي شامل هئا. SSCOسنڌ جي ڪلچرل فرنٽ، ٻولي، ووٽر لسٽن ۽ ون يونٽ خلاف تحريڪن ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. مسعود نوراني اصل نوابشاهه جو آهي ۽ هن وقت ڪراچي ۾ وڪالت ڪري رهيو آهي.

## مجيب پيرزادو

مجيب پيرزادو هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهي ٿو ۽ وڪالت ڪري ٿو. پاڻ اصل سکر جو آهي. سندس والد محترم عبدالستار پيرزادو سنڌ جو وڏو وزير رهي چڪو آهي ۽ ون يونٽ خلاف تحريڪ ۾ سرگرم رهيو. مجيب پيرزادو سنڌ يونيورسٽي انجنيئرنگ ڪاليج جو شاگرد رهيو ۽ اتان جي يونين جو صدر پڻ چونڊيو. ون يونٽ خلاف تحريڪ ۾ ڪافي سرگرم هو. ساڳئي وقت 4 مارچ، سنڌي ٻولي قومي ٻولي، ووٽر لسٽن ۾ تمام گهڻو سرگرم رهيو. جيئن ته هو هڪ پڙهيل لکيل خاندان سان تعلق رکندو هو ان ڪري سندس ذهني سوچ تمام صاف ۽ سٺي هوندي هئي. پاڻ علمي ۽ عملي طور تمام گهڻو اڳيان رهيو. مون کي چڱي نموني ياد آهي ته جڏهن به ڪو ٻولي، ووٽر لسٽن، ون يونٽ بابت پمفليٽ يا خفيه داستان لکيو ويندو هو ته ان ۾ گهڻي مدد ڪندو هو. ڪيترا دفعا گمنامي ۾ پمفليٽ سائيڪلو اسٽائيل ڪرائيندا هئاسين يا وري ڪاربان رکي انهن ذريعي ڪاپيون ناهيون هيون ڇاڪاڻ ته انهن ڏينهن ۾ فوٽو اسٽيٽ مشينون ڪونه هونديون هيون. نه ڪو وري ٻيون ڪي اهڙيون سهوليتون موجود هونديون هيون. ڪراچيءَ ۾ مجيب پيرزادي جي گهر ۾ اچي

ويهبو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن رات بہ اتي گذاربي هئي. پوءِ اهي پمفليٽ ڪٽي انهن جا صفحا ڳنڍي اسٽيپل ڪري لفافن ۾ وجهي ائڊريس لکي پوسٽ ۾ روانا ڪيا هئا. عام ڏينهن تي انهن پمفليٽن جون هزارين ڪاپيون يونيورسٽيءَ ۽ شهر ۾ ورهائبيون هيون. مجيب پيرزادو، يوسف لغاري ۽ مسعود نوراني جيئن تہ سنڌ يونيورسٽيءَ ۽ سنڌ يونيورسٽي انجنيئرنگ ڪاليج جا عهديدار هئا تہ انهن جي تنظيمن سان گڏوگڏ انهن جي پنهنجي حيثيت بہ هوندي هئي ۽ يونين جي زور تي ڪافي ڪم ڪيو ويندو هو.

ون يونٽ جي حوالي سان مجيب پيرزادو سڄي سنڌ جا دورا ڪندو هو ۽ ماڻهن ۾ سجاڳي پيدا ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪندو هو. هو هڪ با اصول، باهمت ۽ سنڌ سان سچو سياستدان آهي.

## پروفيسر محمد عمر ميمڻ

محترم پروفيسر عمر ميمڻ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سياسيات جي شعبي ۾ استاد هو. بنيادي طور تي جيئي سنڌ جي نظرئي جو حامي هو. 4 مارچ تحريڪ دوران جڏهن مسرور حسن شاگردن سان ڪجهہ ڳالهائڻ پئي چاهيو تہ شاگردن طرفان ان جي قيادت سائين محمد عمر ميمڻ صاحب ڪئي. جيئن تہ شاگردن جو مٿس اعتماد هو تہ دوستن اهو خيال ڪيو تہ مسرور جيڪڏهن ڪا بدمعاشي ڪري تہ ان سان ڳالهائڻ لاءِ پنهنجو گهڻ گهرو ۽ قومي سوچ رکندڙ استاد هجڻ ضروري آهي تنهن ڪري عمر ميمڻ صاحب کي عرض ڪيو ويو ۽ هو مسرور ڪمشنر تائين پهتو. انهن ڳالهين دوران مسرور شاگردن سان ڪونہ نهيو. ۽ تحريڪ شروع ٿي وئي. پروفيسر محمد عمر صاحب ان تحريڪ سان سلهاڙجي ويو ۽ سنڌي شاگردن جي ڀرپور تربيت ڪئي. اڳيان هلي هن جيئي سنڌ نوجوان محاذ ۽ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جيڪي ون يونٽ خلاف سرگرم هيون انهن جي پڻ ڀرپور مدد ڪئي. 4 مارچ جي تحريڪ کان پوءِ جڏهن جيئي سنڌ نوجوان محاذ ٺهيو تہ ان جي قيادت يوسف ٽالپر ۽ اقبال ترين ڪئي. عمر ميمڻ صاحب جيئي سنڌ نوجوان محاذ جي ڀرپور مدد ڪندو رهيو. عمر صاحب کي يحيٰ خان جي دور ۾ يونيورسٽي مان نيڪالي ڏني وئي تہ هو خانگي طور حيدرآباد جي وڏي مشهور ڪاليج سنڌ مسلم ڪاليج جو پرنسپال ٿيو. تڏهن اها پرائيويٽ ڪاليج هئي. عمر ميمڻ صاحب سياسيات جي شعبي جو هڪ بهترين استاد

هو. هو هڪ وڏو عالم هو. هن مسلم ڪاليج کي وڏي محنت ڪري ترقي وٺرائي. خفيه طور سنڌي شاگردن کي اتي گهرائي انهن کي تحريڪ جا طور طريقا سمجهائيندو ۽ سيکاريندو هو.

عمر ميمڻ صاحب جي سائين جي ايم سيد ۽ محترم ممتاز ڀٽي سان تمام گهٽي ويجهڙائي رهي. محترم ممتاز ڀٽي 1980ع واري ڏهاڪي ۾ لندن ۾ سنڌي بلوچ پختون فرنٽ ٺاهيو جنهن جو مکيه نڪتو پاڪستان ۾ ڪنفيڊريشن رائج ڪرڻ هو. بعد ۾ ممتاز علي ڀٽو سنڌ واپس اچي سنڌ نيشنل فرنٽ ٺاهيو جنهن جو نڪتو پڻ ساڳيو هو. عمر ميمڻ صاحب پنهنجي دوستن سان گڏ فرنٽ جو عهديدار ٿيو ۽ ان ۾ ڪافي ڪم ڪيائين. ڪنفيڊريشن تي تمام سٺا مضمون لکيائين. وقت هلندو رهيو ۽ عمر صاحب سنڌ ۾ پنهنجي حيثيت مڃائي چڪو هو. اڳيان هلي سيد غلام مصطفيٰ شاهه، محمد ابراهيم جوئي ۽ سراج الحق ميمڻ صاحب جي اڳواڻيءَ ۾ هن سرونٽس آف سنڌ سوسائٽي ٺاهي. عمر ميمڻ صاحب پڇاڙيءَ تائين ان سوسائٽي ۾ فعال رهيو. 1995ع ۾ وفات ڪيائين.

## طارق اشرف

طارق اشرف اصل سيوهڻ جي پرسان دادو ضلعي جي هڪ ڳوٺ جو رهندڙ هو. پاڻ سيد هو. حيدرآباد ۾ پڙهيو ۽ وڏو ٿيو. سندس ذهني اوسر سنڌي قومپرستيءَ ڏانهن مائل هئي. پاڻ سٺو اديب ۽ ڪهاڻيڪار هو. اڳيان هلي پاڻ هڪ رسالو ”سهڻي“ جي نالي سان ڪڍيائين. چند سالن ۾ سهڻي سنڌ ۾ سٺو ڏاڪو ڄمايو، ان کان اڳ حميد سنڌي صاحب وارو ”روح رهاڻ“ پنهنجو ڏاڪو ڄمائي چڪو هو.

”سهڻي“ ذريعي سنڌ جي ڪيترن نئي ڪهاڻيڪارن جنم ورتو جيڪي اڳيان هلي وڏا ناليوارا ٿي ويا. طارق اشرف جا ايڊيٽوريل انتهائي اعليٰ پائي جا هوندا هئا. سنڌي ٻولي ۽ ون يونٽ بابت سندس ايڊيٽوريلن حڪومت کي ڪاوڙائي وڌو ۽ ايوب ۽ يحيٰ جي دور ۾ طارق اشرف کي ڪيترائي ڀيرا جيل ڀوڳڻا پئجي ويا. ڀٽي صاحب جي دور حڪومت ۾ ڀٽي صاحب کي مخاطب ٿي لکيل ايڊيٽوريل انتهائي بيباڪ ۽ خطرناڪ هوندا هئا ۽ منجهن روانيءَ سان سنڌ جا حقيقي مسئلا بيان ڪيل هوندا هئا. ڀٽي صاحب جي عوامي حڪومت پڻ طارق اشرف کي قيد جون صعوبتون عطا ڪيون. طارق

اشرف پچاڙيءَ تائين دليرانه انداز ۾ ايڊيٽوريل لکندو رهيو. سنڌس جيل جي ڊائري "هٿين هٿ ڪڙول" اڄ به انتهائي مشهور ڪتاب آهي.

## منير احمد چنا

منير احمد چنا منهنجي تمام پيارن دوستن مان هڪ آهي. سنڌس اصل ڳوٺ ته دادو جي پرسان آهي. پر هن وقت دادوءَ ۾ رهي ٿو. منير احمد يونيورسٽي ۾ مون سان گڏ پڙهيو آهي. هو هڪ باهمت، باڪمال شخصيت جو مالڪ آهي. پيار ۽ محبت جو پيڪر، سمجهدار، چاٺو، سوچي سمجهي ڳالهائڻ وارو شخص آهي. ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ ۾ جڏهن اسان شيخ مجيب سان ملڻ لاهور وياسون ته منير اسان سان گڏ هو. اتي مظاهري ۾ اڳيان اڳيان هو. منير هتان ڪافي اجرڪ ۽ لونگيون کڻي هليو هو. شيخ مجيب سان ملاقات دوران مون اجرڪ پارايو ۽ منير کيس لنگي پارائي. منير ٻين بلوچ ۽ پختون سردارن کي پڻ اجرڪ پارايا.

مون کي هتي هڪ قصو ياد اچي ٿو ته هڪ ڪرسچن مذهبي رهنما جيڪو لاهور جو رهندڙ هو. سندس نالو عابد جوشوئا هيو. تنهن چند ڏينهن اڳ ون يونٽ جي حق ۾ ۽ سنڌين جي خلاف بيان ڏنو هو جيڪو حفيظ قريشي صاحب هتان کڻي هليو هو. اتي پهچڻ کان پوءِ حفيظ قريشي صاحب ان ڪرسچن صاحب جو فون نمبر هٿ ڪري کيس فون تي چيو ته تو اسان لاءِ هي بيان ڏنو آهي ۽ اسان ڪجهه سنڌي لاهور ۾ ون يونٽ ٽوڙائڻ لاءِ آيا آهيون. اسان توسان ملڻ چاهيون ٿا ۽ توکان ان بيان جي وضاحت وٺڻ چاهيون ٿا. توسان ملڻ لاءِ اسان جي وفد جو هڪ ساٿي علي احمد قريشي وڪيل، منير احمد چنا، اعجاز قريشي، حسن حميدي، شوڪت سنڌي ۽ صلاح الدين پنهور تي مشتمل اچن ٿا. هن في الحال ڪو به جواب ڪو نه ڏنو. اسان ٽيليفون ڊائريڪٽريءَ مان سندس گهر جي ايڊريس هٿ ڪري جڏهن اتي پهتاسين ته هن جي گهر ۽ اوطاق تي تالا لڳل هئا ۽ لڳي رهيو هو ته هو خوف ۾ ورنجي پنهنجو گهر ڇڏي ڪنهن ٻئي پاسي هليو ويو هو. ٿوري دير ترسڻ کان پوءِ واپس ٿياسين. انهن ڏينهن ۾ ئي شيخ مجيب الرحمٰن، منير احمد چني کي مشرقي پاڪستان اچڻ جي دعوت ڏني. منير جهاز ۾ چڙهي ڍاڪا پهتو. سندس وڏو آڌر ڀاءُ ڪيو ويو. شيخ مجيب سان سندس خاص ملاقات ٿي. هن اتي جلسن ۾ تقريرون ڪيون ۽ ڪافي بنگالي دوستن سان ملاقاتون

ڪيائين. 15 ڏينهن مشرقي بنگال جو دورو ڪري واپس سنڌ پهتو.

ڪراچيءَ ۾ شيخ مجيب الرحمٰن صاحب جڏهن سائين جي ايم سيد جي دعوت تي پهتو ته منير سائس گڏ هو. منير جو واسطو سائين جي ايم سيد سان به رهيو. دادوءَ جو هڪ ٻيو دوست محمد يوسف ميمڻ پڻ گڏ رهيو. جنهن جو ذڪر اڳيان ايندو. منير احمد چنو صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر به رهي چڪو آهي. هن وقت دادوءَ ۾ رهي ٿو ۽ زميننداري ڪري ٿو.

## حميد سنڌي

حميد سنڌي هڪ بيباڪ اديب ۽ صحافي طور ون يونٽ دور ۾ پاڻ مڃرايو. هن ماهوار "روح رهاڻ" جهڙو هڪ بهترين رسالو شروع ڪيو ۽ ٻه ٽي سال لڳاتار ڪڍيائين. رسالي ۾ تمام اهم مواد شايع ٿيندو هو جيڪو سنڌ جي علمي ۽ ادبي حلقن ۾ وڏي چاهه سان پڙهيو ويندو هو. ان ڪانسواءِ به هن سنڌي ادبي سنگت طرفان ون يونٽ خلاف هلايل هلچل ۾ ڀرپور حصو ورتو.

روح رهاڻ جي طرفان ڪافي نوان ڪهاڻيڪار پيدا ٿيا. منجهس چيپل ڪهاڻين ۾ سنڌ جا تمام وڏا ۽ ناميارا ڪهاڻيڪار شامل هئا. روح رهاڻ ۾ شيخ اياز ۽ ٻين شاعرن جي شاعري تمام گهڻي ڇپبي هئي. انهيءَ شاعريءَ جو وڏو حصو سنڌ جي انقلابي شاعري هوندي هئي. روح رهاڻ ۾ نياز همايوني، تنوير عباسي، فتاح ملڪ، اياز قادري، عبدالڪريم گدائي ۽ ٻيا اهم شاعر ڇپبا رهيا. سنڌي ماڻهن کي روح رهاڻ مان وڏو اتساهه مليو. حميد صاحب جا ايڊيٽوريل اکيون کوليندڙ ۽ سجاڳي جو سڏ ڏيندڙ هئا.

حميد سنڌي صاحب سان روح رهاڻ ڪڍڻ ۾ جن دوستن ساٿ نڀايو انهن ۾ پيش پيش محترم اشفاق قاضي، محترم غياث جوڻيجو، محترم ناصر مورائي ۽ ٻيا ڪئين دوست هئا. هي دوست گڏجي رسالو ڇپائيندا هئا ۽ ڪلهن تي کڻي وڃي پوسٽ ڪندا هئا. وڏي شابس هجين. هتي هڪ ڳالهه واضح ڪري ڇڏجي ته ايوب خان روح رهاڻ تي بندش وجهي ڇڏي هئي.

روح رهاڻ رسالي طرفان هر سال بسنت هال ۾ جشن روح رهاڻ ملهائبو هو. جا ته ڪمال جو جشن هوندو هو! صبح کان نشستون شروع ٿينديون هيون سي رات جو وڃي شاعريءَ ۽ راڳ رنگ تي وڃي ختم ٿينديون هيون. صبح جو پهرين نشست ڪهاڻي جي هوندي هئي، ٻي نشست مقالن جي هوندي هئي، ٽين وري شام جو مشاعري ۽ محفل موسيقي جي هوندي

هئي. سڄي سنڌ مان ماڻهو هن جشن ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ايندا هئا. مشاعري جي صدارت هميشہ شيخ اياز ڪندو هو. شيخ اياز جي انقلابي شاعري ٻڌبي هئي ۽ وينئل ماڻهو جهومندا هئا. مٿان وري جيجي زرينہ بلوچ اياز ڪي ڳائيندي هئي پوءِ تہ جڻ جشن ڪي چار چنڊ لڳي ويندا هئا. سڄي حيدرآباد تہ ڇا پر سڄي سنڌ ۾ جڻ تہ ٻهڪاءُ هوندو هو. تن ڏينهن ۾ آئون دادوءَ مان خاص طور جشن روح رهاڻ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ايندو هوس ۽ رات جو مشاعري دوران جيئي سنڌ جا نعرا لڳرائيندو هوس ۽ مون سان گڏ لالا خالد هاشماڻي ۽ ٻيا ڪيترائي دوست گڏ هوندا هئا. "جشن روح رهاڻ" جي ڪاميابين ڪي ڏسندي ئي ڏسندي اديبن ۽ شاگردن ان سلسلي ڪي ساري سنڌ ۾ وڌايو ۽ پکيڙيو. هر شهر ۽ هر ڪاليج ۾ واري واري سان "يوم لطيف" ملهائڻ جو سلسلو شروع ٿيو. حميد صاحب هن مهل بہ حيدرآباد ۾ "بزم روح رهاڻ" هلائي پيو.

## يوسف ٽالپر

محترم يوسف ٽالپر 4 مارچ جي تحريڪ توڙي ون يونٽ توڙ تحريڪ ۾ نهايت سرگرمي سان حصو ورتو. هو هينئر پيپلز پارٽي سان لاڳاپيل آهي ۽ ڪيترائي ڀيرا ايم اين اي ۽ ايم پي اي رهي چڪو آهي. يوسف ٽالپر يوسف لغاري کانپوءِ سنڌ يونيورسٽي اسٽوڊنٽس يونين جو صدر پڻ رهيو ۽ بعد ۾ جيئي سنڌ محاذ جو پهريون صدر پڻ رهيو. هو ڪيترائي ڀيرا جيل ياترا پڻ ڪري چڪو آهي.

## امان الله شيخ

محترم امان الله شيخ سنڌ جي چند پڙهيل لکيل ۽ هونهار دانشورن مان هڪ آهي. ون يونٽ توڙ تحريڪ دوران سائين جي ايم سيد سان گڏ تمام گهڻو سرگرم رهيو. ڪيترا ئي ڀيرا جيل ۾ پڻ ويو. پاڻ ڪافي عرصو غوث بخش بزنجو صاحب سان گڏ نيشنل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ ۾ پڻ سرگرم رهيو. سائين جي ايم سيد ۽ بزنجي صاحب جو مٿس تمام گهڻو اعتماد هوندو هو. ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻي سان بہ سندس ويجهڙائي وارو تعلق آهي. سنڌ جي سياست، معيشت ۽ سماجيات بابت سندس تجزيو تمام حقيقت پسندي تي ٻڌل هوندو آهي. امان الله شيخ ان سلسلي ۾ ڪتابن جي ڇپائي توڙي ليڪچرن ذريعي سڄي سنڌ ۾ سجاڳي پکيڙيندو رهيو آهي ۽ هڪ ناماري

سياسي دانشور جي حيثيت ۾ مڃتا ماڻي چڪو آهي. وڪالت جي پيشي سان وابستہ آهي ۽ ڪراچي ۾ رهي ٿو.

## محمد يوسف ميمڻ

دادوءَ جي هونهار دوستن ۾ هڪ بيو ساٿي يوسف ميمڻ پڻ آهي. يوسف ميمڻ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ اسان سان گڏ پڙهندو هو. مون کان هڪ سال جونيئر هو. اسان ٻنهي اقتصاديات جي مضمون ۾ ايم اي ڪئي. يوسف ميمڻ چوٿين مارچ جي تحريڪ ۾ اسان سان گڏ هوندو هو ۽ جيل ۾ بہ گڏ رهياسون. يوسف ميمڻ لاهور ۾ شيخ مجيب سان ملاقات تائين اسان سان گڏ هو ۽ تحريڪ ۾ آخر تائين تمام گهڻو سرگرم رهيو. يوسف بعد ۾ سي ايس ايس جو امتحان ڏنو ۽ اسلام آباد ۾ ايڊيشنل سيڪريٽريءَ جي عهدي تي پهتو. دادو شهر ۾ ضلعي سطح تائين منير احمد چنو. يوسف ميمڻ ۽ مان گڏ رهياسون ۽ گهاٽي دوستيءَ ۾ رهياسون. اِها دوستي اڄ تائين قائم دائم آهي ۽ انشاءَ الله هميشہ رهندي. يوسف ميمڻ هڪ تمام سٺي خاندان سان تعلق رکي ٿو. سندس والد سيٺ شمس الدين ميمڻ دادوءَ جو هڪ معزز شخص هو. هو دادوءَ جي سماجي ڪمن ڪارين ۾ تمام اڳڀرو رهيو. يوسف ميمڻ تازو رٽائر ڪيو آهي ۽ هينئر اسلام آباد ۾ رهي ٿو.

## خليل بڇاٽي

خليل يونيورسٽيءَ جي زماني کان تحريڪ ۾ اسان سان سلهاڙيل رهيو آهي. ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ، سنڌي ٻولي ۽ ووٽر لسٽن جي تحريڪ ۾ پڻ تمام اڳڀرو رهيو. SSCO سان واسطو هوندو هوس. انهيءَ دور ۾ ننڍا پمفليٽ ۽ ڪتابچا لکي ورهائيندو هو. سندس هڪ ڪتابچو "اچي وٺ جواب ڏي جواب" تمام گهڻو مشهور ٿيو. خليل بڇاٽي اصل ۾ ٽنڊي الهيار جو زميندار آهي ۽ هينئر ڪراچي ۾ ٻارن سان گڏ رهي ٿو.

## شوڪت سنڌي

محترم شوڪت سنڌي دادوءَ جو هڪ دادلو انسان هو. سڄي عمر محنتي ۽ جاکوڙي رهيو. ڦهرئين ڏينهن کان ونی آخر تائين ون يونٽ جي خلاف، سنڌي ٻولي تحريڪ. ووٽر لسٽن ۾ انتهائي متحرڪ رهيو.

## شوڪت سنڌي

محترم شوڪت سنڌي دادوءَ جو هڪ دادلو انسان هو. سڄي عمر محنتي ۽ جاکوڙي رهيو. پهرئين ڏينهن کان وٺي آخر تائين ون يونٽ جي خلاف، سنڌي ٻولي تحريڪ. ووٽر لسٽن ۾ انتهائي متحرڪ رهيو.

پٽي صاحب حڪومت ۾ اچڻ شرط شوڪت صاحب کي 3 مهينن لاءِ جيل ۾ وڌو. شوڪت صاحب سڄي عمر سائين جي ايم سيد جو ساٿي رهيو. سنڌ جي حقن لاءِ تحريڪ ۾ سرگرم رهيو. پاڻ اصل سيوهڻ تعلقي جي ڳوٺ اڪنڙ جو رهواسي هو. سندس وڏا اصلي واپاري هئا. ڪيس دادوءَ ۾ مکي نئين چوڪ تي مٺائي جو دوڪان هو. ڪئين ماڻهو وٽس مٺائي کائڻ ايندا هئا. ون يونٽ خلاف سندس دڪان جي هيٺان صندليون رکي روزانو هائيڊ پارڪ جي نموني تي جلسو ڪبو هو. هزارين ماڻهو اچي گڏ ٿيندا هئا. سڄو شهر نعرن سان گونجي اٿندو هو. شوڪت ۽ مان هر مهيني دادوءَ مان ۽ جامشوري مان سيد سان ملڻ لاءِ سن ايندا هئاسين. شوڪت هڪ انتهائي سچو، بااصول، باڪردار ۽ باهمت شخص هو. 1995 ۾ وفات ڪري ويو.

## خان محمد پنهور

محترم خان محمد پنهور ون يونٽ توڙ تحريڪ جي سرگرم ۽ فعال ڪارڪنن مان هڪ هيو. چوٿين مارچ کان ووٽر لسٽن تائين جلسن جلوسن توڙي بک هڙتالن ۾ گڏ رهيو. بعد ۾ به هو علمي ادبي توڙي سياسي ۽ سماجي جدوجهد ۾ اڳيرو رهيو خان محمد پنهور جي خدمتن کي ڪڏهن به وساري نٿو سگهجي.

## ڊاڪٽر سليمان شيخ

محترم ڊاڪٽر سليمان شيخ جون سياسي، سماجي توڙي تعليمي شعبي ۾ سنڌ لاءِ ڪيل خدمتون نهايت نمايان آهن. ون يونٽ خلاف جدوجهد ۾ به سرگرمي سان شامل رهيو. ڊاڪٽر صاحب 1967ع ۾ ايل. ايم. سي ۾ پڙهڻ دوران سنڌي شاگردن سان ٿيل ناانصافين خلاف هلندڙ جدوجهد ۾ ڀرپور حصو ورتو جنهن ڪري ڪيس جيل ۾ به وڃڻو پيو. 4 مارچ واري جدوجهد ۾ به سرگرم رهيو. اسين جڏهن مارچ 1969ع ۾ وفد جي صورت ۾ ون يونٽ جي گاديءَ جي هنڌ لاهور ۾ شيخ مجيب سان ملڻ ويا سين ته اسان جو آڌرڀاءُ ڪندڙن ۾ فضل الله قريشي سان گڏ ڊاڪٽر سليمان شيخ پڻ شامل هو. هو ان زماني ۾ لاهور ۾ ڊاڪٽر هو ۽ فضل الله قريشي سان گڏ رهندو هو. ڊاڪٽر صاحب بعد ۾ سماجي شعبي سان وابسته ٿي ويو ۽ سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن جي باني رهنما جي حيثيت ۾ اڄ به سنڌ جي تعمير ۽ ترقي لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهي ٿو.

## غلام نبي مورائي

محترم غلام نبي مورائي ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ دوران تمام گهڻو سرگرم رهيو. سنڌي شامن توڙي ٻين جلسن ۾ شاهه لطيف ۽ شيخ اياز جي شاعري تمام وڻندڙ انداز ۾ ڳائيندو هو. جنهن ۾ سجاڳيءَ جي پيغام سان گڏ جذبن ۽ احساسن جي پالوٽ پڻ هوندي هئي.

## اقبال ترين

محترم اقبال ترين ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ ۾ نهايت سرگرم رهيو. هو هڪ باهمت نوجوان هو. تحريڪ دوران ڪافي دفعا جيل ڪاٽيائين ۽ مسلسل جدوجهد ۾ رهيو. سائين جي ايم سيد سان ڪيس ويجهڙائپ حاصل هئي. هو جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو پهريون مرڪزي صدر چونڊيو ويو. هينئر وڏي عرصي کان آمريڪا ۾ رهي ٿو.

## غلام نبي مگسي

محترم غلام نبي مگسي جو تعلق دادوءَ جي هڪ نامياري علمي ادبي خاندان سان آهي. هو ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ ۾ شامل رهيو. جنهن ڪري ڪيس قيد بند جون صعوبتون برداشت ڪرڻيون پيون. هو پنهنجي جدوجهد جو احوال ڏيندي ٻڌائي ٿو ته "1968ع ۾ جڏهن مان اينيمل هسبنڊري کاتي حيدرآباد ۾ جونيئر ڪلارڪ هيس ۽ شام جو مسلم ڪاليج ۾ پڙهندو هوس جتي ظفر اڄڻ ۽ ٻين ايس اين ايس ايف جي ڪارڪنن سان جاڻ سڃاڻ ٿي، مان به ان تنظيم سان وابسته ٿي ويس. انهن سرگرمين دوران جام ساقيءَ هڪ پمفليٽ لکيو. جيڪو سائيڪلو اسٽائيل ڪري ڇپايوسين. ظفر اڄڻ پمفليٽ ورهائيندي پڪڙجي پيو. مٿس ٽارچر ڪيو ويو. جنهن ڪري هن جام ساقي، غلام نبي مگسي، سردار احمد ٽيبو ۽ الهه بخش اڄڻ جا نالا ورتا. ان ڪانپوءِ مون کي سرڪاري ملازم هجڻ ڪري "بغاوت" جي ڪيس ۾ گرفتار ڪيو ويو. حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ ٽارچر به ڪيو ويو. جيئن ته پمفليٽ جو ليکڪ ۽ مک ذميوار جام ساقي هو. تنهنڪري هن ڇهين ڏينهن رضاڪارانه طور گرفتار ڏني. سيشن ڪورٽ حيدرآباد ۾ ڪيس هليو. باقر علي شاهه، رسول بخش پليجي، منشي عبدالشڪور ۽ حفيظ قريشي ڪيس وڙهيو. 18 مهينن بعد ضمانت منظور ٿي، ڪاغذن وغيره جي تياريءَ ۾ ٻه مهينا ٻيا به لڳي ويا. اهڙيءَ طرح 20 مهينن بعد آزاد ٿياسين."

محترم غلام نبي مگسي بعد ۾ ايل ايل بي جي ڊگري حاصل ڪري وڪالت جي پيشي سان وابسته ٿي ويو ۽ هينئر به ڪراچيءَ ۾ وڪالت ڪري رهيو آهي. نعب، اين ڊي پي ۽ سنڌ ترقي پسند پارٽيءَ جي پليٽ فارمن تان پڻ سنڌ جي حقن لاءِ هڪ بيباڪ ۽ بي لوث قومي ڪارڪن جي حيثيت ۾ جاکوڙيندو رهيو آهي.

**سنڌ جا ٻيا قومي ڪارڪن، اديب ۽ دانشور جيڪي تحريڪ ۾ شامل رهيا:**

عبدالحميد خان جتوئي، عبدالمجيد جتوئي، پير الاهي بخش، شيخ خورشيد، شاهه محمد شاهه، نورالدين سرڪي، جمال رند، تاج محمد ابڙو، جمال ابڙو، غلام حيدر لغاري، سيد امداد محمد شاهه، يوسف ٽالپر، عبدالفتاح ملڪ، نياز همايوني، جي ايم پرڳڙي، شمشير الحيدري، قاضي فضل الحق سليمان، فضل الله قريشي، محترم رياض ميمڻ، محمد علي ڏيپلائي، غلام حسين سومرو، منير احمد مانڪ، پناهه جگر سنڌي، غلام رباني آگرو، غلام علي الانا، تنوير عباسي، غالب لطيف، امر جليل، آغا سليم، نفيس ناشاد، تاج بلوچ، ممتاز مهر، تاج صحرائي، بئرسٽر عزيز الله شيخ، مدد علي سنڌي، پير مظهر الحق، اقبال ميمڻ، لالا خالد هاشماڻي، اياز قادري، جي اين مغل، غلام نبي مغل، نظير چنا، ناصر مورائي، محمود راڄڙ، عمر پتي، رفيق صفي، اشفاق صفي، تاج محمد شيخ، لياقت جتوئي، اشفاق قاضي، غياث جوڻيجو، قاضي خادم، محمد صديق پڪيئڙو، بيگم زينت عبدالله چنا، قاسم پٿر، رشيد پتي، استاد بخاري، مقبول پتي، منل ڪمالاڻي، عبدالواحد بروهي، سڪندر الزمان ميمڻ، سيد ظفر حسن، قمر شهباز، هدايت حسين، عبدالفتاح عبد، سيد اڪبر محسن عباسي، غلام حسين رنگريز، نسيم کرل، عبدالحڪيم ارشد، راشد مورائي، عبدالغفور السنتي، نانڪ رام، نديم اختر، عنايت ڪشميري، نواز پتو، فاروق سولنگي، عزيز پنگوار، سڪندر پنگوار، احمد خان جمالي، امداد اوڍو، اسماعيل وسان، خاڪي جويو، تاج جويو، مهر حسين شاهه، سراج الحق ميمڻ، مير ٿيبو، مسعود پيرزادو، ڊاڪٽر شريف ميمڻ، عبدالحي پليجو، ذوالفقار قادري، علي اڪبر بروهي، ڊاڪٽر ڪامل راڄپر، عظيم سنڌي، قائم الدين شاهه، سرفراز ميمڻ، رياض خميساڻي، آغا زاهد، مير غلام محمد ٽالپر، ظهير بابر لغاري، علي غلام بلوچ، صلاح الدين پنهور، محمد هاشم لغاري، اشفاق صديقي، خادم سومرو، شفيق انصاري، حميد راهي، عبدالحي قريشي، پروفيسر عبدالله مگسي، احمد خان ملڪاڻي، غلام محمد ملڪاڻي، مظهر چارڻ، مولا بخش لغاري ۽ ڪيترائي ٻيا ڪارڪن ون يونٽ خلاف هلندڙ جدوجهد ۾ شامل هئا. هتي اها وضاحت به ضروري آهي ته مٿين مان نظير چنا ۽ ناصر مورائي مٿان رياستي تشدد پڻ ڪيو ويو. سنڌن قربانيون سنڌ جي سياسي تاريخ ۾ هميشه ياد رکيون وينديون.

حوالا:


1. "هونداسي حيات" مرتب: خان محمد پنهور، شيخ سنڌي يادگار سوسائٽي، 1978ع ص 91-90
2. شيخ عزيز: "تقسيم ڪن تقسيم ٿئين" بڪ پبليڪيشن ڪراچي، 2008ع ص 342-340
3. "سنڌوديش چوء چلاء" ڇاپو چوٿون- ص 175
4. تاج جويو: سپاجهو ساجهوند: محمد ابراهيم جويو- سنڌ مانڪ موتي تنظيم 2003ع ص-386
5. آزاد قاضي: "سيد جو ساٿي: حفيظ قريشي" جي ايم سيد فائونڊيشن ڪراچي: 2001، ص 23
6. تاج جويو: شيخ اياز نثر پاڳويو، ثقافت کاتو حڪومت سنڌ 2010ع. ص 407-406
7. ماهوار ملير ڊائيجسٽ- مئي 1973ع ص-28-32
8. امداد اوڍو: جل مشعل جل، ص 67

صاحب خان چنا

انگريزي مقالي جو ترجمو
مترجم: ليڪ پاڻ

# سنڌ کي پنجاب ۾ ضَمُ ڪرڻ جا حيلا _1856کان 1955( ۽ ون يونٽ جو تاريخي پسمنظر)

1843ع ۾ سنڌ فتح ڪري، ڪيس، برطانوي انڊين سلطنت جو حصو بڻايو ويو. سنڌو درياءَ تي قبضو ڪري، ڪيس، علائقي اندر امڪاني روسي چڙهائيءَ کي روڪڻ ۽ گهربل موٽ ڏيڻ واسطي، دفاعي حد مقرر ڪرڻ واري حڪمت عملي، انهيءَ قدم جو اهم ڪارڻ بڻي. اهڙي امڪاني خطري کي منهن ڏيڻ لاءِ، ترت ئي، ڏينهون ڏينهن بهتر سمجهي ويندڙ deus ex machina (دئوسُ يعني مشين واري ديوتا، ڊيئِتُس، جيتري طاقت رکندڙ ڏئِتَ [آپدا، مصيبت، آفت]، پر عام استعمال ۾، ان جو مطلب، منفي 'شيطاني قوت' بدران، 'غيبي طاقت' يا 'ڏاڍو طاقتور' ورتو ويندو آهي)، پنجاب کي، 1849 ۾ فتح ڪري، انڊين سلطنت جو حصو بڻايو ويو.

پنجاب تي برطانوي فتح، افغانستان ڏانهن متبادل واٽون ميسر ڪري، سنڌ جي خاصيت ۽ اهميت کي تمام گهٽ تبديل ڪري ڇڏيو. پشاور ۽ خيبر لڪ برطانوي انڊين سلطنت جو حصو بڻجڻ ڪري، هاڻي، سنڌ، هڪ طرف، وچ ايشيا لاءِ اڪيلو رستو مهيا ڪرڻ واري حيثيت وڃائي ته، ٻئي طرف، سموري اتر-اولهه انڊيا جي طبعي نيڪر (outlet) بڻجڻ ڪري، سنڌ، پاڻ ڏانهن، نهايت اهم ڌيان پڻ ڇڪائي ورتو. تنهوڪي انڊيا جي اتر- اولهه وارن علائقن جي نه رڳو بچاءَ لاءِ پر انڊيا جي اِن حصي ۾ سپاهه جي ڦهلاءَ ۽ اچ وڃ واسطي پڻ نهايت ضروري هئڻ ڪري، سنڌ، هينئر، اڳي کان به گهڻي وڌيڪ اهميت حاصل ڪري ورتي هئي. جنگي حڪمت عملي جي لحاظ کان،انڊين سلطنت جي اندروني سلامتيءَ واسطي، سنڌ، هاڻي، ڪلڪتي جو متبادل بڻجي چڪي هئي. تنهنڪري، سنڌ ۽ سندس ساموندي بندرگاهه، ڏينهون ڏينهن، پنجاب سان لاڳاپي طور ڏاڍا وڃڻ لڳا. انهيءَ ڪري، ويهين

فيبروري 1856ع تي، لارڊ ڊلهائوزي، تڏهوڪي گورنر جنرل انڊيا (1848کان 1856ع)، سرڪاري طور، تجويز پيش ڪئي ته سنڌ کي پنجاب جي ماتحت ڏئي، پنجاب جو درجو بلند ڪري، ڪيس چيف ڪمشنر شپ بدران ليفٽيننٽ گورنر شپ جي حيثيت ڏني وڃي. هن پڌرو ڪيو:"پنجاب ۽ سنڌ، سنڌن لاڳاپيل جاگرافيائي بيهڪ سبب، طبعي طور سلطنت جو اولاهون صوبو نظر اچي ٿو."[1] جيتوڻيڪ، مالي سببن ڪري، ڪورٽ آف ڊائريڪٽرز، اها رٿ قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه هئي؛ پر، پوءِ به، هنن مڃيو ته ٻئي ڪنهن مرحلي تي ڳڏايل سنڌ ۽ پنجاب مٿان هڪ ليفٽيننٽ گورنر کي اختيار سونپڻ بابت غور ڪري سگهجي ٿو.[2]

1857ع جي بغاوت ڪانپوءِ، انتظامي جوڙجڪ کي هٿ ۾ کڻڻ دوران، ساڳي رٿ کي، 1858ع ۾، ٻيهر ورجايو ويو. 1857ع جي بغاوت، انڊيا تي قبضي جاري رکڻ جي سلسلي ۾، برطانيا جي سامونڊي طاقت هئڻ واري اهميت کي ڊرامائي انداز ۾ نه رڳو اجاگر ڪيو پر ڪراچي بندر ۽ پنجاب وچ ۾ مواصلاتي سرشتي سڌارڻ جي گهرج کي پڻ گهڻو وڌائي ڇڏيو. 1857ع جا واقعا هلندي، جڏهن بنگال بغاوت جي وَرِ چڙهيل هو ۽ تڏهوڪي اتر- اولهه پرڳڻن (بعد جي يُو. پي.، ٻهريائين يونائيٽيڊ پراونسز يعني گڏيل پرڳڻا، هاڻي اتر پرديش) ۽ گادي واري شهر ڪلڪتي جي وچ ۾ سموري مواصلات ڇڙ وِڇڙ ٿي چڪي هئي، تڏهن "ڪراچي اٿتر نموني وات ٻڌجي پئي هئي" ۽ سنڌ اها "نڙي جنهن منجهان نه رڳو پنجاب کي ڪُمَڪَ ۽ رسد رسائي پر ڪلڪتي ۽ لنڊن سان ڳالهائي پڻ سگهجي پيو."[3] نتيجي طور، انگلينڊ ۽ انڊيا (بامبي سميت) جي ڪجهه اخبارن، پنجاب ۽ سنڌ کي ملائڻ واري سوچ کي سامراجي مفادن لاءِ سود مند ڀانيو. سامراجي مفادن، ڪين، هيٺ ڏنل وبچارن جي وڪالت ڪرڻ تي مجبور ڪيو:

> "انڊيا خلاف حملي اڳيان گڏيل پنجاب ۽ سنڌ کي هِڪَ اَڙ طور ڏسي سگهجي ٿو. ملڪ جي تجارتي ۽ زراعتي واڌ ويجهه، فوجي سلامتي، ۽ بچاءَ جو پاڻ ۾ ويجهو تعلق آهي. آمد رفت جا ساڳيا ذريعا، جن بابت هيستائين ايتري عجيب غريب غفلت اختيار ڪئي ويئي آهي. اندروني فوجي سلامتيءَ، ٻاهرين اڳرائيءَ ۽ ملڪي بچاءَ لاءِ ڪنهن به طرح گهٽ ضروري نه آهن. ريلوي ذريعي زميني سفر ۽ ٻاڦ جي

انجڻ وارن آگبوٽن ذريعي دريائي سفر ڪرڻ جو هڪ اهڙو سرشتو، جيڪو اسان کي مختصر ترين اطلاع تي، سنڌو درياءَ جي گهربل هنڌ تي، پنهنجي ميسر قوت کي ٽڪڙو ڪٽي ڪرڻ جي صلاحيت فراهم ڪري، ڪنهن به اڳرائيءَ واري ڪامياب منصوبي کي نراس ڪري سگهندو."[4]

انهيءَ ڪري، پنجاب ۽ سنڌ تي مشتمل چوٿين پريزيڊنسي جوڙڻ جي رٿ پيش ڪئي ويئي.[5] 1857ع واري بغاوت کي چيپاڻڻ ۾ پنجابين جي بي مثل خدمتن، انهيءَ رٿ کي وڌيڪ سگهارو بڻايو. برطانوي پريس، عام راءِ ۽ سرڪاري اختياريون، تن ڏينهين، پنجاب جون گهڻو احسانمند هيون، ڇاڪاڻ ته، انهن ڄاتو ٿي ته، سموري انڊيا ۾ پنجاب ئي هڪ اهڙو "پرڳڻو هو جنهن اسان کي خوف ۽ لاچاري واري گهڙيءَ، جڏهن راڻيءَ جي قبضي مان انڊيا کسڪندي نظر پئي آئي، پنجاهه هزار نَوَن سورمن جي اوٽ ڪري، اسان جي واهَر ڪئي."[6] تڏهوڪي (1853ع کان) پنجاب جي چيف ڪمشنر، سر جان لارينس (جنهن کي بعد ۾، 1864ع کان 1869ع تائين رتبو وڌائي، انڊيا جو گورنر جنرل ۽ وائسراءِ بڻايو ويو)، کي "دهليءَ جو سچو پچو فاتح ۽ انڊيا جو بچائيندڙ"[7] تسليم ڪيو ٿي ويو.

1857ع واري بغاوت کي چيپاڻڻ وارين خدمتن جو اجر پنجاب کي نيٺ ڏنو ويو. اتر-اولهه پرڳڻن (بعد جي يُوپي)، جو هڪ حصو شامل ڪندي، سندس رتبو بلند ڪري، پهرين جنوري 1859ع کان، پنجاب کي چيف ڪمشنر شپ مان بدلائي، ليفٽيننٽ گورنر شپ بڻايو ويو.[8] سنڌ کي پنجاب سان ملائڻ وارو سوال پڻ ويچار هيٺ آيو پر، سنڌونديءَ رستي آمد رفت جي پوئتي پيل حالت سبب، لارڊ ڪيننگ، تڏهوڪي گورنر جنرل ۽ انڊيا جي پهرين وائسراءِ (1856کان 1862ع)، رضا مندي ڏيڻ کان انڪار ڪيو. تنهنڪري، هيٺين دليلن سبب، جيئن جو تيئن واري حالت قائم رکي ويئي:

- پنجاب ۽ سنڌ وچ ۾ آمد رفت جا ذريعا ترقيءَ کان وانجهيل هئڻ ڪري، پنجاب جي گادي واري هنڌ کان سنڌ جو انتظام هلائڻ سان، سنهنجائيءَ سان هلندڙ، موجوده انتظامي سرشتي جي وهنوار جي راهه ۾ رنڊڪ پوندي.
- پنجاب ۽ سنڌ ۾ سياسي، عدالتي ۽ روينيو سرشتا اڃا پوريءَ طرح ترقي نه ڪري سگهيا آهن.

- پنجاب ۽ سنڌ کي الڳ الڳ انتظامي سرشتن هيٺ هلايو پيو وڃي.
- بارٽل فريئر، ڪمشنر-ان-سنڌ (1850ع کان 1859ع)، هتان سنڌ جو انتظام عمدگيءَ سان هلايو پيو وڃي. تنهنڪري، سنڌ ۾ لاڳو سرشتي کي هيٺ مٿي ڪرڻ جي ڪابه ضرورت ناهي، ۽ اتي اهڙو ڪوبه تجربو نه ڪيو وڃي، جنهن جي فائدن جي ڪابه پَڪَ ناهي.
- سنڌ کي، بامبي کان جدا ڪري، پنجاب ڏانهن منتقل ڪرڻ سان، بامبي سرڪار جي ڳچ ساري اختيار جو دائرو گهٽجي ويندو، ۽ اُن جي اُپَتِ پڻ متاثر ٿيندي.
- اٽڪل ٻارهن هزار چورس ميلن تي پکڙيل علائقي تي مشتمل دهلي ۽ حصار ڊويزنن کي پنجاب ۾ شامل ڪري، اُن ۾ پورو پنو اضافو ڪيو ويو آهي. سنڌ جو ان ۾ ضم ٿيڻ، ڪيس ضابطي ۾ رکڻ ڏکيو ۽ اڻ سنڀالڻ جوڳو بڻائيندو.

تنهن هوندي به، انڊيا جي بئنڪي انتظاميا سان گهاٽو تعلق رکندڙ ڪجهه سرڪاري عملدارن پنجاب-سنڌ انضمام جي وڪالت جاري رکي.[9] انضمام جي طلب، نج سياسي ۽ فوجي ڪارڻن جي بنياد تي ڪئي ٿي ويئي. ان جو اصل مقصد تڏهوڪي انڊيا جي اتر-اولهه واري ڊگهي سرحد تي عمل جي هيڪڙائي حاصل ڪرڻ هو. چاڪاڻ ته "اهڙي اهم سرحد تي سنڌ ۾ هڪڙي ۽ پشاور ۾ ٻي پاليسي جاري رکڻ جي وڪالت ڪرڻ بي ربط لڳي پئي. اجا به سرس بي واجبي ته هيٺاهين سنڌو درياءَ تي موجود فوجي لشڪر کي بامبي جي سپهه سالار ماتحت رکجي ۽ مٿاهين سنڌوءَ ۽ منجهس ڇوڙ ڪندڙ مددي درياهن تي موجود سپاهه کي بنگال جي سپهه سالار جي تابع رهڻ ڏجي. سموري سرحد مٿان، ساموندي پٽيءَ کان پشاور تائين، هڪ سرڪار، هڪ حڪمت عمليءَ ۽ هڪ اختياريءَ کي نگهباني ڪرڻ کپي."[10]

سرحد جي ٻن، وڏي حد تائين، الڳ الڳ حصن، جن ۾ عوامي مزاج ۽ راڄ ريتيءَ جي لحاظ کان ڳچ سارو فرق رکندڙ قبيلا رهندڙ هجن، ٻن سراسر مختلف سرشتن جو جاري رهڻ هڪ اٽل ضرورت ڄاتي ٿي وئي. تنهن هوندي به، ديرو غازي خان ضلعي ۾، جنهن ۾ ڪن قبيلن، جهڙوڪ مري ۽ بگٽي، جي علائقن جو ٻنهي پرڳڻن سان مُتصل هئڻ ڪري ۽ سرحدي حڪمت عمليءَ جي ٻنهي الڳ الڳ سرشتن سان واسطي پوڻ ڪري، هڪ نياري صورتحال پيدا ٿي.[11] انهيءَ اهنجائيءَ کي نبيرڻ لاءِ، مري ۽ بگٽي

معاملا ڊپوٽي ڪمشنر ديرو غازي خان، ڪيپٽن سنڊيمن، کي سونپيا ويا. جو اجا تائين، پنجاب سرڪار هيٺ پنهنجي تقرري جاري رکندي، رڳو انهيءَ مقصد واسطي سنڌ جي ڪمشنر، ڪرنل ميريويڌر، جي ماتحت بڻايو ويو.[12]

هن جوڙجڪ، تنهن هوندي به، گهربل نتيجا ڏيڻ بدران بار بار ٽڪراءَ جي صورتحال پيدا ڪئي، ڇاڪاڻ ته پاليسي ني عمل ڪرائيندڙ ڪامورا الڳ الڳ سياسي مڪتبن ۾ تربيت ورتل ۽ مختلف مفادن جي پوئواري ڪندڙ هئا.[13]

اهڙي طرح، هي مسئلو حل ٿي نه سگهيو ۽ ان جي حل ڳولڻ جون ڪوششون جاري رکيون ويون. 1875 کان 1877ع وچ ۾، انيڪ تجويزون ۽ جوابي تجويزون پيش ڪيون ويون.

فيبروري 1876ع ۾، ٿامس هينري ٿارنٽن،[14] پنجاب ۽ سنڌ جي ايڪي جي صلاح ڏني.[15] مارچ 1876ع ۾، لارڊ نارٿبروڪ،[16] سنڌ جي جيڪب آباد ۽ ڪشمور تعلقن جو اندروني انتظام، ڪمشنر-اِن- سنڌ بدران، پنجاب جي ڪمشنر ديرا جات جي حوالي ڪرڻ جي تجويز ڏني.[17] انهيءَ تجويز کي، ٺڏهوڪي سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا (فيبروري 1874 کان مارچ 1878ع)، لارڊ سيلسبري، نامنظور ڪيو.[18]

1876ع ۾، نارٿبروڪ، ٻي تجويز موڪلي ته سموري سنڌ کي پنجاب جي ليفٽيننٽ گورنر شپ ڏانهن منتقل ڪيو وڃي.[19] جولاءِ 1876ع ۾، سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا، انهيءَ رٿ کي انهيءَ صلاح سان مشروط منظوري ڏني، ته سنڌ وڃائڻ جي عيوضي طور بامبي پريزيڊنسيءَ کي وچ وارا پرڳڻا (سينٽرل پروانسز) منتقل ڪيا وڃن.[20]

نئين مقرر ٿيل گورنر جنرل ۽ وائسراءِ انڊيا، (اپريل 1876 کان جون 1880ع)، لارڊ لائٽن، تنهن هوندي به، هڪ سراسر مختلف حل پيش ڪيو. هن مئي 1876ع ۾، پنجاب جي ڇهن سرحدي ضلعن ۽ سنڌ جي پرار- سنڌو (trans-Indus) ضلعن تي مشتمل هڪ وڏي جسامت واري پرار- سنڌو صوبي قائم ڪرڻ جي صلاح ڏني.[21] اُن جي سربراهي هڪ چيف ڪمشنر اينڊ ايجنٽ ٽو دي گورنر جنرل کي ڪرڻي هئي. هن جي ماتحت ڪم ڪندڙ به الڳ ڪمشنر، پناڻ ۽ بلوچ قبيلن واسطي، مقرر ٿيڻا هئا.[22] لارڊ لٽن، 17 مئي 1877ع واري مراسلي ۾، تجويز ڏني ته سنڌ جو پرار- سنڌو علائقو وڃائڻ جي عيوضي طور بامبي کي سمورا وچ وارا پرڳڻا يا انهي صوبي جو هڪ

حصو ملڻ کپي.[23]

تجويز کيل ڦيرقار جي بامبي سرڪار مخالفت ڪئي، جيتوڻيڪ اهو چاتو ٿي ويو ته سنڌ جي ڏينگ (quid pro quo) طور اولاهين پريزيڊنسيءَ (بامبي) کي پاڻ ۾ وچ وارا پرڳڻا جذب ڪرڻ جي اجازت ملي ويندي.[24]

هن رٿ خلاف، پنجاب طرفان، ٽي وڏا اعتراض اٿاريا ويا: هڪ، ته انهن مان ڪجهه ضلعا پنجاب جا اٽٽ حصا آهن؛ ٻيو، ته انهن جي الڳ ٿيڻ ڪري پنجاب جي اندروني انتظام کي هاڃو رسندو؛ ۽ ٽيون ته سرحدي معاملن جي نظرداري ۽ انتظام، پنجاب سرڪار بهتر نموني رکي سگهي ٿي. لائٽن، تنهن هوندي به، محسوس ڪيو، ته جاگرافيائي، تاريخي ۽ نسلي طور تي، اهي ضلعا پنجاب کان الڳ آهن.[25]

برطانوي سرڪار، انهيءَ رٿا جي، جيئن لئٽن تجويز ڪيو هو، منظوري نه ڏني ۽، ان ۾ ڪجهه ڦيرقار آڻي، هيءَ شڪل بيهاري ته پٺاڻ ۽ بلوچ قبيلن واسطي الڳ الڳ ڪمشنر، ڪنهن به چيف ڪمشنر جي ماتحتيءَ بغير، هئڻ گهرجن. ٻنهي، سر چارلس ايچيسن (تڏهوڪي انديا سرڪار جو سيڪريٽري پرڏيهي معاملا،1868 کان 1878ع ۽ بعد ۾ پنجاب جو ليفٽيننٽ گورنر، 1882 کان 1887ع) ۽ سر رابرٽ اِگرٽن (تڏهوڪي پنجاب جو ليفٽيننٽ گورنر، 1878 کان 1882ع)، "آئيندي جي ڦِڪَت، مونجهاري ۽ ورهايل جوابداريءَ وارن تخمن" سان ڀريل اهڙي سمجهوتي بر خلاف پوري قوت سان اعتراض واريا.[26] لائٽن، تنهن هوندي به، سمجهوتي واري تجويز کي قبوليو ۽ سر فريڊرڪ رابرٽس[27] کي، 1878ع ۾، ٻهربون اتربون ڪمشنر مقرر ڪيو پر، ٻي افغان جنگ (1878 کان 1880ع) شروع ٿيڻ سبب، انهيءَ رٿا تي عمل ڪرڻ کي التوا ۾ رکڻو پيو.[28] 1879ع ۾، جنگ جي پهرئين مرحلي پوري ٿيڻ ڪانپوءِ، لائٽن، ان رٿا کي عملي جامو پهرائڻ واسطي، وري ڪوششون ورتيون، جيڪي، ڪابل ۾ پکڙجندڙ بغاوت ۽ اُتي موجود برطانوي ايلچي سر لوئي ڪيوَگنيريءَ جي قتل ٿيڻ ڪري، ڊانوان ڊول ٿي ويون.[29] 1880ع ۾، جيئن ئي جنگ پڄاڻيءَ کي پهتي ته انگلينڊ ۾ لبرل پارٽي واپس اقتدار ۾ اچي ويئي، ۽ لائٽن استعيفا ڏئي ڇڏي. هن جي جانشين (1880 کان 1884ع)، لارڊ رِپن، پنجاب کان پرار- سنڌو ضلعا علحدا ڪرڻ ۽ سنڌ جي منتقليءَ واري رٿ کي نه مڃيو.[30] انديا سرڪار جو اهڙو مضبوط رويو پڻ ضم واري تڪراري بحث کي هميشه لاءِ دفن ڪري نه

سگهيو. هن تنازعي کي، هاڻي، دائمي مفادن، خاص ڪري يورپين واپاري برادريءَ، پنهنجو ڪري ورتو.

1879ع ۾، سنڌ ۽ پنجاب وچ ۾، ريلوائي رستي جي تڪميل، پنجاب جي در آمدي (پرڏيهان ايندڙ) توڙي بر آمدي (پرڏيهه ويندڙ) واپار کي زورائتي هٿي وٺرائي. مٿي ذڪر ڪيل دائمي مفادن کي، انهيءَ اوسر، ضم ڪرڻ واري منصوبي ۾ هڪ وڏيڪ مستقل مفاد مهيا ڪيو. انهيءَ ڪري، سندن ٻولڙين، لاهور مان نڪرندڙ **سِوِل اينڊ مليٽري گزيٽ** ۽ ڪراچيءَ مان نڪرندڙ **سنڌ گزيٽ**،[31] احتياط سان، ان تجويز جي حق ۾ دليلن جو هڪ سلسلو ڇاپڻ شروع ڪيو. هن ڪان اڳي، جنهن رٿا جي رکو فوجي ۽ انتظامي بنيادن تي گهَر ڪئي پئي ويئي، تنهن جي هاڻي جاگرافيائي، ثقافتي-نسلياتي، سياسي ۽ تجارتي بنيادن تي پڻ طَلَب ٿيڻ لڳي:

"آمد رفت جي ترقي، سنڌو ماٿري ريلوي جي تڪميل، ٽيليگرافيائي مواصلات کي اطمينان جوڳو بڻائڻ، برطانوي اختياريءَ کي پشين تائين ڦهلاءُ ڏيڻ ۽ سرحدي پاليسيءَ ۾ ويجهڙائي اندر وڌندڙ دلچسپي، اهي سڀ عنصر، پنجاب کي سنڌ سان قريبي تعلق پيدا ڪرڻ طرف زوردار طريقي سان مائل ڪندڙ آهن."[32]

"اسان جي اتر- اولهه واري سموري سرحد کي هڪ مقامي سرڪار جي هٿ هيٺ ۽ ان ذريعي انڊيا سرڪار جي فوري نگرانيءَ هيٺ آڻڻ، اسان لاءِ، سڀ کان وڏي اهميت رکي ٿي، جيڪا هاڻي وڌيڪ دير جي ڪا گنجائش نٿي رکي،... [جڏهن] اسان افغانستان جي پريشان ڪندڙ صورتحال، ۽ روس جي اڳرائي واري رويي تي غور ڪيون ٿا ته سرحد تي يا اُن جي پرين پاسي جاري فوجي ڪارروائي کي اڳتي وڌائڻ واسطي ڪراچي ڪنهن به مهل بيس [بنيادي مرڪز] بڻجي سگهي ٿي."[33]

سنڌ کي پنجاب ۾ ضم ڪرڻ واري سوالَ، سنڌ جي آئيندي بابت بِچنائي واري ڪيفيت کي جنم ڏنو. چارلس بريڊلي پريچرڊ، تڏهوڪي عارضي ڪمشنر-ان-سنڌ، 1889ع ۾، جُرئت ڀري کلي عام تبصرو ڪيو:

"اينگهايل بچنائي، انتظام کي برجستائيءَ ڏانهن مائل نٿي

ڪري، ۽ جيستائين هي سوال اڻ نبريل آهي، تيستائين انهيءَ جي آس نٿي رکي سگهجي تہ سنڌ پرڳڻي جي سڌاري، ان جي وسيلن جي ترقي يا اُن جي مڪاني ادارن جي ترقي، واسطي سرس سرڪاري ناڻو خرچ ڪيو ويندو."[34]

سنڌ جي مجموعي مفادن کي آواز ۽ تحفظ مهيا ڪرڻ واسطي، 1882ع ۾ سنڌين پاران قائم ڪيل، ۽ سنڌ ۾ غير فرقيوار تنظيم سازيءَ جو پايو وجهندڙ، سنڌ جي بهرين سياسي جماعت، سنڌ سڀا، پنجاب ۾ سنڌ کي ضم ڪرڻ واري خطري کي پنهنجي سر تي سوار ٿيندو محسوس ڪندي اهڙي ڏڪار جوڳي حيلي تي سخت اعتراض وارڻ تي مجبور ٿي. هنن اهو پڌرو ڪرڻ ضروري ڄاتو تہ سنڌ جو عوام، سنڌ کي پنجاب جي تابعدار بنائڻ واري هر حيلي جو سخت مخالف هو. هن "پنجاب ڏانهن سنڌ جي رٽيل منتقلي" خلاف پنهنجي "دليلن ۽ ڪارڻن" جي فهرست ناهي، هڪ خاص يادداشت، بمبئي سرڪار حوالي ڪئي.[35] اپريل 1889ع ۾ لارڊ ري، ڏٿهوڪي بمبئي جي گورنر (1885 کان 1890ع)، کي پيش ڪيل آجياڻي واري خطاب ۾ پڻ، سنڌ سڀا ورجايو تہ هن [سنڌ] پرڳڻي جا رهواسي... منتقلي جا مخالف اهن."[36]

پنجاب جي سازنگيءَ جي نَرَ سان سنڌ جي سرندي جو نُر ملائي، تابعداري تار چيڙڻ تي مجبور ڪرڻ واري صورتحال تي سنڌين طرفان سخت ناراضگيءَ جي پوري ڄاڻ رکندي، رٽيل منصوبي جي پرچارڪن، پنهنجي تدبيرن ۾، مصلحتاً ڦير ڦار آڻيندي، يعني، پنهنجن اصلي ارادن جي پردہ پوشي ڪندي، اُن جي بين متبادلن جي حمايت ڪرڻ شروع ڪري ڏني. نتيجي طور، 1890ع ۾ لاهور جي اخبار **سِوِل ايند مليٽري گزيٽ** اعلان ڪيو: "اسان سنڌ کي پنجاب جي قبضي ۾ ڏيڻ واري خيال سان، نتهن هوندي بہ، هرو پرو چهٽيل نہ آهيون تہ اهو سنڌ جي اهنج جو هڪڙو ئي يا شايد سڀ کان سنو حل آهي."[37] اخبار، اُن جي متبادل طور، چيف ڪمشنر يا ليفٽيننٽ گورنر جي تابع هڪ سرحدي صوبو، جنهنجي برطانوي علائقي واري سموري ديگهہ ۾ سنڌو درياءَ ايرندو ڊنگ هجي، قائم ڪرڻ تي بحث ڪيو.[38] هن، پاڻ ئي، انهيءَ تجويز کي رد ڪندي، ان طرف ڌيان ڇڪايو تہ سموري انديا ۾ شايد ڪوبہ اهڙو علائقو نہ آهي جيڪو سنڌ کان وڌيڪ هڪ رنگو حال مست، ٻين کان لا تعلق، پنهنجي ذات ۾ مگن، پاڻ ۾ ٿي پورو، هوبهو ساڳيو، ساڳي

جنس، قدرن ۽ بنا فرق وارو هجي؛ ۽ پيو تہ اها تجويز پنجاب جي مفادن واسطي گهڻ وڻندڙ هوندي. ڇاڪاڻ تہ پنجاب جي سڀ کان وڏي دلچسپي ڪراچي بندرگاهہ ۾ آهي، جنهن جا تجارتي مفاد. خالِص سرحدي صوبي جي سرڪار پاران، ممڪن آهي تہ نظر انداز ڪيا وڃن. **سِوِل اينڊ مليٽري گزيٽ**، تنهنڪري، مصلحت ان ۾ سمجهي تہ "تئين متبادل، جنهن بابت اهڙو ڪوبہ اعتراض اٿاريو نہ ويندو، جي پنيرائي ڪجي."[39] هر شيءِ کي ويچار ۾ آڻيندي، اخبار راءِ ظاهر ڪئي تہ"سنڌ-بلوچستان چيف ڪمشنر شپ قائم ڪري، واسطيدار سيني ڌرين جي حقن ۽ مفادن کي، ٻين جي پيٽ ۾، گهٽ وڌيڪ منصفاڻو بڻائي سگهجي ٿو." ۽ اميد ڏيکاري تہ "لارڊ لينسڊائون، سنڌ جي هن ترت سوال جي ڪنهن نہ ڪنهن حل کي عملي جامو پارائڻ ڪانسواءِ انڊيا ۾ پنهنجي سرڪار جي مدت کي گذرڻ نہ ڏيندو."[40]

لارڊ لينسڊائون (گورنر جنرل ۽ وائسراءِ 1888 کان 1894ع) کي، تنهن هوندي بہ، بلوچ سرحد جي ٺاهوڪي بندوبست ۾ قيرقار آڻڻ واسطي ڪو ڪارڻ نظر نہ آيو.

1890ع ڌاري، برطانيا جي دلچسپي، خاص طرح، پٺاڻ سرحد جي چوگرد ڦرندي رهي.[41] لينسڊائون انهيءَ راءِ جو هو تہ ڊيورنڊ اقرار نامي،[42] جنهن گومل جي اتر ۾ برطانوي جوابدارين ۾ واڌارو ڪري ڇڏيو هو، تنهن انڊيا سرڪار سان سڌي طرح رابطي ۾ رهڻ واري الڳ سرحدي اختياري قائم ڪرڻ کي ضروري بڻائي ڇڏيو هو.[43] شروع ۾ قبائلي علائقن جو وهنوار هلائڻ واسطي ڪا خاص ايجنسي قائم نہ ڪئي ويئي هئي ۽ قبائلين سان لاڳاپي رکڻ جي ذميواري هزارا، پشاور، ڪوهاٽ، بنون، ديرو اسماعيل خان ۽ ديرو غازي خان ضلعن جي ڇهن ڊيپوٽي ڪمشنرن کي سونپي ويئي هئي. 1876ع ۾، ٿي اتر يان ضلعا پشاور جي، ۽ ٽي ڏاکڻان ضلعا ديرا جات جي، ڪمشنر شپ جا حصا هئا. حقيقت ۾، سياسي ايجنسين جو سرشتو 1878ع تائين رائج نہ ڪيو ويو هو. جڏهن تہ انهيءَ سال، ٻي افغان جنگ هلندي، خيبر لاءِ هڪ خاص عملدار مقرر ڪيو ويو. ڪرم کي 1892ع ۾ ايجنسي بڻايو ويو، جڏهن تہ مالاڪنڊ، ٽوچي ۽ وانا جون باقي رهيل ٽي ايجنسيون، 1895ع کان 1899ع وچ ۾، لارڊ لينسڊائون جي جاءِ نشين، لارڊ ايلجن جي وائسرايلٽي (1894 کان 1899ع) جي ڏينهن ۾ قائم ڪيون ويون. مالاڪنڊ کي، شروع کان ئي، انڊيا سرڪار جي سڌي طرح تابع رکيو ويو. باقي

سموريون ايجنسيون پنجاب سرڪار جي ماتحت رکيون ويون.[44] ايلجن پنهنجو سمورو وقت 1897ع جي بغاوتن کي چيپاڻ تي صرف ڪيو. جڏهن 'مذهبي جوش' جي لَهَر. جهڪي ٿي ڪري، ختم ٿي، ته سيڪريٽري آف اسٽيٽ، پنهنجي پنج آگسٽ 1898ع واري مراسلي ۾. قبائلي پاليسيءَ کي وڌيڪ سڌي طرح انڊيا سرڪار جي تابع ڪرڻ ۽ نظر داري هيٺ رکڻ واري ضرورت ڏانهن ڌيان ڇڪايو.[45] انهيءَ مراسلي وصول ڪرڻ ڪانپوءِ، ايلجن پنجاب سرڪار جي عملدارن سان مشورو ڪيو، ۽ انهن جي اڪثريت کي پنجاب جي تقسيم جو مخالف ڏٺو پر انهن مان گهٽن عملدارن اعتراف ڪيو ته رائج سرشتي جو واحد متبادل هڪ سراسر نئون صوبو قائم ڪرڻ هو.[46]

اها ئي هئي تن ڏينهن جي مامرن جي روئداد، جڏهن، 1899ع ۾، لارڊ ڪرزن، گورنر جنرل ۽ وائسراءِ (1899 کان 1905ع)، جو عهدو سنڀاليو. ڊلهائوزي (1848 کان 1856ع) جي ڏينهن کان تبديلي کي مناسب ڄاتو ٿي ويو پر 1877ع کانپوءِ الڳ سرحدي صوبي جوڙڻ جو ويچار درجي بدرجي لاڳيتو وڌيڪ اهميت اختيار ڪندو ويو.[47] ڪرزن، اڳوڻين سيني رٿن تي، ڪافي سوچ ويچار ڪانپوءِ، سنڌو درياءَ جي پرينءَ پر، هڪ نئين سرحدي صوبي جوڙڻ طرف راغب ٿيو. تبديليءَ جي حمايت ۾ تمام ڳرو دليل اهو هو ته سرحدي سرشتي ۽ وائسراءِ جي اختياريءَ وچ ۾ هڪ ماتحت سرڪار لاءِ جڳهه پيدا ڪرڻ ڪري، سمورا سرحدي معاملا ماتحت سرڪار جي هٿن مان گذرڻ ڪانپوءِ انڊيا سرڪار وٽ پهچن ٿا.[48] پنجاب سرڪار کي سرحد جي جوابداري تن ڏينهن ۾ سونپي ويئي هئي جڏهن آمد رفت تڪائيندڙ هئي، ۽ روس هڪ وڏي پر ڏورانهين طاقت هو. ان ڪانپوءِ جي واڌارن هن جوڙجڪ کي اجايو بڻائي ڇڏيو هو. تنهن ڪانپوءِ جي صورتحال، جهڙوڪ روسي خطري ۾ لڳاتار اضافو ٿيڻ، قبائلي سر زمين جا وسيع علائقا جذب ڪرڻ، ريلوي جو ڦهلاءُ ۽ ٽيليگراف کي متعارف ڪرائڻ، انڊين سلطنت جي تمام ڏورانهين حصن کي ڪلڪتي جي ويجهي رابطي ۾ آڻي، رائج جوڙجڪ کي مدي خارج بڻائي ڇڏيو هو.[49]

نئين صوبي جوڙڻ جي فيصلي ڪرڻ وقت، لارڊ ڪرزن، نئين انتظام جي ڪيترين ئي امڪاني صورتن تي غور ڪيو. لارڊ لٽن جي پيڪيدار منصوبي کي رد ڪيو ويو ڇاڪاڻ ته اهو بيزار ڪندڙ ۽ هڪ ماٿهوءَ کان سنڀالي نه سگهڻ جهڙو ڄاتو ويو؛ ۽ جيئن ته سنڌ، هاڻي، سرحدي علائقو

نہ رهي هئي ۽ بلوچستان جو انتظام سنديمن سرشتي هيٺ ڪاميابيءَ سان هلايو ٿي ويو. تنهنڪري، هن محسوس ڪيو تہ ڏاکڻي سرحد جي پر پاسي وارن علائقن جي انتظامي جوڙجڪ ۾ ڦير گهير ڪرڻ جي ڪا ضرورت نہ هئي. هن رٿ ڏني تہ گومل جي اتر طرف واري علائقي، جتي سرحد جي آس پاس وارين ايراضين جا نهايت 'ڪٽر مذهبي' ۽ 'وڳوڙي' قبيلا رهن ٿا، جي انتظامي جوڙجڪ کي نئين سر ترتيب ڏنو وڃي.[50] تجويز ڪيل، ٻي انتظامي صورت مطابق، راولپنڊي ۽ جهلم ضلعن سميت چترال کان ديرو غازي خان تائين پڪڙيل صوبو قائم ڪرڻو هو. اِنَ ڪي. ڪرزن، انهيءَ ڪري رد ڪيو جو اِنَ جو مطلب پنجاب کي اجايو ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ ٿئي ها.[51] اهو پڻ تجويز ڪيو ويو تہ موجود سرشتو جيئن جو تيئن قائم رکيو وڃي، يعني سرحدي مامرا پنجاب سرڪار جي انتظام هيٺ رهن، پر ان جو ليفٽيننٽ گورنر قبائلي سياست ۽ رسمن رواجن ۾ چڱي طرح پَڙ هئڻ گهرجي. انهيءَ تي سڀ کان وڏو اعتراض اِهو هو تہ اهو سيڪريٽري آف اسٽيٽ جي، پنجين آگسٽ واري، مراسلي ۾ ڏنل هدايتن جي اُبتڙ هو، ۽ پر ڏيهي معاملن کي سنئون سڌو انڊيا سرڪار جي تابع بنائڻ طرف راغب ڪندڙ نہ هو.[52] مٿي ذڪر ڪيل، ڪنهن بہ منصوبي کي موزون نہ پائيندي، لارڊ ڪرزن پنهنجو منصوبو، جنهن بابت هن جو ويساھ هو تہ اهو اُن وقت جي مشڪلاتن جو هڪڙو ئي تدارڪ هو، اڳيان آندو: جنهن مطابق سرحدي ضلعن کي پنجاب کان الڳ ڪري، 'اتر- اولهہ سرحد صوبو' نالي، هڪ سراسر نئين اِڪائي قائم ڪرڻي هئي.[53] نئين صوبي ۾ هزارا، پشاور، ڪوهاٽ، بنون ۽ ديرا اسماعيل خان جا (برطانوي اختيارين پاران زمين جي ملڪيت جو نبيرو ڪيل ضلعا ۽ پرار-انتظامي حد بندي وارا اڻ-نبيريل علائقا (يعني، انتظامي ۽ ڊيورنڊ حد بندين جي وچ ۾ آچي ويندڙ علائقا) شامل ٿيڻا هئا.[54] اِن صوبي جي سربراھ، چيف ڪمشنر اينڊ ايجنٽ ٽو گورنر جنرل، کي مقرر ڪرڻ جو اختيار انڊيا سرڪار وٽ هو، ۽ هُو انهيءَ ڏانهن ئي جوابدار هو.[55] نئون صوبو 9 نومبر 1901ع تي وجود ۾ آيو.

نئين اتر- اولهہ سرحد صوبي جي قائم ٿيڻ سان، "پنجاب کي سرحدي ضلعن وڃائڻ ڪري پهتل نقصان جو پورائو ڪريو" وارو سوال اٿاريو ويو.[56] اهو موقعو غنيمت ڄاتو ويو تہ "سنڌ جي مستقبل طئي ڪرڻ جو اختيار پنجاب سيڪريٽريٽ کي منتقل ڪيو وڃي."[57] ڪرزن، تنهن هوندي بہ، فيصلو ڪيو تہ پنجاب کي ڏياريل وڏي ترقيءَ ۽ ان جي نتيجي ۾ پنجاب

سيڪريٽريٽ جي وڌيل ڪم کي نظر ۾ رکندي. عيوضي ٻيري ڏيڻ جو سوال نهايت فضول ٿو لڳي. آدمشماريءَ جي لحاظ کان پنجاب کي رَسِيَلَ نقصان جي پيٽ ۾ چناب ۽ جهلم ندين تي وَسايل نيون زرعي وستيون نه رڳو آدمشماريءَ جو پورو پنو پورائو پر اُتَلَ (نسبتاً وڌيڪ) آهن. هوڏانهن لوئر باري دو آب ۽ سنڌ ساگر رٿائون. جڏهن مڪمل ٿيون ته. پنجاب جي اُپَتِ. آبادڪاري ۽ سيڪريٽريٽ جي ذميوارين ۾ ايڏو وڏو اضافو آڻينديون. جو پنجاب انتظاميا کي عددي لحاظ کان وڌيڪ مضبوط ڪرڻوئي پوندو. انهيءَ ڪري. فيصلو ڪيو ويو ته ڪنهن به عيوضي يا ڏنڊ ٻيري ڏيڻ جي ڪا به ضرورت ناهي.[58]

"عيوضي جو سوال." هڪ دفعو ٻيهر. 03-1902ع ۾. سامهون آيو: جيتوڻيڪ. هن ڀيري. اهو سوال. ڪنهن موجوده صوبي جي گهٽجڻ جي سلسلي سان نه. پر مقامي سرڪارين مان هڪ جي فرضن ۾ ايندڙ توسيع سبب آڏو آيو.[59] نظام (رياست حيدرآباد دکن) کان برارَ دائمي مقاطعي تي حاصل ٿيڻ. انڊيا جي صوبن جي ٻيهر ورهاست سان تعلق رکندڙ سيني قسم جي تجويزن کي. هڪ دفعو وري. جنم ڏنو. نتيجي طور. سنڌ کي پنجاب ۾ ضم ڪرڻ واري رٿا کي پڻ نئين سر زور وٺايو ويو.[60] هن ڀيري. اِن رٿا جو نمايان سرڪاري پرچارڪ ڊينزل ابيٽسن[61] هو. جنهن. انهي فڪر منديءَ کان ته بامبي سرڪار سنڌ جي منتقليءَ جي زورائتي مخالفت ڪندي. صلاح ڏني ته بامبي کي پهچندڙ نقصان جي پورائي واسطي ڪيس برارَ ڏنا وڃن.[62] تڏهوڪو سيڪريٽري آف اسٽيٽ. لارڊ جي. ايف. هيملٽن (1895 کان 1903ع) اِن خيال جو هو ته سنڌ ۽ بامبي وچ ۾ ڪا خاص هڪجهڙائي ناهي. تنهن ڪري. هن به پنجاب ڏانهن سنڌ جي منتقليءَ جو مشورو ڏنو. هيملٽن صلاح ڏني ته بامبي کي. عيوضي ٻيري ڏيڻ طور. وچين پرڳڻن جا اُتريان ضلعا ڏئي سگهجن ٿا ۽ وچين پرڳڻن جي نقصان جو پورائو. ساڻن برارَ ۽ بنگال سان ڳنڍيل چوٽا ناگپور ضم ڪرڻ سان. ڪري سگهجي ٿو.[63] ڪرزن. هن جي صلاح کي نه مڃيو. ڪرزن کي. پنجاب ڏانهن سنڌ کي منتقل ڪرڻ واسطي ڏِنل. ڪو هڪ دليل به قائل ڪندڙ نه لڳو.[64] تنهن ڪانسواءِ. برارَ بمبئي بدران وچين پرڳڻن سان ڳنڍيو. ڪرزن. آخرڪار. ڪين مستقل جائيتو ڪري ڇڏيو.[65] ڪرزن وڌيڪ حڪم ڏنو ته سنڌ جي باري ۾ ڪا به تبديلي نه ڪئي وڃي. اهڙي طرح. سنڌ. اڳي وانگر. بامبي جي ماتحت رهي.

پنجاب کي عيوضي پري ڏيڻ واري سوال، 12-1911ع ۾ ، هڪ پيرو، وري کڙ ڪئي، جڏهن ڊسمبر 1911ع ۾ ، دهلي دربار ۾ ، انديا جي گاديءَ کي، ڪلڪتي کان دهلي منتقل ڪرڻ جو اعلان ٿيو. پنجاب مان ڏيهي توڙي انگريزي ٻولين ۾ نڪرندڙ لڳ ڀڳ سمورين مشهور اخبارن،[66] نهايت وڏي واڪي، رانيات ڪري، هڪ سَرَ ۾ عيوضي لاءِ ٻاڪاريو. هن مامري کي 1914ع تائين زنده رکيو ويو، جڏهن بين الاقوامي چڪتاڻ کين ماٺ اختيار ڪرڻ تي مجبور ڪيو. ٿورن لفظن ۾ ، پنجاب جون طلبون اُبري انهيءَ پَدَ تي پهتيون، تہ، (الف) جيئن بنگال جي تقسيم کي ختم ڪيو ويو آهي، تيئن 1901ع ۾ پنجاب مان ڪٽريل، برطانوي سرڪار پاران نبيريل پنجن ضلعن (يعني نئين قائم ٿيل اتر-اولهه سرحد صوبي) کي ٻيهر سانڌس گڏائي، پنجاب جي 'ورهاڱي' جو بہ انت آندو وڃي؛[67] (ب) دهلي ۽ سندس پسگردائيءَ کي پنجاب کان الڳ ڪرڻ جي چٽيءَ ۾ سنڌ کي پنجاب سان ڳنڍيو وڃي.

دهليءَ ۽ سندس پسگردائيءَ جي وڃڻ خلاف ڪڙي ڪيل ٻاٽيتال ۽ پُنگَ طور سنڌ کي پنجاب ۾ ضم ڪرڻ واري طلب.[68] ڪراچيءَ مان نڪرندڙ اخبار، **سنڌ گزيٽ،**[69] کي ٺهہ پهہ ادلي جو بدلو ڏيڻ لاءِ اڀاريو: "سنڌ، اُتر جي ڏمريل Cerberus [ يوناني ڏند ڪٿا مطابق دوزخ جي دَرَ جو خبيث محافظ، ٽسرو يا ٽمَٽيُر ڪتو، جو لوسي ٻڻجي روحن کي اندر وڃڻ تہ ڏيندو هو پر، خونخوار درندو ٻڻجي، ڪنهن کي بہ ۽ ڪنهن بہ صورت ۾ دوزخ مان ٻاهر نڪرڻ نہ ڏيندو هو] جي ڳوڙر کي، ماٺ ڪرائڻ لاءِ، آچيل سٽيو گرهہ آهي."[70] انهيءَ تجويز کي بدنيتيءَ تي ٻڌل نَحس شرارت نروار ڪندي، اخبار تبصرو ڪيو تہ، اها تجويز "نہ سنڌ ۾ ، نہ ئي سنڌ واسطي، پر پنجاب ۾ ۽ پنجاب واسطي، وجود ۾ آئي آهي."[71] انهي تجويز، سنڌي قوم پرستيءَ کي وڏو زور وٺايو، ۽ "سنڌ، سنڌين جي" ('Sindh for Sindhis') وارو اُتساهيندڙ، رهنما مَتو ۽ مزاحمتي سياسي نعرو ٻڻجي، ڪن حلقن ۾ قوميت جي اظهار جي نرالي صورت ۽ ذريعو ٻڻيو.[72] جنهن ڪارڻ، سنڌ کي پنجاب ۾ ضم ڪرڻ تي، پهريون زور ڀريو پئي ويو، يعني، پنجاب، پنهنجي علائقائي حدن اندر ٿيل پيچ ڊاهہ برداشت ڪرڻ ڪري پنهنجي جذبن کي رسيل صدمي کي تسلي ڏيڻ واسطي، سنڌ جي پنهنجين مخصوص خواهشن ۽ مفادن کي ڏٺو وائٺو خاطر ۾ نہ آڻيندي، پاڻ (پنجاب) ۾ ضم ڪرڻ جي ڳُهر ڪري سگهي ٿو. ظاهر آهي، اِها هڪ "تدبيري پَلَ" هئي، جنهن کي ترت ئي "محسوس ڪيو

ويو." تنهنڪري، ان کي، "فضيلت پري ويسلائيپ [بي ڌيانيءَ واري ڀِلَ چُڪَ] جاڻائي، ان جو استعمال بند ڪيو ويو."[73] گفتي جو رخ موزڻ لاءِ، انهيءَ طرف ڌيان ڇڪايو ويو تہ "اصل ۾ اهو وهنوار مادي لحاظ کان فائديمند ثابت ٿيندو،" ۽ بي ٽِلَ طور چيو ويو تہ "تبديلي سنڌ لاءِ نمايان فائدا آڻيندي."[74] اهڙي طرح، ڳالهہ جو رخ تبديل ڪندي، "وڏي هنر منديءَ ۽ وڏي احتياط سان" دليلن جو هڪ وسيع سِلسلو تيار ڪيو ويو: "انهيءَ ذڪر لائق رٿا بنديءَ مطابق تہ جيڪڏهن چوٿو ضرورت مطابق مختلف النوع آهي تہ سنڌ جي هر قسم جي مڃي ان ۾ چَڪُ هٽندي."[75]

1912، 1913، ۽ 1914ع جي پهرين اڌ جي پڄاڻيءَ تائين، سمورو عرصو، سنڌ، پنجاب ۽ بامبي پريزيڊنسيءَ جي پريس، اخبارن ۽ رسالن، هن سوال تي زور دار بحث جاري رهيو. هن مباحثي جو پڙاڏو ڪلڪتي ۽ لنڊن جي پريس ۾ پڻ گونجڻ لڳو. سنڌ جي پنجاب ڏانهن منتقليءَ واري تجويز جي مخالفت ۾ سنڌ جو جذباتي رد عمل ڏاڍو سخت هو. انهيءَ پيش ڪيل منصوبي جا سنڌي"سخت مخالف" هئا ۽ ڏيهي توڙي انگريزي ٻولين ۾ نڪرندڙ، "سنڌ جي سمورين اخبارن" پيش ڪيل منصوبي جي "مخالفت ۾ احتجاج جاري رکيو."[76] پنجاب ۾ سنڌ کي ضم ڪرڻ واري خيال جي حمايت ڪرڻ وارو سنڌ ۾ ڪو بہ نہ هو. عملي طور، اظهار جي سگهہ رکندڙ سمورا سنڌي، مقامي توڙي غير مقامي، انهيءَ منصوبي جا "اٽل ۽ ناقابل سرچاءُ" مخالف هئا.[77] جيتوڻيڪ، "هو پاڻ ۾ ان جي متبادل" تي اختلاف راءِ رکي رهيا هئا. جيڪڏهن هڪ ٽولو، سنڌ واسطي، "هڪدم هڪ خود مختيار چيف ڪمشنر شپ" گهري رهيو هو تہ ٻيو ٽولو، هر صورت ۾، في الحال، جيئن جو تيئن واري حالت کي ترجيح ڏئي رهيو هو.[78] پر "جيستائين پسند" جو اظهار "رکو پنجاب ۽ بامبي وچ ۾" ڪرڻ هو تہ "سيني طبقن، سرڪاري ۽ غير سرڪاري، يورپي ۽ ڏيهي ماڻهن جو ناقابل تبديل، لڳ ڀڳ، يڪراءِ فيصلو بامبي جي حمايت ۾ هو: [ٻيو ڪو سبب نہ هجي تہ بہ] اُن بنيادي اصول مطابق تہ ٻن براين مان نسبتاً گهٽ درجي واريءَ کي چونڊيو وڃي."[79]

سنڌ کي پنجاب ڏانهن منتقل ڪرڻ واري رٿ خلاف سنڌ جي اَٽل فيصلي کي جاڻندي، منصوبي جي ڪجهہ پرچارڪن، پنهنجون حرفتون تبديل ڪندي، اصلوڪي موقف کي بهروپ پهرائي، سنڌ کي هڪ خود مختيار صوبي بڻائڻ واري خيال جي انهيءَ ويساهہ هيٺ، بد نيتيءَ سان،

حمايت ڪرڻ شروع ڪئي ته ٻاهبي ڪان علحدگي حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ، سنڌ آسانيءَ سان پنجاب اڳيان عاجز ٿي جُهڪي پوندي.[80]

آگسٽ 1914ع ۾، پهرين مهاڀاري جنگ جو ڀڙڪو ڪائي ڦهلجڻ ۽ انڊين قومي جدوجهد جي زور ونڻ، پريس، عوام ۽ سرڪار جو ڌيان ٻئي طرف ڇڪائيندي، سنڌ کي پنجاب ۾ ضم ڪرڻ واري سوال کي فالتو بڻائي ڇڏيو.

آگسٽ 1917ع ۾ مانٽيگو پڌرائيءَ[81] جي جاري ٿيڻ، ايندڙ وقت ۾ حالتون کهڙو روپ ڌاريندين جي باري ۾، سموري انڊيا ۾، هڪ سگهاري بحث مباحثي جي شروعات ڪئي.[82] سنڌ ۾ اهو بحث آئيندي ۾ سنڌ جي سياسي حيثيت جي چوگرد ٿي ڦريو. انهن ڏينهن ۾، جن رٿن تي خيالن جي ڏي وٺ ڪئي ويئي، تن مان هڪ سنڌ کي پنجاب سان ڳنڍڻ واري تجويز پڻ هئي، جنهن کي سنڌين جي ڪابه پٺڀرائي حاصل ٿي نه سگهي. ڪيئن به هجي، مانٽيگو-چيمسفورڊ سڌارن[83] جي عنوان سان ڄاتي ويندڙ، گورنمينٽ آف انڊيا ايڪٽ 1919ع جي قانونسازي مٿي ذڪر ڪيل مباحثي ۾ رڪاوٽ بڻي. سنڌي عام راءِ جي سخت مخالفت هوندي به،[84] سنڌ کي پنجاب سان ڳنڍڻ واري تجويز، ان جي حامين کي نَيُن مهميزن، ترغيبن، ۽ پنهنجن اصلي ارادن جي پردهه پوشي ڪرڻ، بهروپ ڌارڻ ۽ سانگ رچائڻ جا وَجهه ملڻ ڪري، پوءِ به، نئين سر نمودار ٿي، ويهين صديءَ جي 1920ع واري ڏهاڪي جي شروعات کان آخر تائين هڪ نمايان موضوع طور برقرار رهي.

اهم چونگ، سکر وٽ لُئائڊ ٻئراج جي تعمير شروع ٿيڻ هئي. ڪيئي مِلِيَن (هڪ مِلِيَن برابر ڏهه لک) ايڪڙ غير آباد زمين کي نئين سر آباد ڪرڻ جي اُميد پيدا ٿي رهي هئي. ان کان علاوهه، ڪيئي هزار نفعي بخش ڪم، ذميواريون ۽ عهدا پيدا ٿيڻ وارا هئا. پنجاب جي وڌندڙ آباديءَ ۽ توسيع پسند زميندارن، جون حَرِيصُ نظرون هن تمام وڏي رٿا تي کُتَلَ هيون. اجا به وڌيڪ، هڪ ٻي مهميز هئي، سنڌو درياءَ ۽ سندس مددي ندين جو پاڻي، سنڌ جي ضرورتن کي خاطر ۾ آڻڻ بغير، جيتري قدر ممڪن ٿي سگهي، ايتري قدر پنهنجي ڪتب آڻڻ واري پنجاب جي بي انتها حرص کي ٻنڌو ڏيڻ لاءِ ٻاهبي سرڪار جو پختگيءَ سان اٿي بيهڻ ۽ انڊيا سرڪار جي ارادي جي پڪائي ته سنڌو درياءَ جي پاڻيءَ جي رسد سان واسطو رکندڙ پنجاب ۽ ٻاهبي وچ ۾ اختلاف جي صورت ۾ آخري فيصلو ڪندڙ اختياريءَ جا فرض هيو ڪو نه پر انڊيا سرڪار پاڻ سر انجام ڏيندي. هِن ڪانپوءِ، پنجاب ۾، واهن وسيلي

آبپاشيءَ ڪرڻ وارو ڪوبہ منصوبو بامبي سرڪار کان اڳواٽ اجازت وٺڻ کانسواءِ هٿ ۾ نہ پيو ڪٿي سگهجي. ڇاڪاڻ تہ اوپاري پاسي (upstreams) ڪو هڪ بہ نئون منصوبو سکر بئراج جي ڪارڪردگي کي خطري ۾ وجهي سگهيو ٿي.

تيزي سان ترقي ڪندڙ ڪراچيءَ جي ساموندي بندر گاهہ کي بہ پاڻ ڏانهن موهيندڙ پنهنجو خاص دلبو هو. پنجابين چاهيو ٿي تہ (انهيءَ بندر کي قبضي ۾ آڻي) ريلوي تي قائم ڪيل سندن تسلط (هڪ هٽيءَ) کي تڪميل تي پهچائين.

پراڻي تجويز جو نئون بهروپي سانگ. پنجاب. سنڌ. بلوچستان ۽ اتر - اولهہ سرحد صوبن تي مشتمل هڪ وسيع اُتر- اولهہ صوبو قائم ڪرڻ [85] جو منصوبو هو. اهي سموري جا سمورا علائقا مسلمان اڪثريت وارا هئا.[86] پنجاب جي مسلمان اڳواڻن چاهيو ٿي تہ تڏهوڪو سمورو پنجاب (جنهن ۾ هاڻوڪي پاڪستاني پنجاب سان گڏوگڏ هاڻوڪا انڊين پنجاب. هريانا ۽ هماچل پرديش صوبا، ۽ هاڻوڪي يو. پي. جا هيٺيان ضلعا، جهڙوڪ دهلي شهر ۽ پسگردائي کانسواءِ اڳوڻو دهلي ضلعو. ڪرنال. گڙ گائون. حصار. روهتڪ ۽ سرسا. جيڪو 1884ع ۾ حصار ۽ فيروز پور ضلعن ۾ ورهايو ويو هو. شامل هئا)، سنڌ. بلوچستان ۽ اتر-اولهہ سرحد صوبو هڪ مضبوط اتحاد جي صورت ۾ "Greater Punjab" ('عظيم پنجاب') جو ڪردار ادا ڪري. [87]

انهيءَ ڪري. انڊيا جي مسلمان ايراضين جي وَحدَتِ جيِ بهروپ ۾. وسيع اُتر-اولهہ انڊين مسلمان صوبي قائم ڪرڻ جي خيال جي وڪالت. پنجاب جي پريس. زور شور سان شروع ڪري ڏني. مثال طور. ڊسمبر 1928ع ۾. لاهور جي روزاني **انقلاب**. "مسلم ہندی کے لئے 'وطن' کی ضرورت" جي عنوان هيٺ مضمونن جو هڪ سلسلو ڇاپڻ شروع ڪيو. [88]

1930ع جي وچ ڌاري. لاهور مان نڪرندڙ **انقلاب. سياست** ۽ **مسلم آئوٽ لڪ** اخبارن. پنجاب. سنڌ. بلوچستان ۽ اتر-اولهہ سرحد صوبي جي نمائندن تي مشتمل اپَر انڊيا جي مسلمانن جي هڪ ڪانفرنس ڪوٺائڻ جو خيال پيش ڪيو.[89] اهڙي ڪانفرنس سڏائڻ جون ڪوششون عملي جامو پهري نہ سگهيون.[90] تنهن هوندي بہ. رٿيل ڪانفرنس جي روح روان. ڊاڪٽر سَرِ محمد اقبال. کي انهيءَ ڪانفرنس بدران آل-انڊيا مسلم ليگ جي الهہ آباد ۾ منعقد ڪيل ڊسمبر 1930ع واري اجلاس ۾. پنهنجو موقف پيش ڪرڻ جو

موقعو حاصل ٿي ويو. 29 ڊسمبر 1930 تي، پنهنجي صدارتي خطبي ۾ ڊاڪٽر محمد اقبال پڌرو ڪيو تہ هن جي دل جي خواهش آهي تہ پنجاب، اتر-اولهہ سرحد صوبو، سنڌ ۽ بلوچستان کي هڪ رياست ۾ ضم ٿيل ڏسي: "پنهنجو انتظام پاڻ هلائيندڙ حڪومت، برطانوي سلطنت جي اندر يا برطانوي سلطنت کان ٻاهر، گڏيل يڪجاءِ ڪيل اتر- اولهہ انڊين مسلم رياست جي تشڪيل گهٽ ۾ گهٽ مون کي اتر-اولهہ انڊيا جي مسلمانن جو آخري آئيندو ڏسڻ ۾ اچي ٿي."[91] تنهوڪي سموري پنجاب، سنڌ، بلوچستان ۽ اتر-اولهہ سرحد صوبي تي مشتمل گڏيل صوبي قائم ڪرڻ واري تصور تي، ڪيمبرج يونيورسٽيءَ جي چئن شاگردن، چوڌري رحمت علي، محمد اسلم خٽڪ، صاحبزادي شيخ محمد صادق ۽ عنايت الله خان، 1933ع ۾، **هاڻي يا ڪڏهن بہ نہ** جي عنوان سان، ڪيمبرج (انگلينڊ) مان ڇپايل هڪ پمفليٽ (چوپڙيءَ) ذريعي تڪميلي هٿ هلايو. هنن، ڪشمير کي بہ مٿي ذڪر ڪيل چئن صوبن سان شامل ڪيو.[92] اهو منصوبو، هن ڪانپوءِ، 'پاڪستان' (انگريزي زبان ۾ انهيءَ جي معنيٰ آهي pure land يا the land of pure ۽ نج يا ٺيٺ پنجابيءَ ۾ "خالصتان" [خالص+ ستان]، پنجابي سکن جو تجويز ڪيل الڳ وطن، بشمول هندي وڏي سمنڊ ذريعي ٻاهر نڪرڻ جو رستو مهيا ڪندڙ علائقو، ٿيندي) جي نالي سان مشهور ٿيو. ۽ اهو نالو تجويز ڪندڙ هڪ پنجابي مسلمان چوڌري رحمت علي سمجهيو وڃي ٿو. اهو نالو پنجابي مسلمانن ۽ پنجابي سکن جي موروثي اونهين هڪجهڙي ذهن (inherent deep common psyche) جي عڪاسي ڪري ٿو يا حسن- اتفاق آهي، ان جو فيصلو وقت ڪندو. پر پنجابي خالصن جو مقبول ترين نعرو آهي "راج ڪري سو خالصہ، اَنت رَهي نا ڪوئي." ( تاريخي طور لفظ 'خالصہ'، 1699 کان، پنجابي سکن جي گڏيل سڃاڻپ طور استعمال ٿيندو رهيو آهي. مغل دور ۾، 'خالصہ زمين' pure land، اهڙي زمين کي چيو ويندو هو، جيڪا مغل شهنشاهہ جي سڌي قبضي هيٺ هئي. يعني پوکي ڪندڙ ۽ حڪمران وچ ۾ ڪوبہ ٽياڪڙ intermediary نہ هو: ٻي صورت ۾، ٽياڪڙ جو ڪردار جاگيردار ادا ڪندا هئا. ساڳيءَ طرح، هيءَ تجويز ڪيل، 'خالصہ زمين' پڻ بغير ڪنهن ٽياڪڙ جي برطانوي بئنڪي [بعد ۾، عالمي نئو - بئنڪي] حاڪمن جي سڌي ماتحتيءَ هيٺ سندن اٽڪر خواهشن جي پوئواري ڪرڻ ۾ ممڪن حد تائين نہ ڪيبائيندي.)

هنن. چوڌري رحمت علي ۽ سندس ٽن ساٿين، دليل ڏنو ته اهڙو بندوبست، اتر کان (ڪميونسٽ) خطري کي اڳتي وڌڻ کان روڪڻ ۾ ڪار آمد ٿيندو: "هي اتر-اولهه انديا جو مسلمان وفاق، انديا خلاف ڪنهن به پاسي کان نظريي يا اسلحي سان مسلح اڳرائيءَ اڳيان ڏاڍ جهلو رياست [ ين وڏين رياستن جي وچ ۾ ٽڪراءُ جي امڪان کي گهٽائڻ ۾ ڪار آمد ٿيندڙ وچ واري ننڍي رياست] واري حفاظتي ديوار فراهم ڪندي."[93] اهڙي ذهني سوچ جو اظهار، اڳ ۾، ڊاڪٽر سر محمد اقبال پڻ ڪري چڪو هو، جنهن، انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنو هو ته رٿيل رياست جا باشندا، "پاڻ کي انديا خلاف نظريي توڙي سنگينن سان هٿيار بند ڌاريي حملي خلاف بهترين محافظ ثابت ڪندا."[94]

پر، ان خيال کي ڪهڙو به روپ يا بهروپ پهرايو وڃي، سنڌ جو عوام پنجاب ۾ سنڌ کي ضم ڪرڻ واري سوچ جو اٽل مخالف هو.

سچ پچ، انهن جي مخالفت ايتري زوردار هئي جو، مٿي ذڪر ڪيل تجويز سان همدرديون رکندي به، برطانوي حڪومت، ان کي، وقت جي انهيءَ موڙ تي، عملي جامو پهرائڻ مصلحت جي خلاف ڄاتو،[95] تنهنڪري، نون دستوري سڌارن هيٺ، 1935ع واري قانون مطابق، سنڌ کي هڪ خود مختيار صوبو بڻايو ويو. هڪ مانواري سنڌيءَ، ان فيصلي تي، 1936ع ۾، هي تبصرو ڪيو:

"اسان، سنڌ جا نوجوان، انهن جا انتهائي ٿورائتا آهيون جن، سگهاري مخالفت ڪري، سنڌ کي پنجاب ۾ ضم ٿيڻ کان بچائي ورتو. ڇاڪاڻ ته ان جو سنئون سڌو مطلب تئي تان ٿپو ڏئي باهه جي آڙاهه ۾ ڪِرڻ هو، ۽ ائين ڪرڻ سان سنڌين جي وڌندڙ شعور، ته پنهنجي گهر جا پاڻ مالڪ ٿيون، پنهنجي خود داريءَ تي فخر محسوس ڪريون، ۽ سنڌ جي آئيندي کي پنهنجي پسند مطابق ناهي بيهارڻ واري استحقاق ۽ امتيازي حق کي استعمال ڪرڻ بدران انهن مڙني بنيادي حقن کي ابتدائي مرحلي ۾ ئي چيپاٽي نيست نابود ڪري ڇڏڻ هو."[96]

پوريءَ طرح، مروج قانوني تقاضائون پوريون ڪندي، باضابطه صوبو بڻجڻ باوجود، سنڌ، شروع ۾ برطانوي بئڪنيڪيت ۽ بعد ۾ اميريڪي عالمي نئو-بئڪنيڪيت جي علائقائي ۽ بين الاقوامي فوجي، سياسي ۽ اقتصادي مقصدن وارين ڏور رس ماهرانين تدبيرن، حرفتن ۽ چالن جو

مسلسل شڪار رهي. تڏهوڪي سوويت يونين جهڙي زبردست سياسي ۽ معاشي نظربي سان هٿيار بند نئين وڏندڙ قوت (۽ ويجهي مستقبل-1949- ۾ چين جهڙي اجگر ملڪ اندر ڪميونسٽ انقلاب جي چٽي نظر ايندڙ يقيني ڪاميابي. جيڪا آخرڪار ڪيس 1949ع ۾ پَلئه پئي)، اوپر ايشيا سميت ڏکڻ ايشيا ۾ سامراجي سرمائيداري نظام جي امڪاني خاتمي جي چٽن اهڃاڻن کي ڌيان ۾ رکندي. اسرندڙ سرمائيدار دنيا ۾. تمام تيزيءَ سان جاگرافيائي، سياسي ۽ اقتصادي اهميت حاصل ڪندڙ انڊيا کي، برطانوي بئنڪيت جي اندر توڙي ٻاهر. وڌندڙ ڪميونسٽ خطري کان محفوظ رکڻ واسطي ضروري ٿي پيو ته انڊيا جي اتر-اولهه طرف، افغانستان سان گڏو گڏ. هڪ ٻي بفر رياست (ٻن مخالف قوتن جي وچ وارو ڏَڪَ- جَهلوُ ملڪ) قائم ڪرڻ کي جوڳي اهميت ڏيڻ جي ضرورت محسوس ٿي. پنجابي اڳواڻن. سر ڊاڪٽر محمد اقبال ۽ چوڌري رحمت علي. اڳ ۾ئي، انهيءَ طرف زوردار طريقي سان ڌيان ڇڪائي چڪا هئا. سنڌ ۾. مجموعي طور تي، مسلمانن جي گهڻائي هئڻ، بامبي پريزيڊنسيءَ کان الڳ ٿي وڃڻ، ۽ برطانوي انڊين سلطنت جو خودمختيار صوبو بڻجي وڃڻ ڪري. سنڌ جي پنهنجي ذاتي مرضي ڄاڻڻ بغير، سنڌ جي آئيندي کي، 'مسلم انڊيا' ۾ آن لاءِ، برطانوي بئنڪيت اندر يا برطانوي بئنڪيت کان ٻاهر، رٿيل ڌار مسلمان رياست، سان پوريءَ طرح ڳنڍيو ويو. اها جوڙ جڪ نه رڳو برطانوي بئنڪي سرشتي پر تيزي سان اسرندڙ عالمي امريڪن نئو-بئنڪي سرشتي جي تڏهوڪين گهرجن مطابق پڻ هئي.

نئين مسلمان رياست، 15 آگسٽ 1947ع تي، دنيا جي نقشي تي نروار ٿي. اها ڳالهه پڌري پٽ ظاهر هئي ته انڊيا جي فوجي اهميت جو ڳپل حصو انهيءَ نئين مسلمان رياست کي حاصل هو. پهرين مهاڀاري جنگ ۾ ميسو پوٽا ميا (عراق) وارين اهم فوجي خدمتن ۽ ٻي مهاڀاري جنگ ۾ عراق ۽ پرشيا (ايران) ۾ اتحادين جي چڙهائيءَ دوران. انڊيا جي جنگي اهميت کان دنيا چڱيءَ طرح واقف هئي. جيئن ته ايراني نار، جنهن ذريعي دنيا کي وڏ ۾ وڏ تيل پهچايو وڃي پيو. سڌو سنئون ڪراچيءَ وٽ کلي ٿي، تنهنڪري. ايراضيءَ مطابق دنيا جي تڏهوڪي سڀ کان وڏي ملڪ سوويت يونين يا آدم شماري جي لحاظ کان دنيا جي وڏي ۾ وڏي ۽ ايراضي جي لحاظ کان ٽيون نمبر وڏي ملڪ چين (خاص ڪري، 1949ع جي ڪامياب ڪميونسٽ

انقلاب بعد) جي سرمائيداري سرشتي وارن ملڪن. خاص ڪري، ايراني نار يا وچ اوڀر. ڏانهن ڪنهن امڪاني چرپر تي نظر رکڻ ۽ رڪاوٽ پيدا ڪرڻ لاءِ هن deus ex machina (دئوس) جي وڏي ضرورت هئي. ان لحاظ کان هيءَ نئين مسلمان رياست. وقتي طور، انڊيا کان بہ. وڌيڪ اهميت واري هئي.

پراڻي بئنڪي نظام جي (1947ع کان شروع ٿيندڙ) خاتمي کانپوءِ. نئين بئنڪي (neo- colonial) سرشتي جي اسري آيل سر پرست ۽ سربراهہ. گڏيل اميريڪي رياستن. بهتر طور 'اميريڪا' جي نالي سان مشهور. ۽ ايراضي جي لحاظ کان دنيا جي چوٿين وڏي ملڪ. جلد ئي ڄاڻي ورتو تہ ذڪر ڪيل خطي ۾ بالادستي قائم رکڻ لاءِ ايراني نار جي تيل جي رسد واري رستي تي موجود سرمائيداري سرشتي ۾ واڳيل لڳ ڀڳ سمورين اهم رياستن ۾ ڪارائتي ٻڌي ڪرائڻ نهايت ضروري آهي. اهو ايڪو 'بغداد ٺاهہ' جي نالي ۾. 1955ع ۾. برطانيا. ترڪي، ايران . پاڪستان ۽ عراق تي مشتمل رياستن وچ ۾ (۽ 1956ع ۾ خود اميريڪا انهيءَ ايڪي ۾ شريڪ ميمبر طور شامل ٿيو) عمل ۾ آندو ويو. جو بعد ۾ سينٽو (سينٽرل ٽريٽي آرگنائيزيشن) جي نالي سان مشهور ٿيو. ۽ سندس پڌرو ڪيل بنيادي مقصد خطي کي ٽڏهوڪي سوويت يونين جي امڪاني اڳرائيءَ کان محفوظ رکڻ ۽ عرب دنيا ۾ برطانيا جي اثر کي مستحڪم ڪرڻ هو.

بين الاقوامي حالتن کي موافق ڄاڻندي. انهن ڏينهين، يعني آڪٽوبر 1955ع ڌاري. ملڪ جي ٽڏهوڪي اڀرندي ۽ اولهندي پاڱن (جيڪي هاڻي بنگلاديش ۽ پاڪستان جي نالن سان سڃاتا وڃن ٿا) ۾ هٽ ٺوڪي (در اصل. شئطاني) 'برابري' آڻڻ جي بهاني، بدنام زمانہ 'ون يونٽ' (واحد اِڪائي) جي نالي ۾، مٿي ذڪر ڪيل هڪ سؤ سال پراڻي سامراجي گريٽر پنجاب منصوبي کي رياستي دستور. ملڪي ۽ بين الاقوامي قانونن. عالمي اصولن. اخلاقي قدرن ۽ انساني بنيادي حقن جي بي رحم لتاڙ ڪندي. ٺوس طاقت. زور ۽ زبردستي استعمال ڪندي. عملي جامو پهرايو ويو. وفاق هميشہ فقط (۽ فقط) باهمي اعتماد تي قائم رهندو آهي. ۽ اها هڪ تسليم ٿيل حقيقت آهي تہ وفاق طرفان ڪنهن هڪ صوبي يا هڪ کان وڌيڪ صوبن جو خاتمو در حقيقت خود وفاق جي خاتمي جو چٽو پٽو اعلان آهي.

'وفاقيت' تي هن وقت تائين لکيل اڻ ڳڻ مواد جي ڳوڙهي مطالعي ۽ ان تي مناسب غور فڪر مان معلوم ٿئي ٿو تہ انهيءَ موضوع جا لڳ ڀڳ

سمورا ماهر لفظي شَد مَد، احساس جي باريڪ فرق، جملن جي بيهڪ ۽ لفظن جي ادائگيءَ جي انداز کي ڇڏي، موضوع جي باقي رخن ۽ مول متن ۾، هيٺين ٻن بنيادي نقطن تي متفق نظر اچن ٿا:

> پهريون نقطو: وفاق ۾ سياسي فرمانبرداري طلببيندڙ اختياري، جيڪا سڌيءَ طرح عوام تي اثر انداز ٿئي ٿي، ٻن هڪجهڙين پر الڳ الڳ (هڪ وفاقي يا جنرل ۽ ٻي صوبائي يا ريجنل) خود مختيار حڪمرانيءَ جي حدن ۾ ورهايل ٿيندي آهي. ٻيو نقطو: مختلف اڪائين جي مرڪب هوندي بہ هڪ نوبڪلي ۽ نہ ونڊجڻ جوڳي وفاقي سجاڻپ جي وجود تي ڪلم ڪليو اصرار ڪيو ويندو آهي.[97]

يونائيٽيڊ اسٽيٽس جي سپريم ڪورٽ طرفان، 1869ع ۾، بيان ڪيل وصف تہ وفاق "لافاني [indestructible] يونٽس جي هڪ لافاني يونين"[98] کي چئبو آهي. 'وفاق' جي مختصر ترين، سادي، مڪمل ۽ معقول، وصف ليکي ويندي آهي. انهيءَ مطابق، سموري جا سمورا اختيار نہ وفاق کان ۽ نہ ئي وفاق جوڙيندڙ يونٽن کان کسي سگهجن ٿا. ڇاڪاڻ تہ سمورا اختيار کسجڻ معنيٰ انهيءَ ڌِر کي فنا ڪرڻ آهي ۽ ڪنهن بہ ڌر جو فنا ٿيڻ وفاق جوڙيندڙ بنيادي دستاويز يا سمجهوتي کي خودبخود فنا ڪري ڇڏيندو آهي. انهيءَ جي جاءِ تي، ڪا بہ نئين جوڙجڪ، باهمي رضامندي سان جوڙيل ڪو نئون وفاق نہ، پر، هڪ مڙهيل ايمپائر (سلطنت) ليکبي، جنهن ۾ اختيارن کان وانجهيل اڳوڻي خودمختيار يونٽ جي حيثيت فقط هڪ ڪالوني (تابع علائقي يا بئنڪ) واري رهجي ويندي آهي. انهيءَ ڪري، يونائيٽيڊ اسٽيٽس (۽ دنيا جي ٻين مشهور وفاقن، جهڙوڪ ڪيناڊا، آسٽريليا، سوئيزرليند، وغيره) جي ننڍي ۾ ننڍي يونٽ (صوبي/رياست)، کي بہ سو سيڪڙو پڪ آهي تہ ٻيون سموريون وحدتون (صوبا/رياستون) وفاق سان ملي ڪري بہ. سندس/سندن الڳ ۽ خودمختيار وجود کي ختم نٿيون ڪري سگهن. آدمشماريءَ ۽ ايراضيءَ جي لحاظ کان ڪيترين ئي ننڍڙين رياستن تي مشتمل هوندي بہ، تنهن وقت جي پنجن اڪائين تي ٻڌل پاڪستان جي پيٽ ۾ ڏهوڻو وڏيڪ وحدتن تي مشتمل، يونائيٽيڊ اسٽيٽس جهڙو (هِنَ وقت) دنيا جو اڪيلو سپر پاور ملڪ، پڻ، وفاق ۾ شامل ڪن بہ ننڍڙين اڪائين کي هڪ ٻئي ۾ ملائي، وفاقي اڪائين جي تعداد گهٽائڻ جو سوچي بہ نٿو سگهي، ڇو

ته، اهڙو قدم، بنا ڪنهن شڪ ۽ شبهي، 1787ع ۾ قائم ٿيل، اميريڪي وفاق جي خوبخود ختم ٿيڻ جو ڇٽو پٽو اعلان ڄاتو ويندو.

پاڪستان سوڌو، دنيا جي ڪنهن به ملڪ ڪي انهيءَ تسليم ٿيل عالمي اصولي موقف ڪان استثنا ڏئي آجو نٿو ڪري سگهجي. انهيءَ بين الاقوامي طور مڃيل اصول مطابق، 1955ع ۾ ٽن ننڍن يونٽن (اڪائين يا وحدتن) يعني سنڌ، بلوچستان ۽ ٽڏهوڪي اتر-اولهه سرحد صوبن ڪي يڪسر ختم ڪري، هٽ ٺوڪيي ون يونٽ (هڪ اڪائي)، جي نالي ۾، پراڻي سامراجي 'گريٽر پنجاب' منصوبي ڪي عمل ۾ آڻڻ، نه رڳو ننڍن ٽن صوبن جي خاتمي جو اعلان هو پر، حقيقت ۾، ٽڏهوڪي پاڪستان جي وفاق جو ڇٽو پٽو خاتمو پڻ هو. ان ڪانپوءِ، پاڪستان هڪ جمهوري 'وفاق' نه، پر، ٽن ڏينهين نئين وجود ۾ آيل، بين الاقوامي نئو بٺنڪيت جي تابع، هڪ ڏيهي يا اندروني بٺنڪيت جو روپ اختيار ڪيو، جنهنجي اصل حڪمرانن، ڪڏهن سڌو سنئون، ۽ ڪڏهن مقامي همڪارين (collaborators)، جن پنهنجا ذاتي مفاد اصل حڪمراني ڪندڙن جي مفادن سان ملائي هڪ ڪري ڇڏيا هئا، جي ڇتي پِتي يا اڻ ڇتي مدد ۽ تعاون سان، حڪومت جو ڪاروبار هلايو.

وفاقيت جي باري ۾، ٽوٽي جو، بحث براءِ بحث ڇيڙيو وڃي، تڏهن به، اهو منطقي طور مڃڻو پوندو ته وفاقي حڪومت جا اختيار ڪيترا به گهٽايا وڃن ته به گهٽ ۾ گهٽ هڪ اختيار، جهڙوڪ ٻي ملڪ سان جنگ جي صورت ۾ مناسب فوجي تدبيرن جي فيصلي ڪرڻ جو اختيار، ڪيس ضرور ڏيڻو پوندو، ڇاڪاڻ ته ٻڙي اختيار ڏئي وفاق يا وفاقي حڪومت قائم رکڻ جو ڍونگ، درحقيقت، احمقاڻي طريقي سان وفاق ڪي ختم ڪرڻ جو اعلان آهي. ساڳيءَ طرح، وفاق جوڙيندڙ هڪ يا هڪ ڪان وڌيڪ يونٽن ڪان سموري جا سمورا اختيار کسي، ڪين ٻڙي اختيار ڏئي، وفاق جي جيئڻ جو تيئن قائم رهڻ جي دعويٰ ڪرڻ، درحقيقت، هڪ بيهودي طريقي سان وفاق جي خاتمي جو اعلان آهي. ۽ انهيءَ جي متبادل طور، ڪنهن هڪ يا هڪ ڪان وڌيڪ يونٽن جي بالادستيءَ هيٺ هڪ ايمپائر جو پڌري پٽ بنياد رکڻ آهي. اهڙي سامراجي/بالادست رياست (ايمپائر) ۾، وقتي سهوليت لاءِ، ڪي انتظامي يونٽ ته ٿي سگهن ٿا پر برابريءَ جي اصول مطابق مڪمل رضامنديءَ سان وفاق جوڙيندڙ پاڳي پائيوار (constituent) يونٽن جو ڪو تصور موجود نه هوندو آهي. اهڙن انتظامي يونٽن ڪي، بنا ڪنهن ڊپ ۽ انديشي، نه رڳو

ڪڏهن به قائم يا ختم ڪري سگهجي ٿو پر. پنهنجي مڪمل بالادستيءَ جي ثبوت طور، ماتحت يونٽن کي سندن موت جي حڪم نامي تي صحيح ڪرڻ تي به مجبور ڪري سگهجي ٿو. ڇاڪاڻ ته پنهنجي موت جي پرواني تي صحيح نه ڪرڻ پڻ حڪم عدوليءَ ۾ شمار ٿئي ٿو ۽ ڪابه بدمست ايمپائر حڪم عدولي برداشت نٿي ڪري سگهي؛ ۽ سخت ۾ سخت سزا ڏئي پيانڪ مثال قائم ڪرڻ کان به نه ٿي ڪيٻائي. اهوئي سبب آهي جو 'تخت-لاهور' (لا. آڻ+هور، وڏيڪ. جو جَپُ جپيندڙ تخت/تاج) جو شان 'مانُ وڌائڻ لاءِ ون-يونٽ جي نالي سان 'گريٽر پنجاب' جي صورت ۾، پراڻي سک 'پنجابي سلطنت' (1799-1849ع)جي جڳهه تي، هڪ نئين مسلمان 'پنجابي سلطنت' قائم ڪرڻ وقت پڻ بالادست يونٽ (پنجاب) نسوري زوراوري ذريعي ننڍن، لاچار، بيوس ۽ ننڍڙڪن يونٽن (عملي طور تي، ڪالونين) کان سندن موت جي حڪم نامي تي نه رڳو هٿ ٺوڪي 'رضامنديءَ' حاصل ڪئي پر ۽ ان جي تشهير ڪندي پڻ ڪا لج ۽ شرم محسوس نه ڪيو. (لعنت الله علي الڪاذبين).

سنڌ کي پنجاب ۾ ضم ڪرڻ واسطي، وقت بوقت، اختيار ڪيل حيلن، بهانن، ڀهروپن ۽ اٽڪلن جو مختصر تاريخي جائزو مٿي پيش ڪيو ويو آهي. انهيءَ سموري عرصي ۾، ۽ مختلف وقتن تي (ڪِنِ سببن ڪري، رڳو 1856ع کان 1936ع تائين)، الڳ الڳ صورتحال هيٺ، سنڌ کي پنجاب ۾ ضم ڪرڻ واري تجويز جي حمايت توڙي مخالفت ۾ ڪيترائي دليل ۽ جوابي دليل پيش ڪيا ويا. اجائي ورجاءَ کان بچڻ لاءِ، انهن کي، تاريخ وار بدران، موضوع وار ترتيب ڏئي، هيٺ پيش ڪجي ٿو:

## سنڌ کي پنجاب ۾ ضم ڪرڻ واري تجويز جي حمايت ۾ ڏنل دليل

1. "سرحد پار لاڳاپن جي وڌندڙ اهميت، مرڪزي ايشيا واري سوال سان سندن ڳانڍاپي" ۽ افغانستان معرفت "روسي پوائنٽي خطري."[99] "وچ اوڀر جون تبديل ٿيل ۽ ٿيندڙ حالتون." (ايراني) "نار جي وڌندڙ سياسي اهميت." "سنڌ جي ساحلي علائقي" ۽ "بلوچستان سان تعلق رکندڙ دفاعي مقصدن." برطانوي فوجي طاقت جو گهربل ڪارروائي واسطي "اترين انڊيا" ۾ هڪ هنڌ ڪٺو ٿيڻ. "اتر-اولهه انڊيا واسين [پنجابين ۽ پٺاڻن] جون برطانوي سلطنت جي دفاع ڪرڻ واري نسبت سان استعمال ڪرڻ جوڳيون امڪاني

صلاحيتون."[100] انگليند جي سنڌي رهنمائي هيٺ "سرحد جي حتمي بچاءَ لاءِ طاقت جي بنيادي مرڪز طور" ڪراچيءَ جي موزونيت،[101] ۽ "پرشيا [ايران] ۽ عريبيا [عرب ملڪن] جي نسبت سان." ڪراچيءَ جي "صورتحال." ڪيس "فوجي ارتڪاز جو مضبوط تر مرڪز." خاص ڪري. "هڪ اهڙو بحري اڏو" بڻائڻ واري "مهلائتي ضرورت" ڏانهن ترغيب ڏين ٿا.[102] ٽورن لفظن ۾، انڊيا جي انٽر-اولهه سرحد سان واسطو رکندڙ "بيروني سياسي لاڳاپا ۽ اندروني فوجي دفاع."[103] ساڳي پاليسي، ساڳي مقصد ۽ عمل جي هيڪڙائيءَ جي ضرورت تي زور ڏين ٿا. اهو فقط سنڌ ۽ پنجاب کي هڪ ڪرڻ سان حاصل ٿي سگهي ٿو."[104] "پنهنجي نسبتي جاگرافيائي بيهڪ جي حيثيت" سبب. بئي گڏجي. برطانوي انڊين "سلطنت جي اولاهين طرف فطري سرحدي صوبو" جوڙين ٿا.[105] اهو "آخرڪار انڊيا توڙي ايشيا جي مسئلي جو حل ڪندو."[106]

2. پنجاب. بنيادي طرح، هڪ زرعي علائقو آهي. "بندرگاهه جي عدم موجودگيءَ سبب اتي تجارت وڏي حد تائين، اتساهه نه حاصل ڪري سگهي هئي." "جيستائين باهرين واپار جو تعلق" هو. پنجاب "بغير ڪنهن اندروني ۽ بيروني سامونڊي رستي جي." جيڪو ڪيس ڪراچي مهيا ڪري سگهي ٿي. "سچ پچ اپاهج ۽ معذور بڻيل" هو.[108] "پنجاب جون صنعتون گهٽي پاڳي زرعي" هيون. ان حقيقت باوجود صوبي کي "وسيع روانگي واپار" هو پر "ان ۾ رڌل فرمن جي وڏي اڪثريت" جا "انتظامي هيڊڪوارٽر ڪنهن ٻي هنڌ" هئا ۽ "هتي سندن نمائندگي رڳو گماشتن ۽ مقامي برانچن وسيلي" ٿي رهي هئي. تنهنڪري. سرڪار "تجارت جي مهندارن سان سنڌي لهه وچڙ ۾" نه هئي. جيڪڏهن سنڌ کي پنجاب ۾ شامل ڪيو وڃي ته سرڪار "تجارتي برادريءَ سان گهرو تعلق قائم" ڪري سگهي ٿي. جيڪو "صوبي جي شايان شان ترقيءَ لاءِ لازمي" قدم هو.[109] پڪ سان "تجارت" سهانگي ۾ سهانگو مواصلاتي رستو اختيار ڪري. "پنجاب ڏانهن اضافي دولت" آڻيندي، ڇاڪاڻ ته "پنجاب جي پيداوار" جو گس باهمي بدران "ڪراچي معرفت" اختيار ڪرڻ سان. اها "يورپ ۾ هڪ ٽن تي هڪ شلنگ [هڪ پائونڊ جو ويهون حصو يعني ٻارهن پينس جي برابر] سهانگو" پهچندي.[110] "پنجاب جي وڏين آبپاشي رٿائن جي ڪاميابي" جو دارو مدار "مڪمل طور تي ڪراچي وسيلي ڪڻڪ ۽ ٻئي اناج جي روانگي واپار" تي هو. سنڌ. تنهنڪري.

"پنجاب جي حوالي ٿي. ڪراچيءَ کي پنجاب جو بندرگاهه بڻجڻ ڏي."[112]

3. "جيستائين واپار جو تعلق هو." پنجاب ۽ سنڌ "حقيقتاً هڪ" هئا. "تنهنڪري طبعي ۽ عملي طور هڪ سرزمين کي ٻن الڳ الڳ ۽ باهمي طور ۽ غير همدرد انتظاميائن ۾ ورهائڻ سراسر نا معقول" نظر اچي رهيو هو.[113]

4. برطانوي حڪومت هيٺ. "غير معمولي طور شاهوڪار ٿيل" پنجاب جي تجارتي طبقن "پنهنجي اولاد ۽ ناڻي جو رواجي نيڪر [outlet] ناڪافي ٿي سمجهيو." ڪراچي ۽ سنڌ کين گهربل نيڪر فراهم ڪن پيون.[114]

5. سنڌ کي پنجاب سان هڪ ٿي وڃڻ گهرجي.ڇاڪاڻ ته ان طرح لڳ ڀڳ سموري اتر- اولاهين ريلوي کي هڪ صوبي اندر آڻي سگهبو.[115] تيز رفتار مواصلاتي لهه و چڙ طور "ڪراچي ۽ عدن وچ ۾ انگلش ٽپال سنڌي رسائيندڙ آگبوٽ سروس" جي پنجاب سراسر پنيرائي ڪندو.[116] "اترين انڊيا واسطي تمام وڏي اهميت رکندڙ. انهيءَ اسڪيم کي. سنڌ ۽ پنجاب جي گڏيل صلاح مصلحت. چڱي خاصي تيزي بخشي سگهي ٿي."[117]

6. پنجاب ۽ سنڌ "عظيم درياءَ جا مشترڪ پائيوار" آهن. جيڪو هر هڪ جي سموري ديگهه جهاڳي. گهٽي پاڳي. کين هڪ ٻئي تي دارو مدار رکندڙ بڻائيندو نظر اچي ٿو."[118] سنڌ کي پنجاب سان ڳنڍڻ ڇڏجي ڇاڪاڻ ته ائين ڪرڻ سان سنڌو درياءَ ۽ ان جي معاون ندين کي هڪ ضابطي هيٺ ڪم ڪرڻ جو موقعو مهيا ٿيندو.[119] آبپاشيءَ کي تڏهن "وڏو زور ملندو. جڏهن سنڌوءَ جي سمورين اسڪيمن کي هڪ انتظاميا هيٺ. مجموعي طور. هڪ ايڪائيءَ هئڻ وارو ورتاءُ" ڪيو وڃي.[120] "پاڻي جي وند ورڇ. ٻنهي علائقن واسطي سڀ کان وڌيڪ اهميت" رکي ٿي.[121] ۽ "تيستائين" ٻئي "سخت متاثر رهندا جيستائين ٻنهي صوبن وچ ۾ هڪ گڏيل رضامندي واري پاليسي" اختيار نٿي ڪئي وڃي.[122] جيڪا صورتحال هئي. رڳو انڊيا سرڪار. ٻنهي صوبن جي مفادن ۾ سرچاءُ آڻي سگهڻ جي حيثيت رکي پئي. نتيجي طور. انڊيا سرڪار حڪم جاري ڪيو هو ته تيستائين سنڌو درياءَ ۽ پنجاب جي ٻين ندين مان ڪوبه پاڻي کنيو نه ويندو جيستائين پڪو ثبوت نٿو مهيا ڪيو وڃي ته سنڌ کي پنهنجي آبپاشي رٿائن واسطي پاڻيءَ جي طلب جو مڪمل پورائو ڪيو ويو آهي. نتيجي طور. سنڌو درياءَ مان سنڌ ساگر ڪئنال ۽ سُتلج نديءَ تي ستلج ڊيم (پاڻي کي ٻنڌو ٻڌڻ) سميت جهلم. راوي. بياس ۽ پنجاب جي ٻين ندين تي رٿيل ڪجهه آبپاشي رٿائن

کي "اڻ ڄاتايل مدي تائين روڪيو" ويو هو. جيڪڏهن سنڌ ۽ پنجاب"هڪ انتظاميا جي هٽ هيٺ" هجن ها تہ "سنڌوءَ جي پاڻيءَ جي وڌيڪ ڪپت لاءِ رٿابندي ڪرڻ کان اڳ ٻنهي ايراضين جي انجنير برادريءَ کي ڪشادي سوچ رکڻ ضروري" ٿي پوي ها.[123]

7. سنڌ ۽ پنجاب جو اتحاد، خاص طور سنڌ جي هندن واسطي، فائديمند ٿيندو، ڇاڪاڻ تہ پنجابي هندن سان گڏجڻ ڪري، هو وڌي سگهہ حاصل ڪري سگهندا.[124]

•

## سنڌ کي پنجاب ۾ ضم ڪرڻ واري رٿ جي مخالفت ۾ ڏنل دليل

1. سنڌ ۽ پنجاب وچ ۾ "تاريخي تعلق غير معمولي طور اڻ لکو رهيو آهي." جيتوڻيڪ "ملتان تائين وارو ڏاکڻون پنجاب مختلف دورن ۾ "سنڌ جو حصو رهيو آهي، پر "پنجاب سنڌ مٿان ڪڏهن بہ حڪمراني نہ ڪئي" آهي.[125] مهن جي دڙي واري سڀيتا کان وٺي "سنڌ جو سمنڊ پار ملڪن سان تعلق رهيو آهي." پنجاب جي باري ۾ ائين ناهي.[126]

2. سنڌ جي پنجاب ڏانهن منتقلي فوجي لحاظ کان بہ قابل قبول نہ هئي. سنڌ کي بامبي کان الڳ ڪرڻ جي نتيجي ۾ "انڊيا جو الهندو ساحلي علائقو ٻن الڳ حڪومتن" جي حوالي ٿي ويندو.[127] اهو پڻ اهنجو لڳندو تہ سنڌ جي سِول ۽ شهري، انتظاميا کي پنجاب ڏانهن منتقل ڪيو وڃي ۽ ملڪي دفاع لاءِ مقرر ڪيل فوجين جو تعلق بامبي فوج سان رهڻ ڏنو وڃي.[128]

3. "جيڪڏهن بامبي سان لاڳاپو اعتراض جوڳو ڄاتو وڃي" تہ پوءِ "پنجاب سان ڳانڍاپو ٻيڻو اعتراض جوڳو هوندو." ڪو هڪڙو بہ نقطو، جيڪو بامبي سان ڳانڍاپي جي حق ۾ ڄاڻائي سگهجي ٿو، سو پنجاب سان ڳانڍاپي جي حق ۾ بيان ڪري نٿو سگهجي، جڏهن تہ لڳ ڀڳ سمورا نقطا، جي بامبي سان ڳانڍاپي جي مخالفت ۾ بيان ڪري سگهجن ٿا، سي پنجاب سان ڳانڍاپي جي مخالفت ۾ پڻ ڳڻائي سگهجن ٿا.[129] سنڌي "سڀ کان اول، پنهنجي "خود مختياري وڃائيندا." جنهن جو هو، عملي طرح، لاب، سنڌ جي بمبئيءَ سان ڳانڍاپي سبب، حاصل ڪري رهيا هئا.[130] سنڌين لاءِ "انهن فائدن جي قرباني ڏيڻ ۽ پنهنجون ڳچيون پنجاب جي پاڃاريءَ ۾ وجهڻ سنئين سڌي چريائپ ليکبي."[131] "ڏپ هو تہ ضم ٿيڻ سان سنڌ جون سموريون وڏيون اميدون" تہ الڳ صوبي جي صورت ۾ مڪمل آزادي ماڻي ويندي.

"هميشہ لاءِ برباد ٿي وينديون."[132] پنجاب سان ڳانڍاپو." هڪ بند ڳلي بڻجي. خودمختياريءَ واري خيال جي پورائي ڏانهن ويندڙ ڳَس بند ڪري ڇڏيندو ۽ مستقبل ۾ سنڌ جي آزاديءَ واري آس کي مڪمل طور ناس ڪري ڇڏيندو."[133] "سنڌ کي جيڪو ٿورو گهڻو پنجاب جو تجربو حاصل ٿيو هو." اهو نہ رڳو "ڪنهن بهتر ورتاءَ جي امڪان کي رد" ڪري ٿو، پر "انهيءَ ڏپ جو هڪ مضبوط بنياد" پڻ فراهم ڪري ٿو تہ سنڌ کي "پنجاب جي هٿان بدترين ورتاءُ برداشت" ڪرڻو پوندو.[134] سنڌ کي جيڪڏهن پنجاب ڏانهن منتقل ڪيو ويو تہ هڪ وڏو نقصان، جو سنڌين کي پوڳڻو پوندو، اِهو هوندو تہ پنهنجي "عددي سگهہ" ۽ "مادي خوشحالي" سببان، پنجابي، "سنڌين کي سرڪاري سروس جي "سمورن ڪاٽن مان لوڏي ڪڍندا."[135] "ان جو اثر تباه ڪن ثابت ٿيندو. پنجابي، سنڌ ۾، جيڪا بہ جاءِ [هنڌ، ماڳ، عهدو، ملازمت]، ڳولي لهندو، هو ڪيئن بہ ڪري [مهارت، هنر مندي، دباءِ، چاپلوسي، اٽڪل سٽڪل سان] ان کي قبائي وٺندو."[136] جيئن ريلوي ۾ عملي تجربو ڪيو ويو آهي، چاڪاڻ تہ لاهور "اتر- اولاهين ريلوي جو هيڊ ڪوارٽر" هو. "سنڌ ۾ ريلوي جي لڳ ڀڳ سمورن وڏن عهدن تي پنجابين جي هڪ هٽي قائم ٿيل هئي. صوبي جي صورتحال "اجا وڌيڪ ابتر" ٿيندي. جيڪڏهن لاهور کي "سنڌ صوبي جي سمورن حڪومتي معاملن جو هيڊ ڪوارٽر بڻايو" ويو.[137] وڌيڪ تہ "پنجابين جي جججهي تعداد ۾ شامل ٿي. سنڌي پنهنجي انفراديت [جدا وجود] وڃائي ويهندا. ۽ سنڌ ۾ پنجابي انبوهن جي تعداد ۾ واڌارو ڪندا. زمينون خريد ڪندا. پنهنجا گهر اڏيندا ۽ سموري واپار تي هڪ هٽي قائم ڪندا."[138] "پنجاب ۽ سنڌ جي گڏيل ڪائونسل [قانونساز اسيمبلي] ۾ پنجابين جا مفاد ايترو حاوي هوندا جو سنڌ پليدان چاڙهي ويندي."[139]

(الف) وڏندڙ راهداري ڪاروبار. ڪراچي جي انفرادي شهرين. يا عام مفهوم ۾ خود شهر واسطي. لازمي طور، دولت جي حجهائي جي علامت ناهي.[140] پنجاب ۽ ڪراچيءَ وچ ۾ واپار ڪانسواءِ ڪابہ ڳالهہ مشترڪ ناهي. انهيءَ شهر کي اڳ ۾ ئي "پنجاب جي تجارت حاصل" هئي. "۽ ان کي اها ضرور جاري رهندي." ڪراچيءَ کي شڪايت آهي تہ ان کي "گڏيل پرڳڻن سان سڌي آمد رفت کان محروم رکيو ويو" هو. ۽ اها انهيءَ ڳالهہ تي "قائل نہ ٿي آهي تہ ان کي حاصل ڪرڻ ۾ پنجاب سرڪار ڪين مدد ڪندي."[141] جيستائين تجارت جو تعلق آهي. اها ڪنهن انتظامي تعلق جي مدد وٺڻ بغير

وجود ۾ آئي آهي. وڏي ويجهي آهي ۽ اُسري غير معمولي ٿي آهي. ۽ پڪ سان مسلسل تمام وڏي وسعت حاصل ڪندي رهندي. توڙي جو ٻئي صوبا هڪ ٻئي جي ويجهو اچن يا ويجهو رکن. پنجاب سرڪار وٽ موجود "محصول وصول ڪندڙن جو سيڪريٽريٽ، تجارتي ڪاروبار ۽ سامونڊي وڻج واپار ۾ ٻنهي اڻ سيکڙات" هو. ۽ "وٽن انفرادي مفاد رکندڙ. هڪ پورٽ يا هڪ هاربر جي منفرد مفادن جي ذهانت ڀري پورائي واسطي ڪتب ايندڙ ضروري ڏاهپ ۽ آلات به غير موجود" هئا. ڪراچي، "دهليءَ کان هزار ميلن کان مٿي ۽ لاهور کان ست سو اسي ميلن کان وڌيڪ مفاصلي" تي هئي. جيڪڏهن ڪراچي، "بامبي کان پنج سَوَ ميلن جي مفاصلي" تي پاڻ کي نڌتڪو محسوس ڪري پئي ته سندس صورتحال ڪهڙي ٿئي جڏهن سندس انتظام لڳ ڀڳ ٻيڻو مفاصلو پري کان هلايو ويندو.[144]

ب. ان کان وڌيڪ ته. پنجاب کي سامونڊي بندرگاهه مهيا ڪرڻ وارو بحث. هڪ "غير سنجيده ڪج بحثي" هو. ڇاڪاڻ ته اهو "نه ضروري ۽ نه ئي ممڪن" هو ته "هر هڪ صوبي کي پنهنجو هڪ الڳ سامونڊي بندرگاهه هئڻ گهرجي." تنهنڪري، "پنجاب کي سامونڊي بندرگاهه فراهم ڪرڻ کي ڌيان ۾ رکي." سنڌ جي انفرادي مفادن کي، "پنجاب جي مفادن مٿان قربان نه ڪرڻ گهرجي." جيڪڏهن "ٻئي ڪنهن به اندين بندرگاهه کي مٿس انحصار رکندڙ علائقن سان ڳنڍڻ غير ضروري" هو ته پوءِ "رڳو ڪراچيءَ لاءِ جو ضروري پاڻيو وڃي ته ان لاءِ ائين ڪرڻ مناسب ٿيندو." سڌو سنئون سچ اهو آهي ته سنڌ کي پنجاب سان سلهاڙيو وڃي يا نه. ڪئنالَ پوءِ به ڪوٽيا ويندا. "ريل گاڏيون پوءِ به ڊوڙنديون رهنديون" ۽ عدالتون "پوءِ به انصاف يا عدم انصاف جاري رکنديون."

ت. اڃا به وڌيڪ ته. ڪراچي بندرگاهه تي دارومدار رکندڙ علائقو رڳو پنجاب نه هو. "ڪراچيءَ تي. جاگرافيائي طور. انحصار ڪندڙ علائقا سموري انڊيا جي لڳ ڀڳ چوٿين حصي تي مشتمل هئا." اُن جي ٻَڪَ ۾ "سنڌ. راجپوتانا. پنجاب. ڪشمير. اتر-اولهه سرحد صوبو. بلوچستان. گڏيل پرڳڻن [يو.پي.] جا اولاهان حصا. ڪڇ. اترين ڪاٺياواڙ" اچي وڃن ٿا. انڊيا کان ٻاهر. ان ۾ "مڪران. اوڀارين پرشيا [ايران ]. اتر-اولهه انڊيا جي سرحد- پار وارا علائقا. افغانستان. ترڪستان [آذر بائيجان. قازقستان. ڪرغيزيا. ترڪمينستان. تاجڪستان. ازبيڪستان. سنڪيانگ ] ۽ اولاهون تبيت" اچي ٿي ويا. اهي

سمورا علائقا هڪ صوبي ۾ ضم نٿا ڪري سگھجن. ڪراچي، پنجاب جي پيداوار جي ٻاهر نيڪال جو، فطري رستو آهي. ڪو بہ ان ڪان انڪاري ناهي، پر اهو سڀ ڪجھ تڏهن ٿيو جڏهن ڪراچي، بامبي سرڪار جي هٿ هيٺ هئي، ۽ اها ڳالهہ سمجھہ ڪان ٻاهر آهي تہ رڳو تبديليءَ جي حقيقت، ڪيئن واپار م ئوس واڌارو آڻيندي. "بامبي جا خانگي تجارتي ۽ شپنگ مفاد" بي شڪ "ڪراچي جي مفادن" سان چٽا پيٽي ڪن ٿا. اهي "سدائين ائين ڪندا رهندا. توڙي جو سنڌ مٿان بامبي، لاهور، شملا يا لنڊن مان حڪومت هلائي وڃي." اهو ڪو دليل ناهي تہ "سنڌ جي گھيٽي ڪي لاهور جي شينهن جي پَرَ ۾ وِيهڻ جي صلاح ڏني وڃي."[149] ٻئي" سنڌ ۽ پنجاب، حقيقي معنيٰ ۾، ڪٽڪ اپائينڊز مرڪز هئا ۽ ٻنهي وچ ۾ سخت چٽا پيٽي اڳ ۾ ئي جاري هئي. ڪراچيءَ جي ساموندي بندرگاهہ واري خوشقسمتيءَ سان نوازيل خودمختيار سنڌ، ڪٽڪ جي واپار ۾، هاڻي جيڪا پنجاب مٿان ڳچ ساري سرسي رکي ٿي، انضمام ڪانپوءِ، ان ڪان ڪنهن بہ طرح، محروم ڪئي ويندي، ڇاڪاڻ تہ پنجابي پوءِ آمرانتي طريقي سان حڪم هلائيندا."[150]

5. اها دعويٰ تہ ريلوي جو انتظام، صوبن جي جوڙجڪ جي، بنيادي ڪسوٽي هئڻ گھرجي، هڪ عقل ڪان ٻاهر ڳالهہ ڇٽبي. جيڪڏهن اسان "ريلوي جي مالڪيءَ ڪي انتظامي ورهاڱي لاءِ فيصلائتي حيثيت ڏيڻ چاهيون ٿا" تہ پوءِ اسان ڪي "انڊيا جو نقشو نئين سر انهيءَ مطابق جوڙڻو پوندو."[151] "ريلوي ڪي، انڊيا ۾، برطانيا جي شاهي حڪومت هلائيندي آهي، ۽ صوبائي حڪومتون نہ ان ڪي تعمير ڪري سگھن ٿيون. نہ ان ۾ توسيع آڻي سگھن ٿيون، ۽ نہ ئي ان ۾ ڪو سڌارو آڻي سگھن ٿيون. جيستائين پنجاب جي راءِ، انڊيا سرڪار تي، اهڙي معاملي م، ڪو وزن رکي سگھي ٿي تہ سنڌ ۽ پنجاب جا مفاد اڳ ۾ ئي هڪجهڙا هئا. ۽ ضرور هڪ جهڙا ئي رهندا توڙي جو ٻنهي صوبن ڪي هڪ بڻايو وڃي يا ٻئي الڳ الڳ رهن. انهيءَ ڪري، مٿين ٻن متبادلن مان ڪنهن هڪ ڪي اختيار ڪرڻ ڪانپوءِ بہ پنجاب جو رايو ضرور سنڌ جي رايي طرف هوندو."[152]

6. انتظامي ورهاڱو، ريلوي وانگر، آبپاشي صورتحال جي بنياد تي ڪرڻ وارو دليل پڻ، نامناسب آهي. "جيڪڏهن انڊيا جي هر ٻي وڏي درياءَ جي معاملي ۾ نئين سر انتظامي ورڇ ڪرڻ غير ضروري ۽ ناپسنديده آهي" تہ پوءِ اها "رڳو سنڌو درياءَ جي معاملي ۾ ڇو لازمي آهي؟"[153] سنڌ آبپاشي ڪاتو،

ڪنهن جي مدد ڪانسواءِ، خودمختياريءَ سان لاڳاپيل سڄي ساري ذميواريءَ ڪي. پوريءَ مهارت سان، پاڻ اڪيلي سر، منهن ڏيڻ جي اهليت رکي ٿو.[154] گڏيل سنڌ ۽ پنجاب صوبي ۾، سنڌوءَ جي پاڻيءَ جي وڏي حصي جو رخ، پنجابي، پنهنجي استعمال واسطي، آسانيءَ سان پنهنجي طرف موڙي سگهندا. سنڌ کي پنجاب ۾ جيئڻ ئي ضم ڪيو ويو ته "سرڪار جون واڳون پنجابين جي هٿن ۾ هليون وينديون ۽ سنڌين جون پنهنجي حقن لاءِ دانهون ڪوڪون صحرا ۾ سڏن وانگر اڏيون تي وينديون."[155]

7. پنجاب جو صوبو فرقيواريت جو بيجارو آهي، جنهن ۾ ميونسپالٽين ۽ لوڪل بورڊن جو انتظام هلائڻ لڳ ڀڳ ناممڪن بڻجي ويو آهي. سنڌ ۾ مختلف ذاتين وچ ۾ تعلقات غير معمولي طور تي دوستاڻا آهن.[156] سنڌ جا هندو "فطري طور تي اهڙي صورت جي خواهش نٿا رکن ته اهڙي طئي ٿيل مقدر پوڳڻ ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿين."[157]

8. جاگرافيائي ۽ تاريخي، نسلياتي ۽ لسانياتي لحاظ کان، سنڌ ۽ پنجاب هڪ ٻئي کان گهڻو الڳ بيٺا آهن. سنڌ ۾ ڪو هڪ به پنجابي ٻولي نه ٿو سمجهي ۽ پنجاب ۾ ڪو هڪ به سنڌي زبان نٿو ڄاڻي. ٻنهي کي الڳ الڳ روينيو سرشتا، ويچار، ريتون رواج، رسمون رواجون، طبعي رجحان، ذهني ڪيفيتون ۽ لطيف احساس آهن. "ٻنهي جون زمينون مختلف آهن، انهن جي پيداوار ۾ فرق آهي. سنڌن زرعي شُغلَ جدا جدا آهن. هنر، حرفت ۽ فطري تخليقي سرگرميون ۽ ذهني لاڙا الڳ الڳ آهن." "سنڌ ۽ پنجاب جي روايتن، رواجن، جذبن جي اظهار، طلبن، گهرجن ۽ خواهشن ۾ ڪا به هڪجهڙائي ناهي." جڏهن ته "سنڌين سان، پنجابين، هن مهل تائين جيڪو ورتاءُ اختيار ڪيو هو، اهو، پنجابين بابت، بي اعتباري واري احساس پيدا ڪرڻ جو باعث بڻيو هو." سنڌي پنهنجن معاملن ۾ پنجابين جي ڪا به دست اندازي برداشت نٿا ڪري سگهن، تنهنڪري ٻئي هڪ ٻئي سان خوشگوار ماحول ۾ نٿا رهي سگهن. "ٻنهي صوبن جي وچ ۾ سڀ کان وڏي رڪاوٽ آهي. سنڌين طرفان هيئنئڪ دپ ۽ ڏڪار: 'بيشڪ نانگ ڪسڪي وڃي پر پنجابي بچڻ نه گهرجي' (سنڌ جي چوڻي 'سپ ٿار، پنجابي مار' ۽ پنجاب جو محاورو 'سپ ٿار، سنڌي مار') سنڌ ۾ هڪ مقبول عام پهاڪو هو. ۽ ان تي شڪ جي گنجائش آهي ته انهي پهاڪي جا پنهنجي ناما چاري وڃائي ڇڏي آهي. (سنڌ جون) سموريون ذاتيون ساڳي ڏڪار رکن ٿيون."

## حوالا ۽ حاشيا

1. "اتر-اولاهين سرحد جي نئين سرجوڙجڪ." **سنڌ گزيٽ**، ڪراچي (هن ڪانپوءِ **س گ**)، 5 مارچ 1886ع. (**ساڳي اخبار** ۾ وري ڇپيل 14 جون 1887ع، ص 5.)
2. **ساڳيو**
3. "سنڌ جو صوبو." **س گ**، 11 جون 1895، ص 4.
4. "پنجاب هڪ پريزيڊنسي." **بامبي سٽينڊرڊ**، بامبي، 20 ڊسمبر 1858ع. (وري ڇپيل، **سنڌ قاصد** ڪراچي، (هن ڪانپوءِ **س ق**)، 28 ڊسمبر 1858ع، ص 416.
5. "انڊيا ۾ هڪ چوٿين پريزيڊنسي." **ڊيلي نيوز**، لنڊن، 20 مئي 1858ع. (وري ڇپيل، **سِ قِ جو ضميمو**، 30 جولاءِ 1858ع، [ص ص 2-1.])
6. "اوَڌ ۾ اسان جي پاليسي." **س ق**، 13 آگسٽ 1858ع، ص 260. (**فرينڊ آف انڊيا**، سيرامپور، تان ورتل.)
7. ڊبليو پي. اينڊريو. "ڪمشنران سنڌ." **س ق**، 21 سيپٽمبر 1858ع، ص 303. (ايڊيٽر ڏي خط.) پڻ، **س ق**، 5 آڪٽوبر 1858، ص 319. ("اڳوڻي ايسٽ انڊيا ڪمپني ۽ سر
8. جَي. لارينس." جي عنوان سان ڇپيل. ايسٽ انڊيا ڪمپني جي خاص جنرل ڪورٽ جي، 25 سيپٽمبر تي ڪوئايل اجلاس جي روئداد. جنهن ۾ ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن طرفان سرجان لارينس واسطي سفارش ڪيل ٻه هزار برطانوي پائونڊ ساليانِي گرانٽ وارو ٺهراءُ منظور ڪيو ويو.) آزاديءَ جي جدوجهد مخالف پنجابين جي ڪردار، آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ جوڌن ڪي اينترو نه چيڙائي ڇڏيو هو، جو سندن مجيل سربراهه، آخري مغل حڪمران، بهادر شاهه ٻيو (1837ع کان 1857ع)، ڪي اهڙو شاهي فرمان جاري ڪرڻو پيو نه "آزادي لاءِ وڙهندڙ سپاهه جي هٿ چڙهندڙ هر هڪ سک ۽ پنجابيءَ [هندو ۽ مسلمان] ڪي لازمي طور ذبح ڪيو وڃي." ("پنجاب ۾ بي هٿيار ڪيل سپاهه." **پنجابي**، لاهور، 11سيپٽمبر 1858ع تان ڪٽي ٻيهر ڇاپيل. **س ق**، 21 سيپٽمبر 1858ع، ص 304.)

هي صوبو 10 ڊويزنن ۽ 33 ضلعن تي مشتمل هو (ٿانيسور ضلعو، جنهنجو ذڪر هتي نه ڪيل آهي، 1862ع ۾ ٽوڙي ٻن ضلعن امبالا ۽ ڪرنال ۾ ورهايو ويو):

| ڊويزنون | ضلعا | ڊويزنون | ضلعا |
|---|---|---|---|
| 1.دهلي | 1.دهلي | 6. جلنڌر | 1. جلنڌر |
| | 2.گڙگائون | | 2. هوشيارپور |
| | 3. ڪرنال | | 3. ڪانگڙا |
| 2. حصار | 1. حصار | 7. راولپنڊي | 1. راولپنڊي |
| | 2. روهتڪ | | 2. جهلم |
| | 3.سرسا | | 3. گجرات |
| 3. لاهور | 1. لاهور | | 4. شاهپور |
| | 2. گجرانوالا | 8.پشاور | 1. پشاور |
| | 3. فيروز پور | | 2. ڪوهاٽ |
| 4. امبالا | 1. امبالا | | 3. هزارا |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | 2.لڏيانا | 9. ديراجات | 1. بنون |
| | 3. سملا | | 2. ديرو اسماعيل خان |
| 5.امرتسر | 1.امرتسر | | 3. ديرو غازي خان |
| | 2. گرداسپور | 10. ملتان | 1. ملتان |
| | 3.سيالڪوٽ | | 2. جهنگ |
| | | | 3.منٽگمري (هاڻي ساهيوال) |
| | | | 4. مظفر گڙهه |

1884ع ۾. هنن ڏهن ڊويزنن کي. ڇهن ڊويزنن ۾ گهٽايو ويو. جن ۾ ڪل 31 ضلعا شامل هئا. سرسا ضلعو ختم ڪري. حصار ۽ فيروز پور ضلعن ۾ ورهايو ويو :

| ڊويزنون | ضلعا | ڊويزنون | ضلعا |
|---|---|---|---|
| 1.دهلي | 1.دهلي | 4. جلنڌر | 1. جلنڌر |
| | 2.گڙگائون | | 2.هوشيارپور |
| | 3. ڪرنال | | 3.ڪانگڙا |
| | 4. روهتڪ | | 4.فيروز پور |
| | 5.حصار | | 5.لڏيانا |
| | 6.امبالا | 5. راولپنڊي | 1. راولپنڊي |
| | 7.سملا | | 2.جهلم |
| 2.پشاور | 1.پشاور | | 3. گجرات |
| | 2.ڪوهاٽ | | 4. گجرانوالا |
| | 3. هزارا | | 5. شاهپور |
| 3. لاهور | 1. لاهور | | 6. سيالڪوٽ |
| | 2.امرتسر | 6. ديراجات | 1.بنون |
| | 3. گرداسپور | | 2.ديرو اسماعيل خان |
| | 4.منٽگمري (هاڻي ساهيوال) | | 3.مظفر گڙهه |
| | 5. جهنگ | | |
| | 6. ملتان | | |

1901ع ۾. اتر-اولهه سرحد صوبي قائم ٿيڻ تائين. اهي ڊويزنون عملي طور جيئن جو تيئن قائم رهيون.

9. سنڌ اندر. سنڌ کي پنجاب ۾ ضم ڪرڻ واري خيال سان پنهنجي مفادن کي ٺيڪ ايندڙ سمجهندڙ. گهڻي ڀاڱي. ڪراچيءَ جي غير سنڌين تي مشتمل. لڳ ڀڳ. سموري واپاري برادري هئي. جيڪا. پنجاب کي ڪراچي بندرگاهه تي فطري انحصار رکندڙ علائقو ڀانئيندي. ان جي واپار تي لالچي اکيون کپائي ويٺي هئي. اهوئي سبب هو جو هنن ڪيترن ئي موقعن تي، انهيءَ خيال جي. جوشيلي حمايت جاري رکي. 1866ع ۾. ڪراچي چيمبر آف ڪامرس پاران. ريلوي ۽ دريائي آمد رفت جي موضوع تي. سيڪريٽري آف اسٽيٽ کي مخاطب ٿيل ياداشتنامي جي پڇاڙي ۾ لکيو ويو: "ڊيرمدار سنڌ ۽ پنجاب ضرور هڪ سرڪار جو روپ ڌاريندا."

1871ع ۾. گورنر جنرل کي پيش ڪيل چيمبر آف ڪامرس ۽ انڊسٽري جو گھرجي ته هن پرڳڻي جا سچا مفاد بامبي پريزيڊنسيءَ کان وڌيڪ ويجهو پنجاب سان ڳنڍيل آهن. ڪراچي پنهنجي وجود ۾ اهو فطري مواصلاتي ذريعو آهي جنهن منجهان پنجاب جي واپار جو وهڪرو اڳي پوءِ ضرور گذرندو. ۽ ان ۽ ٻين ڪارڻن ڪري. اسان سمجهون ٿا ته سنڌ کي پنجاب سان ڳنڍڻ جي سفارش ڪرڻ لاءِ گهڻو ڪجهه آهي." هربرٽ فيلڊ مين. **ڪراچي هڪ سوسال ڪان: 1860ع کان 1960ع** (ڪراچي: آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس. 1960ع). ديباچو. ص. XIV.

10. سر هينري ڊيورنڊ. **حوالو ورتل**، ايس. زيڊ. ايچ. زيدي. "سنڌ ۽ پنجاب کي ملائي هڪ ڪرڻ واري تجويز (1854ع کان 1876ع)." **پاڪستان هسٽري ڪانفرنس جي ڪار گذاري** (نائون اجلاس . حيدرآباد ۾ ڪوٺايل. 1959ع. سهيڙيندڙ ڊاڪٽر ايس. معين الحق. (ڪراچي: پاڪستان سوسائٽي. تاريخ نامعلوم). ص 159.

11. سنڌ جي سرحد تي جاري سنڌ سرشتي. (جان) جيڪب سرشتي جي نالي سان بهتر سڃاپڃندڙ. هيٺ سرحد کي ڌوهاري چڙهاين کان محفوظ رکڻ جا ذميوار. ڌورانهن هنڌن تي قائم ڪيل. چوڪين جا عملدار هئا. جيڪي انهيءَ جي پرواهه نه ڪندا هئا ته چڙهائي ڪندڙ ڪنهن جي ضابطي هيٺ آيل سمجهيا وڃن ٿا. ڪوبه هٿيار بند ماڻهو. سنڌ جي سرحد ٽپندي ئي. قتل ڪيو ويندو هو. سنڌ جي سرحد اندر سمورن ڏيهي ماڻهن کي بي هٿيار ڪيو ويو هو. جيئن پهاڙن ۾ رهندڙن مٿان ڌوهاري چڙهاين ڪرڻ کان کين روڪي سگهجي ۽ سنڌن اهڙو عمل پهاڙن ۾ رهندڙن لاءِ پلڌ وٺڻ جو محرڪ نه بڻجي. چو ته سرحد جي محافظ عملدارن کي يقين هو ته ان صورت ۾ چڙ ڏياريندڙ. ۽ رتو چاڻ جاري رکندڙ. صورتحال مستقل طور قائم رهندي. تنهن هوندي به. پنجاب ۾. سرحد جي اندر سيني کي هٿيار کڻي هلڻ جي اجازت مليل هئي. ۽ هو پنهنجي پسند مطابق ڪوبه عمل ڪري سگهن پيا. چاڪاڻ ته مليٽري. پوليٽيڪل ايجنٽن جي هٿ هيٺ هئڻ ڪري. ڪابه چرپر. سنڌن اجازت ڪانسواءِ نه ٿئي ڪري سگهي. ائين . مرين ۽ بگٽين جو رابطو بنهي. سنڌ ۽ پنجاب. سرحدي سرشتن. سان ٿئجي رهيو هو. پنجاب سرحد جي اورين پاسي رهندڙن پاران. مري ۽ بگٽي علائقن ۾ ڦرلٽ واسطي. ڪيل ڌوهاري چڙهاين جي بدلي ۾. هو (مري ۽ بگٽي) به پنجاب ۾ ڦرلٽ ڪندا رهندا هئا: ۽ جيئن ئي مرين يا بگٽين جو ڦورو ٽولو. پنجاب اندر چڙهائيءَ جو مرتڪب ٿيندو هو ته ڪيپٽن سنڊيمن. ڊپٽي ڪمشنر ديرو غازي خان. انهيءَ مهل ئي سنڌ جي عملدارن کي لکندو هو ته قلات جي خان سان رابطو ڪري ڪيس چوَن ته پنهنجي تابع راڄن کي ضابطي ۾ رکي. سنڌ جون اختياريون ڄاڻنديون هيون. ته جيئن معاملا هلن پيا. خان هنن قبيلن مٿان اثرائتو ضابطو نٿو رکي سگهي. ۽ جنهن قدم جي ضرورت هئي ۽ جنهنجي هنن زورائتي سفارش ڪئي. اهو ضروري قدم اهو هو ته سنڌ جي سرحد جي پکيڙ ايتري وڌائي وڃي جو مري ۽ بگٽي قبيلن جي رهائش وارو سمورو علائقو انهن جي ضابطي هيٺ آندو وڃي. جيئن انهن بنهي قبيلن کي هڪ سرشتي هيٺ آڻي سگهجي. ڏسو جنرل جي. جي مڪلوڊ اِنز. **جنرل سرجيمز برائون جي حياتي ۽ زمانو** (لنڊن: جان مَري. 1905ع). ص ص 41-140.

12. سي. ڪولن ڊيويز. اتر –اولهه سرحد جو مسئلو" 1890ع کان 1908ع: 1849ع کان اختيار ڪيل پاليسيءَ جي هڪ جائزي سميت (ڪيمبرج: يونيورسٽي پريس، 1932ع)، ص 29.
13. تفصيل لاءِ ڏسو، صاحب خان چنا. "بلوچستان جي معاملي تي سنڌ ۽ پنجاب جي عملدارن وچ ۾ اختلاف : 1867ع کان 1877ع." **سنڌ ڪوارٽرلي**. ڪراچي جلد XI (1983ع)، نمبر 4.
14. پنجاب سرڪار جو سيڪريٽري (1864ع کان 1876ع)، تنهن کانپوءِ انڊين سرڪار جو عارضي سيڪريٽري پرڏيهي معاملا (1876ع کان 1877ع )، بعد ۾ پنجاب چيف ڪورٽ جو جج (1878ع کان 1881ع)، ۽ گورنر جنرل جي قانونساز ڪائونسل جو ميمبر (1878ع کان 1881ع).
15. ايس. زيڊ. ايچ. زيدي. "سنڌ ۽ پنجاب کي ملائي هڪ ڪرڻ واري تجويز (1854ع کان 1876ع)." **حوالو ڄاڻايل**. ص 164.
16. انڊيا جو گورنر جنرل ۽ وائسراءِ (مئي 1872ع کان اپريل 1876ع).
17. "اتر- اولاهين سرحد جي نئين سر جوڙجڪ." **س گ**. 5 مارچ 1886 (**ساڳي اخبار** ۾ وري ڇپيل. 14 جون 1887ع. ص 5.)
18. سيلسبري جو ٽيون مارڪوس [ ڊيوڪ ۽ ڪائونٽ جي وچ وارو رتبو ]. رابرٽ آرٿر ٽالبوٽ گيسڪوائن سيسل (1830ع کان 1903ع)، اڳ ۾. لارڊ ڪرانبورن جي حيثيت ۾ ڇهه جولاءِ 1866ع کان نوَ مارچ 1867ع تائين، سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا رهيو.
19. "اتر- اولاهين سرحد جي نئين سر جوڙجڪ." **س گ**. 5 مارچ 1886ع. (**ساڳي اخبار** ۾ وري ڇپيل. 14 جون 1887ع. ص 5.)
20. **ساڳيو**.
21. سي. ڪولن ڊيويز. **حوالو ڄاڻايل**. ص 105. پنجاب جا ڇهه سرحدي ضلعا هئا. هزارا. پشاور. ڪوهاٽ. بنون (سواءِ اراڙ-سنڌو علائقا )، ديرو اسماعيل خان (ساڳي استثنا سان )، ديرو غازي خان. ۽ پراڙ- سنڌو سنڌ (ڪراچيءَ جي استثنا سان ). **ساڳيو**، ص 105 ف ن.
22. **ساڳيو**، ص 105.
23. **ساڳيو**، ص 106. ڪن حلقن طرفان اهو پڻ چيو ويو ته پنجاب کي سنڌس سرحدي ضلعن جي نقصان جي پُنگ طور، اراڙ-سنڌو (سنڌو نديءَ جي اورين يعني اوپر پاسي واري) سنڌ مٿان سنڌس (پنجاب جي) ليفٽيننٽ گورنر جي اختياري کي توسيع ڏيڻ واري طلب ۾ معقوليت نظر اچي ٿي. ڪراچي کي پنجاب جو بندرگاهه بڻجڻ کپي، ۽ هيٺين سنڌو ماٿري. هاٿي. ٻامبي. ماتحت نه رهڻ گهرجي.
24. "سنڌ ۽ پنجاب." **س گ**. 11 ڊسمبر 1903ع. ص 5. (**پائيونير**. الهه آباد. تان ورتل.)
25. سي. ڪولن ڊيويز. **حوالو ڄاڻايل**. ص 106.
26. **ساڳيو** ڪرنل ميريويٿر. انهيءَ اسڪيم جي ان وقتائڙ اثرن کي زائل ڪرڻ لاءِ، هڪ ترميم ٿيل تجويز ذريعي. تدارڪي اپاءُ وٺڻ جي ڪوشش ڪئي. هن تجويز ڏني ته علائقائي حدن کي ٿورڙو سنوار جي. جنهن مطابق ديرو غازي خان ضلعي جو هيٺيون حصو. اتر ۾ هرند جيترو ڏور. سنڌ کي منتقل ڪري. سنڌ ۽ پنجاب کي

جيئن اهي آهن تيئن رهڻ ڏنو ويجي. هن نئڏڙي تبديليءَ سان بلوچ ۽ بروهي قبيلا. جيڪي قلات جي خان جي بالادستي کي مڃتا ڏين ٿا. ۽ سرحد جو اهو حصو جو انهن قبيلن جي آمهون سامهون آهي. سو سرڪار جي هڪ عملدار جي ضابطي هيٺ اچي ويندو: اهو عملدار. ميريوبڊر جي تجويز مطابق. سنڌ صوبي جو ڪمشنر هئڻ گهرجي. ساڳئي وقت. هن اسڪيم ذريعي. بامبي سرڪار کي سنڌ مٿان اختيار رکڻ کان آجو ڪري. سنڌ کي. انڊيا سرڪار جو سڌو ماتحت بڻايو وڃي. ("هڪ سرحدي صوبو." **س گ.** 9 جولاءِ 1884ع. ص 3.

27. پنجاب جي سرحدي فورس جو ڪمانڊنٽ (1878ع). بعد ۾ انڊيا جو ڪمانڊر- ان- چيف (1885ع کان 1893ع).
28. سي. ڪولن ڊيويز. **حوالو ڄاڻايل.** ص 106.
29. **ساڳيو.**
30. **ساڳيو.** ص ص 07- 106. پڻ. پنجاب جو هڪ سابق ليفٽيننٽ گورنر [ سر لوئي ڊين ] . "سنڌ ۽ پنجاب: انڊيا ۾ صوبائي تبديليون." **ڊيلي گزيٽ** (هن ڪانپوءِ. **ڊ گ**). 30 جنوري 1929ع. ص 8. (**ايشيا ٽڪ رِويُو.** لنڊن. تان ورتل.)
31. **سنڌ گزيٽ.** ڪراچي. اصل ۾ **سِوِل اينڊ مليٽري گزيٽ.** لاهور. جو "سنڌ شمارو" هئي. جيڪا 1878ع ۾ ڪراچيءَ مان جاري ڪئي ويئي. ان پنهنجو نئون نالو 5 جنوري 1884ع تي اختيار ڪيو. پر پنهنجي پراڻي پاليسيءَ کي جاري رکيو.
32. "اتر -اولاهين سرحد جي نئين سرجوڙجڪ." **س گ.** 5 مارچ 1886ع (**ساڳي اخبار** ۾ وري ڇپيل. 14 جون 1887ع). ص 5.
33. "سنڌ ۽ پنجاب جو ايڪو." **سِوِل اينڊ مليٽري گزيٽ.** لاهور (هن ڪانپوءِ. **س ۽ م گ**). 3 جون 1887ع. (وري ڇپيو. **س گ.** 14 جون 1887ع. ص 5.)
34. **س گ.** 22 مارچ 1889ع. ص 4. (ايمپريس مارڪيٽ. ڪراچي. جي افتتاحي تقريب ۾ تقرير.)
35. هن ياداشتنامي جو ذڪر. 3 اپريل 1889ع تي. سنڌ سڀا پاران. لارڊ رَي کي پيش ڪيل خطاب ۾ ڪيو ويو. **س گ.** 5 اپريل 1889ع. ص 4.
36. **س گ.** 5 اپريل 1889ع. ص 4.
37. "سنڌ ۽ بامبي." **س گ.** 16 سيپٽمبر 1890. ص 5. (**س ۽ م گ.** لاهور. تان ورتل.)
38. **ساڳيو.**
39. **ساڳيو.**
40. **ساڳيو.** سنڌ ۽ بلوچستان جي اتحاد جي باري ۾ وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو. صاحب خان چنا. "ڪڇ. سرائيڪي خطي ۽ بلوچستان کي سنڌ سان متحد ڪرڻ جون تجويزون." **سنڌ الاجيڪل اسٽڊيز** (سنڌ يونيورسٽي: انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي. اونهارو 1989ع).
41. سِي. ڪولن ڊيويز. **حوالو ڄاڻايل.** ص 35.
42. سر هينري مارٽيمر ڊيورنڊ. ٻڌهوڪي انڊيا جي سڪريٽري پرڏيهي معاملا (1884ع کان 1894ع). جي نالي پٺيان. جيڪو 1893 ۾ افغانستان جي امير ڏانهن سفارتي مشن وٺي ويو هو.
43. سي ڪولن ڊيويز. **حوالو ڄاڻايل.** ص 107.

44. **ساڳيو**، ص 24.
45. پارليامينٽري پيپرز. 1901ع (سي ڊي. 496)، ص 71: حوالو سي. ڪولن ڊيويز. **حوالو چاٽايل** ص 107 تان ورتل.
46. سي. ڪولن ڊيويز. **حوالو چاٽايل**.
47. هيٺ بيان ڪيل شخصيتون، مختلف وقتن تي، هڪ الڳ سرحدي انتظاميا قائم ڪرڻ جون حامي رهيون: سر بارٽل فريئر (1815ع کان 1884ع. ڪمشنر-ان- سنڌ 1850ع کان 1859ع. گورنر جنرل جي سپريم ڪائونسل جو ميمبر 1859ع کان 1862ع . بامبي پريزيڊنسيءَ جو گورنر 1862ع کان 1867ع. ڪائونسل آف انڊيا جو ميمبر 1867ع کان 1877ع)؛ سر هينري ڊيورنڊ (1812ع کان 1872ع. ڪائونسل آف انڊيا جو ميمبر 1859ع کان 1861ع. انڊيا سرڪار جي پرڏيهي معاملن جو سيڪريٽري 1861ع کان 1865ع. گورنر جنرل جي سپريم ڪائونسل جو مليٽري ميمبر 1865ع کان 1870ع. پنجاب جو ليفٽيننٽ گورنر 1870ع)؛ لارڊ رابرٽس (جنم 1832ع. انڊيا جو ڪمانڊر-ان-چيف 1885ع کان 1893ع)؛ سر جيمس براٺون (1839ع کان 1896ع. پنجاب ۾ ايگزيڪيوٽو انجنير جي حيثيت ۾ خدمتون سر انجام ڏنائين. سنڌ- پشين ريلوي جو انجنير- ان- چيف 1883ع کان 1887ع. برطانوي بلوچستان جو چيف ڪمشنر 1892ع کان 1896ع)؛ سر رابرٽ وار برٽن (1842ع کان 1899ع. پنجاب ڪميشن ۾ مقرري 1870ع. خيبر ايجنسيءَ ۾ پوليٽيڪل آفيسر 1979ع کان 1897ع)؛ سر رابرٽ سنڊيمن 1835ع کان 1892ع. برطانوي بلوچستان ۾ ايجنٽ ٽو گورنر جنرل 1877ع کان 1892ع. برطانوي بلوچستان جو چيف ڪمشنر 1887ع کان 1892ع)؛ سر وليم لاڪهارٽ (1841ع کان 1900ع. پنجاب سرحدي فورس جو ڪمانڊنٽ 1890ع کان 1895ع. انڊيا جو ڪمانڊر-ان- چيف 1898ع ۾ مقرر ٿيو)؛ لارڊ لائٽن (1831ع کان 1891ع. انڊيا جو گورنر جنرل ۽ وائسراءِ 1876ع کان 1880ع)؛ سر چارلس ايچيسن (1832ع کان 1896ع. انڊيا جي پرڏيهي معاملن جو سيڪريٽري 1868ع کان 1878ع. پنجاب جو ليفٽيننٽ گورنر 1882ع کان 1887ع)؛ سر جارج چيسني (1830ع کان 1895ع. انڊيا سرڪار جي مليٽري کاتي جو سيڪريٽري 1880ع کان 1886ع. سپريم ڪائونسل جو مليٽري ميمبر 1886ع کان 1891ع)؛ لارڊ لينسڊائون (جنم 1845ع. انڊيا جو گورنر جنرل ۽ وائسراءِ 1888ع کان 1894ع. برطانيا جو سيڪريٽري جنگ 1895ع کان 1900ع. برطانيا جو سيڪريٽري پرڏيهي معاملا 1900ع کان ...). سي. ڪولن ڊيويز. **حوالو چاٽايل**. ص 104ف ن. (ڊيويز رڳو نالا ڏنا آهن. بي معلومات جو اضافو ڪيو ويو آهي.)
48. **ساڳيو** ص ص 08-107.
49. **ساڳيو** ص 108.
50. **ساڳيو** ص 110.
51. **ساڳيو**.
52. **ساڳيو**.
53. **ساڳيو** ص 111.
54. **ساڳيو** بنون ۽ ديرو اسماعيل خان جا ڪجهه حصا پنجاب ۾ رهڻ ڏنا ويا ۽ انهن مان

هڪ نئون ضلعو. ميانوالي. جوڙيو ويو. هڪ نئين ڊويزن. ملتان. پڻ قائم ڪئي ويئي. اها ڊويزن. ملتان ۽ جهنگ ضلعن. جيڪي اڳ ۾ لاهور ڊويزن جو حصو هئا. سان گڏوگڏ ميانوالي، مظفر ڳڙهه ۽ ديرو غازي خان ضلعن تي مشتمل هئي. سيالڪوٽ ۽ گجرانوالا ضلعن کي راولپنڊي ڊويزن مان ڪڍي. لاهور ڊويزن جو حصو بڻايو ويو. بعد ۾، پهرين اپريل 1904ع تي. اچا هڪ ٻيو ضلعو. لائلپور (هاڻي فيصل آباد). جنهن کي چناب نديءَ تي شروع ڪرايل نئين آبادڪاريءَ. ترقيءَ ۽ تعمير ان تہ بڻائي ڇڏيو هو. جنهن ۾ لائلپور. ٽو ٻاٽيڪ سنگهه ۽ سمندريءَ تي مشتمل تي ڪالوني تحصيلون شامل هيون. جوڙيو ويو.

55. **ساڳيو.** ص 112

56. "سنڌ ۽ پنجاب: I." **س گ.** 24 فيبروري 1903ع. ص 4.

57. **ساڳيو**

58. **ساڳيو**

59. **ساڳيو**

60. "سنڌ ۽ پنجاب جو انضمام." **س گ.** 23 آڪٽوبر 1903ع. ص 5. (**س ۽ م گ،** لاهور. تان ورتل.) سنڌ کي پنجاب ۾ انضمام ڪرڻ واري اسڪيم کي پنجاب جي اخبارن. خاص ڪري **سِول ائينڊ مليٽري گزيٽ.** لاهور. ۽ **پائيونير.** الهه آباد. وڏي جوش خروش سان ٽيڪو ڏنو: ان اسڪيم جي حمايت ۾ ڪيترائي ليک شايع ڪيا. ڪراچيءَ جي اخبار. **سنڌ گزيٽ.** پڻ ڪجهه شرطن تي. ان جي حمايت ڪئي. جهڙوڪ. هڪ سال ۾ اٽڪل ڇهه مهينا. گڏيل صوبي جي گاديءَ وارو هنڌ ڪراچيءَ کي مقرر ڪرڻ ؛ ليفٽيننٽ گورنر جي ڪائونسل تي قانوني طور سنڌ جي مناسب نمائندگي مقرر ڪرڻ: سنڌ واسطي هڪ الڳ خودمختيار چيف ڪورٽ قائم ڪرڻ. جنهنجي قانوني حيثيت ڪنهن بہ صورت ۾ پنجاب چيف ڪورٽ جي ماتحت نہ هئڻ گهرجي: مقامي الڳ سول سروس جاري رکڻ: ۽ الڳ سنڌ (پبلڪ سروس) ڪميشن کي نئين سر جوڙڻ. سيڪريٽريٽ جي هڪ الڳ برانچ (عوامي تعميرات ڪاتو خاص طور). ۽ سنڌ واسطي هڪ سيڪريٽري مقرر ڪرڻ: سنڌ جا نہ رڳو موجوده تعليمي. روينيو ۽ پوليس سرشتا. مقامي قانونَ ۽ انتظامي جوڙجڪون. پر ان جي وڏيڪ تجربيڪار سرڪاري عملدارن. وغيره. کي پڻ. برقرار رکيو وڃي.

61. ان تڪراري مسئلي تي. خيالن جي اظهار ڪرڻ مهل. ڪامورا. صوبائي تعصب ۽ پنهنجي آئيندي جي ترقيءَ جي امڪان ۽ خواهش کان آجا نہ هئا. ابيٽسن (تن ڏينهين سپريم ڪائونسل جو ميمبر. بعد ۾ پنجاب جو وقتي گورنر 1905ع). سنڌ جي پنجاب ڏانهن منتقلي جي باري ۾ لاڳيتو دليل ورجائيندي. اهڙي قسم جو اتساهه رکندو هو. در حقيقت. 1903ع ڌاري. ابيٽسن پنجاب جي ليفٽيننٽ گورنر بڻجڻ جي آس رکيون ويٺو هو. ابيٽسن جي تانگهه. ڪرزن کي. چڙ ڏياري. ڪاوڙائي وڌو. ڪرزن چيو: "... دنيا جا معاملا ۽ پاليسيون گهڻي ڀاڱي جذبن جي اتساهه تي ٽڪي ٿين ٿيون. [پر] انهيءَ جو صفا ٿورڙو امڪان آهي تہ بامبي کان سنڌ واپس ورتي وڃي." ايس. زيڊ. ايچ. زيدي. "بنگال جو ورهاڱو ۽ ان جي منسوخي: بنگال جي نئين سر علائقائي ورهاست جو جائزو 1902ع کان 1911ع" (ان چپيل پي ايچ. ڊي. مقالو. لنڊن يونيورسٽي. 1964ع [1965؟]). ص 60: هتي. فليمان

ميٽيڪ. "ڪرزن ۽ سنڌ جي پنجاب ڏانهن منتقلي." ص 7 تان ورتل (هي مقالو "سيمينار سنڌ صدين کان." ڪراچي، 2 کان 7 مارچ 1975ع. ۾ پيش ڪيو ويو). پڻ ڏسو. فليمان ميٽيڪ. "سنڌ جي بامبي پريزيڊنسيءَ کان علحدگي." **گراسروٽس**. سنڌ يونيورسٽي: پاڪستان اسٽڊي سينٽر. جلدII. نمبر 2 (سرءُ 1978ع)، ص 22.

.62 فليمان ميٽيڪ."ڪرزن ۽ سنڌ جي پنجاب ڏانهن منتقلي." **حوالو ڇاڻايل**. ص 3. ڪرزن. تنهن هوندي بہ. احتياط سان طئي ڪيل. هن پنگ کي قبوليت نہ ڏني. هن مطابق. صوبائي حد بنديون جوڙڻ جي حوالي سان. ڪنهن فيصلي تي پهچڻ کان اڳ ۾. سڀ کان وڏي پرک ۽ ڏيان ۾ رکڻ جهڙو نقطو. منتقل ٿيندڙ ۽ جنهن ۾ منتقل ڪيو پيو وڃي. ٻنهي ايراضين جي عوام جي ڀلائي هئڻ گهرجي. تنهنڪري. هن طئي ڪيو تہ" علائقن ۽ حد بندين ۾ نئين سر قيرقار ڪرڻ وقت. جنهن کي اسان هٿ ۾ ڪٽڻ وارا آهيون. سماجي. نسلي. ثقافتي بڻ بنياد تي پاڙون هنيل تعلقات ۾ اسان جيترو گهٽ خلل وجهون اوترو بهتر ٿيندو ۽ پنگ جهڙي خطرناڪ عذر کان اسان وڌ ۾ وڌ پرهيز ڪريون تہ نهايت ترت اسان پنهنجي مقصد تائين رسائي حاصل ڪري سگهنداسين. اهو مانُهو جيڪو شروعات ڪري ٿو. شايد هڪ اڻ ظاهر ڪيل خواهش سان تہ. هڪ صوبي جي مفادن کي نظر انداز ڪري. ٻي صوبي ۾ اضافو آڻي. سو پنهنجو پاڻ کي لاشعوري طور تي پهرين صوبي کي ڪو بيو ڪجهہ عيوضي طور ڏيڻ جي حامي پيري ٿو." ايس. زيڊ. ايڇ. زيدي. "بنگال جو ورهاڱو ۽ ...." **حوالو ڇاڻايل**. ص 55؛ هتي فليمان ميٽيڪ. **گراسروٽس**، جلد II. نمبر 2 (سرءُ 1978ع)، ص 21 تان ورتل.

.63 ايس. زيڊ. ايڇ. زيدي. "بنگال جو ورهاڱو ۽...." **حوالو ڇاڻايل**، ص 62؛ هتي فليمان ميٽيڪ. **گراسروٽس**. جلد II. نمبر 2 (سرءُ 1978ع)، ص 22 تان ورتل.

.64 انهن ڏينهين. پنجاب ۾ . پڻ. هڪ وسيع پکيڙ واري علائقي جي انتظام هلائڻ جي مناسب مالي اهليت نہ هئڻ ڪري. انضمام واسطي جوش خروش نہ هو. پنجاب. پنهنجي روينيو وڌائڻ لاءِ. ڪيترين ئي ترقياتي رٿائون هٿ ۾ ڪنيون هيون. آبپاشي. نو آباد ڪاري. ۽ انيڪ انتظامي اسڪيمن تي ڪم هلندڙ هو. جن مٿان ليفٽيننٽ گورنر جو وڏيڪ ڏيان. ۽ لاڳيتي نگهباني گهربل هئي. جيڪو اڳ ۾ ئي پنجاب جي ورهاڱي (1901ع) سان لاڳاپيل ڪيترن ئي اڻ سلجهايل مسئلن ۾ . اڃا تائين. مصروف هو. اڳ ۾ ئي. وت کان وڌيڪ بار وڌل هئڻ ڪري. هن ۾ نون مسئلن ۽ ذميوارين جي ڳري وزن. کي هٿ ۾ کڻڻ لاءِ گهربل دلچسپيءَ جي کوٽ هئي.

.65 " سنڌ ۽ پنجاب جو انضمام." **س گ**، 23 آڪٽوبر 1903ع. ص 5. (**س ۽ م گ**، لاهور. تان ورتل.)

.66 انهن ۾ . **سِول اينڊ مليٽري گزيٽ**. لاهور. **ٽريبيون**، لاهور. **پنجابي**، لاهور : ۽ **پائيونير**، الهہ آباد. شامل هيون. **وطن**، لاهور. پنجاب جي شايد اڪيلي اهميت جوڳي اخبار هئي. جنهن سائين اختلاف راءِ جو اظهار ڪيو:"اسان لاهور جي بين. انگريزي ۽ ڏيهي ٻولين ۾ نڪرندڙ. اخبارن جي راءِ تہ سنڌ کي پنجاب سان ڳنڍي ڇڏجي. سان اختلاف جو اظهار ڪريون ٿا. سنڌ جي مسلمانن جا بهترين مفاد گُهرَ ڪن ٿا تہ سنڌ

ڪي هڪ چيف ڪمشنر جي ماتحت خود مختيار صوبو بڻايو وڃي." ("مسلمان مفاد چا ٿا طلبين." **س گ**، 23 جنوري 1912ع. ص 4؛ **وطن**، لاهور، تان ورتل.)

.67 پنجاب جي 'ورهاڱي' جي منسوخيءَ جي تجويز کي مستقل مفاد رکندڙ حلقا، وري وري پيش ڪندا رهيا. 1923ع ۾، انڊيا سرڪار سر ڊينس برَي جي سربراهيءَ ۾، اتر-اولهه سرحد صوبي جي نبيريل (يعني مڪمل قبضي ۾ آيل) ضلعن ۽ اڻ نبريل قبائلي علائقن وچ ۾ انتظامي تعلق، ۽ پنجن ضلعن کي ٻيهر پنجاب سان ڳنڍڻ جي باري ۾ مناسبت جاچڻ واسطي، اتر-اولهه سرحد ڪاميٽي مقرر ڪئي. انهيءَ تحرڪ، اتر-اولهه سرحد صوبي جي نبيريل ضلعن کي ٻيهر پنجاب سان ڳنڍڻ واري مباحثي کي نئين سر زور وٺايو. ڪاميٽيءَ جي رپورٽ مارچ 1924ع ۾ جاري ڪئي ويئي.

.68 انهيءَ موضوع تي، **پائيونير**، الهه آباد، جيڪو چيو، سو پنجاب جي اخبارن جي مثالي نمائندگي ڪري ٿو: "ويجهڙائيءَ واري تجربي مان سڪيل سبق انهيءَ اڻ ٽر ضرورت جي نشاندهي ڪن ٿا ته، چا به ٿي پوي، ليفٽيننٽ گورنر شپ ڪ سان هڪ خاص سائيز ۾ برقرار رهڻ گهرجي. نئين سر ورهاست واري اسڪيم جو ڪمزور ترين نقطو شايد ان جو پنجاب تي اثر آهي. 1901ع ۾، سرحدي ضلعن ۽ ان جي اهم شهر پشاور کي ڪٽري ڌار ڪرڻ ڪانپوءِ هاڻي هڪ ٻئي وڏي شهر [دهلي] ۽ ان جي ڪجهه پسگردائي واري ايراضي کان ان [يعني پنجاب] کي محروم ڪيو ويو آهي... پنجاب سان ڳنڍيل سنڌ، لڳ ڀڳ سموري اتر-اولاهين رياستي ريلوي کي هڪ صوبي اندر آڻي ڇڏيندي؛ سنڌو ۽ ڪيس پرتي ڪندڙ ندين، جيڪي ان جي نيڪر واري ايراضيءَ کي سيراب ڪن ٿيون، جي مٿان انتظامي ڪنٽرول مهيا ڪندي، ۽ پنجاب کي هڪ بندرگاهه بخشيش ڪندي. جيڪڏهن ڪو صوبو آدمشماريءَ ۽ وسيلن جي مقرر خاص معياري سطح کان هيٺ ڪري ٿو ته هڪ ليفٽيننٽ گورنر شپ جي حيثيت ۾ سندس انتظام غير مناسب طور مهانگو بڻجي ويندو، اهو مالي طور بڪايل رهجي ويندو، ۽ خود مختياري سونپجڻ جي صورت ۾ گهربل مهارت حاصل ڪرڻ ۾ ناڪام ويندو. هاڻي، جڏهن ته اترين انڊيا جي صوبن جي نئين سر مڪمل ۽ قطعي جوڙجڪ ۽ ونڊ ورڇ هٿ ۾ ڪنئي ويئي آهي ته انهيءَ جي راهه ۾ مستقل مفادن کي ڏيان ۾ آڻي، رڪاوٽ بڻجڻ جي اجازت نه ڏين گهرجي." ("**پائيونير**"، الهه آباد، تان ورتل. "سنڌ ۽ پنجاب: رٿيل انضمام :هڪ اخباري مهم جاري." **س گ**، 30 ڊسمبر 1911ع. ص 4.)

.69 **سنڌ گزيٽ**، ڪراچي، جيڪا پنهنجي شروعات کان وٺي، سنڌ جي پنجاب سان انضمام واري خيال جي لاڳيتي حمايت ورجائيندي رهي هئي، تنهن، پڻ، پنهنجي موقف ۾ تبديلي آندي، ۽ سنڌ کي پنجاب ۾ ضم ڪرڻ واري تجويز جي زورائتي مخالفت ڪئي. هن اخبار، هاڻي، سنڌ جو مرتبو بلند ڪري، دهليءَ جي سپريم گورنمينٽ جي سڌو ماتحت، هڪ الڳ صوبي بڻائڻ جي زوردار وڪالت شروع ڪري ڇڏي.

.70 "سنڌ جو مستقبل." **س گ**، 30 ڊسمبر 1911ع. ص 4.

.71 "ڇا سنڌ کي بامبي جي ماتحت رهڻ گهرجي؟" **س گ**، 22 جنوري 1912ع. ص 4.

.72 "سنڌي." **ڊگ**، 27 جولاءِ 1916ع. ص 6.

73. "ڇا سنڌ کي بمبئي جي ماتحت رهڻ گهرجي؟" **س گ**، 22 جنوري 1912ع. ص 4.

74. **ساڳيو**

75. "سنڌ ۽ پنجاب: رٿيل انضمام." **س گ** 30 ڊسمبر 1911ع. ص 4.

76. سنڌ "پنجاب سان ڳنڍڻ جي ڳالهه کان انڪاري آهي." **س گ**. 23 جنوري 1912ع. ص 5. **الحق**، سکر. تان ورتل.

77. "ڊي ٽائيمز [لنڊن] ڪراچي بابت." **س گ**، 13 مئي 1912ع ص 4. تجويز کي يڪسر رد ڪرڻ واسطي. اخبارن ۾ ڇپيل خطن. ليکن. مضمونن. بيانن. ايڊيٽوريلن. ۽ عوامي گڏجاڻين ۾ ڪيل تقريرن. کي اظهار جو ذريعو بڻايو ويو. جنوري 1912ع ۾. برٽش ايمپائر ليگ. ڪراچي برانچ. جي هڪ خاص گڏجاڻي ڪراچيءَ ۾ ڪوٺائي وئي. جنهن ۾ مير ايوب خان. اِي. ايم. پريٽ (ٺڏهوڪو جڊيشنل ڪمشنر-ان-سنڌ). ۽ برنارڊ ٽيمپل. تجويز کي ڪلم ڪلا رد ڪيو: جنوري 1913ع ۾. ڪراچي ۾ ٿي. جارج سڊنهام ڪليرڪ. بمبئي جو گورنر (1907ع کان 1913ع). کي سنڌ هندو سڀا پاران پيش ڪيل هڪ مانپَتر ۾ پڻ ان رٿ جي مخالفت ڪئي وئي: مارچ 1913ع ۾ ڪرنل سي. اِي. ييٽ گورنر جنرل جو برٽش بلوچستان لاءِ اگوٽو ايجنٽ. ۽ سر ايچ. ايوان ايم. جيمس (سابق ڪمشنر-ان- سنڌ). رائل سوسائٽي آف آرٽس. لنڊن. جي پليٽفارم تان. انهيءَ منصوبي جي مخالفت ڪئي: ۽ ڊسمبر 1913ع ۾. ڪراچي ۾ ڪوٺايل آل انڊيا ڪانگريس اجلاس جي آجيان ڪاميٽيءَ جي چيئرمين جي حيثيت ۾. هرچند راءِ وشنداس ان تجويز جي مخالفت ڪئي.

78. "پنجاب جي ڪرهت ڀري سوچ جو انداز کلي پيو." **س گ**، 29 جنوري 1912ع. ص 5. انهن ڏينهن. سنڌ جي ڪجهه رهاڪن پاران بمبئي سرڪار ڏانهن غير دشمنانو رويو اختيار ڪرڻ جو سبب ڪان وڏو ڪارڻ. انهن پاران سنڌ کي پنجاب ۾ ضم ڪرڻ واري تجويز خلاف سخت مخالفت واري موقف اختيار ڪرڻ هو جيئن. اِي. ايم. پريٽ. ٺڏهوڪي جڊيشنل ڪمشنر-ان-سنڌ. ڏيان ڇڪيو ته سنڌ کي پنجاب سان ڳنڍڻ واري تجويز شماريتي سببن جي بنياد تي. بنهه پاڻ مرادو. ناقابل عمل آهي. ڇاڪاڻ ته ٺڏهوڪي پنجاب جي آدمشماري ٻه ڪروڙ ويهه لک هئي ۽ بمبئي پريزيڊنسيءَ جي هڪ ڪروڙ اسي لک. تنهنڪري. ٽيهه لک آدمشماري واري سنڌ کي پنجاب جي حوالي ڪرڻ سان پنجاب جي آدمشماري وڌي اڍائي ڪروڙ ٿي ويندي ۽ بمبئي جي آدمشماري گهٽجي رکو ڏيڍ ڪروڙ رهجي ويندي. انهيءَ صورت ۾ بمبئي جي حيثيت هڪ گورنر شپ کان گهٽجي گهٽ درجي واري رهجي ويندي. پر اينتري پراڻي ۽ ترقي ڪيل پريزيڊنسيءَ جو درجو گهٽائي ڪيس هڪ ليفٽيننٽ گورنر شپ جي حيثيت ڏيڻ ناقابل تصور آهي. انهيءَ ڪري. ڊپ آهي ته وڏي پيماني جي هڪ نئين سر ورهاست نه اختيار ڪئي وڃي. يعني. ملتان سنڌ کي پنجاب سان ڳنڍيو وڃي ۽ وچين پرڳڻا بمبئي سان. اهڙي نئين ورڇ هر هڪ پنجاب ۽ بمبئي کي اڍائي ڪروڙ آدمشماري مهيا ڪندي. سنڌ جيترو وڏيڪ بمبئي کي گهٽ وڌ ڳڻهائيندي. اوتروئي وڏو خطرو آهي ته بمبئي سنڌ مان پنهنجي جان آجي ڪرائي. ۽ ان جي بدران. وچين پرڳڻن کي پاڻ سان ڳنڍي ڇڏي. **س گ**، 29 جنوري 1912ع. ص 5. اِي. ايم. پريٽ جي برٽش ايمپائر ليگ. ڪراچي برانچ. جي ڪراچيءَ ۾ ڪوٺايل گڏجاڻيءَ ۾ صدارتي تقرير. گڏجاڻيءَ جي ڪارروائي. "ڇ سنڌ کي

پنجاب سان ڳنڍڻ گهرجي؟ ڪراچيءَ ۾ دلچسپ مباحثو" جي عنوان سان شايع ٿي.)

79. "پنجاب جي ڪراهت پري سوچ جو انداز کُلي پيو." **س گ**، 29 جنوري 1912ع. ص 4.

80. انهيءَ سلسلي ۾ . **پائيونير**، الهه آباد. جي عيوضيءَ جو لکيل ليک. جيڪو 27 جولاءِ 1914ع تي. **سنڌ گزيٽ**، ڪراچي. ۾ هيٺين عنوان سان ٻيهر ڇپيو: "ڪراچيءَ جو تفصيل سان بيان ڪيل باهريون تناظر: بطور انڊيا سرڪار جي بندرگاهه: هڪ اوپرو نقط نظر نه ڇا گهربل آهي." ڏيان ڏيڻ جوڳو آهي.

81. اِي. ايس. مانٽيگو. ٿڏهوڪي سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا (جولاءِ 1917ع کان مارچ 1922ع)، جي ناٽي مان سڃاڻپ ونندڙ پر حقيقت ۾ لارڊ ڪرزن. ٿڏهوڪي ڪائونسل جي لارڊ پريزيڊنٽ (1916ع کان 1919ع)، ۽ آسٽن چيمبرلين. چارج ڇڏيندڙ سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا (مئي 1915ع کان جولاءِ 1917ع) طرفان رٿيل ۽ تيار ڪيل.

82. پنجاب جي پريس. انضمام جي پراڻي تنازعي کي. نئين سر ورجائڻ شروع ڪيو. مثال طور. نومبر 1917ع ۾ . **"ٽريبيون"**، لاهور. لکيو: "اهو صاف ظاهر آهي ته سنڌ جو عوام . سنڌ- پنجاب انضمام کي واڪاڻ جوڳو بلڪل نٿو سمجهي ۽ انهن جو دليل آهي ته انضمام مان ڪين ڪجهه هڙ حاصل نه ٿيڻو آهي... جيستائين اسان جو تعلق آهي. اسان ويساهه رکون ٿا ته سنڌ-پنجاب انضمام عمل ۾ آڻي سگهجي ٿو ۽ عمل ۾ آڻڻ ئي گهرجي. مستقبل ۾ اهڙي طريقي سان عمل ۾ آندو وڃي جو ٻنهي صوبن لاءِ قابل قبول هجي. ۽ ان تي ٻنهي ايراضين جي عوام ۽ ڪامورن وچ ۾ . گڏيل ڪانفرنس اندر. بهتر انداز ۾ . مباحثو ڪري سگهجي ٿو." ("سنڌ ۽ پنجاب." **د گ**، 12 نومبر 1917ع. ص 5. **ٽريبيون**، لاهور. تان ورتل.)

83. مانٽيگو ۽ لارڊ چيمسفورڊ (پويون تن ڏينهن ۾ انڊيا جو گورنر جنرل ۽ وائسراءِ. 1916ع کان 1921ع)، جي نالن پٺيان ڄاتا ويندڙ.

84. سنڌ پراونشل ڪانفرنس. سنڌ کي پنجاب سان ڳنڍڻ واري تجويز کي بار بار رد ڪيو. سنڌ محمدن ايسوسيئيشن پڻ ائين ئي ڪيو. جون 1928ع واري سنڌ هندو- مسلم ٺاهه اهڙي ڪنهن امڪان کي يڪسر رد ڪري ڇڏيو. سائمن ڪميشن اڳيان پنهنجا ڪيس پيش ڪندڙ هندو ۽ مسلم وفدن حيثوتيڪ ڪيترن ئي نقطن تي هڪ ٻئي جي بلڪل مخالف ويچار پيش ڪيا. جن ۾ بامبي پريزيڊنسيءَ کان سنڌ جي علحدگي وارو نقطو به شامل هو. پر سنڌ کي پنجاب ۾ ضم ڪرڻ واري خيال جي مخالفت ۾ سراسر هڪ راءِ پيش ڪئي.

85. تجويز ڪيل گريٽر پنجاب واسطي. جدا جدا وقتن تي. الڳ الڳ نالن جو مشورو ڏنو ويو. ڊسمبر 1858ع ۾ . **"بامبي اسٽينڊرڊ"**. بامبي. ان کي "پنجاب پريزيڊنسي" سڏيو. ("پنجاب هڪ پريزيڊنسي." **بامبي اسٽينڊرڊ**. 20 ڊسمبر 1858ع. وري ڇپيو **س ق** ڪراچي 28 ڊسمبر 1858ع ص 416.) فيبروري 1912ع ۾ . ايم. ڊي پي. ويب (ڪراچي چيمبر آف ڪامرس جو ڪيترا دفعا صدر) ان کي "انڊستان" [سنڌو ستان] جو نالو ڏنو. (ويب. "سنڌ جو مستقبل." **س گ**، 26 فيبروري 1912ع. ص 5. ايڊيٽر ڏانهن خط.) آگسٽ 1930ع ۾ . **ڊيلي گزيٽ**، ڪراچي. ان کي "سنڌ. بلوچستان ۽ پنجاب جي انتراولهه پريزيڊنسي" ڪوٺيو. ("هڪ آزاد سنڌ." **د گ**، 2 آگسٽ 1930ع. ص 8.)

86. انهيءَ تجويز کي، 1928ع ۾، نهرو ڪاميٽي اڳيان پيش ڪيو ويو، جنهن ان تي ويچار ڪرڻ کان لاچاري ڏيکاري، ڇاڪاڻ ته ان جو مطلب "هڪ نه سنڀالڻ جوڳو اڻنگو صوبو تخليق ڪرڻ هو، جو بي ترتيبي سان سموري اتر ۽ اتر-اولهه ۾ پکڙيل هجي." (نهرو رپورٽ، ورتل **ڊي انڊين ڪوارٽرلي رجسٽر**، ڪلڪتو، جنوري- جون 1928ع، ص 20.) انهيءَ گريٽر صوبي کي حاصل ڪرڻ واسطي سر ڊاڪٽر محمد اقبال (انهيءَ اسڪيم جو انهن ڏينهين نمايان پرچارڪ)، بعد ۾، اشارو ڏنو ته غير مسلمانن جو غلبو رکندڙ امبالا ڊويزن، ۽ ڪجهه ضلعن، کي ان مان خارج ڪري سگهجي ٿو. **ڊ گ**، 30 ڊسمبر 1930ع، ص 11، الهه آباد ۾ ڪونايل آل انڊيا مسلم ليگ اجلاس ۾ ڪيل سنڌس صدارتي تقرير. "هندو غلبي کان مسلمان ڊڄن ٿا" جي عنوان سان شايع ٿي.

87. "ڊي انڊين انڪوائري: پنجاب ۽ ڪميشن،" **دي ٽائيمز** لنڊن، 14 مارچ 1928ع. انڊيا ۾ سنڌس هڪ نمائندي طرفان موڪليل ليک: ڪي. ڪي عزيز، **پاڪستان جو تاريخي پس منظر 1857ع کان 1947ع** (ڪراچي: پاڪستان انسٽيٽيوٽ آف انٽرنيشنل افيئرز، 1970ع)، داخلا نمبر 4738، ص 350تان حوالو ورتل.

88. هي مضمون آقائي مرتضيٰ احمد خان محمد زئي پاران لکيا ويا، جنهن، تڏهوڪي سموري پنجاب، سنڌ، بلوچستان ۽ اتر-اولهه سرحد صوبي تي مشتمل هڪ گڏيل صوبي واري خيال جي مختلف ڪارڻن جي بنياد تي وڪالت ڪئي. هڪ ليک ۾، جو 19 ڊسمبر 1928ع (ص 1) تي شايع ٿيو هو، انهيءَ خيال جي حمايت، پيو ته نهيو قومن جي آزادي واري حق جي بنياد تي به ڪئي.

89. ڊاڪٽر عبدالسلام خورشيد، "پاڪستان جي تحريڪ ۾ مسلم پريس جو ڪردار،" **هلال پاڪستان**، ڪراچي، 13 آگسٽ 1980ع، ص 3.

90. ٿن ڏينهين، ان خيال کي اتساهه ڏياريندڙ سر ڊاڪٽر محمد اقبال هو، جو انهيءَ ڪانفرنس ڪوٺائڻ جي ضرورت تي شد مد سان وري وري زور ڏئي رهيو هو. (انهيءَ سلسلي ۾، **مسلم آئوٽلڪ**، لاهور، کي، هن جي ڏنل انٽرويو کي، **انقلاب**، لاهور، 23 نومبر 1930ع، ص 3 تي وري ڇاپيو.) ڊاڪٽر محمد اقبال جي دعوت تي، برڪت علي مسلم هال لاهور، ۾ 23 نومبر 1930ع تي، پنجاب جي مسلمان اڳواڻن جي سڏايل گڏجاڻيءَ ۾، انهيءَ ڪانفرنس ڪوٺائڻ جو باقاعدي فيصلو ڪيو ويو. (**انقلاب**، لاهور 25 نومبر 1930 ص 5.) فيصلي کي پنجاب جي مسلم پريس (لاهور جي اخبار **انقلاب** سميت، جنهن، 26 نومبر 1930ع، ص 3 تي ڇپيل هڪ اديتوريل ذريعي ان جي حمايت ڪئي) سراهيو ان ڪانفرنس جي ڪوٺائڻ لاءِ هڪ استقباليه آجيان ڪاميٽي جوڙي ويئي، جنهن جو ڊاڪٽر سر محمد اقبال چيئرمين، ۽ مجيد سنڌي ۽ سيد حبيب، ٻئي، سيڪريٽري مقرر ٿيا. آجيان ڪاميٽي جي هڪ گڏجاڻي، ڊاڪٽر محمد اقبال جي صدارت ۾، پهرين ڊسمبر 1930ع تي، منعقد ٿي. **انقلاب**، لاهور، 7 ڊسمبر 1930ع، ص 7. سر محمد اقبال ۽ ٻين پنجابي اڳواڻن پاران، اخبارن ذريعي، "اتر-اولهه سرحد صوبي، بلوچستان، سنڌ ۽ پنجاب جي مسلمانن جي قيادت کي اپيل" ۽ "پنجاب، سنڌ، اتر-اولهه سرحد صوبو ۽ بلوچستان اسلامي ملڪ آهن: انهن ۾ اسلام جو جهنڊو مٿاهون ڪريو" جي عنوان سان، پنجاب جي پريس ۾، عام اشتهار به شايع ڪرايو ويو. اپيل بعنوان "مقتدر

مسلمانان سرحد وَ بلوچستان. سندوَ پنجاب سَي اپيل: حضرت علامہ اقبال و ديگر ڪارڪنان ڪا مڪتوب" واسطي ڏسو **انقلاب**، لاهور. 19 ڊسمبر 1930ع. ص 5؛ ۽ اشتهار بعنوان "پنجاب. سنڌ. سرحد ۽ بلوچستان اسلامي ملڪ [ممالڪ] هين. ان ۾ اسلام ڪا علم بلند ڪرو" لاءِڏسو. **انقلاب**، لاهور. 29 ڊسمبر 1930. ص 3.).

91. **ڊ گ**، 30 ڊسمبر 1930ع. ص 11.

92. چوڌري رحمت علي ۽ ٻيا. **هاڻي يا ڪڏهن بہ نہ**. ڏسو. جي. الانا (سهيڙيندڙ ۽ ايڊيٽر)، **پاڪستان تحريڪ: تاريخي دستاويز** (ٻيو ڇاپو: ڪراچي: پيراڊائيز سبسڪرپشن ايجنسي. 1968ع.) ص ص 08-107 تان ورتل. پهرين نومبر 1933ع تي. پارلياماني جوائنٽ سليڪٽ ڪاميٽيءَ ڏانهن ميان عبدالحق. صدر پاڪستان نيشنل ڪانگريس. پاران موڪليل ميموريندم ۾ پڻ انهي خيال جي زوردار وڪالت ڪئي ويئي. جنهن ۾ انڊين سلطنت جي پنجن اتر-اولاهين اڪائين واسطي هڪ الڳ وفاقي دستور جي گهر ڪئي ويئي هئي. (**ڊ گ**، 27 نومبر 1933ع. ص ص 8-7؛ ياداشتنامي کي هيٺين عنوان هيٺ شايع ڪيو ويو: "پنهنجي الڳ قومي وجود لاءِ پاڪستان جو مطالبو." تجويز ڪيل اسڪيم جي. سال 1933ع ۾. پنجاب جي پريس ۾. زور دار حمايت ڪئي ويئي. ان سلسلي ۾. لاهور جي اخبار **سِول اينڊ مليٽري گزيٽ** جي فائيلن. جن ۾. ان اسڪيم جي حمايت ۾ مختلف ماڻهن طرفان. سال 1933ع ۾. لکيل ڪيترائي خط شامل آهن. جو مطالعو وڏي اهميت رکي ٿو. مثال طور. ڪَي . جي. احمد (23مئي). محمد انور (7. 19. 29. سيپٽمبر ۽ پهرين نومبر). خالد سيف الله (19 سيپٽمبر ۽ 23 آڪٽوبر) ۽ حيدر علي عباسي (22 ڊسمبر) جا ڇپيل خط خاص طور ذڪر جوڳا آهن. هڪ مسلمان نمائندي جو "مسلم انڊيا ڇا ٿي سوچي." جي عنوان سان. **ساڳي اخبار** ۾. ٻارهين ڊسمبر 1933ع تي ڇپيل ليک پڻ خاص ذڪر لائق آهي.

93. چوڌري رحمت علي ۽ ٻيا. **حوالو ڄاڻايل**.

94. ڊاڪٽر محمد اقبال. **ڊ گ**، 30 ڊسمبر 1930ع. ص 11. ڊاڪٽر اقبال منٿ ڪئي تہ انڊين سلطنت جي دفاع جي سلسلي ۾ غير ملڪي اڳرائيءَ خلاف اتر-اولهہ انڊيا جي امڪاني سگهہ کي ڪٽ ۾ آڻيو." پنجاب. ڇاونجاهہ في سيڪڙو آدمشماريءَ سان . انڊين بري فوج جي سموري ويڙهاڪ سپاهہ جو ڇوونجاهہ في سيڪڙو مهيا ڪري ٿو. ۽ جيڪڏهن نيپال جي آزاد رياست مان ڀرتي ڪيل اٽويهہ هزار گورکن کي ڳڻپ مان خارج ڪيو وڃي تہ سموري انڊين آرمي ۾ پنجاب جو حصو ڪل تعداد جو ٻاهٺ في سيڪڙو بيهندو. هي تناسب اتر-اولهہ سرحد صوبي ۽ بلوچستان طرفان انڊين آرمي کي مهيا ڪيل لڳ ڀڳ ڇهہ هزار ويڙهاڪن کي ڳڻپ ۾ نٿو آڻي. هن مان توهان آسانيءَ سان. انڊيا جي بچاءَ جي سلسلي ۾. ٻاهرين چڙهائيءَ خلاف اتر-اولهہ انڊين مسلمانن جي امڪاني سگهہ جي ڪٿ ڪري سگهو ٿا." هن جي خيال ۾. "انڊيا جي مسلمانن جي سڀ کان گهڻو فعال ڀاڱي جو هڪ هنڌ جمع هئڻ. جن جي مليٽري ۽ پوليس خدمتن... ملڪ ۾ برطانوي حڪمرانيءَ کي ممڪن بڻائي سگهي آهي. ايشيا سميت انڊيا جي مسئلي جو نيٺ حل ڳولهي لهندو." هن دعويٰ ڪئي تہ "انڊيا جي اندر مسلم انڊيا قائم ڪرڻ جي طلب. تنهنڪري. مڪمل طور درست آهي." (**ساڳيو**)

95. سنڌ کي پنجاب ۾ ضم ڪرڻ واري تجويز سان برطانوي سرڪار کي سدائين همدردي رهي هئي. اهو خيال، قانوني طور قائم ٿيل شاهي ڪميشن يعني سائمن ڪميشن جي ذهن ۾ به هو. ساڳي طرح، پارليامينٽري جوائنٽ سليڪٽ ڪاميٽي ۽ ان خيال کي غور لائق سمجهيو. ۽ سنڌ کي بمبي کان علحدو ڪري هڪ خود مختيار صوبي بنائڻ واري فيصلي جي اعلان ڪرڻ وقت. اهو رڪارڊ تي آڻڻ ضروري ڄاتو ته "سنڌ ۽ پنجاب وچ ۾ هڪ يونين (اڪائي) قائم ڪرڻ وارو متبادل گهڻي عرصي کان بحث هيٺ رهيو آهي. ۽ ان جي حمايت ۾، خاص ڪري، سنڌ ۽ جي پاڻين ۾ بنهي ايراضين جي گڏيل مفاد کي نظر ۾ رکندي، ڪيترائي تمام مضبوط دليل آهن. بدقسمتيءَ سان، عملي طور سمورن واسطيدار حلقن جو رايو ان متبادل جي مخالفت ڪندو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. مسئلي جي سيني عنصرن جو جائزو وٺڻ سان، اسان انهيءَ نتيجي تي پهتا آهيون ته سنڌ کي هڪ الڳ گورنر جو صوبو جوڙڻ، موجوده حالتن اندر ممڪن ۽ بهترين حل آهي." (د گ، 22 نومبر 1934ع، ص 3: سنڌ بابت، پارليامينٽري جوائنٽ سليڪٽ ڪاميٽي رپورٽ جا چونڊ ٽڪرا جيڪي "نئين انڊيا ۾ سنڌ جي حيثيت" جي عنوان سان شايع ٿيا.) برطانوي اختيارين جو ضم جي حمايت وارو رويو، خيرپور رياست ڏانهن سندن تبديل ٿيندڙ پاليسيءَ مان پڻ پڌرو هو. 1932ع تائين، بمبي سرڪار، انڊيا سرڪار جي ايجنٽ طور، ان رياست سان واسطو رکندڙ سياسي جوابدارين سرانجام ڏيندي رهي هئي. 1932ع ۾، هي سرشتو تبديل ڪيو ويو هن ڪنيو، خيرپور کي انڊيا سرڪار جي پوليٽيڪل ڊپارٽمينٽ جي سنئون سڌو نگرانيءَ هيٺ آندو ويو، ۽ خيرپور رياست کي پنجاب جي پنجيٽليهه رياستن مان هڪ شمار ڪري، تاج جي نمائندي سان سندس سياسي تعلق، ريزيڊنٽ اف پنجاب اسٽيٽس جي معرفت رکيو ويو، جنهن جو هيڊ ڪوارٽر لاهور ۾ هو (ايچ ٽي. سورلي. **دي گزيٽيئر آف ويسٽ پاڪستان: اڳوڻو سنڌ صوبو** ڪراچي: 1968ع. ويسٽ پاڪستان گورنمينٽ پريس. ڇپائيءَ جو سال نه ڄاڻايل [1968]، ص 787.

96. غلام حيدر ڪي. پير. "سنڌ جي علحدگيءَ جي تاريخ جي هڪ جهلڪ." **الوحيد**، ڪراچي، سنڌ آزاد نمبر1936ع (5 جون 1936ع)، انگريزي سيڪشن، ص 49.

97. ائوو ڊي. ڊچاسيڪ. (Ivo D. Duchacek) **تقابلي وفاقيت: سياست جو علائقائي پاسو** نيويارڪ: هولٽ، رنهارٽ ۽ ونسٽن انڪ، 1970ع، ص 192.

98. ٽيڪساز بمخالف وائيٽ، 7 واليس 700 (1869).

99. **س گ**، 29 اپريل 1887ع، ص 4.

100. دهليءَ جو هڪ اڳوڻو رهاڪو، **س گ**، 6 جنوري 1912ع، ص ص 5-4 "ڪراچيءَ جو مستقبل: نوان موقعا" جي موضوع تي **سنڌ گزيٽ**، ڪراچي، پاران ڪوٺايل سمپوزيم جي سلسلي ۾ ايڊيٽر ڏي خط.

101. ڪرنل اي. ڪوري (ايڊيٽر **س گ**). **س گ**، 10 آڪٽوبر 1891ع، ص 6. ڪراچي چيمبر آف ڪامرس جي ڊنر جي موقعي تي سنڌ کي پنجاب سان ضم ڪرڻ واري تجويز جي باري ۾ 1876ع کان پنهنجون سارو ٿيون سارينديون.

102. "ڪراچي." **س گ**، 14 جولاءِ 1903ع، ص 4. **ڪيپيٽل**، ڪلڪتو، تان ورتل.

103. "انڊيا ۾ هڪ چوٿين پريزيڊنسي." **ڊيلي نيوز**، لنڊن، 20 مئي 1858ع **س ق جي**

ضميمي ۾ ڇپيل شايع ٿيل. س ق، 30 جولاء 1858ع [ص ص 2-1].
.104 بلوچستان ۽ اتر-اولهه سرحد صوبو، اڳيون 1876ع ۾ ۽ پويون 1901ع ۾، ترتيبوار سنڌ ۽ پنجاب کان الڳ ڪيا ويا. پر عملي طور، مليٽري ۽ دفاع سان تعلق رکندڙ سڀني مقصدن لاءِ، ترتيبوار سنڌ ۽ پنجاب سان پڌري پٽ جڙيل رهيا.
.105 لارڊ ڊلهائوزي (20 فيبروري 1856ع)، حوالو ورتو ويو "اتر-اولاهين سرحد جي نئين سرجوڙجڪ." **س گ**، 5 مارچ 1886ع. (**ساڳي اخبار** ۾ ڇپيل ڇپيو. 14 جون 1887ع، ص 5.)
.106 ڊاڪٽر محمد اقبال. **ڊ گ**، 30 ڊسمبر 1930ع، ص 11.
.107 "سنڌ ۽ پنجاب جو ڳنڍائجڻ: II." **س گ**، 27 آڪٽوبر 1903ع، ص 5. (**س ۽ م گ**، لاهور، تان ورتل.)
.108 "پنجاب ۾ ترقي." **س گ**، 20 فيبروري 1903، ص 4.
.109 " پنجاب. سنڌ کي. ڇو ٿو طلبي." **س گ**، 23 جنوري 1912ع، ص 5. (**س ۽ م گ**، لاهور، تان ورتل.)
.110 "پنجاب ۽ سنڌ جو ڳنڍائجڻ:II. " **س گ**، 27 آڪٽوبر 1903ع، ص 5. (**س ۽ م گ**، لاهور، تان ورتل.)
.111 ٽي. ايل .ايف. بيومانٽ. **س گ**، 6 جنوري 1912ع، ص 5. (ايڊيٽر ڏي خط.)
.112 جيمس ڪري (چيئرمين پنجاب چيمبر آف ڪامرس)، **س گ**، 17 فيبروري 1912ع، ص 4. ( دهلي ۾ ڪونايل چيمبر جي ساليانيءَ گڏجاڻيءَ ۾ ڪيل تقرير.)
.113 ايم. ڊي پي. ويب. "سنڌ ۽ پنجاب." **س گ**، 30 جون 1903ع، ص 4. (ايڊيٽر ڏي خط.)
.114 " سنڌ ۽ پنجاب جو ڳنڍائجڻ: II. " **س گ**، 27 آڪٽوبر 1903ع، ص 5. (**س ۽ م گ**، لاهور، تان ورتل.)
.115 **پائيونير** الهه آباد، حوالي واسطي ڏسو "بامبي، سنڌ جي، علحدي ٿيڻ جي منظوري نه ڏيندي." **س گ**، 23 جنوري 1912ع، ص 5. (**ٽائيمز آف انڊيا**، بامبي، تان ورتل.)
.116 ايم. ڊي پي. ويب. **س گ**، 29 جنوري 1912ع. ص 4. (برٽش ايمپائر ليگ جي ڪراچي برانچ جي ميمبرن جي، 27 جنوري 1912ع تي ڪراچيءَ ۾ ڪونايل گڏجاڻي ۾ تقرير. ڏسو" ڇا سنڌ کي پنجاب ۾ شامل ٿيڻ گهرجي: ڪراچيءَ ۾ ٿيل دلچسپ مباحثو" جي عنوان سان ڇپيل گڏجاڻيءَ جي ڪار گذاري.
.117 "پنجاب. سنڌ کي. ڇو ٿو طلبي." **س گ**، 23 جنوري 1912ع. ص 5. (**س ۽ م گ**، لاهور، تان ورتل.)
.118 "اتر-اولاهين سرحد جي نئين سرجوڙجڪ." **س گ**، 5 مارچ 1886ع. (**ساڳي اخبار** ۾ ڇپيل ڇپيو. 14 جون 1887ع، ص 5.)
.119 **پائيونير** الهه آباد. حوالي واسطي ڏسو "بامبي، سنڌ جي، علحدي ٿيڻ جي منظوري نه ڏيندي." **س گ**، 23 جنوري 1912ع، ص 5. (**ٽائيمز آف انڊيا**، بامبي، تان ورتل.)
.120 ٽي. ايل. ايف. بيومانٽ. **س گ**، 6 جنوري 1912ع ص 5. (ايڊيٽر ڏي خط.)
.121 پنجاب جو هڪ اڳوڻو گورنر [سر لوئي ڊين]. "سنڌ ۽ پنجاب: انڊيا ۾ صوبائي تبديليون." **حوالو جاڻايل**، ص 8.
.122 "سنڌ ۽ پنجاب." **ڊ گ**، 8 فيبروري 1929ع، ص 8.

123. ساڳيو پڻ. پنجاب جو هڪ اڳوڻو گورنر[سر لوئي ڊين]. "سنڌ ۽ پنجاب: انڊيا ۾ صوبائي تبديليون." **حوالو جاٽايل**، ص 12.
124. هڪ هندو قومپرست [فرضي نالو]. "تجويز ڪيل نئون مسلمان صوبو." **ڊ گ**، 14 فيبروري 1931ع، ص 16.
125. پي.آر. ڪڊيل [اڳوڻو ڪمشنر-ان-سنڌ]. "ڇا سنڌ علحده ٿئي؟ ۽ پنجاب ۾ شامل ٿئي؟ يا بلوچستان سان اتحاد ڪري؟ يا ڌار آزاديءَ سان ڪم ڪري؟" **ڊ گ**، 5 جولاءِ 1930ع، ص 15. (**ايشيا ٽڪ رويو** لنڊن. تان ورتل.)
126. **ساڳيو**
127. لارڊ رَي. **س گ**، 5 اپريل 1889ع، ص 5. (سنڌ سڀا جي ايڊريس جي جواب ۾.)
128. **بامبي گزيٽ**، بامبي. تان ورتل. ڏسو"سنڌ جي منتقلي." **س گ**، 16 اپريل 1889ع، ص 5.
129. "ڇا سنڌ پنجاب سان. ڳنڍجڻ گهرجي؟" **س گ**، 24 جنوري 1912ع، ص 4.
130. "پنجاب سان نہ ڳنڍجڻ جا ڏهہ ڪارڻ." **س گ**، 19 جنوري 1912ع، ص 5. (**فينڪس**، ڪراچي. تان ورتل.) پڻ. "سنڌ. پنجاب سان. ڳانڍاپي جوڙڻ کان انڪاري آهي." **س گ**، 23 جنوري 1912ع، ص 5 (**الحق**، سکر. تان ورتل.)
131. اِي. ايم. پريٽ. **س گ**، 29 جنوري 1912ع، ص 5.
132. برنارڊ ٽيمپل. **س گ**، 29 جنوري 1912ع، ص 5 (برٽش ايمپائر ليگ جي ڪراچي برانچ جي ميمبرن جي گڏجاڻي ۾ ڪيل تقرير.)
133. "سنڌ جو مستقبل." **س گ**، 30 ڊسمبر 1911ع، ص 4.
134. "بامبي سان سنڌ پوري طرح مطمئن آهي." **س گ**، 23 جنوري 1912ع. ص 4. (**فينڪس**، ڪراچيءَ. تان ورتل.)
135. "پنجاب سان نہ ڳنڍجڻ جا ڏهہ ڪارڻ." **س گ** 19 جنوري 1912ع، ص 5. (**فينڪس**، ڪراچي. تان ورتل.) پڻ. "سنڌ. پنجاب سان. ڳانڍاپي جوڙڻ کان انڪاري آهي." **س گ**، 23 جنوري 1912ع، ص 5. (**الحق**، سکر. تان ورتل.)
136. مير ايوب خان. **س گ**، 29 جنوري 1912ع، ص 4. (برٽش ايمپائر ليگ جي ڪراچي برانچ جي ميمبرن جي گڏجاڻي ۾ تقرير.)
137. خان بهادر ڪَي. ايچ. ڪيٽرڪ " ڇا سنڌ کي بامبي کان علحده ٿيڻ گهرجي : پارسين جو موقف." **ڊ گ**، 21 مئي 1931ع، ص 7. پڻ. "سنڌ. پنجاب سان. ڳانڍاپي جوڙڻ کان انڪاري آهي." **س گ**، 23 جنوري 1912ع. ص 5. (**الحق**، سکر. تان ورتل.)
138. ضم جي تجويز جي حامي اخبار. **ڊيلي گزيٽ**، ڪراچي. مطابق هيءَ "سنڌ جي عوام جو پنجاب ۾ ضم ٿيڻ خلاف سڀ کان وڏو اعتراض هو." "سنڌ ۽ پنجاب." **ڊ گ**، 8 فيبروري 1929ع ص 8.
139. پروفيسر ايچ. ايل. چبلاڻي. **ڊ گ**، 7 آڪٽوبر 1933ع، ص 11. (ايسوسيئيٽيڊ پريس کي ڏنل انٽرويو. جيڪو" چبلاڻيءَ سنڌ جي مسئلي تي روشني وڌي: لنڊن ۾ هن پنهنجا تجربا بيان ڪيا" جي عنوان سان ڇپيو.
140. [نامعلوم.] "سنڌ ۽ پنجاب: سوال جو ٻيو پاسو." **س گ**، 12مئي 1903ع. ص 5. (اخبار کي موڪليل ليک.)

141. پي. آر. ڪڊيل [اڳوڻو ڪمشنر-ان-سنڌ]. "ڇا سنڌ علحده ٿئي؟ ۽ پنجاب ۾ شامل ٿئي؟..." **حوالو ڇاڻايل**، ص 15.
142. "ڇا سنڌ، پنجاب سان، ڳنڍجڻ گھرجي؟" **س گ**، 24 جنوري 1912ع، ص 5.
143. **ساڳيو** ص 4.
144. [نامعلوم.] "سنڌ ۽ پنجاب: سوال جو ٻيو پاسو." **س گ**، 12 مئي 1903ع، ص 4. (اخبار ڏي موڪليل ليک.)
145. "سنڌ، پنجاب سان، ڳانڍاپي جوڙڻ کان انڪاري آهي." **س گ**، 23 جنوري 1912ع، ص 5. (**الحق**، سکر، تان ورتل.)
146. "ڇا سنڌ، پنجاب سان، ڳنڍجڻ گھرجي؟" **س گ**، 24 جنوري 1912ع، ص 4.
147. **ساڳيو**
148. "سنڌ جو خودمختياري گھري ٿي؟" **س گ**، 2 فيبروري 1912ع، ص 4.
149. ايم. ڊِي پي. ويب [ڪراچي چيمبر آف ڪامرس جو ڪيترائي ڀيرا چونڊيل صدر]. **ڊ گ**، 13 نومبر 1920ع، ص 7. (ايڊيٽر ڏي خط.) 1903ع کان وٺي، ويب سدائين سنڌ کي پنجاب سان ڳنڍڻ واري خيال جو حامي رهيو هو. 1918ع ۾ ڦهريون ڀيرو، هن"پنهنجو انتظام پاڻ هلائيندڙ هڪ سنڌ" جي وڪالت ڪئي. (ڏسو **ٽائيمز آف انڊيا**، بامبي، تان ورتل"پنهنجو انتظام پاڻ هلائيندڙ هڪ سنڌ." **ڊ گ**، 2 جنوري 1918ع، ص 4.) وري، 1920ع ۾، هن پنهنجا ويچار تبديل ڪيا. ۽ بامبي پريزيڊنسيءَ سان، سنڌ جي لاڳاپي جاري رکڻ جي وڪالت شروع ڪئي. پنهنجي راءِ تبديل ڪرڻ لاءِ، هن هيٺيان سبب بيان ڪيا :" جيڪڏهن مان سمجهان ها ته سياسي طور وسيع ڪيل ۽ سڌاريل پنجاب، جنهن جو **اونهاري ۾ هيڊ ڪوارٽر ڪراچي مقرر ٿيل هجي** [زور اصلوڪي ۾ ڏنل]، سان اتحاد عملي سياست جي دائري ۾ اچي سگهي ٿو، ۽ هڪ اهڙو پنجاب ايندڙ پنجن سالن ۾ اها تعليمي ۽ مادي مدد مهيا ڪري سگهي ٿو، جنهنجي هن وقت اسان کي تمام تڪڙي ضرورت آهي، ته مان ان آدرش کي حاصل ڪرڻ واسطي جدوجهد جاري رکان ها. پر مان ائين ٿيڻ جوڳو نٿو ڀايان." (ايم. ڊِي پي. ويب، "سنڌ ۽ بامبي،" **ڊ گ**، 17 نومبر 1920ع، ص 5؛ ايڊيٽر ڏي خط.)
150. سيد ميران محمد شاهه. **ڊگ**، 7 آڪٽوبر 1933ع، ص 4. (**ڊ گ** جي خاص نمائندي کي ڏنل انٽرويو، جيڪو" سنڌ جي علحدگيءَ بابت وڏيڪ گفتگو" جي عنوان سان ڇپيو.)
151. "بامبي، سنڌ جي، علحدي ٿيڻ جي منظوري نه ڏيندي." **س گ**، 23 جنوري 1912ع، ص 5. (**ٽائيمز آف انڊيا**، بامبي، تان ورتل.)
152. برنارڊ ٽيمپل، **س گ**، 29 جنوري 1912ع، ص ص 5-4.
153. "ڇا سنڌ، پنجاب سان، ڳنڍجڻ گھرجي؟" **س گ**، 24 جنوري 1912ع، ص 4.
154. برنارڊ ٽيمپل، **س گ**، 29 جنوري 1912ع، ص 5.
155. سيد ميران محمد شاهه. **ڊ گ**، 7 آڪٽوبر 1933ع، ص 4.
156. "پنجاب سان نه ڳنڍجڻ جا ڏهه ڪارڻ." **س گ**، 19 جنوري 1912ع، ص 5. (**فينڪس**، ڪراچي، تان ورتل.)
157. شادي لال، **س گ**، 31 آڪٽوبر 1912ع، ص 7. (دهليءَ ۾ ڪوٺايل هندو ڪانفرنس

۾ صدارتي تقرير جيڪا "سنڌ کي پنجاب سان ڳنڍڻ تي مجبور نہ ڪيو وڃي" جي عنوان سان ڇپي.

158. "ڇا سنڌ، پنجاب سان ڳنڍجڻ گهرجي؟" **س گ**، 24 جنوري 1912ع، ص 5.

159. "سنڌ، پنجاب سان ڳانڍاپي جوڙڻ کان انڪاري آهي." **س گ**، 23 جنوري 1912ع، ص 5. **الحق**، سکر، تان ورتل.

160. سيد ميران محمد شاهہ **د گ**، 7 آڪٽوبر 1933ع، ص 4.

161. پي . آر. ڪڊيل (اڳوڻو ڪمشنر-ان-سنڌ)، "ڇا سنڌ علحده ٿئي؟ ۽ پنجاب ۾ شامل ٿئي؟..." **حوالو جاتا يل**، ص 15.

# ون يونٽ جو خفيہ دستاويز

## ون يونٽ جا لاڀ

پاڪستان جي بناوٽ جي پويان جيڪا عملي طاقت هئي. يعني اسلامي تصور حيات جو استحڪام ۽ يڪجهتي، جنهن مسلمانن کي هڪ نہ ٽٽڻ جوڳي اتحاد ۾ آندو ۽ جنهن ڪري ئي هو هڪ جداگانہ قوميت جا لائق ۽ اهل ٿيا. تنهن جي اها تقاضا هئي تہ هو قبائلي، علاقائي ۽ مقامي مفادن جي پست خيالن کان هٽي، هڪ مشترڪ نظريي ۽ نقطہ نگاهہ تحت ڪم ڪن. پاڪستان جي عوام کي جدا رهڻ جو حق هو، ڇاڪاڻ تہ هو هڪ هئا. (جيڪڏهن هڪ نہ آهن، تہ پوءِ ورهاست جو عمل اڻ ٿيڻ جوڳو هو) پر حقيقت حال اها آهي تہ گذريل ستن ورهين جي عرصي (1947 کان 1954ع تائين) دوران اسان ٻيءَ حد يعني علحدگيءَ واري حالت تحت پئي عمل ڪيو آهي. ۽ جيڪڏهن اها صورتحال ائين ئي رهي تہ پوءِ اسان ڇڙ تباهہ ٿيڻ واري عمل طرف هلي رهيا آهيون. هن رجحان جو تباهہ ڪن اثر هن کان اڳ ئي عوام جي اخلاق، يقين ۽ دلچسپيءَ تي پئجي چڪو آهي ۽ مستقبل جي حڪومت جي محض خاڪي ٺاهڻ ۾ انهيءَ جيڪي رڪاوٽون وڌيون آهن سي ظاهر آهن.

اها ڳالهہ هڪ قومي الميو آهي. ڇاڪاڻ تہ مذهبي روايتن ۽ نظريہ حيات کان سواءِ محض اسان جي موجوده حالتن بابت حقيقتون يعني اقتصادي مفلسي، سمورن لحاظن کان پسماندگي، جذبن جي ڪمي. هڪ يقيني ۽ طاقتور دشمن جو مسلسل ڌڪاءُ اتحاد کي نہ صرف بحيثيت واضح ۽ چٽي نصب العين، بلڪ اسان جي بقا واسطي گهڻ ۾ گهڻ ضرورت ڪري سمجهن ٿيون. تنهن ڪري اسلام ۽ قوميت، ايمان ۽ حب الوطني، اسان جي حالت ۾ هڪ ئي ڳالهہ ڏانهن اشارو ڪن ٿيون تہ "اسان جي حالت جي ستم ظريفي هندستان سان ڀيٽ ڪرڻ مان ظاهر ٿئي ٿي. جيڪو حقيقت توڙي نظريہ حيات جي اختلافن جي باوجود اتحاد ڏانهن وڌي رهيو آهي ۽ اسان اتحاد کان هٽي تفرقي طرف زوال پذير ٿيا آهيون." جيڪڏهن انهيءَ حماقت کي ٻنجو ڏيٺو آهي تہ پوءِ اسان کي اتحاد متعلق هڪ خاص نظريي تي زور رکي هلڻو پوندو.

مشرقي ۽ مغربي پاڪستان وچ ۾ جاگرافيائي ۽ انتظامي سببن ڪري اثرائتو ۽ مفيد اتحاد پيدا ڪرڻ ناممڪن آهي. اها بنيادي ڪمزوري، ٻنهي حصن وچ ۾ داخلي طور تي مڪمل ۽ اثرائتو اتحاد پيدا ڪرڻ ذريعي دور ڪرڻ گهرجي. (انگريزي پهاڪو: يعني جيڪي اسان هڪ هنڌ هارايون، تنهن جي تلافي ٻئي هنڌ ڪرڻ گهرجي) پاڪستان جي خوش قسمتيءَ سان اها ڳالهه مشرقي حصي ۾ حاصل ٿي چڪي آهي. سلهٽ، چٽگانگ جو جابلو علائقو وغيره اهي سڀ تاريخي لحاظ کان اوپر بنگال کان ڌار هئا. پر خسيس جذبن کان متيرو ٿي ۽ حالتن جي نوعيت جو حقيقت پسندانه مقابلو ڪندي، اهي پاڻ ۾ مدغم ٿي ويا آهن. اولهه پاڪستان کي پڻ اوپر پاڪستان جي شاندار مثال جي پيروي ڪرڻ گهرجي ۽ هڪ يونٽ ٿيڻ گهرجي.

مشرقي ۽ مغربي پاڪستان جي ختم نه ٿيڻ جوڳي علحدگي پاڪستاني سياست دانن واسطي انتهائي پيچيده مسئلو رکي ٿي. وسيع جاگرافيائي مفاصلو، ٻولين جو فرق، قدرتي وسيلن جي ورهاست جي ڀيٽ ۾ آباديءَ جي ٻنهه ابتڙ ورهاست، ان جو اثر ۽ بار (هتي تفصيل ڏيڻ ضروري نه آهي) انتظامي ۽ اقتصادي مسئلن جا تضاد، ڪن ڪن حالتن ۾ انتشار، انهن سمورين ڳالهين جي ڪري پيدا ٿيل مشڪلن سبب تمام نوس ۽ سنجيده مسئلا ۽ تڪراءِ جنم ونن تا. جيڪي شڪ شبهي لاءِ ميدان تيار ڪن ٿا. تنهن هوندي به اها ڳالهه بنا اختلاف جي واضح آهي، ته پاڪستان جي ٻن حصن مشرقي ۽ مغربي پاڪستان کي جيڪڏهن قائم رهڻو آهي ته هڪ ٻئي سان وابسته رهڻو پوندو ۽ پنهنجن تعلقات ۽ بيشمار مشترڪ مفادن لاءِ پاڻ ۾ انتهائي خلوص ۽ تعاون جو جذبو جاڳائڻو پوندو.

هن مشترڪ مقصد کي حاصل ڪرڻ ڪيڏو نه مشڪل آهي، تنهن جو ثبوت گذريل ٽن سالن دوران هلندڙ مسلسل دستوري بحران مان ملي ٿو. جيڪو اسان جي ملڪ ۾ جمهوريت کي الوداع چوڻ جي پيو ڪري. انهيءَ جمود جو بنياد دراصل هڪ صوبي جو ٻئي صوبي تي ڇائنجي وڃڻ جو ڊپ آهي. هر قسم جي ڳالهه ٻولهه ۽ ڏوڙ ڊڪون، ورهاست جي جذبي کي محض وڌائينديون. جيستائين غلبي جي انديشن کي ختم نه ڪيو وڃي. جيستائين هڪ يا ٻئي کي پنهنجي مفادن لاءِ استعمال ڪرڻ جو گمان، جيڪا ڳالهه دراصل ممڪن ئي نه آهي ختم نه ڪيو وڃي. جيستائين جوش ۽ خروش هڪ ٻئي تي آڌار ڪرڻ جي بنياد تي ۽ هڪ ٻئي مشترڪ حالتن جي پروڙ جي

بنياد تي قائم نہ ڪيو وڃي. تيستائين سمورن خطرن ۽ شڪ شبهن کي ختم ڪرڻ جو صرف هڪ ئي طريقو آهي. تہ اولهہ ۽ اوڀر ٻئي هڪ جهڙا مضبوط ٿين. هڪ جهڙا مضبوط ۽ هڪ جهڙا پائيوار. هڪ ڌر ۾ اهڙيون ڪي وٿيون يا سبب نہ هجن. جيڪي ٻئي ڌر کي انهن ڪمزورين مان فائدو وٺڻ تي اڀارين. ڇاڪاڻ تہ جمهوري سياست ۾ ڪيڏا بہ اعليٰ خيال ڇو نہ هجن. اهڙي قسم جون تحريڪون روڪي نہ ٿيون سگهجن. تنهن ڪري اولهہ پاڪستان کي هڪ يونٽ ڏانهن هٿ ڊگهيرڻ کپي. دستوري معمي لاءِ انهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪو بہ حل تي نہ ٿو سگهي. انهيءَ کان گهٽ ڪا بہ ڳالهہ مفيد جمهوريت لاءِ رستو هموار نہ ٿي ڪري.

اولهہ پاڪستان جو انتظامي اتحاد. موجوده بنيادي يونٽن جو محض مظهر ٿيندو. انهن جي جذبن کي اڀاريندو ۽ انهن کي نمايان حيثيت ڏيندو.

(الف) بنيادي حقيقت ۾. اولهہ پاڪستان جا صوبا ثقافتي طور تي هڪ آهن. ثقافت جي يڪجهتي. جنهن کي اسلام دلڪشي ۽ پيوستگي ڏني. اها اڳتي هلي پاڻ وڌيڪ نمايان ۽ گهري ٿئي ٿي. ڇاڪاڻ تہ مٿن تاريخ جا ساڳيائي عمل اثر انگيز ٿيا آهن. تقريباً ساڳيون ئي طبعي حالتون آهن. نسلن جي ساڳئي چڪر ذريعي هڪ ٻئي سان مليل آهن. زماني جون حالتون توڙي ثقافتي اثرات. ساڳين خطرن ۽ دٻائن ڏانهن هڪڙي ئي نموني ذميدار آهن.

اولهہ پاڪستان ۾ جيڪي مختلف نمونا آهن. سي درحقيقت رڳو دڙائينن جا آهن. نہ تہ ڪپڙي جي جنس ساڳي آهي. اها ڳالهہ ائين واضح ٿيندي تہ جيڪڏهن اوهان اولهہ کان اوڀر وڃو. خواه اتر کان ڏکڻ. اوهان ڏسندؤ تہ معمولي فرق بہ موجوده صوبن سان وابستہ نہ آهن ۽ خواهہ انتظامي لحاظ کان کهڙي حالت هجي پر تہ بہ هزارا علائقي جا رهاڪو پنهنجن وڌيڪ ويجهن پاڙيسرين پنڊيءَ ڊويزن. ميانوالي ۽ ڊيري غازي خان جي. ڀيٽ ۾ پنهنجي اولهہ وارن پاڙيسرين سان وڌيڪ مليل آهن. بهاولپور ۽ ملتان تقريباً هڪ جهڙا آهن ۽ انهن جي ثقافت سنڌ سان گجرات ۽ گجرانوالہ جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ملي ٿي. سنڌ جي هڪ حصي ۽ بلوچستان جو تقريباً اڌ حصو پنهنجن سان مشابهت رکي ٿو. اهڙي قسم جا تفاوت تقريباً سمورن ملڪن ۾ موجود آهن ۽ انهن جو انداز اولهہ پاڪستان کان وڌيڪ انگلنڊ. فرانس. سوئيٽزرلينڊ ۽ اٽليءَ جهڙن ملڪن ۾ موجود آهي. پر اسان جي علائقي ۾ ڪنهن بہ هنڌ تي اهو تفاوت ايڏو وڏو نہ آهي. جيڪو هڪ جدا قوميت جا انديشا اٿاري. اسان

وٽ بهرحال، ٻوليءَ جو فرق موجود آهي. پر اهو فرق رڳو پاڪستان تائين محدود نہ آهي، بلڪ دنيا ۾ جنهن بہ ملڪ ۾ وحدتي نظام آهي، سو انهيءَ کان بچيل نہ آهي (مثال طور انگلينڊ، فرانس، اٽلي.) پر ٻوليءَ جي معاملي ۾ پڻ صوبائي حدون ڪنهن بہ طرح سان ثقافتي انداز کي نروار نہ ٿيون ڪن ۽ جيڪڏهن ڪنهن صوبي جو مقصد هڪ ۽ صرف هڪ زبان جو هجڻ آهي، تہ پوءِ اسان کي اولهہ پاڪستان کي اوترن ئي صوبن ۾ ورهائڻو پوي ها، جيترا هن وقت ضلعا آهن، تنهنڪري ٻولين جو فرق، جيڪو بلاشڪ لازمي ۽ ضروري آهي، سو ڪا اهڙي ڳالهہ نہ آهي جيڪا انتظامي وحدت کي آڏو اچي، ماضيءَ ۾ انهيءَ فرق کي واضح ڪرڻ لاءِ ڪا جنگ نہ لڳي هئي ۽ انهيءَ ڪري مستقبل ۾ بہ ائين نہ ٿيندو، پر هر هڪ لساني علائقي کي سندس ثقافت ۽ ٻوليءَ کي سنڀالڻ ۽ وڌائڻ جو پورو پورو حق ملڻ گهرجي، پوءِ خواهہ انهيءَ جو واسطو موجوده انتظامي حدن سان هجي يا نہ هجي.

(ب) اچا بہ وڌيڪ چٽيءَ ريت، اولهہ پاڪستان اقتصادي طور تي هڪ يونٽ آهي. صوبي ۾ هر هنڌ ترقيءَ جو نمونو، ضرورت ۽ وسيلا، روزگار جا ذريعا ۽ طبقن جي بناوت بلڪل ساڳي آهي، تنهن کان سواءِ اهي علائقا هڪ ٻئي جا تمام گهڻو محتاج آهن. ساڳي زراعت، جنهن کي ساڳين دريائن مان پاڻي ملي ٿو، ساڳيون شيون پيدا ڪري ٿي، ساڳين مارڪيٽن جي اثر هيٺ آهي ۽ ساڳئي بنياد تي آئينده جون صنعتون - اهي سموريون شيون تڏهن ئي مفيد ٿي سگهن ٿيون، جڏهن انهن کي مشترڪ مفادن تحت ڳنڍيو وڃي. ڪاٺيون ۽ هائيڊرو اليڪٽرڪ جا وسيلا، اهي هڪ هنڌ تي موجود آهن، پر انهن کي استعمال سيني واسطي ڪرڻو آهي، ريلوي جو نظام بہ هڪ ئي آهي، جيڪو هڪ ئي بندر تي وڃي ختم ٿئي ٿو. هر هنڌ اسان کي ساڳيا مقامي اقتصادي مسئلا آهن، جيڪي صرف تڏهن ئي حل ٿي سگهن ٿا، جڏهن انهن کي سموري علائقي جي مفاد جي نڪتہ نظر کان حل ڪيو وڃي. سرحد جي برقي وسيلن کي پنجاب جي ڪارخانن واسطي ڪم آڻڻ گهرجي، پنجاب ۾ گڏ ٿيل سرمائي کي بلوچستان ۽ قبائلي علائقن تي استعمال ڪري انهن کي خوشحالي جي ساڳئي معيار تي آڻڻ گهرجي. سنڌ ۽ بلوچستان جي وسيلن کي اتي جي جنگجو پهلوانن جي ضرورتن لاءِ استعمال ڪرڻ گهرجي. ڪجهہ رڪاوٽن ۽ اعتراضن جي باوجود اڄ بہ ائين ٿي رهيو آهي. پر اسان جو نصب العين هڪ دوامي تعاون هجڻ گهرجي، جيڪو درحقيقت فطري ۽ قدرتي آهي.

ائين اها ڳالهه فقط هڪ انتظاميه ئي آڻي سگهي ٿي.

صوبا، جهڙي نموني ورهايل آهن، تيئن منجهن قدرتي وسيلا نهايت غير متوازن نموني ورهايل آهن. ڪن ڪن حالتن ۾ اها ورهاست اهڙي ته نامناسب آهي جو هڪ بهترين انتظاميه پڻ انهن مان پورو پورو ڪم وٺي ترقي نه ٿي ڪرائي سگهي. (هتي اسان موجوده مالي حالتن جا انگ اکر ۽ انهن ذريعن مان ورتل ڪم جو تفصيل ڏيئي سگهون ٿا) جيڪڏهن صوبائي عليحدگي کي ائين برقرار رکيو ويو ۽ انهن کي ائين چيڪ ڏني وئي ته پوءِ اسان انهن صوبن کي جلدئي مقروض حالت ۾ ڏسنداسون. جنهن جو نتيجو سياسي جمود، حسد ۽ جهيڙن جهٽن جي صورت ۾ ظاهر ٿيندو ۽ حالتون تقسيم کان اڳ واري چڪتاڻ کان مختلف نه ٿينديون. پر جيڪڏهن ائين ڪٽي نه به ٿئي ته به گهٽ ۾ گهٽ وسيلن جي تباهي ۽ ترقيءَ ۾ رڪاوٽ، غريبن جي تباهي ۽ شاهوڪارن جي نقصان ڪار بخيليءَ جي صورت ۾ ضرور ظاهر ٿيندي.

ون يونٽ مان چٽي ۾ چٽو فائدو وڌيڪ غريب صوبن کي ٿيندو. انهن صوبن جو اج ڪلهه گذارو امداد تي آهي. ۽ نتيجي طور سياست ۾ بنيادي طور ماتحت آهن. ون يونٽ ۾ سنڌن گهرجن کي حق جو درجو حاصل رهندو، سموري علائقي جي دولت ۽ ذريعا سنڌن ورثي جي حيثيت رکندا. جن تي سنڌن پهريون حق رهندو. آهستي آهستي ٿوري وقت ۾ سمورا ويڇا ۽ غير برابريون دور ٿي وينديون. جيئن اسان جي اکين اڳيان پنجاب جي ضلعن ۾ ٿي رهيو آهي. شروعات کان ئي سمورن فائدي مند ذريعن جي ورهاست جيڪا ون يونٽ ۾ هڪ مشترڪ بنياد تي شروع ٿيندي، غريب علائقن جي ترقيءَ لاءِ عمدو ذريعو ثابت ٿيندي.

ساڳيا فائدا پنتي پيل علائقن کي پڻ ٿيندا. جن کي جيڪڏهن پنهنجو پاڻ تي ڇڏيو ويو ته ڪڏهن به مڪمل گنجائش مطابق ترقي حاصل نه ڪندا. شاهوڪار علائقن جي موجوده ذريعن جي بچت قدرتي طور تي غريب علائقن جي ترقي ۽ آئينده جي وسيلن جي بناوٽ تي خرچ ٿيندي. اها ڳالهه ون يونٽ ۾ لازمي ٿيندي. تنهن ڪري ون يونٽ واسطي اقتصادي سبب بلڪل سگهارا آهن. هڪ ٻئي تي مدار رکڻ وارين قدرتي حالتن جي موجودگيءَ ۾ ٻيو ڪنهن به قسم جو انتظام محض چربائي ٿيندو، جنهن تان دير يا سوير دست بردار ٿيڻو پوندو.

انهيءَ ڳالهه کي محسوس ڪرڻ لاءِ ڪنهن به وضاحت جي ضرورت نه آهي، ته پاڪستان هڪ تمام غريب ملڪ آهي، تنهن هوندي به اسان جو موجوده انتظام، گهڻا يونٽ، گورنمينٽ ۽ اسيمبلين جا چرخا ۽ پبلڪ آفيسون، دنيا ۾ گهٽي ۾ گهٽي فضول خرچيءَ واريون آهن. اسان جي پاليسيءَ جو اولين مقصد وسيلن کي پورو پورو استعمال ڪرڻ ۽ هر هڪ رپئي مان وڌ ۾ وڌ فائدو حاصل ڪرڻ هئڻ گهرجي. اسان کي محسوس ڪرڻ گهرجي ته سموريءَ دنيا ۾ اولهه پاڪستان کان وڌا علائقا وحدتي حڪومت تحت آهن ۽ تقسيم کان اڳ پنجاب جي اڪيلي صوبي ۾ انهيءَ کان وڌيڪ آبادي هئي.

ون يونٽ جا سياسي، قومي ۽ نظرياتي فائدا بلڪل ظاهر آهن:

(الف) وحدت جو جيڪو جذبو اسان ورهاست کان پوءِ وڃايو آهي، سو وري حاصل ٿيندو.

(ب) انهيءَ (ون يونٽ) جو نتيجو هڪ سڌريل سياسي ليڊر شپ جي صورت ۾ ظاهر ٿيندو. ون يونٽ خسيس جذبن، ننڍن فائدن ۽ تعصب کي ختم ڪرڻ جو باعث ٿيندو. جن هر ڪنهن صوبي جي سياست کي ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ جي سطح تي آڻي ڇڏيو آهي ۽ جن سمال ٽائون ڪاميٽي جي معاملن کي به شرمائي ڇڏيو آهي. هڪ اهڙي ملڪ ۾ جتي گورنمينٽ جو فن اجا نا مڪمل آهي، مناسب ٿيندو ته هر ڪنهن هنڌ جي نمايان ذهن کي ملڪ جي ڪنهن به حصي ۾ ڪم ڪرڻ جو موقعو مهيا ڪيو وڃي بجاءِ انهيءَ جي جو نوڪرين جي گهٽائيءَ جي ڪري قابليت جو معيار ڪيرايو وڃي.

(پ) وڏي پيماني تي ٿيندڙ سياست، هڪ وسيع نڪته نظر جي حامل ٿيندي. يونٽ محض مقامي اسڪيمن تي عمل ڪن ٿا. جنهن ڪري هاري، مزدور ۽ غريب طبقا نقصان ۾ رهن ٿا. پر ون يونٽ جي گورنمينٽ ۾ گهٽ ترقي يافته علائقن کي هڪدم انتهائي ترقي يافته علائقن جي معيار تي آندو ويندو ۽ ترقيءَ جون طاقتون وڌيڪ تيزيءَ ۽ آزاديءَ سان ڪم ڪنديون، ڇاڪاڻ ته هڪ وسيع فضا ۾ انهن کي روڪ گهٽ ٿيندي. تباهه حال ۽ بي گهر ماڻهن لاءِ ون يونٽ هڪ وڏي اميد آهي.

ائين ڇئي سگهجي ٿو ته موجوده حالتن ۾ ون يونٽ نه فقط بهترين تصور، بلڪ ڇوٽڪاري واسطي اهوئي واحد ممڪن رستو آهي. بنگال هن کان اڳ ئي مڪمل صوبائي خودمختياريءَ جو اعلان ڪيو آهي، جنهن ۾

مرڪز فقط ٽن ڳالهين ۾ بااختيار هوندو. سيني جي خيالن موجب انهيءَ گهر کان سواءِ بنگال عملي سياست کان ڌار ٿي ويندو. انهيءَ گهر جي نتيجي طور بيون ڳالهيون، جن ۾ سموري ترقي، هر قسم جي سماجي ۽ اقتصادي بهبودي، سمورو انتظام جنهن سان عام ماڻهوءَ جو واسطو پوي ٿو، وڃي صوبائي حڪومتن جي حوالي ٿيندو. پر حقيقت اها آهي تہ ننڍيا صوبا انهن نئين ذميدارين کي منهن ڏيئي نہ ٿا سگهن. ڌار هجڻ جي حالت ۾ سنڌ، پنجاب ۽ سرحد جهڙا صوبا پڻ صوبائي خود مختياري جي نتيجي طور درهم برهم ٿي ويندا، ۽ اجائي خرچ ۽ ٻئي زيان ڪري قابل رحم حد تائين سچا ٿي ويندا. اهڙي قسم جي خودمختياري جو وجود صرف ون يونٽ گورنمينٽ جي طاقت، مضبوطيءَ ۽ وسيلن ذريعي قائم رهي سگهي ٿو.

زونل فيڊريشن جو حل محض خيالي آهي، اهو موجوده پوزيشن کان بہ وڌيڪ زيان جو باعث ٿيندو. اهو نظام بنيادي دستوري مسئلن جو ڪو بہ حل پيش نہ ٿو ڪري ۽ اهو نظام مٿي ڏنل دليلن جو ڪو بہ جواب ڏيئي نہ ٿو سگهي. (زونل فيڊريشن جي جواب ۾ دليل هڪ ڌار مضمون ذريعي ڏيئي سگهجن ٿا.)

ننڍن صوبن کي خدشو آهي تہ اثر رسوخ ۾ سندن حصو گهٽجي ويندو. ون يونٽ جي ڪري ٿورا وزير ٿيندا، هر هڪ علائقي واسطي نسبتاً گهٽ نوڪريون ٿينديون. اهو صحيح آهي، پر انهيءَ جو اثر هڪ تمام وڏي اڪثريت تي نہ پوندو، ۽ انهن واسطي شايد ون يونٽ ئي سڀ کان وڌيڪ فائدي وارو عمل ٿيندو.

درحقيقت اولهہ پاڪستان جي عوام واسطي ون يونٽ، هيستائين حاصل ڪيل طاقت جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ طاقت ۽ رسوخ جو باعث ٿيندو. موجوده حالت موجب، اصلي طاقت مرڪز جي هٿ ۾ آهي، جنهن ۾ بنگال کي وڏو حصو آهي. پر ون يونٽ جي حالت ۾ اصلي طاقت ٻن يونٽن يعني مشرقي ۽ مغربي پاڪستان جي هٿ رهندي، جنهن ڪري هر هڪ يونٽ پنهنجي طاقت جو پاڻ مالڪ هوندو. انهيءَ اثرائتي طاقت ۾ جيڪا اولهہ پاڪستان کي پهريون دفعو حاصل ٿيندي، ننڍا علائقا ٻئي ڪنهن بہ انتظام جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ حصي جا مالڪ ٿيندا. ون يونٽ اسيمبليءَ ۾ سندن نمائندگيءَ جو انداز پاڪستان اسيمبليءَ ۾ نمائندگيءَ جي انداز کان نمايان طور تي وڌيڪ ٿيندو. اقتصادي لحاظ کان خصوصاً ننڍن علائقن جي پوزيشن وڌيڪ بهتر ٿيندي.

هن وقت بنگال مرڪزي حرچن ۾ پنهنجو پورو پورو نسبتي حصو ونئي ٿو. پر ون يونٽ جي حالت ۾ ڏنل خودمختياريءَ ڪري اهو بار گهٽجي ويندو ۽ نتيجي طور بچت مان وڏو حصو اولهه پاڪستان جي ننڍين علائقن جي بهبوديءَ ۽ بهتريءَ واسطي خرچ ڪيو ويندو.

ننڍن علائقن جي مڪمل اطمينان واسطي ۽ ڪنهن ننڍي علائقي جي نظرانداز ٿيڻ جي انديشي کان بچڻ واسطي آءٌ سوئٽزرلينڊ جي حڪومتي نظام جي مطالعي ڪرڻ جو مشورو ڏيندس. جنهن ۾ مقدس روايتن موجب سمورن صوبن ۽ ثقافتي سرگرمين کي منصفانه حصو ملندو آهي.

## ون يونٽ جي قيام واسطي سياسي جدوجهد

(1) جيڪڏهن ون يونٽ کي قائم ڪرڻو آهي ته پوءِ انهيءَ جو بنياد عوام جي تعاون تي رکڻ ضروري آهي. اها ڳالهه صرف سياسي تحريڪ ذريعي حاصل ڪري سگهجي ٿي. جنهن جو مقصد عوام جي دل ۽ دماغ کي هموار ڪرڻ ۽ جذبي کي جاڳائڻ ٿيندو. مون کي پڪ آهي ته جيڪڏهن انهيءَ مهم کي منظم طور تي هلايو ويو ته اهي مقصد حاصل ٿي سگهندا. ڇاڪاڻ ته آءٌ سمجهان ٿو ته هيٺيان خيال بلڪل صحيح آهن:

(الف) ون يونٽ جي اسڪيم اولهه پاڪستان جي هر هڪ خصوصاً ننڍين علائقن لاءِ فائديمند آهي.

(ب) عام ماڻهن جي انهيءَ سان ڪا به مخالفت ڪانهي.

(ث) هڪ عام شهريءَ کي ايترو ذهن بهرحال آهي. جو جيڪڏهن ڪيس سمجهايو ويو. ته هو انتشار پسند طبقي جي ذلالت ۽ خودغرضيءَ کي پرکي ويندو.

(2) اسان کي بهرحال حالتن جو حقيقت پسندانه جائزو وٺڻ گهرجي. اسان کي انتهائي بحران وارين حالتن کي غير رسمي طريقن سان منهن ڏيڻو پوندو. اسان کي ظاهري سياسي تنظيم کان سواءِ ڪم ڪرڻو پوندو. وقت نهايت ٿورو پر اهم آهي. اسان کي تجربه ڪار انتشار پسندن سان مقابلو ڪرڻو آهي جن جي قابليت مڃيل آهي.

تنهن ڪري موجوده حالتن مطابق پهربائين ضروري آهي ته اسان سياسي مهم جي شروعات کان اڳ سموريون رڪاوٽون دور ڪريون. ٻين لفظن ۾ اسان کي اهي سڀ مخالفتون خاموش ۽ ختم ڪرڻ گهرجن. جن

واسطي اسان کي يقين آهي تہ انهن جو بنياد برائيءَ تي ٻڌل آهي. اسان کي پنهنجي آواز کي ٻڌڻ جوڳو ڪرڻ لاءِ پنهنجي طاقت کي پوريءَ ريت ۽ مضبوطيءَ سان استعمال ڪرڻو پوندو. آءٌ اهو چئناءُ ڏيندس تہ جيستائين ڪجهہ وقت لاءِ مخالفت مڪمل طور تي ماٺ نہ ڪرائي ويئي، ۽ انهيءَ ماٺ دوران اسان جي آواز لاءِ ٻڌڻ جوڳو ماحول نہ بنايو ويو. تہ پوءِ سموري تحريڪ بيڪار ثابت ٿي ويندي. ۽ موجوده گڙٻڙ ۽ مونجهاري سبب اسان جي شروعاتي چرپرئي شڪ شبهي جي ڪري اثر وڃائي ويهندي. منهنجي راءِ ۾ اسان ون يونٽ کي تاريخ جي ٻن موقعن تي حاصل ڪري سگهياسين ٿي:

(الف) پاڪستان جي نهڻ وقت. جڏهن اسان جو جذبو زورن تي هو. جڏهن اسان جي يڪجهتي ۽ اتحاد کي جدوجهد ذريعي جاڳايو ويو هو. فتح سان نوازيو ويو ۽ محڪم ليڊرشپ تحت حڪومت نهي. جڏهن قائد اعظم جي رهبريءَ هيٺ. پروسي ننڍا ننڍا جذبا ختم ڪري ڇڏيا هئا.

(ب) هن وقت. جڏهن اهو جذبو انتهائي پستيءَ تي آهي. جڏهن تدبيرون هڪ ٻئي پٺيان ناڪام ٿيون آهن. جڏهن ماڻهن کي ناڪامي وڪوڙي ويئي آهي ۽ جڏهن هو انهيءَ مايوسيءَ واري حالت ۾ اوهان جي حڪم هيٺ هلڻ لاءِ تيار آهن. خواهہ اوهان کين ڪهڙي بہ رخ ڏانهن موڙيو. بشرطيڪ سندن رهنمائي مضبوطيءَ سان ڪريو. آءٌ سمجهان ٿو تہ جيڪڏهن هن موقعي تي اسان عوام جي خواهشن جي تڪميل نہ ڪئي تہ پوءِ اسان هميشہ لاءِ کين ناڪام ۽ نااميد ڪري ڇڏينداسون.

توهان مون کي بي اصول چئي نہ ٿا سگهو. جيتوڻيڪ هڪ طرف آءٌ انهيءَ تي زور ٿو ڏيان. تہ ون يونٽ محض عوام جي رضامنديءَ سان حاصل ۽ قائم ڪري سگهجي ٿو ۽ ٻئي طرف آءٌ مخالفت کي خاموش ڪرڻ جي تقاضا ڪريان ٿو. پر ننهن هوندي بہ اهي بہ ڳالهيون هڪ ٻئي کان مختلف نہ آهن. پهرئين منزل تي اسان کي پنهنجو آواز بلند ڪرڻ لاءِ طاقت سان موقعو هٿ ڪرڻو پوندو. پر هڪ دفعو اهڙي موقعي ملڻ کان پوءِ ماڻهن کي اهو اختيار ڏنو ويندو تہ هو اسان کي جاچين ۽ پوءِ پنهنجي آزاد راءِ جي بنياد تي اسان کي مڃين يا رد ڪن. مون کي انهيءَ ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ انصاف تي مبني هجڻ جي باعث ون يونٽ ضرور نهندو.

(3) اسانجي سياسي مهم نهايت احتياط سان منظم ڪرڻ گهرجي ۽ ان تي هوشياريءَ سان عمل ٿيڻ گهرجي. شروعات ڪان ٿي، بلڪ اڄ کان ئي،

انهيءَ کي چڱيءَ ريت ۽ بامقصد تنظيم تحت آڻڻ گهرجي. آءُ مشورو ڏيندس ته اسان کي هڪ ورڪنگ پارٽي، هڪ ائڪشن ڪاميٽي ۽ هڪ با تدبير مرڪزي هيڊڪوارٽر قائم ڪرڻ گهرجي. جنهن کي مڪمل اثارٽي، بهترين ذهن ۽ سڄي صوبي جي پر اثر ۽ نمائنده ليڊر شپ حاصل هجي. نظريئي جي شڪل ۽ صورت، مهم جي رهنمائي ۽ سياسي جدوجهد جي سمورن پهلوئن جي هم آهنگيءَ وغيره بابت اهو مرڪز آخري اختياري هئڻ گهرجي.

(4) انهيءَ مهم جو ٻيو قدم ٿيندو سمورن صوبن ۽ عوام جي نمائندن جي رضامندي، صوبائي اسيمبلين ۽ صوبائي ليگن وغيره طرفان پاس ڪيل ٺهرائن ذريعي. هن قدم کي اسان پارلياميننٽري پهلو چئي سگهون ٿا.

انهيءَ قدم واسطي سڄي ڳڇي گهُر صرف هڪ آهي: هر هڪ صوبي ۾ پنهنجي ليڊر شپ منتخب ڪريو ۽ انهن کي طاقت ۾ آڻيو. انهن تي پورو ڀروسو رکو ۽ انهيءَ عمل ۾ ڪين پنهنجي مڪمل حمايت جو يقين ڏياريو. ضرورتن ۽ گهرجن بابت سنڌن فيصلن کي درست سمجهو. سنڌن سياسي عملن ۾ مداخلت ڪري ڪين دل شڪسته نه ڪريو. انهيءَ ڪري منجهن مونجهه ۽ شڪ شبها جاڳندا. ياد رکو ته اوهان ڪين هڪ انتهائي ڏکيو ڪم ڏيئي رهيا آهيو. جنهن ۾ ڪين آڏو وڏو خطرو آهي. ڪنهن معاملي تي اعتراض ڪرڻ، هٻڪڻ يا هٺڻ ساڻن دوکي ڪرڻ جي برابر ٿيندو. (انهيءَ سلسلي ۾ فقط هڪ رهنمائي ڪافي ٿيندي. اسيمبلين کان پاس ڪرائڻ واري ٺهراءَ جو مسودو ساڻن مشورو ڪري ٺاهيو وڃي) وقت جي هڪ حد مقرر ڪرڻ ضروري آهي. جنهن اندر هن ڪم کي مڪمل ڪرڻ گهرجي.

(5) هن مهم جو ٽيو پهلو، يعني پبلڪ پروپئگنڊا پڻ ساڳئي وقت تي شروع ٿيڻ گهرجي. نمايان قبوليت ۽ عام راءِ حاصل ڪرڻ ۾ ڪافي وقت لڳي ويندو. پر جيڪڏهن (الف) نمائنده ليڊرن يعني ايم ايل اي جي خوشنودي ۽ رضامندي حاصل ڪئي وڃي، (ب) انهي ڳالهه بابت هر شڪ شبهي کي دفع ڪيو وڃي ته ڏکين علائقن ۾ مقصد حاصل ڪرڻ خاطر، انتشار پسندن جي هر قسم جي گڙٻڙ کي مضبوطيءَ ۽ طاقت ذريعي روڪيو ويندو. انهيءَ ڳالهه ۾ ڪوبه شڪ نه آهي ته انهيءَ اسڪيم ۾ سمايل منطق ۽ خوبيون آخرڪار جذبي سان ڀربل رضامندي آڻينديون. اهو وقت هفتا يا مهينا ٿي سگهي ٿو.

هن مهم جي بناوت ۽ تنظيم هڪ قابل منتظم جي گهر ڪري ٿي ۽

اهو سمورو بار ورڪ پارٽيءَ تي رکڻ گهرجي. جيڪا هر قسم جي ڪم واسطي خاص سب ڪاميٽيون ناهيندي. ڪمن جي ورهاست هيٺين ريت ٿيندي:

(الف) مکيه ماڻهن جا بيان، جيڪي رفته رفته عام راءِ کي هموار ڪندا.

(ب) هڪ هم آهنگ پريس مهم، جيڪا هن نظربي تحت ڪنٽرول ۾ هوندي، ۽ جيڪا هر هنڌ انهيءَ اسڪيم جي مختلف پهلوئن کي ظاهر ڪندي.

(ث) پمفليٽ، ٽريڪٽ وغيره

(ج) وسيع پيماني تي سياسي ورڪ. خاص طور تي هيٺين گروپن سان تعلق رکندڙ: (1) ذهين طبقو، يعني وڪيل، پروفيسر، ڊاڪٽر وغيره (2) شاگرد (3) غريب طبقو: يعني پورهيت، هاري، ننڍا واپاري وغيره. منهنجي خيال ۾ اسان لاءِ انهن ماڻهن جي حمايت سڀ کان وڌيڪ فائديمند ٿيندي. اها حمايت موجوده حڪومت (صوبائي حڪومت سميت) جي تعميري عملن ۽ ترقي، خصوصاً زميني سڌارن ۽ قيمتن کي گهٽ ڪرڻ ذريعي وڌيڪ پرجوش ڪري سگهجي ٿي. اهي سڌاري ۽ ترقيءَ جا قدم انهيءَ ڳالهه تي زور ڏيڻ ۾ پڻ مدد ڏيندا ته ون يونٽ واسطي ليڊرشپ درحقيقت انصاف ۽ ترقيءَ واسطي ليڊرشپ آهي. انهيءَ ڳالهه جي شروعات پڻ بين ڳالهين وانگر سنڌ ۾ ڪرڻ گهرجي. (4) انهيءَ ڪم واسطي ملن مولوين کي استعمال ڪري سگهجي ٿو، پر تمام خبرداريءَ سان، ڇاڪاڻ ته هو اهڙين مهمن کي پنهنجي ڏنڌي طور استعمال ڪرڻ ۾ ماهر هوندا آهن ۽ حاصل ڪيل پليٽ فارم کي پنهنجي فائدي لاءِ استعمال ڪندا آهن. بهرحال جيڪڏهن انهن کي استعمال ڪيو وڃي ته پوءِ اهو خيال رکڻ ضروري آهي ته گهٽ درجي وارا ۽ غير اهم ماڻهو چونڊيا وڃن، ۽ نمايان ماڻهو، جن جو ڏنڌو ئي اهو هجي، تن کان پاسو ڪيو وڃي. (5) پبلڪ ميٽڻ ذريعي، جن ۾ مناسب ڳالهائيندڙ ماڻهو تقريرون ڪن. سموري ملڪ ۾ عوام سان سڌو تعلق رکيو وڃي. جيئن ته اسانجي سياست ۾ جلسا ئي اهڙا ذريعا آهن. تنهن ڪري اسان جي مهم جو بنياد پڻ انهن تي رکيو ويندو ۽ انهن لاءِ انتهائي خبردار تنظيم جي ضرورت ٿيندي. (6) آخر ۾ پنجاب جي حيثيت بابت ڪجهه لفظ: هن وقت اسان کي پنجاب ۾ گهڻي گوڙ جي ضرورت نه آهي. ڇاڪاڻ ته انهيءَ جي نتيجي طور بين ماڻهن کي شڪ شبها جاڳندا. حقيقت ۾ اسانجي ليڊرن کي ون يونٽ

جي حمايت واسطي بيان ڏيڻ ۾ ڏاڍي خبرداريءَ کان ڪم ورتو پوندو. پر ٻن ڳالهين کي ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي:

(الف) اسان جا بهترين ۽ ڪم ڪندڙ سياسي ورڪر پنجاب ۾ آهن. انهن کي منظم ڪرڻ گهرجي ۽ تيار هجڻ کپي جو جتي ۽ جڏهن سندن ضرورت پوي. پنهنجي پوريءَ طاقت سان استعمال ڪري سگهجن.

(ب) 'عام راءِ جي لاڙي' کي مڪمل طور تي نظرانداز ڪرڻ مناسب نہ ٿيندو. اها ڳالهہ سمجهڻ گهرجي. تہ مناسب وقت تي پنجاب کي رضاڪارانہ طور تي ڪي ننڍيون رعايتون ڏيڻيون پونديون، پر اهڙو وقت آءٌ سمجهان ٿو يڪدم ڪو نہ ايندو. ساڳئي وقت تي انهن سمورن انتشار پسند ليڊرن جو هيڊ ڪوارٽر پنجاب ۾ آهي، جيڪي ٻين سمورن صوبن ۾ اٿندڙ مخالفتن کي اُڀاريندا ۽ ساٿ ڏيندا. تنهن ڪري پنجاب جي ليڊر شپ کي اهڙو انداز ۽ قابليت هئڻ کپي، جو پنهنجو فيصلہ ڪن ڪردار ادا ڪري سگهي ۽ ڪيس هينئر کان ئي هوشياريءَ ۽ چالاڪيءَ سان 'عام راءِ جي لاڙي' تي مضبوط گرفت هيٺ رکڻ کپي.

(ضروري: پنجاب ۾ پاس ٿيندڙ سمورن ٺهرائن جا مسودا ڪراچيءَ ۾ تيار ٿيڻ کپن)

## ون يونٽ تي اعتراض:

صوبائي حڪومت جو انداز اسانجي سياسي شعور تي چانيل آهي. انهيءَ کي هٽائڻ يا صرف بدلائڻ جي ڪنهن بہ ڪوشش جي نتيجي طور زبردست مخالفت کي منهن ڏيڻو پوندو. اها مخالفت خاص طور تي ننڍين صوبن يعني پنجاب کان سواءِ ٻين سمورن صوبن ۾ ٿيندي. اسان کي ننڍين صوبن جي ٿوس اعتراضن ۽ محض انديشن جي وچ ۾ فرق محسوس ڪرڻ گهرجي. ننڍن صوبن کي اهي ڊپ هڪ تہ پنجاب جي چانئجي وڃڻ جي انديشي ڪري آهن. ٻيو انتشار پسندن جي سازشن جي ڪري جيڪي پاڪستان کي ڪمزور ڪرڻ جون سازشون سٽي رهيا آهن، يا طاقت تي ناجائز قبضي خاطر سياست کي ننڍي پيماني تي محدود رکڻ چاهين ٿا. ٻئي قسم جي اعتراضن کي فوراً ختم ڪري سگهجي ٿو، پر پهرئين قسم جي

اعتراضن کي منهن ڏيڻو پوندو ۽ ختم ڪرڻو پوندو. منهنجو ايمان آهي ته اسان کي ون يونٽ جي وڪالت ڪرڻ جو ڪو به حق نه آهي، جيستائين اسان انهي لاءِ اخلاقي طور تي مطمئن ٿي نه وڃون ۽ جيستائين اسان پنهنجن ننڍن علائقن جي ڀائرن کي مطمئن نه ڪريون ته هن اسڪيم جو اولين فائدو ننڍين ۽ ڪمزور علائقن کي ٿيندو. تنهن ڪري اسان کي گهرجي ته ننڍن علائقن جي ليڊرن سان گڏجي ون يونٽ جي اسڪيم کي مڪمل طور تي سڌاريون، جيئن انهيءَ جي خلاف ٺوس اعتراض دفع ٿي سگهن.

عام طور تي اٿاريل اعتراض مان ڪي هيٺيان آهن:

1. **پنجاب جي ڇانئجي وڃڻ جو ڊپ:** هڪ يونٽ ۾ پنجاب جي ضلعن جي آبادي 52 سيڪڙو ٿيندي ۽ ٻين سمورن علائقن جي گڏيل آبادي 44 سيڪڙو ٿيندي. وحدتي حڪومت تحت. هڪ ماڻهوءَ جو هڪ ووٽ ٿيندو آهي، تنهن ڪري دليل ڏنو وڃي ٿو ته پنجاب ٻين علائقن تي ڇانئجي ويندو. انهيءَ دليل جي جواب ۾ ٻيا دليل موجود آهن، پر اهي جذباتي طور تي مطمئن نه ٿا ڪري سگهن. انهن دليلن بنگال جي معاملي ۾ پنجاب کي پڻ مطمئن نه ڪيو هو. انهيءَ مشڪل جو حل، جيڪو ڪيترن ئي خيالن کان ڏڪوئيندڙ آهي، سو آهي غير مڪمل جمهوريت جو رائج ڪرڻ، جنهن تحت اسيمبليءَ ۾ غير پنجابي ضلعن کي 50 سيڪڙو کان وڌيڪ نمائندگي ملندي. انهيءَ نموني کي ڪافي عرصي تائين عمل ۾ رکبو.

2. **نوڪريون:** ننڍن علائقن کي انديشو آهي ته پنجاب جي بهتر تعليمي معيار جي ڪري سندن ماڻهو سرڪاري نوڪرين مان تڙجي ويندو. هن اعتراض کي ڪيترن ئي لحاظن کان وڏي جذباتي اپيل آهي. ڇاڪاڻ ته اها حقيقت آهي ته هر هنڌ صوبائي نوڪرين جو عوام جي ذهين طبقي تي ۽ پس پرده سياست ۾ وڏو اثر آهي. خواهه حالتون کهڙيون به ٿين، انهن جي مخالفت ون يونٽ کي بهرحال خوفناڪ ڪري سگهي ٿي، پوءِ پلي ڪٽي ون يونٽ پنهنجي بهترين حالت ۾ چو نه هجي. تنهن ڪري هن اعتراض کي مناسب طور تي دفع ڪرڻ گهرجي.

انهيءَ مسئلي بابت ڪافي حل آهن: موجوده نوڪريون قائم رکيون وينديون. ننڍيون جايون مقامي طور تي ڀريون وينديون. اصل مسئلو آئينده جي ڀرتين جو آهي. مقرر ڪيل ڪوٽائن ۽ ٻين پابندين ذريعي ٻيو نه ته به نوڪرين جو موجوده تناسب گهٽ ۾ گهٽ 15 سالن تائين قائم رکيو ويندو ۽

جيڪڏهن انهيءَ عرصي دوران تعليم يافته ماڻهن جو انداز هر هنڌ ساڳئي معيار تي نه پهچي سگهيو. ته پوءِ اهو عرصو اجا به وڌائي سگهجي ٿو.

3. **انتظامي پيچيدگي ۽ فاصلي جو مسئلو:** هڪ عام ماڻهوءَ کي جيڪا ڳالهه تمام گهڻو متاثر ڪندي، سا هيءَ آهي ته اولهه پاڪستان واسطي هڪ ئي گورنمينٽ سندس روزمره جي مسئلن، ضرورتن، پرمٽن ۽ بين انتظامي ضرورتن جي لحاظ کان تمام پري، ۽ تمام گهڻي خرچ ۽ تڪليف جو باعث ٿيندي، جنهن ڪري عملي طور تي اها گورنمينٽ سندس لاءِ محض بيڪار ثابت ٿيندي. هي تمام نوس ۽ منجهيل مسئلو آهي. اولهه پاڪستان واسطي هڪ واحد مرڪزي انتظاميه جو مقصد انهي لحاظ کان هڪ فائديمند انتظاميه جي بنهه ابتڙ ٿيندو. تنهن ڪري ون يونٽ کي ڪارگر بنائڻ لاءِ هيٺين ڪاتن ۽ قانوني ادارن کي ڪافي اختيار سپرد ڪرڻا پوندا. حقيقت ۾، اسان جي آئينده پاليسيءَ جو مقصد، هڪ عام ماڻهوءَ کي آسان ۽ پهچ جوڳيون انتظامي سهوليتون ڏيڻ آهي ۽ نه انهن کي وڌيڪ ڏکيو ۽ پهچ کان ٻاهر ڪرڻ.

تنهن ڪري انهن اعتراضن کي دفع ڪرڻ لاءِ ضروري ٿيندو ته ون يونٽ جي اسڪيم کي ٿورو وڌيڪ تفصيل سان ڏاهيو وڃي. انهيءَ جا انتظامي نمونا پهريائين سوچڻ گهرجن. جيئن اهي عوام کي مطمئن ڪري سگهن. موجوده قانوني عدالتن بابت ڇا ڪبو؟ ڇا اولهه پاڪستان کي 10 يا 12 مناسب علائقن ۾ ورهائي، انهن تي سينئر آفيسرن کي مقرر ڪيو وڃي، جن کي اهي سمورا مسئلا حل ڪرڻ جا اختيار ڏنا وڃن. جيڪي صوبائي نوعيت جا آهن. يا هڪ مڪمل مرڪزي انتظاميه ڪم ڪندي؟ شروعات کان ئي هڪ غير رسمي پارٽيءَ کي موجوده ليڊرن جي ذهن کي انهن نقطن جي باري ۾ واضح سمجهاڻيون ڏيڻ گهرجن. جيئن اهي ئي عوام ۽ ون يونٽ بابت مطمئن ڪري سگهن.

4. **زمينون:** سنڌ ۾ پوک لائق ٿيندڙ نيون زمينون ۽ انهن جي قبضي ۽ ورهاست تي ون يونٽ جو اثر. اهوئي معاملو سنڌي ذهن کي سڀ کان وڌيڪ هيجان ۾ ٿو آڻي. قومي جذبي کان قطع نظر، اها ڳالهه قدرتي لحاظ کان پڻ هيجان جو باعث آهي، ڇاڪاڻ ته ون يونٽ جي نهڻ جي حالت ۾ هو هڪ ڏگهي عرصي کان ڪيل خرچ ۽ پورهئي جي جائز وصوليءَ بابت نقصان ۾ اچي ويندا.

هن مسئلي بابت ٻه سوال اٿن ٿا: ڇا سنڌي ليڊر واقعي سنڌي عوام جي ڀلي خاطر اهو سوال اٿارين ٿا؟ جيڪڏهن ائين آهي ته پوءِ انهيءَ مسئلي جو

منصفاڻو حل ٿي سگهي ٿو. اهي زمينون غريب ۽ محروم ماڻهن جو حق آهن. اسان کي انهن ماڻهن جو پهريون حق تسليم ڪرڻ گهرجي. انهن زمينن مان اول اول سنڌ جي هر هڪ بي زمين هاريءَ ۽ پوک ڪندڙ کي اقتصادي يونٽ ڏنو ويندو.

انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ کان اڳ هڪ ايڪڙ بہ ڪنهن غير سنڌيءَ کي نہ ڏنو ويندو. انهيءَ طبقي کي زمين ورهائڻ کان پوءِ باقي بچيل زمين سنڌ کان سواءِ ٻين علائقن جي محروم هارين کي ڏني ويندي. ملڪ جي هن نئين وسيلي کي ڪنهن بہ حالت ۾ انهن ماڻهن جي حوالي نہ ڪيو ويندو، جن وٽ اڳئي ڪافي زمين موجود آهي. انهيءَ مسئلي بابت ٻيو سوال آهي تہ ڪي سنڌي ليڊر انهيءَ زمين کي تمام خوشحال زميندارن جو حق سمجهن ٿا. حقيقت ۾ اهو مسئلو صوبائي نوعيت جو نہ آهي. درحقيقت انهيءَ جو اخلاقي ۽ سماجي پهلو پڻ آهي، جنهن جو اثر پاڪستان جي مستقبل ۽ نظرئي تي پوي ٿو. ون يونٽ خواه وجود ۾ اچي يا نہ پاڪستان جي ڪا بہ محب وطن حڪومت اهڙي پاليسي گوارا نہ ڪندي، جنهن تحت دولت هڪ ئي هنڌ گڏ ٿي وڃي ۽ محض چند ماڻهو انهيءَ وسيلي شاهوڪار ٿين ۽ ٻئي طرف زمين کان محروم هزارين ۽ لکين هاري فاقا ڪڍي مرن.

تنهن کان سواءِ ثقافت جو سوال پڻ اٿي ٿو. چيو وڃي ٿو تہ صوبائي ثقافتون يعني سنڌي، بلوچي ۽ سرحدي ثقافت ون يونٽ ڪري بلڪل ختم ٿي وينديون، نہ تہ بہ لتي پٽي اهي وڏي نقصان هيٺ اچي وينديون. اها هڪ بي بنياد ڳالهہ آهي. مون اها ڳالهہ اڳ ۾ ئي ڄاڻائي آهي تہ اسان جي ثقافتي گوناگونيت ۽ عموميت صوبائي حدن سان لاڳو نہ آهي. ثقافت ۽ ٻولين جا ڪئين نمونا هر هڪ صوبي ۾ موجود آهن ۽ اهي ڪن حدن جا پابند نہ آهن. هتي اهو سوال اٿي ٿو تہ ستن سالن جي عرصي دوران صوبائي خودمختياريءَ ثقافتي ترقيءَ ۾ ڪهڙو حصو ورتو آهي؟

پر تنهن هوندي بہ ثقافتي فرق موجود آهن. اهي فرق اسان جي زندگيءَ کي اجارين ۽ سينگارين ٿا. هيستائين ڪنهن بہ شخص، پنهنجي ثقافت کي ترقي وٺائڻ لاءِ ڪو بہ قدم نہ کنيو آهي. پر ائين ڪرڻ اسان جي زندگيءَ کي پرجوش ڪرڻ جو باعث ٿيندو. ون يونٽ جي گورنمينٽ ائين ڪندي. ٻولين کي مليل موجود سهوليتون برقرار رهنديون ۽ هر هڪ ثقافتي انداز کي وڌڻ ۽ ويجهڻ جا پورا پورا موقعا ڏنا ويندا.

## سياسي پاليسي:

1. اسان جي آڏو سياسي پاليسيءَ جا فوري مقصد هيٺيان آهن:
(الف) جمهوري عملن جي بحالي (ب) پاڪستان لاءِ دستوري خاڪي جي مسئلي بابت ڪارآمد ۽ متفق ناهه.

2. مٿين ٻن مقصدن جي نسبتاً وڌيڪ اهميت چڱيءَ ريت ظاهر آهي. ملڪ ۾ موجود افراتفري جو واحد سبب آئيني جمود آهي، جنهن جمهوريت کي طاقتور سياستدانن واسطي ڪيڏوٺو بنائي ڇڏيو آهي، ۽ جنهن جي نتيجي طور آئيني بحث محض وقت وڃائڻ جي برابر ٿي پيو آهي. تنهن ڪري جيڪڏهن اسان چاهيون ٿا ته جمهوريت اسان لاءِ مفيد ثابت ٿئي ته پوءِ جمهوريت جي بحاليءَ کان اڳ آئيني خاڪو ناهڻ وڌيڪ ضروري آهي.

3. آئين جو سڀ کان وڏو مسئلو وفاقي حڪومت جي ڍانچي جو انداز آهي جنهن تي دراصل مشرقي ۽ مغربي پاڪستان جي تعلقات جو مدار آهي. انهيءَ مسئلي بابت اسان تيستائين بحث نه ٿا ڪري سگهون. جيستائين اولهه پاڪستان، هڪ وحدت جي شڪل نه ٿو وٺي. جيڪڏهن اسان جو مقصد اهو آهي ته اولهه ۽ اوڀر پاڪستان مان هڪ ٻئي جي چانئجي وڃڻ جو ڊپ نڪري وڃي، ته پوءِ انهن ٻنهي صوبن کي ڳالهين ۾ ٻهرو هڪ جهڙن حصي دارن وانگر وڃڻ گهرجي. ڇڙوڇڙ ٿي مغربي پاڪستان مشرقي پاڪستان کان ڪنهن به ڳالهه جي تقاضا ڪري نه ٿو سگهي، ڇاڪاڻ ته حقيقتن جي پيش نظر، خواهه ڪهڙو به آئين ڇو نه هجي. مشرقي پاڪستان کي اڪثريت جي ڪري بهرحال برتري حاصل رهندي.

تنهن ڪري آئين جي مسئلن جي حل ڪرڻ لاءِ پهريون قدم اولهه پاڪستان جي وحدت ٿيندو. اها وحدت سموري الهندي علائقي جو هڪ ئي انتظامي يونٽ ناهڻ ذريعي حاصل ٿي سگهندي.

4. آءٌ سمجهان ٿو ته اولهه پاڪستان جو هڪ يونٽ ناهڻ ممڪن آهي. ڇاڪاڻ ته مون کي يقين آهي ته هيٺيان اندازا بلڪل درست آهن:
(الف) عام رواجي ماڻهن کي انهيءَ سان ڪابه مخالفت ڪونهي. جيڪڏهن ون يونٽ جا يقيني فائدا، يعني انتظامي سهوليتون، اقتصادي بچت، سياسي ليڊر شپ جي معيار ۾ سڌارو، اولهه پاڪستان ۽ خاص ڪري ننڍن ۽ پٺتي پيل صوبن جي ترقي، ۽ مشرقي ۽ مغربي پاڪستان جي سياسي مسئلن جو حل عام ماڻهن کي چڱي طرح ذهن نشين ڪرايا ويا. ته

پوءِ هو يقيناً انهيءَ جي حمايت ڪندا.

(ب) موجوده مخالفت درحقيقت انفرادي سياستدانن جي پيدا ڪيل آهي، جيڪي صوبائي منافرت مان فائدو حاصل ڪرڻ چاهين ٿا. انهن سياستدانن جي حيثيت کي ون يونٽ مان وڏو خطرو آهي. اها مخالفت ايڏي عام نہ آهي، بلڪ انهيءَ جي اهميت محض انهيءَ ڪري آهي، جو اهي سياستدان اعليٰ حيثيت جا مالڪ آهن. جيڪڏهن اها حيثيت ڪائڻن ڪسي وڃي، تہ پوءِ اهي خودبخود خاموش ٿي ويندا.

(ت) حقيقي خطرو هن ڳالهہ ۾ آهي تہ ڪن سياستدانن کي عوام جي جذبات ۽ تعصب مان فائدو وٺڻ جي آزادي ملي ويئي آهي. هو "اسان جي صوبي کي خطرو آهي" جو نعرو هڻي انهن جا جذبات اڀارين پيا ۽ اسان طرفان ون يونٽ جي حق ۾ ڪا بہ ڪارآمد تحريڪ نہ هلائي ويئي آهي. انهيءَ ڳالهہ جي نتيجي طور ننڍن صوبن ۾ ون يونٽ جي حامين کي هڪ قسم جي روڪ اچي ويئي آهي ۽ مخالفن کي موقعو ملي ويو آهي تہ هو عوام جي ذهن ۾ هڪ جذباتي ڊپ پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃن. حالانڪ عوام کي ٻيءَ ڌر جي ڳالهين کي ٻڌڻ جو موقعو ئي نہ مليو آهي. مثال طور هن وقت سردار رشيد ۽ کهڙي تي اعتراضن ۽ پيرزادي ۽ سرخپوشن جي اجائي هاءِ گهوڙا جي ڪري مسئلو ايڏو منجهي پيو آهي، جو ون يونٽ لاءِ انفرادي پيماني تي ڪا بہ حمايت انهيءَ جي مخالفت کي تڏو ڪري نہ ٿي سگهي. اسان لاءِ هن وقت محض پسنديدگيءَ جو اظهار ڪافي نہ آهي، بلڪ انهيءَ واسطي اسان کي پرجوش حمايت جي ضرورت آهي. بهرحال اسان کي اجا بہ ڪافي وقت آهي، جو حالتن جي نوعيت کي ڦيرائي سگهون.

(ث) "ون يونٽ" خلاف مکيہ ۽ مقعول دليل، صرف پنجاب جي چانئجي وڃڻ جو انديشو آهي. انهيءَ دليل جي اهميت کي گهٽ سمجهڻ نہ گهرجي. اهو ڊپ ڪيئن بہ ڪري ختم ڪرڻ گهرجي. انهن انديشن کي دور ڪرڻ لاءِ اسان وٽ مناسب آئيني طريقا موجود آهن ۽ جيئن تہ پنجاب انهن طريقن جي مخالفت نہ ٿو ڪري، تنهن ڪري اهي انديشا آسانيءَ سان دور ڪري سگهجن ٿا. فقط هڪ ڳالهہ جو احتياط رکڻ ضروري آهي، اها هيءَ تہ هن نازڪ دور ۾ پنجابي اڳواڻن کي ڪليءَ طرح ڪنهن اهڙي رٿ جي وڪالت ڪرڻ نہ گهرجي جا آئيني جوڙجڪ سان تعلق رکي ٿي، ورنہ مخالف ڌر کي حملي ڪرڻ لاءِ هڪ هٿيار ملندو. شايد ملڪ (فيروز خان) نون کي پڻ اهڙي

ڳالهه واسطي مجبور ڪري سگهجي ٿو، ته هو پاڻ کي ضابطي ۾ رکي.

5. هن ڏاڍ مڙسيءَ واري دور ۾، ڪنهن مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ وقت جو انداز وڏي اهميت رکي ٿو. جيڪڏهن ڊڪٽيٽرشپ، ڪنهن مسئلي کي حل ڪرڻ کان اڳ ئي ڪمزور ٿي وڃي يا انهن مسئلن کي حل ڪرڻ ۾ وقت لڳائي ٿي، ته پوءِ اهي مسئلا يا ته پنهنجي اهميت وڃائي وهندا، يا ماڳهين ختم ٿي ويندا. ڪنهن مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته انهيءَ کي عوام جي جذبي واري حالت دوران ئي حل ڪيو وڃي. تنهن ڪري جيڪي حڪمران، عوام جي راءِ کان سواءِ ئي حڪومت ڪن ٿا تن کي گهرجي ته عوام جي جذبن پٽاندڙ حڪومت ڪن. تنهن ڪري جيڪڏهن ون يونٽ ناهڻو آهي ته هڪدم ناهڻ گهرجي.

## ون يونٽ ڪيئن ناهجي ·

6. انهيءَ مهم جي ابتدا ۾ اسان کي هڪ ڳالهه کان پاسو ڪرڻو پوندو. يعني محض طاقت جو استعمال. رڳو طاقت جو استعمال ننڍن صوبن جي رضامندي کي ختم ڪري ڇڏيندو. رضامندي اها ئي آهي جنهن سان مستقبل جي قوميت لاءِ فضا سازگار ٿي سگهي. زورزبردستيءَ ذريعي آندل "ون يونٽ" خود انهيءَ جي ناهيندڙن جون پاڙون پٽيندو ۽ ايندڙ چونڊن ۾ مخالفن واسطي اهوئي مکيه نعرو ٿيندو. انهيءَ ذريعي مشرقي بنگال جي سياست دانن کي چانئجي وڃڻ جو بي پناهه موقعو ملي ويندو، جنهن ڪري اهو غير مستحڪم ون يونٽ (جنهن جي مستحڪم ٿيڻ ۾ وقت لڳندو) توڙڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا. سڀ کان وڏي ڳالهه، جو انهيءَ ڪري پنجاب جي حيثيت هميشه لاءِ انهيءَ بدمعاش ۽ غنڊي جهڙي ٿي پوندي، جنهن صلح سانت کي ختم ڪيو ۽ جنهن غير رضامند ننڍڙڪن علائقن کي پنهنجي خودغرضيءَ جو شڪار بنايو. نتيجي طور اهو ننڍن علائقن جي نفرت ۽ بنگال جي غلبي جي وچ ۾ پيسجي ويندو.

جيڪڏهن ون يونٽ کي طاقت ذريعي ناهيو ويو، ته پوءِ انهيءَ کي وجود ۾ پڻ طاقت ذريعي رکيو ويندو. تنهن ڪري حالتن تحت اسان لاءِ جابرانه حڪومت لازمي ٿيندي. انهيءَ مسئلي کي سياسي نموني بدران محض حڪومت جي ڏنڊي ذريعي حل ڪرڻ تباهه ڪن ٿيندو. تنهن ڪري اسان کي گهرجي ته ون يونٽ کي سياسي طريقن سان حاصل ڪريون. انهيءَ

واسطي آءُ هيٺيان قدم مناسب سمجهان ٿو:

7. پهريون قدم، تمام جلد کڻڻو آهي، اهو قدم منفي آهي، انهيءَ موجب اسان کي رستو هموار ڪرڻو آهي، يعني ون يونٽ جي ٺهڻ ۾ جيڪي رڪاوٽون آهن تن کي ختم ڪرڻو آهي. سياسي لحاظ کان اسان جو ملڪ پوئتي پيل آهي. اهڙين حالتن ۾ عوام جي لاڙن کي اسان جنهن پاسي چاهيون، موڙي سگهون ٿا. انهيءَ سلسلي ۾ هيٺيان قدم کڻڻ گهرجن:

(الف) ون يونٽ بابت مرڪزجي همدرديءَ کي واضح ڪرڻ گهرجي. مخالفانہ قدمن تي بندش وجهڻ گهرجي. مثال طور ميرغلام علي ٽالپر جو بيان. بنگال، جنهن جي حيثيت ان ماڻهوءَ جهڙي آهي، جيڪو ڪنهن شئيءَ مان نہ پاڻ فائدو وٺي ۽ نہ ٻئي کي وٺڻ ڏئي. تنهن جي قدمن جو خيال رکڻ گهرجي، بنگال جي خواهش فقط اها آهي تہ موجوده (غير جمهوري) حالتن کي بدلايو وڃي.

(ب) صوبن ۾ ظاهري توڙي مخفي مخالفن کي ختم ڪيو وڃي. انهن مخالفن مان گهڻن جي اقتدار جو مدار محض مرڪزجي مهربانين تي آهي. مرڪز کي اهڙا فيصلا مضبوطيءَ سان ڪرڻ گهرجن.

(1) سنڌ ئي سموري مخالفت جو بنياد آهي. جتي سموري مخالفت جو اڳواڻ عبدالستار پيرزادو آهي. سندس ماضي انهيءَ ڳالهہ جو شاهد آهي تہ پيرزادي جو اقتدار مرڪزجي پشت پناهيءَ تي مدار رکي ٿو. جنهن کان سواءِ هو ڪجهہ بہ نہ ٿو ڪري سگهي. جهڙيون حالتون آهن تن مان سمجهجي ٿو، تہ هو هڪ ڪيڏ پڪيڙي رهيو آهي، جنهن تحت هو پنهنجي حمايت ۽ طاقت جو مظاهرو ون يونٽ جي مخالفت ذريعي ڪندو. انهيءَ ڪري اسان کي جلد قدم کڻڻو پوندو. ون يونٽ جي خلاف ڪنهن بہ صوبي ۾ مخالفانہ نهراءَ اسان جي ڪم کي مهينن جا مهينا پوئتي ڪري ڇڏيندو. حالانڪ اهو ڪم اسان کي چند هفتن اندر ختم ڪرڻو آهي. تنهنڪري، پيرزادي کي هڪدم هٽائڻ گهرجي ۽ سندس جاءِ تي اهڙو ماڻهو آڻڻ گهرجي، جيڪو پنهنجي شخصيت ۽ طاقت ذريعي سنڌ ۾ ون يونٽ لاءِ ميدان صاف ڪري سگهي. اهو ڪم چند ڪلاڪن، نہ تہ بہ چند ڏينهن اندر ٿيڻ گهرجي.

(2) سرحد: درحقيقت غلط ماڻهن جي هٿ ۾ اچي ويو آهي. رشيد ۽ ٻين پراڻن ليگين کي جيڪڏهن مدد ڪئي وڃي ها، تہ هو جيڪر هن موقعي تي پاڻ ملهائين ها. قيوم جهڙي بي ايمان پر مقبول شخص کي راهہ مان

هٿائڻ ڪري رشيد جو رستو صاف ٿي ويو آهي ۽ سندس وقار ۾ اضافو ٿيو آهي، پر قيوم جي جاءِ وري ڪائنس به مضبوط طاقت يعني سرخپوشن پري آهي. سرخپوشن کي هروڀرو اسرڻ جي اجازت ڏني ويئي آهي، جيڪڏهن کين نئين سر قائم ٿيڻ جي اجازت ڏيڻي ئي هئي ته پوءِ ڪي شرط لازم ڪرڻ ضروري هئا. حالانڪ غفار خان پروسي جوڳو ماڻهو ڪونهي، تنهن ڪري کين اسرڻ جو موقعو ڏيڻ بلڪل غير ضروري هو ۽ جيڪي ڊاڪٽر خان کي غفار خان کان ڊار ڪرڻ خاطر سياسي حيثيت ڏيئي رهيا آهن سي جلدئي پنهنجي غلطي محسوس ڪندا. ڇاڪاڻ ته اتحاد جي حالت ۾ ٻنهي جو فائدو آهي پر نفاق جي حالت ۾ صرف ڊاڪٽر خان صاحب ئي نقصان ۾ ويندو. غفار خان تي ڪو به اثر ڪونه پوندو.

انهن حالتن کي درست ڪرڻ ضروري آهي. پهريائين رشيد جي مڪمل ۽ پوري پوري حمايت ڪرڻ گهرجي. جيئن سندس شڪ شبها. ڊپ ۽ انديشا دور ٿين. ڪيس ايتري همت ٿئي جو سرخپوشن جو زور ٽوڙي ۽ پراڻن مسلم ليگين کي نئين سر اپاري جيئن هو اهي اثر دور ڪري سگهن، جيڪي سرحد جي ڳوٺ ڳوٺ تي ڇانئجي چڪا آهن. اهو ڪم قربان علي خان چڱي طرح ڪري سگهي ٿو. ٻي ڳالهه ته غفار خان کي قطعي طور نظر انداز ڪرڻ گهرجي. ساڻس ڪنهن به قسم جي گفتگو يا ناهه جون ڳالهيون نه ڪرڻ گهرجن. جڏهن ته ائين نه ڪرڻ ڪري هو سياسي لحاظ کان تمام مضبوط ٿي ويندو ۽ پنهنجي طاقت ذريعي اسان کي مغلوب ڪري ويندو. انهيءَ ڳالهه ۾ ڪو شڪ نه هئڻ گهرجي ته سياسي لحاظ کان اسان سندس مقابلي ۾ ڪجهه به نه آهيون. باقي رهي اسان جي نظريئي جي فوقيت. سو تنهن تان اسان پاڻ ئي دست بردار ٿي چڪا آهيون.

(3) پنجاب کي بلڪل خاموش رهڻ گهرجي. اسان کي انهن دوستن جي بيوقوفين کي ٻنجو ڏيڻ گهرجي. پنجاب کي بهرحال اڳتي هلي رهبري ڪرڻي آهي، مون کي اميد آهي ته ان وقت تائين مرڪز ٽوڙي لاهور ۾ ذهين پنجابي ليڊرشپ اچي ويندي.

(4) رياستن کي پنهنجي حالتن مطابق اڳيان جهڪڻو پوندو. بهاولپور ۾ جيڪڏهن وزارت جي منسوخيءَ کان اڳ ون يونٽ جي تائيد ۾ ٺهراءَ پاس ڪرايو وڃي ها. ته جيڪر وڌيڪ بهتر ٿئي ها. سياسي مصلحتن کي انتظامي اپائن تي ترجيح ڏيڻ يقيناً وڌيڪ ضروري هو. هاڻ انهيءَ بابت

بهتر ٿيندو تہ مسلم ليگ کي انهيءَ معاملي ۾ آندو وڃي. اهو ڪم محمود الملڪ خوشيءَ سان ڪندو. جيڪڏهن موجوده اقتدار کي قائم رکڻ لاءِ ون يونٽ جو شرط رکيو ويو تہ پوءِ سموريون رياستون اها ڳالهہ قبول ڪنديون.

(5) بلوچستان ۾ توري ڪوشش ڪرڻ سان مسلم ليگي ليڊرن کي راضي ڪري سگهجي ٿو. باقي رهيا جرڳا، سو اچ تائين ڪو اهڙو مثال قائم نہ ٿيو آهي جنهن ۾ جرڳن اختياري وارن کي ڪنهن ڳالهہ تي "نہ" چئي هجي.

(6) اولهہ پاڪستان ۾ ميدان هموار ڪرڻ کان پوءِ اهو ممڪن ٿيندو، تہ سهروردي سان ٺاهہ جون ڳالهيون ڪجن. جن موجب هو يا تہ ون يونٽ جي ظاهر ظهور تائيد ڪري يا انهيءَ بابت غيرجانبدار رهي. اها پڻ نهايت فائدي واري ڳالهہ ٿيندي.

(7) سموريون رنڊڪون دور ٿيڻ کان پوءِ سمورن صوبن ۾ مقرر ٿيل پسنديده اڳواڻن جي ذريعي سياسي ورڪ شروع ڪرڻ گهرجي. انهيءَ ڪم واسطي هڪ وقت مقرر ڪرڻ گهرجي. منهنجي راءِ ۾ اهو وقت 4 هفتا هئڻ گهرجي. انهيءَ ڪم کي هيٺين نمونن ۾ ڪري سگهجي ٿو:

(الف) هر علائقي جي ون يونٽ جي با اقتدار حامين جي هڪ خفيہ ميٽنگ ٿيڻ گهرجي. جتي هڪ پروگرام ۽ ٽائيم ٽيبل ٺاهيو وڃي.

(ب) سنڌ ۽ سرحد ۾ بارسوخ ليڊرن ذريعي ۽ منصفانہ سرپرستيءَ ذريعي جنهن ۾ غير ملڪي نوڪريون بہ اچي وڃن ٿيون. (ڪين نوڪريون وڃائڻ جو ڊپ آهي، تنهن ڪري ون يونٽ جي مخالفت ڪن ٿا. تنهن ڪري ڪين پلي نوڪريون ڏنيون وڃن) مسلم ليگ ۽ اسيمبلين ۾ ون يونٽ جي تائيد ۾ ٺهراءَ پاس ڪرايا وڃن. جيڪڏهن کهڙي ۽ رشيد جو اوهان مڪمل ساٿ ڏنو، تہ پوءِ هو اهو ڪم ڪري سگهن ٿا.

(ت) بلوچستان، بهاولپور ۽ ٻين رياستن ۾ اهو مقصد وڏيڪ سولائيءَ سان حاصل ڪري سگهجي ٿو. پر انهيءَ واسطي محض ڊپٽي ڪمشنرن تي ڀاڙي وهڻ مناسب نہ آهي. بلڪ انهي بہ ڪنهن سياسي ماڻهوءَ کان ڪم وٺڻ گهرجي.

(ث) ننڍن صوبن جي حمايت ملڻ کان پوءِ، پنجاب کي نوس رعايتن سان اڳتي وڌڻ گهرجي. جيئن ننڍن صوبن جي مخالفت ۽ ڊپ ختم ٿئي. انهن رعايتن کي بطور لالچ جي پيش ڪرڻ نہ گهرجي، بلڪ اعليٰ نڪتہ نظر جي تقويت واسطي پيش ڪرڻ گهرجي.

(ج) هن موقعي تي سهرورديءَ جو تعاون بلڪ مدد حاصل ڪرڻ ممڪن آهي. ون يونٽ بدران هڪ ٻي رٿ تي پڻ ويچار ڪرڻ گهرجي. جيئو وجي ٿو تہ هن وقت اسان کي ون يونٽ بدران ابتدائي ڳانڍاپي تي زور ڏيڻ گهرجي. ننڍين علائقن ۽ رياستن کي اول وڏن علائقن ۾ مدغم ٿيڻ گهرجي. مثال طور ڪراچي ۽ بلوچستان جي هڪ حصي کي سنڌ سان، بلوچستان جي هڪ حصي کي سرحد سان، ۽ بهاولپور کي پنجاب سان ڳنڍڻ گهرجي. جڏهن اهي سمورا علائقا ٽن علائقن جو روپ وٺن، پوءِ سنڌ ۽ پنجاب کي پاڻ ۾ ڳنڍيو وڃي جيئن اهي سرحد جو مقابلو ڪري سگهن. انهي رٿ کي شايد انهي ڪري اڳتي آندو ويو آهي، جو انهيءَ تي عمل ڪرڻ نسبتاً آسان ٿو لڳي. آءُ سمجهان ٿو تہ بهاولپور ۽ بلوچستان کي انهيءَ ڳالهہ تي راضي ڪرڻ ڪا سولي ڳالهہ ڪونهي، تہ هو اولهہ پاڪستان جي پيٽ ۾ ٻين صوبن ۾ شامل ٿين. تنهن ڪان سواءِ جيڪڏهين انهي رٿ تي عمل ڪيو ويو، تہ پوءِ انديشو آهي تہ شايد اسان انهن ٽن علائقن کان اڳتي وڌي نہ سگهون. تنهن جي معنيٰ اها ٿي تہ درحقيقت اسان ڪجهہ بہ حاصل نہ ڪيو. اسان جي آئيني مسئلن جو حل ٻن يا ٽن ذريعي ٿي نہ سگهندو. انهيءَ ڳالهہ مان وڏي ۾ وڏو خطرو اِهو آهي تہ ائين ڪرڻ سان اسان جڻ تہ پنهنجي هٿن سان پختونستان جي ٺهڻ واسطي رستو هموار ڪنداسون. تنهن ڪري انهيءَ رٿ کي آءُ رد ڪريان ٿو.

(8) مٿي پيرا نمبر ستين ۾ ڏسيل اپائن واسطي اسان 4 هفتن کان وڌيڪ عرصو ڏيئي نہ ٿا سگهون، ڇاڪاڻ تہ ون يونٽ در حقيقت آئيني مسئلن جي حل ڪرڻ واسطي محض هڪ ابتدائي قدم آهي، جنهن کان پوءِ ئي اسان جمهوريت کي بحال ڪري سگهون ٿا.

اولهہ پاڪستان جي ليڊرن، جن کي اقتدار م رکيو ويندو، جي قبوليت کان پوءِ يڪدم بنگال جي مکيہ ليڊرن سان، اعليٰ سطح تي ڳالهيون شروع ڪيون وڃن. خاص ڪري سهرورديءَ سان ڇاڪاڻ تہ ڪيس اهڙو جذبو ۽ ذهانت آهي، جو اسان جي ڳالهہ قبول ڪندو: بہ صوبا مرڪز ۾، هم آهنگي ۽ صوبن کي مڪمل خود مختياري. آءُ سمجهان ٿو تہ انهي بنياد تي سندس رضامندي حاصل ڪرڻ ممڪن ٿيندي. اها ڳالهہ سندس مشرقي پاڪستان ڏانهن روانگيءَ کان اڳ ڪراچيءَ ۾ اچڻ تي طئي ٿي سگهي ٿي.

(9) جيڪڏهن ون يونٽ ۽ آئيني خاڪي بابت ناهہ ٿي وڃي، تہ پوءِ انهيءَ جو اظهار اولهہ ۽ اوڀر جي گڏيل ليڊرشپ جي هڪ ئي پليٽ فارم

ذريعي ڪيو وڃي. انهيءَ پليٽ فارم ذريعي اسان کي آئينده اليڪشن کي منهن ڏيڻو آهي.

(10) هن موقعي تي ٻه قدم فوري طور تي کڻڻا پوندا. (مون کي اميد آهي ته جنوري ۾ ٿي):

(الف) مرڪزي ڪيبينٽ ۾ اضافو، جيئن اولهه ۽ خاص ڪري اوڀر پاڪستان جي مکيه ليڊرن کي انهيءَ ۾ شامل ڪيو وڃي. اها وزارت صحيح معنيٰ ۾ قومي ٿيندي.

(ب) صوبائي اسيمبلين مان اڻ سڌي ريت چونڊيل آئيني اسيمبلي، جيڪا هڪ مقرر ٿيل وقت اندر دستور ٺاهي، وڌ ۾ وڌ ٽن مهينن اندر. انهيءَ مرڪزي اسيمبليءَ کي سواءِ دستور ٺاهڻ جي ٻيو ڪو ڪم نه ڏنو وڃي. جيئن ته دستور بابت اڳ ۾ ئي ٺاهه ٿي ويل هوندو، اسيمبليءَ جي وڏي اڪثريت اڳ ۾ ئي راضي هوندي، وزارت وسيع پيماني تي ٺهيل هوندي، تنهن ڪري مون کي ڪنهن به رنڊڪ جو انديشو ڪونهي. عوام کي ڪو به اختيار نه هوندو، تنهنڪري هو قانون سازيءَ ۾ رنڊڪ وجهي نه سگهندا. جيڪي ليڊر عوام جي واقعي اڳواڻي ڪن ٿا ۽ باهمي رضامنديءَ ذريعي وڏي شهرت جا مالڪ ٿيندا، تن کي اليڪشن بابت ڪو به ڊپ يا انديشو نه ٿيندو.

(11) نئين آئين تحت جنرل اليڪشن آڪٽوبر ڌاري ٿي سگهندي. ٻئي ڪنهن به ذريعي سان اليڪشن انهيءَ کان اڳ ۾ ٿي نه سگهندي.

(12) ملڪ فيروزخان نون طرفان پيش ڪيل نعراءَ کي رد ڪرڻ لاءِ مونکي گهڻا دليل ڪونه ڏيڻا پوندا. آرڊيننس ذريعي دستور ٺاهڻ نقصانڪار ثابت ٿيندو. انهيءَ ذريعي اسان ون يونٽ نه ٺاهي سگهنداسون. انهيءَ ذريعي سياسي ٺاهه ٿي نه سگهندو. درحقيقت موجوده حڪومت جي هڪ حقيقي خوبي اها آهي، ته اها دستور بابت سياسي ٺاهه پنهنجي طاقت ذريعي ڪرائي سگهي ٿي. جيڪڏهن انهيءَ طاقت کي ٻئي ڪنهن مقصد لاءِ استعمال ڪيو ويو ته پوءِ آءُ سمجهان ٿو ته پاڪستان جي مستقبل کي جڙ تباهه ڪيو ويندو.

شيخ عبد المجيد سنڌي
سنڌيڪار: عبدالغفار صديقي

# "ون يونٽ" واري سنڌ دشمن سازش

[ هيٺيون مضمون سنڌ جي عظيم سپوت ۽ سرواڻ شيخ عبدالمجيد سنڌي پاران 2 آگسٽ 1954 تي ڇپرايل پمفليٽ One Unit Exposed جو سنڌي ترجمو آهي.]

پاڪستان ٺهڻ کي ست سال اچي پورا ٿيڻ تي پهتا آهن. پر اسان جو نئون آئين اڃا تائين نامڪمل آهي. اوچتو هاڻي ڪجهه اڳواڻن کي خبر پيئي آهي ته موجوده صوبن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري يا انهن کي ملائي هڪ ڪري پاڪستان جو "ون يونٽ" ٺاهيو پيو وڃي. ٻنهي حالتن ۾ هن وقت تائين منظور ٿيل آئين کي وري ٺاهيو ويندو جيڪو غير ضروري تاخير، بي اعتمادي ۽ نااميديءَ جو سبب بڻبو. سياسي ۽ آئيني ڪيترن ۾ به اخلاق، شائستگي، ريتون، رسمون، قدر ۽ فضيلتون هونديون آهن. جن کي لتاڙڻ بهترين آئيني ماهرن ۽ بدترين سياستدانن لاءِ ڪو سولو ڪم نه آهي. خواجه ناظم الدين جڏهن پاڪستان جو وزير اعظم هو ته هن صاف طور تي هڪ اصول ڏنو هو ته آئين ٺاهڻ ۾ جيڪي به صوبائي مسئلا ظاهر ٿيندا، تن جو فيصلو انهن صوبن جي گڏيل صلاح مشوري سان ڪيو ويندو. موجوده آئين جي هڪ قاعدي (Act) ۾ تازو آئين ساز اسيمبليءَ هڪ درستي ڪئي آهي، جنهن موجب ان کي اختيار آهي ته اها موجوده اڪاين (Units) جون حدون بدلائي يا اثر انداز ٿيندڙ ماڻهن جي صلاح سان نوان صوبا ٺاهي سگهي ٿي. وڌيڪ اها به تجويز ڏني وئي آهي ته بلوچستان کي هڪ صوبو بڻايو وڃي. پر هاڻي اها ڪوشش آهي ته اڳئي منظور ٿيل آئين سان گڏ مٿين سڀني پڌرنامن، قانونن ۽ تجويزن کي اڏايو وڃي.

جيڪڏهن ڪنهن جو سچائيءَ سان پاڪستان ۾ مڪمل اعتماد آهي ۽ پاڪستاني مسلمانن کي هڪ قوم ڪري مڃي ٿو ته پوءِ هڪ نئي آئين جي فائدي ۾ اوير بنگال سميت سڀني صوبن کي ڇو نه ٽوڙيو وڃي. ڇا

پنجاب اها تجويز قبول ڪندو؟ جيڪڏهن نه، ته ڇو نه؟

في الحال صوبن جو وجود بحال رکيو وڃي ۽ انهن کي تجويز ڪيل مرڪزي آئين ۾ ايڪائي (Units) جي صورت ۾ هڪ جهڙا اختيار هجن. انهن کي هڪ ٻئي سان گڏائي ڇڏڻ جي تجويز ناقص ۽ اڻ وڻندڙ آهي، جا وڏي ۾ وڏي صوبي اوڀر بنگال جي مسلمانن کي مسلمان قوم جو مڪمل حصو ڏسڻ کان انڪار ڪري ٿي. آخر تائين مخالفت ڪندڙ ڪجهه سياستدانن جي مرضيءَ جي باوجود به حقيقت هيءَ آهي ته ڪو به صوبو پنهنجي شناخت ۽ انفراديت کي ختم ڪرڻ لاءِ تيار نه آهي.

مرڪزي آئين جي جاءِ تي صوبن کي هڪ ٻئي سان گڏائي ڇڏڻ واري تجويز ۾ اوڀر بنگال ۽ اتحادي آئين جي ڪا به گنجائش نه آهي، اهو شايد هن نيت سان تجويز ڪيو پيو وڃي ته جيئن اولهه ۽ اوڀر پاڪستان تي هڪ ئي يونٽ جي حيثيت سان حڪمراني ڪري سگهجي.

آءُ نهايت ئي نماڻائيءَ سان بلڪ زوردار نموني گذارش ڪندس ته:

(الف) مستقبل جي رياستي نظام (Federation) وٽ موجوده سڀ صوبا هجن ۽ ان کان سواءِ ٻيا اهي علائقا جيڪي هن کان پوءِ شامل ٿين، سي به رهن.

(ب) مستقبل جي آئين ۾ اها گنجائش هئڻ گهرجي ته هر 25 سالن کان پوءِ ان تي نظر ثاني ڪئي وڃي.

(ج) اولهه پاڪستان ۾ هن ڳالهه جي شروعات ڪئي وڃي ته رياستن ۽ ٻين علائقن کي صوبن ۾ ضم ڪجي ته جيئن اولهه پاڪستان ۾ يونٽن جو عدد گهٽجي ٽي يا چار تي وڃي.

## 1• ون يونٽ جي سازش ظاهر ٿيڻ

### ون يونٽ ۽ ان جا حامي:

ون يونٽ جي مسئلي تي پنهنجي رويي کي واضح ڪرڻ ۽ ان تجويز جي فائدي يا نقصان تي دليلن ڏيڻ کان اڳ، هتي اهو ذڪر ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان ته تجويز ڪيل اولهه پاڪستان صوبي جا مشهور ۽ معروف پيشوا يا مکيه اداڪار، ماهر، تيڪا ٽيٽي ڪندڙ ۽ جوشيلا حامي اهي افراد آهن، جيڪي اڄ ڪلهه وزير ۽ گورنر آهن، پر ماضيءَ ۾ سرڪاري عهدن تي فائز هجڻ ڪري انهن دنيا جي ڪنهن به حصي ۾ آزاديءَ جي تحريڪ يا پاڪستان

کي هڪ آزاد ملڪ کي حيثيت سان وجود ۾ آڻڻ لاءِ ڪجهه به نه ڪيو.

ان جو سبب شايد هي آهي جو اندروني ۽ بين الاقوامي مسئلن يا وفادار محب وطن فردن يا تاحيات آزادي ماڻڻ ۽ جمهوريت جي علمبردارن ۽ عوامي حقن حاصل ڪرڻ واسطي جدوجهد ڪندڙن لاءِ سنڌن رويو گستاخانه ۽ غيرموزون پئي رهندو آيو آهي، جڇ ته اجا تائين اسين اهڙي ملڪ ۾ رهون ٿا، جنهن ڌارين کان پنهنجي آزادي حاصل نه ڪئي هجي. سنڌن ماضي کهڙو به هجي، آءٌ هڪ آزاد ملڪ ۾ سنڌن جنم جي حيثيت ۾ حقن جو انڪاري نه آهيان. جو سنڌن سياسي ۽ آئيني مسئلن تي ويهي رايا ڏيان. پر هڪ ڳالهه پڌري پٽ پيئي آهي ته دماغي طور تي سنڌن لاءِ اهو ممڪن ئي نه آهي ته عوام جي خيال کان انهن مسئلن کي ڏسن ۽ سمجهن يا انهن بنيادن جو قدر ڪن ۽ سڃاڻن. جن تي سنڌن تعاون، سهڪار ۽ قربانيءَ کان سواءِ نئين ملڪ پاڪستان جي عمارت تعمير ڪئي وئي جيڪا هن وقت هڪ مڪمل حقيقت آهي.

**خوبين تي بحث ڪرڻ**

چاليهن سالن کان وڌيڪ سياسي دور ۾ منهنجي اها ڪوشش پئي رهي آهي ته آءٌ انهن جي نيت تي اعتراض نه ڪريان، جيڪي مون سان ڪن مسئلن تي اختلاف رکندا هجن. بلڪ سياسي ۽ آئيني ڳالهيون مون ساڻن مسئلن جي گڻن ۽ خوبين تي بحث ڪندي ڪيون آهن. ان ڪري مون کي سياسي اڳواڻن ۽ آفيسرن جي راءِ جو احترام ڪرڻ کپي، جيڪي سڄي قوم جي فائدي لاءِ پاڪستان جي ون يونٽ کي ايمانداريءَ سان ضروري سمجهندا هجن. پر منهنجي اها بدبختي آهي جو مان اجا تائين مطمئن نه آهيان ۽ سنڌن دليلن ۾ ڪو به عقل، هوش ۽ سبب ڏسي نٿو سگهان ۽ نه وري سنڌن تجويز کي عملي جامي پهرائڻ جي طور طريقن کي پسند ٿو ڪريان.

**ون يونٽ: نمائنده اسيمبليءَ جي منظوريءَ کان سواءِ**

ذاتي عملن ۽ شائستگيءَ لاءِ جيڪو ٿورو به لحاظ ڏيکاريائون سو هن حقيقت مان پڌرو آهي ته انهيءَ کان اڳ جو نمائنده اسيمبليءَ کي ڪنهن مناسب فيصلي ڪرڻ جو موقعو ڏنو وڃي ها. اولهه پاڪستان جي انتظاميا ڪائونسل (Administrative Council) کي پوري سنجيدگيءَ سان وجود ۾ آندو ويو. جنهن جو گورنر، چيف منسٽر، چيف سيڪريٽري، سب ڪاميٽيون مقرر ڪيون ويون. سيڪريٽريٽ ناهي وئي، گاديءَ جو هنڌ اعلان ڪيو ويو.

عمارتون هٿ ڪري مرمت ڪيون ويون ۽ ڪائونسل طرفان صوبائي حڪومتن ڏانهن حڪم ناما جاري ڪيا ويا ته چا ڪجي ۽ چا نه ڪجي. انتظاميا ڪائونسل جي انهيءَ عمل کي ڪو به آئين يا قانون جائز نٿو سمجهي. دنيا جي ڪنهن به حصي ۾ ڪا به ذميوار حڪومت، پارليامينٽ جي اڳواٽ منظوري ڏيڻ کان سواءِ ائين ڪري نه ٿي سگهي. گذريل ٻارهن مهينن کان وٺي "ون يونٽ" جي افتتاح ڪرڻ جون تاريخون وقت بوقت مقرر ڪيون وڃن ٿيون. گورنمينٽ جي تجويز تي عوامي راءِ يا تنقيد حاصل ڪرڻ بجاءِ عوامي اڳواڻن ۽ سياسي پارٽين کي فرمانبرداريءَ ڪرڻ لاءِ گهٽيو وڃي ٿو، خاموش ڪيو وڃي ٿو يا وري عهدن جي رشوت آڇي وڃي ٿي.

**اختيار ڪيل طريقا:**

تجويز کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ جيڪي طريقا اختيار ڪيا ويا، تن جا هيٺيان نتيجا نڪتا:

(الف) پهرين نمائنده اسيمبلي (Constituent Assembly) ختم ڪرڻ.

(ب) وڏي ايمرجنسيءَ جو اعلان.

(ج) اسيمبلي ختم ڪرڻ ۽ ايمرجنسيءَ جي اعلان کان پوءِ دعويٰ.

(د) ڪيترن ئي مهينن تائين ٿاقيل مرڪزي ڪئبينيٽ جي حڪومت.

(هه) قانوني مونجهارا

(و) سنڌ ۾ پيرزادي جي وزارت ختم ڪري، ان جي جاءِ تي صوبائي اسيمبليءَ جي اڻ چونڊيل ميمبر مسٽر کهڙي جي وزارت آندي وئي.

(ز) ون يونٽ تجويز خلاف سنڌ ۾ روزانو نڪرندڙ اخبارن "الوحيد" ۽ "ڪاروان" تي پابندي وڌي وئي.

(ح) پبلڪ سيڪيورٽي ۽ سيفٽي ائڪٽ تحت سياسي اڳواڻن جون گرفتاريون.

(ط) حيدرآباد، لاڙڪاڻي ۽ ٻين هنڌن تي قلم 144 لاڳو ڪيو ويو ۽ صوبائي اسيمبليءَ جي اجلاس جي موقعي تي سياسي مخالفن خلاف خون ۽ بمن جي سازش جا ڪيس داخل ڪيا ويا. سياسي مخالفن جي حامين تي ظلم ڪيا ويا. وزيرن جي غلط حڪمن کي نه مڃڻ ڪري خودمختيار ۽ ٻي درجي اعليٰ آفيسرن کي رات وچ ۾ بدلي ڪري، اهڙن آفيسرن کي مقرر ڪيو ويو ۽ ترقيون ڏنيون ويون جن جي خلاف انڪوائريون هلندڙ هيون يا جيڪي نوڪريءَ مان رٽائرڊ ٿي چڪا هئا.

اسيمبليءَ جو اجلاس ڪراچيءَ بجاءِ حيدرآباد ۾ رکيو ويو ۽ اجلاس وقت سيني ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽن ۽ ڊي ايس اپيز کي مقرر ڪيو ويو.

(ي) بهاولپور اسيمبليءَ کي ٽوڙي وزارتون ختم ڪيون ويون.

(ڪ) پنجاب ۾ نون جي وزارت ختم ڪري دستيءَ جي وزارت قائم ڪئي وئي ته جيئن ڪجهه ماڻهن کي نمائنده اسيمبليءَ ۾ چونڊائڻ ۾ آساني ٿئي.

(ل) نئين نمائنده اسيمبليءَ جي ڊپ ۽ زور تي زور زبردستي ۽ دباءَ واري ماحول ۾ اليڪشن.

(م) سرحد وزارت کي ختم ڪيو ويو.

## ڪليڪٽرن ۽ ڪمشنرن جي حڪومت

ون يونٽ تحريڪ مان متي جاٽايل ترت فائدا آهن جيڪي صوبن کي ٿيا. وڏيڪ رٿ آهي ته نئين صوبي ۾ اٽڪل ٻارهن ڊويزنون هجن. جنهن مان هر هڪ ڊويزن ڪمشنر جي چارج ۾ هجي جيڪو مقامي قانون جوڙڻ واري جماعت کان سواءِ دراصل گورنر هوندو. اولهه پاڪستان جي انهيءَ خودمختيار ڪمشنرن جي نگرانيءَ ۾ ٻارهن ڊويزنن جي ورهاست کي اولهه پاڪستان. "ون يونٽ" يا "ملائي هڪ ڪري ڇڏڻ" چئجي ٿو. اسان کي اهو به ٻڌايو ويو آهي ته هر هڪ ڊويزن ۾ ڪليڪٽرن کي موجوده اختيارن (Powers) کان وڌيڪ اختيار هوندا. جنهن کي مرڪز کان هيٺ تائين اختيارن جي ورڇ (Decentralization) چيو وڃي ٿو. تاريخ Decentralization جي انهيءَ کان وڌيڪ گمراهه ڪندڙ تشريح کي محفوظ ڪرڻ کان قاصر آهي. ٿورن لفظن ۾ ائين چئجي ته نئين صوبي ۾ خودمختيار عملداري ۽ نوڪرشاهيءَ جو راڄ هوندو ۽ انهن جا وزير ٻي يارو مددگار لاهور ۾ ويهي ڪين سنڌن حڪمرانيءَ تي دعائون ڏيندا رهندا.

## گورنر جنرل جا مڪمل اختيار (Autocratic Powers)

بل جي مختلف تجويزن مطابق اولهه پاڪستان جي صوبي ۾ جمهوري راڄ نه هوندو. ان ۾ گورنر جنرل جي آپيشاهي وارا اختيار هلندا. جيڪي هي آهن:

(الف) گڏيل صوبن جي انتظام هلائڻ لاءِ ملڪ جي گاديءَ وارو هنڌ ڪنهن به جاءِ تي مقرر ڪرڻ.

(ب) گاديءَ واري هنڌ سان لاڳو ڪنهن به صوبائي قانون، شرط يا

ٺهراءَ ۾ ڦيرڦار ڪرڻ يا معطل ڪري ڇڏڻ.

(ج) صوبائي حڪومت يا ڪنهن به اعليٰ عملدار يا مقامي اختيارين کي هدايتون جاري ڪرڻ.

(د) بلوچستان ۽ سرحد جي ٽرائبل ايريا جي اندروني انتظاميا ۽ انب، چترال، ديرو ۽ سوات رياستن کي پنهنجي مڪمل ضابطي هيٺ رکڻ.

(هه) قاعدن ۽ قانونن ۾ ترميمون ۽ ڦيرڦار ڪرڻ.

مٿئين حصي جي بل ٺاهيندڙ جا هيٺيان مشاهدا آهن:

"بل جو چوٿون فقرو گورنر جنرل کي اختيار ڏئي ٿو ته هو ڪي به شرط شروط لاڳو ڪري سگهي ٿو جيڪي قاعدي قانون (Act) ۾ داخل نه ڪيا ويندا. ڪٿين قانون ان لاءِ اختيار ڪيا ته جيئن اولهه پاڪستان جو قانوني نظام هڪ جهڙو بنائجي، انتظامي ڍانچو ختم ڪيو ويندو وغيره. ان جا تفصيل اهڙا ئي منجهيل آهن جهڙا پاڪستان جي ٺهڻ وقت هئا."

(و) هر هڪ مالي سال جي حوالي سان گورنر جنرل جيئن مناسب سمجهندو تيئن مرڪز کان صوبن کي مالي مدد (Revenue) ڏيندو.

"شيون ۽ سبب" (Object & Reasons) جي بيان جي ستين پئراگراف ۾ بل ٺاهيندڙ انهيءَ بابت هيءَ راءِ ڏني آهي: "فقري نمبر 5 ۾ ماليات جو بندوبست ڪرڻ سولو ڪم ڏيکاريل آهي پر فقري نمبر چوٿين جي حڪم تحت ان کي وڌيڪ واضح ڪرڻ جي ضرورت آهي، ڇاڪاڻ ته ٽئڪس جي قانونن کي اختيار ڪرڻو پوندو. قانون ساز اسيمبليءَ جي ووٽ ڪيل بجيٽ کي لاڳو ڪرڻ ناممڪن آهي. ڇاڪاڻ ته:

(الف) ڪيتريون شيون مڪمل طور تي غير واسطيدار هونديون.

(ب) صوبائي بجيٽ وٽ شين جو دائرو وسيع نه آهي.

(ج) صوبائي وزير سڄي پاڪستان لاءِ خرچ ڪندا."

(ز) گورنر جنرل پنهنجي حڪم سان اولهه پاڪستان لاءِ هڪ هاءِ ڪورٽ قائم ڪندو.

هي به پڙهو: (شين ۽ سبب جي بيان جو فقرو نمبر 8)

"اولهه پاڪستان جي مختلف حصن ۾ ڊويزنن هجڻ ڪري، هڪ هاءِ ڪورٽ جو مقرر ٿيڻ بل جي ڪري سڌي طرح متاثر ٿي نه سگهندو ڇاڪاڻ ته چيف جسٽس جي صلاح مشوري سان ڪيترن ئي معاملن جو فيصلو ڪرڻو پوندو."

بل جا مختلف ٺهراءَ يا شرط. ان کي نهايت واضح ڪن ٿا تہ جو ڪجھ بہ ون يونٽ جي ناليءَ ۾ تجويز ڪيو ويو آهي. سو انهيءَ کان گهٽ نہ آهي تہ گورنر جنرل کي ذاتي حڪمرانيءَ لاءِ هڪ جدا رياست ٺاهي ڏني وڃي. مرڪزي يا صوبائي قانون ساز اسيمبليءَ يا ڪئبينيٽ کي خاص علائقن جي قانون يا انتظام کي اختيار ڪرڻ تي ڪو بہ ضابطو (Control) نہ هوندو.

**جدا ڪيل علائقا:**

ون يونٽ واري بل ۾ جيڪا ملائي هڪ ڪري ڇڏڻ واري رٿا (Unification Plan) ڏيکاري وئي آهي، تنهن ۾ هي علائقا ڌڪاريل نہ آهن:

(الف) ڪراچي شهر جا مرڪزي علائقا (Federal Areas)

(ب) آزاد ڪشمير

(ج) والاريل ڪشمير

(د) جوناڳڙهہ ۽ منگرول جون وسريل رياستون.

(هہ) انتظامي لحاظ کان اتر سرحد صوبي ۾ شهزادن جون رياستون (Princely States)، قبائلي علائقا (Tribal areas) ۽ بلوچستان.

هاڻي وقت اچي ويو آهي تہ پاڪستان جو هر خيرخواهہ انهيءَ تجويز تي سنجيدگيءَ سان توجهہ ڏئي. هوڏانهن ڪشمير جي سوال تي قوم بي صبر ٿي رهي آهي، پر اسان جا ليڊر اسان کي ڪشميرين جي دلين تي ڪشمير جي ضم ٿيڻ جو رد عمل نٿا پيا ٻڌائن.

**ايڪائي وارو آئين (Unitary Constitution) ڇو نہ؟**

اولهہ پاڪستان جي ون يونٽ واري سوال کي، پاڪستان جي مستقل مفادن ۽ ان جي جمهوري ملڪ جي مشهور هجڻ جي ناتي سان ڏٺو وڃي. پاڪستان جي جيڪڏهن سيني صوبن ايڪائي واري آئين تي اتفاق ڪيو هجي ها جنهن ۾ سيني صوبن کي ختم ڪرڻ جي ڳالهہ آهي تہ موجوده مخالفت ڪڏهن بہ زور نہ وٺي ها. ان ڪري هيءَ تجويز وڏن صوبن کي قبول نہ آهي.

اهي ڪهڙا سبب آهن جن جي ڪري وڏن صوبن ايڪائي واري آئين کي قبول نہ ڪيو. تنهن جو اندازو آسانيءَ سان لڳائي سگهجي ٿو. ڇا اها تجويز ان ڪري رد ڪري سگهجي ٿي تہ اها اسلامي تصورن، قومي اصولن ۽ معاشي فائدن جي خلاف آهي؟

ٻن ڀاڱن (مشرقي ۽ مغربي) جي جاگرافيائي جداگانہ حيثيت کي ايڪائيءَ واري آئين جي رستي ۾ رنڊڪ ڄاڻائڻ انهن کي نٿو جڳائي.

جيڪي اولهه پاڪستان جي صوبن کي اسلام ۽ پاڪستان جي نالي تي ون يونٽ ٺاهڻ لاءِ بضد آهن. اسلام ۾ ڪا به جاگرافيائي حد بندي ڪانهي، جنهن ڪري سڄو پاڪستان هڪ ئي ملڪ آهي، چاهي ان جا صوبا زمين، سمنڊ يا هوا جي ڪري هڪ ٻئي کان جدا ڇو نه هجن. سائنس دنيا ۾ مفاصلن کي ختم ڪري ڇڏيو آهي ۽ جاگرافي ڪنهن به آئين جي رستي ۾ رڪاوٽ ناهي، پر بي اعتمادي ۽ ڊپ جو اصل سبب قومي پارليامينٽ ۾ اوڀر پاڪستان جي شماري يا عددي طاقت آهي، جنهن ڪري ايڪائيءَ واري آئين جي پاس خاطري نٿي ڪئي وڃي. صوبائيت ان کي ته نه ڇئبو جو ڪنهن شيءِ کي رڙين، گوڙ ۽ واڪن سان رد ڪيو وڃي.

**ڪانگريسي فرقي بازي ۽ پاڪستاني صوبائيت:**

اهي معزز وزير ۽ سياسي اڳواڻ، جيڪي اٺن سالن اندر ملڪ جي آئين ٺاهڻ ۾ ناڪام رهيا آهن ۽ اجا تائين مختلف عهدن ماڻڻ، فائدن حاصل ڪرڻ، قانون ساز ادارن ۽ نوڪرين ۾ نمائندگي لاءِ جهيڙا ڪري رهيا آهن. جيڪي اجا تائين قومي ۽ بين الاقوامي اهميت وارن مسئلن کي حل ڪري نه سگهيا آهن، جيڪي اجا تائين ملڪي انتظاميا مان رشوت ۽ اقربا پروريءَ کي ختم ڪري نه سگهيا آهن، جيڪي آئين جي ٻوليءَ جو خيال رکڻ کان سواءِ مرڪزي ڪئبينيٽ ۽ صوبائي وزارتن کي ٺاهي ۽ ڊاهي رهيا آهن ۽ جن وٽ سنڌ جي صوبائي اسيمبليءَ ۾ اهڙا غير ذميوار ماڻهو آهن جيڪي ون يونٽ لاءِ جيئن وڏين ٿو تيئن حڪومت ڪري رهيا آهن ۽ جيڪي ون يونٽ جي مسئلي تي ساڻن مخالفت رکن ٿا، تن کي ڏوهي قرار ڏيڻ ۾ پنهنجي ضمير جي ملامت جو ذري جيترو به احساس ناهي. اسان جي ڪانگريسي دوستن واري انهن مسلمان اڳواڻن کي ننڊڻ لاءِ"فرقي بازي" ايجاد ڪئي آهي، جيڪي مسلمانن لاءِ ورهاڱي کان اڳ جي فائدي ۾ ڳالهائن ٿا. جڏهن ته موجوده بااختيار ماڻهن وري پاڪستان ۾ پنهنجن مخالفن کي ننڊڻ لاءِ هڪ لفظ "صوبائيت" ايجاد ڪيو آهي. آئيني ۽ قومي اهميت وارن مسئلن کي حل ڪرڻ جو اهو طريقو نه آهي. آءُ اوهان کي انهن ماڻهن لاءِ هڪ دوستانه چتاءُ ڏيان ٿو جيڪي اوهان جي هٿن ۾ ڪيڏي پنهنجي صوبن جي جداگانه وجود کي ختم ڪرڻ جا خواهشمند آهن. ته جيڪڏهن اوهان ڪين صاحب اقتدار بنايو ته اهي ماڻهو پاڪستان کي ئي ختم ڪرڻ جي صلاحيت رکن ٿا. جيڪڏهن اقتدار حاصل ڪرڻ جي سندن خواهش پوري نه ڪئي وڃي. خدا

جي واسطي پاڪستان جي سياسي اڳواڻن کي ان لاءِ نہ بگاڙيو ۽ نہ خراب ڪريو تہ اهي پنهنجي حمايت حاصل ڪن ۽ انهن کي بہ تنگ نہ ڪريو ۽ نہ آزاريو جيڪي اوهان جي راءِ جا مخالف آهن.

**عوامي راءِ کي سڀ کان مٿي رکيو وڃي.**

اڇو تہ انهيءَ حقيقت کي سمجهون. ڇو تہ عوامي راءِ ئي سيني ڳالهين کان اعليٰ آهي. جيڪا سيني آئيني مسئلن جي حدبندي ڪري ٿي.

بي اصول ۽ بدنيتيءَ تي مبني اختيار رکندڙن ۽ صوبائي سوديبازي ڪندڙن جي مدد سان. ضم ڪرڻ واري تجويز جي حمايت ۾ بار بار هٽلر وارا طريقا اختيار ڪيا وڃن ٿا. جيڪي حقيقي اتحاد ۽ ايڪي لاءِ ڪارگر ثابت نہ ٿيندا. اچو تہ تاريخي سچاين ۽ جمهوري فيصلن تي پاڻ کي هلايون. جمهوري عمل ۽ تاريخي حالات کان منهن موڙڻ اسان کي منزل مقصود تائين ڪو نہ رسائيندو.

**تعميري تجويزون:**

آئيني ۽ انتظامي دائري ۾ ڪن بہ نون تجربن جي ضرورت ڪانهي، ضرورت انهيءَ ڳالهہ جي آهي تہ اسان عوام ۾ ڏپ ۽ گهرج کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ لاڳيتار ڪم ڪندا رهون.

اسان جي عوام ۽ ان جي رهبرن ۾ خالص حب الوطني، ايمانداري، اخلاقي قدرن لاءِ احترام ۽ جمهوري تصورن لاءِ شعور جاڳائڻ جي ضرورت آهي. جنهن کان سواءِ ڪا بہ قوم اجائي ۽ بيڪار آهي. اسان جا رهبر ۽ حڪمران قوم ۾ ڏپ، مايوسي، بي ايماني، بي حسي، بداخلاقي، رشوت، اٿاٽ (تنگي)، مهانگائي، دٻائي رکڻ ۽ شهري آزادي کان محروم رکڻ ۾ ڪامياب رهيا آهن. نئين چونڊيل اسيمبلي چاهي ان جي ڪهڙي بہ جوڙجڪ هجي ۽ نمائندگي جا طريقا هجن. پر اها هيٺئن ڪري سگهي ٿي:

(الف) ٿوري عرصي لاءِ مرڪز ۾ ڪل جماعتي حڪومت ۽ ساڳيون حڪومتون صوبن ۾ ناهي.

(ب) اڳين اسيمبليءَ جي منظور ڪيل ڪارائتن قانونن کي جائز قرار ڏئي (مثال طور شق 223 الف)

(ج) جيڪي ڪارائتا قانون ناهن. تن کي رد ڪري. (مثال طور شق 92 الف ۽ راولپنڊي سازش ٽربيونل ائڪٽ)

(د) گڏيل پاڪستان جي موجوده صوبن کي خودمختيار يونٽ

سمجهندي، مستقبل جو آئين جوڙي.

(هه) اولهه پاڪستان جي عام مسئلن تي غور ڪرڻ لاءِ هڪ قانوني ادارو عمل ۾ آڻجي ۽ موجوده يونٽن کي انان جي عوام جي آزاد راءِ کان سواءِ ڪنهن بہ حالت ۾ ٽڪرا ٽڪرا نہ ڪجي.

(و) دٻاءَ وجهڻ وارا قانون رد ڪجن. سياسي قيدي آزاد ڪجن ۽ اخبارن جي اشاعت تان بندش هٽائجي.

(ز) پاڪستان جي گهڻي کان گهڻي دلچسپيءَ جي روشنيءَ ۾ داخلي ۽ بين الاقوامي مسئلا حل ڪجن.

**اقتصادي پهلو ۽ ون يونٽ رٿا:**

ون يونٽ تجويز جي حمايت ۾ هڪ دليل هي بہ ڏنو ٿو وڃي تہ اولهہ پاڪستان جي هڪ يونٽ هجڻ جي حيثيت ۾، ان جي انتظامي خرچ ۾ بچت ٿيندي، هيءَ دليل غلط ۽ گمراهہ ڪندڙ آهي. هن سلسلي ۾ هيٺيون حقيقتون ڌيان ۾ رکڻ گهرجن:

1. ائين ٿو ڀائنجي تہ حڪمرانن سان سندن ذاتي پگهارن، اجورن ۽ ملڪيت جي حفاظت جو وعدو ڪيو ويو آهي ان ڪري انهيءَ مد ۾ ڪنهن بہ خرچ جي گهٽتائي نہ ڪئي ويندي. ان جي ابتڙ جيڪڏهن صوبائي پگهارن جا نوان معيار آندا ويا تہ خرچ جو وڌڻ لازمي آهي.

2. قبيلائي علائقن (Tribal Areas) ۾ سردارن يا ٻين کي ساليانو ڪيترائي ڪروڙين رپيا انتظامي خرچ، پگهارون يا وظيفا وغيره ڏنا وڃن ٿا. جيڪو خرچ هن وقت مرڪزي آمدنيءَ مان ادا ڪيو پيو وڃي، پر ون يونٽ ٺهڻ کان پوءِ اڳي پوءِ سڄو بار ون يونٽ حڪومت جي آمدنيءَ مٿان وجي ڪرندو.

3. بلوچستان کوٽ وارو صوبو آهي جنهن جي کوٽ بہ مرڪزي آمدنيءَ مان پوري ڪئي پئي وڃي پوءِ ون يونٽ کي اهو بل ڀرڻو پوندو.

4. هن وقت مختلف صوبن ۾ پگهارن جا اسڪيل جدا جدا آهن، پر پوءِ ساڳي حڪومت ۾ جلدي يا دير سان پگهارن جا اسڪيل هڪ جهڙا ڏيڻا پوندا. پگهارون گهٽائي نہ ٿيون سگهجن، جنهن ڪري اهي وڌائڻيون پونديون. انتظامي مشنريءَ جو خرچ بہ پوءِ وڌي ويندو.

5. هن وقت پاڪستان ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٽي گورنر ۽ بلوچستان ۾ گورنر جنرل جو هڪ نائب (Agent) ۽ انهن جا سيڪريٽري ڪم ڪري رهيا آهن. پر انجي برعڪس ون يونٽ ۾ وڏي پگهار سان هڪ گورنر هوندو جنهن جي

پڳهار شايد اوپر پاڪستان جي گورنر جي پڳهار جيتري هوندي ۽ ان جي سيڪريٽرين جو تعداد به وڏيڪ هوندو ته جيئن صوبن ۽ يونٽن جو ڪم ضرورت مطابق هلائي سگهن. هئي پاسي وري ٽن صوبن جي 18 يا 20 وزيرن بدران ون يونٽ وزارت ۾ 12 يا 15 وزير رکيا ويندا. قبيلائي علائقن جو وزير به انهن مان ئي هوندو. پر هتي اها تجويز ڏجي ٿي ته انهن سيني جي جاين تي هڪ گورنر ڪان علاوه ٻيا ٻارهن ڪمشنر (جيڪي سچا پچا گورنر ٿي ڪم ڪندا) وڏايل عملي سان مقرر ڪجن. هڪ گورنر، ان جا سيڪريٽري ۽ اسيمبلي مختلف اڪاين (units) ۽ صوبن جي گورنرن، وزيرن ۽ اسيمبلين ۽ سيڪريٽرين جي خرچ ڪان ڪنهن به صورت ۾ گهٽ نه هوندا.

6. هڪ نئين سيڪريٽريٽ ڪي قائم ڪرڻ جي بنيادي خرچ (جيڪو تمام گهڻو هوندو) ڪان سواء، مستقل دارالخلافه 15 ڪروڙ روپين ڪان سواء قائم ڪري نه سگهبو.

7. مون کي انهيءَ ڳالهه تي حيرت نه ٿيندي جيڪڏهن اولهه پاڪستان صوبي جي پهرين بجيٽ گهٽ ئي ڪروڙ رپين جي کوٽ ڏيکاري چاڪاڻ ته اهو هڪ مسئلو ٿيندو ته اها نين ٽيڪسن ذريعي يا وڌايل ٽيڪسن وسيلي پوري ڪجي. اولهه ته اڳي ئي گهڻو ٽيڪس ڏئي رهيو آهي. انتظامي خرچ لاءِ اسان کي قرض ڪٺو پوندو جيڪو خود به هڪ زيانڪار، خراب عمل ۽ صوبي کي ان حل ٿيندڙ ظاهر ڪرڻ ڏانهن هڪ واضح قدم آهي.

8. اولهه پاڪستان جي موجوده صوبن جون بجيٽون گهڻو ڪري کوٽ يا نالي ماتر وڌيڪ ڏيکاريون وجن ٿيون. سندن آمدني ايتري گهٽي ڪانهي جو اهي جهالت کي ختم ڪن، زوري تعليم رائج ڪن. ٻهراڙيءَ جي پنتي پيل علائقن لاءِ صحت ۽ تعليم جون سهوليتون مهيا ڪن. شهرن ۾ پاڻيءَ جي نيڪال (Drainage)، صفائيءَ جي بندوبست ۽ صاف پاڻيءَ مهيا ڪرڻ جو نظام سڌارين. ٻهراڙيءَ جي علائقن کي روڊن رستي ڳنڍن. ڳوٺن جي ننڍين ننڍين صنعتن کي هٿي وٺرائن ۽ صوبن کي هر طرح ترقي وٺرائڻ لاءِ ٻيا جيڪي به ضروري سڌارا آهن. تن لاءِ جاکوڙين. اهو سڀ ڪجهه ناڪافي آمدني هجڻ ڪري نٿو ٿئي.

هن وقت جيڪڏهن ڪنهن صوبي کي ڪجهه وڌيڪ بجيٽ به ڪٿي آهي ته به اها حقيقي واڌ ناهي. اها دراصل صوبي جي اهم ضرورتن ۽ ترقيءَ جي مد لاءِ رکيل آهي. ان کي جيڪڏهن ڪا واڌ به ڪٿي چئجي، تڏهن

بہ اھا ڪنھن بہ صوبي جي پوئتي پيل علائقن ڪي ترقي وٺرائي نہ سگھندي. مرڪزي حڪومت ڪي پنھنجي آمدنيءَ جا ذريعا صوبن ڏانھن منتقل ڪرڻ گھرجن ۽ قبيلائي علائقن Tribal Areas وغيره تي مستقبل ۾ ٿيندڙ خرچ بہ مرڪزي آمدنيءَ مان ڪڍيو وڃي، جيئن ھاڻي تي رھيو آھي. اقتصادي حالت جي اھا ئي تقاضا آھي. ون يونٽ ھجي يا نہ ھجي.

9. صوبن جي گڏجي وڃڻ ڪري سنڌ کي تمام گھڻو نقصان ٿيندو. سنڌ کان ڪراچيءَ جي جدا ٿي وڃڻ ڪري، سنڌ کي پنھنجي معاوضي جي دعويٰ تان ھٿ ڪڍڻو پوندو. ان کي پاڻيءَ جي بہ انھيءَ قيمت تان ھٿ ڪڍڻو پوندو، جيڪا ڪيس بلوچستان ۽ ڪراچيءَ جي گڏيل پاڻيءَ جي بورڊ طرفان ملندي آھي. سنڌ کي جيڪو پاڻي ملي رھيو آھي، سو بہ گھٽايو ويندو. سنڌ کي پنھنجي پاڇي ڪيل روڪ رقم بہ مرڪز جي مختلف فنڊن ڏانھن منتقل ڪرڻي پوندي.

10. انصاف جي تقاضا آھي تہ موجوده صوبن جي موڙي، جائداد، وسيلن ۽ قرضن کي ون يونٽ ۾ ضم ڪرڻ کان اڳ ۾ خاطري ڪئي وڃي.

11. منھنجي ھي راءِ آھي تہ ون يونٽ ھيٺ جيڪو نئون صوبو ٺاھيو پيو وڃي، ان جي اقتصادي حالتن جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ کان سواءِ ضد يا رسامي ۾ اچي ڪا بہ اھڙي تجويز پيش نہ ڪجي ۽ جيتري قدر ٿي سگھي تہ اھا ڇنڊ ڇاڻ جامع ھئڻ گھرجي. مثال:

(الف) نئين آئين جي افتتاح سان گڏ مرڪزي حڪومت ۽ صوبن جي مالي حالتن جي اٽڪل روءِ ڪٿ ڪجي.

(ب) مرڪز ۽ صوبن وچ ۾ ھر شيءِ کي ھڪ ھئي سان ملائڻ Adjustment لاءِ تجويز ڏجي.

(ج) عارضي تخفيف يا ڪاٽ ڪوٽ يعني (Retrenchment) جي تجويز ڏجي.

(د) نئين صوبي جي ترقيءَ ۾ مڪمل واڌاري لاءِ خاص طرح سان قبيلائي ۽ پوئتي پيل علائقن کي پنجاب يا سنڌ جي سطح تي آڻڻ جي خيال کان روينيو يا سرڪاري مدد جي اضافي وسيلن جي تجويز ڏجي.

(ھ) مفت، لازمي ۽ عام تعليم. طبي امداد ۽ ٻين فياضيءَ وارين سرگرمين کي نئين صوبي ۾ ھڪ جھڙن بنيادن تي ھلائڻ لاءِ ايندڙ ڏھن سالن ۾ گھربل اضافي رقم لاءِ تخمينو تيار ڪجي.

12. سنڌ جڏهن بمبئي کان جدا ٿي رهي هئي ته ماهرن جي هڪ ڪميٽي مقرر ڪئي وئي هئي. هر مئجيسٽيءَ جي حڪومت جي انهيءَ تجويز منظور ڪرڻ کان اڳ. ٻڌايو ويو هو ته سنڌ جي ڌار ٿيڻ سان ان جي معاشي حالتن تي ڪهڙا اثر پوندا. گورنمينٽ آف انڊيا جو 1935ع وارو ائڪٽ منظور ڪرڻ کان اڳ 1932ع ۾ هڪ مرڪزي معاشي ڪميٽي مقرر ڪئي وئي ته اها آئيني سڌارن جي تجويز ڪيل اسڪيم تحت مرڪزي ماليات جو جائزو وٺي. مرڪزي ۽ صوبائي حڪومتن کي گهربل رقم جو تخمينو لڳائي. پر اسان جي حڪومت اهڙي ڪنهن به سوال کي سائنسي يا آئيني طريقي سان جاچڻ جي ضرورت محسوس نٿي ڪري.

13. هاڻي اچو ته قرض ۽ اوڌر تي هڪ سرسري نظر وجهون:

اولهه پاڪستان جي ٽن صوبن کي 55-1954ع تائين مرڪزي حڪومت طرفان ڏنل ترقياتي قرض هن ريت آهن:

| | |
|---|---|
| پنجاب | 347.8 ملين |
| سنڌ | 52.6 ملين |
| اتر سرحد (فرنٽيئر) | 66.5 ملين |

سال 55-1954ع تائين عوام کي ڏنل اوڌر هن طرح آهي:

پنجاب 22 ڪروڙ 60 لک رپيا.

سنڌ هڪ ڪروڙ 75 لک رپيا.

اُتر سرحد 75 لک رپيا.

سال 56-1955ع تائين ٽنهي صوبن لاءِ اضافي قرض 50 ڪروڙ رپين جي لڳ ڀڳ آهي.

14. مٿين قرضن ۽ اوڌرن مان فائدو حاصل ڪندڙ قدرتي طور تي مقامي آبادي آهي. پر واپس ڪرڻ جي ذميواري ون يونٽ جي سڄي آباديءَ تي هڪ جهڙي ٿيندي. جيڪا بي انصافي آهي.

15. منهنجي راءِ آهي ته ملڪ جي خزاني ۾ مالي حالت جي چڱيءَ طرح خبر رکڻ کان سواءِ عوام تي "ون يونٽ" مڙهڻ نه گهرجي.

16. سڄي دنيا کي غلط ويساهه ڏنو پيو وڃي ته پنجاب هڪ وڏيڪ Surplus صوبو آهي ۽ هڪ وڏيڪ صوبو ان جي ترقيءَ لاءِ گهڻو گهربل نه هوندو آهي. بلڪ ان کي سنڌ. بلوچستان. اتر سرحد ۽ بين قبيلائي علائقن جي ڪوٽ ۽ ترقي کي پوري ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو. پر انهن اميدن کي

پورو ڪرڻ لاءِ موجوده انگ اکر ڪي خاص خاطر خواهه نہ آهن. اچو تہ ورهاڱي کان وٺي پنجاب جي هيٺين انگن اکرن جو جائزو وٺون. (هي انگ ملين ۾ آهن)

| سال | 47-48 (نو مهينا) | 48-49 | 49 - 50 | 50 - 51 | 51 - 52 | 52 -53 |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪل آمدني | 65.7 | 172.1 | 195.0 | 221.8 | 259.1 | 216.0 |
| ڪل خرچ | 108.8 | 194.3 | 183.1 | 205.0 | 228.5 | 261.7 |

سڌاريل بجيٽ کان پوءِ

| سال | 1953 -54ع | 1954-55ع |
|---|---|---|
| ڪل آمدني | 248.1 | 246.2 |
| ڪل خرچ | 238.1 | 245.7 |

مٿيان انگ اکر ڏيکارين ٿا تہ وڏي کوٽ وارن پهرين ٻن سالن کان پوءِ واڌاري وارا ٽي سال آيا. وري 53- 1952ع ۾ وڏي کوٽ آئي. 54- 1953ع جي اصلي انگن اکرن جي مون کي ڄاڻ نہ آهي، پر 55-1954ع جي بجيٽ رٿا ۾ معمولي واڌارو آهي. جيڪو بہ واڌارو ڪنهن سال ۾ ڏيکاريل آهي، سو صوبي جي سڌاري ۽ ترقيءَ جي قيمت تي آهي.

17. پنجاب جي آمدنيءَ واري حالت اولهہ پاڪستان جي ٻين صوبن ۽ رياستن کان ڪنهن بہ طرح بهتر نہ آهي. وٽس فرد جي سراسري آمدني ( Per Capital Income) ڏاڍي خراب آهي. منهنجي اڳيان ون يونٽ حڪومت جي مالي حالت جو پمفليٽ آهي، جيڪو شايد حڪومت جي خرچ تي پنجاب گورنمينٽ پريس ۾ ڇپيل آهي. اهو سال 55-1954ع ۾ پاڪستان جي صوبن ۽ رياستن جي آمدني ۽ خرچ جا بہ خاڪا ڏيکاري ٿو. اوهان جيڪڏهن هر صوبي ۽ رياست ۾ فرد جي سراسري آمدني جو حساب لڳائيندؤ تہ هيٺيان نتيجا نڪرندا:

| صوبو /رياست | فرد جي سراسري آمدني | فرد جو سراسري خرچ |
|---|---|---|
| پنجاب | 12.7 | 7.3 |
| اتر سرحد | 23.8 | 8.0 |
| سنڌ | 21.1 | 29.7 |
| بلوچستان | 8.7 | — — — |
| بهاولپور | 33.7 | 11.3 |
| خيرپور | 50.3 | — — |

18. مالياتي بجيٽ ناهيندڙ کو بہ جادوگر موجوده صوبن جي سرشتي جي نسبتً سان بجيٽ ناهي نہ سگهندو، بلڪ جيڪڏهن متوازن بجيٽ ناهي سگهيو تہ بہ گهٽي گهٽ پيش ڪري سگهندو. نئين صوبي جي پنڌرهن ڪروڙ روپين جي لڳ ڀڳ کوٽ ڏيکاريندو. کو بہ مالياتي وزير ون يونٽ بجيٽ ۾ وڏي گڙٻڙ ڪندو. بين الصوبائي ۽ مرڪزي ماليت جي نرالپڻ، اصلاحيت ۽ هڪ ٻئي سان ٽڪرائجندڙ مطالبن جي ڪري سنجيده ويچار ڪرڻ کان سواءِ هڪ صدي پراڻين ريتن رسمن کي نہ ڦٽايو. اقتصادي ۽ معاشي لحاظ کان ون يونٽ جي رٿ صحيح نہ آهي. جيستائين جو اوهان ان جي آمدنيءَ لاءِ ڪي اضافي وسيلا نہ ڳولهي ڪڍو. ٻي صورت ۾ معاشي مونجهارا ۽ انتظامي رولڙا پيدا ٿيندا.

19. اها حقيقت آهي تہ سڪي جي قيمت ۾ گهٽتائي ڪري اسان جي ٻاهر موڪلڻ واري خام مال جون رڪاوٽون ختم ٿي ويون آهن پر اسان جي اضافي زرعي پيداوار يا ڪجهہ ٻين شين کي ٻاهر موڪلڻ لاءِ مارڪيٽ ڳولڻ کو آسان ڪم نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ دنيا جي مارڪيٽ ۾ هن وقت وڏي چٽا ڀيٽي (Competition) آهي. ٻيو سوال هي آهي تہ ڇا سڪي جي قيمت ڪِرڻ ڪري زرعي پيداوار کي اڳين قيمتن تي وڪرو ڪري سگهجي ٿو؟

ٻاهرين ملڪن ڏانهن سامان موڪليندڙ ٿي سگهي ٿو تہ سئو سيڪڙو نفعو وٺن جنهن ڪري اهي آبادگار جيڪي پنهنجي مال کي جلد کان جلد وڪرو ڪرڻ تي مجبور آهن، تن کي تمام گهٽ قيمت ملندي. زراعت اسان جي ملڪ جي مکيہ پيداوار آهي. سو جيڪڏهن دنيا جي معاشي بدحالي ۽ اندروني مشڪلات جي ڪري انهيءَ پيداوار کي گهٽ قيمت جي ڪري ڌڪ لڳي تہ سڄي ملڪ جي معاشي حالتن کي نقصان رسندو. هن وقت بہ آبادگارن جي آباديءَ جي خرچ، حڪومت جي بقايائن ۽ سندن ضرورتن جي مقابلي ۾ ڪين مناسب قيمت ملڻ جي اميد گهٽ آهي، ان ڪري ٻاهران آيل مال جي خريداريءَ تي ڪين وڏيون قيمتون پرٿيون پونديون.

20. زمين جي پيداوار تي ڍلن جا اڳهہ انگريزن واري دور ۾ انهن قيمتن مطابق مقرر ڪيا ويا هئا. هاڻي جيئن تہ زرعي پيدائش اينري قيمت حاصل ڪري نٿي سگهي. ان ڪري ڍلن جا اڳهہ سڌاري، گهٽايا وڃن. زرعي آبادگارن جي فائدي لاءِ نهايت ئي ضروري آهي تہ ڍلن ۾ سڌاري آڻڻ لاءِ هڪ جاچ ڪميٽي مقرر ڪئي وڃي. موجوده صوبائي حڪومتون اهو ڪم اطمينان

سان سرانجام ڏئي سگهن ٿيون.

چاڪاڻ ته پاڪستان جي مختلف حصن ۽ صوبن ۾ ان جو نظام جدا جدا آهي، اهو مناسب ٿيندو ته جاچ ڪميٽيءَ کي مڪمل طور تي جاچ ڪرڻ لاءِ جوڳو وقت ڏنو وڃي. اهي سڌارا گهڻو اڳي اچڻ کپندا هئا. انهيءَ مقصد لاءِ ون يونٽ جي تجويز، جيڪڏهن هروڀرو دلپسند آهي، ۽ ڇڏي نٿي سگهجي، ته هيٺين بنيادن تي مهمل ڪئي وڃي:

(1) صوبائي حڪومتن کي موقعو فراهم ڪيو وڃي ته اهي زمين جي پيداوار تي ڍلن جي اگهن ۾ سڌاري آڻڻ لاءِ جاچ ڪميٽيون مقرر ڪن.

(2) مرڪزي ڪئبينيٽ اقتصاديات بابت ماهرن جي هڪ ڪميٽي مقرر ڪري، جيڪا نئين صوبي جي اقتصادي حالتن جو جائزو وٺي.

(3) جائز رڪاوٽن ۽ آئيني اعتراضن کي ختم ڪري، هڪ اولهه پاڪستان يونٽ بابت هر هڪ صوبي ۾ صاف ۽ شفاف ريفرنڊم ڪرايو وڃي.

**14. گول ميز ڪانفرنس ڪرائي وڃي.**

جيڪڏهن ڪجهه سياسي اڳواڻن جو خيال آهي ته نئين صورتحال جي روشنيءَ ۾ ڪي معاملا ۽ مسئلا سڄي اولهه پاڪستان ۾ عام آهن، ته پوءِ اهي اسان کي ٻڌايا وڃن ۽ انهن معاملن ۽ مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ هڪ گڏيل قانوني ادارو چونه عمل ۾ آڻجي. هڪ اهڙي تجويز کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ ڪنهن به دٻاءَ کي مجڻ جي ضرورت ناهي، ان گول ميز ڪانفرنس جا اڳواڻ ٻي ريائي ۽ ٿڌي دماغ سان ويهي فيصلو ڪن پر جيڪڏهن پستول جي زور تي اوهان ڪنهن به تجويز تي عمل ڪرائيندؤ ته اهو گهڻو وقت قائم رهي نه سگهندو. جڏهن به عوام کي موقعو ملندو ته ان کي ضرور رد ڪندو. زور زبردستيءَ وارو عمل نوڪرين ۾ ناراضپو، عوام ۾ رنجش ۽ انتظام ۾ مونجهارو پيدا ڪندو.

**15. صوبائيت جي تُهمت**

ون يونٽ تجويز جي حمايت ۾ اهي دليل ڏنا وڃن ٿا ته ننڍن صوبن کي انهيءَ لاءِ ڊاٿو پيو وڃي ته جيئن انهن مان صوبائيت کي ختم ڪجي، پر جيڪي اڳواڻ ائين ڪري رهيا آهن، سي اوپر پاڪستان جو وڏو ۾ وڏو صوبو ۽ ان جيترو اولهه پاڪستان ۾ ناهي رهيا آهن، ڇا سندن خيال ۾ اها صوبائيت ناهي!

ون يونٽ جي بل"مقصدن ۽ سببن جي بيان" بڌائڻ ۾ اهو زخمن تي لوڻ ٻرڪڻ جي برابر آهي ته جيڪي اجا تائين صوبائيت جي حوالي سان سوچي رهيا آهن. تن جي اعتراضن کي اهڙيءَ طرح پورو ڪجي جو نئين صوبي ون يونٽ تي پنجاب غالب رهي. انهيءَ وچ واري ليجسليٽو (قانون ساز) اسيمبليءَ ۾ ان علائقي جي نمائندگي 56 سيٽڙو بجاءِ 40 سيٽڙو رکي وئي آهي. جنهن جو آباديءَ جي بنياد تي حق آهي. اميد ڪئي ٿي وڃي ته آئين جي مسودي ۾ انهيءَ بندوبست کي ڏهن سالن تائين وڌائڻ جي گنجائش رکي ويندي.

"ڪتي کي خراب ڇئي. تنگي ڇڏيوا" ها سائين. . . ننڍا صوبا صوبائيت کي زور وٺائڻ جا ڏوهي آهن! صوبائيت جي تشريح ڇا آهي؟ اوهان جي اسلامي قوميت جي تشريح ڇا آهي؟

ننڍن صوبن جي تاحيات خودڪار حڪومت کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏڻ تي اعتراض کي "صوبائيت" چئجي ٿو! پر هينئين تقاضا ته صوبائيت جي نه. بلڪ اسلامي قوميت جي آهي: (الف) اولهه پاڪستان جو صوبو قائم ڪجي. (ب) اوڀر پاڪستان جي وڏي صوبي جي هڪ جداگانه حيثيت قائم ڪجي. (ج) مکيه صوبن جي علائقائي خودمختيار حڪومت کي ختم ڪجي. (د) بنگاليءَ کي رياستي زبان مان هڪ ڪري متعارف ڪجي. (هه) مرڪزي پارليامينٽ. مرڪزي نوڪرين. مرڪزي ڪئبينيٽ. ٻاهر جي پرمٽن ۽ مرڪزي ماليات جي برابر ورڇ ۾ ٻنهي صوبن لاءِ هڪ جهڙي نمائندگي هجي. (و) گورنر جنرل ۽ وزير اعظم جي آفيسن جي ٻنهي صوبن ۾ ورهاست رکڻ (ز) مرڪزي پارليامينٽ جا اجلاس واري واري سان ڪراچي ۽ ڍاڪا ۾ ڪرڻ. (ح) ساموندي فوج جو هيڊ ڪوارٽر اوڀر پاڪستان ۾ رکڻ. (ط) وڏن مکيه ٻن صوبن جي اندروني خودمختياريءَ ۾ مرڪزي حڪومت کي دست اندازي ڪرڻ جي ڪا به طاقت نه ڇڏڻ. (ي) ايڪائي قسم جي آئين (Unity type of Constitution) کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪرڻ. (ڪ) جيڪڏهن مٿيون صوبائي تقاضائون قبول ڪيون وڃن ۽ ڪجهه اڳواڻن جون ذاتي خواهشون پوريون ڪيون وڃن ته ننڍن صوبن جي صدين کان پراڻي وجود کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ جا معاهدا ڪيا ويندا.

اهو سڀ "خالص اسلام. اسلامي قوميت ۽ اتحاد" آهي ۽ "صوبائيت" بلڪل ئي ناهي! مهرباني ڪري ننڍن صوبن جي ننڍي قد وارن

سياستدانن خلاف لڳايل صوبائيت جو هيءُ الزام ختم ڪيو وڃي. جن کي نه ئي ته ڪو اختيار آهي ۽ نه وري وڏن صوبن جي خودمختياري ۽ ارهه زورائيءَ واري صوبائيت جي ميدان ۾ مقابلي ڪرڻ جي طاقت.

16. **جناب گرماني جا وعظ**

1. اسان کي اسلامي تعليم تي اهڙا ماڻهو وعظ ڏئي رهيا آهن. جيڪي پنهنجي سڄي زندگي يا ته برطانيا جي تاج جا وفادار نوڪر يا پنجابي يونينسٽ پارٽيءَ جا اڳواڻ ٿي رهيا. اسان کي انهيءَ محترم جا لفظ وٺڻ کپن جيڪي هو چوي ۽ ڪري ٿو. تنهن مان کيس پرکڻ گهرجي ۽ انهيءَ مان نه پرکجي جيڪي ڪجهه هن جي دل ۾ آهي. ان ڪري آءٌ پنهنجي اڳواڻن جي مذهب ڏانهن اهڙي تبديليءَ جي آجيان ڪريان ٿو. خاص ڪري تڏهن. جڏهن اهي ذميوار ۽ نمائنده جاين تي ڪم ڪري رهيا هجن.

2. 20 آگسٽ تي حيدرآباد سنڌ ۾ جناب مشتاق احمد گرماني گورنر پنجاب ۽ اولهه پاڪستان جي صوبي ٺهڻ کان اڳ ئي ان جي گورنر مقرر ٿيل پنهنجي خيالن جو اظهار ڪيو. ٻڌايو ٿو وڃي ته هن چيو هو ته "پاڪستان جي حڪومت. پاڪستان جي ماڻهن جي آهي. اها ڪنهن به هڪ ماڻهوءَ يا ماڻهن جي گروهه جي نه آهي." انهيءَ نظريي جي وضاحت ڪرڻ ۾ ڪابه قباحت نه آهي. جينوئيڪ 1940ع ۾ لاهور مسلم ليگ جي پاڪستان بابت ٺهراءَ جي تقاضا هئي ته مسلم اڪثريت "هندستان جي اتر اولهه ۽ اوڀر وارن علائقن ۾ گڏائي وڃي ته اهي خودمختيار رياست ٺاهن جن ۾ آئيني ايڪا (Constitutional Units) خودمختيار هوندا. انهيءَ ٺهراءَ مطابق صوبن ۾ عوام وٽ خودمختياري رهندي جيڪا تقاضا ننڍي کنڊ ۾ ڪانگريس خلاف مسلمانن جي سياسي تحريڪ جي ورهين کان وٺي هلندي آئي آهي. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ايڪائيون (Units) صوبائي خودمختياريءَ جي ڪري مطمئن هيون. جنهن ڪري ائين سمجهڻ غلط نه ٿيندو ته پاڪستان ۾ ايڪائين (units) پنهنجي خودمختياري قانون ساز اسيمبليءَ حوالي ڪري ڇڏي ۽ صوبائي خودمختياريءَ مان مطمئن رهيا. هر صوبي ۾ عوام کي اها آزادي هئي ته پنهنجي خودمختياري تان ايڪائي آئين (Unitary Constitution) يا اولهه پاڪستان جي تجويز ڪيل صوبي جي فائدي ۾ دستبردار ٿئي. پر اهو فقط هر صوبي ۾ عوامي راءِ جي وسيلي ڪري سگهجي ٿو. ظلم، بي رحمي ۽ دٻاءَ وسيلي ڪري نٿو سگهجي. پهرين قانون ساز

اسيمبليءَ جنهن پاڪستان ڪي وجود ۾ آندو تنهن پنهنجي آئين جي مسودي ۾ صوبن کي خودمختياريءَ جو يقين ڏياريو هو پر موجوده آئين ساز اسيمبلي جيڪڏهن اهو حق کسيندي ته تمام غلط ڪندي.

3. ياد رکڻ کپي ته اسلامي تعليم مطابق خودمختياري فقط الله تبارڪ و تعاليٰ جي آهي. پر اسان جي موجوده حڪمرانن مطابق اها ولايتي راڻي وٽ آهي، جنهن جو بنياد وري انهيءَ سوچ تي هو ته هڪ اڳوڻي قانوني ميمبر عوام اڳيان هڪ بيان ڏنو هو ته پاڪستان جي خودمختياري قانون ساز اسيمبليءَ ۽ گورنر جنرل وٽ آهي ۽ جناب مشتاق احمد گرمانيءَ گورنر جنرل لاءِ صحيح طور تاڪيو ويو آهي. ڪيس پنهنجي حقيقي حيثيت سمجهڻ ڏيو ۽ ون يونٽ ۽ ان جي اسلامي تصورن تي فصيح ۽ بليغ تقريرون ڪرڻ کان روڪيو. نئدا صوبا ته ڪيس اولهه پاڪستان لاءِ گورنر به تسليم ڪري نه سگهندا جيستائين قانون ساز اسيمبليءَ ون يونٽ جي بل کي آخري شڪل نٿي ڏئي.

انهيءَ ڳالهه تي ڪنهن به قسم جي غلط فهمي هجڻ نه کپي ته اسين پاڪستان جي عوام وٽ ئي خودمختياري ۾ يقين رکون ٿا. اسين وڌيڪ هي به يقين رکون ٿا ته گڏيل رياستن جي روپ ۾ پاڪستان هڪ ملڪ آهي، جنهن ۾ موجوده خودمختيار صوبا آهن. ون يونٽ هجي يا نه هجي پر اسان کي پاڪستان ۽ اسلام لاءِ جيئڻ ۽ مرڻ کپي.

4. "خيالن جي هڪ جهڙائي، سوچ جي ساڳي نسبت ۽ برابريءَ واري عمل" جي بنيادن تي جيڪڏهن جناب گرماني مسلم سماج يا انساني سماج ٺاهي ٿو ته آءٌ سندس ڪاميابيءَ لاءِ دعاگو آهيان. پر مون کي هن تي اعتبار نٿو اچي ۽ سائنس اتفاق نٿو ڪريان جڏهن هو چوي ٿو ته "اتحاد، اتفاق، ايڪتا، مساوات ۽ اخوت جي بنيادن تي ون يونٽ پهريون عملي قدم آهي."

5. پاڪستان جي روپ ۾ اسان کي اڳيئي هڪ لازوال نئون ضابطو يا دستور ملي چڪو آهي. هاڻي اسين انهيءَ لاءِ بلڪل تيار نه آهيون، ته اهڙن اڳواڻن تي يقين ڪريون جيڪي اسان لاءِ نئين ضابطي آڻڻ جي دعويٰ ڪري رهيا آهن. جيڪو پاڪستان مسلم ليگ جي نعراءَ جو بنيادي طور تي مخالف آهي. پاڪستان اتحاد، اتفاق، برابري ۽ اخوت جي بنيادن تي ٺهيو هو. جيڪي هن وقت جناب گرمانيءَ جهڙن گورنرن جي ڪري خطري ۾ آهن. دنيا جا مسلم معاشرا خود حڪمرانيءَ واري جائي جم جي حق سان ڇهتيل آهن ۽

کي بہ گمراھہ ڪندڙ خيال ڪانئن اھو حق ڪسڻ جي اجازت نٿا ڏين. گڏيل رياستن واري حڪمرانيءَ جو اصول ٿي واحد اصول آھي، جنھن جي بنياد تي ايشيا ۽ دنيا جا مسلم معاشرا ۽ ٻيون قومون اتم ۽ اعليٰ ويچارن لاءِ ھڪ ٻئي سان ھٿ ھٿ ۾ ڏئي ھلي سگھن ٿيون. ساڳيو اصول پاڪستان جي مختلف معاشرن لاءِ لاڳو آھي.

### 17. سورھن سيڪڙو سيٽن تان ھٿ کڻڻ

1. ھاڻي اچون ٿا پنجاب جي سخاوت تي جنھن ڏھن سالن تائين سورھن سيڪڙو سيٽن تان ھٿ کڻڻ جو چيو آھي تہ متان ننڍا صوبا اولھہ پاڪستان ۾ پنجاب جي حڪمرانيءَ بابت خائف ٿين. پر انھيءَ جي ضمانت ڪھڙي آھي تہ ڏھن سالن جي پوري ٿيڻ کان پوءِ خوف جا سبب ختم ٿي ويندا؟ اوپر پاڪستان کي چيو ويو آھي تہ پنھنجي اڪثريت کي ڇڏي، نئين آئين واري برابريءَ جي مستقل نھراءَ تي مطمئن رھي. پنجاب پوءِ پنھنجي سخاوت ھميشہ لاءِ چونہ ٿو ڏيکاري؟

2. ننڍن صوبن کي چيو پيو وڃي تہ پنھنجي جداگانہ وجود، جداگانہ قانون سازي، جداگانہ وزارتن ۽ جداگانہ انتظام جي ھميشہ لاءِ قرباني ڏين. جيڪڏھن انھن کي جيئڻ جو ٿيئڻ ڇڏيو ٿو وڃي تہ انھن وٽ ھي ھوندا:

(الف) آباديءَ جي نمائندگيءَ تي سندن پنھنجي قانون سازي

(ب) مرڪزي نمائنده ايوان ۾ وڏن صوبن جي نمائندگي وانگر برابريءَ واري نمائندگي.

(ج) مرڪزي اسيمبليءَ ۾ ساڳيو ئي قدر (Weight age)

(د) مرڪزي نوڪرين ۾ مقرر ڪيل نمائندگي

(ھ) پنھنجي ئي عوام جون صوبائي وزارتون ۽ انتظاميا.

پنجاب کي فقط ڏھن سالن لاءِ چاليھہ سيڪڙو نمائندگي ڇو ھجي جيڪڏھن ان کي پاڪستان جي موجوده صوبن ۽ رياستن جي عام پاڻپي ۽ برابري ۾ يقين آھي؟ نئين صوبي (ون يونٽ) جي قانون ساز اسيمبليءَ ۾ ھر ھڪ صوبي (رياست ۽ قبائلي علائقن Tribal Area سميت) کي ھڪ جيتري نمائندگي ھجي.

3. پنجاب جو ٻن سالن، ڏھن سالن يا ھميشہ لاءِ سورھن سيڪڙو اولھہ پاڪستان جي قانون ساز اداري جي سيٽن تان ھٿ کڻڻ قرباني بلڪل ئي ناھي، ڇاڪاڻ تہ:

(الف) بل جي ٺهراءَ مطابق اتر سرحد ۽ بلوچستان جي قبائلي علائقن جي جاگيرن ۽ رياستن مان جيڪي 47 نمائندا چونڊيا ويندا. سي هميشہ گورنر جي چوڻ تي ووٽ ڏيندا.

(ب) اتر سرحد صوبو، سنڌ، بهاولپور ۽ ٻيا علائقا هميشہ انهيءَ حيثيت ۾ رهندا تہ جيئن قانون ساز اداري لاءِ ويهن کان وڌيڪ نمائندا چونڊ ڪن.

4. انهيءَ ڳالهہ تي زور ڏيڻ تہ پنجاب هڪ صوبي اولهہ پاڪستان لاءِ سورهن سيٽن جي قرباني ڏني آهي، هڪ دوکو آهي. اهڙي قرباني ڪا بہ معنيٰ نٿي رکي جيڪا فقط ڏهن سالن لاءِ هجي. جيڪڏهن اهو ٺهراءُ آئين جي مسودي ۾ رکيو وڃي، پنجاب جي اڳواڻن کي حقيقي قرباني ڏيڻ گهرجي ۽ نئين صوبي جي نئين آئين ساز اداري ۾ موجوده سڀني صوبن جي برابري جي نمائندگي وارو اصول مڃڻ کپي. جيڪڏهن کين ون يونٽ جي نعري ۾ سڄي اولهہ پاڪستان تي غالب رهڻ يا حڪومت هلائڻ جي خواهش ناهي.

5. جيئن تہ موجوده صوبن جي ڏاهڻ ۾ منهنجو ايمان نہ آهي، ان ڪري منهنجو مطلب پنجاب کي مرڪزي پارليامينٽ ۽ سندس پنهنجي قانون ساز اداري ۾ حقيقي نمائندگي کان محروم ڪرڻ بہ نہ آهي. پر جڏهن ننڍن صوبن کي پنهنجن ئي قانون ساز ادارن ۾ حقي نمائندگي کان محروم رکڻ ۽ نتيجي ۾ مرڪزي قانون ساز اداري ۾ محروم رکڻ لاءِ تجويز ڏني پئي وڃي تہ آءٌ محسوس ڪريان ٿو تہ انهيءَ ڳالهہ ۾ حق بجانب آهيان تہ مان حجت ڪريان تہ اولهہ پاڪستان جي قانون ساز اداري ۾ اسان جي سڀني ننڍن صوبن کي هڪ جيتري نمائندگي ڏني وڃي. اها حجت ايتري بي انصافي ناهي جيتري سڀني ننڍن صوبن کي هميشہ لاءِ هڪ ئي وقت ختم ڪري ڇڏڻ.

18. **اسيمبلين جي حمايت:**

صوبن کي ضم ڪري ون يونٽ ٺاهڻ جي تجويز جي حمايت ۾ هڪ مضبوط دليل هي بہ آهي تہ ڪن صوبائي اسيمبلين، بلوچستان جي شاهي جرڳن ۽ رياستن جي حڪمرانن انهيءَ تجويز جي حمايت ۾ ٺهراءَ پاس ڪيا آهن. انهيءَ سلسلي ۾ هيٺيون حقيقتون ذهن نشين ڪرڻ گهرجن:

1. پنجاب اسيمبليءَ 30 نومبر 1954ع تي اولهہ پاڪستان کي هڪ انتظامي يونٽ ۾ گڏي ڇڏڻ جو يڪراءِ سان ٺهراءُ پاس ڪيو آهي. ملڪ فيروز خان نون جي انهيءَ تقرير تي واهہ واهہ ڪئي وئي ۽ تاڙيون وڄايون ويون. جڏهن هن چيو:

"انهن ديوارن جو هٽائڻ. پنجاب جي ماڻهن کي ان جي اجازت ڏيندو ته اهي پنهنجي معاشيات. زراعت ۽ هوشياري اولهه پاڪستان جي پوئتي پيل علائقن لاءِ استعمال ڪن."

پنجاب جا ڪجهه اڳواڻ اولهه پاڪستان جي هڪ يونٽ ۾ تبديل ٿيڻ واري مطالبي تي متفق آهن. تنهن هوندي بہ ملڪ صاحب جي سياسي مخالفن انهيءَ بنياد تي سندس خلاف گلا ۽ خواري جي هڪ تحريڪ هلائي آهي تہ هو چاهي ٿو تہ آئيني مسئلا جمهوريت جي طريقي تي حل ڪيا وڃن جنهن جو مطلب صوبن کي ضم ڪرڻ جي تجويز جي هوشياريءَ سان مخالفت ڪرڻ آهي. سندس منسٽريءَ جي ختم ٿيڻ جا سبب ڪهڙا بہ هجن، پر ملڪ پنهنجن نون خيالن جو اظهار ڪندي ٻڌايو آهي تہ پنجاب جا ماڻهو"سامان جي آزاديءَ سان چرپر، اسان جي پيداوار، اسان جي تجارت ۽ واپار" مان پورو پورو فائدو حاصل ڪندا. پنجابي اڳواڻ هن سوال کي پنجاب جي تجارت، واپار ۽ صنعت جي نقطئہ نگاهہ کان ڏسي رهيا آهن. جنهن ڪري ون يونٽ رٿا بابت سندن حمايت تي سنجيدگيءَ سان ويچار نہ ڪيو وڃي جيڪا خودغرضيءَ مان ڦٽي نڪتي آهي.

اسين سڀ پاڪستان جي ترقيءَ ۽ سُکَ وانگر پنجاب جي وڏن ويجهڙ ۽ سک کي ڏسون ٿا جيڪو صرف ننڍن صوبن کي ٽوڙڻ کان سواءِ ئي حاصل ڪري سگهجي ٿو. ملڪ صاحب انهيءَ ساڳئي خيال جي تصديق هيٺين طرح پنهنجي هڪ تقرير ۾ ڪئي آهي: "ماضيءَ ۾ هن حڪومت (پنجاب) صوبن تي اتر سرحد ۽ قبائلي علائقن ڏانهن ڪڻڪ جي چرپر تي پابندي پئي لاڳو ڪئي آهي. پر گذريل سال اسان اهي پابنديون هٽائي ڇڏيون. جنهن ڪري اولهہ پاڪستان ۾ تجارت کي هٿي ملي آهي."

اولهہ پاڪستان ۾ جيڪي مسئلا عام آهن. تن تي صوبائي قانوني ادارو (Statutory Body) غور ڪري سگهي ٿو ۽ ان جي فيصلن سان سيئي صوبائي حڪومتون ٻڌل رهنديون. ننڍن صوبن جي محدود خود مختياريءَ ڪري ڪين تجارتي معاملن کان محروم ڪرڻ ڪا عقل جي ڳالهہ نہ آهي.

2. صوبن کي ضم ڪري ون يونٽ ناهڻ واري رٿا جي مخالفت ڪري سنڌ ۾ پيرزادي جي وزارت ختم ڪئي وئي ۽ اها عالم آشڪار حقيقت آهي تہ سنڌ اسيمبلي کان ڏهڪاءَ ذريعي ون يونٽ جي حمايت ۾ ٺهراءُ بحال

ڪرايو ويو. سنڌ اسيمبليءَ جو صدر مقام (Head Quarters) ڪراچيءَ مان حيدرآباد سنڌ ۾ آندو ويو. جيڪو انهيءَ ڏينهن يعني يارهين ڊسمبر 1954ع تي اجلاس هلندي به پوليس قبضو ڪري ورتو. ۽ 144 قلم لڳايو ويو. اسيمبليءَ ميمبرن ۽ پريس خلاف پبلڪ سيفٽي ۽ سيڪيورٽي ائڪٽ لڳايا ويا. عام ڏهڪاءُ پيدا ڪيو ويو. ايتري قدر جو وزير به ان ڏهڪاءَ جو شڪار بڻيا. پير علي محمد راشدي انهيءَ ٺهراءَ جي حمايت ۾ ڳالهائيندي پنهنجي تقرير ۾ هن طرح اظهار ڪيو:

"سائين اوهان پليءَ پٽ ڄاڻو ٿا ته سنڌ اسيمبلي اها آخري صوبائي اسيمبلي آهي جنهن ون يونٽ ٺهراءَ تي غور ڪيو آهي. جڏهن ته پنجاب. بهاولپور. خيرپور. بلوچستان ۽ سرحد جي اسيمبلين ون يونٽ جي حمايت ۾ اڳيئي ٺهراءُ بحال ڪري ڇڏيو هو. اسين جيڪڏهن متفقہ راءِ جي خلاف ويندا سين ته فائدي بدران نقصان ٿيندو. ان ڪري پاڪستان توڙي سنڌ لاءِ ون يونٽ فائدي وارو آهي. اسين جيڪڏهن ون يونٽ خلاف ويندا سين ته چئن پنجاب. بهاولپور ۽ ٻين صوبن خلاف جنگ جو اعلان ڪندا سين. آءٌ ننڍن صوبن کي گذارش ڪندس ته اهي محسوس ڪن ته مرڪز جي حوالي سان انهيءَ سڄي عرصي دوران اهي پنهنجي پوزيشن مضبوط ڪري نه سگهيا آهن. مرڪزي حڪومت قانون ساز اسيمبليءَ کي ختم ڪري ٿي سگهي، سبب اهو آهي ته اسين صوبن هجڻ ڪري مرڪز جي مخالفت ڪرڻ جي ايتري طاقت نه ٿا رکون. جيڪڏهن مرڪزي حڪومت اسان کي چوي ته سنڌ ۾ پنهنجون زمينون ڇڏي ڏيو ته ائين ڪرڻو پوندو. اسان کي اتي پنهنجي مهاجر ڀائرن سان اتحاد ڪرڻو پوندو. وقت جي ڏارا تي نظر رکندي چوڻو پوي ٿو ته ون يونٽ ۾ اسان جي صوبن کي سٺي اهميت (Standing) هوندي."

"سائين! اوهين چڱي طرح سمجهو ٿا ته جنهن به ون يونٽ اسڪيم جي مخالفت ڪئي آهي. سي جيلن ۾ واڙيا ويا آهن ۽ ڪيترن کي برخواست ڪيو ويو آهي. اسان جي اڳيان انهن ٻارنهن وزيرن کي برخواست ڪرڻ جو زنده مثال آهي. آءٌ اوهان کي عرض ڪندس ته انهيءَ سوال کي پاسيرو ڪري ڇڏيو ته ون يونٽ ٿئي يا نه ٿئي. ون يونٽ ٿيڻو آهي. چاهي اسين راضي هجون يا نه".

"سائين! جيڪڏهن مرڪز ون يونٽ ناهي ٿو ۽ سنڌ ان سان نٿي ملي ته پوءِ آءٌ پڇان ٿو ته ڇا ٿيندو؟ اسان جا سٺ يا اسي مٿي تي ٻڌل پٽڪن وارا نمائندا درخواست ڪئي مرڪز ڏانهن ويندا ۽ جڏهن مرڪز کين ٻڌڻ کان انڪار ڪندو

ته اهي واپس اچي پنهنجن پٽن تان متي اگهي چوندا ته هاڻي اسان ون يونٽ منظور ڪيو". (هڪ آفيشل دستاويز تان اقتباس)

روينيو وزير ۽ هاڻي مرڪزي وزير جي تقرير جا اهي اقتباسات پنهنجو پاڻ چاپلوسي، خوشامد، دٻاءُ، ڌپ ۽ سزا جو ۾ راشدي صاحب پنهنجي تقرير جي مٿين اقتباسات جي اظهار ۾ جيڪو اعتراف ڪيو آهي سو انهن طريقن جي اختيار ڪرڻ تي واضح ڦتڪار آهي جيڪي ون يونٽ تحريڪ کي اڳتي وڌائڻ ۾ مرڪزي ۽ صوبائي اڳواڻن اختيارن ڪيا.

3. 25 جنوري 1954ع تي سرحد اسيمبلي پهرين اسيمبلي هئي جنهن ون يونٽ جي حمايت ۾ ٺهراءُ بحال ڪيو. عبدالرشيد صاحب سابق وزير اعليٰ جنهن انهيءَ ٺهراءَ جي اڳواڻي ڪئي، تنهن کي فقط انهي سبب ڪري برخواست ڪيو ويو چو ته هن پنهنجي پارليامينٽري پارٽيءَ کان هدايت ورتي هئي ته هر ننڍي صوبي، رياستن ۽ قبائلي علائقن جي ماڻهن جي آزاد راءِ وٺڻ کان سواءِ ون يونٽ کي قبول نه ڪيو وڃي ڇاڪاڻ ته عوام ان جي خلاف هو ۽ ذميوار اڳواڻن ڇاڻي واٽي پنهنجا واعدا ٽوڙيا هئا. خان عبدالغفار خان ۽ پير مانڪي شريف جهڙن سچن ۽ وفادار اڳواڻن ون يونٽ خلاف هڪ محاذ ٺاهيو آهي ۽ ان نقطي تي عام خلق جي راءِ وٺڻ جو مطالبو ڪري رهيا آهن. سردار رشيد جي ڳالهه جي حمايت ۾ سرحد اسيمبليءَ جي ميمبرن پنهنجا بيان جاري ڪيا آهن. ميان جعفر شاهه ان کي مرڪزي اسيمبليءَ جي ايوان تان ننديو آهي.

4. بلوچستان جو شاهي جرگو سردارن جو ٽولو آهي جيڪو گورنر جنرل جي A.G مقرر ڪيو آهي. ڪجهه سردارن ٺهراءُ جي مخالفت ڪئي هئي. راجا عبدالڪريم پنهنجي صوبي لاءِ خودمختياريءَ جو مطالبو ڪري رهيو آهي ۽ خان عبدالصمد اڇڪزئي پختونن جو وڏو آهي، جنهن جو مطالبو آهي ته اولهه پاڪستان جا صوبا ۽ رياستون ٻوليءَ جي بنيادن تي ٺاهجن. تازو ڪيترن ئي سردارن ڪليل لفظن ۾ مطالبو ڪيو آهي ته ون يونٽ جي مخالفت ڪئي وڃي.

5. بهاولپور جي اسيمبلي ٽوڙي وئي ۽ ان جون وزارتون ختم ڪيون ويون ۽ ڪنهن کي به پنهنجي خيالن جي اظهار جو موقعو نه ڏنو ويو.

6. خيرپور هڪ ننڍي رياست آهي، جنهن جو وزير اعليٰ رياست کي سنڌ سان ضم ڪرڻ جو مخالف هو پر اولهه پاڪستان سان ضم ڪرڻ جي حمايت ڪيائين! ڇو؟ راجائي رياستن ۾ راجائن لاءِ اهو ممڪن نه هوندو آهي ته پنهنجن

وزيرن خلاف ڳالهائي سگهن جيڪي مرڪزي حڪومت جا وفادار آهن.
7. صوبائي ۽ رياستي اسيمبلين کي سنڌن ٺهرائڻ پنيان ڪا به عوامي منظوري ڪانهي، ڇاڪاڻ ته سنڌن اليڪشنون تڏهن ٿيون هيون، جڏهن اڃا ون يونٽ جو خيال چونڊيندڙن اڳيان رکيوئي ڪو نه ويو هو. انهيءَ ٿي بنياد تي سنڌن چونڊيل آئيني اسيمبليءَ کي به ڪا آئيني منظوري ڪانهي ته اهي صوبن ۽ رياستن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ ۽ ملائڻ جي مسئلي تي غور ڪن.

19. تاريخي ۽ ٻيا پهلو

ڪئبينيٽ جا موجوده وزير انهيءَ مسئلي جي تاريخي، اخلاقي، قانوني، آئيني ۽ بين الاقوامي پهلوئن تي ڪنهن به طرح سوچڻ کان انڪار ڪن ٿا.

1. تاريخي طور تي سنڌ ۽ بلوچستان ڪڏهن به پنجاب جا حصا نه رهيا آهن. پنجاب سکن جي تلوار اڳيان پنهنجا هٿيار ڦٽا ڪيا هئا ته پنجاب کي سکن کان آزاد ڪرائڻ لاءِ سرحد صوبي ۽ سنڌ سکن جي طاقت کي للڪارڻ لاءِ ملٽري تحريڪ شروع ڪئي هئي. سرحد صوبي ته اڌ صدي اڳي پاڻ کي پنجاب کان الڳ ڪري ڇڏيو هو. نئين ڪنڊ ۾ سنڌ پهرين ۽ آخري اسلامي رياست آهي، جنهن کي انگريزن جي فوج فتح ڪيو ۽ جڏهن ان کي بمبئي سان ملايو ويو ته ان پنهنجي الڳ حيثيت لاءِ مسلسل جدوجهد جاري رکي ۽ آخرڪار 1936ع ۾ پنهنجي خودمختياري حاصل ڪئي. آل انڊيا خلافت ڪانفرنس جيڪا 1932ع ۾ اجمير ۾ ٿي، ان ۾ صدر جي حيثيت سان سنڌ کي بمبئي کان جدا ڪرڻ لاءِ مون کي اعلان ڪرڻو پيو هو ته جيڪڏهن هندستاني اڳواڻ سنڌ جي خومختياري قبول نه ڪندا ته پوءِ برما وانگر سنڌ به نئين ڪنڊ کان جدا ٿيڻ لاءِ گوڙ ڪندي. ان کان اڳ ۾ جڏهن 1930ع ۾ الله آباد جي آل انڊيا مسلم ليگ جي اجلاس ۾ مون شرڪت ڪئي هئي، جنهن ۾ ڊاڪٽر محمد اقبال پنهنجي صدارتي تقرير ۾ هڪ اڳڪٿي ڪئي هئي ته اتر اولهه هندستان مسلم رياست بنجڻ واري آهي. پاڪستان سندس خواب جو تعبير هو. هڪ مسلم رياست وجود ۾ اچي چڪي آهي ۽ آئين ناهڻ لاءِ اهي وزير مونجهارا پيدا نه ڪن جيڪي نه ٿي ته تاريخ جي ڌارائن کي سمجهن ٿا ۽ نه ماڻهن جي نفسيات کي. فيڊريشن جي صورت ۾ هر صوبي جي اندروني خودمختياريءَ کي تسليم ڪيو وڃي. آئيني مسئلي تي ڪو به ٻيو

حل ماڻهو اڄ به رد ڪندا ته سياڻي به رد ڪندا.

2. مان اخلاقي طور تي ٻڌايان ٿو ته صوبا دنيا جي نظرن ۾ ڪري پوندا جيڪڏهن انهن موجوده ننڍن صوبن جي وجود کي ختم ڪري پنهنجي خودمختياريءَ لاءِ سودي بازي ڪئي. مان نه ٿو سمجهان ته آئيني مسئلن جي حل ڪرڻ ۾ اهي اهڙي فائدي حاصل ڪرڻ جا وڏا ڏوهاري ٿيا. ڪو به محب وطن، ڪو به جمهوريت پسند، ڪو به سٺو سياسي اڳواڻ يا ڪا سياسي پارٽي ڪنهن به صوبي جي علاقائي خودمختياريءَ لاءِ ڪنهن به اهڙي معاهدي يا قبوليتنامي ۾ نه ايندا، جنهن ۾ ننڍن صوبن جي خومختياريءَ لا ڪا عزت نه هجي. جيڪڏهن وڏن صوبن ۾ انهيءَ مسئلي تي ڪا سودي بازي تي ته پوءِ اها انهن جي قائم ڪيل اعتبار جي پلٽي بازي هوندي. ان ڪري انهن کي پنهنجي ڏوهه جو هاڻي ئي احساس ٿيڻ گهرجي ۽ اهڙي ڪنهن به غلط عهد نامي کي ڦاڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ کپي.

3. دنيا ۾ پاڪستان ئي واحد ملڪ ناهي جنهن کي پنهنجي مختلف حصن جي جدا جدا تاريخ نه هجي، اسان جو پاڙيسري ملڪ، جيڪو اسان کان پنجوڻو وڏو ملڪ آهي، تنهن به اسان جي صوبن جي خودمختياري تسليم ڪئي آهي، ڀارت ۾ هڪ ٻيو صوبو ٻوليءَ جي بنياد تي ناهيو ويو آهي. ۽ آمريڪا جي گڏيل رياستن جي آئين کي ڪيترائي ماڻهو پسند ڪن ٿا. اهي ڪل 48 رياستون آهن ۽ هر رياست کي پنهنجي پنهنجي مڪمل خودمختياري آهي، سئزرلئنڊ به هڪ گڏيل رياست جو نظام آهي، جنهن ۾ ايڪايون ۽ اڌ ايڪايون آهن جن جون رياستي ٻوليون جرمني، فرينچ ۽ اطالوي آهن. اهڙو مثال انڊونيشيا جو به آهي، آسٽريليائي نظام ۾ پنهنجا صوبا ۽ ايڪايون آهن. جيڪڏهن انهن ملڪن ۾ ايڪاين ۽ صوبن تي صوبائيت جو الزام لڳائي نٿو سگهجي ته پوءِ بنا ڪنهن قصور جي پاڪستان جي محدود خودمختياريءَ وارن صوبن کي ڇو ٿو ڏوهي قرار ڏنو وڃي. وڏن صوبن جي خودمختياريءَ مان پاڪستان جي اتحاد کي قطعاً ڪو به خطرو ناهي، ڪڏهن ڪڏهن مان ائين سوچڻ تي مجبور ٿيندو آهيان ته ون يونٽ جو خيال تي سگهي ٿو ته اسان جي دشمنن ئي اسان جي دلين ۾ وڌو هجي ۽ جيڪو ڪجهه گمراهه سياستدانن ۽ بي صبر آدرشين انهيءَ سوچ ۽ سمجهه کان سواءِ ڪٺي قبوليو هجي ته دشمنن جو مقصد اسان جي ملڪ ۾ داخلي ۽ خارجي پيچيدگيون پيدا ڪرڻ آهي.

4. صوبن کي ضم ڪري ون يونٽ ٺاهڻ جي رٿا هيٺينءَ طرح آئين جي خلاف آهي:

(الف) ڪانگريس جماعت جي مطالبن تي عمل ڪرڻ لاءِ انڊيا جي حڪومت جي 1935ع واري قانون(Act) موجوده صوبن جي خودمختياري تسليم ڪئي هئي جنهن جي نتيجي ۾ سنڌ کي بمبئي کان جدا ڪري خودمختياري ڏني وئي هئي.

(ب) 1940ع جو مسلم ليگ جو لاهور وارو ٺهراءُ جنهن کي ليگ جو پاڪستان لاءِ ٺهراءُ چيو وڃي ٿو ۽ جنهن جي نتيجي ۾ جيڪا آئيني اسيمبليءَ وجود ۾ آئي. تنهن کي انهيءَ ٺهراءُ جي بنيادي وصفن جي خلاف وڃڻ جو ڪو به حق ناهي. جن نندي کنڊ جي مسلمانن جي پاڪستان حاصل ڪرڻ بابت هڪ قومي اقرار ڪيو هو ته پاڪستان جي بنهي حصن کي "صوبائي خودمختياري" ڏني ويندي.

(ج) هندستان جي آزاديءَ وارو 1947ع جو قانون (Act) جيڪو انگريز حڪومت. ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي وچ ۾ پاڪ پارت نندي کنڊ کي آزادي ڏيڻ وارو معاهدو آهي ۽ جنهن بين الاقوامي مقبوليت حاصل ڪئي. تنهن جي ٺهرائن ۾ به صوبن ۽ رياستن تي چٽيل آهي ته اهي داخلي خودمختياري سان گڏ پاڪستان ۾ شامل ٿين يا ڀارت ۾.

(د) 1935ع وارو انڊيا حڪومت جو قانون (Act) (جيڪو 1948ع جي آرڊر مطابق پاڪستان جي عارضي آئين ۾ اختيار ڪيل آهي) تنهن ۾ صوبن کي خودمختياري ڏنل آهي.

(هه) 12 مارچ 1949ع تي آئيني اسيمبليءَ مقصدن بابت هڪ رٿ بحال ڪئي. جنهن ۾ اهڙي آئين جي مرڪزي نظام ۾ يقين ڏهرايو ويو آهي. جيڪو موجوده ايڪائين جي خومختياريءَ وارو هجي.

(و) نندي کنڊ جي مسلمانن ۽ مسلم ليگ جي مطالبن کي مڃائڻ جي جدوجهد جي تاريخ آخرڪار جناح صاحب جي چوڏهن نڪتن جو روپ ڌاريو.

5. پاڪستان جي هر صوبي ۽ ايڪائيءَ کي پنهنجي پنهنجي ڳالهائڻ ۽ لکڻ وارين ٻولين جي تاريخ آهي. اهي ٻوليون هر صوبي ۾ مختلف آهن جيڪي پاڪستان جا پورا حصا ناهن ٿيون. انهن جو هيءُ مطالبو ته "خودمختياريءَ" لاءِ قدم کنيا وڃن. تاريخ بين الاقوامي رواج يا قومي اتحاد جي خلاف ڪو به ڏوهه جو ڪم ناهي. اهڙي ڪنهن به "صوبائي

خودمختياري" کي قائم رکڻ جي مطالبي کي ڏهڪاءَ يا ظلم سان چٿڻ واجب ناهي. جنهن جو مثال گهٽ ۾ گهٽ سنڌ ۾ ملي ٿو. جڏهن قومي ۽ بين الاقوامي اهميت ۽ عوامي سڌاري جي انتهائي ضروري مسئلن کي اطمينان بخش نموني سان حل ڪرڻ جي پرواهه نہ ٿي ڪئي وڃي تہ پوءِ اهڙي ڪنهن بہ سالم دماغ واري سياستدان جي ضرورت ناهي جيڪو تڪراري مسئلن جي ٻريل باهہ کي هوا ڏئي. جيڪڏهن مقصد آهي تہ هڪ پائدار ۽ مستقل آئين هجي تہ پوءِ ان کي عوام جي ذهن، نفسيات ۽ خواهشن مطابق ڏاهپ سان ٺاهڻو پوندو، انهيءَ اصول کان ڦرڻ، قوم جي عظيم خواهشن کي انتهائي نقصان پهچائيندو.

جي ايم سيد

# سنڌ جي تاريخي حيثيت ۽ ون يونٽ

[هيءُ خطبه استقباليه. تاريخ 10 آگسٽ 1969ع تي محترم جي ايم سيد شيخ مجيب الرحمان عوامي ليگ جي صدر جي مان ۾ ڏنل آجياڻي ۾ انٽر ڪانٽينينٽل هوٽل. ڪراچي ۾ پڙهيو.]

محترم مهمانو! شيخ مجيب الرحمان صاحب. صدر. پاڪستان عوامي ليگ ۽ ان جا معزز ساٿيو! اسين سر زمين پاڪستان جي اُن حصي ۾ اوهان صاحبن کي دل جي خلوص ۽ گهراين مان خوش آمديد چئون ٿا. جنهن کي "سنڌ" جي نالي سان ڪوٺيو وڃي ٿو. آءٌ ان جي باري ۾ وڏيءَ انڪساريءَ سان اوهان کي ٻڌائڻ گهران ٿو ته هيءَ سرزمين ڪيترين خصوصيتن جي بناءِ تي ممتاز حيثيت جي مالڪ آهي. اسين هن علائقي جي تاريخ ۽ هتان جي باشندن جي انهن خوبين ڏانهن اوهان صاحبن جو ڌيان ڇڪائڻ مناسب سمجهون ٿا:

(1) سنڌ اها سرزمين آهي. جنهن جون "فرحت بخش هوائون" اسان جي نبي ڪريم صلي الله عليه واله وسلم. عرب ڏانهن گهلندي محسوس ڪيون هيون.

(2) هن برصغير ۾ فقط سنڌ کي ئي "باب الاسلام" هئڻ جو شرف حاصل آهي.

(3) دنيا جي هِن حصي ۾. اسلامي تبليغ جي سلسلي ۾. سنڌ نمايان ڪردار ادا ڪيو آهي.

(4) سنڌ کي نبي ڪريم صلعم جي ڪيترن اصحابن سڳورن جي ابدي آرام گاهه هئڻ جو شرف پڻ حاصل آهي.

(5) سنڌ جي ماٽيءَ کي ڪيترن مذهبي ۽ روحاني عظيم رهنمائن جي جاءِ ولادت هئڻ جي سعادت حاصل آهي. "مثلاً:

(6) مخدوم بلال رح. مخدوم نوح رح. ميان مير رح. شاهه عبداللطيف رح. سچل سرمست رح. انهن مان چند بزرگ آهن. از انسواءِ.

حضرت شهباز قلندر رح ۽ سيد محمد مڪي رح جهڙا عالمي شهرت جا مالڪ، هن سڳوري سرزمين ۾ آرامي آهن.

(7) سنڌ جي سر زمين قائد اعظم، ملاً مبارڪ (ابو الفضل ۽ فيضيءَ جو والد) ۽ سر آغا خان جهڙن تاريخ ساز شخصيتن کي جنم ڏنو آهي.

اوڻويهين ۽ ويهين صديءَ جي سمورين اسلامي تحريڪن ۾، سنڌ نهايت ئي اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. سامراجي اصطلاح ۾، جنهن انقلابي تحريڪ کي "غدر" (1857ع) جي نالي سان ڪوٺيو وڃي ٿو، ان جي شروعات، هندستان جي ٻين سمورن صوبن کان اڳ، سنڌ مان ٿي هئي. انهيءَ انقلابي تحريڪ کان به اڳ هيءَ ئي سرزمين هئي جنهن سيد احمد بريلويءَ جهڙي مجاهد اعظم کي جهاد شروع ڪرڻ لاءِ پئسا، ماڻهو ۽ هٿيار موجود ڪري ڏنا هئا. اهڙيءَ طرح، بعد جي سياسي تحريڪن، مثلاً خلافت تحريڪ، هجرت تحريڪ، مسلم ليگ تحريڪ ۽ پاڪستان تحريڪ، انهن مڙني ۾ سنڌ جي سرزمين غير معمولي خدمتون بجا آنديون آهن. انهن مان ڪيترين تحريڪن کي هن سرزمين، جليل القدر صدر ۽ رهنما پڻ پيش ڪيا آهن، مثلاً قائد اعظم، سر آغا خان، مسٽر غلام محمد ڀرڳڙي، سر عبدالله هارون، شيخ عبدالمجيد سنڌي، مولانا عبيدالله سنڌي، رئيس جان محمد جوڻيجو ۽ عالي قدر مولانا تاج محمد امروٽي، انهيءَ زمري ۾ اچن ٿا. پاڪستان جي عظيم تحريڪ جي سلسلي ۾ انهيءَ ڏيان ڇڪائڻ جي ايتري ضرورت نه آهي ته سنڌ جون خدمتون ڪيتريءَ اهميت جون لائق آهن. افسوس جو مقام آهي ته اسان پروپگنڊا ۽ پنهنجي پذيرائيءَ جي سطحي ڳالهين کي ڪا به اهميت ڪا نه ڏني آهي، ورنه اسان وٽ اهڙي لٽريچر جو انبار موجود هجي ها، جنهن ۾ تحريڪ پاڪستان جي مهم جي سلسلي ۾ هتان جي ماڻهن جي عظيم خدمتن ۽ قربانين جي اهم واقعن سان ڀرپور نظر اچي ها. مثال طور: منزل گاهه (سکر) جي تاريخي جدوجهد کي ڏسجي ته ان موقعي تي، مسلم ليگ پنهنجي تاريخ ۾ پهريون دفعو سول نافرمانيءَ جو رستو اختيار ڪيو. هندن ۽ حڪومت جي گڏيل مخالفانه طاقت جو مقابلو ۽ هر طرح جي جسماني ۽ ذهني تڪليفن ۽ عذابن برداشت ڪرڻ سان گڏوگڏ خون جون پڻ ڪيترئون ئي قربانيون ڏنيون.

(8) مسلمانن جي تعليمي سلسلي ۾، سر سيد احمد خان مرحوم جي آواز تي لبيڪ چوڻ وارن مان، علي ڳڙهه کان پوءِ يا ائين چئجي ته بنگال

کان پوءِ، سنڌ جو نمبر آهي. هتان جو تاريخي تعليمي ادارو "سنڌ مدرسة الاسلام". هتان جي مسلمانن جي تعليمي دلچسپيءَ جي سلسلي ۾ هڪ زنده يادگار آهي. هن اداري مان مستقبل جو قائد، محمد علي جناح مرحوم جهڙو عاليٰ رتبي وارو شاگرد پڻ تعليم وٺي چڪو آهي.

(9) پاڪستان تحريڪ جي سلسلي ۾، سنڌ ئي هڪ اهڙو علائقو هو، جنهن برصغير پاڪ – هند جي تاريخ ۾ سڀني کان اول، هندستان جي ورهاڱي ۽ مسلمانن لاءِ جدا وطن قائم ڪرڻ لاءِ ٺهراءُ پاس ڪيو. اهو ٺهراءُ، لاهور واري تاريخي قرار داد کان ٻه ٽي سال اڳ، سنڌ مسلم ليگ آڪٽوبر 1938ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ڪونايل ڪانفرنس ۾ پاس ڪيو ويو.

(10) ساڳئي ريت، ملڪي ورهاڱي کان اڳ، هندستان جي مڙني قانون ساز ادارن جي تاريخ ۾، سنڌ علائقي جي قانون ساز اسيمبلي ئي هڪ پهريون ادارو هو، جنهن قيام پاڪستان جي مطالبي جي حمايت ۾ ٺهراءُ پاس ڪيو. اهو ٺهراءُ مون پيش ڪيو هو ۽ مارچ 1943ع ۾ پاس ڪيو ويو هو. ان وقت، پاڪستان جي حمايت ۾ هندستان جي ٻي ڪا به صوبائي قانون ساز اسيمبليءَ، انهيءَ حد تائين اڳتي قدم ڪٿي نه سگهي هئي.

(11) هندستان جي ورهاڱي کان پوءِ، نئينءَ حڪومت جي گاديءَ لاءِ سنڌ ئي پنهنجي صوبائي سيڪريٽريٽ جون عمارتون پيش ڪيون ۽ گڏوگڏ هندستان مان لڏي ايندڙ مهاجرن کي وڏيءَ دل سان خوش آمديد چئي. هتان جا مقامي ماڻهو، مهاجرن سان هر هنڌ هڪ سچي انصار واري جذبي سان پيش آيا ۽ اڄ به هو انهيءَ ئي جذبي سان تعاون ڪندا رهن ٿا.

(12) جيڪڏهن سنڌ جي تاريخي وسعتن جو مختصر جائزو ورتو وڃي ته هيءَ حقيقت ڏسڻ ۾ ايندي، ته هن سرزمين جي ماڻهن، انسانيت جي اعليٰ قدرن تي نه رڳو يقين رکيو آهي، پر هو وڏيءَ مضبوطيءَ سان انهن تي عمل به ڪندا پئي رهيا آهن. مثال طور امن ۽ رواداريءَ کي ڏسبو ته عصبيت ۽ جارحيت جي عزائم کان پاڪ نظر ايندي.. اهڙيءَ طرح حب الوطني، پاڙيسرين سان تعلقات، انصاف، آزاديءَ ۽ ٻيا اهڙا سمورا اخلاقي اصول، جيڪي انسان ذات جي روحاني ۽ دنيوي ورثي جو نچوڙ رهيا آهن، تن تي اهلِ سنڌ هميشه کان عمل ڪندا رهيا آهن. هتان جي ڪيترين ئي اعليٰ روايتن مان هيءَ به هڪ آهي، ته اسان پنهنجي ماضيءَ جي ڳجهي ۾ ٻين کي ته شريڪ ڪندا رهيا آهيون، پر پاڻ، ڪڏهن به ڪنهن ٻئي شخص جي وات جو

گرهه نه ڪسيو آهي.

(13) سنڌ جي تاريخ جو ٻيو روشن پهلو هيءُ آهي ته هتان جا رهواسي، فطري طور جمهوريت پسند رهيا آهن. سمورو اقتدار ڪنهن هڪ شخص جي هٿ ۾ هجي، هو انهيءَ اصول سان هميشه کان نفرت ڪندا رهيا آهن، جيسين ڪنهن جابر، حملي آور، سنڌ کي پيلي، قبضي، هيٺ نٿي آندو. تيسين ملڪي اقتدار هميشه هڪ کان وڌيڪ ماڻهن جي هٿن ۾ رهيو. يعني مقامي قبيلا، جماعتون ۽ برادريون اقتدار ۾ شريڪ رهيون. مثال طور، جنهن دور ۾ فرينچ، "هڪ شخص" جي اقتدار کان ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪندا ٿي رهيا، تڏهن هتي ان کان به اڳ، حڪومت جو سرشتو وسيع بنيادن تي بيٺل هو. ملڪي اقتدار هڪ ئي "چوباري" يعني چئن پائرن جي قبضي ۾ هو ۽ گڏوگڏ ان ۾ مقامي قبيلن کي به شريڪ ڪيل هو. جيتوڻيڪ اڄ ان دور جي حڪومتي سرشتي کي غير مڪمل ۽ گهٽ اهميت وارو تصور ڪيو ويندو، پر پوءِ به ماضيءَ جا رجحان انهن ئي مڪڙين جي ابتدائي صورت جو پتو ڏين ٿا. جيڪي اڳتي هلي جمهوريت جي گلن ۽ ٻوٽن جي شڪل ۾ ٽڙيا ۽ ٻهڪيا. جيڪڏهن اسين انهن رجحانن کي اڄوڪي زماني جي حالتن جي روشنيءَ ۾ ڏسنداسون ته اهي اسان کي واقعي قيمتي معلوم نه ٿيندا، پر پوءِ به اهي رجحان هتان جي ماڻهن جي مزاج جي ساخت جو نشان پتو ضرور ميسر ڪن ٿا.

(14) اسان جو علائقو اڪثر ڪري اهڙن ماڻهن سان آباد رهندو آيو آهي، جن جون دليون هميشه حب الوطنيءَ جي عظيم جذبي سان ٿمتار رهيون آهن. سندن تاريخ، مسلسل جدوجهد جي هڪ اهڙي تاريخ آهي، جنهن ۾ پنهنجي آزاديءَ جي تحفظ ۽ وطن جي ناموس کي بچائڻ لاءِ وقت بوقت ٻاهرين حملي آورن سان مقابلو ڪندا رهيا آهن. بد قسمتيءَ سبب سنڌ جي سرزمين، عالمي تجارتي شاهراهه تي هئڻ ڪري وقت بوقت ان تي قبضي لاءِ ڪاهون ٿينديون رهيون آهن. جيڪڏهن هتان جي رهاڪن ۾ اها خوبي نه هجي ها ته پنجن هزارن سالن جي طويل تاريخ ۾. سنڌ پنهنجي وجود جو تسلسل قائم رکڻ ۽ حملن جي مد وجزر ۾ پاڻ کي زنده رکڻ جي قابل نه رهي ها. هينئر جڏهن ته حب الوطنيءَ جون فطري حدون، تاريخ جي وسيلي اڀريون وسيع ٿي چڪيون آهن، جو پاڪستان کي پنهنجي دائري ۾ شمار ڪندي به ان کي نسبتاً وڌيڪ اهميت بخشي آهي. اسان جي ديس واسين جي ڪردار

جي اها تاريخي خصوصيت. مصيبتن ۽ آزمائشن جي هر موقعي ۽ مهل تي، سموريءَ قوم لاءِ هڪ قيمتي سرمايو ثابت ٿيندي رهي آهي.

عالي جناب شيخ صاحب! اسان جي سرزمين، خوشقسمتيءَ توڙي بدقسمتيءَ جي ڪيترن ئي دورن مان گذري آهي. انگريزن اسان جي صلح پسندي ۽ واعدي وفائيءَ واري عظيم جذبي مان ناجائز فائدو وٺندي، 1843ع ۾ قبضو ڪري ورتو. قبضي وارن شروعاتي ڇهن سالن جي عرصي اندر، پنهنجي سهوليت خاطر اسان جي تاريخي جدا گانه وجود ۽ وقار کي ختم ڪرڻ ۽ آزاديءَ جي احساس کي ناس ڪرڻ لاءِ، سنڌ کي بمبئي علائقي جو پوئلڳ بڻائي ڇڏيو. آخر گهڻي جدوجهد کان پوءِ، جنهن ۾ مسلم ليگ، خلافت ڪميٽي، مسلم ڪانفرنس ۽ جمعيت العلماء هند جهڙين تحريڪن اسان جي همت افزائي ڪئي ۽ قائداعظم، مولانا محمد علي ۽ سر آغا خان جهڙن اعليٰ اڳواڻن اسان جي رهنمائي ڪئي. تڏهن وڃي اسين سنڌ کي بمبئيءَ جي غلاميءَ کان ڇوٽڪاري ڏيارڻ ۾ ڪامياب ٿياسون. ان کان پوءِ بہ ڏهن سالن جي عرصي اندر، اسين پاڻ کي نئين حڪومت سان ٺهڪائڻ، پنهنجن ڪوششن جي نتيجن کي سهيڙڻ ۽ نئين دور جي مشنريءَ 1935ع جي قانون جي پيداوار، سان پاڻ کي مانوس ڪرڻ ۾ پورا ڪيا. اسين تسليم ڪريون ٿا تہ انهيءَ مدت جو زياده عرصو نون تجربن، غلطين جي سڌارڻ ۾ گذاري ڇڏيوسين. پر برصغير جو بيو اهڙو ڪهڙو صوبو آهي جيڪو انهن مرحلن مان نہ گذريو آهي. يا ڪهڙي صوبي شروع کان ئي سياسي پختگيءَ جي پائدار راهن تي وک وڌائي اهي؟ دراصل تاريخ جو اهو دؤر مجموعي طور سڄي دنيا لاءِ هڪ غير معمولي قسم هو. پهريائين تہ انهن ڏينهن ۾ عالمي جنگ جا انديشا، پينڪ خطرن جي روپ ۾ هر ڪنهن جي دماغ تي ڇانيل رهيا ۽ اٿين ئي ڏسندي ڏسندي هڪ عالمي جنگ شروع ٿي ويئي. بدقسمتيءَ سان هندستان جي سياسي فضا ۾ اڳيئي مهاسڀائي هندن ۽ مسلمانن، ڪانگريس ۽ مسلم ليگ، ۽ برطانوي حڪومت جي وچ ۾ ڇڪتاڻ سبب، باهہ جون چڻنگون دکي رهيون هيون. ساڳئي وقت اسان پاڻ، مقامي طور پنهنجن ئي حدن اندر اقتصادي ۽ فرقيوارانہ فسادن سان دوچار هئاسون. جي شروع کان ئي، قانوني تعطل ۽ اختلافن ڏانهن وٺي ٿي ويا. بهرحال هيءَ ڳالهہ لازمي هئي تہ اهي حالتون اسان جي زندگيءَ جي معاملن تي اثر انداز ٿين ۽ اسان کي وڌيءَ ڇڪتاڻ ۾ الجهائي وجهن. ان بعد اسان

هڪ بهتر وقت ۽ مضبوط آئيني زندگيءَ جي اميدن سان ٿئين ڏهه سالي طرف نگاهون ڪنيون. ليڪن، ان ڪان اڳ اسين"ون يونٽ" جي بار هيٺ دٻجي وياسين.

اسين نهايت انڪساريءَ سان اوهان صاحبن ۽ سمورن هموطن پاڻن کي هيءَ حقيقت گوش گذار ڪرڻ چاهيون ٿا ته "ون يونٽ" هڪ سوچيل سمجهيل بي رحمانه ۽ ناقابلِ عمل آئيني چالبازي هئي، جا خود انهن مقصدن مان ئي ثابت ٿئي ٿي جي ان جا محرڪ هئا ۽ جن جو اظهار بدنام زمانه خفيه دستاويز "ايڪس" ۾ ڪيو ويو آهي، يا جنهن نموني تيرهن سالن کان هلندو رهيو آهي، ان مان ئي ظاهر آهي.

اسان جي ون يونٽ جي سرشتي کان نفرت، ڪيترن مختلف سببن جي بنياد تي آهي، جن مان فقط چند پيش ڪريون ٿا:

1] هيءَ سرشتو تيرهن سالن جي عرصي کان مختلف حڪومتن ۽ مختلف قانوني سرشتن هيٺ رهندو آيو آهي. اج سيني اڳيان هيءَ حقيقت ظاهر ٿي چڪي آهي ته ون يونٽ جو سرشتو ڪامياب ثابت نه ٿيو آهي. ان مان جيڪي نتيجا پيدا ٿيا آهن، سي خود ان جي باني جي اميدن جي بلڪل خلاف ويا آهن.

2] اهو سرشتو، اولهه پاڪستان جي باشندن جي وچ ۾ ڇڪتاڻ وڌائڻ جو هڪ خاص سبب بڻيو آهي، ۽ ان، قومي اتحاد جي نشو نما کي وڏو ڌڪو رسايو آهي. اسين سچيءَ دل سان سموري پاڪستان جي ڀلائي چاهيون ٿا. ڇاڪاڻ ته اسين سمورا ان سان محبت ڪريون ٿا ۽ ان جي ڀلائي لاءِ پنهنجين عزيز حياتيون قربان ڪرڻ لاءِ پڻ تيار آهيون. اسين، هڪ محب وطن جي حيثيت سان چئون ٿا ته ملڪ جي اندروني رنجشن ۽ رقابتن کي وڌيڪ وقت جاري رکڻ ۽ طاقت جي زور سان موجوده انتظامي سرشتي کي قائم رکڻ جي ڪوشش ڪرڻ، ڪنهن به صورت ۾ دانائپ وارو ڪم نه آهي. هيءَ حقيقت وسارڻ نه گهرجي ته ون يونٽ جي سرشتي هيٺ ملڪي ڍانچي جا ڪيترا جزا پاڻ کي هيسايل، ڪمزور، ذليل، ناراض، ذهني طور شڪست خورده، بيمار ۽ بي يارو مددگار محسوس ڪري رهيا آهن.

3] تفصيل وار شڪايتن جي وضاحت کي في الحال هڪ طرف رکندي ائين چوڻو پوندو ته ون يونٽ، سنڌ جي ماڻهن جي خود داريءَ جي احساس کي مجروح ڪرڻ سان گڏوگڏ، کين آزاديءَ جي نعمت کان پڻ محروم ڪري

ڇڏيو آهي. درحقيقت موجوده صورت ۾ آزاديءَ جي ڪا بہ معنيٰ ڪا نہ ٿي رهي. جڏهن صورتحال هيءَ هجي تہ هڪ علائقي جي آزاد شهرين کي اِهو موقعو بہ حاصل نہ هجي تہ هو فقط پنهنجا ميونسپل معاملا پاڻ هلائڻ جو اختيار رکندا هجن.!

4] ون يونٽ جي سرشتي، بيمشار انتظامي براين ۽ خرابين کي ڦهلائڻ ۾ مدد ڏني آهي، جنهن جي نتيجي ۾ اڄ اسان جي حڪومت، وڏي پيماني تي ۽ نهايت بريءَ طرح رشوت خوريءَ، لالچ، ڪامورن جي غرور، غير ذميداريءَ، نااهليءَ ۽ طاقت جي غير دانشمندانہ استعمال مان پيدا ٿيندڙ براين سببان داغدار ٿي چڪي آهي، ٻين لفظن ۾ ائين چئجي تہ بدنصيب سنڌ، "ننڍڙيءَ ليول جي ڪم عقل ۽ خود سرآفيسرن لاءِ هڪ جنت" بنجي ويئي آهي. انهيءَ جو ڪارڻ هيءَ آهي تہ هتي مقرر ٿيل ڪارندا وڏيءَ بيپرواهيءَ سان ڪم ڪن ٿا ۽ ساڳئي وقت عوامي نمائندن جي نظرداريءَ ۽ باز پرس کان محفوظ آهن.

5] هن نظام جو وجود، جمهوريت جي بنيادي روح کان ئي انڪاري آهي. سنڌ جا باشندا هن سرشتي کي متفقہ طور دل سان رد ڪري چڪا آهن.

6] هن سرشتي هيٺ، سنڌ جي حيثيت انگريزن جي دور واري "هوم رول" جي درجي کان بہ گهٽجي هيٺ ڪري چڪي آهي. جنهن جو هند ۽ پاڪ جي مائٽن، اڄ کان، ستر سال اڳ مطالبو ڪيو هو.

7] هيءَ انتظامي سرشتو خود ويهين صديءَ جي انهن تقاضائن کان ئي انڪاري آهي، جيڪي خود اختياريءَ واري حق جي بنياد تي، سموري طاقت عوام جي حوالي ڪرڻ جو تاڪيد ڪن ٿيون ۽ ان ۾ ڪنهن جي بہ مداخلت برداشت ڪرڻ نٿيون چاهين.

8] ون يونٽ جو ناهڻ، انهيءَ بنيادي مقصد جي پڻ بلڪل خلاف هو، جنهن مقصد لاءِ هيءَ ملڪ وجود ۾ آندو ويو هو. هيءَ "صنعت" لاهور ۾ 1940ع پاس ڪيل، "قرار داد پاڪستان" جي لفظن ۽ معنيٰ جي ئي ٻنهي ابتڙ آهي.

9] ون يونٽ جي تخليق، 1943ع واري پاڪستان ريزوليشن جي روح کان ئي انڪاري آهي. جيڪو سنڌ جي قانون ساز اسيمبليءَ وڏيءَ اڪثريت سان پاس ڪيو هو.

10] ون يونٽ جي تخليق، 1947ع واري آزاديءَ جي ائڪٽ جي لفظن ۽ معنيٰ جي پڻ قطعي خلاف آهي. جيڪو برطانوي پارليامينٽ پاس ڪيو هو

۽ جنهن موجب پاڪستان وجود ۾ آيو.

11] ون يونٽ جو وجود، اقوام متحده جي بنيادي اصولن جي پڻ پيڪڙي ڪندڙ آهي، جن ۾ ننڍين قومن کي ملڪي سرحدن، زبان، ثقافت ۽ سياسي تحفظ جي بنياد تي خود اختياريءَ جو حق ڏنل آهي.

12] ون يونٽ، انهن اصولن جي پڻ بر خلاف آهي، جيڪي 1930ع ۾ قائداعظم محمد علي جناح طرفان پيش ڪيا ويا هئا.

13] ون يونٽ جي تخليق، قائد اعظم محمد علي جناح طرفان 1930ع ۾ پيش ڪيل، 14 نڪتن واري پروگرام کان پڻ انڪاري آهي.

14] ون يونٽ جي تخليق، هندستان جي مڙني مسلم پارٽين طرفان، 1930ع ۾ ڪوٺايل ڪانفرنس جي انهيءَ مطالبي جي پڻ برخلاف آهي، جنهن جي سنڌ ۽ هندستان جي مڙني مسلم اڳواڻن گڏجي حمايت ڪئي هئي.

15] ون يونٽ جي تخليق، "قرار داد مقاصد" جي معنيٰ ۽ مفهوم کان ئي انڪاري آهي، جيڪو 1949ع ۾، پاڪستان جي پهرينءَ دستور ساز اسيمبليءَ، قائد ملت لياقت علي خان جي صدارت ۾ پاس ڪيو هو. انهيءَ کان علاوه، انهيءَ آئين جي بنيادي اصول جي پڻ پيڪڙي ڪندڙ آهي، جيڪو ان وقت جي اسيمبليءَ منظور ڪيو هو.

16] آخر ۾، ون يونٽ جي سرشتي جو قائم رکڻ، 1957ع ۾ اولهه پاڪستان جي قانون ساز اسيمبليءَ جي پاس ڪيل ٺهراءَ جي لفظن ۽ معنيٰ جي پڻ خلاف آهي، جنهن ۾ ون يونٽ کي ختم ڪرڻ جو مطالبو ڪيو ويو هو ۽ انهيءَ ٺهراءَ جي فائدي ۾ مجموعي طور اولهه پاڪستان جا سمورا چونڊيل ميمبر ۽ مرڪز جا نمائندا متفق هئا.

شيخ صاحب ۽ ٻيا دوستو! اسان انهيءَ برائيءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ 1956ع ۾، تن ننڍن صوبن جو "اينٽي ون يونٽ محاذ" بنايو. ڪجهه عرصي گذرڻ کان پوءِ، اهو محاذ، "پاڪستان نيشنل پارٽي" جي صورت ۾ وڌيو ۽ آخر اڳتي هلي، "نيشنل عوامي پارٽي" جي نالي سان ڪونجڻ لڳو.

جناب شيخ صاحب! اوهان کي بخوبي معلوم آهي ته اسان ڪيترائي دفعا اوهان جي پارٽيءَ ڏانهن ئي انهيءَ مقصد سان رجوع ٿياسون. اوهان جي اعليٰ مرتبي واري رهنما، جناب سهرورديءَ ملڪ سان ايوبي مارشل لا لاڳو ٿيڻ کان پوءِ ڪراچيءَ ۾ منهنجي بنگلي تي، جتي هو پاڻ ۽ سنڌ جا ٻيا سمورا ليڊر موجود هئا، اسان جي جائز مقصد جي حمايت ڪئي هئي ۽ واعدو ڪيو هو ته

اسان جا علائقا ۽ علائقائي خودمختياري واپس ورائي ڏيڻ ۾ اسان جي مدد ڪندو. پر بدقسمتيءَ چئجي جو هو اڄ اسان وٽ موجود نہ آهي.

اسين اڄ اوهان کي مرحوم جا لائق جانشين سمجهندي. ٻيهر اوهان ڏانهن رجوع ڪريون ٿا ۽ اوهان جي معرفت اولهہ پاڪستان جي پنهنجن وڏن ڀائرن کي اپيل ڪريون ٿا تہ هو پنهنجي مرحوم ليڊر جي واعدي کي ضرور پورو ڪن.

اسين هيءَ حقيقت بلڪل صاف طور واضح ڪرڻ چاهيون ٿا تہ 1956ع جو آئين اسان جي لاءِ ڪنهن بہ صورت ۾ قابل قبول نہ ٿيندو. انهيءَ ڪري تہ اهو قطعي غير جمهوري طريقي سان وجود ۾ آيل دستور ساز اسيمبليءَ تيار ڪيو هو. اسين هيءَ ڳالهہ بہ صاف ڪرڻ چاهيون ٿا تہ هڪ نئين قائم ٿيل سياسي جماعت جا ڪي ليڊر. ون يونٽ کي برقرار رکڻ ۽ اولهہ پاڪستان کي ان جي جائز حقن کان محروم ڪرڻ جي نيت سان. اهڙي اثر پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن تہ جيڪڏهن 1956ع جو آئين بحال نہ ڪيو ويو تہ چوندون ٿي نہ سگهنديون ۽ پاڪستان ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويندو. اسين انهن ماڻهن کي ٻڌائڻ گهرون ٿا تہ انهيءَ آئين جي بحاليءَ ٿي اهڙا مسئلا پيدا ڪندي. جن کان هو خود بچڻ گهرن ٿا. جسٽس فضل اڪبر. جيڪو ڊي سينٽر لائيزيشن ڪميٽيءَ جو چيئرمين آهي. تازو علي الاعلان چيو آهي تہ ننڍن صوبن جا 98 سيڪڙو ماڻهو نہ فقط ون يونٽ جي برخلاف آهن. پر هو ان کان سخت نفرت ڪن ٿا. اهي ماڻهو جيڪي 1956ع جي دستور جا حامي آهن ۽ چاهين ٿا تہ 1956ع جي دستور هيٺ چونڊون ٿين ۽ ننڍن صوبن جا ماڻهو ساڳيءَ طرح ون يونٽ جي عذاب هيٺ تڙپندا رهن تہ انهيءَ حالت ۾ چونڊن وقت. ماڻهن جي نفرت جا جذبا وڌيڪ ترقي ڪين ڪندا؟ ڇا. هو ائين سمجهن ٿا تہ اولهہ پاڪستان ۾. 1956ع جي دستور هيٺ (يعني مساوات جي بنياد تي نمائندگي ۽ دستور ۾ ترميم لاءِ بہ پاڱي تي اڪثريت جي شرط سان گڏ. چونڊون ٿين تہ ان حالت ۾ چونڊن جي موقعي تي. انتها پسندانہ جذبات کي وڌيڪ ڀڙڪائڻ جو هٿ وٺي موقعو پيدا نہ ڪندا؟.

آءٌ انهن ماڻهن کي هن حقيقت کان ضرور آگاهہ ڪندس تہ اسلام يا حب الوطنيءَ جي ٺيڪيداري اوهان حاصل ڪا نہ ڪئي آهي. آخري ڳالهہ هيءَ آهي تہ اهي ماڻهو جن پنهنجي زيادہ زندگي. برطانوي ملازمت ۾ گذاري آهي. تن کي آئين نئين سونهين تہ هو قوم جي انهن خادمن تي پٿر

اچلائين. جن برطانوي سامراج سان لڙائي ڪئي ۽ پاڪستان کي وجود ۾ آڻڻ لاءِ ڪافي تڪليفون ڀوڳيون.

شيخ صاحب ! ننڍن صوبن ۽ اولهه پاڪستان جي مڙني مسئلن جو حل. اسان جي اتحاد ۾ پوشيده آهي. اوهان جي بيانن ۽ اوهان جي سياسي مضبوطيءَ مان ننڍن صوبن جي ماڻهن جي دلين ۾ اوهان جي شخصيت ۽ پارٽيءَ ۾ چڱيون اميدون پيدا ٿيون آهن. مشرقي پاڪستان کي آباديءَ جي بنياد تي نمائندگي ۽ مڪمل طور اندروني خود اختياريءَ (آٽو نامي) جا مطالبا. سواءِ ڪنهن شڪ شبهي جي اهڙا جائز ۽ درست آهن. جهڙا اسان جا. اسان اوهان سان گڏ هڪ ئي ٻيڙيءَ ۾ سوار آهيون. ان ڪري اوهان سان هر طرح ثابت قدم رهنداسين. اميد آهي ته اوهان به اسان جي نصب العين جي حمايت جاري رکيو ايندا ۽ اسان جو ساٿ هرگز نه ڇڏيندا.

آءٌ اولهه پاڪستان جي ننڍن صوبن ۾ اها ڪوشش ڪري رهيو آهيان ته زياده کان زياده همخيال فردن. گروهن ۽ جماعتن تي مشتمل محاذ. وجود ۾ آڻيان وڃن. جيڪڏهن پاڪستان جون سموريون همخيال سياسي جماعتون ڪنهن سمجهوتي تي آماده ٿي وڃن ته ان مان ننڍن صوبن ۾ اسان جي ڪم ۾ وڏيڪ آساني پيدا ٿيندي.

آءٌ وري هڪ دفعو اوهان سيني صاحبن کي مرحبا چوان ٿو ۽ پنهنجي طرفان يقين ڏياريان ٿو ته اسين اوهان جي قيادت ۾ مڪمل اعتماد رکون ٿا ۽ اوهان جي ذات گراميءَ جي معرفت. پنهنجي اولهه پاڪستان جي ڀائرن کي دل جي انتهائي گهراين ۽ محبت سان سلام پيش ڪريون ٿا.

# ون يونٽ ۽ جمهوريت

## ون يونٽ: ان جو منصوبو، تڪميل ۽ نتيجا

هڪ عام آواز آهي تہ "ون يونٽ جو ڪارنامو پاڪستان ۾ جمهوريت ڪشيءَ جو سڀ کان زياده نمايان مظاهرو آهي." انهيءَ ڪارنامي ملڪ ۾ بحران پنيان بحران آندو آهي ۽ پاڪستان جون گهڻي ڀاڱي ڪمزوريون انهيءَ ڪارنامي ڪري پيدا ٿيون آهن. اهو فقط هڪ انتظامي اپاءُ نہ آهي پر ساڳئي وقت اهو هڪ مقامي سامراجيت، بينڪ شاهي يا نيم بينڪ شاهي جي انهن روپن کي بہ ظاهر ڪري ٿو ۽ ساڳئي وقت لڪائي بہ ٿو، جيڪي سيني جي تباهيءَ لاءِ اسباب پيدا ڪن ٿا. جن ون يونٽ آڻڻ چاهيو ٿي، تن ڄاتو پئي تہ ون يونٽ تيسين اچي نہ سگهندو، جيسين هندستان جي آزادي واري ائڪٽ 1947ع جي روپ ۾، برطانوي حڪمرانن جي طرفان ڏنل جمهوريت جي عناصرن کي ختم نہ ڪيو ويو آهي. مٿئين ائڪٽ هيٺ پاڪستان لاءِ دستور ٺاهڻ واسطي، دستور ساز اسيمبليءَ جو خودمختيار ادارو قائم ڪيو ويو. در حقيقت انهيءَ اسيمبليءَ هڪ دستور ٺاهيو هو، جنهن ۾ پاڪستان کي فيڊريشن جي حيثيت ڏني ويئي. اها فيڊريشن پنجن مکيہ صوبن: پنجاب، بنگال، سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان تي مشتمل هئي. انهيءَ دستور ٺاهڻ لاءِ ست سال ڪوششون ورتيون ويون ۽ ڪيئي ڪشالا ڪڍيا ويا. ان وقت جي وزير اعظم مسٽر محمد علي بوگرا کي انهيءَ دستور جو اعلان 25 ڊسمبر 1954ع تي قائد اعظم جي ڄمڻ جي ڏينهن جي موقعي تي ڪرڻو هو. انهيءَ دستور ۾ ون يونٽ جهڙي ڪنهن بہ شئي جي گنجائش نہ هئي.

عين ان وقت جڏهن دستور جو اعلان ٿيڻ وارو هو، 24 آڪٽوبر 1954ع تي ون يونٽ جي باني ۽ گورنر جنرل ملڪ غلام محمد نادري حڪم جاري ڪري، دستور ساز اسيمبليءَ کي ٽوڙي ڇڏيو ۽ ملڪ ۾ هنگامي صورتحال جو اعلان ڪيو، جا درحقيقت موجود نہ هئي. اهڙيءَ طرح دستور جي بحالي ناممڪن بنائي وئي. گورنر جنرل جي هن قدم کي للڪاريو ويو. دستور ساز اسيمبليءَ جي صدر مولوي تميز الدين، ڪراچيءَ ۾ سنڌ چيف

ڪورٽ اندر هڪ رٽ پٽيشن داخل ڪئي. ڪورٽ گورنر جنرل جي انهيءَ حڪم کي رد ڪري، مولوي تميزالدين کي يڪراءِ صحيح قرار ڏنو. سنڌ چيف ڪورٽ جي هيءَ فتوا هڪ شاندار دستاويز آهي ۽ انتظاميه جي اثر کان اسان جي عدليه جي آزاديءَ جو يادگار آهي.

سرڪاري ڌر اها فتوا قبول نه ڪئي ۽ مقابلو لاهور واري فيڊرل ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويو. فيڊرل ڪورٽ، مسٽر جسٽس منير جي صدارت هيٺ اڪثريت واري راءِ سان سنڌ ڪورٽ جي فيصلي کي ختم ڪري ڇڏيو. مسٽر جسٽس اي آر ڪارنيليس، اسان جي موجوده چيف جسٽس ۽ مسٽر جسٽس شريف فيڊرل ڪورٽ جي ججن جي حيثيت ۾، سنڌ ڪورٽ جي فيصلي جي تائيد ڪئي هئي ۽ مسٽر جسٽس منير ۽ ٻن ٻين ججن گورنر جنرل جي پٺڀرائي ڪئي هئي.

گذريل سال رٽائرڊ ٿيڻ کان ستت پوءِ هڪ الوداعي دعوت ۾، لاهور ۾ تقرير ڪندي، مسٽر محمد منير تسليم ڪيو هو ته مولوي تميزالدين واري ڪيس ۾ سندس فتوا سياسي نوعيت جي هئي. (تنهن جو مطلب ته عدل پٺاندڙ نه هئي)

فيڊرل ڪورٽ کان سرٽيفڪيٽ حاصل ڪرڻ بعد مسٽر غلام محمد پاڪستان جو بي تاج بادشاهه ٿي ويو ۽ ڊڪٽيٽر ٿي ويو ۽ ڌڪوڏنائين ته هو پنهنجي تاقيل ماڻهن جو ڪنوينشن ڪوٺائيندو ۽ پنهنجو هڪ ناهيل دستور پاڪستان تي مڙهيندو. مسٽر سهروردي انهيءَ وقت زيورچ جي هڪ اسپتال مان موٽيو هو ۽ عوام جون سندس اڳواڻيءَ ۾ وڏيون اميدون هيون. پر هن ماڻهن کي جلدئي ڇرڪائي ڇڏيو جو غلام محمد جي هينان هڪ معمولي وزارت وجي قبول ڪيائين. رٿيل ڪنوينشن کي بهرحال فيڊرل ڪورٽ غلط قرار ڏنو ۽ نئين دستور ساز اسيمبلي، صوبائي قانون ساز اسيمبلين مان اڻ سڌي ووٽ رستي ناهي وئي ۽ ان کي دستور ناهڻ ۽ بحال ڪرڻ جو ڪم سونپيو ويو.

انهن سيني سياسي حرفتن سان چوڌري محمد علي پاڪستان جو وزيراعظم ٿيو. سندس ايا مڪاري ۾ هڪ خفيه "ون يونٽ جو شاهي منصوبو" تيار ٿيو ۽ عمل ۾ آندو ويو. انهيءَ منصوبي جو انڪشاف دستور ساز اسيمبليءَ ۾ ٿيو. چوڌري محمد عليءَ جو نعرو هو "ون يونٽ نه هوندو ته دستور نه ٺهندو". ون يونٽ کي نافذ ڪرڻ لاءِ ننڍن صوبن تي ظلم جو راڄ ڪڙو ڪيو ويو. مخالفت ڏسي گورنر جنرل ملڪ غلام محمد ملڪ ۾ مارشل لا

آڻڻ تي چاهيو. جنرل ايوب خان ان وقت جي ڪمانڊر انچيف. جيئن هن بعد ۾ ظاهر ڪيو. مارشل لا آڻڻ ۾ ساٿ ڏيڻ کان انڪار ڪيو. پر 1954ع ۾ ون يونٽ قائم ڪرڻ لاءِ فيلڊ مارشل ايوب خان جنهن ڳالهه ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو. سا ڳالهه 1958ع ۾ ون يونٽ کي قائم رکڻ واسطي هن ڪري ڏيکاري.

ون يونٽ کي سولو بنائڻ لاءِ پيرزادي جي سنڌ وزارت ڊبڙ دئونس ڪري ختم ڪئي وئي ۽ هڪ بدنام سياستدان مسٽر ايوب کهڙي، جنهن کي سنڌ جي ماڻهن پروڙا جي مقدمي وسيلي سياسي سرحد کان هڪالي ڪڍيو هو. تنهن کي ان مقصد لاءِ سنڌ جو وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو ته جيئن هو سنڌ جي وزيراعليٰ جو عهدو ۽ سنڌ جي جداگانه جاگرافيائي حيثيت هميشه جي لاءِ ختم ڪري. ان ڳالهه لاءِ پروڙا جهڙو سنو قانون به منسوخ ڪيو ويو.

صوبائي اسيمبلين کان گرفتارين جي وارنٽن وسيلي ۽ بندوقن جي پهري هيٺ ون يونٽ جو ٺهراءُ پاس ڪرايو ويو. حيدرآباد ۽ پشاور جي اسيمبليءَ هال جي چوڌاري هٿيار بند پوليس جو گهيرو هو. ڪيترن ئي ماڻهن کي مقدمي هلائڻ کان سواءِ جيل اماڻيو ويو. انهيءَ ۾ هن دستاويز جو مصنف 'حيدربخش جتوئي، به شامل آهي. سموري مخالفت کي ڪچليو ويو. مسٽر اسڪندر مرزا تڏهوڪي پاڪستان جي وزير دفاع. پشاور ۾ چيو: "ون يونٽ متعلق حڪومت جو فيصلو پڪو ۽ آخري آهي. سموري مخالفت کي اسٽيم رولر وانگر ڪچليو ويندو."

مٿين حالت ۾ ون يونٽ جو مسودو مسٽر سهرورديءَ وزير قانون پاڪستان تيار ڪيو ۽ بي مانو تي انهن جي ئي هٿان لوڏجي نڪتو. جن جي خذمت ڪئي هئائين.

نئين دستور ساز اسيمبليءَ ۾ ون يونٽ جي بل تي مباحثو مسٽر سهروردي ۽ سندس ٽولي ڪلتي ڪائي ون يونٽ جي مخالفت ڪئي ۽ ان جي خلاف چڱا دليل ڏنائين. پر ان مان ڪجهه ڪين وريو. بل پاس ٿيو ۽ ڪلام پاڪ جي تلاوت سان ان جو افتتاح ٿيو.

فقط هڪ سال جي ئي تجربي مان ثابت ٿيو ته ون يونٽ انتظامي، مالي، سياسي ۽ هر بئي نقط نگاهه کان قابل عمل نه آهي. 1958ع ۾ اولهه پاڪستان اسيمبليءَ هڪ ٺهراءُ پاس ڪري قومي پارليامينٽ کي سفارش ڪئي. ته ون يونٽ کي ٽوڙيو وڃي. ۽ ساڳيا اڳيان صوبا قائم ڪيا وڃن. اها

تحريڪ جيئن پوءِ تيئن زور وٺندي پئي وئي ۽ سپٽمبر 1958ع ڌاري گهڻو ڪري سڀني اهم سياسي اڳواڻن فيصلو ڪيو تہ يونٽ کي هميشہ جي لاءِ ختم ڪيو وڃي. عين انهيءَ وقت انهيءَ تحريڪ کي روڪڻ واسطي 7 آڪٽوبر 1958ع تي دستور کي ختم ڪيو ويو. ڪن ماڻهن دستور جي ختم ٿيڻ تي ارمان جو اظهار ڪيو. سمجهيو ائين پئي ويو تہ انهي مسئلي تي نئين سر سوچ ڪئي ويندي ۽ شايد هڪ جمهوري دستور جنهن ۾ ون يونٽ جو نالو بہ نہ هجي. ٺهي سگهي. پر 8 آڪٽوبر 1958ع جي صبح تي زون بي ( 5) جي مارشل لا ائڊمنسٽريٽر جنرل اعظم اعلان ڪيو:"دستور ختم ٿي ويو. پر ون يونٽ قائم آهي ۽ قائم رهندو" درحقيقت مارشل لا جو مکيہ ڪم ون يونٽ کي قائم رکڻ هو ۽ ان حقيقت جو اظهار هڪ سرڪاري مطبوعات "پاڪستان جي تاريخ" ۾ هيٺينءَ ريت ڪيو ويو آهي. اهو ڪتاب اولهہ پاڪستان جي اسڪولن ۾ درسي ڪتاب ڪري پڙهايو پيو وڃي:

باب چاليهون

ملڪي انتظام: 1955ع واري "ويسٽ پاڪستان ائڪٽ" جي پاس ٿيڻ تائين اولهہ پاڪستان هيٺين علائقن تي مشتمل هو:

1. پنجاب، اتر اولهندو سرحدي صوبو ۽ سنڌ جا سابق گونري صوبا
2. بلوچستان ۽ ڪراچيءَ جا سابق ڪمشنرن وارا صوبا
3. بهاولپور ۽ خيرپور جي رياستون ۽ بلوچستان جي رياستن جي يونين، ۽
4. بلوچستان، پنجاب ۽ اتر الهندي سرحدي صوبي جا قبائلي علائقا. ۽ امب دير چترال ۽ سوات جون رياستون.

انهيءَ قسم جي مختلف ملڪي حصن کي قائم رکڻ مان جيڪي نقصان ٿي سگهيا ٿي، سي جلدئي ظاهر ٿيڻ لڳا. اهي علحده اڪايون اتحاد. استحڪام، اقتصادي ترقي ۽ سياسي يڪجهتيءَ جي رستي ۾ رڪاوٽ ثابت ٿي رهيون. مختلف صوبن جي هڪٻئي جي خلاف رقابتن ۽ سياسي سازشن جو افسوسناڪ قصو، هن نئين قوم جي تاريخ جو هڪ سياهہ باب آهي ۽ اهو ايتري قدر منجهيل ۽ دل آزار آهي. جو ان جو هتي تفصيلوار بيان ڪرڻ مناسب نہ آهي. جيئن هيٺئر ظاهر ڪيو ويو آهي. صدر ايوب خان، جو ان وقت پاڪستان جو ڪمانڊر انچيف هو، تنهن اولهہ پاڪستان جي مختلف اڪاين کي ملائي هڪ صوبي جي صورت ۾ منظم ڪرڻ جو نظريو پيش

ڪيو. مسٽر غلام محمد، انهي وقت جي گورنر جنرل ۽ ڪن ٻين اڳواڻن انهيءَ خيال کي عملي صورت ڏيڻ لاءِ موزون قدم کنيا. انهيءَ رٿا جي پاڪستان جي ڪيترن ئي گروهن سخت مخالفت ڪئي. آئين ساز اسيمبليءَ بهرحال پاڪستان جي اتحاد کي اڏول بنائڻ لاءِ هڪ ائڪٽ پاس ڪيو جنهن کي عام زبان ۾ "ون يونٽ" چيو وڃي ٿو. انهيءَ گڏيل صوبي کي انتظامي مقصدن لاءِ ڪمشنرن جي ڏهن ڊويزنن ۽ وفاقي دارالحڪومت (ڪراچي) جي صورت ۾ ورهايو ويو. پر شخصي مقصدن رکندڙ اڳواڻن الڳ الڳ صوبن ۽ رياستن جي هن اتحاد خلاف پنهنجي پروپيگنڊا جاري رکي ۽ "ون يونٽ" کي ڊاهڻ لاءِ انهن نئين سر ۽ وڏيڪ زور شور سان سياسي بليڪ ميل، رشوت ۽ پارٽي بازيءَ جهڙيون حرڪتون عمل ۾ آڻڻ شروع ڪيون. اهڙيءَ ريت آڪٽوبر 1958ع واري امن پسندانه انقلاب لاءِ جيئن پوءِ تيئن حالتون سازگار ٿينديون رهيون. (صفحه 583 – 584)

باب ايڪيتاليهون

آڪٽوبر سنه 1958ع وارو انقلاب

سيپٽمبر سنه 1957ع ۾ اولهه پاڪستان اسيمبليءَ ون يونٽ کي ڊاهڻ جي رٿ بحال ڪئي ۽ ان جي بجاءِ سڄي صوبي ۾ متعدد خود مختيار اڪائين قائم ڪرڻ جي سفارش ڪئي. خوش قسمتيءَ سان جنرل محمد ايوب خان، ملڪ جي صدر ۽ وزير اعظم کي آماده ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو ته هو ون يونٽ کي بي اصول سياستدانن جي حملي کان بچائڻ لاءِ ڪوشش وٺن. صفحو 206.

مارشل لا ڪجهه وقت لاءِ "ون يونٽ" کي بچائي ورتو، پر سنت ئي ان جا اثر سڀ ڪنهن تي پوڻ لڳا. آخر ۾ ون يونٽ جا حامي به ان مان بيزار ٿي پيا. درسي ڪتابن ۾ مٿيون بيان ڪنهن سنڌيءَ جي قلم سان نه لکيو ويو آهي جو هو اهو ڏيکاري ته ون يونٽ جي لعنت کان پوءِ مارشل لاءِ جي لعنت آئي. اهو بيان ون يونٽ جي هڪ حاميءَ لکيو آهي ۽ ڪوشش ڪئي اٿس ته ون يونٽ خلاف پيدا ٿيل جذبن کي ٿڌو ڪري ۽ اهو ڏيکاري ته جيڪڏهن مارشل لا ون يونٽ جهڙي نعمت کي بچائي سگهيو ته اهو واقعي هڪ نعمت هئي، توڙي جو ان ۾ اوڻايون هيون.

ون يونٽ ڪن شخصن جي عصبيت جي پيداوار آهي ۽ لازمي طور رد عمل ۾ ان ننڍن صوبن ۾ عصبيت پيدا ڪئي آهي جا اڳ نه هئي. پر فرق

اهو آهي تہ ون يونٽ جي ناهيندڙن جي عصبيت جارحانہ ۽ غير منصفانہ آهي، جڏهن تہ ننڍن صوبن جي عصبيت پنهنجي بچاءَ خاطر ۽ جمهوري آهي. ارمان جي ڳالهہ اها آهي تہ درحقيقت جيڪي عصبيت کي پيدا ڪرڻ لاءِ ذميوار آهن، سي ئي پنهنجي ايماندار مخالفن تي عصبيت جو الزام مڙهين ٿا ۽ اهڙو پرچار وڏي واڪي ڪن ٿا.

## سنڌ ۽ ون يونٽ

### 1. سنڌ دنيا جي نقشي تان غائب:

ون يونٽ دنيا جي نقشي تان قديم، ۽ اسان لاءِ سڀوري، "سنڌ" جو نالو مٽائي ڇڏيو. جيڪو ڪم يوناني، ايراني ۽ انگريز فاتحن کان نہ ٿي سگهيو، سو اسان جي ڏيهي فاتحن ڪري ڏيکاريو. سنڌ جي جاگرافيائي، تاريخي، ثقافتي ۽ لساني لحاظ کان جداگانہ حيثيت ختم ڪئي ويئي آهي ۽ ان کي ڪيترن ئي ضلعن ۽ ڊويزنن ۾ ورهايو ويو آهي. سنڌ جو نالو سڏڻ گناهہ آهي. اسان کي "سابق سنڌ" چوڻ کپي.

هيءَ "سابق سنڌ" جو لفظ ختم ٿيڻ کپي. سنڌ ابدي آهي. ان جو قديم اتهاس جنهن جو نشان "موهن جو دڙو" آهي. ان جي قديم زبان سنڌي، جيڪا ڪن لسانيات جي ماهرن جي چوڻ موجب سنسڪرت پاپراڪرت کان بہ قديم آهي. ان انسانيت ۽ اعليٰ اخلاق جو پيغام ڏنو.... اهي سڀ هڪ اهڙو قيمتي ورثو آهن. جو انهن کي ختم ڪرڻ جي اجازت نٿي ڏيئي سگهجي. پر ون يونٽ اُن ورثي جو خاتمو چاهي ٿو.

### 2. سنڌي زبان جو خاتمو:

هر قوم جي سڀ کان قيمتي ميراث زبان ۽ اُن جو ادب آهي. اسان پنهنجي مادري زبان، سنڌي زبان سان پيار ڪريون ٿا. اڳ ڪنهن بہ (خود انگريز حاڪمن پڻ اسان جي زبان تي حملو نہ ڪيو.

پر اولهہ پاڪستان سرڪار اهو لازمي قرار ڏنو تہ 'يونسڪو' جي قبول ٿيل اصولن جي خلاف ۽ بين عالمي ادارن جي انهيءَ راءِ تي مادري زبان مئٽرڪ تائين تعليم جو بهترين ذريعو آهي، جي خلاف ورزي ڪندي اسان جا ستن ورهين جي عمر جا بار اردو ۾ تعليم حاصل ڪن.

تنهنڪري اهڙي فضا پيدا ڪئي وئي، جو (علامہ آءِ آءِ قاضي) هڪ لائق ۽ قابل چانسلر لاٿو ويو ۽ ان جي جاءِ تي هڪ غير سنڌي آندو ويو. بعد

۾ وري اهو ناهه ناهيو ويو. جو (ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ شاهه) هڪ لائق سنڌي ڊائريڪٽر تعليم کي حيدرآباد مان ڪڍي ڪوئيٽا موڪليو ويو ۽ ان جي جاءِ تي هڪ غير سنڌي آندو ويو. نتيجو اهو نڪتو جو تعليمي ڪميشن جي ڪانفرنسن ۾ سنڌ جي نمائندگي، ڪو به سنڌي نه ڪري سگهيو. اهو آهي ون يونٽ. (بعد ۾ بهادر شاگردن همٿ ڪري سنڌي زبان کي ايتريقدر بچائي وڌو. جو عارضي طرح حڪم نڪتو ته هوءِ ٻارهين درجي تائين ذريعه تعليم رهندي ۽ اردو لازمي ڪرڻ لاءِ هڪ سال وڌايو ويو.)

### 3. سنڌ جي زمين تي غير سنڌين جو قبضو:

پاڪستان جي دستور ساز اسيمبليءَ ۾ ون يونٽ جي هڪ معمار مسٽر محمد ممتاز دولتانه جي ذيل خاطرين کي ملاحظه فرمايو:

"صاحبا. هاڻي سنڌ جي نئين زمينن جي نيڪال لاءِ ڪهڙو حل پيش ٿي رهيو آهي؟ جيتري قدر مون کي معلوم آهي. اهو حل ايئن آهي. سنڌ جون نيون زمينون جيڪي واقعي پاڪستان جي مستقبل کي خوشحال بنائڻ لاءِ تمام گهڻو ڪم ڏينديون. ان صوبي جي ماڻهن يعني سنڌين کي ملنديون. پر ائين تيسين ڪيو ويندو، جيسين سنڌ جي ماڻهن کي زمينون نه هونديون. سڀ کان اول اهي زمينون انهن سنڌي هارين کي ملنديون. جن وٽ ڪا به زمين نه آهي. پرجڏهن هڪ هڪ سنڌي هاريءَ کي زمين ملي چڪي، ۽ ان کان پوءِ به زمين بچي پئي ته اها پاڪستان جي شهرين ۽ ٻين صوبن جي رهواسين منجهان فقط انهن کي ڏني ويندي، جن وٽ اڳ ڪا به زمين نه هوندي... زمين ان کي ملندي، جيڪو پاڻ پوکيندو، زمين سڀ کان پهريائين انهن کي ڏني ويندي، پر انهيءَ ۾ شاهوڪار شامل نه هوندا (بحث صفحه 360)

مگر درحقيقت ڇا ٿيو آهي؟ بهترين زمينون ۽ وڏا پلاٽ غير سنڌي عملدارن. واپارين، ڪارخانيدارن ۽ زميندارن کي ڪنهن نه ڪنهن بهاني ڏنيون پيون وڃن. سنڌ جي هارين کي اهي زمينون ملڻ ٿيون جن جو هيو ڪو به خريدار ڪونهي. زمينون گهڻو ڪري عام نيلام رستي وڪيون وڃن ٿيون ۽ ان کي ملن ٿيون جو سڀ کان وڌو واڪ ڏئي ٿو. اهڙي طرح هڪ نئون زميندار طبقو وجود ۾ اچي رهيو آهي.

هاريءَ کي زمين ڏکين شرطن تي ملي ٿي. مثلاً جيڪڏهن ڪو هاري ڪنهن سبب ڪري (جنهن تي آبپاشيءَ لاءِ پاڻي نه ملڻ سبب) زمين آباد نٿو ڪري سگهي ته ڪانئس زمين کسي وجي ٿي. پر ٻين سان اهو شرط

لاڳو ناهي. ملٽريءَ وارن کي زمينون ڏيڻ ۾ سخا ڪان ڪم ورتو ويو آهي. انهن کي جيڪي سهوليتون ملن ٿيون. سي هاريءَ کي نٿيون ملن.

لاهور ۾ روينيو بورڊ ۾ ڪو بہ سنڌي وڏو علمدار ناهي. جو سنڌين جي حقن جي نگراني ڪري. انهي جو قدرتي نتيجو اهو نڪتو آهي جو هن سر زمين جا هاري. هتان جا باشندا انهي حق کان محروم آهن. جي قدرت جي قانون کين عطا ڪيا آهن. ۽ هتي اهو بہ نہ وسارڻ کپي تہ اهو بئراج جنهن اهي زمينون پيدا ڪيون آهن. سنڌين جي ڏنل ڍلن جي پئسي مان ٺهيل آهي. اهو آهي ون يونٽ! درحقيقت ون يونٽ ناهيو ئي انهي مقصد لاءِ ويو هو. ۽ نہ ان لاءِ جيڪو مسٽر دولتانہ بيان ڪيو هو. مسٽر دولتانہ اڄ ڪٿي آهي؟ ان هوندي بہ هو ون يونٽ جو حامي آهي.

**4. سنڌ ۾ نامنصفانہ ڍلون:**

ون يونٽ جي ناهيندڙن. ون يونٽ جا جيڪي مقصد بيان ڪيا هئا. تن ۾ هڪ اهو بہ هو تہ اولهہ پاڪستان ۾ قاعدي قانون. ڍلن ۽ ڪورٽن جو سرشتو ساڳيو هوندو. ان سلسلي ۾ سنڌين جي طرفان ڪيترين ئي درخواستن گذارشن کان پوءِ بہ سڄي پاڪستان. اولهہ توڙي اوڀر ۾ سڀ کان وڏيون ڍلون. سنڌ ۾ ئي قائم رکيون ويون. اڪثر حالتن ۾ سنڌي آبادگار جي آمدني جو پنجاهہ يا سٺ سيڪڙو آمدني ڍل ۾ وڃي ٿي. درحقيقت اها (ڍل) 25 سيڪڙو هئڻ کپي. نتيجو اهو نڪتو آهي تہ سنڌي آبادگار جو ڏيوالو نڪري ويو آهي. هو انهيءَ سبب جي ڪري بئراج جون زمينون خريد ڪري نٿو سگهي.

انهيءَ موضوع تي مون هڪ ڪتابڙو لکيو. جنهن ۾ انگ اکر ڏنا ويا ۽ تعميري اپاءَ تجويز ڪيا ويا. مون هڪ ڪتابڙو هڪ خط سان گڏ صدر پاڪستان ۽ گورنر ڏانهن موڪليو. ۽ کين گذارش ڪيم تہ معاملي جو صحيح تصفيو ڪرڻ لاءِ. سرڪار قدم کڻي. سرڪار جواب ۾ ڪتابڙو ضبط ڪيو ۽ مون کي ڪوئيٽا ۾ هڪ فوجي ڪورٽ انهيءَ ڪتاب لکڻ ڪري سخت پورهئي سان ٽي سال سي (C) ڪلاس جو جيل عطا ڪيو.

**5. سنڌ ۾ ترقيءَ جون رٿون بند:**

سنڌ گورنمينٽ رستن. اسڪولن ۽ صحت جي ڪمن کي سڌارڻ لاءِ جيڪي ترقياتي رٿون ناهيون هيون. سي بند ڪيون ويون آهن. سنڌ جا ٽيهہ ڪروڙ رپيا جيڪي ون يونٽ جي حوالي ٿيا. سي انهن ترقياتي رٿن تي خرچ ٿين ها. پر هاڻي انهي ڳالهہ کان سڪو جواب آهي ڇي. پئسو ڪونهي!

**6. سنڌ جي ڪاليجن ۾ سنڌين لاءِ داخلائون بند:**

سنڌ گورنمينٽ ڪراچيءَ ۾ هڪ انجنيري ڪاليج، ۽ ٻه ڊاڪٽري ڪاليج هڪ ڪراچي ۾ ۽ ٻيو حيدرآباد ۾ قائم ڪيا هئا ته جيئن سنڌ ۾ تعليم وڌي، هاڻي انهن ڪاليجن جا دروازا سڄي اولهه پاڪستان لاءِ کليل آهن. نتيجو اهو نڪتو آهي جو سنڌين کي ويهه سيڪڙو جايون به مس ٿيون ملن. ۽ اهي اسي سيڪڙو جايون ٻين جي حوالي ٿين ٿيون. اهم تعليمي ۽ هنري ادارن ۾ ون يونٽ قائم ٿيڻ بعد سنڌ کي ترقيءَ جا اجهو اهي ذريعا مليا آهن. سنڌ ۾ وڌندڙ آباديءَ کي خيال ۾ رکي ڪي به نوان ادارا کوليا ڪونه ٿا وڃن.

**7. ثانوي تعليم جي تباهي:**

سنڌ جي ڳوٺن ۾ ٽن درجن وارن انگريزي ڪلاسن جو جار وڇايو ويو هو ۽ ڳوٺاڻا ڇوڪرا انهن ڪلاسن جو فائدو وٺي، وڏن مدل اسڪولن ۽ هاءِ اسڪولن ۾ داخل ٿيندا هئا. هاڻي اولهه پاڪستان جي حڪومت انهن ٽن درجن وارن انگريزي ڪلاسن کي ختم ڪري، ڳوٺاڻن ڇوڪرن کي تعليمي سهوليتن کان محروم ڪري ڇڏيو آهي. 25 سالن کان تازو ثانوي ماسترن کي بي ٽي ڪورس لاءِ پگهار ۽ الائونسن جون جيڪي سهوليتون مليل هيون، تن کان کين محروم ڪيو ويو آهي. اهي سرڪاري تربيت يافتن کي اعليٰ معيار جي خاطر ڏنيون وينديون آهن. وڏين پگهارن وارن عملدارن کي به تربيت دوران اهي سهولتون ملنديون آهن. نتيجو اهو آهي ته هاڻي فقط ڪي ٿورڙا ثانوي استاد پنهنجي خرچ تي سکيا حاصل ڪري سگهن ٿا. انهيءَ جو مطلب ته بي ٽي پاس ڪيل استاد ٻاهران گهرايا وڃن ۽ انهن کي سنڌ جي استادن تي ترجيح ملندي. بيشڪ اها ڳالهه ون يونٽ جي پاليسيءَ پٽاندڙ آهي، اجهو اهڙي طرح پنهنجي پيل سنڌ جي ايراضيءَ کي سڌاريو پيو وڃي.

**8. سنڌ جي پريس کي دٻاءُ:**

پريس جي آزادي جمهوريت ۽ ترقيءَ جو بنياد آهي. پريس وقت جي ذارائن جي عڪس هجڻ سان گڏو گڏ واقعن ۽ فڪر کي پڻ متاثر ٿي ڪري.

اها ڳالهه ته سيني جي ڌيان تي آئي هوندي ته لاهور جي اخبارن باقاعدگيءَ سان جمي، ون يونٽ جي پنيرائي ڪئي آهي ۽ سنڌ پريس اهڙي ئي طريقي سان ون يونٽ جي مخالفت ڪندي رهي آهي.

ون يونٽ بعد سنڌ جي پريس تي لاهور کان ضابطو رکيو وڃي ٿو. نتيجو ظاهر آهي. هڪ غير سنڌي صاحب کي اطلاعات کاتي جو ڊائريڪٽر

مقرر ڪيو ويو هو ۽ هن صاحب سنڌ جي پريس کي دٻائڻ جا سڀ موقعا پيدا ڪري ڇڏيا. مشهور ماهوار ۽ هفتيوار رسالا، مثلاً "انسان"، "مذهب انسانيت"، "گل ڦل"، "گلستان"، "روح رهاڻ"، "ڳوٺ سڌار"، "موحد" وغيره ڊڪليئريشن ملڻ کان انڪار ڪرڻ سبب بند ڪيا ويا. نوابشاهه جا "مظلوم"، "آئينه" ۽ "سنڌ مسلم" سانگهڙ جو "رضوان"، ٺٽي جي "الحيدر"، "همراهي"، "فرياد"، "مساوات"، "فتح اسلام"، "مسلمان"، "عام راءِ" وغيره وغيره يعني سٺ مان اٽڪل ٽيهه اخبارون بند ڪيون ويون. عورتن جي هڪ ئي ماهنامه مئگزين حيدرآباد جي "مارئي" کي پڻ ڊڪليئريشن ڏيڻ کان انڪار ڪيو ويو.

ون يونٽ جو ڪٽڙ ڪ حامي، مسٽر قادر بخش، جيڪو اولهه پاڪستان جو وزير پڻ آهي، ون يونٽ جي مخالفن کي صلاحون ٿو ڏئي ته "ون يونٽ جي ٽوڙڻ جو مطالبو نه ڪريو، پر پنهنجي اهنجن کي مٽائڻ جو مطالبو ڪيو." مگر اسان ڪيستائين توهان جي درن تي پيا پننداسين؟ اسان جي اهنجن جو ڪو انت آهي ڇا؟ ڏينهون ڏينهن سالون سال سورن جي هڪ لانڍ ٿي اچي! اسانجي اهنجن جو رڳو هڪڙو ئي اپاءُ آهي: ون يونٽ کي ٽوڙيو، جيڪو سيني برائين ۽ اهنجن جي پاڙ آهي.

## ون يونٽ ۽ جمهوريت

ون يونٽ جا حامي ڏاڍي چالاڪيءَ سان "نظرياتي، خيالي جمهوريت" کي اسان جو اهم ترين سياسي مسئلو ڪري پيش ٿا ڪن. ۽ ون يونٽ کي هڪ ننڍو ۽ غير اهم مسئلو سمجهي لنوائي ٿا ڇڏين. اهي حقيقي مسئلن کي منجهائڻ چاهين ٿا ته جيئن اسين اهو وساري ڇڏيون ته اهو ون يونٽ ئي آهي، جنهن عوام جي مٿان سڀ برايون مسلط ڪري آخر ڪار مارشل لاءِ ۽ پوءِ اڄ ڪلهه وارو نيم فوجي جوڙجڪ آندو. اهي اسان جي گهڻن سياسي رهنمائن ۽ مفڪرن جي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ ۾ ذري گهٽ ڪامياب ٿي ويا آهن.

آخر حقيقت ۾ جمهوريت آهي ڇا؟ اوڀر بنگال لاءِ "بنگالي ٻولي" جمهوريت جو هڪ ضروري جز آهي، ۽ بنگال هن کي سلامت رکيو آهي. پر سنڌ لاءِ "سنڌي ٻولي" ڪجهه به نه آهي! بلوچستان لاءِ "بلوچي" ڪجهه به نه آهي! سرحد لاءِ "پشتو" ڪجهه به نه آهي.

اوڀر بنگال لاءِ ملازمتون جمهوريت جو جزو آهن ۽ اهي بنگالين کي

ملن پيون. سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد لاءِ اهي ملازمتون فرقه پرستي جو جز آهن.

اوپر بنگال لاءِ اقتصادي ترقيءَ ۾ برابري ملڻ جمهوريت جو روح آهي ۽ اهي ان ڳالهه کي وڏو جمهوري مسئلو سمجهي. انهيءَ اقتصادي برابري لاءِ جدوجهد ٿا ڪن. پر ويچارن غير ترقي يافته سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان طرفان اهڙن مطالبن کي پاڪستان جي سالميت کي خطري رسائڻ جهڙيون تحريڪون ڪري سمجهيو ٿو وڃي! حقيقت ۾ ون يونٽ جي مخالفن جون ٿي جمهوري آزاديون بي درديءَ سان ڪچليون ويئون آهن. اسان جي حاڪمن وٽ ون يونٽ جي مخالفت کي وڏو ڏوهه سمجهيو ٿو وڃي. ون يونٽ ۽ ان جي غير منصفانه قاعدن ۽ قانونن جي مخالفت کي ڪچلڻ خاطر ٿي پوليس، جيل ۽ فوج جي سموري مشنري پنهنجي سموري طاقت سان حرڪت ۾ اچي وئي آهي. ون يونٽ جي مخالفت سببان ٿي اسان جي هزارين مسلمان ۽ پاڪستاني پائرن کي جيل، تڪليفن ۽ ملڪيتن جي ضبطي وغيره جون عقوبتون برداشت ڪرڻيون پيون. جيڪي برطانوي سامراجيت جي بدترين ڏينهن ۾ پڻ نه هيون. هن وقت اسان جا سوين محب وطن جيل جي ڪوٺڙين ۾ سڙي رهيا آهن. انهن جو ڏوهه ون يونٽ جي مخالفت ۽ پنهنجي فطري حقن، دلچسپين ۽ آزادين جي حفاظت کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه آهي. ون يونٽ جي حامين مان مشڪل سان ڪو به اولهه پاڪستان ۾ سياسي قيدي هوندو. اولهه پاڪستان ۾ ڪو به وزير يا سيڪريٽري نٿو ٿي سگهي. جيستائين هو ون يونٽ کي پنهنجي ايمان جو جز ڪري تسليم نه ڪري، ۽ ان کي پاڪستان جي نظريه جو اهم ترين حصو نه سمجهي. سنڌ مان وزير اهليت جي بنيادن تي نه چونڊيا ويا آهن. پر انهن کي ون يونٽ جي حمايت ڪرڻ تي رضا مند ٿيڻ سبب ئي وزير ڪيو ويو. اهل ۽ بهتر ماڻهن کي ڪيترن وانگر وزارتن کان ٻاهر رکيو ٿو وڃي.

اسان جا حاڪم هڪ به وزارتي جايون خالي رکيو ويٺا آهن ته جيئن هر ڪو ميمبر وزارت ملڻ جي اميد ۾ رهي. سنڌن پاليسين متعلق خاموش رهي. پوءِ پلي اهي پاليسيون ڪيتريون به غلط هجن.

سنڌ جا اهي ميمبر جيڪي ون يونٽ جي مخالف نيتيءَ جي ڪري مشهور آهن. سي وزيرن تين مان رائو رات ۾ بدلجي ون يونٽ جي فائدي ۾ ڳالهائڻ لڳن ٿا. پوءِ پلي هو دل سان نه. پر ڳوچين مان ٿا ڳالهائين.

افسوس آهي اهڙي سماج تي، جنهن ۾ منافقي ذاتي طاقت ۽ مفاد

جو ذريعو هجي. اهڙيءَ طرح ون يونٽ اسان جي اخلاق کي پست ڪرڻ ۽ اسان جي زندگيءَ جي سيني اعليٰ قدرن کي ناس ڪرڻ لاءِ جوابدار آهي. جڏهن زندگيءَ جا اعليٰ اقدار وڃائجي وڃن. تہ پوءِ جمهوريت ڪهڙي معنيٰ ٿي رکي. اسان جي وزيرن ۽ اعليٰ آفيسرن کي بهترين ۽ عظيم ترين شخصيتن جو مالڪ هئڻ گهرجي. جيئن اسين انهن جو مثال وٺي. ننڍين آفيسرن ۽ شهرين ۽ ان کان هيٺ عام ماڻهن تائين عظيم چڱايون ڦهلجي وڃن. منافقي ۽ خرابيون، جيوڙن وانگر تڪڙو تڪڙو وڌن ٿيون ۽ جلدئي سماج جي نس نس ۾ سمائجي ٿيون وڃن. جيئن هينئر سمائجي ويون آهن. ون يونٽ ملڪ کي بيمار ڪري صحت مند ترقيءَ کي ناممڪن بنائي ڇڏيو آهي. ان جو هڪ ئي حل آهي. اهو تہ سواءِ ڪنهن ديرجي ون يونٽ کي ٽوڙيو وڃي. تڏهن ۽ فقط تڏهن ئي حقيقي جمهوريت پاڪستان ۾ قائم ٿيندي. ون يونٽ ۽ جمهوريت هڪ ٻئي جي متضاد آهن.

ڪي سياستدان وري هيئن ٿا دليل بازي ڪن تہ فقط جمهوريت ئي اهم ترين مسئلو آهي ۽ جڏهن اها حاصل ٿي ويندي تہ ون يونٽ بہ جمهوري طريقي سان ختم ٿي ويندو. اهي حضرت اهو نٿا سوچين تہ 1956ع واري دستور ۾ ڪجهہ جمهوريت ڏني هئي. ان ۾ بنيادي حقن جي توثيق ڪيل هئي. ان ها ء ڪورٽن جو احترام پئي ڪيو. ان ۾ سموري طاقت قانون ساز اسيمبليءَ کي ڏنل هئي. وغيره وغيره پر انهن سمورن جمهوري حقن جي موجودگيءَ ۾ ننڍين صوبن کي انهن حقن ڏيڻ کان انڪار ڪيو ويو ۽ ون يونٽ ڪين ڪچلي ڇڏيو. ون يونٽ کي قائم رکندي ننڍن صوبن لاءِ جمهوريت بي معنيٰ آهي. چو تہ انهن لاءِ ون يونٽ کي ختم ڪرڻ ئي جمهوريت جو پيش خيمو آهي.

ننڍا صوبا پنهنجي خودمختياري ۽ خود اراديت کي خيرات وانگر پنن ڪو نہ ٿا، پر اهي بين الاقوامي طور تي مڃيل اصولن مطابق پنهنجو حق سمجهي گهرن ٿا.

ڪشمير جا ماڻهو تہ بين الاقوامي خود اراديت جي حق ملڻ جو مطالبو ڪري سگهن ٿا. پر پنهنجي ئي گهر ۾ سنڌ. بلوچستان ۽ سرحد جي ماڻهن کي اهڙي حق ڏيارڻ کان انڪار ڪيو وڃي ٿو. اهو هڪ تضاد آهي.

سنڌ نہ رڳو نسبتاً هڪ ننڍو صوبو آهي پر آدم شماريءَ ۽ وسيلن جي لحاظ کان ڪشمير کان وڌيڪ اهم آهي. سيلون جيڪا هڪ آزاد ۽ خودمختيار رياست آهي ۽ اقوام متحده جي ميمبر آهي. ان کان بہ سنڌ وڏي

آهي. ان کي پاڪستان ۾ هڪ صوبي جي حيثيت ڏيڻ کان بہ محروم رکيو وڃي ٿو. اها ڳالهہ ناانصافي ۽ بي سمجهي جي انتها آهي. اسان ڪشميرين لاءِ جمهوري حقن جو مطالبو ڪيون ٿا. پر ون يونٽ جي ماسٽر پلان ۾ ڪشمير جو ڪهڙو مستقبل آهي؟ جڏهن ڪشمير پاڪستان سان ملايو ويندو. تہ اهو ون يونٽ ۾ ڪمشنر جي ڊويزن کان وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ هوندو. ۽ ان کي بہ "سابق سنڌ" وانگر "سابق ڪشمير" سڏيو ويندو. حالانڪ آمريڪا ۾ پنجاهہ رياستون آهن. سوويت يونين ۾ سترهن رياستون آهن. ڀارت ۾ ويهہ رياستون آهن ۽ اهي سڀ چڱيءَ طرح هلن پيون. اتان جي وڏين رياستن ڪيلفورنيا. سفيد روس يا اتر پرديش طرفان ون يونٽ جهڙي ڪا بہ شئي ڪا نہ مڙهي ويئي آهي. بنگال ۽ پنجاب وڏا صوبا آهن ۽ انهن تي فرض آهي تہ پنهنجي ننڍن ڀائرن جي حقن جي حفاظت ڪن. هڪ اسلامي رياست ۾ طاقت جي بازي کيڏي ۽ ننڍن صوبن جي لقمي کي وراهي ڪائڻ پنجاب ۽ بنگال جي لاءِ شرمناڪ عمل آهي. ائين ڪرڻ کان پوءِ بہ اجا هو پاڻ کي اسلامي. قرآني ۽ جمهوري حقن جا دعويدار سڏائين ٿا!

شل قدرت جو نور اسان جي مشعل راهہ ٿئي!

اها اسان جي بدقسمتي آهي جو رڳو طاقت ئي آخري فيصلا ڪري ٿي ۽ نہ عقل ۽ فهم. پر انهن شخصن کي ياد رکڻ گهرجي. جيڪي رڳو طاقت تي ڀروسو رکي ٻين کي ستائين ٿا. تہ قدرت ئي فيصلو ڪرڻ واري آهي ۽ انهن کي پنهنجن ڪيل عملن جي ڳري سزا ڀوڳڻي پوندي.

انصاف ۽ رواداري جو قَل دير يا سوير سڀ ڪنهن کي ملي ٿو. انسانيت انهيءَ راهہ تي ترقي ڪئي آهي. اسان جي پاڪستاني ڀائرن کي پنهنجي ئي ضمير ۽ پنهنجي پاڻ کان پڇڻ گهرجي ۽ مسلمان هجڻ جي حيثيت ۾ خدا کان ڊڄڻ گهرجي.

جن کي تڪليف ٿيندي اهي ضرور دانهون ڪندا. انهيءَ فرياد ڪرڻ جي ڪري ڪين ڪچلڻ. اهڙي گناهہ کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو گناهہ ٿيندو؟

اسان سنڌي. بلوچ ۽ پٺاڻ پنهنجي محدود دائرن ۾ پنهنجي حقن مطابق پنهنجي قسمت پنهنجي هٿن ۾ رکڻ چاهيون ٿا. اسان جا وڏا ڀائرو. اوهان جي مهرباني! اسان کي ون يونٽ جي باري ۾ اوهان جي نيڪ ارادن جي پوري خبر آهي. بس ايترو ڪافي آهي. هاڻي ڊاهيوس. مهرباني ڪريو. تہ وري ڀائرن وانگر ڊار ڊار پنهنجي پنهنجي گهرن ۾ رهون. اها اوهان جي وڏي

مهرباني ٿيندي. ون يونٽ ڊاهيو، ۽ پوءِ جمهوريت جي ڳالهه ڪيو.

## ون يونٽ ۽ اوڀر پاڪستان

ون يونٽ جي ٺاهيندڙن ڏاڍي چالاڪيءَ سان، اولهه پاڪستان ۾، انهيءَ شيطاني ماسٽر پلان جي باري ۾ دليل بازي ڪئي آهي. ته "اسان اولهه پاڪستاني 4 ڪروڙ آهيون ۽ ان جي برعڪس اوڀر پاڪستاني پنج ڪروڙ آهن ان ڪري اهي سدائين اسان تي حڪومت ڪندا رهندا، ڇوته اهي ڪليو ڪلايو اڪثريت ۾ هوندا، رڳو ون يونٽ ٺاهڻ سان ئي اسان "برابري" جو مطالبو ڪري اوڀر پاڪستان ڪي منهن ڏيئي سگهون ٿا."

حقيقت ۾، تميزالدين واري دستور يا محمد علي بوگرا واري دستور جنهن ڏينهن جي روشني به نه ڏٺي، ڇوته دستور ساز اسيمبليءَ ڪي ختم ڪيو ويو. ان دستور ۾، پارليامينٽ ۾ ٻن ميمبرن جي گنجائش رکي ويئي هئي. هڪ ۾ هر صوبي کي ذري گهٽ هڪ جيتري نمائندگي ڏني ويئي ۽ ٻئي ۾ آدمشماريءَ جي لحاظ کان نمائندگي ڏني ويئي هئي. انهيءَ ترتيب جي ڪري ٻنهين حصن (اوڀر ۽ اولهه پاڪستان) جي وچ ۾ برابري ممڪن هئي. اها هڪ جمهوري برابري هئي، جنهن ۾ ڪنهن کي ڪو اعتراض نه هئڻ گهرجي ها. هيءَ ون يونٽ واري برابري هڪ غير جمهوري برابري آهي، جنهن ۾ حساب موجب اوڀر پاڪستان جي ووٽ جي قيمت اولهه پاڪستان جي ووٽ جي قيمت جي 80 سيڪڙو جي برابر آهي.

## دستور

دستور ملڪ جو بنيادي قانون آهي جنهن مان ٻيا قاعدا ۽ قانون ڦٽي نڪرن ٿا. اهو دستور ساز اسيمبليءَ جي طرفان نهڻ گهرجي، جنهن جا ميمبر بالغ ووٽ جي حق جي بنياد تي خاص طرح انهيءَ مقصد سان چونڊيا وڃن. ڪو به هڪ ماڻهو ڪٿي ڪيترو به سياڻو يا چڱو ڇو نه هجي، مگر هو دستور کي ٺاهڻ ۽ عوام تي مڙهڻ جو حق نٿو رکي. هڪڙي شخص جي خيال جي غلطي تاريخ ۾ ڪيترائي دفعا سڄي قوم تي عذاب آندو آهي.

**حالتون بد کان بدتر ٿي رهيون آهن:**

هندستان جي آزاديءَ واري ائڪٽ 1947ع بمع حڪومت هند ائڪٽ 1935ع درحقيقت اسان جي عوام کي ڪافي جمهوريت عطا ڪئي

هئي. ان موجب حڪمراني جو اختيار ماڻهن جي چونڊيل عيوضين کي پئي مليو ۽ ان موجب عدليه کي آزاد رکيو ويو ۽ ان کي رٽ ۽ هئبس ڪارپس جا اختيار ڏنا ويا. ان ۾ مختلف علائقن جي صوبائي خودمختياريءَ جو احترام رکيو ويو هو. پر 1956ع واري دستور جو بنياد جيئن ته ون يونٽ تي رکيو ويو. ان ڪري ان جمهوريت کي ڪچلي ڇڏيو ۽ درحقيقت جيسنائين ننڍن صوبن جو تعلق هو ته انهن ۾ جمهوريت کي ختم ڪيو ويو.

1962ع واري دستور ۾ ون يونٽ کي قائم رکي فقط هڪ شخص کي گهڻيون اختياريون ڏنيون ويون آهن. صدر ڪنهن کي به ۽ ڪيترا به وزير رکي سگهي ٿو ۽ وزيرن کي عوام جي نمائندن جي حيثيت ۾ ڪا به طاقت ڪانه آهي. قومي اسيمبلي فقط هڪ بحث مباحثي جي هڪ جاءِ آهي، جنهن کي ڍلن ۽ ماليات ۾ ڪو به دخل نه آهي.

غلام دستگير پانڌيائي

# سنڌو نديءَ جي پاڻيءَ جي ورچ ۾ سنڌ جا حق

[هيئيون مضمون سنڌ آبادگار ايسوسي ايشن حيدرآباد سنڌ پاران 20 مارچ 1971ع تي هڪ ڪتابڙي جي صورت ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. جيئن ته مضمون ۾ نهايت مدلل انداز ۾ ون يونٽ دوران پاڻيءَ جي حوالي سان سنڌ سان ٿيل ناانصافين جو ذڪر ڪيو ويو آهي. تنهنڪري ضميمي طور ڏجي ٿو.]

سنڌو نديءَ جي وهڪري جي اثر هيٺ سرحد، پنجاب، سنڌ ۽ بلوچستان پرڳڻا اچن ٿا، پر هن مضمون جو مقصد فقط سنڌ ۽ پنجاب جي حقن جو پاڻ ۾ نبيرو ڪرڻ بابت آهي. دنيا ۾ اڳي به ڪيترائي مثال ٿيا آهن جن ۾ بين الصوبائي ندين جي پاڻيءَ ۾ مختلف صوبن جي حقن جا فيصلا ڪيا ويا آهن. اهي فيصلا ڏيندي ڪن صحتمند بنيادي اصولن تي عمل ڪيو ويو آهي. انهن اصولن ڏانهن اشارو ڪندي، "رائو ڪميشن". جنهن جو ذڪر اڳتي ايندو، تنهن بلڪل صاف لفظن ۾ بيان ڪيو آهي ته "اِها ڳالهه ظاهر آهي ته گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ 1935ع ۾ ڏنل تجويز، جيڪا دنيا جي ٻين ڀاڱن ۾، ويجهي ماضيءَ ۾ قبول ڪيل اصولن جي عين مطابق آهي، تنهن موجب ڪنهن به "مهڙ واري" پرڳڻي کي ڪو به حق نه آهي ته نديءَ جي پاڻيءَ سان جيئن تيئن هلت ڪري، بنا ڪنهن خيال جي ته ائين ڪرڻ سان ٻين هيٺين پرڳڻن کي نقصان رسندو . . . . جتي به ذرين جي وچ ۾ ڪو معاهدو يا ڪا ائگريمينٽ آهي، ته اُها خود واسطيدارن جي حقن معلوم ڪرڻ جو ذريعو موجود ڪري ٿي." "پرمننٽ ڪورٽ آف انٽرنيشنل جسٽس" (Permanent Court of International Justice) سال 1937ع ۾ هالنڊ ۽ بيلجم جي وچ ۾ ساڳئي قسم جي تنازعي ۾ فتويٰ ڏيندي، اجا به قدم اڳتي وڌي چيو ته "جيڪڏهن هڪ دفعو ڪا اهڙي ائگريمينٽ ڪئي وڃي ٿي ته اها واسطيدار ذرين لاءِ قانوني ضابطي جي حيثيت رکي ٿي." آمريڪا ۾ اهڙي ساڳئي قسم جي معاملن ۾ ٿيل فيصلا جيڪي به "رائو ڪميشن" جي آڏو آيا، تن سڀني ۾ اِهو ئي اصول قائم ڪيو ويو هو ته "جيڪڏهن واسطيدار

ڌرين وچ ۾ ڪا به ائگريمينٽ نه آهي ته به انهيءَ حالت ۾ مختلف پرڳڻن جي حقن جو فيصلو "انصاف جي تقاضا موجب ورڇ" Equitable "Principle of Apportionment" جي اصول مطابق هئڻ گهرجي".

هي آهن بين الصوبائي ۽ بين الاقوامي ندين جي پاڻيءَ تي مختلف صوبن يا ملڪن جي حقن بابت عالمي سطح تي قبول ڪيل اصول. تنهن ڪري هن حالت ۾ به جيڪڏهن مقصد انصاف ڪرڻ آهي ته سنڌو نديءَ جي پاڻيءَ ۾ سنڌ ۽ پنجاب جي حقن جو فيصلو به انهن ئي اصولن جي بنياد تي صحيح ٿيندو.

[1] سنڌ علائقو عربي سمنڊ سان لاڳو آهي، جنهن ڪري اُتي، سواءِ ڪن جزوي ٽڪرن جي، هر هنڌ زيرزمين پاڻي ڪارو ۽ آباديءَ لاءِ ان لائق آهي. تنهن ڪان سواءِ سنڌ ۾ گهٽو ڪري مينهن به گهٽ پوي ٿو ۽ ڪڏهن ته سالن جا سال پوي ئي ڪونه. تنهن ڪري سنڌ جي زراعت جو سارو دارو مدار اصل کان ئي صرف سنڌو نديءَ جي پاڻيءَ تي رهيو آهي. اڳي اهو پاڻي سڌو سنڌو نديءَ مان واهن رستي ورتو ويندو هو ۽ اهي واهه به تڏهن وهندا هئا جڏهن سانوڻ جي موسم ۾ سنڌو نديءَ ۾ پاڻي چڙهندو هو، پر جيئن ته خود سانوڻ جي موسم ۾ به هڪ طرف سنڌو نديءَ ۾ قدرتي لاها چاڙها ٿيندا هئا ته ٻئي طرف اڻويهين صديءَ جي وچ ڌاري پنجاب سرڪار سنڌو نديءَ جي مددي ندين تي براجون بنائي انهن جي پاڻيءَ ڪي قبضي ۾ آندو. انهيءَ ڪري سنڌو نديءَ ۾ پاڻيءَ جي گهٽتائي ٿي جنهن جو اثر سنڌ تي پيو. حالت بهتر بنائڻ لاءِ واهن کي وقت بوقت سڌاريو به پئي ويو پر ڪو خاص فائدو ڪونه ٿيو.

اُن وقت سنڌ، بمبئي پرڳڻي جو حصو هو، تنهنڪري بمبئي سرڪار، پنجاب وانگر، سنڌ لاءِ به سنڌو نديءَ تي براج بنائڻ جي تجويز تي غور ڪيو، مگر مالي حالتن سبب اها تجويز اڳتي وڌي نه سگهي. پر ساڳئي وقت جڏهن سنڌ جي زراعت لاءِ پاڻيءَ جي اِها ابتر حالت، گورنمينٽ آف انڊيا جي ڌيان تي آئي ته اُن سال 1901ع ڌاري اِنهيءَ بابت "انڊين اريگيشن ڪميشن" مقرر ڪئي. ضروري پڇا ڳاڇا بعد انهيءَ ڪميشن فيصلو ڪيو ته ڪو به علائقو، بين واسطيدارن علائقن جي حقن کي ويچارڻ ۽ انهن علائقن سان صلاح مشوري کان سواءِ، درياهن جو پاڻي ڪڍي نه سگهندو. گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ سال 1919ع ۾ پڻ اِهو ساڳيو اصول بحال ڪيو ويو ۽ وڌيڪ اِهو به ڄاڻايو ويو ته جن به آبپاشي رٿائن جو اثر هڪ کان وڌيڪ علائقن تي

پوندو، سي گورنمينٽ آف انڊيا جي اڳوات منظوريءَ کان سواءِ عمل هيٺ اچي نہ سگهنديون.

2] سنڌو نديءَ جي پاڻيءَ جي گهٽتائيءَ ۽ غير يقيني حالت سبب، سنڌ جي اقتصادي حالت پُٺِ تي پوندي ويئي. انهيءَ تباهيءَ ڏانهن لاڙي کي روڪڻ لاءِ، ويهين صديءَ جي شروعات ۾، بمبئي سرڪار سنڌو نديءَ تي سکر وٽ بئراج ٻڌائڻ جي رٿا گورنمينٽ آف انڊيا جي بحاليءَ لاءِ موڪلي، تہ جيئن سنڌ جي غير آباد زمين جي اٿاهہ ايراضي ٻنهي موسمن، يعني خريف ۽ ربيع ۾ چڱيءَ طرح آباديءَ هيٺ اچي، ۽ پيدا ٿيندڙ مکيہ فصل ڪپهہ ۽ ڪڻڪ جن جي ٻاهرين ملڪن ۾ تمام گهڻي گهرج آهي، سي اوڏانهن موڪلي، سنڌ جي آباد گارن جي اقتصادي حالت سڌارجي ۽ اُن سان گڏ پرڏيهي ناڻو بہ ڪمائجي. سال 1903ع ڌاري اِها رٿا اصولي طرح بحال ٿي جنهن بعد تفصيلوار تجويز تيار ڪرڻ جو ڪم هٿ ۾ کنيو ويو. پر وري پهرين عالمي جنگ لڳڻ سبب اهو ڪم وچ ۾ رڪجي ويو. آخر 1920ع ۾ مڪمل تجويز گورنمينٽ آف انڊيا جي منظوريءَ لاءِ موڪلي ويئي.

اُن کان اڳ 1919ع ۾ پنجاب سرڪار سنڌو نديءَ مان 775 ڪيوسڪ پاڻي وٺڻ لاءِ "ٿل پروجيڪٽ" نالي هڪ رٿا گورنمينٽ آف انڊيا ڏانهن منظوري لاءِ موڪلي هئي ۽ اها ئي اميد هيس تہ اُن رٿا کي "سکر بئراج پروجيڪٽ" تي اوليت ملندي. مگر گورنمينٽ آف انڊيا اها رٿا رد ڪري ڇڏي ڇاڪاڻ جو اُن جي وسهڻ موجب سنڌو نديءَ تي "سکر بئراج پروجيڪٽ" جو پهريون حق هو ۽ اُن جي منظوريءَ جو سوال بہ اڳيئي زير غور هو. پوءِ "سکر بئراج پروجيڪٽ" سال 1923ع ۾ منظور ٿي ۽ ساڳئي وقت اُنهيءَ قسم جي ٻي رٿا "ستلج وئلي پروجيڪٽ" پنجاب، بهاولپور ۽ بيڪانير کي پاڻي ڏيڻ لاءِ پڻ منظور ڪئي ويئي.

3] پنجاب سرڪار جنهن جو سنڌو نديءَ جي وڌيڪ ۽ وڌيڪ پاڻي کڻڻ تي زور هو، تنهن "سکر بئراج پروجيڪٽ" منظور ٿيڻ کان فقط هڪ مهيني اندر اُنهيءَ پروجيڪٽ ۽ اُن لاءِ بحال ڪيل في ڪيوسڪ ايراضيءَ جي حد (Duty) خلاف اِهو عذر ڏيئي احتجاج ڪيو تہ سنڌ سان پاسخاطري ڪئي ويئي آهي. انهيءَ جواب ۾ بمبئي سرڪار حجت اٿاري تہ پنجاب کي اڳيئي پنهنجي حصي کان وڌيڪ مدامي (Perennial يعني ٻنهي خريف ۽ ربيع ۾ ملندڙ) پاڻي ملي چڪو آهي ۽ سنڌ، جنهن کي سنڌو نديءَ جي پاڻيءَ تي حق

آهي. تنهن لاءِ "سکر بئراج" پهرين ئي پروجيڪٽ آهي. ٻنهي ڌرين جي حجتن تي گُوڙهي ويچار ڪرڻ بعد گورنمينٽ آف اِنڊيا "سکر بئراج پروجيڪٽ" جي منظوري حق بجانب قرار ڏيئي، پنجاب سرڪار جو احتجاج ساڳئي ئي سال يعني 1923ع ۾ رد ڪري ڇڏيو. انهيءَ فيصلي ڏيڻ ۾ گورنمينٽ آف انڊيا قبول ڪيو تہ جنهن خطي جي پلائيءَ لاءِ "سکر بئراج پروجيڪٽ" منظوري ڪئي ويئي آهي، يعني سنڌ، تنهنڪري سنڌوندي جي پاڻيءَ تي پهريون حق آهي. ساڳئي وقت، سنڌ ۾ گهٽ برسات پوڻ ۽ ٻين حالتن مدنظر "سکر براج پروجيڪٽ" لاءِ بحال ڪيل في ڪيوسڪ ايراضيءَ جي حد (Duty) کي بہ گورنمينٽ آف انڊيا واجبي ٺهرايو. ان صاحب اِها بہ خاطري ڏني تہ، پنجاب خواهہ سنڌ ۾، ڪا بہ آبپاشيءَ جي رٿا ٻيءَ ڌر جي صلاح مشوري کان سواءِ منظور نہ ڪئي ويندي.

(4) مٿين سيني حالتن جي باوجود، پنجاب سرڪار پنهنجي ارادي تي اٽل رهي ۽ اصلي مقصد پٽاندڙ "ٿل پروجيڪٽ" لاءِ رٿائون هڪ ٻئي پٺيان گورنمينٽ آف انڊيا جي منظوريءَ لاءِ موڪليندي رهي. سنڌس مراد پڌري پٽ اِها ڏسڻ ۾ تي آئي تہ ڪيئن بہ ڪري گورنمينٽ آف انڊيا جو ذڪر ڪيل فيصلو سال 1923ع وارو ڦري سندس فائدي ۾ ٿئي، مگر ڪجهہ ڪين وريو ۽ سندس سڀئي رٿائون رد ٿي ويون. پنجاب سرڪار اهڙين رٿائن جي وري وري دهرائڻ کي روڪڻ لاءِ طرفان گورنمينٽ آف انڊيا فيصلو ڪيو تہ:

(الف) "سکر بئراج پروجيڪٽ" هيٺ مدامي (Perennial) پيچ بابت پورو آزمودو حاصل ڪرڻ بلڪل ضروري آهي. تنهنڪري انهيءَ پروجيڪٽ جي ضرورتن جو سوال سال 1939ع تائين نہ ٿو اٿاري سگهجي.

(ب) بمبئي سرڪار کي حق آهي تہ سنڌو نديءَ ۽ ان جي مددي ندين مان پاڻي کڻڻ تي اعتراض وٺي. جيستائين ندين ۾ پاڻيءَ جي ماپ جا صحيح انگ ثابت ڪري ڏيکارين تہ انهيءَ وڌيڪ پاڻي کڻڻ سان "سکر بئراج پروجيڪٽ" لاءِ گهربل پاڻيءَ جي انداز کي ڪو بہ جوکو نہ ٿيندو.

ههڙي منصفانہ فيصلي ملڻ تي بہ پنجاب سرڪار مات نہ ڪئي ۽ وچي سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا کي ان جي خلاف اپيل ڪيائين. مگر انهيءَ صاحب بہ، گورنمينٽ آف انڊيا جي فيصلي کي صحيح قرار ڏيئي، پنجاب سرڪار جي اپيل رد ڪري ڇڏي. هن ساريءَ حقيقت مان ظاهر آهي تہ "سکر بئراج پروجيڪٽ" کي سنڌو نديءَ مان گهربل پاڻيءَ ملڻ جو پهريون

۽ پورو حق آهي.

3] "ستلج وئلي پروجيڪٽ" سال 1927ع ۾ تيار ٿي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو ۽ "سکر براج پروجيڪٽ" سال 1932ع ۾. پر جلد ئي "ستلج وئلي پروجيڪٽ" جي پاڻيءَ بابت پنجاب، بهاولپور ۽ بيڪانير جي وچ ۾ ڇڪتاڻ شروع ٿي ويئي ته وري ٻئي طرف خيرپور به "سکر بئراج پروجيڪٽ" مان ربيع لاءِ وڌيڪ پاڻيءَ جي گهر ڪئي. ساڳئي وقت پنجاب سرڪار هڪ ٻئي رٿا "هويلي پروجيڪٽ" لاءِ پڻ پاڻيءَ جي طلب ڪئي. تنهن ڪري سال 1935ع ۾ گورنمينٽ آف انڊيا "اينڊرسن ڪاميٽي" مقرر ڪئي ته انهن معاملن جو حل ڳولهي ۽ پاڻيءَ جي ورڇ بابت اهڙيون سفارشون تيار ڪري جيڪي انصاف مطابق ۽ سڀني ڌرين لاءِ قابلِ قبول هجن ۽ ساڳئي وقت اڳئي هلندڙ "سکر براج پروجيڪٽ" ۽ ستلج وئلي پروجيڪٽ" وغيره لاءِ مقرر ٿيل پاڻيءَ تي اثر انداز به نه ٿين. "اينڊرسن ڪاميٽيءَ" پنهنجي رپورٽ سيپٽمبر 1935ع ۾ پيش ڪئي. پر انهيءَ ۾ شايد ڪنهن مصلحت جي بنا تي، ڪاميٽيءَ مقرر ٿيل حدن کان ٻاهر وڃي، ۽ پڻ مٿي فقره نمبر 4 ۾ ذڪر ڪيل، گورنمينٽ آف انڊيا جي اڳين فيصلن کي ريتي ٻين سفارشن سان گڏ "تل پروجيڪٽ" لاءِ سنڌو نديءَ مان (6000) ڇهه هزار ڪيوسڪ پاڻي ڏيڻ جي به سفارش ڪئي. جيتوڻيڪ جيئن مٿي فقره 2 ۽ 4 ۾ ڄاڻايو ويو آهي، اِنهيءَ ساڳئي پروجيڪٽ واسطي پنجاب سرڪار طرفان فقط 775 ڪيوسڪ پاڻيءَ لاءِ اڳي وقت به وقت ڪيل گهرون، گورنمينٽ آف انڊيا رد ڪري ڇڏيون هيون، پر وري خود انهيءَ ساڳي گورنمينٽ آف انڊيا پنهنجن اڳين سڀني اصولن ۽ فيصلن کي وساري "اينڊرسن ڪاميٽيءَ" جي اِها سفارش سال 1937ع ۾ منظوري ڪئي.

4] انهيءَ ئي وقت سنڌ، بمبئي علائقي کان جدا ٿي، نئون صوبو بڻجي رهيو هو. جنهن ڪري بمبئي سرڪار سنڌ جي ٻين معاملن وانگر هن معاملي ۾ به ڪا دلچسپي وٺي نه سگهي. ٻئي طرف وري نئين صوبائي انتظام جي جوڙجڪ، بمبئيءَ کان ڪراچيءَ ڏانهن رڪارڊ جي منتقلي ۽ ٻين اهڙن مسئلن ۾ رُڌل هئڻ سبب، سنڌ سرڪار انهيءَ باري ۾ ڪو ترت توجهه ڏئي نه سگهي. انهيءَ دوران گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ 1935ع هيٺ جيڪي صوبائي خودمختياريءَ جا سڌارا نافذ ٿيا، تن موجب آبپاشي کاتو، جو انوقت تائين مرڪزي حڪومت جي حوالي هو. سو قيرائي صوبائي سرڪارين کي

سونپيو ويو هو. هن اختياريءَ پنجاب سرڪار کي هيڪاري هٿي ڏني، جنهن جي زور تي هوءَ وڌيڪ پاڻي ڪڻڻ لاءِ رٿائون رٿڻ لڳي. سنڌ کي "ائنڊرسن ڪاميٽيءَ" جي سفارشن کان اڳيئي صدمون رسيل هو ۽ پنجاب جي هن تحرڪ کيس ويتر وڌيڪ تشويش ۾ وڌو. پر ذڪر ڪيل ائڪٽ ۾ اهو به ڄاڻايل هو ته جيڪڏهن ڪنهن پرڳڻي کي ٻئي پرڳڻي کان ندين جي پاڻيءَ بابت ڪو جوکو رسڻ جو انديشو هجي ته اهو معاملو گورنر جنرل وٽ فيصلي لاءِ پيش ڪري سگهندو. تنهنڪري، انهيءَ جي آڌار تي سنڌ سرڪار مٿئين ٻنهي معاملن بابت گورنر جنرل کي اوائلي طور شڪايت سال 1939ع ۾ ڪئي ۽ پوءِ تفصيلوار شڪايت وري سال 1941ع ۾ پيش ڪئي. گورنر جنرل اِنهيءَ شڪايت جي جاچ لاءِ ساڳئي سال ۾ "رائو ڪميشن" مقرر ڪئي، جنهن پنهنجي رپورٽ سال 1942ع ۾ ڏني. رپورٽ ۾ چيو ويو ته سنڌ سرڪار "ائنڊرسن ڪاميٽيءَ" جي سفارشن بابت شڪايت پيش ڪرڻ ۾ گهڻي دير ڪئي. جنهن وچ ۾ پنجاب سرڪار پنهنجي "ٿل پروجيڪٽ" ۽ "هويلي پروجيڪٽ" تي وڏو خرچ ڪري چڪي هئي. اِهو عذر ڏيئي، ڪميشن چيو ته اهڙيءَ حالت ۾ انهن رٿائن تي ان وقت روڪ وجهڻ ممڪن نه هو. اِنهيءَ ڪري ڪميشن ٻنهي رٿائن کي بحال رکڻ جي سفارش ڪئي ۽ وڌيڪ ڄاڻايو ته:

(الف) "ٿل پروجيڪٽ" ۽ "هويلي پروجيڪٽ" کي پاڻي ڏيڻ سان سنڌ جي پاڻيءَ جي ضرورتن کي لاحق وڏو نقصان رسندو. ۽ ان جي بچاءَ لاءِ واحد علاج اِهو آهي ته سنڌ ۾ سنڌو نديءَ تي به ٻيون بئراجون ٺاهيون وڃن. هڪ اترئين پاڳي ۾ (هاڻي گدو بئراج) ۽ ٻي ڏاکڻي پاڳي ۾ (هاڻي غلام محمد بئراج). پر جيئن ته انهن براجن جي جوڙڻ لاءِ گهربل خرچ سنڌ جي مالي حالت تي ڳرو بار وجهندو. پنجاب سرڪار جملي لاڳت جو 15 في سيڪڙو رقم سنڌ کي عيوضي طور پري ڏيندي.

(ب) "سکر بئراج پروجيڪٽ" ۽ "ٿل پروجيڪٽ" ٻئي ترجيحي ترتيب (Order of Priority) جي ساڳئي ڪلاس ۾ رهنديون.

(ج) پاڻي گهٽ هئڻ جي حالت ۾ ٻنهي براجن کي حصي رسد گهٽ پاڻي ملندو.

(د) جيڪڏهن پاڻي مقرر انداز کان وڌيڪ ٿيو ته "سکر بئراج" وڌيڪ پاڻي کڻندي. پر انهيءَ واڌ تي سندس بنيادي حق نه ليکيو ويندو.

(هه) پاڻيءَ جي تفصيلوار ورڇ بابت واسطيدار ڌريون گڏجي هڪ ٻئي جي

صلاح مشوري سان فيصلو ڪنديون.

[3] سنڌو نديءَ سان واسطو رکندڙ تہ پاڪستان جي الهندي حصي جا چارئي پرڳڻا آهن. پر مهڙ ۾ هيٺ ڪري سرحد علائقي ڪي پاڻيءَ جي ڪابہ تڪليف ڪا نہ هئي ۽ نہ ڪو وري بلوچستان ۾ پاڻيءَ ڪٽڻ جي ڪا گنجائش هئي. اهڙيءَ طرح واسطيدار ڌريون فقط سنڌ ۽ پنجاب رهيا. تنهن ڪري اپريل 1943ع ۾ مٿي ڄاڻايل "راءِ ڪميشن" جي بنيادي نقطن جي روشنيءَ ۾، سنڌ ۽ پنجاب جي چيف انجنيئرن جي وچ ۾ ڳالهيون شروع ٿيون. ڳالهين هلندي، ڌرين جي رضا منديءَ سان سنڌو نديءَ توڙي سندس مددي ندين، جو جملہ پاڻي ورڇ جي دائري اندر آندو ويو. ڪجهہ ڏي وٺ سان، مٿئين فقره نمبر 6 ۾ ڄاڻايل نقطہ (الف) کان سواءِ ٻين سڀني نقطن تي ٺاهہ ٿيو. جو پنجاب طرفان عيوضي بابت گهٽ رقم جي آڇ تي رهي هئي.

پاڻيءَ جي ورڇ بابت انهيءَ ٺاهہ جي دستاويز تي تاريخ 28 سيپٽمبر 1945ع تي ٻنهي ڌرين جي چيف انجنيئرن صحيحون ڪيون ۽ ان ۾ بہ اهو ڄاڻايو ويو تہ عيوضي بابت رقم جو فيصلو ٻئي صوبائي سرڪاريون پنهنجي سطح تي ڳالهين وسيلي ڪنديون. انهيءَ ٺاهہ کي" سنڌ – پنجاب ائگريمينٽ، 1945ع" سڏيو وڃي ٿو. ائگريمينٽ جا مکيہ فقرا ٿورن لفظن ۾ هي آهن:

(الف) اهي رٿائون جيڪي انوقت عمل ۾ هيون يا زير تعمير هيون، تن جي لاءِ پاڻيءَ جي ڪوٽا ترجيحي ترتيب ۾ مقرر ڪئي ويئي، انهي ترتيب مطابق "سکر بئراج" ۽ "ٿل" پهرئين ڪلاس ۾ رکيا ويا. جنهن جو مطلب آهي تہ جيڪو پاڻي موجود هوندو سو اول هن ڪلاس کي حصي رسد ملندو.

(ب) سنڌ ۽ پنجاب ٻنهي جا پاڻيءَ تي تاريخي حق تسليم ڪيا ويا ۽ جيڪي رٿائون انوقت تياريءَ هيٺ هيون، تن لاءِ بہ پاڻيءَ جي ورڇ مقرر ڪئي ويئي. ان وقت سنڌ ۾ غلام محمد بئراج ۽ گڊو بئراج رٿجڻ جي مرحلي ۾ هيون.

(ج) زير عمل رٿائن کي سندن مقرر ٿيل انداز کان وڌيڪ جيڪو بہ تلائن ۾ گڏ ٿيل ۽ نهري پاڻي ٿيندو، انهيءَ ۾ ٻنهي پرڳڻن جا حصا مقرر ڪيا ويا.

(د) ڪو بہ پرڳڻو ٻئي پرڳڻي جي صلاح ۽ رضامنديءَ کان سواءِ ڪو بہ آبپاشيءَ جو ڪم ڪري نہ سگهندو.

(هه) ڏرين جي وچ ۾ جيڪڏهن ڪي اختلاف پيدا ٿين ته انهن جي فيصلي لاءِ طريقه ڪار مقرر ڪيو ويو.

8] ذڪر ڪيل ورهاڱي جي نتيجي ۾ پنجاب جو پرڳڻو ورهائجي ٻه حصا ٿيو: هڪڙو اپرندو پنجاب، جو ڀارت ۾ ويو ۽ ٻيو الهندو پنجاب جو پاڪستان ۾ آيو. اهڙيءَ طرح بياس ندي ته سڄي ڀارت جي حد ۾ هلي ويئي، پر ستلج ۽ راوي ندين جاٻه مهڙ وارا پاڳا اوڏانهين هليا ويا. نه فقط ايترو پر خود الهندي پنجاب پرڳڻي جي ڪن واهن جي مهڙ وارا پاڳا به ڀارت اندر اچي ويا. اهڙيءَ طرح پاڪستان ۽ ڀارت جي وچ ۾ ڇڪتاڻ جي امڪان جي پيش نظر "انڊين انڊيپينڊنس ائڪٽ" (Indian Independence Act) هيٺ هڪ اداري "پارٽيشن ڪائونسل ائنڊ آربٽرل ٽربيونل" (Partition Council And Arbitral Tribunal) جي نالي قائم ڪيو ويو ته جيڪڏهن ڪو ڏرين جي وچ ۾ تنازعو پيدا ٿئي ته انهيءَ جو فيصلو ڪري. اِنهي اداري جو ميعاد تاريخ 31 مارچ 1948ع تائين مقرر ڪيو ويو. اِها ئي تاريخ هئي جنهن تي پاڪستان ۽ ڀارت جي وچ ۾ ٿيل "جيئن اڳي هو تيئن معاهدي" (Stand Still Agreement) جو مدو ختم ٿيڻو هو. پر انهيءَ عرصي اندر الهندي پنجاب سرڪار اهڙو ڪو به تحرڪ ڪو نه ورتو جنهن جي وسيلي ڀارت سان پاڻيءَ بابت ڪو مستقل معاهدو ٿئي. نتيجو اهو نڪتو جو جيڪي به واهه پاڪستان ڏانهن وهي آيا ٿي، سي ڀارت سرڪار سنڌس سرحد تي تاريخ 1 اپريل 1948ع کان بند ڪري ڇڏيا. اتانهين ڀارت سان پاڻيءَ بابت جهڳڙي جي شروعات ٿي. اِنهيءَ جهڳڙي ۾ پاڪستان جي طرف کي ويتر وڏيڪ چوٽ لڳي جو:

(الف) الهندي پنجاب سرڪار، ڏن (Royalty) ڏيئي اپرندي پنجاب سرڪار کان پاڻي ورتو ۽ ائين ڪرڻ سان اپرندي پنجاب جو انهيءَ پاڻيءَ تي مالڪيءَ جو حق تسليم ڪيو.

(ب) جيتوڻيڪ ڀارت سان پاڻيءَ جو جهڳڙو فقط ڪن خاص واهن تائين محدود هو، تنهن کي وڌائي، انهن ندين جو پاڻي به ان جي دائري ۾ آڻي قبول ڪيو، جن جا منهن ڀارت ۾ هئا.

اهڙيءَ طرح صرف پنهنجي عملن سان الهندي پنجاب سرڪار آخر پاڻيءَ تي پاڪستان جو حق وڃايو، جنهن جي سموري جوابداري مٿس عائد ٿئي ٿي. انهيءَ ڪري سنڌس ڪوتاهين جي سموري سزا به ڪيس ڀوڳڻ

گهرجي. پرهاڻي پنجاب سرڪار چاهي ٿي تہ اها سزا سموري سنڌ ڀوڳي يا ان ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿئي.

[8 پوءِ تہ پاڪستان ۽ ڀارت جي وچ ۾ پاڻيءَ جي جهڳڙي تمام سنگين صورت اختيار ڪئي. انهيءَ جي نزاڪت جو احساس ڪري، عالمي بئنڪ (World Bank) ٽيپي پيئي ۽ ڌرين جي وچ ۾ اوائلي طور 1952ع ۾ اِهو ناهه ڪرايو تہ جيستائين آخرين فيصلو ٿئي تيستائين انوقت وارو سرشتو هلندو هلي. جلدئي "ون يونٽ" ائڪٽ نافذ ٿيو. جنهن هيٺ آڪٽوبر 1955ع ۾. پاڪستان جي الهندي حصي جي سڀني صوبن کي ڳنڍي."مغربي پاڪستان" جو هڪ صوبو بنايو ويو. ۽ انهيءَ ۾ سنڌ جو علحدو وجود ختم ٿي ويو. انهيءَ جي مٿان وري آڪٽوبر 1958ع ۾ ايوب خان جو مارشل لاءِ آيو جنهن ۾ تہ سنڌ جو ڪو آواز ئي ڪو نہ رهيو. اهڙي ماحول ۾، عالمي بئنڪ جي نگرانيءَ هيٺ، پاڪستان ۽ ڀارت جي وچ ۾ پاڻيءَ جي مسئلي تي گفتگو ٿي. پاڪستان جي طرف جو سربراهہ مسٽر جي معين الدين هو. جنهن جو واسطو پنجاب سان آهي. گفتگو دوران اهو قبول ڪيو ويو تہ آبپاشيءَ جي نون ڪمن جي رٿائن ۾ ورهاڱي سبب وڃايل پاڻيءَ جي پورائي ڪرڻ سان گڏ ترقيءَ (Development) جو جزو بہ ڳنڍيو ويندو. ساڳئي وقت عالمي بئنڪ کان اها بہ قبوليت ورتي ويئي تہ نون ڪمن جون رٿائون پاڻ پنهنجي مرضيءَ موجب تيار ڪندو. پوءِ رٿون تيار ڪرڻ لاءِ "انڊس بيسن ائڊوائيزري بورڊ" (IBAB اباب) بنايو ويو. جنهن جو چيئرمين ساڳيو مسٽر جي معين الدين ٿيو ۽ ان جا ٻيا ميمبر سيئي پنجاب سان واسطو رکندڙ هئا. سنڌ جو ڪو هڪ بہ عيوضي ڪو نہ کنيو ويو. از انسواءِ ان وقت اريگيشن کاتي جو سربراهہ ۽ واپڊا جو سربراهہ پڻ پنجاب جا آفيسر هئا ۽ انهن ادارن جو هن معاملي ۾ گهڻو واسطو هو. آخر سيپٽمبر 1960ع ۾ پاڪستان ۽ ڀارت جي وچ ۾ هڪ معاهدو ٿيو. جنهن کي "انڊس واٽر ٽريٽي، 1960ع" (Indus Water Treaty) سڏيو وڃي ٿو. انهيءَ معاهدي جا شرط هئا تہ:

(الف) اڀرندي وارين ٽن ندين ستلج، راوي ۽ بياس تي ڀارت جو مڪمل حق رهندو ۽ الهندي وارين ٽن ندين سنڌو، چناب ۽ جهلم تي پاڪستان جو.

(ب) بنا ڪنهن دير مدار جي پاڪستان ڪوشش ڪري پنهنجي آبپاشيءَ لاءِ اهڙا ذريعا عمل ۾ آڻيندو جن سان ڪيس اوترو ئي پاڻي ميسر ٿي سگهي جيترو تاريخ 15 آگسٽ 1947ع تي هن لاءِ موجود هو.

(ج) انهن ذريعن پيدا ڪرڻ لاءِ پاڪستان کي جيڪي آبپاشيءَ جا ڪم ڪرڻا پوندا تن جي خرچ ۾ پارت 1750 لک ڊالر حصو پري ڏيندو.

(د) انهن آبپاشيءَ جي ڪمن جي نمونن پسند ڪرڻ ۽ اڏاءت ڪرڻ لاءِ پاڪستان بلڪل آزاد رهندو ته جيئنءوڻيس تيئن پنهنجي مرضيءَ مطابق ڪري.

اهڙيءَ طرح خود مختياريءَ جي بي لغام حيثيت "اباب" حاصل ڪري ورتي. هو اهڙيون تجويزون رٿڻ لڳو جن لاءِ هن سمجهيو ته هو مختلف ذريعن وٽان گهٽي ۾ گهٽي رقم حاصل ڪري سگهندو. تيو به ائين ٿي پاڪستان کي معاهدي مطابق 1750 لک ڊالر پارت کان مليا، اوتري ئي رقم ڪيس ڪن دوست ملڪن کان امداد طور ملي، ۽ 1500 لک ڊالر قرض طور، اينرو اتاهه سرمايو هٿ ڪري، پنهنجي اصلي مقصد پٽاندڙ "اباب" هيٺيون رٿائون بحال ڪرايون:

- چشمه براج سنڌو نديءَ تي.
- منگلا ڊئم
- چشمه - جهلم لنڪ واهه
- تؤنسا - پنجند لنڪ واهه

اهي سيئي رٿائون فقط پنجاب ايراضيءَ جي فائدي جون آهن.

بئراج، "تل" کي سنڌونديءَ جو وڌيڪ پاڻيءَ ڏيڻ لاءِ، منگلا ستلج، راوي ۽ بياس جو پاڻي پاڪستان کان ويو هليو. تنهن جو 60 في سيڪڙو وڌيڪ پاڻي گڏ ڪري پنجاب کي ڏيڻ لاءِ چشمه – جهلم لنڪ واهه. سنڌونديءَ جو پاڻي چشمه براج، تان ڪٽي جهلم نديءَ کي ڏئي، پنجاب جي ڪتب آڻڻ لاءِ. تؤنسا، پنجند لنڪ واهه سنڌو نديءَ جو پاڻيءَ تؤنسا بئراج ڪٽي پنجند کي ڏئي. بهاولپور جي ڪتب آڻڻ لاءِ. انهن سيني جي پاڻيءَ ڪٽڻ جي گنجائش پنجاب جي ضرورتن کان گهڻو وڌيڪ رکي ويئي. مگر، حقيقت ۾، "اندس واٽر ٽريٽيءَ" جو صحيح معنيٰ ۾ واسطو فقط ستلج، راوي ۽ بياس ندين سان هو ۽ نه سنڌو نديءَ سان. انهن تنهي ندين مان جيڪو پاڻي پاڪستان کي ملندو هو، تنهن جي اڌ کان ٿورو گهٽ پنجاب ڪم آڻيندو هو ۽ بيو وهي وڃي پنجند وٽ سنڌونديءَ ۾ پوندو هو، جو هيٺس وري سنڌ کي ڪتب ايندو هو. تنهنڪري پنجاب لاءِ فقط اينتري پاڻي مهيا ڪرڻ جو بندوبست ضروري هو، جيترو مٿين ٽن ندين جو پاڻي سندس هٿن مان ويو.

منگلا ڊئم. جو انهيءَ مطلب لاءِ ناهيو ويو آهي، تنهن جي گنجائش، انهن ٽن نديـن مان پنجاب ۽ سنڌ کي ملندڙ جملہ پاڻيءَ کان 60 في سيڪڙو وڌيڪ آهي. اهو سڀ پاڻي پنجاب ڦٻائي وينو آهي ۽ سنڌ کي هڪڙو ڦڙو بہ نہ ٿو ڏنو وڃي. انهيءَ مان ظاهر آهي تہ چشمہ بئراج، چشمہ جهلم لنڪ واهہ، تؤنسا پنجند لنڪ واهہ "انڊس واٽر ٽريٽيءَ" هيٺ گهربل نون ڪمن جا لازمي جزا نہ ٿا ٿي سگهن. تنهن کان سواءِ اهي سيئي "سنڌ – پنجاب ائگريمينٽ" جي بہ خلاف آهن، تہ بہ انهن بنسبت سنڌ جي ماڻهن جي اجازت تہ پري ٿي، پر انهن سان ڪو مشورو بہ ڪو نہ ڪيو ويو. نہ فقط ايترو پر سنڌ لاءِ ڪو آبپاشيءَ جي ترقيءَ جو ڪم بہ ڪو نہ رٿيو ويو. انهيءَ ئي دلي مراد پنيان سنڌ جو ڪو بہ عيوضي "اباب" تي نہ ڪنيو ويو تہ جيئن نہ "اباب" جون پنجاب جي مفاد واريون رٿائون ظاهر ٿين، ۽ نہ وري ڪو هجي جو سنڌ جي حقن لاءِ ڪجهہ ڪڇي. اهو سڀ "ون يونٽ" جي نظام ۾ ٿي سگهيو. انهيءَ مان ظاهر آهي تہ "ون يونٽ" زوريءَ مڙهڻ جو اهو بہ هڪ وڏو مقصد هو.

[10] سنڌ وارا سمجهي ويا تہ پنجاب جي اِها چال "سنڌ – پنجاب ائگريمينٽ" جي خلاف آهي ۽ اڳتي هلي سندن زراعت ۽ اقتصاديات جي تباهيءَ جو سبب بڻبي. تنهنڪري هنن انفرادي طرح ۽ پڻ آبادگارن جي تنظيمن معرفت دانهون ڪري انصاف لاءِ اختياريءَ وارن جو در ڪڙڪايو. انهن دانهن جي صداقت پنجاب وارن کي سوچڻ تي مجبور ڪيو. هنن وري بہ "ون يونٽ" نظام جي آڙ ورتي، پنهنجي چال نہ، پر فقط انجو رخ بدلايو. مغربي پاڪستان سرڪار ظاهر ڪيو تہ پاڻيءَ جي ورهاڱي "سنڌ – پنجاب ائگريمينٽ" مطابق ڪئي پيئي وڃي، تہ وري ٻئي طرف سال 1967ع ۾ هن "اختر حسين ڪاميٽي" مقرر ڪئي. جيتوڻيڪ تہ ظاهري طرح ڪاميٽيءَ جو مقصد نهري ۽ زير زمين پاڻي گڏي نئين سر ورهاڱو ڪرڻ ڏيکاريو ويو، پر حقيقت ۾ فقط اڳئين فقري ۾ ذڪر ڪيل ۽ ٻين غير قانوني ڪمن جي بحالي وٺڻ هو. هنن سمجهيو تہ اها بحالي حاصل ڪرڻ سان سنڌ جي حجت جي قانوني جڙئي نڪري ويندي. شروعات ۾ ڪاميٽيءَ تي يارهن ميمبر رکيا ويا، جي حسب معمول، سيئي پنجاب سان واسطو رکندڙ هئا. سنڌ جنهن جو بہ پاڻيءَ جي ورهاست سان وڏو واسطو آهي، تنهن کي ڄاڻي ٻجهي پري رکيو ويو. سڄي سال کان بہ وڌيڪ مدت حالت ائين پئي هلي، پر جڏهن سنڌ وارن کي خبر پيئي تڏهن " آباد گارس ائسوسيئيشن، حيدرآباد" ان بابت مغربي پاڪستان

سرڪار وٽ احتجاج ڪيو. جنهن جي نتيجي ۾ ٻه ميمبر سنڌ مان ڪنيا ويا. هڪ ميمبر سرحد مان. پر وري هڪ وڌيڪ ميمبر پنجاب مان به ڪنيو ويو. اهڙيءَ طرح ڪاميٽيءَ جي جملي پندرهن ميمبرن مان، ٻارنهن ميمبر پنجاب سان واسطو رکندڙ ٿيا. ظاهر هو ته ڪاميٽيءَ جي اهڙي تشڪيل ۾ سنڌ جي ٻڏڪ به ڪانه ٻڌبي، پر تنهن هوندي به سنڌ جي عيوضين انصاف جي اميد رکي تعاون جو طريقو اختيار ڪيو. افسوس! اها اميد برثواب نه ٿي، پنجاب وارا ميمبر پنهنجي گهٽائي چي زور تي فقط پنهنجي فائدي جا فيصلا ڪندا ويا ۽ باقي رهيل ٽن ميمبرن طرفان مخالفت ڪي حرف غلط وانگر مٽائيندا رهيا. جڏهن تاريخ 28 نومبر 1969ع تي "ون يونٽ" ٽٽڻ جو اعلان ٿيو ته ڪاميٽيءَ جي ڪاروائي تيز ڪرڻ لڳا. اها ئي اون هين ته ڪاميٽيءَ جي رپورٽ مرضيءَ موجب تيار ڪري ڪيئن به "ون يونٽ" ٽٽڻ کان اڳ ان جي بحالي حاصل ڪري وٺن. انهن چالن کان سنڌ وارا ميمبر آگاهه ٿيا ۽ ڪاميٽيءَ ۾ عدم اعتماد جو اظهار ڪيائون. "آباد گارس ائسوسيئيشن، حيدرآباد" ۽ "ايوان زراعت، حيدرآباد" طرفان آل پارٽيز ڪنوينشن سڏايو ويو ۽ ان ۾ ٺهراء پاس ڪري، "اختر حسين ڪاميٽيءَ" کي يڪدم ٽوڙڻ جو زوردار مطالبو ڪيو ويو. ٺهراءَ ۾ اهو موقف اختيار ڪيو ويو ته پاڻيءَ جي ورڇ اڳيئي، "سنڌ – پنجاب ائگريمينٽ" ۾ فيصل ٿيل آهي. پر جيڪڏهن انهيءَ ائگريمينٽ جي دائري کان ٻاهر ڪي ٻيا مسئلا آهن ته انهن لاءِ هڪ جڊيشل ٽربيونل مقرر ڪيو وڃي، جنهن جو سربراهه ڪو به مشرقي پاڪستاني هاءِ ڪورٽ جو جج هجي. ۽ سنڌ، بلوچستان، پنجاب ۽ سرحد جو هڪ هڪ عيوضي اُنجا ميمبر هجن. هوڏانهن پنجاب وارن ميمبرن تڙ تڪڙ ڪري اڌوري رپورٽ سنڌ ۽ سرحد وارن ميمبرن جي صحيحن کان سواء مٿي موڪلي ڏني. اتي "ون يونٽ" ٽٽو ۽ تاريخ 1 جولاء 1970 کان اڳوڻا صوبا سنڌ، بلوچستان، پنجاب ۽ سرحد وري نئين سر وجود ۾ آيا. پوءِ سنڌي آبادگارن جي اعتراضن جي پيش نظر سرڪار "اختر حسين ڪاميٽيءَ" جي رپورٽ قبول نه ڪئي، ۽ گورنرن جي ڪانفرنس پاڪستان جي پريزيڊنٽ صاحب ڏانهن سفارش ڪئي ته پاڻيءَ جي ورڇ بابت ٻي ڪاميٽي مقرر ڪئي وڃي.

[1] گورنر جي ڪانفرنس جي اها سفارش قبول ڪري. تاريخ 15 آڪٽوبر 1970ع تي پريزيڊنٽ صاحب هڪ ڪاميٽيءَ، مسٽر جسٽس فضل اڪبر جي سربراهيءَ هيٺ، مقرر ڪئي، ۽ هر صوبي جو هڪ عيوضي اُنجا ميمبر ٿيا.

ڪاميٽيءَ کي هيٺيان فرض سونپيا ويا:

(الف) ڪاميٽي سنڌونديءَ ۽ ان جي مددي ندين جي وهندڙ توڙي تلاءُن ۾ ڪٺو ڪيل. پاڻيءَ جي ورڇ بابت سفارشون ڪندي، ۽ ائين ڪرڻ ۾ هيٺين نقطن تي ڌيان ڏيندي:

(1) چئني صوبن کي ورڇ ۾ حصو ملڻ.

(2) "اندس واٽر ٽريٽيءَ" جا اثر.

(3) زير زمين پاڻيءَ جي موجودات ۽ ان کي نهري پاڻيءَ سان ملائي ڪٿب آڻڻ.

صوبن جي زراعت. ڪارخانن ۽ شهري ڪمن لاءِ پاڻيءَ جون ضرورتون.

(ب) جيڪا پاڻيءَ جي ورڇ منظور ٿئي. تنهن تي عمل در آمد ڪرڻ لاءِ طريقہ ڪار تجويز ڪندي.

اختر حسين ڪاميٽيءَ وٽ سنڌ جي طرف کان هيٺيون گهرون پيش ڪيون ويون آهن:

(ج) پاڻيءَ جي ورڇ "سنڌ – پنجاب ائگريمينٽ" جي بنياد تي ڪئي وڃي، ڇاڪاڻ تہ اها هڪ مڪمل ۽ پاڻيءَ جي ورڇ بابت ڌرين طرفان قبول ڪيل دستاويز آهي. اهڙيءَ طرح ستلج. راوي ۽ بياس ندين پارت کي ملڻ سبب. جيڪو پنجاب کي پاڻيءَ جو نقصان ٿيو آهي. سو "منگلا ڊئم" ۾ گڏ ڪيل پاڻيءَ جي ذخيري مان پورو ڪري. باقي واڌو پاڻي ائگريمينٽ ۾ ڏيکاريل حصن مطابق سنڌ سميت واسطيدار صوبن ۾ ورهائجي.

(د) ڪا بہ ڌر سنڌو نديءَ جو پاڻي "سنڌ -- پنجاب ائگريمينٽ" هيٺ ورڇ ۾ مليل انداز کان وڌيڪ نہ کڻي.

(هـ) چشمہ -- جهلم لنڪ واهہ ۽ تونسان پنجند لنڪ واهہ کي سنڌو نديءَ مان پاڻي نہ ڏنو وڃي. ڇاڪاڻ تہ اهي غير قانوني طرح ٺاهيا ويا آهن.

(و) پنجاب کي ورڇ ۾ ملندڙ پاڻيءَ ۾ . زير زمين پاڻيءَ جو جزو بہ حساب ۾ آندو وڃي. ۽ انهيءَ ڪري جيڪو نهري پاڻي بچي سو سنڌ کي ڏنو وڃي.

(ز) جيستائين ڪاميٽي آخرين فيصلو ڪري تيستائين جيڪا حالت "ون يونٽ" ٽوڙڻ جي اعلان وقت وجود ۾ هئي. سا چالو رهي.

سنڌ جي انهن گهرن خلاف پنجاب هيٺيون حجتون ڪاميٽيءَ اڳيان اٿاريون:

(ح) "سنڌ – پنجاب ائگريمينٽ" تي عمل ٿي نٿو سگهي. ڇاڪاڻ ته عيوضي جي رقم بابت فيصلو نه هئڻ سبب اها پنجاب طرفان قبول ٿيل ڪانه ڇئبي.

(ط) "انڊس واٽر ٽريٽي" بين الاقوامي دستاويز آهي، تنهنڪري "سنڌ – پنجاب ائگريمينٽ"، جيڪا به آهي سا، ان تي اثر انداز ٿي نه ٿي سگهي. اهڙيءَ طرح انهيءَ ٽريٽيءَ مطابق عمل ڪرڻو آهي.

(ي) پنجاب جيڪي وڏي خرچ سان پاڻيءَ بابت ترقيءَ جون ترڪيبون ڪيون آهن، تن کي سنڌن لاءِ رٿيل پاڻيءَ جي انداز کان محروم رکي نه ٿو سگهجي.

پر جيئن هيٺ ڏيکارجي ٿو، هن معاملي جي مٿي بيان ڪيل ڪيفيت جي روشنيءَ ۾. انهن حجتن کي ڪو به قانوني جواز ڪو نه آهي.

**حجت (ح)**

اهو درست آهي ته عيوضي جي رقم بابت سوال فيصلي طلب رهجي ويو آهي. مگر ائگريمينٽ تي سال 1945ع ۾ صحيحون ٿيڻ سان ئي ان جي پاڻيءَ بابت فقرن تي عمل شروع ٿي ويو، ۽ پنجاب طرفان ڪن جزوي دست درازيءَ جي واقعن کان سواءِ، "ون يونٽ" جي ٺهڻ تائين هلندو آيو. سال 1947ع ۾ هندستان جي ورهاڱي ۾ پنجاب ٽٽي به ٽڪرا ٿيڻ ۽ توڙي سال 1955ع ۾ پاڪستان جي الهندي حصي جي مختلف صوبن جي گڏجي "ون يونٽ" ٺهڻ جو به ان تي ڪو اثر ڪو نه پيو. تنهن کان سواءِ جڏهن 1953ع ۾ سنڌ وارن کي خبر پيئي ته پنجاب سرڪار "سنڌ – پنجاب ائگريمينٽ" جي خلاف آبپاشيءَ جون رٿائون رٿي رهي آهي. تڏهن مرڪزي اسيمبليءَ جي سنڌي ميمبر، مرحوم محمد هاشم گذدر، اسيمبليءَ جي سيشن ۾ انهن جي خلاف سخت لفظن ۾ احتجاج ڪيو. انهيءَ تي پاڪستان سرڪار سندس ڏي اوليٽر نمبر 53/(67) 19- P تاريخ 26 مارچ 1953ع ۾ سنڌ سرڪار کي يقين ڏياريو ته پنجاب سرڪار کي "سنڌ -- پنجاب ائگريمينٽ" کان ٻاهر ڪنهن به آبپاشيءَ جي ڪم ڪرڻ جي اجازت نه ڏني ويندي. نه فقط ايترو، پر خود مغربي پاڪستان "ون يونٽ" سرڪار پڻ اهڙو اعتراف پنهنجي هيٺين لکيتن ۾ ڪيو آهي:

(1) ليٽر نمبر 5/12-S.O.I& D(OP)/66

تاريخ 1967ع -12- 05 سيڪريٽري، ايوان زراعت، حيدرآباد ڏانهن

لکيل

(2) ليٽر نمبر 2-A/SO/ST/I& P/68 – 69

تاريخ 1970ع – 01- 06 سيڪريٽري جنرل، آبادگارس ايئسوسيئيشن ڏانهن لکيل.

(3) پريس نوٽ تاريخ 27 مئي 1970ع

انهيءَ حالت ۾، هر قانوني نقطي جي لحاظ کان "سنڌ – پنجاب ائگريمينٽ" عيوضي جي رقم بابت فيصلي نه هئڻ جي باوجود، ٻنهي ڌرين جي قبوليت حاصل ڪري چڪي، ۽ تنهنڪري ٻئي ڌريون ان سان ٻڌل آهن ۽ رهنديون.

**حجت (ط)**

اِهو به درست آهي ته "انڊس واٽر ٽريٽي" بين الاقوامي دستاويز آهي، پر جيئن مٿي فقرن نمبر 8 ۽ 9 ۾ ڏيڪاريل آهي، انهيءَ معاهدي جو موقعو پنجاب پاڻ پنهنجي غفلت سان پيدا ڪري ڏنو. جيڪڏهن پنجاب سرڪار "پارٽيشن ڪائونسل ۽ آربٽريل ٽربيونل" جي وجود واري وقت اندر اهو سوال اٿاري ها ته نڪي پاڪستان کان اهڙي طرح ستلج، راوي ۽ بياس ندين جو پاڻي وڃي ها، ۽ نڪو اهڙي معاهدي جو ڪو سوال اٿي ها. تنهنڪري، انصاف روءِ جيڪي به ٿيو، ان جو نتيجو به فقط پنجاب کي ڀوڳڻ گهرجي، پر ٻئي طرح به، جيئن مٿي فقري نمبر 9 ۾ ڏيڪاريل آهي چشمه – جهلم لنڪ واهه ۽ تونسا – پنجند لنڪ واهه "انڊس واٽر ٽريٽيءَ" هيٺ لازمي جزو نه آهن. تنهنڪري انهن بابت "سنڌ – پنجاب ائگريمينٽ" جي "انڊس واٽر ٽريٽيءَ" تي اثر جو سوال ئي نه ٿو اٿي.

**حجت (ي)**

جيئن مٿي حجت (ط) هيٺ ثابت ڪيو ويو آهي ته چشمه بئراج، چشمه – جهلم لنڪ واهه ۽ تونسا – پنجند لنڪ واهه ٿيئي غير قانوني طرح ناهيا ويا آهن. انهن ناهڻ سان، پنجاب هڪ طرف "سنڌ پنجاب ائگريمينٽ" جي خلاف ورزي ڪئي آهي، ته ٻئي طرف فقري نمبر 2 ۾ بيان ڪيل عالمي اصولن جي به ڀڃڪڙي ڪئي آهي. تنهنڪري پنجاب جا اهي عمل سنڌو نديءَ جي پاڻيءَ تي بيجا دخل (Trespass) جي مترادف آهن. اهو هڪ قانون جو فيصلو ٿيل اصول آهي ته بيجا دخل ڪندڙ کي دخل واريءَ ملڪيت تي ڪو به حق نه آهي. پوءِ ڀلي هن ڪئي انهيءَ جي سڌاري وغيره

بابت ڪيترو ئي خرچ ڪيو هجي. هڪ دفعو سو ثابت ٿئي ته دخل بيجا آهي، پوءِ دخل واريءَ ملڪيت جو سچو مالڪ، دخلڪار کي، بنا ڪنهن عيوضي ڏيڻ جي، بي دخل ڪرائڻ جو حقدار آهي. اهڙيءَ طرح حجت بہ ڪري پٽ پوي ٿي.

[12] "فضل اڪبر ڪاميٽيءَ" پنهنجي ڪم ۾ مصروف آهي. سنڌ ۽ پنجاب پنهنجا ڪيس ڪاميٽيءَ وٽ پيش ڪري چڪا آهن. پر، شايد ڪن رڪاوٽن سبب، ڪاميٽيءَ جو ڪم ايترو اڳتي نہ وڌيو آهي. جيترو وڌڻ کپندو هو. ٻئي طرف پنجاب چشمہ - جهلم لنڪ واهہ کولي سنڌو نديءَ مان پاڻيءَ کڻڻ شروع ڪيو آهي. انهيءَ ڪري سنڌ ۾ عام طرح پاڻيءَ جي گهٽتائي ٿي آهي. واهن تي وارا بندي ڪئي ويئي آهي ۽ هلندڙ ربيع جو فصل گهٽ قدر سوڪ هيٺ اچي ويو آهي. آثار اهڙا آهن تہ پنجاب شايد تونسا - پنجند لنڪ واهہ بہ جلد کولي سنڌونديءَ مان وڌيڪ پاڻي کڻي. اهو قدم تہ سنڌ کي بلڪل تباهيءَ هيٺ آڻي ڇڏيندو. ڇاڪاڻ تہ ايندڙ خريف جي پوک لاءِ پاڻي وقت سر ميسر نہ ٿيندو. تنهنڪري انصاف جي تقاضا آهي تہ جيستائين ڪاميٽي پنهنجو آخري فيصلو ڏئي، تيستائين اڳين حالت قائم رهي. پر هن وقت تائين انهيءَ باري ۾ بہ ڪجهہ ڪو نہ ٿيو آهي، جنهن ڪري سنڌي آبادگار نماڻو ٿي وينو نهاري.

[13] مٿي ذڪر ڪيل آبپاشيءَ جي رٿائن کان سواءِ هڪ ٻيءَ رٿا جو ڪم بہ هلندڙ آهي، اها آهي "تربيلا ڊئم" جا سنڌو نديءَ تي جوڙي پيئي وڃي. اول "اباب" اها رٿا چشمہ - جهلم لنڪ واهہ ۽ تونسا - پنجند لنڪ واهہ جي رٿائن سان گڏ منظوريءَ لاءِ موڪلي هئي. پر عالمي بئنڪ انهيءَ جي منظوري نہ ڏني. انهيءَ جو سبب اهو چيو وڃي ٿو تہ عالمي بئنڪ کي تسلي ٿي تہ ڀارت جي ٽن ندين ستلج، راوي ۽ بياس، جو پاڻي جيڪو پاڪستان کان ڇڏايو ويو آهي، تنهن کان گهڻو وڌيڪ پاڻي ٻين منظور ٿيل رٿائن وسيلي ميسر ٿيندو. جنهن ڪري انهيءَ رٿا جي ضرورت ڪا نہ هئي. مگر ڪجهہ وقت بعد "مغربي پاڪستان واپڊا" وري بہ اها رٿا منظوريءَ لاءِ موڪلي، جنهن ۾ ڏيکاريو ويو تہ انهيءَ سان سنڌ جي خاص ضرورتن لاءِ پاڻيءَ جي پورائي ڪئي ويندي. ظاهر آهي تہ "سنڌ - پنجاب ائگريمينٽ" موجب، انهيءَ رٿا لاءِ بہ سنڌ وارن سان صلاح ۽ انهن جي قبوليت وٺڻ ضروري هو. شايد جيئن تہ اها رٿا سنڌ جي ڀلائيءَ لاءِ ظاهر ڪئي ويئي هئي.

۾ حقيقت ۾ ”سنڌ – پنجاب ائگريمينٽ“ هيٺ بہ انهيءَ جي پاڻيءَ جو 75 في سيڪڙو سنڌ کي ملڻو آهي. عالمي بئنڪ انهيءَ رٿا جي منظوري سال 1964ع ۾ ڏني. پر هاڻي ائين پيو ڏسجي تہ پنجاب ”تربيلا ڊئم“ جي سموري پاڻيءَ تي پنهنجو حق جمائي ٿو. تنهنڪري سنڌ لاءِ اهو ضروري آهي تہ هن باري ۾ بہ پنهنجي حق جي حفاظت خاطر اڳواٽ تياري ڪري.

تتي ٿڌي ڪاه، ڪانهي ويل وهڻ جي،
متان ٿيئي اونداهہ، پير نہ لهين پرين جو.
شاهہ

كامريڊ غلام حيدر لغاري
كامريڊ غلام محمد لغاري

# ون يونٽ دوران سنڌ ۾ هارين جي حالت

(1) كامريڊ غلام حيدر لغاري (صدر هاري كميٽي ضلعو ٿرپاركر) جو هينئيون بيان هفتيوار سچائي ميرپور خاص 3 جون 1957ع ۾ شايع ٿيو:

ون يونٽ جي قائم ٿيڻ كان پوءِ هارين تي خوني حملا وڌي ويا آهن. هارين جون بيدخليون عام آهن. پوليس جا هارين تي بي انداز ظلم چالو آهن. هارين جو فصل ٻئي مٿا زميندار پيا كڻن. آفيسرن جي دماغن ۾ اينتري نه فرعونيت پريل آهي جو غريب هارين جي كابہ شنوائي كانہ ٿي ٿئي! پوليس جي ظلمن ۾ ڏينهن رات واڌارو ٿي رهيو آهي. هاري، وچولي كلاس جا آباد گار ۽ مزدور پيشہ ڏينهن رات مصيبت ۾ آهن. مهانگائي چوٽ چڙهيل آهي. ملڪ ۾ ڌاڙا، قربون ۽ بدامني عام آهي. اڳ بہ هارين تي ظلم ٿي رهيا هئا پر ون يونٽ جي قائم ٿيڻ كان پوءِ سنڌ جي اندر هارين تي بي انداز ظلم وڌي ويا آهن! انهيءَ جو سبب هي آهي تہ هاري غريب لاهوري سركار تائين پهچي نہ ٿا سگهن. وزير جيستائين هئا سي پنهنجن كرسين جي بچائڻ جي ڳڻتي ۾ هئا اهوئي سبب آهي جو ضلعن توڙي ڊويزن تي جيكي آفيسر مقرر كيا ويا آهن سي گهڻو كري نہ سنڌ جي عوام جي ڏكن سورن كان غير واقف آهن. هو سنڌن خوشامدي زميندارن ۽ اسيمبلي ميمبرن جا خاص چاڙتائي پيا مائٽهن كي آزارين!!

اهوئي سبب آهي جو ون يونٽ ٿيڻ كان پوءِ وڏيرن جو دماغ خراب ٿي ويو آهي جنهن جي كري كيترا هاري زميندارن جي گولين جو نشانو پي بڻيا آهن ۽ الٽو هنن كي جيل ۾ بہ موكليو پي ويو آهي. هاري ۽ غريب ڏينهن رات مصيبت ۾ ورتل آهن. سركار جي اها حالت آهي جو هن مهانگائي ۽ هارين تي ٿيندڙ ظلمن لاءِ كوبہ تحرك نہ وٺي سگهي آهي. غريب ڳوٺاڻا اڄ بہ وڏيرن جي پاليل چورن جي ظلمن كان آجا نہ ٿيا آهن. هارين جا ٻچا ڍڳو ڍور هر پانجاري توڙي عزت عصمت بہ محفوظ نہ آهي. انهي جو

خراب نتيجو جتي هاري لوڙي رهيا آهن انتي انهيءَ جو سرڪار تي به اثر پئجي رهيو آهي، جو ملڪ ۾ اناج جي پئدائش ڏينهون ڏينهن گهٽجي رهي آهي. انهن حالتن کان سواءِ بي زمين الاٽي مهاجرن کان زمينون ڦري ڪليمي مهاجرن کي ڏنيون پيون وڃن. جنهن ڪري الاٽي هارين ۾ سخت تشويش آهي. اهي ڪليمي زميندار هارين کي پوليس جي معرفت لوڏي بيدخل ڪري رهيا آهن. ۽ روز نوان جهڳڙا ٿي رهيا آهن. الاٽي هاري جن اهي زمينون ڏهن سالن کان آباد ڪيون آهن، جتي هزارين رپيا غريب هارين جا خرچ ٿيا آهن ۽ اهي زمينون هنن جي گهرن جي پير ۾ آهن يا هنن الاٽي هارين انهن زمينن ۾ گهر ٺاهيا آهن. ڪيترن الاٽي هارين باغ به رکيا آهن. هاڻي هنن کي بيدخل پيو ڪيو وڃي. جنهن جي ڪري هزارين الاٽي هاري مصيبت جي منهن ۾ ورتل آهن. انهي جو بهتر حل آهي ته اهي زمينون الاٽي هارين کي آسان قسطن ۾ ڏنيون وڃن ۽ ڪليم وارن کي نقد معاوضو ڏنو وڃي. يا هنن کي سرڪاري زمينون ڏنيون وڃن ۽ غريب هارين تان ظلم لاٿو وڃي. ملڪ ۾ هارين تي ٿيندڙ ظلم لاءِ ترت بي رياءُ ججن جي هڪ تحقيقاتي ڪميٽي قائم ڪئي وڃي. ۽ هارين تي ٿيندڙ ظلمن جي خاتمي لاءِ سخت قدم کنيا وڃن.

(2) ڪامريڊ غلام محمد لغاري جو هيٺيون خط هفتيوار "آزاد" ڪراچي 24 جولاءِ 1967ع ۾ شايع ٿيو:

سنڌ جي تباهه حال هاري جي حالت قابلِ رحم آهي. هڪ طرف هندن ۽ سکن جون ڇڏيل زمينون جن کي هن ورهين کان آباد ڪيو، منجهن باغ رکيا، گهر ٺاهيا. آبادي کي وڌايو ۽ پوکيو اهي زمينون مقامي هارين توڙي غير ڪليمي مهاجر هارين کان ڦري ڪليمنٽن کي ڏنيون ويون آهن. ڪليمن وارن نون زميندارن اصلي هارين کي بيدخل ڪري برباد ڪرڻ لاءِ هارين تي ڪوڙا ڪيس ۽ ڦڏا هڪ طرف ڪرڻ شروع ڪيا آهن ته ٻئي طرف وري مقامي سنڌي وڏيرن، پاٽاريدارن کي سستي اگهه تي اهي زمينون وڪيون آهن يا مقاطعن تي ڏنيون آهن. اهي وڏيرا اڳي سنڌين کي مارڻ ۾ اڳتي هوندا آهن. تن به هارين تي ظلم شروع ڪري ڏنا آهن. ڪيتريون سريندڙ زمينون آهن جيڪي هنن ڪليمنٽن کان ڪوڙن ڪليمن جي ڪري ڇڏايون ويون هيون سي به خريد ڪرڻ جو حق هنن ڪليمنٽن کي آهي. اهي زمينون ڪيترن ڪليمنٽن خريد ڪيون آهن، ڪيترن وري مقامي وڏيرن کي وڪڻي قبوليتون لکي ڏنيون آهن. جيڪي وري اصلي ويٺل هارين کي بي دخل

ڪري رهيا آهن. اهو سجو ظلم هارين سان سر زمين سنڌ اندر آهي حالانڪ پنجاب اندر اهڙن هارين کي متبادل زمينون ڏنيون ويون آهن. مگر سنڌ جو هاري پيڙجي رهيو آهي . سندس پرسان حال ڪو بہ ڪونہ آهي.

ٻئي طرف ٻئراجن جون سرڪاري زمينون ٻاهرين کي نيلامي انعام اڪرام طور ڏنيون پيون وڃن. ٻاهرين جي يلغار سنڌ جي سر زمين تي آهي.

زرعي اصلاحات هيٺ جيڪي بيڪار زمينون هارين کي ڏنيون ويون هيون. سي بہ غير آباد هجڻ ڪري هارين کان ڇڏايون پيون وڃن. جو هي غريب انهيءَ زمين جون قسطون نہ ڏئي سگهيا آهن. چاڪاڻ تہ زمينون سخت مهانگيون آهن. اهي زمينون بہ نيلام ڪيون پيون وڃن. هارين جو ڪو ڏڻي سائين ڪونہ آهي. سنڌ جي هارين جا ليڊران ڪرام هارين جي ڪم بجاءِ پنهن ڪمن کي اوليت پيا ڏين. "سارے جہاں کا درد ہمارے جگر میں ہے۔" وارو حال آهي.

سنڌ جا اسيمبلي ميمبر جيڪي وڏيرا، مير، پير، سيد، رئيس، سردار ۽ سينيون آهن تن جو اهو حال آهي جو هو پنهنجي زميندار طبقي جون ڏلون بہ نہ گهٽارائي سگهيا آهن. بئنڪن جي قرضن ۾ سنڌ جون زمينون نيلام ٿي رهيون آهن. رشوت جي بازار گرم آهي. ڪامورا ڪين ڪجهہ نٿا سمجهن. پاڻي جي لاءِ انجنيرن اڳيان ٽوپيون لاهيو وينا آهن. مگر ڪا بہ شنوائي نٿي ٿئي. اهوئي حال ٻين محڪمن جو آهي.

چورن جي ظلم کان غريبن جي رلهي بہ سلامت نہ آهي، نہ ڍڳو ٻڇيل آهي. ضلع ٿرپار ڪر م تازو هڪ پرڳڙي رئيس جو ٻن لکن جو ڌاڙو لڳو. مگر اجا تائين ڌاڙي جو ڪو پتو ڪو نہ آهي. انهيءَ ڌاڙي جي ڪٽ ست جي ڪري ڪنهن بہ غريب جي عزت سلامت نہ آهي. بجلي ڪمپنيءَ جو اهو حال آهي جو ميرپور خاص کان ڏهن ميلن تي بجلي نٿي پهچائي وڃي. "ڏنو پٽ ڇٽي" جو لڳو پيو آهي.

# ون يونٽ دوران
# سنڌ جا سرسبز ٻيلا ختم ڪيا ويا!

جڏهن سنڌ جي اندر ٻيلا قائم هيا تڏهن سنڌ ۾ برساتيون پونديون هيون. فصلن کي مدد ملندي هئي جو تمام فصل سنا ٿيندا هئا ۽ جهنگ جهر سرسبز ۽ سائو رهندو هو. ڪوهستاني ۽ ريگستاني علائقا آباد ۽ سرسبز ٿيندا هئا جنهن ڪري هتان جي ماڻهن ۽ مال لاءِ وڏي خوش حالي پيدا ٿيندي هئي ۽ اندروني زرعي علائقن کي بہ وڏي مدد ملندي هئي. بيماري وغيره گهٽ ٿيندي هئي ۽ ڪاٺ جي ضرورت، ڪافي حد تائين پوري ٿيندي هئي. جيتوڻيڪ انهيءَ زماني ۾ قيمتي ڪاٺ جي پوکڻ تي ڪنهن ڌيان ڪونہ ڏنو هو تنهن هوندي بہ سنڌ جي ضرورت پوري ٿيندي هئي. سنڌ جا ٻيلا 1885ع کان 1887ع واري عرصي ۾ قائم ٿيا هئا. انهن جي قائم ڪرڻ جو مقصد اهو هو تہ ملڪ ۾ وڌندڙ بيمارين ۽ سوڪهڙي جي روڪ ٿام ڪئي وڃي. اهڙا گورنمينٽ جا نوٽيفڪيشن، گورنمنٽ ريزوليشن گورنمينٽ وٽ موجود آهن جن ۾ ڏنو ويندو تہ جڏهن ٻيلن جي قائم ڪرڻ جو منصوبو تيار ڪيو ويو هو تہ انهيءَ ۾ اهي سڀ ڳالهيون ۽ ضرورتون مدِ نظر رکيل هيون. انهيءَ ڪانسواءِ مالداري جي پالنا جنهن مان سٺي قسم جي غذا پيدا ٿئي. انهيءَ ضرورت کي بہ نظر ۾ رکندي ٻيلا قائم ڪيا ويا هئا مگر ون يونٽ ٺهڻ کان پوءِ ايوب شاهي جي زماني ۾ سنڌ جي هر انهي شئي کي پنهنجي مقصدن لاءِ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. انهيءَ مقصد تحت اول تہ نوان نوان کاتا ٺاهيا ويا انهن محڪمن ۾ پنهنجا هٿ ٺوڪيا آفيسر رکيا ويا. ايگريڪلچرل ڊيولپمينٽ. زرعي ترقياتي ڪارپوريشن. صنعتي ترقياتي ڪارپوريشن ۽ واپڊا جهڙا محڪما ٺاهي لاهور ۾ تن جا هيڊ ڪوارٽر قائم ڪيا ويا اتان وٺي آفيسرن جون پرتيون ڪيون ويون ۽ سنڌ جي زمين تي قبضي ڪرڻ جا منصوبا تيار ڪيا ويا ۽ هڪ اي- ڊي سي فاريسٽ جدا ٺاهي وئي انهيءَ بنياد تي تہ پاڪستان جي اندر قيمتي ڪاٺ نہ آهي جيڪو ٻاهران ٻين ملڪن مان

گهرائڻو پوي ٿو ۽ ملڪ ۾ بيمار وڏندڙ آهي جنهن ڪري قيمتي وڻ پوکي ٻيلا قائم ڪجن جنهن مان ٻين فائدن سان گڏ اهو فائدو ٿيندو ته ملڪ جي خشڪ سالي ختم ٿيندي. اهو منصوبو افوريٽيشن اسڪيم تحت 1962ع ۾ تيار ڪيو ويو.

پهريون منصوبو ڪوٽڙي بيراج لاءِ هو ۽ ٻيو منصوبو 1965ع ۾ گڊو براج لاءِ تيار ڪيون ويو. انهيءَ اسڪيم کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ ڪروڙين روپين جي بجيٽ تيار ڪئي وئي انهيءَ بجيٽ مان ڪجھ نالي ماتر سنڌ ۾ قيمتي وڻن جا پلانٽ لڳايا ويا يا رڪارڊ تي ڏيکاريا ويا مگر خرچ سنڌ صوبي تي نه ڪيو ويو ۽ اهو سڄو خرچ پنجاب صوبي ۾ ڪري قيمتي وڻ پوکي ٻيلا قائم ڪيا ويا ۽ زرعي يونيورسٽي پنجاب ۾ قائم ڪئي وئي مگر سنڌ جي ٻيلن کي ختم ڪري پنهنجي مقصدن خاطر زرعي زمين ٺاهي ٽريڪٽرن سان هموار ڪري ناجائز منافعا حاصل ڪندا رهيا ۽ هن اي- ڊي- سي جو چيرمين ملڪ حق نواز هو جيڪو ڏسڻ ۾ وڏو عابد نظر ايندو هو پر حقيقت ۾ سنڌ ۽ سنڌين سان وڏو تعصب رکندو هو. سنڌ جي ترقيءَ لاءِ سندس ڪڏهن به دل نه چاهيندي هئي فقط سنڌ جي زمين حاصل ڪرڻ جو فڪر هوندو هوس. ڪوٽڙي بيراج جي ٻيلن جي ڪيتري ايراضي ٻيلن کان محروم ڪئي وئي. انهيءَ جي خبر ناهي باقي گڊو براج جا ٻيلا جيڪي ختم ڪيا ويا آهن ۽ اها زمين ٻاهرين ماڻهن کي ڏني وئي آهي انهن جو ڪجھ مختصر تفصيل هيٺ ڏجي ٿو ۽ ريڪارڊ ڏنو ويندو ته ڪهڙي طرح آفيسرن اڳين حڪومتن جي دور ۾ بيقاعدگيون ڪيون آهن ۽ انهن بيقاعدگين ۾ گڊو براج جي ڪالونائيزيشن آفيس به شامل آهي. درحقيقت ٻيلن واري زمين اڳ 1885ع ۾ يا ان کان اڳ لوڪل ماڻهن جي قبولي زمين هئي جنهن جو رڪارڊ سيٽلمنٽ رڪارڊ آفيس ۾ موجود پيو آهي. جيڪڏهن زرعي زمين ٻيلن کي بنائڻو هو ته تڏهن به پهريون حق انهن ماڻهن جو هو جن جون زمينون هيون يا مستحق بي زمين لوڪل هارين جو حق هو جن جي ضرورت پوري ڪئي وڃي ها پر ائين نه ڪيو ويو.

اچا به جيڪڏهن رڪارڊ ڏنو ويندو ۽ جانچ ڪئي ويندي جنهن مان حقيقت معلوم ٿيندي ته مٿي ڄاڻايل ايراضي ڪانسواءِ بي به ايراضي ظاهر ٿيندي. در حقيقت گڊو براج اي- ڊي- سي ۾ ڏيڊلڪ ايڪڙ زمين افوريٽيشن اسڪيم تحت به ٻيلن جي زمين ڏني وئي ته جيئن بهترين ۽ جديد قسم جا

| نمبر | ڳوٺ | ايراضي | تعلقو | ضلعو |
|---|---|---|---|---|
| 1 | دبر | 2500 | روهڙي | سکر |
| 2 | روهڙي | 8500 | روهڙي | سکر |
| 3 | ٻهاب | 125 | پنوعاقل | سکر |
| 4 | ٻڌ | 150 | پنوعاقل | سکر |
| 5 | جاجڻي | 300 | پنوعاقل | سکر |
| 6 | ڪتا | 2000 | پنوعاقل | سکر |
| 7 | صالحاڻي | 5069 | پنوعاقل | سکر |
| 8 | سعيد پور | 5781 | پنوعاقل | سکر |
| 9 | هنگورو | 1909 | پنوعاقل | سکر |
| 10 | سنڌراڻي | 400 | گهوٽڪي | سکر |
| 11 | لالوورالي | 700 | " " " | سکر |
| 12 | ولو مهر | 3000 | " " " | سکر |
| 13 | جهانپور | 3500 | " " " | سکر |
| 14 | ٻنڌ | 1200 | " " " | سکر |
| 15 | سمون واهه | 3000 | " " " | سکر |
| 16 | گهوٽڪي | 6000 | " " " | سکر |
| 17 | ڳڙهي حليم | 2100 | سکر | سکر |
| 18 | ڪوٽ سلطان | 18000 | شڪارپور | سکر |
| 19 | ڳڙهي ياسين | 15000 | ڳڙهي ياسين | سکر |
| 20 | نرلي | 1400 | اوٻاوڙو | سکر |
| 21 | رنگو | 1100 | " " " | سکر |
| 22 | رائونتي | 2220 | " " " | سکر |
| 23 | رهڙڪي | 1700 | " " " | سکر |
| 24 | جهانور | 2700 | " " " | سکر |
| 25 | وسطي | 2250 | " " " | سکر |
| 26 | جروار | 3000 | ميرپور ماٿيلو | سکر |
| 27 | اتل | 1100 | " " " | سکر |
| 28 | اسلام | 2100 | " " " | سکر |
| 29 | آباد | 1000 | جيڪب آباد | جيڪب آباد |
| 30 | ملڪيت سرڪاري | 200 | " " " | " " " |
| 31 | محرانپور | 700 | " " " | " " " |
| 32 | شيرڳڙ | 800 | ڪنڌ ڪوٽ | " " " |

ٻيلا پوکيا وڃن مگر نام نهاد اڳين حڪومتن جي دور ۾ ڪامورا شاهي ناجائز فائدي حاصل ڪرڻ لاءِ ملڪ کي تباهي جي ڪناري تي بيهاريو. خاص ڪري سنڌ کي. جو اڄا تائين موجوده عوامي حڪومت کي سڌارڻ مشڪل ٿي پيو آهي جو اڳيون پئسو سنڌ ۾ ڪامورن ڪوڙا منصوبا ڏيکاري ڪائي چڙهيو يا وري پنجاب ۾ وڃي خرچ ڪيو ۽ لکين روپيا ڪمائي ناجائز ملڪيتون ٺهرايون آهن. هي سڀ ڪجهه غير قانوني ڪيو ويو آهي جو فاريسٽ ائڪٽ 1927ع ۾ ۽ فاريسٽ مينيول ۾ آهي ته گورنمنٽ ڪان ڊي فاريسٽ ڪرائي نوٽيفڪيشن جي رستي عام پڌرائي ڪري لوڪل ماڻهن کان اجازت وٺي بعد ۾ ٻيلا رد ڪيا وڃن. پهريون حقدارن کي حق ڏنا وڃن. ون يونٽ کانپوءِ جي حڪومت جو اهم فرض آهي ته مٿين ٿيل بيقاعدگين تي انڪوائري مقرر ڪري انهن ڪامورن مان جيڪڏهن ڪو نوڪري ۾ آهي ته انهن کي سخت سزا ڏني وڃي ۽ ٻيلن کي بحال ڪري انهن ۾ قيمتي وڻ لڳايا وڃن جيئن ملڪ جي آب هوا ۽ قيمتي ڪاٺ ۽ ٻيون ضرورتون پوريون ٿين ۽ رڪارڊ ڏنو ويندو ته 21 نومبر 1949ع ۾ گورنر ويسٽ پاڪستان لاهور آرڊر ڪيو آهي ته وڏيڪ ٻيلا ختم نه ڪيا وڃن. انهيءَ جي باوجود ون يونٽ ٽٽڻ ڪان پوءِ به سعيد پور، صالحائي ۽ هگورو ٻيلو جن جي اٽڪل ايراضي12000 ايڪڙ ٿئي ٿي. 31 مئي 1971 تي ڏنا ويا آهن اهو رڪارڊ ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته اسان کي اڳين حڪومت زمين ڏئي وئي آهي. در حقيقت ائين نه آهي مگر چند آفيسرن جن ۾ ڊائريڪٽر گڏو براج، اي- ڊي- سي، ڊويزنل فاريسٽ آفيسر، ڪالونائيزيشن آفيسر گڏو براج ۽ ويلفيئر ايسوسي ايشن جو آفيسر جن ويهي ٻيلن کي ختم ڪري ۽ پنهنجي مقصدن لاءِ زمين حاصل ڪئي آهي جن مان ناجائز فائدا حاصل ڪن ٿا. ڪالوني نقطهٔ نگاهه سان ٻيلن کي ختم ڪرڻ جو حق گورنمنٽ رکي ٿي نه اي- ڊي- سي کي ڪو قانوني حق آهي ڇو ته اي ڊي سي گورنمنٽ نه آهي بلڪ هڪ سيمي گورنمنٽ آهي جيڪا هڪ ڪمپني جو مثال رکي ٿي تنهنڪري اي- ڊي- سي کي ٻيلن ختم ڪرڻ جو ڪوبه قانوني حق نه آهي.

(هفتيوار "آزاد" ڪراچي 25 ڊسمبر 1972ع)

يوسف لغاري

# ون يونٽ دؤر ۾ سرڪاري نوڪرين جو مسئلو

[ هيٺيون مضمون محترم يوسف لغاري ون يونٽ دؤر ۾ "سرڪاري نوڪريون ۽ سنڌي سرڪاري ملازم" جي عنوان سان لکيو ۽ پمفليٽ جي صورت ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ]

## سرڪاري نوڪرين جي اهميت:

سنڌ جا عام ماڻهو جُڳن کان جهالت ۽ غريبيءَ جو شڪار پئي رهيا آهن. ملڪ جي وڏي ۾ وڏي دولت زمين آهي، جا ٿورڙن ماڻهن وٽ آهي. واپار فقط شهرن ۾ آهي ۽ عام غريب ماڻهن جي پهچ کان ٻاهر آهي. ان ڪري جيڪڏهن ڪو ماڻٽ چاهي ٿو تہ سندس ٻچو سقيم ۽ عذاب جهڙيءَ زندگيءَ مان نڪري، ڪجهہ ترقي ڪري، تہ ان لاءِ اميد جي فقط هڪڙي دري کليل آهي: ٻچي کي پڙهائي، سرڪاري نوڪري ڏيارجي!

عام سنڌيءَ لاءِ تعليم ۽ نوڪري ٻہ لازم ملزوم ڳالهيون آهن. هو پيٽ تي پٿر رکي، ڪشالا ڪاٽي، ٻچي کي پڙهائي انهيءَ اميد تي ٿو، تہ امتحان پاس ڪرڻ کان پوءِ، سندس ٻچو نوڪري ڪري سگهيو ٿيندو، ۽ مائٽن لاءِ ٻڍاپي جو اجهو ٿيندو.

اٽڪل 95 سيڪڙو سنڌي شاگرد انهيءَ اميد سان پڙهن ٿا تہ تعليم پوري ڪري، ڪا نوڪري حاصل ڪري، سکي زندگي گذاريندا.

سرڪاري نوڪرن جا پگهار، سرڪار عام ماڻهن کان ڍلون وٺي ڏئي ٿي. سنڌ جا 50 لک ماڻهو پنهنجي حصي جون ڍلون ڀرين ٿا ۽ انهيءَ جا حقدار آهن تہ انهن ڍلن مان جيڪي نوڪريون هلن ٿيون ۽ پيدا ٿين ٿيون، تن مان حصي رسيءَ سان سندن ٻچن کي بہ حصو ملي. تنهن کان سواءِ سرڪاري نوڪريون اثر ۽ طاقت جا ننڍا وڏا سرچشما آهن. اهو لازمي آهي تہ حڪومت جي اثر ۽ هلنديءَ، نفعي ۽ نقصان پهچائڻ جي ذريعن تي حصي رسيءَ آهر سيني علائقن جي ماڻهن جو قبضو هجي تہ جيئن هو پاڻ کي ڪنهن جي رعيت نہ، پر حڪومت ۾ ڀاڱي ڀائيوار سمجهن، ۽ جي چاهين تہ پنهنجي

علائقي جي مفادن جي حفاظت ۽ انهيءَ جي مسئلن جو علاج ڪري سگهن.

## انگريز دؤر ۾ نوڪريون

پاڪستان کان اڳ انگريزن جي راڄ خلاف. ملڪ جي ٻين ماڻهو وانگر، سنڌين جي نفرت جو پڻ هڪ مکيه سبب هيءَ هو ته ملڪ جي نوڪرين جو خرچ سنڌي عوام ڀريندا هئا. پر نوڪرين ماڻڻ وارا ۽ اختيار هلائڻ وارا انگريز هوندا هئا. ان بعد جڏهن انگريزن پنهنجي پاليسي ڪجهه بدلائي، تڏهن وري عام شڪايت اها هوندي هئي ته مسلمانن جي جهالت ۽ پستيءَ کي بهانو بنائي. مسلمان سنڌين کي نوڪرين کان محروم ڪيو ويو ٿي ۽ سموريون نوڪريون دولتمند سنڌي هندن کي ڏنيون ويون ٿي. ان باري ۾ جڏهن به اعتراض ڪيو ٿي ويو ته جواب اهو ٿي مليو ته "هيءَ لياقت جي ڇنڊ ڇاڻ آهي. جيڪو وڌيڪ لائق هوندو، تنهن کي نوڪري ملندي." "سنڌي مسلمان اڻ لائق آهن، تنهن ۾ سرڪار جو ڪهڙو قصور؟" حالانڪ انهن لائقن ۽ قابلن جا پگهار سنڌ جا اهي اڻ لائق ۽ جٽ هاري ۽ زميندار ئي ڀريندا هئا.

انهيءَ دور ۾ عام سنڌيءَ کي پنهنجي وطن ۾ نوڪرين کان محروم رکڻ جي انگريزن واريءَ پاليسيءَ کي جنهن ڳالهه سڀ کان وڏي پشتي ڏني، سا هيءَ هئي ته سنڌ کي صوبائي خود اختياريءَ کان محروم ڪري. ڪيس بمبئيءَ جي حوالي ڪري ڇڏيو ويو هو. طاقت جو سرچشمو ۽ نوڪرين ڏيڻ جو مرڪز پري هئڻ ڪري، عام سنڌي مسلمانن لاءِ نوڪرين جا دروازا سدائين بند هئا. ۽ جيستائين 1936ع ۾ سنڌ جي عوام جدوجهد هلائي، سنڌ جي ڳچيءَ ۾ پيل بمبئيءَ جي تابعداريءَ جو ڳٽ ڀڃي، صوبائي خود مختياري حاصل ڪئي، تيستائين سرڪاري نوڪريون ذري گهٽ سموريون دولتمند ۽ هلنديءَ وارن هندن جي هٿ ۾ وڃي چڪيون هيون.

## صوبائي خود مختياريءَ کان پوءِ:

صوبائي خود مختياري حاصل ڪرڻ کان پوءِ. آهستي آهستي عام سنڌين لاءِ نوڪرين جون ڀهرين ڳڙڪيون ۽ پوءِ نڊيا در کلڻ لڳا. 1945ع ڌاري وڏي پيماني تي عام سنڌين کي نوڪرين ڏيڻ جي مهم شروع ٿي ويئي هئي. ۽ اميد هئي ته اڳتي هلي، ٿوري عرصي ۾ سنڌي مسلمان نوڪرين ۾ پنهنجا حق حاصل ڪري سگهندا.

## 1947ع کان پوءِ:

1947ع واريءَ لڏ پلاڻ کان پوءِ سنڌي کي نوڪرين جو چڱو موقعو مليو. ۽ ون يونٽ ٺهڻ تائين چڱيءَ حد تائين سنڌ جون نوڪريون سنڌين کي ملي ويون. البت هڪ ڳالهه ٿي هئي. جو وقت جي ڪوتاهه نظر وزارتن. پنهنجين ننڍڙين ننڍڙين پتڪڙين ۽ خسيس هلتن سبب ڪيترن ئي سنڌي سرڪاري نوڪرن کي پڪو نه ڪيو. جنهن جي ڪري اڳتي هلي سنڌ جي ملازم طبقي کي هيڪاري ڪاباري ڌڪ لڳو.

## صوبائي خود مختياري کسجڻ کان پوءِ:

1955ع ۾ ون يونٽ ٺهڻ وقت هين ڳالهين سان گڏ اها قانوني خاطري ڏني ويئي. ته جن صوبن جي خود مختياري کسي ٿي وڃي. تن جي ملازمن جا ون يونٽ بعد به اهي ساڳيا حق رهندا. جيڪي کين اڳي هئا. پر اڳتي هلي ظاهر ٿيو ته اها خاطري ملازمت ۾ آئنده ترقيءَ ۽ اضافن سان ۽ پڻ ملازمت جي آئنده آسامين سان لاڳو نه هئي. جنهنڪري سنڌ جي سرڪاري نوڪرن جي مقررين ۽ اضافن وغيره کي ون يونٽ بعد جيڪو زبردست ڌڪ لڳي ويو. تنهن جي ڪنهن تدارڪ ڪرڻ کان ملڪ جون وڏيون عدالتون به عاجز ٿي پيون.

ون يونٽ کان پوءِ 10 سالن ۾ سنڌين کي سرڪاري نوڪرين بابت سچ پچ ته جيڪو تجربو ٿيو آهي. سو نهايت مايوس ڪندڙ آهي. عام سنڌي سرڪاري نوڪر پاڻ کي بي سلامت. ويچارو ۽ غير سنڌي آفيسرن ۽ سياسي هستين جي رحم ۽ ڪرم جو محتاج سمجهڻ لڳو آهي. اڄ سندس ذهنيت وري اهڙي بزدليءَ. محتاجيءَ ۽ غلاميءَ جي ٿي پيئي آهي. جهڙي اڳ ديسي ڪاموري جي يورپي آفيسرن اڳيان هوندي هئي.

پاڪستان. اولهه پاڪستان بلڪ خود سنڌ اندر سرڪاري نوڪرين ۽ سرڪاري نوڪرن جي حالت ۽ حيثيت تي نظر وجهبي. ته هيٺيون ڳالهيون بلڪل چٽيون ۽ ظاهر نظر اينديون:

## مرڪزي ملازمت:

فوج: فوجي نوڪرين ۾ سنڌ جو حصو ڪونهي. پاڪستان جي بجيٽ جو 60 کان مٿي سيڪڙو بجاءِ ۽ فوج تي خرچ ٿئي ٿو. اڄ نوڪرين جو

وڏي ۾ وڏو مرڪز فوج آهي، جتي گهڻي ۾ گهڻيون نوڪريون آهن ۽ گهڻي ۾ گهڻي اصلي طاقت رهي ٿي. سالن جي مطالبي جي باوجود پاڪستاني فوج ۾ سنڌ جي ڪا به ريجمنٽ ڪانهي. گذريل جنگ جي هڪڙي سيڪٽر ۾ سنڌ جي ذري گهٽ بي هٿيار ماڻهن، ڪنن حالتن ۾ اٽانگن هنڌن تي، دليريءَ، قوت برداشت، مقابلي جي هنر، قابليت ۽ سرفروشيءَ جا جيڪي جوهر ڏيکاريا، تنهن کان پوءِ اِهو پراڻو افسانو ته سنڌي سٺا سپاهي نه آهن، سو بلڪل من- گهڙت ثابت ٿي چڪو آهي. ان کان سواءِ به، سنڌ جي ماڻهن جي حوصلي، همت ۽ بهادريءَ جي صفتن کي ڪنهن ثابتيءَ جي ضرورت نه آهي. پنهنجي ملڪ ۽ قوم لاءِ هر ڪنهن کي جان جي بازي لڳائڻي ئي پوي ٿي. سنڌ جي ماڻهن کي انگريزن فوج ۾ رڳو انهيءَ ڪري داخل نه ڪيو، جو سنڌ جي ماڻهن تي هنن کي اعتبار ڪونه هو. هاڻي به رڳو اعتبار جي ڳالهه آهي، نه ته فوجي لياقت ڪنهن جي مخصوص ورثي جي شيءِ ڪانهي.

پاڪستاني هٿيار بند فوجن ۾ داخلا لاءِ ويل سنڌي جوانن کان عام طور اها شڪايت ٻڌڻ ۾ ايندي رهندي آهي ته سندن ڪا به همت افزائي نه ڪئي ويندي آهي، ۽ کين ائين محسوس ڪرايو ويندو آهي، ڄڻ ته هو ڪنهن غلط ۽ پرائي جڳهه ۾ گهڙي ويا هجن. انهيءَ احساس جا سبب ڪئي ڪهڙا به هجن، صحيح يا غلط، پر انهيءَ احساس جي سگهي موجودگي ئي سنڌ جي ماڻهن ۽ نوجوانن کي مايوس ۽ دل شڪسته ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي. وقت آيو آهي ته سنڌين کي پنهنجي وطني فوج ۾ پنهنجي خاص حصي ڏيڻ جي آڏو ڪنهن به قسم جي غلط نظرين هيٺ ڪي به رڪاوٽون بحال رهڻ نه ڏنيون وڃن، ۽ بنهه پهرئين ۽ بنيادي قدم طور جيئن فوج ۾ پنجاب رجمينٽ، بلوچ رجمينٽ، بنگال رجمينٽ موجود آهن، تيئن سنڌ رجمينٽ به فوراً قائم ڪئي وڃي. فوج جي نوڪرين ۽ فوجي طاقت ۾ سنڌين کي سندن جائز حق ۽ حصو حاصل ٿئي، ان لاءِ اها گهڻ ۾ گهڻ ضرورت آهي. جيڪا ڪنهن به صورت ۾ پوري ٿيڻ کپي. وطن جي حفاظت ڪرڻ سنڌ ۽ سنڌين جو به اهڙو ئي فرض آهي، جهڙو ملڪ جي ٻين حصن ۽ انهن جي رهواسين جو.

## اعليٰ مرڪزي نوڪريون:

پاڪستان جي مرڪزي ملازمت ۾، آدمشماريءَ موجب، سموري پاڪستان جي هر ويهن آفيسرن مان هڪڙو سنڌي هئڻ کپي. پر سي. ايس.

پي (C.S.P)، ۽ ٻين مرڪزي اعليٰ ۽ ادنيٰ ملازمتن ۾ سنڌ کي نه رڳو پورو وهنوار پلئه نه پيو آهي. ۽ نه رڳو پنهنجي جائز حصي جي مقابلي ۾ جڻ ته ڪجهه به نه ڏنو ويو آهي. پر جيڪا خسيس ناانصافيءَ واري ڪوٽا مقرر ٿي ٿئي، تنهن تي به سنڌي ماڻهن بدران غير سنڌين کي سنڌي ڄاڻائي مقرر ڪيو ويو آهي ۽ ڪيو وڃي ٿو. تازو جڏهن انهيءَ باري ۾ واسطيدار اختياريءَ وارن کان رکي رکي، ڪجهه پڇا ٿي. تڏهن پڌايو هئائون ته ڪيترن ئي غير سنڌي آفيسرن کي سي. ايس. پي (C.S.P)، گريڊ ۾ سنڌ جي ڪوٽا ۾ شمار ڪيو ويو آهي. جڏهن انهيءَ ۽ ٻين مرڪزي ملازمن جا پورا انگ اکر گڏ ٿيندا. تڏهن پورو پتو پوندو ته سنڌ سان انهيءَ سلسلي ۾ ڪيتري زماني کان ڪيڏي وڏي ناانصافي ٿي رهي آهي. انهن تفصيلي جامع انگن اکرن کان سواءِ به رڳو اعليٰ سي. ايس. پي. (C.S.P) آفيسرن ۾ سنڌين کي اڄ آڱرين تي ڳڻي، چئي سگهجي ٿو ته مرڪزي ملازمتن ۾ سنڌ سان هرگز هرگز انصاف نه ٿيو آهي. مثلاً. مختلف مرڪزي وزارتن جي عملن، ٻاهرين ملڪن ۾ سفارتي ۽ واپاري عملن، مرڪزي سيڪريٽريٽ جي مختلف گريڊن جي عملن، پوسٽ ۽ ٽيليگراف ۽ ٻين کاتن ۾ مرڪز جي نيم سرڪاري ادارن جهڙوڪ پي. آءِ. اي (P.I.A)، شپنگ ڪارپوريشن، بئنڪن، ڪارخانن، صنعتي ڪارپوريشن وغيره ۾ سنڌي ڳوليو نه لڀندو. حالانڪ مساوات ۽ برابريءَ جي گهر اها آهي ته ملڪن جي هر ملازمت ۾ سنڌين کي پنهنجي آباديءَ آهر لڳ ڀڳ ويهون حصو ضرور ڏنو وڃي.

## صوبائي ملازمت

مغربي پاڪستان ۾ به ساڳي حالت آهي. آباديءَ جي لحاظ کان مغربي پاڪستان جي هر کاتي ۾ هر هنڌ انن صوبائي نوڪرين مان هڪ نوڪريءَ تي سنڌين جو حق آهي. پر جيڪڏهن انگ اکر پڌرا ڪيا ويندا ته ظاهر ٿي پوندو ته سنڌين کي پنهنجو حق پلئه نه پيو آهي. لاهور ۾ توڙي صوبي ۾ ڪنهن به هنڌ جنهن به آفيس ۾ وڃبو اتي سنڌين جو ڏڪار نظر ايندو. اها خبر نه آهي ته مغربي پاڪستان جي وڏين ننڍين صوبائي نوڪرين ۾ ڪهڙن غير سنڌين کي سنڌ جي ڪوٽا ۾ ڪنيو ويو آهي. يا اتي مسلم برادريءَ جي نالي ۾ مرڳو سيپيئي نوڪريون رڳو هڪ طرف ئي ريڙهجي رهيون آهن. بهر حال، اهو بلڪل ظاهر آهي ته صوبائي نوڪرين ۾ سنڌين کي

حصي رسيءَ جون بلڪل ٿوريون نوڪريون مليون آهن ۽ ملي رهيون آهن. صوبائي سيڪريٽريٽ کان وٺي، پي سي ايس، ريلوائي، پوليس ۽ خودمختيار ادارن جهڙوڪ واپڊا، پي- آءِ- ڊي —سي ائگريڪلچر ڊولپمينٽ ڪارپوريشن ۽ ٻين اهڙن ڪيترن ادارن ۾، جيڪي هر وقت نوان نوان کلندا ٿا رهن. تن ۾ جيڪي بہ ملازمتون پيدا ٿيون، انهن سڀني تي ٻهربون هٿ ٻين جو پهچي ٿو، ۽ سنڌين کي مشڪل سان ڪا هڪ اڌ جڳهہ نصيب ٿئي ٿي.

## علائقائي ملازمت :

سنڌ ۾ سمورين علائقائي ملازمتن تي فقط سنڌين جو حق آهي. هيءَ ڳالهہ بنهہ واضح آهي، چو تہ پنهنجي پنهنجي علائقي ۾ سڀ ائين ٿا ڪن، ۽ ائين ڪين ڪرڻ بہ گهرجي، پر افسوس جو سنڌ ۾ ائين نہ آهي. هتي بيلن جا پٽيوالا، پوليس جا ڪنسٽيبل، موٽر بسين جا ڊرائيور ۽ ڪنڊڪٽر، وغيره پڻ ٻاهران اچي سگهن ٿا. سنڌ جي معاش ۽ روزگار جا ذريعا ۽ وسيلا سنڌ جي ماڻهن لاءِ محفوظ هئڻ گهرجن، چو تہ عظيم قدرت جو اهو عظيم ۽ اٽل فيصلو آهي. هر قوم جو پنهنجي پنهنجي علائقي ۾ روزگار ۽ معاش آهي، ڪنهن کي بہ ڪو حق ڪونهي، جو ٻئي جي هٿ مان ماني ڦري پاڻ تہ پيٽ ڀري، پر ٻئي کي فاقي ڪرڻ تي مجبور ڪري. ائين ڪرڻ سان برادريءَ ۾ رخنو پوندو، الفت ڪلفت ۾ بدلبي، نفرت ۽ عداوت جا زهريلا ٻج ڇٽبا، جيڪي ڦٽندا، وڌندا ۽ وڌيڪ زهريلا ٻج جهليندا، ۽ جيڪو انهن کي ڪاٽيندو اهو سٽبو ۽ سڙندو. "جيءُ ۽ جيئڻ ڏي" زندگي جو اهو اصول آهي، جنهن تي عمل ڪرڻ کان سواءِ انسان لاءِ ٻيو ڪو چارو ئي ڪونهي.

فوج کان پوءِ ٻئي نمبر ۾ نوڪرين جو وڏو مرڪز ۽ پڻ طاقت جو وڏو مرڪز پوليس جو عملو آهي. مرڪزي پوليس، جهروڪ انفورسمينٽ، ڪسٽمس فورس وغيره ۾ تہ سنڌين کي حصي آهر تہ نهيو، پر ذري گهٽ ڪا بہ نمائندگي ڪانهي. پر مغربي پاڪستان پوليس جي صوبائي ملازمتن ۾ ۽ خود سنڌ علائقي واري پوليس فورس ۾ بہ سنڌي ڪي ڳاڻ ڳڻيا آهن. ذري گهٽ سڀ وڏا عهدا سنڌين وٽ نہ آهن. پرتي ڪنڌڙ عملدار اڪثر سنڌي نہ آهن، ۽ هر سال وڏي تعداد ۾ ٻاهران ماڻهو گهرائي، ڪين ڪوڙا ڊوميسائيل سرٽيفڪيٽ وٺرائي، سنڌ جي نالي ۾ صوبائي عهدن کان سواءِ ٻين بہ سڀني ننڍن وڏن عهدن، وينڊي پوليس سپاهين تائين، ٻاهرين کي ڀرتي ڪيو وڃي

ٿو. هيءُ رفتار قائم رهي. نه اهو وقت پري نه آهي. جڏهن خود سنڌ ۾ سنڌ جي پوليس اندر سنڌين جو سيڪڙو ڪو ڪتي نالي ماتر وڃي رهندو.

سنڌ اندر علائقائي ملازمتن جي سلسلي ۾، پوليس کي ڇڏي، ٻين کاتن ۽ آفيسن ۾ حالت ڪجهه گهٽ خراب آهي. پر چاڪاڻ نه وڏا عملدار سنڌي نه آهن. تنهن ڪري نئين ڀرتيءَ ۾ جي ٻاهريان اميدوار ملي سگهن ٿا نه پوءِ نندي‌ءَ ملازمت ۾ به سنڌي اميدوارن کي مشڪل سان ڪا جاءِ ملي ٿي.

**سبب:**

انهن حالتن جا ڪجهه ڪارڻ هي چيا وڃن ٿا:

(الف) اڪثر نوڪرين جي پيدا ٿيڻ ۽ ڀرجڻ جا آرڊر لاهور مان نڪرن ٿا. جيئن نه لاهور ۾ ذميدار عهدن تي سنڌي آفيسر جڻ آهن ئي ڪونه، ۽ جي ڪي اتفاق سان آهن نه اتي ۾ لوڻ آهن. تنهن ڪري سموريون مقرريون غير سنڌي عملدار ڪن ٿا. اهي آفيسر فرشتا ڪونهن، انسان آهن. ظاهر آهي نه هو پهرين پسند پنهنجي قوميت جي ماڻهن جي ڪن ٿا. سنڌن سامهون مڪاني اميدوار اينرا گهٽتا آهن. جو سنڌين جو وارو ئي ڪونه ٿو اچي.

(ب) صوبائي سيڪريٽريٽ ۾ توڙي ان کان ٻاهر اڪثريت صوبائي بالا عملدارن جي غير سنڌي آهي. جنهن ڪري انهن جي هٿان سنڌي سرڪاري نوڪرين جي پروموشن ۽ پڪي ٿيڻ جا امڪان ٻين جي مقابلي ۾ بلڪل گهٽ آهن. مثال طور سنڌ جي هيٺرن سينيئر ۽ تجربيڪار ڪليڪٽرن مان هڪڙي کي به پڪو نه ڪيو ويو ۽ معامو تيستائين اينگهايو ويو، جيستائين سنڌن نوڪريون ئي پوريون ٿي ويون.

(ج) جيڪي ٻين علائقن جا عملدار سنڌ ۾ ڪنهن اهڙي جڳهه تي مقرر ٿي اچن ٿا، جتي ڪين ڪن زيردستن کي مقرر ڪرڻ جو اختيار آهي، سي ڪوشش ڪري پنهنجي علائقي جي ماڻهن کي ڳوڻان ڳهرائي به مقرر ڪريو ڇڏين. ائين جنهن به ٻاهرين بالا عملدار کي جتان به ڪو وجهه لڳي ٿو، سو مڪاني ماڻهن کي نظر انداز ڪري، پنهنجا هم وطني ماڻهو نوڪرين ۾ لڳائي ٿو.

(د) انهيءَ سلسلي ۾ هزارن جي تعداد ۾ ڪوڙا مڪاني رهائش (دوميسائيل) جا سرٽيفڪيٽ جاري ٿيا آهن ۽ ٿين پيا. جيڪڏهن ڪو غير سنڌي ڪامورو ٻن مهينن لاءِ به ڪنهن ريلوي اسٽيشن تي يا

ڪنهن ٻئي ڪاتي ۾ مرڪزي يا صوبائي سروس جي سلسلي ۾ بدلي ٿيو اچي ته هو پنهنجن پٽن، پوٽن، مائٽن مٽن ۽ ڳوٺائن کي ڪوڙا رهائشي سرٽيفڪيٽ وٺايو ڏئي. انهن ڪوڙن سرٽيفڪيٽن جيڪي مڪاني شاگردن ۽ ملازمت جي اميدوارن جي حڪن تي ڏاڙا هنيا آهن، سي بيان کان ٻاهر آهن. مڪاني شاگردن جي ڊاڪٽري، انجنيئري، ڪاليجن ۾ داخلا جي ڪوٽائن، اسڪالرشپن ۽ نوڪرين کي انهيءَ سرٽيفڪيٽن جي ڪوڙر سان اکوڙي ٻاهر اڇلايو ويو آهي. ۽ هتان جي مائٽهن کي هتان جي طاقت، اثر ۽ روزگار جي اهم حقن کان محروم ڪيو ويو آهي. هڪڙي ڪوڙي ڊوميسائيل سرٽيفڪيٽ حاصل ڪرڻ کان پوءِ اهو ماڻهو سڄي سنڌ جي انهيءَ ڪاتي تي مڙهجي وڃي ٿو ۽ سڄو وقت سنڌين جي ڪوٽا کي پنهنجي اختيار جي دائري ۾ ڪاٽ هڻندو رهي ٿو، ۽ سنڌ جو عيوضي سڏائي، ٻيا پاڻ جهڙا غير سنڌي سنڌ تي مڙهيندو رهي ٿو.

ه. سنڌ اول بمبئي يونيورسٽيءَ سان ڳنڍيل هئي. جنهن جا تعليمي معيار نهايت سخت هئا. ان جي مقابلي ۾ پنجاب يونيورسٽي جي معيارن جي نرمي ملڪين مشهور آهي. ازانسواءِ اهي ڪوبه ماڻهو رڳو اڙدو پڙهي، اديب، وغيره جو امتحان ڏيئي ، گريجوئيٽ ٿي سگهيو ٿي. انهيءَ ريت پنجاب يونيورسٽي ڪنهن زماني کان وٺي هر سال هزارن جي تعداد ۾ گريجوئيٽن جون سندون ورهائيندي رهي ٿي. هوڏانهن سنڌ يونيورسٽي به بمبئيءَ وانگر سختي قائم رکي. نتيجو اهو نڪتو جو ڪلارڪيءَ لاءِ ڪو سنڌي، ميٽرڪ جي سند ڪٿي پهتو ٿي ته اڳ ۾ ئي پنجاب يونيورسٽيءَ جي بي-اي جي سند وارا ڪيترائي اميدوار وينل نظر ٿي آيس. سنڌن جي اها ٻوڏ سنڌ مان هزارين نوڪريون لوڙهي ڪٽي ويئي.

و. واپڊا ۽ ٻين نيم سرڪاري ادارن ۾ مقرريون مڪمل طرح غير سنڌين جي هٿ ۾ آهن. جيڪي وس پڄندي پنهنجي هم وطنن کان سواءِ مقامي مائٽهن کي نوڪرين ڏيڻ لاءِ تيار نه آهن.

ز. ريلوايون جي اڳي مرڪز جي هٿ ۾ هيون. ان جو وڏو ۽ وچولو عملو سنڌين کان بلڪل خالي آهي. ريلوائين جي صوبن جي هٿ ۾ اچڻ کان پوءِ به صورتحال ۾ ڪا خاص تبديلي نه آئي آهي.

ح. جيئن مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي. جيڪي ٿورا گهڻا سنڌي سرڪاري

نوڪرين ۾ آهن. تن سان پروموشن ۽ پڪي ڪرڻ جي باري ۾ به اڪيائيءَ جو شڪايتون عام آهن. ڪين پروموشن کان محروم رکڻ لاءِ ڪيترائي طريقا اختيار ڪيا وڃن ٿا. مثلاً ترقيون ڪڏهن مقامي لسٽ جي آڌار تي. مثلاً سنڌ ۾ ڪا اوچي جاءِ خالي آهي ته سنڌ اندر نوڪري ڪندڙ هيٺين ملازمن مان جيڪو سڀ کان سينيئر آهي تنهن کي اها جاءِ ملڻ کي يعني صوبي جي بنياد تي ڳالهه ٿيندي ته ان ماڻهوءَ کي اها جاءِ تيستائين نه ملندي، جيستائين سڄي مغربي پاڪستان جي لسٽ ۾ سندس نالو پهريون نمبر نه هجي. پر جڏهن ڪنهن صوبي جي لسٽ ۾ وارو ڪنهن سنڌيءَ جو اچي ٿو ته پوءِ وري يڪي صوبي کي ڇڏي، مقامي لسٽ موجب جاءِ کي ڀريو وڃي ٿو. اهڙي، ريت مقامي ۽ صوبائي لسٽن جي چڪر ۾ سنڌين سان هر طرح جي حق تلفي ٿيندي رهي آهي ۽ ٿئي پئي.

## نتيجا:

انهيءَ تنگ نظريءَ ۽ به اڪيائيءَ واريءَ حالت جا هيٺيان نتيجا نڪتا آهن:

(الف) ڪيترا سنڌي پنهنجي علائقي ۾ روزگار جي وسيلن کان محروم آهن.

(ب) فوج ۽ نوڪرين جي پگهارن بلي حاصل ٿيندڙ دولت فقط ڪنهن خاص علائقي ۾ گڏ پيئي ٿئي ۽ مغربي پاڪستان جي ڌار ڌار علائقن جي وچ ۾ اقتصادي فرق جيڪو جيئن پوءِ تيئن پاڻ وڌندو وڃي، ان جو اهو به هڪ وڏو سبب ثابت ٿي رهيو آهي.

(ت) حڪومت جي مشنريءَ، ان جي اثر، رسوخ ۽ هلنديءَ ۾ سنڌ جا باشندا پنهنجي جائز حصي کان محروم آهن. ۽ ان تي ٻين کي براجمان ڏسي پاڻ کي آزاديءَ جي نعمت کان محروم ۽ ٻين جي غلاميءَ جو پاڻ کي شڪار سمجهڻ تي مجبور ٿين ٿا.

(ث) مختلف علائقن جي ماڻهن جي وچ ۾ هڪ ٻئي لاءِ بدگمانيون ۽ رقابتون پيدا ٿيون آهن. جي پاڪستان جي قومي اتحاد کي هر وقت زبردست نقصان پهچائي رهيون آهن.

## علاج:

چوندا آهن ته به پائر ٿيون ليڪو.

برادريءَ ۾ هڪ ٻئي کان حق گهري وٺڻ ۾ ڪو عيب ڪونهي. بجاءِ ان جي جو دل ۾ ڪينو رکجي. اهو بهتر آهي ته پنهنجي پائرن کي پنهنجون شڪايتون ٻڌائجن. موجوده حڪومت مشرقي ۽ مغربي پاڪستان جي ماڻهن جي حقن جي برابري نه رڳو تسليم ڪري چڪي آهي. پر گذريل ناانصافين کي دور ڪرڻ لاءِ ڀرپور ڪوشش ڪرڻ جو واعدو ڪري چڪي آهي. انهيءَ سلسلي ۾ نهايت اهم قدم به کنيا ويا آهن. انصاف جي تقاضا آهي، ۽ حڪومت پنهنجي موجوده آئين موجب انهيءَ ڳالهه لاءِ ٻڌل آهي. ته نه رڳو مشرقي پاڪستان سان ٿيل ناانصافين جو تدارڪ ڪيو وڃي. پر مغربي پاڪستان جي ننڍين علائقن، خاص ڪري سنڌ جي ماڻهن سان. ٿيل بي انصافيون به دور ڪيون وڃن. ته جيئن نه رڳو مشرقي پاڪستان جي ماڻهن کي ڪابه شڪايت نه رهي پر ساڳئي وقت مغربي پاڪستان جي ننڍين علائقن جي ماڻهن جي پڻ ڪابه جائز شڪايت نه رهي. جيتري قدر نوڪرين جو تعلق آهي، هن مسئلي جي مڪمل ۽ انصاف واري حل لاءِ لازمي آهي ته ترت هيٺيان ۽ ٻيا اثرائتا ۽ عملي قدم کنيا وڃن:

(1) اعليٰ اختيارين وارين ملازمتن جي ڪميشن مقرر ڪئي وڃي. جنهن جو چيئرمين هاءِ ڪورٽ جو ڪو جج هجي (جو بهتر ٿيندو ته اوپر پاڪستان جو هجي) ۽ جنهن جا سرڪاري ۽ غير سرڪاري ميمبر مختلف علائقن جا حقيقي نمائندا هجن. ڪميشن اهي انگ اکر گڏ ڪري ته (1) مرڪزي خواه صوبائي نوڪرين ۾ مختلف ٻولين ڳالهائيندڙ علائقن جي ماڻهن کي ڪيترو حصو مليل آهي. (2) ملازمن کي ڀرتي، ترقي ۽ پڪي ڪرڻ جي سلسلي ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون بي قاعدگيون ٿيون آهن. (3) ڪوڙن ڊوميسائيل سرٽيفڪيٽن ذريعي مڪاني ماڻهن کي پنهنجي مقرر ڪيل ڪوٽا کان ڪيتريءَ حد تائين محروم ڪيو ويو آهي. (4) موجوده سنڌي ملازمن سان جيڪي مٿي ڄاڻايل سببن ڪري بي واجبيون ٿيون هجن. تن کي دور ڪرڻ لاءِ ۽ سرڪاري ملازمت ۾ هر سطح تي سنڌين سان انصاف ٿئي. ان لاءِ ڪهڙا قدم کڻجن؟ اها ڪميشن وڌ ۾ وڌ ڇهن مهينن اندر رپورٽ ڏئي. جا شايع ڪئي وڃي. ۽ ان کي بنا دير عملي جامو پهرايو وڃي.

(2) سنڌ علائقي ۾ سنڌي ٻوليءَ کي عدالتي ٻولي، سرڪاري ٻولي ۽

سرڪاري رڪارڊ جي ٻوليءَ جي حيثيت ۾ آئيني طور تسليم ڪيو وڃي. سنڌي ٻوليءَ جي اها حيثيت پاڪستان کان اڳ سوين ورهيه سنڌ ۾ مڪمل ۽ مستعمل رهي آهي.

انهيءَ وچ ۾ فوري طور هيٺيان قدم کنيا وڃن:

(الف) مڪاني نوڪريون فقط مڪاني ماڻهن کي ڏنيون وڃن.

(ب) ڪوڙن ڊوميسائيل سرٽيفڪيٽ ڏيندڙن خواه وٺندڙن خلاف قانون جي ڪارروائي ڪئي وڃي.

(ت) علائقي اندر پروموشن ۽ ڪنفرميشن فقط ان علائقي ۾ سينيارٽيءَ جي آڌار تي ڪيون وڃن ۽ نه سڄي صوبي جي بنياد تي.

**عرض:**

انصاف ۽ دانائيءَ جي تقاضا آهي ته:

(الف) سنڌين کي سرڪاري نوڪرين ۾ پنهنجو پورو پورو حصو ڏنو وڃي.

(ب) سنڌي سرڪاري نوڪرن جي سمورن حقن جي پوري حفاظت ڪئي وڃي.

(ج) نوڪرين جي معاملي ۾ تنگ نظري. تعصب. ٻه اڪيائي ۽ ڏاڍائي ختم ڪئي وڃي.

پاڪستان جون سموريون قوميتون سنڌي، بنگالي، پنجابي، پٺاڻ ۽ بلوچ ان وڻ جون شاخون آهن. جنهن کي پاڪستاني قوم چئجي ٿو. پاڪستان جي هڪ صحيح معنيٰ متحد. مضبوط ۽ خوشحال ملڪ بڻجڻ لاءِ ضروري آهي ته اهي سڀ شاخون سرسبز ۽ سدا بهار هجن. ڪو به فرد يا ڪابه جماعت. جيڪي هن وڻ جي ڪنهن به هڪ شاخ کي سڪائي ٻيءَ کي سائو ڪرڻ چاهين ٿا سي در حقيقت ان وڻ پاڪستان جا گهڻگهرا ۽ خير خواه نه آهن.

اسين پاڪستان جي سمورن علائقن جي هڏ ڏوڪين. محب وطن. انصاف پسند ۽ نيڪ نيت باشندن کي اپيل ٿا ڪريون ته هو تعصب. ٻه اڪيائي ۽ تنگ نظريءَ جي وبائن کي ملڪ مان تڙي ڪڍڻ لاءِ ڪمر ٻڌن.

سنڌ سان ناانصافي در حقيقت پاڪستاني قوم جي اتحاد ۽ ترقيءَ سان دشمني آهي.

محمد علي ڏيپلائي

# صدر ايوب جي ناهيل تعليمي ڪميشن جي تجويزن تي سنڌي قوم جو رد عمل

## پسمنظر

سنڌ تي سنه 1843ع ۾ انگريزن جي ڪيل تسلط کي سياسي ۽ اخلاقي لحاظ کان ڪيترو به بلاجواز ۽ ناروا سمجهيو ويو، پر انهيءَ حقيقت کان انڪار ڪرڻ مشڪل ٿيندو ته ٻين بنيادي انتظامي ۽ سماجي سڌارن سان گڏ، انگريزن سنڌي ٻوليءَ جي ترقي ۽ مادري زبانن ۾ تعليمي سرشتو جاري ڪرڻ جي سلسلي ۾ نهايت اهم قدم کنيا. ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب انهيءَ پاليسيءَ جي اهم نقطن جو تفصيل هن ريت ڏنو آهي:

(الف) سنڌي ٻوليءَ لاءِ هڪ رسم الخط مقرر ڪيو ويو.

(ب) مادري زبان ۾ تعليم ڏيڻ لاءِ حڪم نامو جاري ڪيو ويو.

(ج) سرڪاري دفترن ۾ سنڌي ٻولي رائج ڪرڻ لاءِ حڪم نامو ڪڍيو ويو.

(د) سرڪاري آفيسرن لاءِ سنڌي ٻولي سکڻ لازمي ٺهرائي وئي.

انهي کان سواءِ سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪتابن جا ترجما، سنڌي پرنٽنگ پريسون، سنڌي زبان جو گرامر ۽ لغتون تيار ڪرايون ويون وغيره وغيره. ٿوري عرصي ۾ يعني 1853ع کان 1885ع تائين مختلف موضوعن تي 66 کن ڪتاب تيار ٿي ڇپجي ويا.[1]

سنه 1853ع ۾ پهريون انگريزي هاءِ اسڪول ڪراچيءَ ۾ قائم ٿيو. سنه 1858ع ۾ اين جي وي اسڪول ڪراچيءَ ۾ قائم ٿيو. سنه 1883ع ۾ ٻين ادارن کان سواءِ حيدرآباد ۾ ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج قائم ڪيو ويو. سنه 1885ع ۾ سنڌ محمدن ايسوسيئشن، حسن علي آفندي جي سرڪردگيءَ ۾ سنڌ مدرسة الاسلام قائم ڪيو. اسڪول بورڊ جي پاليسيءَ مطابق سنڌ جي هر هڪ تعلقي مان هڪ ذهين ٻار کي منتخب ڪري اسڪول ۾ داخل ٿي ڪيو ويو. ٻار جو سمورو تعليمي، رهائشي ۽ ڪاڌي وغيره جو خرچ بورڊ جي

ذمي هوندو هو. هڪ ٻار جي فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ سندن جاءِ تي ساڳئي تعلقي مان ٻئي لائق شاگرد کي آندو ٿي ويو. سنڌ مدرسي ۾ تعليم پرائڻ وارين اهم شخصيتن ۾ محمد علي جناح، غلام حسين هدايت الله، محمد ايوب کهڙو، قاضي فضل الله، سيد ميران محمد شاهه، آغا غلام نبي پٺاڻ، ڊاڪٽر دائود پوٽو، محمد ابراهيم جويو وغيره شامل آهن.[2]

انهيءَ دور ۾ سنڌ جي مقامي حالتن کي سامهون رکندي انگريزي سرڪار تعليمي پاليسيءَ ۾ ٻين مثبت قدمن کانسواءِ ٻه نهايت اهم قدم کنيا يعني (الف) سنڌي فائنل جو امتحان (ب) لازمي پرائمري تعليم.

**(الف) سنڌي فائنل جو امتحان**

سر بارٽل فريئر جي ئي دور ۾، مقامي حالتن کي سامهون رکندي، سنڌي فائنل جي امتحان جو سلسلو شروع ڪيو ويو. هن سسٽم کي پرائمري اسڪول ليونگ سرٽيفڪيٽ امتحان به چيو ويندو هو. انهيءَ نظام تحت هڪ طرف ته ٻارن کي بنيادي تعليم، سندن مادري زبان ۾ ملي ٿي ته ٻئي طرف ستن درجن تي مشتمل ڪورس جو امتحان پاس ڪندڙ شخص ٽن شعبن ۾ سرڪاري نوڪريءَ جو حقدار ٿي ويو ٿي. روينيو ڊپارٽمنٽ ۾ هو بطور ٽپيدار، تعليم کاتي ۾ بطور پرائمري ٽيچر ۽ پوليس کاتي ۾ بطور جمعدار شامل ٿي سگهيو ٿي. انهن کاتن ۾ ٽريننگ وٺڻ ۽ ڊپارٽمينٽل امتحان پاس ڪرڻ سان هو وڏيڪ ترقيون به ماڻي سگهيو ٿي. ملڪ مان بيروزگاري ختم ڪرڻ، پڙهيل ماڻهن کي پنهنجي ئي علائقي ۾ آبرومندانه روزگار ڏيڻ لاءِ اها تمام تعريف جوڳي ۽ ڪارگر پاليسي هئي. ون يونٽ ٺاهڻ کان پوءِ انهيءَ سسٽم کي 1960ع ڌاري ختم ڪرڻ جا سانباها ٿيا. جيئن هفته وار "انسان" جي ايڊيٽوريل ۾ ڇاپيو ويو آهي:

"خيرپور ڊويزن جي انسپيڪٽر اسڪولس مسٽر بلوچ، شڪارپور ۾ ڪليو ڪلايو اعلان ڪيو ته هاڻي "سنڌي لکو، سنڌي پڙهو ۽ سنڌي سکو" جي عادت ترڪ ڪريو ۽ سنڌي ٻوليءَ کي ڪفن ڏيئي دفن ڪريو. جيڪي ماستر اردو فائنل پاس ڪيل نه آهن، تن کي ماستري ڪا نه ملندي. هو وڃي پٽيوالي يا بيلداري ڪن!"[3]

پائنجي ٿو ته سنڌي فائنل وارو سرشتو به 1960ع واري قومي تعليمي ڪميشن جي سفارشن تحت ختم ڪيو ويو. ڪيئن به هجي، پر اهو سنڌي فائنل واري سرشتي کي ختم ڪرڻ وارو قدم سنڌ جي اسرندڙ وچولي

ڪلاس ڪي ڇٽڻ جي ڊِس ۾ هڪ نهايت گهاتڪ قدم هو.

**(ب) لازمي پرائمري تعليم**

سنڌ ۾ لازمي پرائمري تعليم جو بنياد سنه 1923ع واري بمبئي پرائمري ايجوڪيشن ايڪٽ تحت پيو.[4] پر انهيءَ تي ابتداءِ پنجن سالن تائين عمل نه ٿيو. سنه 1928ع ۾ انهيءَ جي شروعات لاڙڪاڻي تعلقي مان ٿي. سنڌ جي بمبئي کان علحيدگيءَ کان پوءِ انهيءَ اسڪيم تي تيزيءَ سان عمل شروع ٿيو. سنه 1938ع ۾ سکر، سنه 1939ع ۾ دادو ۽ سنه 1946ع تائين پنج ضلعا انجي اسيڪم ۾ آيا. سنڌ اطلاعات کاتي طرفان جاري ڪيل هڪ نقشي مطابق[5] 1954ع تائين انهي اسڪيم هيٺ 53 تعلقا اچي چڪا هئا ۽ 1955ع ۾ وڌيڪ ٽن تعلقن جي شامل ٿيڻ جي تجويز هئي. صد افسوس جو ون يونٽ ٺهڻ کان پوءِ سنه 1955 ع ۾ انهيءَ اسڪيم کي باقائدي ختم ڪيو ويو.[6]

## قومي تعليم بابت ڪميشن (شريف ڪميشن)

جنرل ايوب خان آڪٽوبر 1958ع ۾ مارشل لا نافذ ڪري ملڪ جو صدر ۽ چيف مارشل لا ايڊمينسٽريٽر بنجي ويو. ملڪ کي "سڌارڻ" واسطي سندس ذهن ۾ ڪيئي منصوبا ۽ پروگرام هئا. ملڪ ۾ "انقلابي سڌارا" آڻڻ لاءِ هن ٿيهارو کن ڪميشنون ۽ ڪاميٽيون ٺاهيون. جن جو آخري نتيجو متحده پاڪستان جو خاتمو ۽ بنگلاديش جو قيام هو. هن تعليم جي ميدان ۾ سڌارن جي سفارشن واسطي ڪميشن آن نيشنل ايجوڪيشن به ٺاهي. عام طور تي انهيءَ کي شريف ڪميشن چيو ويندو هو. انهي ڪميشن جي دائره ڪار (Terms of References) جي في الحال خبر نه پئجي سگهي آهي. پر انهيءَ جي سفارشن سنڌ جي تعليمي معيار ۽ نظام کي وڏو ڌڪو رسايو. سنڌ جي مشهور تعليمي ماهر ڊاڪٽر حبيب الله صديقي مطابق:

"Concomitant with the check and setback received by the Sindh Compulsory Education Scheme and Opening of Substandard Primary Schools in the rural areas of Sindh under the first Five Year Plan and thereafter, the recommendations of the Shrif Commission and the over hauling of standard, curriculum and Existing arrangements, affected there by, there set a state of confusion and chaos in education institutions of Sindh."[7]

تعليمي ميدان ۾ سنڌ جي ڪيس ڪي علامه آءِ آءِ قاضي صاحب جي مئي 1959ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلريءَ تان استعفيٰ ڏيڻ واري فيصلي ناقابل تلافي نقصان پهچايو.

علامه صاحب سنه 1938ع ۾ ٻاونجاهه ورهين جي عمر ۾ سنڌ مدرسي ۾ وائيس پرنسپال ٿيڻ لاءِ درخواست ڏني هئي. جا جي ايم سيد صاحب جي ڪوششن جي باوجود منظور نه ٿي.[8] اپريل 1951ع ۾ کين سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر مقرر ڪيو ويو. سندن عمر ان وقت 65 ورهيه هئي. جي ايم سيد صاحب مطابق يونيورسٽيءَ ۾ علامه صاحب جي مخالفت ۽ اردو پريس کين ڏاڍو پريشان ڪيو. جنهن ڪري سنه 1956 ع ۾ پاڻ يونيورسٽي ڇڏڻ جو ارادو ڪيائون. پر جي ايم سيد ۽ حاتم علي علويءَ جي سمجهائڻ تي اهو ارادو لاهي ڇڏيائون.[9] ايوبي مارشل لاءِ ڪان بددل ٿي، مئي 1959ع ۾ استعفيٰ ڏنائون. اُن وقت سندن ڄمار 73 سال ڪن هئي. ڊاڪٽر الانا صاحب جي مطابق استعفيٰ جو فوري ڪارڻ، اُن وقت جي سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر برگيڊيئر (اڳتي هلي جنرل) ٽڪا خان جو اهو فيصلو هو ته سنڌ يونيورسٽيءَ جي اها پاليسي، جنهن تحت پنجين انگريزيءَ ڪان سنڌين واسطي اردو ۽ غير سنڌين واسطي لازمي سنڌيءَ جا مضمون رکيل هئا. تنهن پاليسيءَ ۾ ترميم ڪري غير سنڌين واسطي سنڌيءَ جو مضمون ختم ڪرڻ هو.[10] پر رڪارڊ ۾ اهڙي ڪا به ڳالهه سامهون نه آئي آهي. البته هڪ بزرگ ماهر تعليم جو چوڻ آهي ته دراصل هڪ ميجر صاحب. علامه صاحب جي آفيس ۾ بدتميزيءَ واري انداز ۾ بنا اجازت داخل ٿيو. جنهن علامه صاحب جهڙي حساس شخص کي ايڏو ته رنجايو جو پاڻ هڪ دم آفيس مان اٿي گهر هليا ويا. جتان استعيفيٰ ڏياري موڪليائون. والله اعلم ابا الصواب.

علامه صاحب جي استعفيٰ ڏيڻ جو کهڙو به سبب هجي، پر تعليمي ڪميشن جي نهڻ ۽ انهيءَ جي ڪارروائيءَ ۾ علامه صاحب يا ڪنهن بئي سنڌي عالم جي نمائندي طور عدم شموليت هاڃيڪار ثابت ٿي. ڏيپلائي صاحب هفتيوار "انسان" ۾ انهيءَ صورتحال تي افسوس جو اظهار ڪندي لکيو:

"اها سنڌ جي هڪ وڏي بدقسمتي هئي جو عين اُنهيءَ وقت جڏهن تعليمي ڪميشن مقرر ڪئي ويئي. يونيورسٽيءَ ۾ ڪي اهڙيون حالتون پيدا ٿيون، جنهن ڪري سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر حضرت علامه آءِ آءِ

قاضي صاحب استعفيٰ ڏيڻ تي مجبور ٿيو ۽ سنڌن جاءِ تي هڪ غير سنڌي ڊاڪٽر رضي الدين صديقي وائيس چانسلر مقرر ٿيو."[11]

اڳتي هلي ڏيپلائي صاحب لکي ٿو:

"محترم رضي الدين صاحب هڪ اعليٰ درجي جو عالم فاضل آهي، مگر اها حقيقت آهي ته هو سنڌ جي حالتن کان واقف ڪو نه هو ۽ نڪي کيس سنڌ جي عوام جي ضرورتن جي خبر هئي. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو جڏهن تعليمي ڪميشن وٽ ذريعه تعليم جو موضوع بحث هيٺ آيو، تڏهن صديقي صاحب اها ئي سفارش ڪئي ته سنڌ ۾ ٽئين درجي کان اردو لازمي ٺهرائي وڃي ۽ ڇهين درجي کان ذريعه تعليم بنائي وڃي. انهيءَ صورتحال تي جيڪڏهن ڪهڙو به سنڌي وائيس چانسلر هجي ها ته هن فيصلي تي ڪڏهن به صاد نه ڪري ها ۽ هڪ دم سنڌ جو پاسو پيش ڪري ها ته ائين ڪرڻ سان سنڌي شاگردن سان ڪورو ناحق ٿيندو. . . ! پر محترم صديقي صاحب کي انهن ڳالهين جو علم ڪو نه هئو ۽ فطري طرح هو اردو جو دلداده هو. ان ڪري هن بنا ڪنهن چون چران جي ڪٺي هن "سنڌي ڪُش" رپورٽ تي صحيح ڪئي."[12]

## سنڌي زبان سوسائٽي جو قيام

تعليمي ڪميشن (شريف ڪميشن) سنه 1959ع جي آخر ڌاري آيل ٿي ڏسجي. ان دور جي اخبارن ۽ رسالن جو رڪارڊ في الوقت مهيا نه هجڻ سبب محترم ڊاڪٽر الانا صاحب پنهنجي مقالي جو بنياد سه ماهي "مهراڻ" جي 1959ع واري رپورٽ تي رکيو آهي، جيڪو صورتحال جي مڪمل تصوير پيش نه ٿو ڪري. "سنڌي زبان سوسائٽي" جو قيام 12 فيبروري 1960ع ۾ اورينٽيل ڪاليج حيدرآباد ۾، ڪاليج جي پرنسيپال مخدوم امير احمد جي ڪوٺ تي عمل ۾ آندو ويو. هن ميڙ جي وڏي ۾ وڏي خوبي اها هئي ته سنڌي عالمن، استادن ۽ اديبن پنهنجا نظرياتي ۽ جماعتي ويڇا وساريندي، ٻوليءَ جي بقا واري معاملي تي عظيم الشان يڪجهتيءَ جو مظاهرو ڪيو. هن گڏجاڻيءَ جي رپورٽ ڏيندي هفته وار "انسان" رقم طراز آهي ته:

"تعليمي ڪميشن جي رپورٽ (سنڌي ٻوليءَ بابت) اسان جي سيني اميدن تي پاڻي هاري ڇڏيو ۽ ظاهر ٿي ويو ته "ڏکي توءِ ڏڪار، توڙيُ وسن مينهڙا"[13]

رپورٽ ۾ ڄاڻايل آهي ته (گڏجاڻيءَ ۾ شامل) سڀني جي "متفق راءِ ٿي ته تعليمي ڪميشن جي رپورٽ تي عمل ٿيندو ته "سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي ترقيءَ جا دروازا هميشه لاءِ بند ٿي ويندا ۽ سڀني سنڌي ڳالهائيندڙن. خواهه سنڌين نسل تي ان جو نهايت برو اثر پوندو. ان ڪري ڪافي غور و خوض بعد سرڪار کان يڪراءِ مطالبو ڪيو ويو ته:

"سنڌيءَ کي، جا هڪ ترقي يافته ۽ شاهوڪار زبان آهي، ۽ ابتدائي درجي کان وٺي يونيورسٽيءَ تائين ذريعه تعليم طور هلندي پئي رهي آهي، ۽ اها موجوده حالتن ۾ قائم رهڻ ڏني وڃي....."[14]

هي مطالبو عمل ۾ آڻڻ واسطي ملڪ گير تحريڪ هلائڻ لاءِ شيخ رحيم بخش صاحب جي صدارت هيٺ "سنڌي زبان سوسائٽي" قائم ڪري ويئي. نه ڪ مخدوم امير احمد جي صدارت هيٺ، جيئن عام طرح سمجهيو ويندو آهي! "انسان" جي ٿي 7 مارچ، 1960ع واري پرچي ۾ مخدوم امير احمد صاحب طرفان "سنڌي عوام ڏي اپيل" ۾ سنڌين عهدو "چيئرمين ڪاروباري ڪميٽي" ڄاڻايل آهي.[15] انهيءَ "اپيل" ۾ مخدوم امير احمد صاحب سنڌي عوام تي زور ڏنو ته "سنڌي زبان سوسائٽي" جي پاس ڪيل ٺهراءَ بابت پنهنجي راءِ سنجيدگيءَ سان ۽ اثرائتي نموني صدر مملڪت ۽ وزير تعليم کي موڪلي ڏين. ان کان سواءِ سوسائٽيءَ طرفان هيٺين قدمن کڻڻ جو فيصلو پڻ ڪيو ويو:

- صدر مملڪت جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ لاءِ تفصيلي ۽ مدلل ياداشت نامو (Memorandum) تيار ڪرڻ.
- سنڌي ادبي سنگت سڄيءَ سنڌ ۾ عوام کان صحيون وٺڻ جي مهم هلائي، اهي صحيون هڪ "اسڪرول" جي شڪل ۾ صدر آڏو پيش ڪري.
- سنڌي عوام جي راءِ جو اظهار پوسٽ ڪارڊ وسيلي صدر مملڪت تائين پهچائڻ.

متين فيصلن تي ڪنيل عملي قدم:

## صدر پاڪستان جي غور واسطي ياداشت نامو (Memorandum)

سوسائٽيءَ هي نهايت اهم ذميداري مرحوم پروفيسر علي نواز جتوئي صاحب جي حوالي ڪئي، جنهن هن ذميواريءَ کي نهايت عمدگيءَ سان سرانجام ڏنو ۽ ٻن هفتن جي مختصر عرصي ۾ ياداشت نامو انگريزيءَ ۾

ٿاهي ورتو. عام تاثر اهو هو ته محترم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سنڌن رهنمائي ڪرڻ فرمائي هئي ۽ ياداشت نامي ۾ ضروري اصلاح ۽ اضافا پڻ ڪيا هئا. انگريزي ياداشت نامي جي ڪاپي ته في الوقت هٿ نه اچي سگهي آهي. البته انهيءَ جو سنڌي ترجمو جيڪو مرحوم ناصر مورائي صاحب ڪيو هو، جنهن ۾ ڪميشن جي سفارشن، جيڪا 283 ۽ 284 صفحن جي تيرهين پئرا ۾ ڏنل هئي، تنهن جو ذڪر هن طرح ڪيل آهي:

"ٻين ملڪن ۾ ڪيل باضابطه تجربا ڏيکارين ٿا ته جتي گهڻيون زبانون ڳالهايون وڃن ٿيون، اتي بهترين تعليمي نتيجا ۽ قومي زبان جو مڪمل فهم تڏهن ئي حاصل ڪري سگهجي ٿو، جڏهن شاگرد جي مادري زبان پنجين درجي تائين تعليمي ذريعو ۽ قومي زبان ٽئين درجي کان هڪ اپياسي مضمون هجي ۽ ڇهين درجي کان قومي زبان، مادري زبان جي جاءِ پريندي، تعليمي بنجي.... اسين (يعني ڪميشن) انهيءَ نظريي سان اتفاق ڪريون ٿا ۽ انهيءَ کي عمل ۾ آڻڻ جي سفارش ڪريون ٿا. سنڌي جيئن هينئر آهي، تعليمي ذريعو رهندي. پر ٽئين درجي کان هڪ لازمي اپياسي مضمون طور اردو متعارف ڪرائي ويندي. ٽئين درجي کان ڇهين درجي تائين اردو جي سکيا لاءِ ٽائيم ٽيبل ۾ اردوءَ کي ڪافي وقت ڏنو وڃي ته جيئن ان کي ڇهين درجي کان اڳرائتي نموني تعليم جو ذريعو بڻائي سگهجي."

پر سنڌي زبان سوسائٽيءَ جي ياداشت سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو ويو، هڪ دفعو وري هفتيوار "انسان" ۾ آهي ته:

"......... ڪميشن جي رپورٽ تي پوري غور ڪرڻ بعد سنڌي زبان سوسائٽيءَ هڪ احتجاجي ٺهراءُ پاس ڪيو ۽ صدر محترم کي ميموريندم پيش ڪرڻ لاءِ وفد تيار ڪيو. پر اها نهايت افسوس جي ڳالهه آهي جو صدر محترم انهيءَ وفد سان ملڻ لاءِ به انڪار ڪري ڪين وزير تعليم جو ڏس ڏنو ۽ محترم وزير تعليم به هنن سٽن لکڻ تائين ملاقات جي درخواست جو نڪو جواب ڏنو آهي ۽ نه ئي ڪا پڇ ملي آهي. ممڪن آهي ته پٽ شاهه جي اجتماع وقت پاڻ ملاقات جو موقعو ڏئي." (۵)

سنڌي زبان سوسائٽيءَ جي طرفان صدر ۽ وزير تعليم سان ملاقات تي حڪومت جي سرد مهريءَ واري رويي کان قطع نظر خود سي آئي ڊيءَ جو رويو ڪهڙو رهيو، انهيءَ بابت هفتيوار "انسان" ٻڌائي ٿو:

"اسان جي سي آئي ڊي سگوريءَ "سنڌي زبان سوسائٽي" خلاف اعليٰ آفيسرن کي بدظن ڪرڻ جي زوردار مهم شروع ڪئي. مارشل لا اٿارٽيز کي بدگمان ڪيو. ميمبرن جي گرفتاريءَ جا پر زور افواھ اٿاريا ۽ ميمبرن کي پوريءَ طرح هراس ۾ وڌيو ويو...... نتيجہ طور مارشل لا ۽ پوليس آفيسرن سوسائٽيءَ جي وڏن ڪم ڪندڙن سان ملاقات ڪئي ۽ ميموريندم جون ڪاپيون اگهوائي طلب ڪيون."

## پاڪستان رائٽرز گلڊ

پاڪستان رائٽرز گلڊ بہ هن معاملي کي هٿ ۾ ڪنيو. صدر پاڪستان طرفان مقرر ڪيل پاڪستان رائٽرز گلڊ جي "زبانن ۽ رسم الخط واري ڪميٽيءَ" پنهنجي پهرئين ميٽنگ، جيڪا ڊاڪا ۾ پهرين اپريل، 1960ع تي ٿي. پنهنجي سفارشن ۾ چيو تہ:

"پهرين درجي کان پنجين درجي تائين تعليم فقط مادري زبان ۾ پڙهائي وڃي. جتي اردو بار جي غير مادري زبان آهي. اتي اردو ثانوي تعليم جي شروعات ڇهين درجي کان سيکارڻ کپي.. پهرين ڪل پاڪستان تعليمي ڪانفرنس، جيڪا قائد اعظم جي حڪم سان ڊسمبر ۽ جنوري 1947ع ۾ سڏائي وئي. ۽ جنهن اهو بنيادي اصول طئي ڪيو هو تہ پرائمري تعليم مادري زبان ذريعي ڏني وڃي. تنهن جي هيءَ ڪاميٽي تائيد تي ڪري تہ.... هيءَ ڪاميٽي سفارش ٿي ڪري تہ سنڌي زبان جيئن تہ هڪ تمام ترقي يافتہ زبان آهي ۽ گذريل اڌ صديءَ کان هاء اسڪول تائين ڪاميابيءَ سان تعليم جو ذريعو بني رهي آهي. تنهنڪري ان کي ثانوي (سيڪنڊري) تائين ذريعہ تعليم طور بحال رهڻ کپي...

## سنڌي ادبي سنگت طرفان تاهيل اسڪرول

سنڌي ادبي سنگت (جنهن جو ان وقت حيدرآباد جو سيڪريٽري محترم مقبول احمد پٽي هو وڏي جاکوڙ ڪري سڄي سنڌ مان سنڌي ٻولي جي ذريعہ تعليم ڪرڻ جي مطالبي جي حمايت ۾ ڪاغذن جي چٽڪين تي سنڌي عوام جون صحيحون حاصل ڪري هڪ "اسڪرول" تاهيو هو. جيڪو انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجيءَ ۾ محفوظ آهي. اسڪرول ڪاري رنگ جي ململ جي پٽيءَ تي مشتمل آهي. پٽيءَ جي ويڪر اٽڪل چار انچ آهي، پٽيءَ

تي اڌ انچ ويڪربون ۽ چار انچ ڪن ڊگهيون 22500 ڪاغذ جون چٽڪيون چنبڙايل آهن. ٻٽيءَ جو ويڙهو. جيڪو پري ڪان نوار جي ويڙهي وانگر لڳي ٿو. انهيءَ جو نيم قطر اٽڪل سوا فوٽ آهي. بدقسمتيءَ سان اهو "اسڪرول" ڪنهن به اختياري واري اڳيان پيش ڪرڻ جي نوبت نه آئي. اهڙيءَ طرح اها محنت لاڀائتي ثابت نه ٿي.

## پوسٽ ڪارڊ تحريڪ

صدر مملڪت ڏانهن سنڌي عوام طرفان انفرادي طور پوسٽ ڪارڊ. جن تي سنڌي زبان کي ذريعه تعليم طور جاري رکڻ جو مطالبو ڇپيل هو. موڪلڻ جي تحريڪ راقم الحروف طرفان پيش ڪئي ويئي.[17]

هن اسڪيم (پوسٽ ڪارڊ) جو هڪ پس منظر هو. سنه 1953ع ڌاري لاهور ۾ قاديانين خلاف هلايل ختم نبوت تحريڪ. جنهن دوران ٿيل فسادن ڪري مقامي طور تي مارشل لاء ڪورٽ. جماعت اسلاميءَ جي امير مولانا ابوالا علىٰ مودوديءَ کي ڦاسيءَ جي سزا ڏني هئي. انهيءَ سزا کي رد ڪرائڻ واسطي جماعت اسلاميءَ ٻين طريقن سان گڏ ماڻهن کان ڇپيل احتجاجي پوسٽ ڪارڊ حڪومت کي موڪلڻ جي تحريڪ هلائي. اهڙا ڪارڊ جماعت اسلاميءَ جي ڪارڪنن هڪ وسيع مهم ذريعي ماڻهن کان پرائي پئي موڪلارايا. ڪارڊ جي قيمت هڪ آنو رکي هئائون. هڪ دفعي راقم الحروف محترم پرواني ڀٽيءَ سان گڏ اسان جي پريس رٽ ايراني رسٽورينٽ (ڪيفي ڄڪسي) ۾ چانهه پي رهيو هو ته جماعت اسلاميءَ جو هڪ ورڪر اسان کان هو ڪارڊ پرائي ويو. اهو واقعو منهنجي ذهن ۾ نقش ٿي ويو هو. سنڌي زبان سوسائٽيءَ جي ميٽنگ ۾ مون کي اهڙي ئي پوسٽ ڪارڊ تحريڪ هلائڻ جو خيال آيو.

اها رٿ منظور ٿي. مرحوم مقبول ڀٽي (سيڪريٽري. سنڌي ادبي سنگت حيدرآباد) خواهش ظاهر ڪئي ته انهيءَ مهم جي سربراهي پاڻ ڪندو. اسان شاگردن جو گروپ (جنهن تازو مئٽرڪ پاس ڪري گورنمينٽ ڪاليج انٽر سائنس ۾ داخلا ورتي هئي ۽ سرائي اميد علي مرحوم جي ترغيب تي نيشنل عوامي پارٽيءَ جا ميمبر ٿيا هئاسون. جنهن ۾ اسدالله قاضي (موجوده وائيس چانسلر اسرا يونيورسٽي). عبدالستار ميمڻ (قاسم آباد ۾ قائم سونهري بوڪ ڊيپو جو مالڪ). الله بخش سومرو (جنهن ڪجهه عرصو اڳ

واپڊا جي جنرل مئنيجر طور رٽائر ڪيو ۽ ٻين ڪجهه دوستن مقبول ڀٽي صاحب جي سربراهيءَ ۾ ڪم ڪرڻ کان انڪار ڪيو. ان وقت اسان نوجوان ليڪچرار غلام علي الانا صاحب کي ڏاڍو چاهيندا هئاسون. اسان جي زور ڀرڻ تي الانا صاحب کي پوسٽ ڪارڊ اسڪيم جو سربراهه مقرر ڪيو ويو. ڪارڊ جي مسودي ۽ ڇپائيءَ جو ڪم مون کي سونپيو ويو. مواد جو ڊرافٽ نه مون تيار ڪيو. پر انهيءَ کي سهڻي سنڌيءَ جو روپ محترم شمشير الحيدريءَ ڏنو.

ڪارڊ جو مواد هن ريت هو:

پيارا صدر،

السلام عليڪم

آءٌ آزاد پاڪستان جو معزز شهري آهيان. اوهان جي مقرر ڪيل "قومي تعليمي ڪميشن" طرفان ظاهر ڪيل رپورٽ جي ڪن فقرن بابت آءٌ پنهنجي راءِ اوهان جي نيڪ غور لاءِ پيش ڪرڻ چاهيان ٿو. تازو جناب وزير تعليم طرفان پڻ اهڙن مشورن جي خير مقدم جو اظهار اخبارن ۾ آيل آهي. جنهن جي پيش نظر مون کي يقين آهي نه ڪميشن جي سفارشن کي عام راءِ جي روشنيءَ ۾ عمل هيٺ آندو ويندو.

ڪميشن جي رپورٽ ۾. حيدرآباد ۽ خيرپور ڊويزنن لاءِ ابتدائي ڇهين درجي کان تعليم جو واحد ذريعو اردوءَ کي ٺهرائڻ جي سفارش ڪيل آهي، جا هر طرح غلط ۽ غير معقول آهي. تعليمي نفسيات توڙي لسانيات جي عالمي نظريي مطابق. تعليم جو ذريعو "مادري زبان" کي تسليم ڪيو ويو آهي. جيڪڏهن ڪميشن جي هن غلط تجويز کي عمل ۾ آندو ويندو نه پاڪستان جي اڌ ڪروڙ سنڌي ڳالهائيندڙ باشندن کي فائدي بجاءِ نقصان پهچندو. سنڌ جي علم . ادب. ثقافت ۽ تعليم جو اهو نقصان. مجموعي طرح پاڪستان جو قومي نقصان آهي. سنڌي شاگردن لاءِ ذريعه تعليم "سنڌي زبان" هجڻ ضروري آهي. سنڌ جي باشندن پاڪستان جي تاريخ ۾ شاندار خدمتون ادا ڪيون آهن. منهنجي زوردار استدعا آهي نه هن باري ۾ اوهين ذاتي طرح دلچسپي وٺي، تعليمي ڪميشن جي غلط تجويز جي اصلاح ڪري. سنڌي علائقي جون بهترين همدرديون حاصل ڪندا. پاڪستان زنده آباد

هڪ وفادار پاڪستاني.

اُن زماني ۾ پوسٽ ڪارڊ جي قيمت پنج پئسا هئي. ابتدائي طور

پنج هزار ڪن ڪارڊ ڇپائڻ واسطي 400-300 ڪن گهربل هئا. اسان جا ته کيسا خالي هئا. پئسا گڏ ڪرڻ جي مهم الانا صاحب پنهنجي جماعت خاني واري علائقي (ٽنڊي ولي محمد، جتي سندس رهائش گاهه هئي) اتان شروع ڪئي. هڪ هڪ دڪان تي وياسون. علائقي ۾ الانا صاحب جو وڏو مان هو. غربت جو زمانو هو. ڪنهن رپيو ڏنو، ڪنهن ٻه. پر خالي هٿين ڪنهن به نه ڇڏيو. پوءِ اسان شاگردن جي ٽوليءَ گاڏي کاتي جي علائقي ۾ وڪيلن کان ڪجهه چندو گڏ ڪيو. ٽئين ڏينهن حيدرآباد جي هڪ انڪم ٽيڪس آفيسر وٽ وياسون جيڪو هڪ قوم پرست طور مشهور هو. اسان کي ته وڏيون اميدون هيون ته نه صرف پاڻ بلڪ پنهنجي واسطيدارن کان به چڱي مدد وٺي ڏيندو پر آفيس جي ٻاهران ٻه ڪلاڪ انتظار ڪرائي رڳو پنج رپيا عنايت ڪيائين! بهرحال جنرل پوسٽ آفيس مان جيترا ڪارڊ مليا، ورتا ويا. رات جو لڪ ۾ ڏيپلائي صاحب جي پريس ۾ ڇپيا ويا. ٻئي ڏينهن ورهاست شروع ٿي. محترم عبدالغفار انصاري (جيڪو پي ڊبليو ڊي ۾ انجنيئر هو ۽ اڳتي هلي 1971ع ۾ مشرقي پاڪستان ۾ پوسٽنگ دوران لاپته ٿي ويو) اسان کي سرڪاري جيپ پيٽرول سميت مهيا ڪئي، جنهن ۾ اسان جو ٽولو آس پاس وارن ڳوٺن خاص طور تي ٽنڊو جام، ٽنڊوالهيار، ماتلي وغيره ڏانهن ويو. ڪارڊ جي قيمت فقط آنو رکي ويئي، جنهن کي وڏيڪ ضرورت هئي. ان کي مقامي طور تي ڇپائڻ جو مشورو ڏنو ويو. گشت الانا صاحب جي سربراهيءَ ۾ ٿيا. هر هنڌ عزت ڀري موٽ ملي. ڪم تمام تيزيءَ سان هلي رهيو هو. پر حيدرآباد جي پوسٽ آفيس ۾ وڌيڪ ڪارڊ ئي نه رهيا. سڄي سنڌ ۾ مقامي طور تي دوستن ڪارڊ ڇپائڻ شروع ڪيا.

انهن ڪارروائين مقامي انتظاميه کي ميڇرائي وڌو. جيتري قدر مون کي ياد ٿو پوي، حيدرآباد جي مارشل لاءِ وارن سوسائٽيءَ جي اڳواڻن کي گهرائي ڪاٺن بيان ڏياريو ته سوسائٽيءَ جو انهن ڪارڊن سان ڪو به تعلق نه آهي. ائين ڪندي اها مهم اڌوري رهجي ويئي.

## سنڌي ادبي سنگت

ڊاڪٽر الانا صاحب جي جاءِ مطابق 23 سيپٽمبر 1962ع تي سنڌي ادبي سنگت پنهنجي ڪنوينشن ۾ زوردار نعراءِ بحال ڪيا! اها ڳالهه سمجهه ۾ نه ٿي اچي ته سنگت انهيءَ معاملي ۾ ايتري دير ڇو لڳائي ۽ جيئن مٿي

ڇاڇايو ويو آهي تہ سنگت "اسڪرول" جو بہ خاطر خواهہ استعمال نہ ڪيو.

**"انسان" رسالي ۾ زوردار ايڊيٽوريل ۽ مضمون**

اُن دور جي رسالن ۽ اخبارن مان في الوقت صرف هفتيوار "انسان" جو رڪارڊ مهيا ٿي سگهيو آهي. انهيءَ رسالي نهايت زوردار مضمون ۽ ايڊيٽوريل لکيا، جن جو تفصيل هن ريت آهي:

- "اردو يا سنڌي - اردو ۽ سنڌي" 9 مئي 1960ع
- "سنڌ جون رڙيون" 8 آگسٽ 1960ع
- "ذوالفقار علي ڀٽو ڏانهن کليل خط" 8 اپريل 1960ع
- سنڌي زنده رهندي" 21 مارچ، 1960ع
- "پرڏيهي وزير منظور قادر ڏانهن کليل خط" 9 مئي 1960ع
- "سنڌي يونيورسٽيءَ بابت سوچ" 25 جولاءِ 1960ع

**سنڌي يونيورسٽي ٺاهڻ بابت سوچ**

ڏيپلائي صاحب جو خيال هو تہ سنڌين واسطي، ان وقت جي حالتن تحت، دهليءَ ۾ پاڪستان ٺهڻ کان اڳ، مولانا محمد علي جوهر وغيره جي قائم ڪيل "جامعہ مليہ" وانگر هڪ "سنڌي يونيورسٽي" ٺاهڻ لازم ٿي پيو هو."سنڌي يونيورسٽي" جي ضرورت جو احساس ڏياريندي، هڪ طويل ايڊيٽوريل 9 مئي، 1960ع واري هفتيوار انسان ۾ ڏيپلائي صاحب لکيو:

"اُٿو اُٿو اي سنڌيو!

اڄ نہ اٿندؤ تہ ڪڏهن بہ اٿي نہ سگهندؤ. . . ."

ان جي حمايت ۾ سنڌي زبان سوسائٽيءَ طرفان 17 جولاءِ 1960ع واري ميٽنگ ۾ بہ غور ڪيو ويو. سڀني حاضر ميمبرن هن مسئلي جي اهميت کي پوري طرح محسوس ڪيو.

منهنجي يادگيريءَ موجب مٿئين سموري هلچل مان بظاهر ڪو خاص نتيجو بر آمد نہ ٿيو. وقت گذرڻ سان "سنڌي زبان سوسائٽي" بہ خاموش ٿي ويئي. ڊاڪٽر الانا صاحب جهڙو متحرڪ ساٿي آگسٽ 1961ع ۾ لنڊن ڏانهن اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو. جتان ٻن سالن کان پوءِ آڪٽوبر 1963ع ۾، سنڌن واپسي ٿي، انهيءَ دوران ڇا وهيو واپريو، تنهن جي ڪين گهڻي خبر نہ رهي. سنڌ الاجيءَ طرفان سنڌي اخبارن جا فائل ٺهڻ بہ 1963ع کان پوءِ شروع ٿيا. ان کان اڳيون رڪارڊ في الوقت اتي دستياب نہ آهي.

بک هڙتال

سنڌ يونيورسٽيءَ جي شاگردن طرفان آگسٽ- سيپٽمبر 1962ع ڌاري سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪيمپس ۾ بک هڙتال جو اهتمام ڪيو ويو. انهيءَ بک هڙتال ۾ ٽي شاگرد ويٺا. جن جا نالا اسان کي وسارڻ نہ گهرجن. اهي شاگرد هئا:

- محترم نظير چنا
- محترم يونس شرر
- محترم بروهي صاحب (سچي نالي جي خبر نہ پئي سگهي آهي)

هن بک هڙتال چڱو پائيتال پاريو. ان وقت جي اهم ليڊرن مثلاً مير رسول بخش ٽالپر، پناهگير ليڊر ڪي بي جعفر، حضرت مخدوم طالب المولىٰ ۽ (شايد) ذوالفقار علي ڀٽو وغيره اتي آيا ۽ شاگردن کي پنهنجي حمايت ۽ سندن مطالبا حڪومت تائين پهچائڻ جو يقين ڏياري، بک هڙتال ختم ڪرائي. اها بک هڙتال هفتو کن هلي.

## بنگالين جو تعليمي ڪميشن جي تجويزن تي رد عمل:

ان دور ۾ پريس سنسر شپ ڪري سنڌي ۽ اردو اخبارن ۾ تعليمي ڪميشن جي تجويزن تي بنگالين جي احتجاجن جون خبرون. جيتري قدر مون کي ياد آهي، اسان تائين ڪو نہ پهچنديون هيون. پر پوءِ هٿ آيل مواد مان معلوم ٿو ٿئي تہ بنگالين، ڪميشن جي ڪن تجويزن خلاف نهايت پر زور تحريڪ هلائي هئي. سندن تحريڪ، ڪميشن جي هيٺين تجويزن جي خلاف هئي:

(1) ڪاليجن ۽ يونيورسٽين تي گورنمينٽ جي وڏيڪ ڪنٽرول جي تجويز.
(2) گريجوئيٽ ڊگريءَ جو مدو ٻن سالن مان وڌائي ٽي سال ڪرڻ جي تجويز.
(3) اعلىٰ تعليمي ادارن ۾ داخلائن تي سختين ۽ رڪاوٽن جي تجويز.
(4) گهري خرچ سان ماڊل اسڪولن ۽ ڪاليجن تعمير ڪرڻ جي تجويز.
(5) لازمي پرائمري تعليم واري سرشتي کي پندرنهن سالن تائين مؤخر ڪرڻ جي تجويز ۽
(6) بنگالي ۽ اردوءَ واسطي رومن رسم الخط ناهڻ جي تجويز.

مٿئين اعتراضن مان معلوم ٿئي ٿو تہ تعليمي معاملي ۾ بنگالين جو شعور اسان کان گهڻو مٿي هو. بنگالين پنهنجي تحريڪ کي نهايت پُر زور طريقي سان هلايو. 17سيپٽمبر 1962ع تي شاگردن جي هڪ وڏي جلسي تي

پوليس فائرنگ جي نتيجي ۾ ڪيترائي شاگرد شهيد ٿيا. انهيء واقعي جي يادگيريء ۾ 17 سيپٽمبر واري تاريخ "ايڊيوڪيشن ڏينهن" طور ملهائڻ شروع ٿي. 17 سيپٽمبر 1963ع تي بنگالي شاگردن، 22 نقطن تي مشتمل مطالبا پيش ڪيا. جن ۾ تعليمي معاملن کان سواءِ ٻيا به ڪيترائي سياسي معاملا شامل هئا. چئي سگهجي ٿو ته تعليمي ڪميشن جي تجويزن بنگلاديش تحريڪ کي وڏي هٿي ڏني.

## رسالي "انسان" تي بندش ۽ ڏيپلائي صاحب جي نظربندي:

جيئن مٿي ڄاڻايل آهي، تعليمي ڪميشن جي تجويزن تي ڏيپلائي صاحب هفته وار "انسان" ذريعي ۽ پوسٽ ڪارڊن (جيڪي سنڌس پريس ۾ ڇپيا) ذريعي تمام تيز ۽ تند ايڊيٽوريل ۽ مضمون لکيا. اهي ڳالهيون گورنمينٽ کان برداشت نه ٿيون. نتيجي طور "انسان" رسالي تي بندش پيئي ۽ ڏيپلائي صاحب تي "امن عامه ۾ خلل وجهڻ"، "تعصب ڦهلائڻ"، "ملڪ دشمن سرگرمين ۾ ملوث هجڻ"، ۽ اهڙن ئي ٻين قلمن هيٺ ڪيس داخل ڪري جيل ۾ رکيو ويو.

"انسان" جو آخري پرچو 27 فيبروري 1961ع تي نڪتو.

الف، مٿين سيني تحريڪن ۽ احتجاجن جي نتيجي ۾ 13 آڪٽوبر تي حڪومت هڪ آرڊيننس ذريعي تعليمي ڪميشن جون ڪيتريون ئي تجويزون واپس ورتيون. جن ۾ سنڌي زبان کي انٽر تائين ذريعه تعليم طور قبول ڪيو ۽ ٻين ڳالهين کان سواءِ بي اي پاس ٽن سالن جو ڪورس ڪرڻ به قبوليو. وڌيڪ تفصيل في الوقت دستياب نه آهن.

(ب) مٿين واقعن جو عيني شاهد هجڻ جي حيثيت ۾، ۽ ان دور جي حالتن بابت ڪافي رڪارڊ رکندي، آءُ انهيءَ راءِ جو آهيان ته توڙي جو حڪومت تي 1960ع واري سنڌي زبان سوسائٽيءَ جي هلايل سنڌي ٻولي تحريڪ جو اثر به پيو هوندو، پر 13 اپريل آڪٽوبر 1962ع واري فيصلي جا حقيقي ڪارڻ سنڌي شاگردن جي بڪ هڙتال ۽ بنگالي شاگردن جي تحريڪ هئا.

حوالا:


1. الانا. غلام علي. ڊاڪٽر: سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا - ص: 309- 315
2. صديقي. حبيب الله ڊاڪٽر: Education in Sindh. Past & Present - ص: 71-170
3. ڏيپلائي، محمد عثمان: هفتوار "انسان" 1960. 9.5
4. ڏيپلائي، محمد عثمان: هفتوار "انسان" 13 آگسٽ 1959ع
5. صديقي. حبيب الله ڊاڪٽر: Education in Sindh. Past & Present - ص: 185
6. ايضاً - ص: 309
7. ايضاً - ص: 310
8. سيد. غلام مرتضيٰ شاهه. ساهڙ جا سينگار" ص: 107
9. ايضاً ص - 154
10. الانا. غلام علي. ڊاڪٽر: سنڌي ٻولي جي ارتقا ص- 370
11. ڏيپلائي محمد عثمان: هفتہ وار "انسان" 8 آگسٽ 1960ع
12. ايضاً ....
13. ڏيپلائي، محمد عثمان: هفتہ وار "انسان" 22 سيپٽمبر 1960ع
14. ايضاً
15. ڏيپلائي محمد عثمان: هفتيوار "انسان" 7 مارچ 1960ع
16. ڏيپلائي محمد عثمان: هفتيوار "انسان" 8 آگسٽ. 1960ع
17. الانا غلام علي. ڊاڪٽر: "نيوز اينڊ اوپنين" مارچ - اپريل ص 18
18. Student Politics and Bengali National Movement. Journal of Pakistan History Society July 1966.

# ون يونٽ ٽوڙڻ لاءِ ڪيل ڪجهه
# اهم پارليامينٽري معاهدا

(1)

### نيشنل عوامي پارٽيءَ ۽ ريپبليڪن پارٽيءَ جي وچ ۾ ابتدائي معاهدو

شيخ عبدالمجيد سنڌي، مسٽر جي- ايم- سيد ۽ مسٽر پرڳڙي (نعپ) مسٽر پيرزادو عبدالستار، ڪرنل سيد عابد حسين ۽ مخدوم زاده سيد حسن محمود (ريپبليڪن پارٽي)، پير صاحب پاڳاري جي موجودگيءَ ۾، سياسي ميدان ۾ ٺاهه ڪرڻ لاءِ گڏ ٿيا. هيٺيان فيصلا ڪيا ويا:

(1) ريپبليڪن نمائندا، پنهنجي پارٽيءَ طرفان اينٽي ون يونٽ ٺاهه خلاف ڏنل بيان واپس وٺن ٿا ۽ يقين ڏيارين ٿا تہ سنڌن پارٽيءَ جا ميمبر اسيمبليءَ ۾ ”ون يونٽ ٽوڙڻ“ جي ٺهراءُ جي پاس ڪرائڻ لاءِ ڪوشش ڪندا.

(2) ان کان سواءِ اهو بہ قبول ڪيو ويو تہ اسيمبليءَ جو پروگرام ۽ ڪاروبار اهڙيءَ طرح ڦيرايو وڃي. تہ جيئن خانگي ميمبرن کي 18 سيپٽمبر 1957ع کان اڳ هڪ ڏينهن (ون يونٽ ٽوڙڻ جي ٺهراءُ پيش ڪرڻ لاءِ) ملي وڃي.

ان ڏس ۾ نيشنل عوامي پارٽيءَ قبول ڪيو آهي تہ اُها وزارت جي خامين تي پنهنجي تعميري نڪتہ چيني جو حق رکندي، ريپبليڪن حڪومت کي سنڌس وزارت بچائڻ لاءِ مڪمل مدد ڪندي.

(2)

### ريپبليڪن پارٽيءَ ۽ نيشنل عوامي پارٽيءَ جي وچ ۾ معاهدو

13-7-1957ع

هيٺيون فيصلو، ريپبليڪن پارٽيءَ هڪ طرف ۽ پاڪستان نيشنل عوامي پارٽيءَ ٻئي طرف قبول ڪيو آهي تہ:

اولهہ پاڪستان ليجسليٽو اسيمبليءَ جي هلندڙ اجلاس ۾ پاڪستان جي قومي اسيمبليءَ جي منظوريءَ لاءِ "ون يونٽ ٽوڙي، پاڪستان ۾ زبان جي بنياد تي صوبا بحال ڪرڻ ۽ صوبن کي خودمختياري ڏيئي جيڪي اڳتي هلي زونل فيڊريشن ٺاهين" لاءِ جيڪو ٺهراءُ پيش ڪيو ويو آهي، ٻئي پارٽيون ان جي حمايت ڪنديون. ان کان سواءِ ساڳئي ٺهراءُ جي قومي اسيمبليءَ ۾ ٻنهي پارٽين طرفان حمايت ڪئي ويندي.

پاڪستان نيشنل عوامي پارٽي پنهنجي تعميري نڪتہ چينيءَ جو حق بحال رکندي، ريپبليڪن حڪومت جي وزارت کي بچائڻ لاءِ هر مدد ڪندي.

| نعپ | ريپبليڪن پارٽي |
|---|---|
| (1) عبدالغفار خان | 1- عابد حسين |
| (2) ميان افتخار الدين | 2- سردار عبدالرشيد |
| (3) جي ايم سيد | 3- فيروز خان نون |

(3)

## مسلم ليگ ۽ نيشنل عوامي پارٽيءَ جو "گڏيل حڪومت" بنائڻ لاءِ معاهدو

17-3-1958ع

مسلم ليگ ۽ نيشنل عوامي پارٽي هيٺين ڳالهين تي متفق ٿيون آهن تہ:

(1) مغربي پاڪستان ۾ هڪ گڏيل حڪومت ٺاهي ويندي، جنهن ۾ ٻنهي پارٽين کي هڪ جيتري نمائندگي ڏني ويندي. وزيراعليٰ ڪانسواءِ جيڪو مسلم ليگ جو هوندو ۽ نيشنل عوامي پارٽيءَ جي ليڊر جي قبوليت تي نامزد ڪيو ويندو.

(2) نيشنل عوامي پارٽيءَ جا وزير نيشنل عوامي پارٽيءَ جي ليڊر جي سفارش تي رکيا ويندا.

ٻنهي پارٽين جي وزيرن کي کاتا ليڊرن جي باهمي قبوليت بعد ڏنا ويندا.

| مسلم ليگ | نعپ |
|---|---|
| (1) سردار بهادر خان | 1- جي ايم سيد |
| (2) ممتاز محمد دولتانہ | 2- پير الاهي بخش |
| (3) ايم اي کهڙو | 3- جي ايم پيرزادو |
| (4) خان عبدالقيوم خان | |

(4)

## مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ ۽ نيشنل عوامي پارٽيءَ جو "گڏيل حڪومت" بنائڻ لاءِ پروگرام

مسلم ليگ ۽ نعپ، مغربي پاڪستان ۾ "گڏيل حڪومت" قائم ڪرڻ لاءِ هيٺئين پروگرام جي بنياد تي معاهدو ڪيو آهي:

(الف) موجوده مرڪزي "گڏيل حڪومت" جي فيصلي ۽ اليڪشن ڪميشن جي شيڊيول مطابق آزاد ۽ منصفانہ چونڊن ڪرائڻ لاءِ هر ڪا ڪوشش ڪئي ويندي.

(ب) اوئڪيو زرعي زمين جا مالڪاڻا حق موجوده مالڪن کي ڏنا ويندا ۽ زمين جي قيمت ڪاٽڻ ڏهن سالن اندر هڪ جيترين قسطن ۾ وصول ڪئي ويندي.

(ت) جتي بہ ممڪن ٿي سگهيو، اصولي طور تي، سرڪاري زمين نيلام نہ ڪئي ويندي، پر مقامي هارين ۽ مقامي ننڍن ڪاتيدارن (Whose holding is uneconomical) کي وڪرو ڪئي ويندي. وڪري جي رقم ڪاٽڻ ڏهن سالن اندر هڪ جيترين قسطن ۾ وصول ڪئي ويندي.

(ث) ڪاڏي جي فصلن جي پيداوار وڌائڻ، سرڪاري پيل زمينن جي سڌارڻ، گهٽي پاٽيءَ (Water Logging) ۽ سم ۽ ٻوڏ کان بچاءَ لاءِ زمينن تي بند ٻڌائڻ، بئراجن ۽ واهن جي ضروري مرمت ڪرائڻ، سرڪار طرفان وڌايل ڍل کي رد ڪرڻ، هارين کي ٽيننسي حقن ڏيڻ ۽ زرعي سڌارن ڪرڻ لاءِ قدم کنيا ويندا.

(ج) مهاجرن جي آبادڪاريءَ ۽ سندن واجبي ڪليمن جي پورائي جو انتظام ڪيو ويندو.

(ح) ضروريات زندگيءَ جي شين جي وڌندڙ مهانگائي، بليڪ مارڪيٽنگ ۽ ذخيره اندوزيءَ کي ختم ڪيو ويندو.

(خ) انتظاميہ مان رشوت خوريءَ جي مرض کي دور ڪيو ويندو.

(د) لاقانونيت خلاف قدم کنيا ويندا.

(ذ) مقامي ماڻهن کي نوڪريون ڏنيون وينديون.

(ر) ماڻهن جي شڪايتن دور ڪرڻ لاءِ ڊويزنن جي ڪمشنرن لاءِ صلاح ڪاميٽيون مقرر ڪيون وينديون.

(ز) ننڍن صوبن جي باشندن کي واعدي موجب مرڪزي سيڪريٽريٽ ۾ نوڪريون ڏنيون وينديون.

(س) اڳين حڪومت طرفان سياسي توڙي ٻين سببن ڪري ڪڍيل، بدلي ڪيل يا لاٿل گزيٽيڊ آفيسرن يا شعبن جي سربراهن جي ٻيهر بحاليءَ تي غور ڪيو ويندو.

(ش) سياسي سببن جي بنياد تي پراڻي سنڌ پراونشل بئنڪ کي ڏک رسائڻ لاءِ مغربي پاڪستان بئنڪ قائم ڪرڻ جي ڪڍيل آرڊرن کي رد ڪيو ويندو، پراڻي بئنڪ کي مضبوط بڻايو ويندو ۽ ان جو هيڊ ڪوارٽر حيدرآباد منتقل ڪيو ويندو.

(ص) حڪومتي ڪاروبار جا قانون اهڙي طرح بڻايا ويندا، جيئن وزير پنهنجن فرضن ۾ با اختيار رهن.

(ض) صوبن کي ملائڻ (ون يونٽ قائم ڪرڻ وقت) کان اڳ مختلف ڪاٽن طرفان ننڍن صوبن لاءِ جيڪي ترقياتي اسڪيمون تجويز ڪيون ويون هيون، تن کي هڪدم عمل ۾ آندو ويندو.

(ط) ماڻهن جا شهري حق محفوظ رکيا ويندا ۽ انهن حقن خلاف نڪتل سڀ حڪم هڪدم درست يا رد ڪيا ويندا.

| | |
|---|---|
| 1- سردار بهادر خان | 1- جي ايم سيد |
| 2- ممتاز محمد دولتانه | 2- پير الاهي بخش |
| 3-ايم اي کهڙو | 3-غلام مصطفيٰ پرڳڙي |
| 4-خان عبدالقيوم خان | (17-3-1958) |

(5)

اولهه پاڪستان ليجسليٽو اسيمبليءَ ۾ ماڻهن جي گڏيل مطالبي جي روشنيءَ ۾ هڪ نهراءُ پاس ٿيو ته "ون يونٽ ڏاهي ملڪ کي چئن يا وڌيڪ خودمختيار صوبن ۾ ورهايو وڃي." ان کي مدنظر رکي، مسٽر کهڙي جي جڳهه تي 5- سيپٽمبر 1958ع جي شام ۽ 6- سيپٽمبر 1958ع جي صبح جو هڪ گڏجاڻي ٿي. هيٺين معززن شرڪت ڪئي.

جناب پير صاحب پاڳارو، جناب مخدوم صاحب هالا، مسٽر جي ايم سيد، قاضي فضل الله، مسٽر غلام علي ٽالپر، مسٽر محمد ايوب کهڙو،

پير زادو عبدالستار، حاجي مولا بخش سومرو، آغا بدرالدين، خانبهادر غلام محمد وساڻ، شيخ عبدالمجيد سنڌي، پير قادر شاهه، پير غلام رسول شاهه (مير پور خاص).

اهو فيصلو ٿيو تہ سنڌ جون سڀ سياسي پارٽيون متحد ٿين ۽ گڏيل صلاح سان ايندڙ اولهہ پاڪستان جي قومي ۽ صوبائي اسيمبلين جي چونڊن لاءِ اهڙا اميدوار تجويز ڪن، جيڪي ون يونٽ ڊاهي اولهہ پاڪستان کي چئن يا وڌيڪ صوبن ۾ ورهائڻ لاءِ ڪم ڪن:

ان مقصد لاءِ هڪ پارليامينٽري بورڊ، هيٺين ماڻهن تي مشتمل ٺاهيو ويو:

جناب پير صاحب پاڳارو، جناب مخدوم صاحب هالا، مسٽر جي ايم سيد، ايم اي کهڙو، مير غلام علي ٽالپر، قاضي فضل الله، پيرزادو عبدالستار، آغا غلام نبي پٺاڻ، شيخ عبدالمجيد سنڌي، خانبهادر غلام محمد وساڻ، حاجي مولا بخش سومرو.

بورڊ جو ڪنوينر مسٽر ايم اي کهڙو ۽ سيڪريٽري پيرزادو عبدالستار هوندو. منشور ۽ پروگرام ٺاهڻ لاءِ هڪ سب ڪاميٽي هيٺين ماڻهن تي مشتمل ٺاهي وئي:

مسٽر ايم اي کهڙو، پيرزادو عبدالستار، مسٽر جي ايم سيد، قاضي فضل الله، شيخ عبدالمجيد سنڌي، مير غلام علي ٽالپر، جناب پير صاحب پاڳارو.

فضل الله قريشي

# ون يونٽ دور: ڇا ڏنوءِ ڇا ورتو ؟

ون يونٽ ٺاهڻ لاءِ جيڪي جواز ڏنا ويا، انهن ۾ هيٺيون ڳالهيون پيش ورجايون ويون:

(1) صوبن ختم ٿيڻ سان اولهه پاڪستان ۾ صوبائي نفرتون گهٽبيون ۽ قومي يڪجهتي وڌندي.

(2) پنجاب اڪثريت جي قرباني ڏيندي پنجونجاهه بدران پنجاهه سيڪڙو جو حقدار هوندو ۽ وڏا وزير ننڍن صوبن مان ڪنيا ويندا ۽ شايد ڪهڙو صاحب به ان آسري تي ون يونٽ لاءِ ها ڪئي هوندي ۽ ننڍن صوبن کي نوڪرين وغيره ۾ ترجيح ڏني ويندي.

(3) ترقياتي ڪم وڌندا ڇاڪاڻ جو غير ترقياتي بجيٽ گهٽ ٿيندي يعني ٽن چئن صوبن جي جاءِ تي صرف هڪ صوبي جو خرچ ٿيندو.

(4) انتظامي طور پئي يونٽ برابر تصور ڪيا ويندا ۽ ڪنهن جي به هڪ هٿي نه رهندي ۽ هڪ صوبو ٻئي جا حق غضب ڪري نه سگهندو.

(5) اڳوڻا چارئي صوبا پاڻ ۾ گڏجي مرڪز سان بهتر نموني سودي بازي ڪري سگهندا وغيره وغيره.

ان سجي رٿا ۾ گهڻي کان گهڻو نقصان بنگال ۽ سنڌ کي پئي ٿيو. سنڌ ۾ پيرزادي صاحب کي هٽائي کهڙي صاحب کي آندو ويو ۽ هن سيني سنڌين کي لٽ ۽ چٽ ڏيڪاريل بل پاس ڪرايو. خبر نه آهي ته بنگالي ان رٿا تي ڪيئن راضي ٿيا! ڇاڪاڻ جو هو ڪليو ڪلايو نقصان ۾ پئي ويا. بهرحال هو به اسٽيبلشمينٽ جي اثر ۾ اچي ويا ۽ هنن ۾ به ڪو ايوب کهڙو پيدا ٿيو هوندو.

اسان سنڌي شاگردن جي حيثيت ۾ 1955ع کان 1965ع تائين هر مرحلي، هر پليٽ فارم تي، اديبن ۽ سياستدانن سان ون يونٽ خلاف جدوجهد ۾ گڏ هئاسين. اها جدوجهد اسان کان پوءِ به سن 1970ع تائين جاري رهي ۽ سنڌ ۽ سنڌين جو شايد ئي ڪو اهڙو طبقو هوندو جنهن ون يونٽ خلاف جدوجهد ۾ حصو نه ورتو هجي. ها البت اهو سارو وقت اسان جا نوان سنڌي يا

پناهگير ۽ ڪراچي واسي گهڻي قدر خاموش رهيا ۽ ڪنهن به ڪڏهن به ون يونٽ خلاف ڪو بيان يا جلسا جلوس ڪونه ڪيا . سنڌن اڳواڻ ۽ اخبارون گهڻو تڻو خاموش رهيون. پر هڪ ڳالهه ظاهر هئي ته ون يونٽ جي ٽٽڻ تي اهو طبقو خوش نه هو. ڇاڪاڻ جو سنڌ سرڪار مان هنن کي خدشا هئا ۽ ڪراچيءَ جو سنڌ ۾ وري شامل ٿيڻ هنن حلقن لاءِ پريشانيءَ جو باعث هو. هاڻي اچو ته سنڌ جي مفادن جي روشنيءَ ۾ مٿي ذڪر ڪيل وعدن جي روشنيءَ ۾ ون يونٽ جي ڪارڪردگيءَ جو جائزو وٺون.

## قومي اتحاد ۽ يڪجهتي:

ون يونٽ ۾ قومي يڪجهتي ڪي هٿي وٺرائڻ بدران صوبائيت جون پاڙون مضبوط ڪيون ويون. ڇاڪاڻ ته اهو سرشتو انصاف ڏيڻ ۾ ناڪام ويو. اولهه پاڪستان جي پراڻن صوبن کي اهو احساس ٿيو ته ون يونٽ قائم ڪري پنجاب جي مٿيرائپ قائم ڪئي وئي آهي. هوڏانهن بنگالين جي احساس محرومي ۾ واڌارو آيو. ڇاڪاڻ ته هنن ان سرشتي تحت گهٽائيءَ کي ٿورائيءَ يا برابري ۾ تبديل ڪيو ويو. انهيءَ ڪري بنگالي عوام ۾ اهو احساس عام هو ته سنڌن اڳواڻن سان ڌوهه ڪيو آهي. ون يونٽ جي نتيجي ۾ بنگال ۾ قومي يڪجهتي بجاءِ بنگالي قوميت ۽ علحدگيءَ جو لاڙو پيدا ٿيو. ان جو ثبوت اگر تلا سازش ۽ مجيب جا ڇهه نڪتا آهن. مجيب الرحمان پنهنجي ڇهن نڪتن ۾ فيڊريشن بجاءِ ڪنفيڊريشن جي گُهر ڪئي. اڳتي هلي اهي ڇهه نڪتا پاڪستان جي ٽٽڻ جو سبب بڻيا.

## پنجاب جي قرباني:

اولهه پاڪستان ۾ ننڍن صوبن سان ڪيل وعدا وفا نه ٿيا. صرف به سال يعني سال 55ع کان سن 57ع تائين سرحد صوبي مان به وڏا وزير ٿيا، جنهن مان هڪ کي لاهور ۾ قتل ڪيو ويو ۽ ٻئي کي هٽائي . سال اندر پنجاب مان نواب مظفر علي قزلباش کي اولهه پاڪستان جو وڏو وزير بڻايو ويو. جنهن سبب ون يونٽ جي رهيل ساک پٽ به ختم ٿي وئي. ايوب خان مارشل لا 1958ع کان 1970ع تائين لڳائي. جنهن سبب هڪ طرف بنگال ۾ احساس محرومي وڌي ته ٻئي طرف ننڍن صوبن ۾ مرڪز خلاف لاڙا پيدا ٿيا. ملڪ جو حڪومتي سرشتو نمائندگيءَ جي اصول تي هلائڻ بجاءِ ڪامورا

شاهيءَ جي زور تي هلايو ويو. ڪامورا شاهيءَ جو حال اهو هو تہ سڄي اولهہ پاڪستان سيڪريٽريٽ ۾ انهن پندرهن سالن ۾ فقط ٻہ سنڌي سيڪريٽري رهيا. اهڙيءَ طرح هيٺ ڊويزنل سطح تي ڪو بہ ڪمشنر سنڌي نہ هو. ڊپٽي سيڪريٽري جيڪي ان زماني ۾ اچي ڪاري جا مالڪ هئا. انهن ۾ پنجهتر سيڪڙو غير سنڌي هئا ۽ سکر ۾ بہ 1950ع کان 1970ع تائين شايد ئي ڪو سنڌي ڊپٽي ڪمشنر آيو هجي. اهڙيءَ ريت پوليس ۾ ايس پي سطح تي بہ اسي سيڪڙو ڪان وڌيڪ غير سنڌي ايس پي رهيا. آءِ جي يا ڊي آءِ جي سنڌي هجڻ جو تہ سوال ئي پيدا نہ پئي ٿيو. هاڻي ٻڌايو تہ اهڙي حالت ۾ ڪهڙو انصاف پئي ملي سگهيو. صوبائي مرڪز لاهور ۾ قائم ٿيو ۽ ملڪي گادي جلد ئي ڪراچيءَ کان اسلام آباد کڄي وئي نتيجي طور ماڻهو هر ننڍي وڏي ڪم لاءِ يا سرڪاري ڪاغذن جي پوئواري ۾ اسلام آباد ۽ لاهور جا ڌڪا پئي کاڌا. نوڪريون جام هيون. پر ڏيڻ وارا يا پناهگير (مرڪزي) يا پنجابي (لاهور ۾). تن پئي پنهنجن کي ورسايو. ڏهن سالن ۾ آئون پهريون سنڌي هئس جنهن لاهور ۾. سيڪريٽريٽ ۾ اچي نوڪري ورتي ۽ پوءِ ايندڙ پنجن سالن ۾. سن 70ع تائين سمجهان ٿو تہ 100 کن نوجوان اولهہ پاڪستان جي مختلف ڪاتن ۾ مقابلي ذريعي ڀرتي ٿي آفيسر مقرر ٿيا. جن اڳتي هلي سنڌ سرڪار بہ سنڀالي.

## ترقياتي عمل:

ترقياتي بجيٽ برابر وڌي. پر سنڌ کي سندس حصو نہ مليو. سن 56ع ۾ شروع ڪيل گڊو بئراج جي رٿا سن 70ع تائين مڪمل ٿي نہ سگهي. خاص ڪري آبپاشي سرشتو. جنهن لاءِ اسان ڪافي عرصي تائين سنڌ ترقياتي بجيٽ ۾ پئسا رکندا آياسين. اهڙيءَ طرح سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو جي رٿا جو هڪ بہ مرحلو پورو ٿي نہ سگهيو ۽ ان کان پوءِ شروع ڪيل پنجاب يونيورسٽي نئين ڪيمپس ۾ ڪم جي رفتار تيز هئي. اهو بہ ياد رهي تہ ون يونٽ سرڪار کي جيڪي چوويهہ ڪروڙ روپيا سنڌ سرڪار 1955ع ۾ ڏنا هئا. اهي انهن ٻنهي رٿائن لاءِ ڪنا ڪيا ويا هئا. نہ صرف اهو پر نيون رٿائون بہ صوبي طرفان گهٽ ڪنيون پئي ويون. جيتوڻيڪ مرڪز طرفان پٽي صاحب جي زور بار ڪري ۽ قدرتي سهوليت سبب پورٽ قاسم. اسٽيل مل ۽ پوءِ گڊو ٿرمل پاور اسٽيشن قائم ڪيا ويا. محمد خان جوڻيجي جي

وزير مواصلات هئڻ ڪري ميرپور خاص کان حيدرآباد ريلوي لائين تبديل ڪري وڏي گيج واري ڪئي وئي ۽ ٻيو حيدرآباد . ڪراچي سپر هاءِ وي نهيو. جڏهن ته پنجاب، راوي ۽ جهلم تي ٻه پليون اڏيون ويون. تعليم جي شعبي ۾ سپربيئير هاءِ اسڪول ۽ سائنس ڪاليجن جون رٿائون جڙيون جنهن ۾ هر ڊويزن کي اهي سهوليتون ڏنيون ويون ۽ حيدرآباد ۽ خيرپور ۾ ٻه منهنجو تي سال ترقياتي پروگرام ناهڻ ۾ حصو رهيو. سنڌ کي برابرجي آڏار تي حصو نه مليو. ان جو سبب صحيح نمائندگي نه هئي، ڇاڪاڻ جو بجيٽ وٺڻ مهل جڏهن ميٽنگون ٿينديون هيون ۽ خود مختيار ادارا جيڪي سنڌ ۾ ڪم ڪندا هئا. اتان ٻه صحيح نمائندگي نه هئڻ سبب انهن کي پورا پئسا ڪونه ملندا هئا. ان ڪانسواءِ ٻيو وڏو سبب هو پئسا خرچ نه ٿيڻ، ڇاڪاڻ جو ڪاتن جا سربراهه ٻه سنڌي نه هئڻ ڪري رکيل پئسا مڪمل طور خرچ نه ٿيندا هئا. پوئواري نه هئڻ ڪري گهٽي ۾ گهٽا فنڊ سنڌ، بلوچستان، جنهن کي ڏاکٽي ريجن چوندا هئا، وارن علائقن مان اڻ خرچيل رهجي ويندا هئا. پوءِ ڪٿي روڊ هجن، اسڪول يا اسپتالون منهنجي وجڻ سان گهٽ ۾ گهٽ انهن مسئلن جي جاڻ ٿي ۽ پوءِ لاڳاپيل حلقن کي هوشيار ڪيوسين ته بابا اچو پنهنجن ٽپڙن جي مالڪي ڪيو. هڪ ڳالهه واضح ڪندو هلان ته پاليسين ۾ جيڪا ترجيح ننڍن صوبن کي ملڻي هئي اها ڪونه ملي. آئون خاطريءَ سان چوان ٿو ته سنڌ اندر پهرين ستن سالن يعني 1948ع کان 1955ع تائين جيڪا ترقي ٿي ۽ ادارا نهيا، ون يونٽ وارن پندرهن سالن (70-1956ع) ۾ ان جي برابر ترقي ڪونه ٿي ۽ گهڻو تڻو خرچ پنجاب ۽ لاهور ۾ ٿيو. مرڪز طرفان ٻه ان عرصي ۾ ترجيح انڊس بيسن ورڪس ۽ اسڪارپ پروگرام ۽ پاور پروگرام تي رهي، جيڪا پنجاب تي مشتمل هئي ۽ واپڊا ۽ ريلوي جو هيڊ ڪوارٽر لاهور ۾ هئڻ سبب 80 سيڪڙو نوڪريون پنجابين وٽ رهيون ۽ اسان 15 سيڪڙو آباد هوندي ٻه ڪراچيءَ کي ڇڏي 5 سيڪڙو نوڪريون ۽ وسيلا ٻه حاصل ڪري نه سگهياسون. اهڙي طرح سنڌ انهن پندرهن سالن ۾ جيڪي وڃايو، ان کي حاصل ڪرڻ ۾ اينڊڙ ٽيهه سال لڳي ويا.

## يونٽن جي برابري:

اها هڪ اهڙي جڙتو سوچ جوڙي ويئي جنهن تي عمل ٿيڻ ناممڪن هو. مون پندرهن سالن جي رڪارڊ ۽ پنجن سالن جي ذاتي مشاهدي ۾ پنجاب

يا پنجابين جي ڪا ننڍڙي قرباني ننڍن صوبن جي باشندن جي حق ۾ يا پنجاب جي غير پنجاب علائقي لاءِ ڪو نه ڏٺي. سمورا اختيار، پوءِ ڪٿي اها زمين جي ورهاست يا مالڪاڻو هجي يا ان لاءِ اپيل يعني بورڊ آف روينيو سان لاڳاپيل مسئلا. سڀ لاهور ۾ فيصلا ٿيندا هئا. هوڏانهن گزيٽيڊ آفيسرن جون پوسٽنگ ٽرانسفر نه ڇڏيو، پر موڪل جا فيصلا به لاهور ۾ ٿيندا هئا ۽ ان سلسلي ۾ پنجاب جا سيڪشن آفيسر اسان وارن آفيسرن، خاص ڪري انجنيئرن کي. وقت به وقت گهرائي خوب پريشان ڪندا هئا ۽ ڪين پنجاب ۽ بلوچستان جي ڏورانهن علائقن ڏانهن بدليءَ جا دپ ڏياري خوب رشوتون وٺندا هئا. سوڪڙيون ڏار وٺندا هئا. ان سلسلي ۾ اسان جا سنڌي آفيسر خاص ڪري آفيس اسسٽنٽ ۽ سپرنٽنڊنٽ پنهنجي طرفان تمام گهڻي مدد ۽ ڪوشش ڪندا هئا ته سنڌ مان ايندڙ آفيسرن جي گهڻي کان گهڻي مدد ڪن. هو سا ڳيو جوش ڪراچيءَ ۾ ڪجهه سال رهيو. پر پوءِ هاڻي اتي به 1960ع جو لاهور وارو ماحول ٿي ويو آهي. پنجاب نه صرف ترقياتي پروگرامن ۽ نوڪرين ۾ سنڌين جا حق غصب ڪندو رهيو. پر واپڊا جي نالي ۾ به پنجابين جي هٽ هٽي رهي. سمورا ٺيڪا ۽ خريداريون، جيڪي ان زماني ۾ ڪروڙن روپين ۾ هيون. تن جا فيصلا واپڊا هائوس ۾ اٿارٽي ڪندي رهي. اسان کي ياد نه آهي ته ڪنهن ٺيڪي ۾ يا سپلاءِ ۾ ڪو سنڌي آيو هجي. غلام فاروق ۽ غلام اسحاق جي واپڊا ۾ هئڻ دوران سرحد ۽ پٺاڻن کي ڪافي فائدو ڏنو ويو ۽ واپڊا ۾ پاور واري شعبي ۾ ايترا ته پٺاڻ انجنيئر ڀرتي ڪيا ويا جو ايندڙ ٽيهه سال يعني 1965ع کان 1995ع تائين واپڊا پاور ونگ ۾ پٺاڻن جو زور پنجابين کان به وڌيڪ رهيو. پر اسان جي سنڌين اتي به ڪو ڀوتو نه ڀاريو.

## مرڪز سان ڀيٽ:

مرڪزي بجيٽ ۾ هاڻي پنهي صوبن کي برابر يعني 50:50 حصو ملڻ لڳو. پر اولهه پاڪستان واري 50 ۾ گهڻو تڻو، جيئن آئون پهرين به چئي آيو آهيان ته، پنجاب جي حصي ۾ ويو. جيئن ته 1955ع کان اڳ پنجاب کي صرف پنجويهه سيڪڙو ملندو هو، پر هاڻي 50 سيڪڙو مان پنجٽيهن کان چاليهه سيڪڙو پنجاب تي خرچ ٿيڻ لڳو. جنهن جي نتيجي ۾ باقي ٽي پراڻا صوبا ڏسندا رهجي ويا.

هوڏانهن مرڪزي پاليسين ۾ ڪا تبديلي نه آئي. مک وزارتن تي

پنجاب جا وزير يا سيڪريٽري حاوي رهيا. معنيٰ تہ مرڪز ۾ بہ پنجاب وڏو حصو نئيو تہ اولهہ پاڪستان صوبي ۾ بہ. انهيءَ سڄي عرصي دوران يعني 1955ع کان 1970ع تائين سواءِ اي جي اين قاضيءَ جي ڪو بيو مرڪزي سيڪريٽري سنڌي ڪو نہ هو. فنانس منسٽر بہ سڀ پنجابي رهيا. جهڙوڪ سيد امجد علي، محمد شعيب، مظفر علي قزلباش وغيره. سو سوال اهو آهي تہ ڪهڙي طرح ننڍي صوبن کي فائدو ٿيو؟ اڳ مثلاً سنڌ کي صرف مرڪز ڦريندو هو ۽ هاڻي تہ لاهور ۽ اسلام آباد ٻئي گڏ ٿي سنڌ جي وسيلن تي جاوا ڪندا رهيا. بيراج جون زمينون بہ گهڻي ڀاڱي فوجين ۽ غير سنڌين کي مليون. صنعتون وري چنيوٽين ۽ گجراتي ميمڻن جي حصي ۾ آيون. 1970ع کان اڳ جڏهن محبوب الحق اهو چيو تہ پاڪستان پنجتيهہ سيٺين وٽ گروي آهي تہ انهن ۾ هڪ بہ سنڌي يا بلوچ ڪونہ هو. مطلب تہ خانگي شعبو هجي يا سرڪاري نوڪريون يا ڪارپوريٽ سيڪٽر ڪٿي بہ سنڌي ظاهر نہ هئا. ڪجهہ پنهنجا افعال ۽ ڪجهہ رياستي ڏاڍايون، تنهنڪري سنڌي ڪسمپرسيءَ واري حالت مان نڪري نہ سگهيا. ان ڪري ون يونٽ رٿا هر طرح ننڍن صوبن لاءِ ناڪام ثابت ٿي.

هڪ نمايان تبديلي ون يونٽ دوران اها آئي تہ سياسي طور تي سنڌين ۾ ڪافي سجاڳي آئي ۽ سنڌي قومپرستي اجاگر ٿي. ڪوشش ڪري هر شعبي ۾ سنڌي ظاهر ٿيڻ لڳا. سنڌي مزاحمتي ادب پيدا ٿيڻ لڳو. سنڌي شاگردن ۾ سجاڳي آئي ۽ آفيسرن ۾ بہ ڪافي جوش جذبو نظر آيو. خاص ڪري سن 70ع تائين، جيسين سڀ لاهور ۾ هئا. انهيءَ عرصي دوران سنڌي سپريئر سروسز ۾ بہ داخل ٿيا. جيڪي اڳتي هلي اسي ۽ نوي واري ڏهاڪي ۾ صوبائي ۽ مرڪزي سيڪريٽري پڻ ٿيا. مطلب تہ نقصانن سان گڏوگڏ، رد عمل طور، فائدا پڻ ٿيا سنڌين کي سنڌ جو قدر ٿيو ۽ احساس ٿيو تہ سنڌ اسان جي سڃاڻپ آهي ۽ سنڌ ۾ اسين وڌيڪ معزز ۽ محفوظ آهيون. انهيءَ جوش جو فائدو هڪدم 1970ع جي اليڪشن ۾ پيپلز پارٽيءَ خوب حاصل ڪيو.

محمد علي ڏيپلائي

# محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي ون يونٽ خلاف سرجيل مزاحمتي ادب جو جائزو

ڏيپلائي صاحب جو قوم پرستيءَ ۽ وطن پرستيءَ ڏانهن سفر، قيام پاڪستان کان ترت پوءِ شروع ٿي ويو. انهيءَ کان اڳ هُن تحريڪ پاڪستان ۾ دل و جان سان حصو ورتو هو. انهيءَ دور ۾ پاڻ ذهني طور تي 'ملت اسلاميہ' ۽ 'حڪومت الاهيہ' جهڙن نظرين کان سخت متاثر هو. 1947ع ۾ ڪيس پنهنجي انهيءَ خواب جي تعبير پاڪستان جي شڪل ۾ ملي، پر ترت ئي ڪيس سخت ذهني صدما سهڻا پيا. انهيءَ ڪيفيت جو اظهار هُن، هِن ريت ڪيو: "شروع کان مذهبي چڪر ۾ اچڻ سبب منهنجو اهو ئي تصور هو تہ 'مسلم هين هم. وطن هي سارا جهان همارا !' انهيءَ ڪري مون کي 'وطن' سان ڪابہ محبت ڪونہ هئي. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ جڏهن سڀ کان اول ڪراچي سنڌ کان کسي وئي ۽ پوءِ سنڌ جي زمين، جائدادن، نوڪرين، واپار، تعليم، ادب ۽ زبان تي غير سنڌي پائرن جون 'برادران يوسف' واريون بدنيت نظرون اُٿيون، جي اڳتي هلي 'عظيم پنجاب' عرف 'ون يونٽ' جي روپ ۾ نروار ٿيون، تڏهن منهنجي ذهن کي سخت صدمو پهتو. وري جڏهن انهيءَ احساس هيٺ سمورن اسلامي ملڪن ۽ پاڪستان جي باهمي تعلقات، وچ مشرق جي موجوده حالات، ۽ مغرب ۽ مشرق جي بين الاقوامي صورتحال جو جائزو ورتم، تڏهن هن حقيقت کي سڀ کان اهم ۽ ضروري محسوس ڪيم تہ سڀ کان اول آهي پنهنجو وجود، ان بعد پنهنجو گهر ۽ وطن. . . جنهن بہ انسان کي پنهنجي 'تڏي' سان محبت نہ آهي، اهو سامين، ڪهيرين، گرگلن ۽ واگهڙين وانگر سدائين رولو رهي ٿو، ۽ انهن لاءِ دنيا ۾ ڪوبہ صحيح ٺڪاڻو ڪونهي!"
انهيءَ ابتدائي صدمي کان پوءِ هُن اڳتي لاءِ پنهنجي صحافت ۽ ادب جي راهہ جو تعين هن ريت ڪيو:

"آءٌ پوري يقين سان محسوس ٿو ڪريان تہ سنڌ جي باشندن سان هن

وقت پاڪستان ۾ اهڙو ئي ظلم روا آهي، جهڙو جاپانين، چينين سان ڪيو، فلسطينن سان يهودين ڪيو... ان ڪري هر ڪنهن اديب ۽ اڳواڻ کي گهرجي تہ هو قوم کي خوب سجاڳ ڪري ۽ ان کي پنهنجي وطن جي محبت ۾ اهڙو سرشار ڪري جو ان کي ڪوبہ ڀنيلائي نہ سگهي!"

سائين محمد ابراهيم جويي مطابق" زندگيءَ جي اسٽيج تي ڏيپلائي صاحب جي سامهون بديءَ جا چار زنده نشان ۽ ڪردار رهيا آهن... هڪڙو پير، ٻيو ملو، ٽيون زميندار يا شاهوڪار ۽ چوٿون ڪامورو. پنهنجي مٿئين سوچ جو منطقي تجزيو ڪندي ڏيپلائي صاحب ان نتيجي تي پهتو تہ سنڌين جي سادگي، ابوجهائپ ۽ گمراهيءَ جا بنيادي ڪارڻ هينيان آهن:

(1) مذهب جي حقيقي تعبير ۽ روح کان اڻ ڄاڻائي.

(2) دنيا جي قديم توڙي جديد تاريخ کان اڻ ڄاڻائي.

(3) جديد سائنسي تحقيق، ايجادات ۽ ترقي کان تعصب جي حد تائين لا علمي ۽

(4) دنيا ۾ ٿيندڙ سياسي، سماجي ۽ اقتصادي صورت حال کان اڻ ڄاڻائي.

ڏيپلائي صاحب جي سوچ مطابق ون يونٽ جي مهاجار کي ڦهلائڻ واسطي سڀ کان وڏيڪ مذهب جو استعمال ڪيو ويو ۽ 'هڪ خدا، هڪ قرآن، هڪ رسول، هڪ ٻولي ۽ هڪ يونٽ' جو نعرو هڻي هر معاملي کي الجهايو ٿي ويو.

ڏيپلائي صاحب پنهنجي قلم ۽ زبان جو استعمال مٿين راهنما اصولن جي روشنيءَ ۾ ڪيو. هن مضمون ۾ ون يونٽ توڙ تحريڪ جي حوالي سان سنڌن چوند لکڻين جو ذڪر ڪجي ٿو:

**روزاني عبرت**

2'هفتيوار عبرت' کي ڏيپلائي صاحب 1953ع ڌاري 'روزاني' جي صورت ڏني. پر انهيءَ اخبار کي ڪاروباري انداز ۾ هلائڻ بدران ان کي پنهنجي نظرين جي اشاعت واسطي استعمال ڪيو. ون يونٽ کي پنهنجي لکڻين ۾ 'عظيم پنجاب' ڪوٺيندي، سنڌ دشمنن کي سخت تنقيد جو نشانو بنائيندو رهيو. نتيجي طور اخبار کي سرڪاري اشتهارن توڙي نيوز پرنٽ ڪوٽا کان محروم رکيو ويو. اپريل 1957ع ۾ اخبار جي سائيز ننڍي ڪئي وئي. انهيءَ موقعي تي 'عظيم پنجاب جو نذرانو' جي عنوان هيٺ لکيل ايڊيٽوريل ۾ لکيائين:

"دوستن کي معلوم آهي تہ 'عظيم پنجاب' عرف 'ون يونٽ سرڪار'

طرفان عبرت جا اشتهار بند ڪيا ويا آهن. ذميدار آفيسرن سان روبرو گفتگوءَ مان واضح ٿيو تہ "جيستائين عبرت. سنڌجي پنجاب کان آزاديءَ لاءِ لکندي رهندي. تيستائين اُن جا اشتهار جاري نہ ڪيا ويندا !" اهو تہ ظاهر آهي تہ عبرت ڪڏهن بہ انهيءَ مسئلي تي لکڻ کان باز نہ ايندي. . . ڪاٻہ انسانيت سان واسطو رکندڙ اخبار پلا پنهنجي وطن جي پاڙيسري صوبي جي غلاميءَ خلاف لکڻ کان ڪيئن باز ايندي!

آءُ ڪيئين ڇڏيان سومرا، تن پنهوارن پچار،
جڙ جنين جي جان ۾، لڳي ريءَ لوهار،
پڪا ۽ پنهوار، ڏني مون ڏينهن تيا!

اسين تہ سمجهون ٿا تہ اخبار پنهنجي وطن جي غلاميءَ خلاف آواز بلند نہ ٿي ڪري. الٽو انهيءَ جي فائدي ۾ لکي تہ اها بند ٿي ٿي پلي آهي!" ۽ ٿيو بہ ائين- جلد ٿي آگسٽ 1958ع ۾ عبرت، قاضي برادران کي وڪڻي ڏني وئي.

**ڏڪار (ناٽڪ)**

ڊسمبر 1956ع ۾ هالا ۾ ٿيل هڪ ادبي محفل ۾ ڏيپلائي صاحب خالي پنا اُٿلائيندي هي ڊرامو في البديهہ پڙهيو.

ڊرامي ۾ ڏڪاريل ٿرين جي حالت ۽ انهيءَ تي لاهور جي ون يونٽي سرڪار جي احمقانہ موٽ کي طنز ۽ مذاق جو نشانو بنايو ويو آهي. سند جي حالتن توڙي سنڌي ٻوليءَ کان اڻ واقف وزير ۽ سندس اسٽاف 'ڏڪار' کي 'ڊڪار'، يعني اوڳرائي سمجهي علاج لاءِ ٿرين کي هاضمي جون گوريون ۽ گهٽ کائڻ جي فائدن تي پمفليٽ ٿو موڪلي. اسيمبليءَ جي سنڌي ميمبر ۽ حيدرآباد جي ڪمشنر جي سمجهائڻ تي ٿر ۾ اَن تہ موڪليو وڃي ٿو پر مدد طور نہ، بلڪ وڪري لاءِ! هڪ دفعو وري وزير کي سمجهايو ٿو وڃي تہ هو 'فيمين رليف ايڪٽ' هيٺ ٿر کي آفت زده علائقو 'ڊڪليئر' ڪري تہ جيئن اُتي قاعدي موجب مفت اَن موڪلي سگهجي. "ڊڪليئر" لفظ تي وزير صاحب وري چرڪ ٿو ڀري جو سمجهي ٿو تہ ڪيس ڀيلائي سنڌي اخبار جا 'ڊڪليئريشن' جاري ڪرڻ جي سازش پيئي سٽجي!

سڄي ڊرامي جو مقصد. ون يونٽ دور ۾ لاهور ۾ ويٺل حڪمرانن جي حماقتن ۽ بيپرواهين جو نقشو چٽڻ آهي.

**انسان جي تاريخ**

پنهنجي قوم کي انسان جي پيدائش ۽ ارتقا بابت سائنسي نظريي

ڪان آگاهه ڪرڻ واسطي ڏيپلائي صاحب هيءَ ڪتاب 1957ع ۾ لکيو. ڪتاب ۾ خاص طور تي يورپ جي 'تاريڪ دور' ۽ 'نشاة ثانيه' واري ابتدائي دور ۾ سائنسدانن ۽ سائنسي نظرين تي ڪليسا جي ڪيل ظلمن جو بيان ڪيل آهي. ڪتاب جي شروعات ۾ هڪ طويل نثري نظم 'اي انسان' ۾ ڏيپلائي صاحب پنهنجي نظريي جو ذڪر نهايت سهڻي نموني ڪندي چئي ٿو:

"اي انسان!
تون هن غلاميءَ جي غير حقيقي ماڙيءَ ۾،
ٻارن وانگر ڪيستائين مٽيءَ سان راند ڪندين؟
... اٿ!
اهي ڌوڙ سان ڀريل ڪنپ ۽ ڪنيڙاٽيون ڇنڊي،
آزاديءَ جي آسماني ايوانن تائين اڏام!
تون ابراهيم خليل وانگر،
وهمن جي دنيا مان نڪري،
صحيح حقيقت جي ملڪ جو دروازو ڪڙڪاءِ
۽ اعلان ڪر ته،
مون ڪي اهي اصل نه ٿا وڻن،
جي زوال پذير آهن!"

اڳتي هلي، 'پيش لفظ' ۾ انسان جي ذهن کي مفلوج ڪندڙ قوتن جي تاريخ ۽ هڪ عام انسان جي مجبورين جو وستار ڪيو ويو آهي. سنڌين کي مخاطب ٿيندي ڏيپلائي صاحب لکي ٿو:

"سنڌ جا انسان،
آءُ تو مان آهيان، تون مون مان آهين،
آءُ جڏهن دنيا جي انسانن کي تو ۽ مون کان
گهڻو اڳتي وڌيل ٿو ڏسان
تڏهن مون کي ريس ٿئي ٿي ته ڇو نه
تون ۽ آءُ به،
نند مان اُٿي ڪَر موڙي،
جونئن ڀري سَوَڙ اڇلائي،
(اڳتي وڌيل انسان ڏي) قدم وڌايون."

'انسان جي تاريخ' جا 1977ع تائين پنج ڇاپا شايع ٿيا. انهيءَ

ڪتاب سنڌ جي نئين نسل کي ڪهڙي نموني متاثر ڪيو، اهو جام ساقيءَ کان ٻڌو:

"... هن ڪتاب منهنجي زندگيءَ ۾ وڏي تبديلي آندي... مون ڳالهين ٻولهين ۾ ۽ ٻين ڪچهرين ۾ ويهي انهيءَ ڪتاب جي تعليمات تي عمل به ڪيو... ڪتاب دوستن کي پڙهڻ لاءِ به ڏنو... ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ شرڪت کان پوءِ پنهنجي نوجوان دوستن کي به هيءَ ڪتاب پڙهڻ لاءِ چوندو هئس. آءٌ چاهيندس ته هيءَ ڪتاب منهنجا ٻار به پڙهن!"

### جاپاني گڏي

1931ع ۾ جاپان، چين جي ڏاکڻي علائقي سنڪيانگ تي حملو ڪيو ۽ ٿوري ئي عرصي ۾ چين جوڻين پتيءَ ۽ سمورن سامونڊي بندرن تي قابض ٿي ويهي رهيو. چين ۾ نه ڪا مستحڪم مرڪزي حڪومت هئي، ۽ نه ئي ورري وڏين طاقتن ان جي فريادن تي ڪو توجهه ڏنو. ٻي ڪا واهه نه ڏسندي، چيني عوام، شاگردن جي رهنمائيءَ ۾ طويل عرصي تائين گوريلا ويڙهاند ڪئي ۽ نيٺ 1945ع ۾ جاپانين کي پچائي ڪڍيو. هن ويڙهاند ۾ رڳو جاپانين جا 10 لک ماڻهو مٽا ۽ ڪين اربين ڊالرن جو نقصان به ٿيو. چينين جي جاني ۽ مالي نقصان جو ته ڪو اندازو ئي ڪونهي.

ادب جو نوبل انعام ماڻيندڙ جڳ مشهور آمريڪي ناول نگار پرل ايس بڪ انهيءَ جنگ، دوران گهڻو وقت چين ۾ گذاريو هو ۽ پنهنجي مشاهدن جي بنياد تي چيني سماج، ثقافت ۽ هن مزاحمتي جنگ جي باري ۾ هڪ ضخيم ناول 'ڊريگن سيڊ' لکيو. جنهن جو اردو ۾ به ترجمو ٿيو. 1957ع ۾ غلام محمد بئراج، گڏو بئراج ۽ ٻين وسيلن مان سنڌ ۾ پنجاهه لک کن ايڪڙ نئين زمين مهيا ٿي. جا ون يونٽي حاڪمن بيدرديءَ سان غير مستحق غير سنڌين ۾ ٻڳڙن جي مٺ جي عيوض ورهائڻ شروع ڪئي. اڳتي هلي هنن اهو اعلان پڻ ڪيو ته بئراجي علائقن ۾ جاپانين کي به اٺ هزار ايڪڙ زمين ڏني ويندي ته جيئن هو ابوجهه سنڌين کي زراعت جا جديد طريقا سيکارين!

انهيءَ موقعي تي 'ڊريگن سيڊ' مان گهربل مواد اخذ ڪري ڏيپلائي صاحب پنهنجي مخصوص انداز ۾ 'جاپاني گڏي' جوڙيو. جيئن سنڌين کي 'جاپاني مهمانن' سان متعارف ڪرائي، ڪين سندن پليڪار جا آداب سيکاري. ڳالهين ڳالهين ۾ ڏيپلائي صاحب سنڌين کي مزاحمتي جنگ جا گُر سيکارڻ چاهيا ٿي ۽ اجا ويتنامي جنگ شروع نه ٿي هئي. پر سرڪار به

هوشيار هئي. تنهنڪري ڪتاب بروقت ضبط ڪيو ويو. ڪتاب مارڪيٽ مان ائين گم ٿيو جو ڳوليو نہ لڌو. تازو حُسنِ اتفاق سان انهيءَ جي هڪ ڪاپي محمد ابراهيم جويي صاحب جي لائبريريءَ مان هٿ آئي، جيڪا تازو 'هزار داستان' ڊائجسٽ ۾ شايع ٿي.

اصل ڪتاب ۾ هزار کن صفحا آهن، پر مقصد جو مواد ڪٺي ڏيپلائي صاحب 'جاپاني گڏي' ڪي صرف 96 صفحن ۾ ئي آڻي ڇڏيو!

**1857ع جي آزاديءَ واري جنگ**

مئي 1957ع ۾ هندستان ۽ پاڪستان ۾ سرڪاري سطح تي 1857ع واري ويڙهاند کي 'آزاديءَ جي جنگ' قرار ڏنو. انهيءَ جو سؤ سالہ جشن ملهايو ويو. انهيءَ پس منظر ۾ ڏيپلائيءَ صاحب پنهنجي قوم پرستي واري جذبي تحت سنڌي پڙهندڙن کي تاريخ جي حقيقي گوشن کان آگاهہ ڪرڻ ضروري ٿي سمجهيو. انهيءَ سوچ تحت هن ڪتاب ۾ هندستان جي سؤ سالہ تاريخ جو مختصر پر نهايت جامع احوال ڏنو ويو. ديپاچہ ۾ ڏيپلائي صاحب وضاحت ڪئي تہ. "هن ڪتاب ۾ ناوليت بلڪل گهٽ آهي، ۽ تاريخي معلومات گهڻي- ڇاڪاڻ تہ اصل مقصد تاريخ آهي، نہ ڪ ناوليت!"

ناول جا بہ حصا آهن. پهرئين حصي ۾ 1857ع جي واقعن جو ذڪر ۽ انهيءَ جنگ جي اهم ڪردارن جو تعارف آهي. جن ۾ جنرل بخت خان. تانتيا ٽوپي. راجڪماري، مينا ڪماري. مولانا احمد الله شاهہ. سوريہ سين، راڻي جهانسي. لڪشمي بائي، نانا صاحب. بابا گورودت سنگهہ، سردار پگت سنگهہ ۽ ٻيا مجاهد توڙي غدار شامل آهن.

ناول جي ٻئي حصيءَ ۾، 1857ع کان وٺي 1955ع تائين (ون يونٽ نهڻ تائين) واري دور جي اهم سياسي تحريڪن ۽ ليڊرن جي ڄاڻ ڏني ويئي آهي. انهن تحريڪن ۽ ليڊرن ۾ شاهہ اسماعيل شهيد. سيد احمد شهيد. وليم هنٽر جي رپورٽ. سر سيد احمد ۽ علي ڳڙهہ تحريڪ. آريہ سماجي انقلابي پارٽي. ڪانگريس. مسلم ليگ. قطع تعلقات ۽ ترڪ موالات جهڙين تحريڪن، خلافت تحريڪ. پهرين جنگ عظيم، ٻي جنگ عظيم، حر تحريڪ. خاڪسار تحريڪ. راشتريہ سيوڪ سنگهہ. مودودي تحريڪ. جماعت اسلامي. ۽ انهن سيني تحريڪن جي نتيجي ۾ ملندڙ آزادي ۽ آخرڪار سنڌ مٿان مڙهيل ون يونٽ جو ذڪر نهايت پيرائتي ۽ دلچسپ انداز ۾ ڪيل آهي. ناول جي سترهين باب جو عنوان آهي 'سنڌ جي عيد'. جنهن ۾

آزادي کان پوءِ سنڌ سان ٿيل زيادتين ۽ ويساهه گهاتين جو ذڪر ڪندي ڊيپلائي صاحب لکي ٿو:

"چوندا آهن ته ڌڪي لڌ ڌڪار. توڙي وسن مينهڙا. هن آزاديءَ سبب هندستان به خوش ٿيو ته پاڪستان به. پر اسان جي سنڌ لاءِ وري خوشيءَ سان گڏ ڦهر به تيار ٿيڻ لڳو!"

سنڌ کي پوري (اپوجهه) اُٺ سان تشبيهه ڏيندي، مصنف لکي ٿو: "هن (پوري اُٺ) اسلامي ڀائرن اڳيان پنهنجو پاڻ کي پيش ڪيو. اول سنڌس مٿو وڍي ڪراچيءَ جو ٽڪرو قائم ڪيو ويو ۽ اڳتي هلي سنڌس جسم پنجاب جي حوالي ڪيو ويو... سنڌ جا 25 ڪروڙ دف ڪيا ويا. سنڌس ترقياتي اسڪيمون تمام گهٽي قدر روڪي ڇڏيون ويون... سنڌس 50 لک ايڪڙ نهور زمين تي غير سنڌين جون اکيون آهن... سڀ کان عجب جهڙي ڳالهه آهي ته ڪوبه سنڌي ڪُڇي ٿو ته کيس هڪدم 'پاڪستان جو غدار' ٿو سڏجي- آهه هتڙا اهي وِهه ٿيا. جن رڏي ڪيرٿي!'

ناول جو لفظ لفظ اهڙي ئي جذبي سان ڀريل آهي. ناول جي شروعات ۾ "ڏهين مئي جو قسم" پنهنجي قسم جي انوکي شيءِ آهي. (انهيءَ تاريخ تي 1857ع واري ويڙهاند شروع ٿي هئي). انهيءَ قسم ۾ چيو ويو آهي ته "پاڪستان ۾ اڃا تائين انگريزن جا ڇاڙتا پوري طاقت ۾ موجود آهن، جن کي ڪعبته الله تي گوليون هلائيندي به هٻڪ ڪانه ٿي. پر هاڻ انهن شريف ۽ سادن سنڌين کي ڇيپائڻ خاطر 'اسلام' جي نالي ۾ سنڌن خود اراديت جو حق ختم ڪري، کين ون يونٽ جي مهاجار ۾ ڦاسائي ڇڏيو آهي!"

سنڌي عوامي کي خبردار ٿو ڪري:

"سنڌ کي غلام بنائيندڙ چاهين ٿا ته هو اسان جي قيمتي زمين ۽ ڪاٺين تي ڪنهن نه ڪنهن حيلي سان قبضو ڪن... ۽ پوءِ نيٺ اسان جي ڌنڌن تي به قبضو ڪن... ۽ اسان لاءِ صرف ڪانيون ڪرڻ ۽ پاڻي ڀرڻ جا 'معزز' ڌنڌا ڇڏين...!"

سنڌين کي آزاد ٿيڻ جي تلقين ڪندي مصنف چوي ٿو ته هو "پنهنجي وطن جي خاڪ هٿ ۾ ڪٽي، قسم کڻن ته: "ورثي ۾ ڇڏينداسون نه پوين لاءِ غلامي. هن ڪوڙهه ۾ ڪمزور نه اولاد ڪنداسون!" هي ڪتاب به ترت ئي ضبط ڪيو ويو.

### انور پاشا

’انور پاشا‘ جون 1957ع ۾ ڇپيو ۽ جلد ئي ٻين ناولن سان گڏ ضبط ٿيو. ناول جي ديپاچي ۾ ڏيپلائي صاحب لکي ٿو:

”اڄ ون يونٽ ٺهڻ سبب اسان جو صوبو غلاميءَ جي شڪنجي ۾ پيڙهجي رهيو آهي. اسان جي 35-30 سالن جي جدوجهد سموري اڪارت ٿي چڪي آهي. جيڪڏهن موجوده صورت مسلسل رهي ته اهو ڏينهن پري ناهي، جڏهن سنڌي صرف ڪانيون ڪٽندڙ ۽ پاڻي پريندڙ وچي بچندا...“

”قوم کي بيدار ڪرڻ جو هڪ وڏو ذريعو آهي سندس احساس رکندڙ فردن کي اهڙا ڪتاب پڙهائڻ، جي اسلامي جذبات سان گڏ، ساڻيهه جي سڪ ۽ وطن جي حب جي جذبات سان به ڀرپور هجن. اسان جي رڳو ’اسلامي جذبات‘ سان ڪم ڪرڻ جو نتيجو اهو نڪتو جو اسان جي پنج ڇهه هزار سال جهوني ۽ شاندار تهذيب رکندڙ قوم جي وجود کان ئي انڪار ڪري، سندس صوبائي خودمختياريءَ کي ختم ڪري، ڪيس پنجاب جو زيردست بنائي ڇڏيو ويو آهي. ان ڪري هاڻي اسان لاءِ هن وقت فقط اهو ئي هڪ ذريعو وڃي بچيو آهي ته. ’حب الوطن من الايمان‘ کي پنهنجي زندگيءَ جو خاص مقصد بنائي، انهن ئي لائينن تي ڪم ڪريون ۽ دنيا جي ٻين ملڪن جا مثالي ڪتاب به مطالع ڪريون، جن جي ذريعي مجاهدن پنهنجي وطن کي پوري جدوجهد ۽ همت سان غيرن جي غلاميءَ کان آزاد ڪرايو — جيئي سنڌ!“

ترڪي سلطنت سترهين صدي عيسويءَ ۾ پنهنجي اوج تي پهتي. ارڙهين صديءَ کان انهيءَ جو زوال شروع ٿيو. سلطانن ۾ آپيشاهي، بداخلاقي، آمريت ۽ رشوت وڌندي تي ويئي. اوڻهين صديءَ جي آخر ۾ جمهوري سوچ رکندڙن، اصلاح ۽ جمهوري نظام واسطي سياسي تحريڪون شروع ڪيون. انهن ۾ ’انجمن اتحاد و ترقي‘ نهايت اهم هئي. انجمن جي صدر مدحت پاشا کي سازشن ذريعي جيل ۾ ئي شهيد ڪيو ويو. شهادت کان اڳ انجمن جي ميمبرن کي هن هڪ وصيت نامون موڪليو، جنهن جو اختصار ناول ۾ ڏنل آهي. ان ۾ چيو ويو آهي:

1. قوم جي ٻچي ٻچي، خاص طرح عورتن ۾ آزاديءَ جو جذبو پيدا ڪيو وڃي،
2. ترڪيءَ ۾ آزاديءَ جي تحريڪ مذهبي بنيادن تي هرگز نه هلائجي، بلڪ انهيءَ جو بنياد وطنيت تي رکيو وڃي،
3. فوج جي ساٿ کان سواءِ قومي آزاديءَ جي تحريڪ ڪامياب نه ٿيندي،

4. سلطان عبدالحميد تي هرگز ڀروسو نہ ڪجي،
5. جيڪي شخص آزاديءَ جا مخالف آهن، تن کي بي ڏڙڪ ختم ڪيو وڃي،
6. حڪومت حاصل ڪرڻ تي سلطان کي بنا دير ڊسمس ڪيو وڃي.

ناول ۾ سمورن جمهوريت دشمنن، خاص ڪري مذهبي طبقن ۽ تنظيمن کان خبردار رهڻ جي تلقين ڪندي ملوڪيتي دور جي اُموي، عباسي ۽ ترڪ خليفن جي ظلمن، عياشين ۽ بدڪارين جي اپٽار تاريخي حوالن سان ڪيل آهي. ناول ۾ انور پاشا جي عروج ۽ زوال جو عبرتناڪ داستان تفصيل سان بيان ڪيل آهي. ترڪي پوليس جو هي اعليٰ عهديدار 1905ع ۾ 'انجمن اتحاد و ترقي' جو ميمبر ٿيو ۽ ترقيءَ جو منزلون طيءِ ڪندي نيٺ وڃي ترڪي سلطان جو ناٺي ۽ وزير جنگ ٿيو.

1914ع ۾ ڀڙڪيل جنگ عظيم ۾ جرمنيءَ جو سات ڏنائين جو سندس خيال هو تہ جنگ ۾ جرمني کٽندو. انگريز ۽ سندس ساٿي هارائيندا، ۽ ترڪيءَ کي مصر ۽ هندستان تي قبضي ڪرڻ جو موقعو ملندو! جنگ جي نتيجي ۾ جرمنيءَ هارايو ۽ ترڪي تباهہ ٿي ويئي. سندس سمورا مقبوضہ علائقا خاص طور عراق، شام، فلسطين، لبيا، عربستان وغيره کانئس کسجي ويا. انور پاشا فرار ٿي اول جرمني ۽ پوءِ روس ويو. روسين کيس بخارا ۽ ٻين سينٽرل ايشيائي علائقن ۾ بغاوت ڪچلڻ لاءِ موڪليو. انهيءَ مهم ۾ کيس ڪافي ڪاميابي ملي پر هاٿي هو وري هڪ نئين اسلامي مملڪت ناهي، ان جي سربراهيءَ جا خواب ڏسڻ لڳو. آخرڪار چوٿين آگسٽ 1922ع تي روسي فوجين هٿان شهيد ٿيو.

**هفتيوار 'انسان'**

سنڌي عوام کان بي پناهہ پذيرائي ملندڙ هن هفتيوار رسالي جو اجراءَ 'شهيد انسانيت ابراهام لنڪن نمبر' جي صورت ۾ ٽين مئي 1959ع تي ٿيو.

ٻن سالن جي عرصي ۾ 'انسان' جو هر پرچو سماجي اوٿاين، سياسي زيادتين جي خلاف مزاحمت جو هڪ شاهڪار هوندو هو. مزاحمت سان گڏ هن رسالي ذريعي ڏيپلائي صاحب سنڌ جي عوام کي جديد سائنسي ۽ سماجي ڄاڻ سان روشناس ڪرائيندي کين وهم، ملائيت، سرمايہ داري ۽ وڏيرا شاهي کان بغاوت جي تلقين ڪندو هو. رسالي جي خاص نمبرن ۾ 'لوممبا نمبر'، 'تالستاءِ نمبر'، 'سچل سرمست نمبر' شامل آهن. هن رسالي کي عوام طرفان تمام سٺي پذيرائي ملي. تمام وسيع اشاعت ڪري ڪاروباري لحاظ کان بہ

ڪامياب ٿي رهيو هو. پر سرڪار جي صبر جي به ڪا حد هوندي آهي. ڏيپلائي صاحب کي بغاوت. امن عامه ۾ خلل وجهڻ ۽ اهڙن ئي ٻين قلمن هيٺ گرفتار ڪري جيل ۾ رکيو ويو ۽ رسالي تي پڻ بندش وڌي ويئي.

رسالي جو آخري پرچو 27 فيبروري 1961ع تي 'سچل سرمست نمبر' جي شڪل ۾ شايع ٿيو.

**سانگھڙ**

1963ع ۾ ڇپيل ۽ پاڪستان رائٽرز گلڊ طرفان 'بهترين سنڌي ناول' جو اعزاز حاصل ڪندڙ سنڌي زبان جي هن انتهائي مقبول ناول بابت گهڻو ڪجهه لکيو ويو آهي ۽ لکيو ويندو. هن ناول جي خاص اهميت انهيءَ ڪري به آهي جو ايوبي دور ۾ جڏهن قانوناً 'سنڌ' لفظ لکڻ به ڏوهه هو. تڏهن هن ناول ذريعي سنڌ جي ماضيءَ جي هڪ دَرخشان باب ۽ مستقبل واسطي اقوام متحده جي بنيادي انساني حقن واري چارٽر جي رهنما اصولن جو ذڪر نهايت سهڻي انداز ۾ ڪري سنڌين کي مايوسيءَ مان ڪڍي، روشن مستقبل جي راهه ڏيکاري ويئي آهي. بقول ڊاڪٽر قاضي خادم. "هن ڪتاب جو پيغام ڏسبو ته اهو آهي ته سنڌي قوم هڪ غيرت مند قوم آهي- هوءَ بهادر ۽ وطن سان پيار ڪندڙ آهي، جنهن لاءِ هو پنهنجي جان يا مال جي قربانيءَ جي پرواهه نه ٿي ڪري. سانگهڙ جو هر ڪردار پنهنجي جڳهه تي بهادري ۽ ايثار جو مجموعو آهي... هن ۾ نه صرف اهو ڪجهه ڏيکاريو ويو آهي جيڪي حقيقت ۾ ٿي گذريو، بلڪ اهو ڪجهه به ڏيکاريو ويو آهي جيڪو ليکڪ جي سوچ موجب ٿيڻ گهرجي. اها سوچ، اهو فڪر ۽ اهو اڳتي ڏسڻ جو احساس ئي هڪ اديب کي ٻين کان ممتاز ڪري ٿو."

هي ناول ضبطيءَ کان ڪيئن بچي ويو؟. شايد ان ڪري جو ڪتاب جو مک ڪردار پير صاحب پاڳارو هو. شايد ان ڪري جو اهو ڪتاب لاهور جي هڪ پبلشنگ فرم طرفان ڇپايو ويو، ڪو غريب سنڌي ادارو نه هو . ۽ شايد ان ڪري جو پاڪستان رائٽرز گلڊ جي ڪن خيرخواهه عهديدارن ٽڙ ٽڪڙ ۾ انهيءَ کي بهترين ناول جو اعزاز ڏيئي حڪومتي ڪتاب کان بچائي ورتو، هن ناول جو اردو ترجمو تازو لاهور مان شايع ٿيو آهي.

**امڙ**

مئڪسم گورڪيءَ جي هن جڳ مشهور ناول جي ترجمي ۾ ته اهڙي ڪا ڳالهه هئي جو ضبط ڪيو وڃي، پر ناول جي آخر ۾ هڪ پمفليٽ: 'سنڌي

قوم کي تباهيءَ کان بچايو. حڪومت کي ڪاوڙائي وڌو ۽ 1957ع ۾ ڇپيل ناول کي 1961ع ۾ ضبط ڪيو ويو. ناول کي ضبط ڪرڻ جي پويان ون يونٽي حڪومت جو شايد اهو نيايو هو تہ سنڌين کي سجاڳيءَ جو سڌ ڏيندڙ دنيا جو ڪوبہ ادب پڙهڻ جي ممانعت آهي! انهيءَ کان اڳ مولانا عبدالحليم شرر جي اُردو ناول 'فردوس برين' جو سنڌي ترجمو 'گلستان حسن' بہ ضبط ڪيو ويو هو. اصل اُردو ڪتاب يونيورسٽي سطح تي پاڙهيو ويو ٿو!

## سِسي نيزي پاند

'سِسي نيزي پاند' برک روسي اديب اوسترو وسڪي جي ناول 'هائو دي اِسٽيل واز ٽيمپرڊ' جي اُردو ترجمي 'دار و رسن ڪي آزمائش' تان اخذ ڪيل ناول آهي. اصل ناول ۾ هزار کن صفحا آهن جڏهن تہ 'سسئي نيزي پاند' ۾ ناول جو اختصار 114 صفحن ۾ ڏنل آهي. ناول جو بنيادي ڪردار ڪورچاگن اسڪول ۾ سائنس جي اُستاد کان ڌرتيءَ تي زندگيءَ جي قدامت ۽ ارتقاءَ بابت ڏنل تعليم جي بنياد تي پنهنجي بائبل جي اُستاد کان ڪي وضاحتون ٿو طلب ڪري. نتيجي ۾ کيس تمام گهڻي مار تي ملي ۽ اسڪول مان تڙيو ٿو وڃي. تعليمي سلسلو ختم ٿيڻ تي هو ننڍيون ننڍيون نوڪريون ڪندو وڃي انقلابي تحريڪ ۾ شامل ٿو ٿئي، جتي وڏيون قربانيون ڏيئي انقلاب جي بانين ۾ شامل ٿو ٿي وڃي. ناول ۾ هڪ طرف مذهب جي صحيح تعبير جي اهميت ظاهر ڪيل آهي تہ ٻئي طرف وطن پرستي ۽ سماجي سڌارن جي راهہ ڏيکاريل آهي. ناول جو پهريون ايڊيشن 1957ع ۾ ۽ ٻيو ايڊيشن 1977ع ۾ آيو.

# سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جا ڪجھ بيان

## 1940 واري پاڪستان ريزوليشن تي عمل ڪيو وڃي

دادو - ڪالھ شام جو ميونسپل پارڪ ۾ دادوءَ جي شهرين طرفان مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي جي اعزاز ۾ ڏنل ايٽ هوم جي موقعي تي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي صدر مسٽر فضل الحق قاضي تقرير ڪندي حڪومت کان مطالبو ڪيو تہ ملڪ جي ترقي ۽ اتحاد حاصل ڪرڻ لاءِ 1940 وارو پاڪستان ريزوليشن جيڪو لاهور ۾ قائداعظم جي صدارت هيٺ پاس ڪيو ويو هو، تنهن کي عملي جامو پهرايو وڃي.

ملڪ ۾ موجوده سياسي بحران کي ختم ڪرڻ جو اهو ئي هڪ واحد طريقو آهي. هن وقت جڏهن تہ پاڪستان جا دوست ملڪ جيڪي سيٽو ۽ نيٽو معاهدن جا ميمبر ۽ ٺاهيندڙ آهن، هندستان کي فوجي سامان فراهم ڪري پاڪستان جي سالميت لاءِ خطرو پيدا ڪري رهيا آهن، تڏهن حڪومت کي کپي تہ هو پوئتي پيل ننڍن علائقن جي عوام جي جذبات ۽ جائز تقاضائن کي قبول ڪري کين صوبائي خودمختياري ڏي.

مسٽر قاضي وڌيڪ چيو تہ پاڪستان کي پنهنجي خارجہ پاليسي ۾ اهم تبديليون آڻڻ گهرجن ۽ معاهدن کان علحدگي اختيار ڪرڻ گهرجي.

ايس ايس ايف جي صدر عوام کي اپيل ڪئي تہ هو تعليم کي فروغ ڏيڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪن تہ جيئن اسان نيڪ قسم جا بيدار، باشعور ۽ ذهين نوجوان پيدا ڪري سگهون جيڪي اسان جي صوبي جي ترقي لاءِ جدوجهد ڪن.

پنهنجي تقرير ۾ مسٽر قاضي اها تقاضا ڪئي تہ سنڌ يونيورسٽي ۽ انجنيئرنگ ڪاليج جي ترقياتي پروگرامن تي ترت عمل ڪيو وڃي.

مسٽر قاضي چيو تہ سنڌ جي شاگردن کي متحد ڪرڻ لاءِ سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن ٺاهي وئي آهي. عوام ۽ شاگردن کي گهرجي تہ هن تنظيم جي مدد ڪري ان کي هڪ مضبوط تنظيم بنائن تہ جيئن اها تنظيم سنڌ جي شاگردن ۽ عوام جي حقن جو تحفظ ڪري سگهن.

مسٽر قاضي اهو اعلان ڪيو ته سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن طرفان حيدرآباد، لاڙڪاڻي ۽ دادو جي شاگردن لاءِ 20 ماهوار وظيفا مقرر ڪيا ويا آهن.

روزانو "مهراڻ" حيدرآباد 22 نومبر 1963ع)

## اردو جي ترويج جو بل

محترم ايڊيٽر صاحب مهراڻ! مهرباني ڪري هيٺيون مراسلو پنهنجي اخبار ۾ شايع ڪري شڪرگذاري جو موقعو ڏيندا. روزنامه جنگ پنهنجي 28 جنوري واري ايڊيٽوريل نوٽ ۾ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جي هڪ اسٽينڊنگ ڪميٽي جي ان غيردانشمندانه فيصلي جي تعريف ۽ حمايت ڪئي آهي، جنهن ۾ چيو ويو آهي ته"اردو کي لازمي ۽ سرڪاري زبان بنائڻ خاطر ۽ اولهه پاڪستان ۾ رائج ڪرڻ لاءِ اسيمبليءَ ۾ اهڙو بل جلد پيش ڪيو وڃي." جنگ لکي ٿي ته اهو بل جلد از جلد منظور ڪيو وڃي، وغيره.

آئين مطابق قومي زبان بابت آخري فيصلو صدر کي ڪرڻو آهي، سو به سنه 1972ع ۾، پوءِ ان لاءِ صدر خاص ڪميٽي مقرر ڪندو. ان مطابق اولهه پاڪ اسيمبليءَ کي ڪو اهڙو حق نه ٿو پهچي ته صدر جي قدم ۽ فيصلي کان اڳ پنهنجي طرفان اردو مسلط ڪري ۽ اره زورائي ڪري علائقائي زبانن جي سابق حيثيت ختم ڪري. اردو زبان سيني اسڪولن، ڪاليجن، يونيورسٽي، ڪورٽن، آفيسن ۽ بين ادارن ۾ اڳ ۾ ئي رائج آهي ليڪن ساڳئي وقت سنڌ ۾ سنڌي زبان پڻ رائج آهي. ان ڪري صرف اردو کي قانوني طور پڙهائڻ کي اسين ناانصافي ۽ ظلم تصور ڪنداسين.

انگريزن کان اڳ سنڌي ۽ پارسي سرڪاري طور رائج هيون. ان بعد پارسيءَ جي جاءِ انگريزي والاري ۽ قائم رهي. ائين نه هو ته انگريز صرف انگريزي کي ئي لازمي ۽ سرڪاري زبان طور نه پئي رکي سگهيا. پر هنن دانشمندي کان ڪم وٺندي سنڌيءَ کي به انگريزي جهڙي سرڪاري ۽ لازمي حيثيت ڏني. نه صرف ايترو پر انگريزن سنڌي زبان جي الف بي ۽ صورتخطي سڌارڻ خاطر سنه 1853ع ۾ هڪ بورڊ ويهاريو جنهن ڪافي وقت تحقيق ڪئي ۽ زبان کي موجوده صورت ڏنائون.

اهو انگريزن جو اسان تي وڏو احسان چئبو جو نه صرف بوليءَ جي صورتخطي ٺهرايائون پر سنڌي لاءِ پريس ۽ ٽائيپنگ جون سهوليتون به ميسر ڪيون ۽ ان وقت جي عظيم بمبئي يونيورسٽي ۾ سنڌي زبان کي مساوي

حيثيت ڏني وئي. اسان جي زبان لاءِ ايترو ڪجهه تڏهن ٿيو جڏهن اسين غلام هئاسون. پر اڄ جڏهن اسين آزاد ٿا سڏجون تڏهن اسان جي زبان لاءِ واڌاري جون رٿون ته نهيو مورڳو خاتمي جون ڪوششون ڪيون پيون وڃن. دراصل منڍ کان وٺي اردو وارن کي سنڌي سان بيجا ساڙ آهي. هو شروع کان ئي هن اعليٰ زبان کي ختم ڪرائڻ خاطر ڪڏهن ڪميٽين ۽ ڪڏهن حڪومت کان اهڙا فيصلا ڪرائيندا رهن ٿا. اهو سندن تعصب ۽ انڌائپ آهي، ان جي برعڪس سنڌين هميشه اردو کي اکين تي رکيو آهي پر هاڻي صبر جي انتها ٿي چڪي آهي ۽ اسين انهن متعصب سنڌي دشمن حضرات کي چتاءُ ٿا ڏيون ته جيڪڏهن هنن اها سنڌي دشمن پاليسي ختم نه ڪئي ته پوءِ اسان کي اردو دشمن پاليسي اختيار ڪرڻي پوندي ۽ پوءِ انهي جي نتيجن لاءِ اردو دان حضرات ئي جوابدار ٿيندا.

ههڙي نازڪ وقت ۾ آءٌ سڀني گهڻگهرن کي عرض ڪندس ته پنهنجي مادري زبان جهڙي قيمتي ورثي کي هر قيمت تي بچايو. اوهان پاڻ اندازو لڳايو ته اوهان وٽ رهيو ڇا آهي. هاڻي اسان جي زبان تي وار ٿي رهيو آهي، جنهن تي اسين فخر ڪري سگهون. هن حالت ۾ وڏي ۾ وڏو فرض سنڌ جي ميمبرن تي لاڳو ٿو ٿئي ته هوان بل جي مخالفت ڪن. سنڌ جي بنيادي جمهوريت جي ميمبرن جو به اهو فرض آهي ته هو سنڌي زبان خاطر پنهنجن يونين ڪائونسلن ۽ ڪميٽين ۾ ٺهراءُ پاس ڪرائين. ان کان سواءِ سنڌي رائيٽرس گلڊس، سنڌي پريس، سنڌي ادبي جماعتن، بار ايسوسيئيشن، ڪاليج يونين، شاگرد جماعتن مطلب ته هر سنڌي کي منهنجو عرض آهي ته هو انفرادي ۽ اجتماعي طور سنڌي جي تحفظ لاءِ تحرڪ وٺن. ته جيئن سنڌي کي سنڌ ۾ پاڪستان کان اڳ واري سرڪاري ۽ لازمي حيثيت تسليم ڪرائي وڃي.

ان سلسلي ۾ سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي مختلف برانچن ۽ ضلع ڪميٽين جو اهو فرض آهي ته هو مرڪز طرفان ملندڙ هدايتن تي عمل ڪن.

قوم زنده ٿي رهي
پر جي زبان زنده رهي.

فضل الله قريشي
سيڪريٽري اطلاعات
ايس ايس ايف سکر

(روزانه "مهراڻ" حيدرآباد 30 جنوري 1964ع)

## ايڊيٽر ”نواءِ وقت“ لاهور ڏانهن کليل خط

(هيٺيون خط محترم فضل الله قريشي 1963ع ۾ اخبار ”نواءِ وقت“ لاهور اخبار ڏانهن موڪليو، پر مذڪوره اخبار شايع نہ ڪيو. البت روزانہ ”نواءِ سنڌ“ ۾ شايع ٿيو. جيئن تہ خط ۾ ون يونٽ جي حوالي سان نهايت اهم سوال اٿاريا ويا هئا، تنهن ڪري هيٺ ڏجي ٿو.)

محترمي. هونءَ تہ هميشہ اوهان ۽ اوهانجي نواءِ وقت ون يونٽ جي ساراهہ ۾ لکندا رهندا آهيو، پر 4 مئي واري اشاعت ۾ اوهان اصل حد ڪري ڇڏي. ان سلسلي ۾ اوهان لکو ٿا تہ ”ون يونٽ قومي بقا جو مسئلو آهي ۽ ان کي ٽوڙڻ پاڪستان کي ٽوڙڻ جي برابر ٿيندو.“ مان پڇان ٿو تہ ڇا قائد اعظم ۽ قائد ملت اهو قومي فائدو نہ سوچي سگهيا هئا؟ ون يونٽ ايترو اهم هو تہ پوءِ ڇو نہ انهن حضرات ان لاءِ ڪوشش ورتي؟ ڇا هو پاڪستان جا خير خواهہ نہ هئا؟ ۽ ڇا سنہ 55 کان اڳ پاڪستان نہ هو؟ دراصل سنہ 1940ع واري پاڪستان جي بنيادي مطالبي ۾ ٿي پنج نيم خودمختيار صوبن جو ذڪر هو. سنڌ، پنجاب، بنگال، سرحد ۽ بلوچستان.

دراصل سنہ 55ع ۾ ون يونٽ ٺهڻ بعد اهڙي گندي سياسي فضا پيدا ٿي، جنهن جي ختم ڪرڻ لاءِ سنہ 57ع ۾ مغربي پاڪستان اسيمبلي ون يونٽ ٽوڙڻ جو مطالبو ڪيو. پر ان کي بچائڻ خاطر مارشل لا هنيو ويو. مارشل لا سان ون يونٽ قائم رهيو ۽ ان سان گڏ اها ئي بي اطميناني ۽ سياسي انتشار، جنهن ملڪ جون پاڙون لوڏي ڇڏيون. اهي حالات ايستائين قائم رهندا جيستائين ون يونٽ آهي. ون يونٽ سنو سيڪڙو هڪ انتظامي مسئلو آهي، حالتن مان ثابت ٿي چڪو آهي تہ اهو هڪ ناڪام نظام حڪومت آهي. ون يونٽ جي هئڻ سان ننڍن صوبن جي ترقي ناممڪن آهي. اهي ڪنهن بہ فيلڊ ۾ ڪڏهن بہ پنجاب جي برابري نہ ڪري سگهندا ۽ نہ ئي انهن کي اهڙو موقعو ڏنو ويندو. ايترن فائدن هوندي بہ اهل پنجاب ڪڏهن ون يونٽ مان مطمئن نہ آهن ۽ ڪس ٿا سمجهن. جيئن اوهان لکيو آهي. تہ پوءِ آءٌ هڪ دفعو وري التماس ڪندس تہ ”ڪني آگرودي پلي“ ون يونٽ کي ٽوڙي ڇڏيو. جڏهن تہ انهي مان ڪوبہ حلقو راضي نہ آهي

اوهان فرمايو ٿا تہ ون يونٽ کي قائم رکڻ ۾ پاڪستان جو بهترين مفاد آهي. ليڪن آئون چوندس تہ ان ۾ پاڪستان جو تہ نہ ليڪن پنجاب جو بهترين مفاد ضرور آهي. جيستائين ون يونٽ قائم آهي. تيستائين سنڌ جون

زمينون يتيم جي مال مثل ورهائبيون رهنديون. سول سروسز ۾ سنڌين لاءِ ڏڪا ۽ ٿابا رهندا. (ياد رهي ته هن وقت سڄي مغربي پاڪستان ۾ ٽي يا چار سنڌي ڊپٽي ڪمشنر جي عهدي جا آفيسر آهن. ۽ سنڌ جي ڏهن ضلعن ۾ هڪ سنڌي ڪليڪٽر آهي باقي 14 ڪمشنرن مان سنڌي ته ڪو آهي ئي ڪونه)

اوهان ون يونٽ کي ننڍين علائقن جي ترقي جو پيش خيمو ٿا ٻڌايو. ڇا توهان ان جو جواب ڏيندؤ ته ون يونٽ ٺهڻ جي اٺن سالن بعد به (1) سنڌ ۾ گهڻيون نيون اسپتالون ٺاهيون ويون؟ (2) ڪهڙا پروفيشنل ڪاليج کوليا ويا؟ (3) گهڻيون ملون قائم ٿيون؟ (4) ڪهڙيون شاهراهون ٺاهيون ويون؟ ڏيئي وٺي هڪ گڊو بئراج ۽ ٻي سانگهڙ واري سول اسپتال ٺهيون. سو گڊو بئراج پڻ سنڌ جي سرمايه مان ٺهي آهي، پر ڪنهن جي لاءِ؟ ٻاهرين سرمايه دارن لاءِ، سابق فوجين لاءِ، منگلا ۽ اسلام آباد وارن لاءِ ۽ مير آف هنزا لاءِ پر غريب لاوارث سنڌين لاءِ نه.

ان جي بر عڪس آزادي بعد اٺن سالن جي بي سر وساماني واري عرصي ۾ سابق سنڌ حڪومت پنج عاليشان سول اسپتالون تعمير ڪرايون (سکر، لاڙڪاڻو، دادو، جيڪب آباد ۽ ٺٽو ۾) لياقت ميڊيڪل ڪاليج قائم ڪيو ويو. ڪوٽڙي براج مڪمل ڪئي، ٻيون ڪيتريون ئي علائقائي ترقي جون اسڪيمون بڻايون ويون جن لاءِ 33 ڪروڙ روپيه جمع ڪيل هئا پر غدار سنڌ کهڙي جي حڪومت اهي پئسا لاهورين جي حوالي ڪري ڇڏيا.

ون يونٽ اهل بلوچستان لاءِ ڇا ڪيو آهي؟ اڄ ون يونٽ جي مخالفت سبب هنن جا چونڊيل قومي اسيمبلي جا نمائندا حڪومت وٽ عتاب هيٺ آهن ۽ ڪيترا افراد جيلن ۾ سڙي رهيا آهن. انهن جو گناهه صرف ايترو آهي، جو هو ون يونٽ جي حمايت نٿا ڪن. اتان جا باشندا زندگيءَ جي بنيادي ضرورتن کان محروم آهن. سرحد ۾ البته ڪجهه ڪيو ويو آهي. ليڪن سرحد جي خود اختياري واري حيثيت جي خاتمه واري نقصان جي اڳيان اها ٿوري ترقي ڪا به حيثيت نه ٿي رکي.

ون يونٽ قائم رهيو ته اهي ظلم وڌنڌائي رهندا. جيڪڏهن حڪومت کي اهو رکڻو آهي ته پوءِ عام راءِ وٺي ڏسي. منهنجي دعويٰ آهي ته سواءِ پنجاب جي ٻئي ڪنهن هنڌان حڪومت ڏهه سيڪڙو ووٽ به حاصل ڪري ڪا نه سگهندي.

سنڌ ۾ راءِ عامه کي دٻائڻ لاءِ ٻاهرين کي هر شعبه ۾ سنڌ جي

باشندن مٿان ٿاڦيو پيو وڃي. اسان جون زمينون ٻاهرين جي حوالي ڪيون پيون وڃن ۽ هو وري ايترين سارين زمينن کي آباد ڪرڻ خاطر هاري بہ در آمد ڪري رهيا آهن. اتان مقامي هارين کي نهايت بيدردي سان بي دخل ڪيو پيو وڃي.

صنعتي يونٽ سنڌ ۾ تہ آهن ئي تمام گهٽ. جيڪڏهن آهن تہ ات بہ سنڌ کي ڪو حصو ڪو نہ آهي. مثال طور خيرپور ڊويزن جي واحد "خيرپور ٽيڪسائل مل" جو انتظام اڳ هڪ نيم خود مختيار اداري جي تحت هوندو هو ليڪن هاڻ ان کي سابق فوجين جي بورڊ جي حوالي ڪيو ويو آهي. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو مل ۾ جيڪي بہ خالي جايون آهن يا ڪيون وڃن ٿيون اتي نئين ڀرتي ۾ سابق فوجين کي آڻي مقامي ماڻهن کي ڪڍيو پيو وڃي.

ان بعد گورنمينٽ جي نيم ڪري ڇڏيون آهن ۽ تنهن کان سواءِ ماڻهن تي ٽيڪس ۽ ٻين سرڪاري لوازمات جو بار وڌائي ڇڏيو آهي. اهي پاليسيون يقينن حڪومت ۽ ملڪ لاءِ نقصانڪار آهن. جيڪي عوام جي اهنجن ۾ اضافو ڪن. اسان تنهنڪري حڪومت کان مطالبو ڪنداسين تہ ڪيس اهڙيون تدبيرون اختيار ڪرڻ گهرجن جن سان عوام کي زياده کان زياده راحت نصيب ٿئي. خود مختيار ادارن جهڙوڪ اي ڊي سي. پي آءِ ڊي سي ۽ واپڊا جي خاص طور تي مڪينيڪل شعبن ۾ وڏا عملدار تقريبن سڀ ٻاهرجا آهن. اهي شخص جڏهن بہ ڪا ڀرتي ڪن ٿا تہ ان ۾ سنڌين کي نظر انداز ڪيو ٿو وڃي. ايتري قدر جو پنيواليِن ۽ مزورن تائين ٻاهران گهرائين ٿا. ان جي مثال ۾ مان سکر جو ٿرمل پاور هائوس ۽ ايم پي او ورڪشاپ پيش ڪندس، جتي مقامي ماڻهن کي ڌڪاريو پيو وڃي. پي ڊبليو آر ۾ ڏسندا تہ سنڌين جي حالت بد کان بدتر آهي. سيئي خالي جايون (ڪلارڪ اسٽاف سميت) لاهور مان ڀريون پيو وڃن. رسمي طور اشتهار ۽ درخواستون تہ هتان بہ گهرايون وينديون آهن پر هتان وارن ويچارن کي نوڪري تہ ڇا پر رڳو انٽرويو ئي مشڪل سان نصيب ٿئي ٿو. خدا خدا ڪري سکر ۾ ريلوي ڊويزن هيڊڪوارٽر قائم ٿيو تہ اسان کي ڪجهہ اميد پيدا ٿي هئي پر ان لاءِ بہ ڀرتيون اهيئي لاهور مان ٿي رهيون آهن. سو ڇا ون يونٽي عملدار اهو بہ ڏائڻ جي تڪليف گوارا ڪندا تہ ريلوي جي ملازمن ۾ خاص طور تي آفيسرن ۾ سنڌين جو ڪيترو سيڪڙو حصو آهي؟ جيڪڏهن ريلوي ۾ چند سنڌي هوندا بہ تہ اهي قلي، ڦاٽڪ ۽ سگنل وارا يا وري لائن مرمت ڪندڙ مزدور. ازان سواءِ سنڌ جي

اسٽيشن جا نالا به سنڌي زبان مان ڦيرائي اردو زبان ۾ رکيا ويا آهن.

نظام تعليم اندر ۽ خاص طور تي ٻاهر کان پاڪستانين لاءِ ملندڙ اسڪالرشپون ۽ پاڪستان مان ٻاهر لاءِ ملندڙ اسڪالر شپن جي لسٽ تي اوهان نظر وجهندا ته اوهانکي بخوبي اهو اندازو ٿيندو ته انهن ۾ سنڌين جو حصو ڇا آهي. تازو قومي اسيمبلي جي ڍاڪا واري اجلاس ۾ پارلياميٿتري سيڪريٽري چيو ته "آڪٽوبر 1958 کان مارچ 1963 تائين ڪولمبو پلان تحت مغربي پاڪستان کي جملي 412 اسڪالرشپون ڏنيون ويون". اتي ارباب سيف الرحمان پڇيو ته "انهن 412 اسڪالرن مان ڪيتريون اسڪالر شپون سابق سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد کي ڏنيون ويون؟ سيڪريٽري صاحب ان جو جواب نه ڏيئي سگهيو. ڏئي به ڪهڙي منهن سان ها؟ ون يونٽ جي ٻن سالن بعد "سنڌي زبان" تي ڪاري وار ڪيو ويو. سنه 57ع تائين سنڌ يونيورسٽي طرفان مئٽرڪ تائين سنڌي لازمي مضمون طور پڙهائي ويندي هئي. پر 57ع ۾ ان جي حيثيت کي ختم ڪري ثانوي درجو ڏنو ويو. (هندي، فرينچ، ترڪش ۽ گجراتي وغيره جهڙن) ۽ ان جي بدران اسان تي هڪ نامولود زبان مڙهي ويئي.

جناب ايڊيٽر صاحب! هيءَ ته چند ظلمن ۽ ناانصافين جو ذڪر آهي سو به نهايت مختصر نموني. ان هوندي به اوهان ٿا چئو ته ون يونٽ ننڍن صوبن لاءِ بهتر آهي! سو حضور! جيڪڏهن اها بهتري آهي ته بدتري ڪهڙي شئي جو نالو آهي؟ ڇا اوهان اجا اهو چاهيو ٿا ته اسين پاڪستان مان لڏي وڃون يا بقول عبدالفتاح ميمڻ "سمنڊ ۾ ٻڏي مرون"؟

حضور! هيءُ جو ڪجهه مون مٿي عرض ڪيو آهي سو حقيقت تي مبني آهي. اهو مون نه ڪنهن تعصب کان لکيو آهي، نه نفرت کان. دراصل پنجابي به اسانجا پاڪستاني ڀائر آهن اسانکي انهن لاءِ به عزت آهي، اسان کي ته صرف انهن شخصن کان نفرت آهي جي سنڌ کي مال غنيمت ۽ سنڌين کي غلام تصور ڪري رهيا آهن. منهنجو ڪم هو اوهان کي حقائق کان واقف ڪرڻ (چاهي اهي ڪيترا به تلخ ڇو نه هجن. هاڻي اوهان ان کي شايع ڪيو يا نه. اها آهي اوهان جي مرضي.

والسلام

مخلص

فضل الله قريشي

(روزانه "مهراڻ" حيدرآباد 26 مئي 1963ع)

## ايس ـ ايس ـ ايف جي عرضداشت

جيڪا شاگرد ڪميشن جي اڳيان سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي جنرل سيڪريٽري پيش ڪئي.

بخدمت جناب جسٽس حمود الرحمان صاحب چيئرمين "شاگرد بهبودي ڪميشن"

جناب اعليٰ! هي چند مطالبا ۽ مسئلا اج اسين توهان آڏو رکي رهيا آهيون جي ڪيتري عرصي کان هتان جي شاگردن کي درپيش ۽ بيچيني جو باعث بڻيل آهن. اميد ته توهان انهن تي همدردانه غور ڪرڻ فرمائيندا ۽ انهن کي اختياري وارن اڳيان پيش ڪندا.

**سنڌي زبان:**

(الف) هن وقت سنڌي زبان هن علائقي جي سرڪاري زبان آهي ۽ اسين چاهيون ٿا ته ان کي دستوري طور دائمي حيثيت ڏني وڃي.

(ب) سنڌي اڄڪلهه سنڌ يونيورسٽي ۾ بي اي تائين ذريعه تعليم آهي. اسان جو مطالبو آهي ته ان جي اها حيثيت بحال رکندي ان کي حيدرآباد بورڊ آف سيڪنڊري ايجوڪيشن ۾ گهٽ ۾ گهٽ مئٽرڪ تائين لازمي زبان طور پاڙهيو وڃي. (جيئن اردو آهي) ۽ جيئن سنه 1958ع تائين سنڌ يونيورسٽي ۾ هئو.

(ج)اهي افواه آهن ته هن سال کان سينٽرل سپيئرر سروسز امتحان مان سنڌي زبان وارو اختياري پيپر ختم ڪيو ويندو. اها هڪ وڏي زيادتي ۽ بي انصافي ٿيندي. سنڌي هڪ مڪمل ۽ وسيع زبان آهي. جيڪا سنڌ ۽ ڪراچي يونيورسٽي ۾ ايم اي ۽ پي ايچ ڊي تائين پاڙهي وڃي ٿي ۽ جيڪڏهن مرڪزي پبلڪ سروس ڪميشن طرفان ائين ڪيو ويو ته اها سنڌين سان زيادتي ۽ بي انصافي ٿيندي.

(د) سنڌي ادبي بورڊ, سنڌي اڪيڊمي ۽ سنڌي زبان متعلق ٻين ادارن کي گهٽ ۾ گهٽ مالي امداد ڏني وڃي. جيئن اهي سنڌي زبان لاءِ گهٽي کان گهٽو ڪم ڪري سگهن. اسڪول پرائين ۽ اونداهين جاين ۽ غيرصحتمند ماحول ۾ هلي رهيا آهن. ان طرف ڌيان ڏنو وڃي ۽ هر اداري کي ان لاء موزون عمارت بنائي ڏني وڃي. پرائمري اسڪولن جي عمارتن تي خاص ڌيان ڏنو وڃي.

**نوان تعليمي ادارا:** اهو برابر آهي تہ موجوده حڪومت طرفان ملڪ جي تعليم تي ڪافي خرچ ڪيو ويو آهي ليڪن هن علائقي جون هيٺيون چند اهم تقاضائون آهن جي جلد پوريون ڪيون وڃن:

(الف) ہہ ميڊيڪل ڪاليج هڪ سکر ۾ ۽ ٻيو ڇوڪرين لاءِ سنڌ ۾ کوليا وڃن.
(ب) خيرپور پوليٽيڪنڪ انسٽيٽيوٽ کي انجنيرنگ ڪاليج بنايو وڃي.
(ت) هر ضلع هيڊڪوارٽر ۾ پوليٽيڪنڪ انسٽيٽيوٽ کوليو وڃي.
(ج) شڪارپور ۽ دادو ۾ گرلس ڪاليج کوليا وڃن.
(ڊ) سکر ۽ لاڙڪاڻي گرلس ڪاليج کي ڊگري ڪاليج بنايو وڃي.
(ر) لاڙڪاڻو ۽ ٻين ڪاليجن سان ملحقہ هاسٽل تعمير ڪيون وڃن.
(ہ) سکر ۾ وڌيڪ سبجيڪٽن ۾ ايم اي ڪلاسز کوليا وڃن. سنڌ جي ٻين وڏن ڪاليجن ۾ بہ پوسٽ گريجوئيٽ ڪلاسز کوليا وڃن.
(ب) چٽگانگ، ڪاڪل ۽ رسالپور وانگر هتي بہ ملٽري ائڪيڊمي کولي وڃي.
(ت) خيرپور ڊويزن ۾ بہ ڪيڊٽ ڪاليج قائم ڪيو وڃي. (اهڙو واعدو جناب صدر محمد ايوب خان پيٽارو ڪاليج ۾ گذريل سال پڻ ڪيو هو)

**نوڪريون:** اسانجي اها پراڻي تقاضا آهي تہ سنڌين کي سرڪاري، نيم سرڪاري، نيم سرڪاري ۽ خانگي ادارن ۾ مناسب ڪوٽا ڏني وڃي ۽ بوگس ڊوميسائيل بند ڪرائڻ لاءِ ضروري اپاءَ ورتا وڃن ۽ هن علائقي ۾ خالي جاين لاءِ هتان جي باشندن کي ترجيح ڏني وڃي خاص طور سان پي آءِ اي، اي ڊي سي ۽ واپڊا وغيره.

**سنڌ يونيورسٽي:** سنڌ جي باشندن ۽ شاگردن جي اها گڏيل تقاضا آهي تہ ان يونيورسٽي جي نالي جي تبديلي واري ڪنهن بہ اسڪيم تي عمل نہ ڪيو وڃي ۽ ان جو نالو "يونيورسٽي آف سنڌ" ئي رهڻ ڏنو وڃي.

آخر ۾ اسين اوهانجا شڪر گذار آهيون جو اوهان پنهنجي قيمتي وقت مان ڪجهہ حصو اسان جا ڏک سور ٻڌڻ لاءِ خرچ ڪيو ۽ قوي اميد آهي تہ اوهين اسان جا هي مطالبا اختياريءَ وارن تائين پهچائيندا.

فضل الله قريشي
سيڪريٽري جنرل
ايس ايس ايف (حيدرآباد)

*(مٿئين عرضداشت پهرئين مارچ 1965ع جي سنڌي اخبارن ۾ شايع ٿي)*

## سنڌ ريجمينٽ لاءِ مطالبو

ڪراچي واري ٽيلويزن اسٽيشن ڪراچي ۽ حيدرآباد جي وچ تي هئڻ گهرجي (ايس ايس ايف جا ٺهراءَ)

حيدرآباد (اسٽاف رپورٽر) ڪالهه بسنت هال ۾ سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي جنرل باڊي جي ميٽنگ منعقد ٿي جنهن ۾ اٽڪل 4 سو کن شاگردن شرڪت ڪئي. ميٽنگ جي صدارت قاضي فضل الحق ڪئي ۽ ان ۾ هيٺيان ٺهراءُ بحال ڪيا ويا.

1. سنڌ ۾ الڳ. سنڌ ريجمينٽ قائم ڪئي وڃي ۽ ملٽري ڪاليج ۽ ائڪيڊمي کولي وڃي. جيئن هتان جا باشندا بہ تربيت حاصل ڪندي مادر وطن جي حفاظت ڪري سگهن.
2. موجوده ۽ آئينده سال بجيٽ ۾ سنڌ ۾ تعليم لاءِ گهٽي کان گهٽ پئسو رکيو وڃي. جيئن هتان جا غريب شاگرد پنهنجي تعليم سهوليت سان جاري رکي سگهن.
3. سنڌ ۾ گهٽي کان گهٽ ٽي سائنس ڪاليج قائم ڪيا وڃن ۽ شهرن ۾ جتي هاسٽل نہ آهي اتي شاگردن جي ڀلي خاطر جلد از جلد هاسٽلون ٺهرايون وڃن.
4. سنڌ يونيورسٽي کي تقاضا آهي تہ پرائيويٽ اميدوارن جي رجسٽريشن تاريخ جا 12 ڊسمبر رکي وئي هئي. وڌائي وڃي ڇاڪاڻ نہ ڪيترن ئي شاگردن انٽر سپليمنٽري ۽ ڪمپارٽمنيٽل ڏنو آهي جنهن جو نتيجو اڃا ڪو نہ ظاهر ڪيو ويو آهي.
5. بورڊ کي تقاضا آهي تہ مئٽرڪ اولڊ ڪورس جو امتحان هن سال پڻ ورتو وڃي. ڇاڪاڻ جو ڪيترا شاگرد اڃا رهيل آهن. نہ تہ انهن جي حياتي ضايع ٿيندي.
6. جن شاگردن مئٽرڪ سپليمنٽري يا ڪمپارٽمينٽل ۾ پاس ڪئي آهي اڃا بہ وقت آهي تہ انهن کي ڪاليج ۾ داخلائون ڏنيون وڃن نہ تہ انهن جو قيمتي سال برباد ٿي ويندو ۽ سپليمينٽري امتحان جو مقصد ئي فوت ٿي ويندو.
7. شاگردن جو هي ميڙ ۽ سنڌي عوام سيڪنڊري بورڊ حيدرآباد کان مطالبو ٿو ڪري تہ "سنڌي زبان" هر شاگرد لاءِ لازمي بنائي وڃي جيئن سنہ 1958 کان اڳ سنڌ يونيورسٽي ۾ هو.
8. سنڌي ڪلچر. آرٽ ۽ زبان جي ترقي لاءِ حڪومت هڪ علحده سنڌي ائڪيڊمي قائم ڪري.

9. موجوده ٽيلويزن اسٽيشن ڪراچي بدران ڪراچي ۽ حيدرآباد درميان قائم ڪئي وڃي جيئن ٻنهي حصن جا ماڻهو ان مان فائدو وٺي سگهن.
10. مرڪزي، صوبائي ۽ ٻين ادارن جي ملازمتن ۾ سنڌين کي جائز ڪوٽا ڏني وڃي.
11. ٽنڊوڄام زرعي ڪاليج کي مڪمل طور زرعي يونيورسٽي بڻايو وڃي.
12. سنڌ جي پيشه ورانه ڪاليجن ۽ فني ادارن ۾ سيٽون وڌايون وڃن.
13. لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۾ موجوده داخلا واري نظام ۾ تبديلي آندي وڃي ۽ داخلائون صرف سنڌ جي شاگردن کي ڏنيون وڃن.

فضل الله قريشي

پريس ۽ پبليڪيشن سيڪريٽري

ايس ايس ايف

(روزانو مهراڻ حيدرآباد 18 ڊسمبر 1963ع)

## **شاگرد ڀائرن کي اپيل** (از فضل الله قريشي)

عزيز شاگرد ڀائرو!

هن وقت اسين جنهن نازڪ دور مان گذري رهيا آهيون سو ڪنهن کان به ڳجهو ڪونه آهي، بالخصوص سنڌ جي شاگردن جا مسئلا ۽ تڪليفون ڏينهون ڏينهن وڌنديون آهن ۽ هو جيڪڏهن انهن مشڪلاتن جي متائڻ لاءِ ڪو عملي قدم کڻن ٿا ته هڪدم يونيورسٽي آرڊيننس جي آڙ ۾ انهن تي اهڙا سخت قدم کنيا وڃن ٿا جو هنن جو مستقبل تاريڪ ٿيو وڃي.

اهڙين اڻ کٽ مصيبتن کي باقائدي منهن ڏيڻ خاطر ايس ايس ايف جي نئين سر تنظيم ڪئي وئي آهي، خالي پيل جاين تي نوان جوان عهديدار چونڊيا ويا آهن جن ۾ ڪم ڪرڻ جو جذبو ۽ همت آهي، نيون علائقه وار ڪميٽيون مقرر ڪيون پيون وڃن ۽ شاگردن ۾ گروهه بندي ختم ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون پيون وڃن ۽ ان سلسلي ۾ حيدرآباد ۾ ڪافي ڪاميابي ٿي آهي.

هن نازڪ دور ۾ آءُ ايس ايس ايف پاران اوهان سڀني ڀائرن کي عرض ڪندس ته اسان کي مرڻو جيئڻو گڏ آهي، اسان جا مطالبا ۽ مقصد ساڳيا آهن. پوءِ انهن حالتن ۾ ڇو نه اسان سنڌ جا شاگرد پاڻ ۾ هڪ ٿي، اختلاف ختم ڪري پنهنجن حقن کي حاصل ڪرڻ خاطر هڪ جهنڊي هيٺان

جمع ٿي پنهنجي ۽ پنهنجن پوين لاءِ اهو ڪي ڪيون جو ڪم اچي.

ڏسجي پيو تہ ڪيترن ئي اسانجن دوست نوجوانن کي ايس ايس ايف سان اختلاف آهن جي گهڻو ڪري ذاتي نوعيت جا آهن. سو انهن کي آءٌ عرض ڪندس تہ هي جماعت ڪنهن جي شخصي ملڪيت يا ورثو نہ آهي، هي هڪ خالص شاگردن جي جماعت آهي جنهن ۾ سيني کي حصو وٺڻ جو پورو پورو حق آهي.

ڪن ماڻهن کي اها غلط فهمي بہ آهي تہ اسان جو تعلق سياست يا سياستدانن سان آهي. سو انهن لاءِ منهنجو عرض آهي تہ اسان جو يا ايس ايس ايف جو نہ ڪنهن سياسي شخصيت سان تعلق آهي نہ سياسي پارٽي سان. اسان جو تعلق صرف سنڌ جي شاگردن جي جائز حقن جي حفاظت ۽ بهبودي سان آهي. سو آءٌ وري بہ عرض ڪندس تہ خدارا! غلط فهميون دور ڪيو ۽ ايس ايس ايف جا ميمبر ۽ اسانجا بانهن ٻيلي ٿي پنهنجن حقن حاصل ڪرڻ خاطر متحد ٿي وڃو.

اسانجون ڪيترين ئي مشڪلاتون آهن. جهڙوڪ: ملڪي ۽ غير ملڪي اسڪالرشپن ۾ سنڌ جو حصو، ميڊيڪل ڪاليج جون داخلائون. سنڌي ٻولي، ملڪ جي مختلف پروفيشنل ڪاليجن جهڙوڪ ڊينٽل سرجري ڪاليج لاهور، ٽيليفون، انجنيئرنگ انسٽيٽوٽ هريپور هزاره وغيره وغيره ۾ سنڌ جي شاگردن لاءِ ڪوٽا جو مسئلو، پراونشل ۽ سينٽرل سول سروسز ۾ سنڌ جي جائز ڪوٽا، ريلوي ۾ سنڌين لاءِ ملازمتون، نيم سرڪاري ادارن جهڙوڪ پي آءِ اي، ڊي ڊي سي، پي آءِ ڊي سي ۽ واپڊا وغيره ۾ سنڌين لاءِ نوڪرين جو مسئلو.

ان کان سواءِ ڪافي عرصي کان سنڌ جي عوام ۽ پريس طرفان سنڌين جي ريجمينٽ قائم ڪرڻ جو مطالبو ڪيو پيو وڃي. جنهن جو هيڊ ڪوارٽر حيدرآباد، سکر يا شڪارپور هجي. ان کان سواءِ ٻيا ڪيترا ئي اهڙا مسئلا آهن جن جو تعلق سڌو سنئون سنڌ جي ابوجهہ عوام ۽ شاگردن سان آهي ۽ اهي مسئلا صرف تڏهن حل ٿي سگهندا. جڏهن اسين ۽ اوهين سڀ متحد ٿي پنهنجا ويچا وساري، ذاتي اختلاف ختم ڪري، عملي طور تحريڪ ۾ ايندا سين.

(روزانو مهراڻ حيدرآباد 23 نومبر 1963ع)

# سنڌي زبان ۽ حيدرآباد سيڪنڊري ايجوڪيشن بورڊ

(فضل الله قريشي (ايم -اي) پريس سيڪريٽري ايس ايس ايف)

ڪافي عرصي کان سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان، اديبن، دانشورن علمي، ادبي، شاگرد جماعتن ۽ پريس طرفان مطلب ته هر طبقي طرفان اهو مطالبو پيو ڪيو وڃي ته "سنڌي زبان کي به اردو وانگر لازمي بڻايو وڃي جهڙي طرح سنه 1958ع کان اڳ سنڌ يونيورسٽي ۾ هئو" پر افسوس جو اهڙي ئي قسم جو مطالبو ڊويزنل ڪائونسل خيرپور طرفان ڪيو ويو هو. ان بعد مغربي پاڪستان جي گذشته اجلاس ۾ اهڙي ئي قسم جو مطالبو جڏهن چند سنڌين طرفان ڪيو ويو ته ان جو جواب ڏيندي پارليامينٽري سڪريٽري صاحب فرمايو ته "اهو بورڊ جو ذاتي مسئلو آهي، ان جي ڪورسز بابت بورڊ جي ائڪيڊيمڪ ڪائونسل آهي ان ۾ سنڌي چاٽيندڙ گهڻا آهن. سو اهو زبان جو معاملو به انهن جي هٿ ۾ آهي." اهو جواب اسانجي قومي غيرت جي چيلينج برابر هو.

ان جواب جي بورڊ طرفان ڪا به ترديد ڪو نه ڪئي ويئي، سو ان مان اهو ظاهر ٿيو ته سنڌي زبان جي اهميت لاءِ ان کي ثانوي حيثيت ڏيڻ وارا اسانجا پنهنجي بورڊ جا ميمبر ئي آهن. ان ۾ حڪومت جو ڪوئي دخل ڪو نه آهي ۽ اهو به ظاهر آهي ته اسانجي سنڌي زبان جي آئينده حيثيت وڌائڻ ۽ گهٽائڻ به انهي بورڊ ۽ ان جي اڪيڊيمڪ ڪائونسل جي هٿ آهي.

مان سمجهان ٿو ۽ اها شايد حقيقت به آهي ته بورڊ جي ائڪيڊيمڪ ڪائونسل جا اڪثر ميمبر سنڌي ۽ سنڌي چاٽيندڙ آهن ۽ اها به پڪ اٿم ته هو سنڌي زبان جي اهميت ۽ وسعت کان بخوبي واقف هوندا، ليڪن افسوس آهي انهن جي حال تي جي هو اڄ ڏينهن تائين پنهنجي پياري سنڌي زبان کي ان جو اصلي مقام نه ڏياري سگهيا آهن. درحقيقت اسانجي ديس ۾ اسان جي زبان جو مقام هئڻ ته تمام بلند گهرجي، پر جي هو (بورڊ وارا) ان کي اهڙو مقام نه ڏياري سگهن ته گهٽ ۾ گهٽ سنڌي کي سندس سابقه 1958ع واري حيثيت ته ڏيارين پر جي انهن ۾ ايترو ڪجهه ڪرڻ جي همت ۽ حيثيت به نه آهي ته انهن لاءِ اهو بهتر آهي ته هو اها جاءِ ڪن اهڙن بهتر ۽ موزون ماڻهن لاءِ خالي ڪن جي هنن کان وڌيڪ دلير هجن ۽ جي پنهنجي زبان کي پنهنجو مقام ڏياري سگهن. ٿي سگهي ٿو ته ڪي صفا اهڙا به هجن جي اسان جي هن مطالبي کي زيادتي سمجهن ليڪن انهن لاءِ اهو عرض آهي هن ۾ ڪا زيادتي نه آهي. اهو اسان جو حق آهي. جنهن حالت ۾ اسان سنڌي دانن کي

مجبور ڪيو وڃي ٿو تہ اسين پنهنجن ننڍڙن ابهم ٻارن کي ٽئين ۽ چوٿين ڪان اردو لازمي طور ڪري پڙهايون تہ ڇا غير سنڌي دانن کي، جي رهن ۽ ڪائن سنڌ ۾، ڇا ايترو نٿو ڪري سگهجي، جو هو پنهنجن ٻارن کي هن خطي جي زبان سيکارين پوءِ جي اها ٽئين چوٿين ڪان نہ تہ پنجين يا ڇهين درجي ڪان ٿي سگهيون ٿي.

اسانکي اردو زبان جي اهميت جو برابر اندازو آهي ۽ ان جي همہ گير وسعت جو بہ. ليڪن ان سان گڏ اهو بہ وسارڻ نہ گهرجي تہ سنڌي پاڪستان جي هڪ قديم ترين زبان آهي، جنهن کي پنهنجو رسم الخط، الف- ب ۽ اعليٰ ادب آهي. مطلب تہ ڪنهن بہ شعبي ۾ هيءَ زبان ڪنهنجي ڪاٽياري نہ آهي ۽ پوءِ بہ پنهنجي خطي ۾ ان کي پنجابي، پشتو، گجراتي، بلوچيءَ واري حيثيت ۾ رکيو وڃي تہ پوءِ ان ۾ صرف اسان جو ۽ وس وارن جو قصور آهي ۽ آئينده نسل وارا ان ڪوتاهيءَ لاءِ اسان کي ٿي لعنت ملامت ڪندا.

مان نٿو سمجهان تہ سنڌي زبان کي بورڊ طرفان لازمي ٺهرائڻ جي سلسلي ۾ ڪنهن کي ڪو اعتراض ٿيندو يا ٿيڻ گهرجي. جيڪي هتي رهن ٿا، انهن جو اهو فرض آهي تہ هو هن خطي جي زبان سان دلچسپي رکن ۽ سکن. خدا جي فضل سان هر اسڪول ۽ ڪاليج ۾ سنڌي ڄاڻيندڙ قابل استاد موجود آهن. جي اهو ڪم نهايت خوش اسلوبي سان سرانجام ڏئي سگهن ٿا.

مٿين مختصر جائزي جي پيش نظر آءٌ حيدرآباد بورڊ وارن کي گذارش ڪندس تہ مهرباني ڪري جيترو جلد ٿي سگهي يعني سال 64-1963ع کان ئي سنڌي زبان کي پنجين کان ڏهين درجي تائين لازمي زبان جو درجو ڏين.

ان سلسلي ۾ آءٌ سنڌ جي سيني ڪاليج يونينن، ادبي جماعتن، بنيادي جمهوريتن، يونين ڪميٽين، ڪائونسلن ۽ ٻين حلقن کي عرض ڪندس تہ اهڙي موضوع تي گهٽ ۾ گهٽ ٺهراءُ پاس ڪرائي اخبارن ۾ ڏين ۽ بورڊ وارن کي اهو احساس ڏيارين تہ اسين آئنده اهڙي زيادتي گهڻي وقت تائين برداشت ڪري نہ ٿا سگهون.

(روزانہ "نواءِ سنڌ" حيدرآباد، 27 نومبر 1963ع)

محترم اختر بلوچ

# ٿهري ڪوٽ ڪيرايو!

[16- آڪٽوبر 1969ع تي سنڌ ۾ "يوم ناحق" ملهايو ويو. ان موقعي تي محترم اختر بلوچ هڪ نهايت پُرجوش تقرير ڪئي جيڪا بعد ۾ "سيد ۽ پنو" ڪتاب ۾ شامل ڪئي وئي. هيٺ ان تقرير جو مڪمل متن پيش ڪجي ٿو. ]

صدر محترم، جيئي سنڌ!

14 سال اڳ هڪ سازش ۽ منصوبو سٽي ٽن شريف، بهادرن ۽ عظيم پاڪستاني قومن تي اوچتو راتاهو ۽ شبخون هنيو ويو. سنڌن قديم ۽ تاريخي وطن لٽيا ويا. ڪين سنڌن گهرن ۾ بي گهر ۽ وطن ۾ بي وطن ڪيو ويو. ٻن ڪروڙ وطن دوست پاڪستانين، ٻن ڪروڙن ڪلمي گوه مسلمانن، ٻن ڪروڙن آزاد انسانن کي غلام بنايو ويو. سنڌن سياسي، تهذيبي ۽ انساني حقن تي ڌاڙو هنيو ويو. سنڌن گذر جا وسيلا، زمينون ۽ زبانون کسيون ويون. اها اخلاقي غنده گردي، اها سياسي رهزني، اهو سنگين بين الاقوامي جرم ڏهن ڪروڙن پاڪستانين جي اکين اڳيان ٿيو. پاڙيوارن مان ڪو به سامهون ڪو نه ٿيو. ڪنهن به سڏ ڪو نه ڏنو. اٽلو ڏاڙيلن کي ڀچون ڪيون ويون. سنڌن پنيون ٽپريون ويون، ڪين مبارڪون ڏنيون ويون. ٻيا ته ٺهيو پر پاهران ڏڪوئجي آيل اهي پرديسي جن کي اسان پنهنجي جيءَ ۾ جايون ڏنيون، سي به هن آئي ويل ۾ دشمنن سان ملي ويا.

> ذريان ئي ذاريان، مٽ مٽيءَ جا نه ٿيا،
> مدي ڏيرن من ۾، آءُ ڪليو ڪيڪاريان،
> صبح ئي ساريان، ته اٺ نه اوطاقن ۾.

سنڌن پريس، سنڌن پليٽفارم، سنڌن زبانون اسان جي زخمن تي لوڻ ٻرڪڻ لڳيون. تلوار جو گهاءُ مٽجيو وڃي، زبان جو گهاءُ ڪڏهن به ڇٽندو. اُهي ايڊيٽيوريل، اهي مضمون ۽ مقالا، اهي ٽوڪون ۽ چٿرون، اهي الزام ۽ بهتان جيڪي ڪراچيءَ جي اردو پريس ۾ ننڍي، وڏي، غريب ۽ شاهوڪار

ڪيون سي مظلوم قومن کي ڪڏهن بہ نہ وسرنديون.

اسان کي اهي عالم سڳورا بہ ڪو نہ وسرندا. جن قرآن شريف جون آيتون پڙهي حديثن جا مثال ڏيئي ثابت ڪري ڏيکاريو تہ قومن جي حقن تي ڌاڙا هڻڻ جائز ۽ ثواب جو ڪم آهي. اسان کي اهي ترقي پسنديءَ ۽ انقلاب جا علمبردار بہ ڪونہ وسرندا. جن جي چپن تي اوچتو ماٺ جي مهر لڳي ويئي.

ون يونٽ جي اها مجرمانہ سازش نہ رڳو سنڌ سان ويساهہ گهاتي ۽ اڳرائي هئي، پر سمورين پاڪستاني قومن جي سچي اتحاد خلاف سازش هئي. پاڪستان جي ترقي ۽ خوشحالي خلاف سازش هئي، پاڪستان جي مضبوطيءَ ۽ سلامتيءَ خلاف سازش هئي. انهن سازشي مجرمن ۽ سندس هم صلاحين کي نہ رڳو سنڌي قوم پر سڄي پاڪستان جو وطن دوست عوام هرگز هرگز معاف نہ ڪندو. ڪين سندن ڪيتي جي سزا ضرور پوڳڻي پوندي.

متو آهين مچ، تلهو تيو تونا هڻين،
تو جا پائين اڄ، تنهن پاڻيءَ پنا ڏينهڙا.

پر انهيءَ ۾ اسان جو پنهنجو بہ ڏوهہ آهي. اسان پنهنجي سياست ان وڏي زميندار طبقي جي حوالي ڪري ڇڏي جيڪو انگريزن جي گهر جو ٻانهو هو. جنهن جمندي ئي جي حضوريءَ ۽ غلاميءَ جي ٿڃ. وطن فروشيءَ ۽ غداريءَ جي سٿي پيتي هئي. سنڌ جو سوداگراعظم کهڙو اڪيلو ناهي. هتي سوين هزارين کهڙا آهن. هر اليڪشني سياست باز ننڍو يا وڏو کهڙو آهي. هر اهو ماڻهو جنهن ون يونٽ خلاف جدوجهد نہ ڪئي، سختي سهڻ کان ڪيٻايو، جيل کان ڊنو. مجرمانہ ماٺ ڪئي. دشمن سان سات ڏنو. ساٿ نهيو. سو کهڙو آهي. هر اُهو ماڻهو جنهن جي دل ۾ 4 مارچ 1967ع واري ڏينهن جو ڏنپ ناهي سو کهڙو آهي، هر اهو ماڻهو جنهن جيئي سنڌ جي جدوجهد کي پنهنجي جدوجهد ڪري نہ سمجهيو ان جي مخالفت ڪئي سو کهڙو آهي. تنهن ڪري نہ رڳو غدار اعظم کهڙي جون پر سندن سموري سياسي قبيلي ۽ سموري سياسي اهل اولاد جون پاڙون پٽڻ گهرجن.

تاريخ اسان کي ون يونٽ جي ظالم ڪوٽ ڪيرائڻ جو مقصد فرض سپرد ڪيو آهي. اها ڪوشش رڳو بيان بازي ۽ اليڪشن بازي تائين محدود نہ هئڻ گهرجي. اليڪشن ۾ جيڪي وڏا زميندار چونڊجي ايندا تن کي توهان ۽ اسين سڃاڻون. انهن تي ڀاڙڻ خطرناڪ ڀل ٿيندي. هيءَ چپ ڳري آهي. ان لاءِ لکين هٿ کپن. شاگردن جا هٿ. مزدورن جا هٿ. هارين جا هٿ. عورتن

توڙي مردن، ٻڍن توڙي ٻارن جا هٿ ڪپن. سڄي سنڌ جا هٿ ۽ ٻانهون ڪپن.

سنڌي قوم عظيم ۽ بهادر آهي، ان ڪي جاڳائي ڏسو. اسان هيستائين رڳو مٿين طبقن جي اڳڙين جي ڳڌن ڪي ڏٺو آهي. اسان اصل سنڌ، بهادر ۽ جانباز سنڌ، قربانيءَ جي متوالي سنڌ کي نہ ڏٺو آهي. اچو تہ اها اصل سنڌ ڳولي لهون، ان ڪي جاڳائي ميدان ۾ آڻي ون يونٽ جي قهري ڪوٽ جون پاڙون پٽيون. هن مقدس جدوجهد ۾ توهان سنڌي شاگردن جي جذبي ۽ قربانيءَ تي اسان سنڌي شاگردياڻين کي فخر ۽ ناز آهي، اسين برابر ڪمزور آهيون، پوئتي پيل آهيون، گهرن ۾ بند آهيون، اسان جو ماحول سازگار ڪونهي پر اهي مشڪلاتون اسان جي راهہ روڪي نہ سگهنديون. جيڪڏهن اڳتي هلي توهان کي قومي راهہ ۾ سختيون سهڻيون پيون، تہ انشاء اللّٰه توهان اڪيلا نہ هوندا.

جيئي سنڌ، سدا جيئي.

پيرحسام الدين راشدي

# سنڌ جي بقا جو پڌر نامو

[ون يونٽ جي ٽٽڻ تي پير صاحب مرحوم، هفتيوار "صبح سنڌ" ڪراچيءَ جي پهرين جولاءِ 1970ع واري پرچي ۾ "نئين سنڌ اهم مسئلا ۽ معاملا" جي سري هيٺ خيال جاڳائيندڙ مضمون ۾ سنڌ جي ممبئي ڪان ڌار ٿيڻ کان پوءِ واري صورتحال ۽ سنڌ سان ٿيندڙ سياسي، معاشي ۽ ثقافتي زيادتين جو بيباڪيءَ سان اظهار ڪيو ۽ سنڌ جي بقا لاءِ پڌر نامو جاري ڪيو. جيڪو هتي محترم تاج بلوچ جي ٿورن سان پيش ڪجي ٿو.]

- سنڌ جي گهريلو هنرن کي نئين سر جيارڻ لاءِ خاص ادارو قائم ڪرڻ کپي، جيڪو ڳوٺ سڌار کاتي، فيملي پلاننگ کاتي ۽ تعليم بالغان وارن مفروضن جهڙو نہ هجي، بلڪ صحيح معنيٰ ۾ قومي پيماني تي هئڻ گهرجي. ڄر جو ڪم، جنديءَ ۽ ڪاشيءَ جو ڪم، ڪنديءَ جو ڪم، پرت جو ڪم، ڇيٽن ۽ ڇيرن جي اٽت جو ڪم، رلهين ۽ ڪيسن جو ڪم ۽ انهيءَ قسم جي ٻين ڳوناٽن هنرن کي انهيءَ حد تائين زور وٺائڻ کپي، جو نہ فقط جيان وانگر هر گهر پنهنجي ضرورت پاڻ پوري ڪري سگهي، بلڪ دنيا جي مارڪيٽ تي ڇانئجي وڃڻ جي ڪوشش ڪجي.
- سنڌ جو راڳ هن وقت انفرادي ڪوششن ۽ ذاتي ذوق سبب جيئرو رهيو آهي. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ لاجواب فنڪار پاڻ وٽ موجود آهن. ايران ۾ انهيءَ ڪم لاءِ خاص وزارت آهي، جنهن جي ذريعي ملڪ جي سمورن فنڪارن جي پرورش ٿي رهي آهي. اسان کي ريڊيئي ۽ ٽيليويزن جي ملازمن جي رحم ۽ ڪرم تي پنهنجي فنڪارن کي ڇڏڻ نہ کپي، انهن جي پوري فهرست تيار ڪري ۽ نئين سر ڪين ميوزڪ اسڪولن ۽ ادارن سان منسلڪ ڪرڻ کپي.
- پاڻ کي سنڌ جي پراڻن رڪاردن، سرن، طرزن ۽ ڳائڻن جي لئبرري ٺاهڻ کپي ۽ جيڪي بہ فنڪار ٿي گذريا آهن، انهن جون تصويرون ۽ انهن جا حالات شايع ڪرڻ گهرجن.

- سنڌ جي ڳوٺن ۾ نئين سر راڳ جون ڪچهريون قائم ڪرڻ ڪپن. جيڪي سالن کان اقتصادي بدحالي، ڪامورا شاهيءَ جي ظلم ۽ وڏيرا شاهيءَ جي تشدد سبب ختم ٿي چڪيون آهن. ڳوٺاڻن ۾ آزاديءَ جو احساس پيدا ڪرڻ ڪپي ۽ انهن کي آسانيون مهيا ڪرڻ ڪپن. جيئن هو پنهنجون آکاڻيون، ٽوٽڪا، ڳجهارتون، لاڙائو، ڪافيون ۽ آلاپ نئين سر جاري ڪن.
- سنڌ جي ميلن ۽ ملاکڙن کي سرڪاري ۽ سرڪار ڇاڙتن جي تحويل مان ڇڏائي، انهن جو اهڙو نظام قائم ڪرڻ ڪپي، جيڪو صحيح معنيٰ ۾ غريبن لاءِ تفريح جو سبب بڻجي. درگاهن ۽ خانقاهن کي پرستش ۽ انساني ذهن کي مفلوج ڪرڻ جو ذريعو نه بڻائڻ ڪپي، بلڪ مدفون شخصيتن جي تاريخي حيثيت ۽ ڪلچرل ڪارنامن کي ماڻهن جي ذهن نشين ڪرڻ گهرجي.
- سنڌ جي شخصي ڪتبخانن جي سروي ڪرڻ ڪپي ۽ جديد طريقن تي انهن جي تنظيم ڪجي. ڪتاب خريديءَ جي ذريعي يا مائيڪرو فلمن جي ذريعي هڪ قومي ڪتب خاني ۾ گڏ ڪرڻ ڪپن.
- سنڌ جي اندر تاريخي عجائب گهر مختلف تاريخي شهرن ۾ قائم ڪجن، جن ۾ سنڌ متعلق تاريخي ۽ تهذيبي شيون موجود ڪجن. مثلن حيدرآباد ۾ ٽالپرن ۽ ڪلهوڙن جي دؤر جو ميوزم هجڻ ڪپي، ٺٽي ۾ سمن ۽ مغلن جي دؤر جا آثار ڪٺا ڪيا وڃن. اهڙيءَ طرح عمر ڪوٽ، روهڙيءَ ۽ سيوهڻ جهڙن تاريخي شهرن ۾ پڻ جدا جدا قسمن جا ميوزم هجڻ گهرجن.
- سنڌ جو تاريخي رڪارڊ بيحد قيمتي ۽ تاريخي آهي. حيدرآباد جو رڪارڊ سنڌ جي تاريخ تي روشني وجهي ٿو. اهو بيش بها خزانو، خاص ماهرن جي نظر داريءَ هيٺ، هڪ جاءِ تي گڏ ڪجي ۽ ان لاءِ خاص Archives Department قائم ڪجي.
- سنڌ جي تهذيب، تمدن، ڪلچر ۽ تاريخ جي تحقيق لاءِ قومي پيماني تي ادارو قائم ڪجي، جنهن ۾ سنڌ تي جيڪو مواد دنيا جي مختلف زبانن ۾ لکيل آهي سو ڪٺو ڪجي.
- هن وقت سنڌ ۾ تاريخ جو ڪم، سنڌي ادبي بورڊ ڪري رهيو آهي ۽ انهيءَ اداري سنڌ کي ٻاهرين ملڪن سان ڪافي روشناس ڪرايو آهي ۽

گھڻو ڪري بنيادي ڪتاب شايع ڪري چڪو آهي. پر ان جي ساليانِي گرانٽ ڪافي نہ آهي. انهيءَ اداري کي پڻ نئين سر قومي پيماني تي تشڪيل ڪجي ۽ فنڊ مهيا ڪري ڏجن.

- سنڌ جي جديد ادب کي وڌائڻ ۽ ان کي عام ڪرڻ لاءِ جدا قومي اشاعت گھر جي ضرورت آهي. هن وقت تائين اسان جا جديد اديب سڀئي غريب آهن. انهن پنهنجي پيٽ کي لتون ڏيئي پنهنجون تخليقون پئي ڇپايون آهن ۽ انهن جي لکڻين ئي سنڌ جي ذهن ۾ سجاڳي آندي آهي. تنهنڪري، جن سنڌي ذهن کي اجاريو آهي تن جي ادب کي پالڻ ۽ جيارڻ اسان جو اولين فرض آهي.
- سنڌ جي تعليم گاهن ۾ سڌارا ۽ تبديليون آڻڻ کپن. سڙيل دماغ ۽ سنڌن وينل استاد پنهنجي گھرن ڏانهن اماڻڻ کپن. انهن جي جاءِ تي فعال، ذهين ۽ ڪم ڪندڙ استاد آڻجن، جيڪي ايندڙ ڏهن سالن اندر اسان کي هر شعبي ۾ ماڻهو پيدا ڪري ڏين. انهيءَ قسم جا استاد جيڪڏهن يورپ مان آڻجن تہ پاڻ وڏيڪ بهتر. اهو نسخو عليگڙهہ ۽ ٻين ڪيترين يونيورسٽين ۽ تعليم گاهن ۾ آزمايو ويو آهي، جيڪو تجربو ڪامياب ٿيو آهي.
- سنڌ جي طالب علمن کي ڪنهن بہ حالت ۾ هڪ زبان تي اڪتفا نہ ڪرڻ کپي، مادري زبان سان گڏ عربي، فارسي، جرمن، فرينچ، انگريزي ۽ روسي زبانن مان ڪي بہ ٽي زبانون ضرور سکڻ کپن. ڇاڪاڻ تہ دنيا بين الاقوامي برادريءَ جي صورت اختيار ڪندي پيئي وڃي ۽ ڪنهن بہ اهڙي زبان ۾ پاڻ کي محدود رکڻ، جنهن ذريعي ٻاهرينءَ دنيا سان رابطو نہ رهي سگھي. گويا ڏسي وائسي پاڻ کي کوهہ ۾ بند ڪرڻو آهي. سنڌي زبان کي زور ونرائڻ کپي. پر انهيءَ جو مطلب اهو نہ هجڻ کپي تہ اردو زبان يا پاڪستان جي ٻين زبانن کان نفرت ڪرڻ کپي.
- سنڌ ۾ آثار قديمہ جي ڳولا ۽ حفاظت لاءِ خاص محڪمو هجي. سنڌ جي تاريخي ۽ مقدس سر زمين انهيءَ سلسلي ۾ اينتري شاهوڪار آهي. جو مرڪزي بجيٽ جو سيني صوبن ۾ ورهائجڻ بعد سنڌ لاءِ بچيل حصو پورو نٿو ٿي سگھي.
- پنهنجن بزرگن، شاعرن، مصنفن ۽ قومي رهنمائن جي مقبرن ۽ مزارن جي تعين ڪرڻ، نهرائڻ ۽ محفوظ رکڻ لاءِ ايراني اداري" مجلس آثار

ملي" جي نموني تي پاڻ ڪي هڪ ادارو قائم ڪرڻ گهرجي. مثال طور جام نظام الدين سمون، محسن ٺٽوي، مير قانع ٺٽوي، ابوالحسن ڏاهري، محمد قائم، محمد عظيم وغيره جهڙن شاعرن ۽ مصنفن جي نہ قبرن جو تعين آهي، نہ مٿان ڪي ڪتبا لڳل آهن ۽ نہ انهن جي حفاظت جو ڪو بندوبست آهي. سنڌ جي مشاهيرن جي آثارن جي حفاظت جو ذمو انهيءَ اداري جي حوالي هجڻ گهرجي.

- سنڌ آرٽس ڪائونسل ٺاهجي، جنهن تي سنڌ جي راڳ ۽ سنڌ جي ٻين سيني فنون لطيفہ جي فروغ ۽ رکواليءَ جو ذمو هجڻ کپي.

# مان ون يونٽ دؤر ۾ وزير رهيس : قاضي فضل الله

1954ع ۾ جڏهن آءٌ ملڪ کان ٻاهر وڃي رهيو هوس، تڏهن پهرباٿين کهڙي سان مليس ۽ کيس چيم. تہ پيرزادي ۽ مون ون يونٽ قائم ٿيڻ جو ٻڌي وزارت ۾ شريڪ ٿيڻ کان انڪار ڪيو آهي. ٻڌو اٿم. تہ توهان ون يوٽ جي مسئلي تي حڪومت سان ساز باز ڪري رهيو آهيو. کهڙي مون کي خاطري ڏني. تہ اطمينان رک. اهڙي ڪا بہ ڳالهہ ڪانہ آهي. کهڙي جي يقين ڏهاني تي مون ڊان ۾ اهڙو بيان بہ ڏئي ڇڏيو. ليڪن منهنجي وڃڻ کان پوءِ کهڙي ون يونٽ جي حمايت ڪئي. ولايت کان جڏهن موٽي آيس، تہ کهڙي مون کي وزارت جي آڇ ڪئي. جيئن تہ هو ون يونٽ جي حمايت ڪري رهيو هو. تنهن ڪري مون کيس ڪتو جواب ڏنو.

بهرحال 1954ع ۾ ون يونٽ بنائڻ جي عيوض کهڙو سنڌ جو چيف منسٽر ٿيو. ۽ مون ان وزارت ۾ هوم منسٽر ٿي رهڻ کان انڪار ڪيو. منهنجي انهيءَ انڪار تي پاڪستان جي گورنر جنرل ملڪ غلام محمد مون کي آمريڪا کان سواءِ ڪنهن بہ ٻئي ملڪ جي سفارت قبول ڪرڻ جي آڇ ڪئي جيڪا مون نفرت سان ٺڪرائي ڇڏي. ون يونٽ جي مخالفت ترڪ ڪرڻ لاءِ مون کي ٻہ دفعا جيل بہ اماڻيو ويو.

1956ع ۾ مان واحد شخص هوس. جو ٻين ضلعن يعني لاڙڪاڻي ۽ ٺٽي مان ون يونٽ اسيمبليءَ جو ميمبر منتخب ٿيس. ان کان پوءِ ون يونٽ وزارت ۾ 1956ع کان 1958ع تائين اريگيشن منسٽر رهيس. تان جو ايوب خان جو مارشل لا لڳو. مارشل لا جي حڪم تحت 6 سالن لاءِ ايبڊو ڪيو ويس. اهڙيءَ طرح پاڪستان جي ٻنهي حصن مان هڪ سؤ کن سياستدانن کي ايبڊو هيٺ آندو. سياست کان خارج ڪيو ويو.

ايبڊو جو مدو پورو ٿيڻ کان پوءِ 1967ع ۾ ايوب خان (مرحوم) مون کي هوم منسٽر بنايو. مان اڪيلو ايبڊو زده هوس. جنهن کي منسٽر ڪري کنيو ويو. ايستائين منسٽر رهيس. جيستائين يحيٰ خان جو مارشل لا لڳو.

وزارت جي عهد ۾. خاص طرح سان چيف منسٽر ۽ هوم منسٽر جي

وقت ۾ لا ائنڊ آرڊر جي پوزيشن کي بهتر بڻايم. انگريزن جي دور کان پوءِ بيو کو بہ منسٽر اهڙي بهتر پوزيشن رکي نہ سگهيو. ان کان سواءِ وزارت واري زماني ۾ زراعت جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ جدوجهد ڪيم. ٺٽي جي شاهجهان واري مسجد جي توسيع لاءِ سيس قائم ڪيم. ۽ گهرن تعمير ڪرائڻ لاءِ ڪوشش ورتم. مون لاءِ اها وڏي فخر جي ڳالهہ آهي. تہ لاڙڪاڻہ ۽ سکر ۾ ڊسٽرڪٽ اسپتالون وڏي پيمانہ تي تعمير ڪرائڻ ۾ منهنجي ڪوشش ۽ ڪاوش کي وڏو دخل آهي. اهڙيءَ طرح لاڙڪاڻہ ۾ ميونسپل هال بہ منهنجي ڪوشش جو نتيجو آهي.

ون يونٽ جي وزارت جي زماني ۾ ڪوڙا ڊوميسائيل رد ڪرائڻ لاءِ هڪ ڪميشن تشڪيل ڏنم. ان جو چيئرمن آغا محمد يعقوب هو. محمد حنيف سيشن جج ۽ آغا تاج محمد(مرحوم) رجسٽرار سنڌ يونيورسٽي ان جا ميمبر هئا. ان جو ڪم اهو هو. تہ غير سنڌين جا ڪوڙا ڊوميسائيل رد ڪرائي ۽ سنڌين کي ڪاليج ۾ داخلا ڏيارڻ ۾ مدد ڪري. ان کان سواءِ مون اهو بہ حڪم ڪيو هو. تہ ڪوٽڙي براج جي ہ لک ايڪڙ زمين مقامي هارين ۾ تقسيم ڪئي وڃي.

("لاڙڪاڻو ساد سيباڻو" مرتب: گل محمد گاد- 1984ع- ص 119-118)

# مون ون يونٽ ڇو قبوليو؟

[1963ع جي ضمني چونڊن ۾ لاڙڪاڻي مان قومي اسيمبليءَ جي سيٽ تي ٻينل اميدوار عبدالحميد خان جتوئي جي خانبهادر محمد ايوب کهڙي حمايت ڪئي ۽ سندس مخالف اميدوار پير بخش خان ڀٽو جي قاضي اڪبر ۽ ٻيا حمايت ڪري رهيا هئا. قاضي اڪبر جيتوڻيڪ پاڻ بہ ون يونٽ جي حمايت ڪندڙن ۾ شامل رهيو هيو. پر پوءِ بہ کهڙي جي خلاف ون يونٽ ناهڻ جي حوالي سان پنهنجي اخبار "عبرت" ۾ سخت تنقيد ڪيائين جنهن جي جواب ۾ خانبهادر محمد ايوب کهڙي هڪ بيان جاري ڪيو جيڪو ٻن قسطن ۾ روزانو"نواءِ سنڌ" حيدرآباد ۾ 28 آگسٽ ۽ 29 آگسٽ 1963ع تي شايع ٿيو. ان بيان کي ون يونٽ جي موضوع سان لاڳاپيل هجڻ ڪري اهم سمجهندي هتي ڏجي ٿو.]

منهنجي ڌيان تي آندو ويو آهي تہ قاضي محمد اڪبر جي اخبار "عبرت" لاڙڪاڻہ مان قومي اسيمبليءَ جي باءِ اليڪشن جي سلسلي ۾ هر روز منهنجي خلاف ڪجهہ لکندي رهي ٿي ڇاڪاڻ تہ "عبرت" وارن کي سندن نئين محسن طرفان سمجهايو ويو آهي تہ مسٽر ذوالفقار علي ڀٽو جي اميدوار سردار پير بخش ڀٽي جي ڪاميابيءَ جي راهہ ۾ آئون ۽ منهنجا دوست وڏي ۾ وڏي رڪاوٽ آهيون. قاضي محمد اڪبر. جيڪو پنهنجي ڪاميابيءَ جو راز هر اڀرندڙ سج جي سلامي ڀرڻ ۾ سمجهندو رهيو آهي. سو جيڪڏهن ڪنهن نئين سياسي سج ۽ محسن جي خاطر پراڻن محسنن سان .منهن مٽي ٿو تہ اها سندس طبيعت جي تقاضا آهي.

پير الاهي بخش. مير غلام علي خان. پيرزادو عبدالستار. انهن مان ڪهڙو آهي جيڪو قاضي محمد اڪبر جو محسن نہ رهيو هجي ۽ پڇاڙيءَ ۾ قاضيءَ صاحب جي بيوفائي جو شڪار نہ ٿيو هجي؟ تنهن ڪري قاضي اڪبر جي طرفان مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي جي رضا جوئي خاطر پنهنجي اخبارن ذريعي منهنجي خلاف واهيات پروپئگنڊا ڪرائڻ منهنجي لاءِ نہ حيرانيءَ جي ڳالهہ آهي ۽ نہ تعجب خيز. هن کي خدا تعاليٰ خلقيوئي اهڙو آهي!

"عبرت" اخبار جي طرفان هن اليڪشن جي سلسلي ۾ منهنجي خلاف اهڙي طرح پروپئگنڊا جي مهم هلائي پيئي وڃي جو ڄڻ تہ سردار پير بخش خان ڀٽو جو مقابلو رئيس عبدالحميد خان جتوئي سان ڪو نہ ٿي رهيو آهي. بلڪ آئون ئي ڀٽي صاحب جو مقابل اميدوار آهيان.

"عبرت" جي طرفان جن ٻن الزامن کي آڏڙي بنائي منهنجي خلاف پروپئگنڊا جو طوفان کڙو ڪيو ويو آهي. تن مان هڪ هي آهي تہ مون ون يونٽ ٺاهيو هو ۽ ٻيو الزام هي آهي تہ: آئون لاڙڪاڻي ضلع کان ٻاهرين ماڻهوءَ کي لاڙڪاڻي مان ڪامياب ڪرائڻ گهران ٿو. انهن ٻنهي الزامن جي جواب ۾ آئون هي بيان ڪڍي رهيو آهيان تہ عبرت منهنجي خلاف غلط بياني ۽ بد زباني جي جيڪا مهم هلائي رهي آهي، تنهن جي حقيقت واضح ٿي وڃي ۽ پبلڪ تي ظاهر ٿي وڃي تہ قاضي محمد اڪبر جيءَ اِخبار صحافيانہ ديانتداري کان ڪيترو نہ پري نڪري چڪي آهي. ون يونٽ ٺاهڻ جو مهڻو مونکي ڏيڻ وقت "عبرت" کي پنهنجي قاضي اڪبر کي وسارڻ نہ گهرجي، جنهن ون يونٽ جي تائيد ۾ صوبائي اسيمبليءَ ۾ ووٽ ڪيو ۽ ووٽ جي صدقي ۾ صوبائي وزارت جي ڪرسي حاصل ڪيائين ۽ ون يونٽ اسڪيم جي عمل ۾ اچڻ تائين وزير بنيو رهيو.

جيڪڏهن "عبرت" وارن کي ون يونٽ ٺاهڻ جي ڏوهہ ڪري مون تي چڙ آهي تہ پوءِ انهيءَ جي سزا رئيس عبدالحميد خان جتوئي کي ڇو ڏني وڃي ٿي؟ جنهن ون يونٽ جي مخالفت ۾ ووٽ ڪيو هو ۽ هو انهن ڇئن ميمبرن مان هڪ هئو جن ون يونٽ جي مخالفت ۾ ووٽ ڏنو هو. ڇا سردار پير بخش ڀٽو رئيس عبدالحميد خان جتوئي جي مقابلي ۾ ون يونٽ جي وڏيڪ مخالفت ڪئي آهي. جنهن ڪري عبرت وارن کي عبدالحميد خان جتوئي کي شڪست ڏيارڻ ۾ پير بخش ڀٽو کي ڪامياب بنائڻ جي ايتري ڳڻتي ٿي پيئي آهي؟ ڇا مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي جنهن جي رضا جوئي لاءِ عبرت پنهنجا ڪالم ڪارا ڪري رهي آهي، تنهن عبرت وارن کي ڪو عهد لکي ڏنو آهي تہ هو ون يونٽ جو مخالف آهي ۽ ون يونٽ کي ٽوڙائڻ لاءِ ئي هو مسٽر پير بخش کي چونڊائڻ گهري ٿو؟

جيڪڏهن عبرت وارا سچ پچ ون يونٽ جا مخالف آهن تہ پوءِ رئيس عبدالحميد خان جتوئي جيڪو ون يونٽ جو مخالف هو ۽ آهي ۽ رهندو تنهن جي مخالفت ڇا لاءِ ۽ مسٽر ذوالفقار علي ڀٽو جيڪو ون يونٽ جو حامي آهي

تنهن جي اميدوار جي طرفداري ڇا لاءِ؟ ۽ آئون، قاضي فضل الله صاحب ۽ ٻيا جيڪي مسٽر جتوئي جي ڪاميابيءَ جا خواهان آهن. تن تي "عبرت" جو ڏمر ڇو؟ جيڪڏهن عبرت وارن وٽ ڪو اصول آهي ته پوءِ هي ٻي اصولي ڇا لاءِ ۽ ون يونٽ جي مخالفت ۽ ون يونٽ جي طرفدار جي طرفداري ڇو؟

هتي آئون ون يونٽ ٺهڻ جي تاريخ بيان ڪرڻ مناسب سمجهان ٿو. جنهن جي ٺهڻ جو ذميوار مونکي مشهور ڪيو ويو آهي. حقيقت هن طرح آهي ته قائد ملت مسٽر لياقت علي خان جي شهادت کان پوءِ ملڪ جو گورنر جنرل مسٽر غلام محمد ٿيو ۽ هن پنهنجي گورنر جنرلي هڪ مطلق العنان فرمانبروا وانگر شروع ڪئي. سڀ کان پهريائين هن پنهنجي مطلق العنانيءَ جو تجربو خواجه ناظم الدين صاحب تي ڪيو ۽ هن کي وزارت عظميٰ جي عهدي تان موقوف ڪري ان جي جاءِ تي مسٽر محمد علي بوگرا کي آمريڪا مان گهرائي ان کي ملڪ جو وزير اعظم بنايو. خواجه ناظم الدين صاحب ملڪ جي آئيني وزير اعظم هجڻ سان گڏ پاڪستان جي حڪمران سياسي جماعت مسلم ليگ جو صدر پڻ هو ۽ ان جي ان طرح معزولي مسلم ليگي حلقن ۾ ناراضگي جي باهه ڀڙڪائڻ لاءِ ڪافي سبب هئي. ليڪن مسلم ليگي حلقن کي نه رڳو پنهنجي صدر ۽ پنهنجي جماعت جي هن بي آبرو ٿي تي ذرو به رنج ڪو نه ٿيو، پاڻ گورنر جنرل جي هن قدم کي ساراهيو ويو ۽ انجو خير مقدم ڪيو ويو. مسلم ليگ جهڙي بااقتدار ۽ طاقتور جماعت تي حاوي ٿيڻ ۽ پنهنجي پسند جي وزير اعظم ثابت ٿي ڪانپوءِ مسٽر غلام محمد کي پنهنجي پسند جو آئين ٺهرائڻ لاءِ ميدان صاف نظر آيو. مسٽر غلام محمد ۽ سندس دوست پنجابي سياستدانن ٿي گهريو ته مشرقي بنگال کي جيڪا مغربي پاڪستان جي مقابلي ۾ آباديءَ جي اڪثريت آهي سا پاڪستان جي پارليامينٽ ۾ به بحال رهي، ڇاڪاڻ ته اهڙي حالت ۾ بنگال پاڪستان جي حڪومت تي حاوي ٿي ويو ٿي. جنهن ڪري هنن جو مطالبو هو ته آئين اهڙي طرح بنايو وڃي جيئن پاڪستان جي ٻنهي حصن کي قومي اسيمبليءَ ۾ هڪ جيتري نمائندگي ملي ۽ بنگال کي جيڪا اڪثريت حاصل آهي. تنهن تان هو دست بردار ٿي وڃي ۽ مغربي پاڪستان جي اندر جيڪي صوبا ۽ رياستون آهن تن کي ختم ڪري هڪ صوبو ٺاهيو وڃي.

مسٽر غلام محمد جي انهيءَ مطالبي جي بنگالي ميمبرن طرفان ڪا پرواهه ڪا نه ڪئي وئي ۽ خود مسٽر غلام محمد جو تاقيل وزير اعظم

مسٽر محمد علي بہ آئين جي سلسلي ۾ بنگالي ميمبرن سان ملي ويو ۽ مغربي پاڪستان جي ننڍن صوبن جي ميمبرن کي پاڻ سان ملائي هڪ اهڙو آئين تيار ڪيو جيڪو مسٽر غلام محمد جي خواهش جي خلاف هو. مجلس آئين ساز جي غير پنجابي ميمبرن جي اها ديده روش ڏسي مسٽر غلام محمد باهہ تي ويو ۽ هن فيصلو ڪيو تہ هو پاڪستان جي ٻنهي صوبن جي مساوي نمائندگي (Parity) ۽ مغربي پاڪستان کي يڪي صوبي بنائڻ جي پنهنجي خواهش کي ضرور پورو ڪندو پوءِ ڪٿي انکي ان سلسلي ۾ ساري ملڪ تي مارشل لا لڳائڻو چو نہ پوي.

صورت حال ايتري قدر نازڪ ۽ خطرناڪ ٿي ويئي جو مشرقي بنگال جو عوامي ليڊر مسٽر سهروردي مارشل لا لڳڻ جي خوف کان هن خيال جو ٿي ويو تہ مشرقي پاڪستان کي پنهنجي اڪثريت جي حق تان دستبردار ٿي برابري جي نمائندگي قبولڻ گهرجي ۽ هن مسٽر غلام محمد ۽ پنجابي گروهہ سان انهيءَ تي ناهہ ڪيو ۽ حڪومت ۾ شريڪ ٿيڻ قبول ڪيو.

مسٽر غلام محمد کي مشرقي پاڪستان جي ٿي مشڪل هئي ۽ مسٽر سهرورديءَ جي سات ڏيڻ کان پوءِ هن کي مغربي پاڪستان جي اندر پنهنجن ارادن کي عمل ۾ آڻڻ کان ڪير روڪي سگهيو ٿي؟ اها حالت ڏسڻ کان پوءِ اسان جي سنڌ جو وزيراعظم مسٽر پيرزاده عبدالستار جيڪو مرڪزي مسلم ليگ اسيمبليءَ پارٽي جي بنگالي ميمبرن جي همت افزائي تي پنجابي گروپ کان الڳ ٿي بنگالي گروپ سان شامل ٿي ويو. تنهن بہ پڇتايو. ليڪن مسٽر غلام محمد سندس بيوفائي تي ايترو ناراض هو جو هو هاڻي ڪيس ڪنهن بہ قيمت تي معاف ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ هو ۽ پيرزاده وزارت سان گڏ سنڌ اسيمبليءَ تي بہ موت جي تلوار لٽڪڻ لڳي ۽ سنڌ ۾ نہ فقط آرڊيننس راڄ پر مارشل لا لڳائڻ جون تياريون مڪمل ٿي چڪيون هيون.

صوبو سرحد جهڪي چڪو هو ۽ مغربي پاڪستان جي رياستن ۾ مخالفت جي مجال ڪانہ هئي. اهڙي حالت ۾ ون يونٽ ۾ شموليت کان انڪار ڪري، سنڌ ڪهڙي طرح پاڻ کي مصيبت جي منهن کان بچائي سگهي ٿي؟ حالتون جنهن نازڪ حالت تي پهتل هيون تن کي ڏسندي سنڌ جي با اثر شخصيت پير صاحب پاڳاره ۽ ڪن ٻين برک ليڊرن، اڳوات ون يونٽ جي تائيد جو اعلان ڪيو. ڇاڪاڻ تہ سيني کي يقين هو تہ گورنر جنرل جيڪو عزم ڪيو آهي، تنهن کي پورو ڪرڻ کان سواءِ نہ رهندو ۽ جيڪڏهن سنڌ

طرفان انهيءَ سلسلي ۾ مخالفت ڪئي ويئي ته سنڌ پيڙجي ويندي.

آءُ چاڪاڻ ته انهيءَ وقت پروڊا هيٺ هئس تنهنڪري هلندڙ سياسي پيچ گهڙ سان منهنجو واسطو ڪونه هو ۽ انهيءَ ڪان سواءِ شروع ڪان سنڌ جي مسئلن تان منهنجا مسٽر غلام محمد سان سٺا تعلقات نه رهيا هئا. ليڪن انهي جي باوجود مسٽر غلام محمد مون سان تعلق پيدا ڪيو. شايد هن کي انديشو هو ته سنڌ ۾ جيڪڏهن سندس تجويزجو ڪو مقابلو ڪري سگهيو ٿي ته فقط آئون ئي ڪري سگهيس ٿي. مون کي جڏهن نئين ڊولپمينٽ جي سلسلي ۾ سڏيو ويو. تڏهن آئون ڪيترن ڏينهن تائين بيحد ڳڻ ڳوت ۾ رهيس. ڪو به فيصلو ڪري نه سگهيس. ليڪن آخر ۾ جڏهن حالات جو پورو جائزو وٺڻ ڪان پوءِ مون کي يقين ٿي ويو ته حالات اسان لاءِ سازگار ناهن ۽ خوشيءَ سان يا ناراضگيءَ سان، صلح سان يا جنگ سان اسان کي هي زهر جو ڍڪ پيئڻو پوندو. تڏهن مون ڪن شرطن تي اها ذميداري کڻڻ قبول ڪئي جن مان هي ٻه شرط اهم هئا: پهريون ته سنڌ جون زمينون سنڌ ڪان ٻاهروارن کي نه ڏنيون وينديون ۽ ٻيو شرط ته سنڌ ۾ سنڌي آفيسر ئي رکيا ويندا ۽ اسپيشلسٽ ايڪسپرٽن ڪان سواءِ ڪو به ٻاهريون آفيسر سنڌ ۾ نه موڪليو ويندو.

انهن شرطن کي قبول ڪيو ويو. جنهن جو اعلان مرڪزي اسيمبليءَ ۾ وزير اعظم چوڌري محمد علي ۽ گورنر مشتاق احمد گورماني صاحب طرفان ڪيو ويو جيڪو اسيمبليءَ جي رڪارڊ تي موجود آهي.

ون يونٽ جي شڪل ۾ سنڌ جي صوبائي اسيمبلي ۽ صوبائي حڪومت ته ختم ٿي پئي سگهي پر هنن شرطن جي نتيجي ۾ سنڌ جون زمينون سنڌين جي ئي هٿن ۾ رهيون ٿي ۽ سنڌ جو اندروني انتظام سنڌي آفيسرن جي ئي هٿن ۾ رهيو ٿي. جيڪي سنڌ جي ماڻهن جون تڪليفون سمجهي سگهيا ٿي ۽ انهن کي دور ڪري سگهيا ٿي. اها هئي صورتحال جنهن جي پيش نظر مون پنهنجي خيال ۾ انهي وقت سنڌ کي انهيءَ مصيبت کان بچائي ورتو جيڪا سنڌ تي نازل ٿيڻي هئي. ٿي سگهي ٿو ته مون انهيءَ وقت اهڙو فيصلو ڪرڻ ۾ غلطي ڪئي هجي ۽ مونکي انهيءَ وقت اها ذميداري نه کڻڻ گهرجي ها ۽ گورنر جنرل غلام محمد کي سنڌ جي خلاف جيڪو قدم کڻڻو هجي ها سو وجي کڻي ها. ليڪن منهنجي اها غلطي ڪنهن بدنيتي ۽ خود غرضيءَ لاءِ ڪا نه هئي. اهوئي سبب آهي جو جنهن وقت مون ڏٺو ته ون يونٽ جي سلسلي ۾ جيڪي واعدا ڪيا ويا هئا سي فقط

ڏوڪو هئا ۽ پورو ڪرڻ لاءِ نہ هئا. تنهن وقت کان ئي مون ون يونٽ جي مخالفت جون اعلان ڪيو.

1957ع ۾ لاهور ۾ صوبائي اسيمبليءَ ۾ جڏهن ون يونٽ جي خلاف رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙي جو ٺهراءُ پيش ٿيو. تڏهن مون ان جي فائدي ۾ ووٽ ڪيو ۽ پنهنجن دوستن ۽ ساٿين کان بہ انهيءَ ٺهراءَ تي ووٽ ڪرايم. نہ فقط ايترو پر مسلم ليگ پارٽي جيڪا انهي ٺهراءَ جي فائدي ۾ ڪا نہ هئي تنهن ڪي ٺهراءَ جي مخالفت ۾ ووٽ ڪرڻ کان باز رکيم جنهن ڪري اهو ٺهراءُ غالباً اڪثريت سان پاس ٿي ويو ۽ ٺهراءَ جي مخالفت ۾ فقط چار ووٽ آيا. انهي کان پوءِ مون ون يونٽ جي خلاف مسلم ليگ جي ميدان کي هموار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ 1957ع جي آخر ۾ ئي مسلم ليگ ڪائونسل جي ڍاڪا واري اجلاس ۾ مون ون يونٽ جي خلاف ٺهراءَ پاس ڪرائڻ لاءِ ميدان هموار ڪري ورتو ۽ ڪائونسل ۾ اهو ٺهراءَ مغربي پاڪستان جي ننڍن صوبن ۽ مشرقي پاڪستان جي ميمبرن جي تائيد سان پاس ٿيڻ تي ئي هو تہ انهي وقت مسلم ليگ جي صدر سردار عبد الرب نشتر صاحب پنجابي ميمبرن جي اثر هيٺ اچي ٺهراءَ تي بحث هلندي ڌمڪي ڏني تہ جيڪڏهن مسٽر کهڙي جو اهو ٺهراءَ پاس ڪيو ويو تہ هو صدارت تان استعيفا ڏيندو. استعيفا جي ڌمڪيءَ جو مقابلو بنگالي ميمبر ڪري نہ سگهيا جنهن ڪري اهو ٺهراءِ پاس ٿي نہ سگهيو. انهيءَ کان پوءِ جڏهن مون ڏٺو تہ مسلم ليگ جي ذريعي اسين ون يونٽ مان نجات حاصل ڪري نٿا سگهون. بنگالي ميمبرن جن جي مدد سان ئي اسان مسلم ليگ کي ون يونٽ جي خلاف استعمال ڪري سگهون ٿا. سي بہ وقت تي پير ڪڍي وڃن ٿا، تڏهن مون مرڪزي مسلم ليگ سان لاڳاپا ٽوڙڻ ئي مناسب سمجهيو ۽ مون مسلم ليگ تان استعيفيٰ ڏيئي الڳ سنڌ مسلم ليگ جو بنياد رکيو. هي پڙهندڙ ناظرين حيران ٿيندا تہ منهنجي مرڪزي ليگ تان ون يونٽ جي سوال تي مستعفي ٿي وڃڻ کان پوءِ عبرت جي قاضي اڪبر منهنجي جاءِ تي سنڌ پراونشل مسلم ليگ جو تاقيل صدر بنجي ويٺو ۽ انهي عهدي کي سردار نشتر کان پنهنجي لاءِ الاٽ ڪرائي ورتائين.

انهي کان پوءِ مارچ 1958ع ۾ مون ڪراچيءَ ۾ پنهنجي بنگلي تي ون يونٽ خلاف عملي قدم کڻڻ جي سلسلي ۾ ميٽنگ سڏائي، جنهن ۾ تمام برک سنڌي اڳواڻ جن ۾ پير صاحب پاڳارو، مخدوم صاحب هالا، قاضي

فضل الله صاحب، مير غلام علي خان ٽالپر، جناب جي ايم سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙي، پيرزاده عبدالستار صاحب ۽ ٻيا شريڪ هئا. سيني جي مشوره سان "اينٽي ون يونٽ سنڌ فرنٽ" جي نالي سان ون يونٽ جي خلاف گڏيل محاذ قائم ڪيو ويو ۽ سيني يڪراءِ ٿي مونکي محاذ جو ليڊر چونڊيو ۽ اسان جو پروگرام هو ته سيئي گڏجي ايندڙ چونڊن ۾ مرڪزي توڙي صوبائي اسيمبلين تي اهڙا ماڻهو چونڊائيندا سين جيڪي اسيمبلين ۾ وڃي ون يونٽ کي ٽوڙائڻ لاءِ ڪوشش ڪن.

ووٽرن جون لسٽون تيار ٿي چڪيون هيون ۽ مهيني ٻن اندر ئي چونڊ جو اعلان ٿيڻو هو ليڪن اوچتو مارشل لاءِ لڳڻ سبب اهو پروگرام ختم ٿي ويو. جيڪڏهن مارشل لا نه لڳي ها ۽ چونڊون ٿين ها ته مونکي يقين آهي ته ون يونٽ جو هڪ به طرفدار سنڌ مان ڪامياب نه ٿئي ها ۽ ون يونٽ جو هڪ به حامي اميدوار پنهنجي ڊپازٽ بچائي نه سگهي ها ۽ اهڙي طرح ون يونٽ کي آئيني طرح ختم ڪرڻ لاءِ اسان ڪامياب ميدان تيار ڪري سگهيا سون ٿي. مون وزارت ۾ وزير دفاع رهندي به ون يونٽ خلاف مهم کي تيزي سان جاري رکيو ۽ مون حيدرآباد ۾ سنڌي اڳواڻن جي ٻيهر ميٽنگ گهرائي. جنهن ۾ مختلف سنڌي اڳواڻن شرڪت ڪئي جن پنهنجي سابق عزم تي قائم رهڻ جو اعلان ڪيو. ون يونٽ جي خلاف انهي گڏيل سنڌي محاذ کان ساري سنڌ ۾ فقط "عبرت" جو قاضي اڪبر الڳ رهيو. جيڪو هن وقت "عبرت" جو پردو پائي ون يونٽ جي وڏي ۾ وڏي طرفدار جي حمايت ۽ ون يونٽ جي دائمي مخالف رئيس عبدالحميد خان جتوئي جي مخالفت ڪري رهيو آهي ۽ مون کي ۽ قاضي فضل الله کي انهيءَ ڪري پروپيگنڊا جو نشانو بنائي رهيو آهي جو اسان کي مسٽر جتوئي جو همدرد سمجهيو وڃي ٿو. مونکي يقين آهي ته لاڙڪاڻي ضلعي جا معزز ووٽر ۽ سنڌ جو عوام "ون يونٽ" جي سلسلي ۾ هي تاريخي ۽ دستاويزي حقيقتون سامهون رکڻ کان پوءِ "عبرت" جي پکيڙيل غلط فهمي کان خبردار ٿي ويندا.

اهڙي طرح "عبرت" جو ٻيو الزام ته اسان لاڙڪاڻي ضلعي مان ڏاڙئين ضلعي جي ماڻهو کي چونڊائڻ گهرون ٿا هڪ وڏي فتنه انگيزي ۽ سنڌ جي اتحاد ۾ رخنه اندازي آهي. ضلعو واريت جو آواز اٿارڻ ۽ هڪ ضلعي جي ماڻهن کي ٻئي ضلعي جي ماڻهن خلاف ڀڙڪائڻ ۽ مختلف ضلعن جي ماڻهن ۾ هڪ ٻئي جي خلاف نفرت پيدا ڪرڻ اها مسٽر ڀٽي جي سياست

آهي، جنهن کي سنڌ ۾ ڪڏهن به قبول نه ڪيو ويو آهي.

سنڌ جا ماڻهو ضلعو واريت کان سدائين بيزار رهيا آهن. سنڌ سيني سنڌين جي مشترڪ جائداد رهي آهي. لاڙڪاڻو ضلعو ساري سنڌ جو آهي ۽ ساري سنڌ لاڙڪاڻي ضلعي جي آهي. ضلعو واريت جو سوال جيڪو ”عبرت“ کڙو ڪيو آهي، سو نه فقط سنڌ جي اتحاد تي حملو آهي پر اهو سوال قانون ۽ آئين جي به خلاف آهي. لاڙڪاڻه ضلعي وارا پنهنجي فراخدلي ۽ بي تعصبي تي فخر ڪري سگهن ٿا، جن ڪڏهن به چوندن جي معاملي ۾ ضلعي ۽ غير ضلعي جو سوال ئي نه اٿاريو آهي ۽ هنن هر لائق سنڌيءَ کي هميشه موقعو پئي ڏنو آهي ته هو لاڙڪاڻي مان بيهي ۽ ڪامياب ٿئي. اهو لاڙڪاڻو ئي آهي جنهن سنڌ جي فقيرتن اڳواڻ شيخ عبدالمجيد سنڌي کي ڪراچيءَ مان دعوت ڏئي گهرايو ۽ ان کي سنڌ طرفان بمبئي گورنمينٽ ۾ هوم ميمبر سر شاهنواز ڀٽي جي مقابلي ۾ ڪامياب ڪيو. اهڙا ڪئين مثال آهن جن مان لاڙڪاڻي وارن ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته هنن جو سينو ضلعو واريت جي نجاست کان پاڪ آهي. ليڪن اها ڳالهه به غلط آهي ته ڪو مسٽر عبدالحميد جتوئي صاحب لاڙڪاڻي کان ٻاهر جو آهي، چند سال اڳ ميهڙ تعلقو لاڙڪاڻي ضلع ۾ هو. جيڪڏهن انگريزي حڪومت انتظامي مصلحتن ماتحت لاڙڪاڻي ۽ ڪراچي ضلعن جا ڪجهه تعلقا الڳ ڪري دادو نالي هڪ نئون ضلع ٺاهيو ته انهي جي اها معنيٰ هرگز ناهي ته لاڙڪاڻي ضلعي جا انهن پنهنجن اڳوڻن تعلقن سان سڀ سڱ ٽٽي ويا ۽ تعلقات ختم ٿي ويا. انهيءَ قسم جو خيال حماقت کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه آهي. مسٽر عبدالحميد خان جتوئي جون زمينون وارهه ۽ ڏوڪري تعلقن ۾ اڄ ڏينهن تائين موجود آهن ۽ خود لاڙڪاڻي شهر ۾ سندس بنگلو هن وقت به موجود آهي ۽ سندس رشتيدار جتوئي قوم لاڙڪاڻي ضلعي ۾ پکڙيل پيئي آهي. ڇا اجا به چئبو ته رئيس عبدالحميد خان جتوئي لاڙڪاڻي لاءِ ڌاريو ۽ اوپرو ماڻهو آهي؟ ڇا دادو ۽ لاڙڪاڻي جا مسئلا الڳ آهن؟ زمين ۽ ڍلن جا مسئلا الڳ آهن؟ مزدورن، هارين جا مسئلا الڳ آهن؟ ۽ ڪهڙي ڳالهه آهي جنهن ۾ مسٽر جتوئي لاڙڪاڻي وارن جي نمائندگي ڪري نه سگهندو ۽ سردار پير بخش خان انهيءَ ۾ نمائندگي ڪري سگهندو؟

لاڙڪاڻي وارا گهرن ٿا ته سندن نمائندگي اهو ماڻهو ڪري جيڪو ”ون يونٽ“ جو ڪليو ڪلايو مخالف هجي ۽ لاڙڪاڻي وارا چاهن ٿا ته اهڙي

مخالفت رئيس عبدالحميد خان جتوئي ڪري سگهي ٿو يا پير بخش خان
ڀٽو؟ لاڙڪاڻي وارا گهرن ٿا ته سنڌن نمائندگي اهو ڪري جيڪو انگريزن جو
گڏو بنجي سرڪاري خوشامندڙين جي بئنچ تي نه ويهي پر اپوزيشن سان گڏ
ويهي جيڪو هن حڪومت جي غلط ڪارين جا وڪا پڌرا ڪري ۽ لاڙڪاڻي
وارا چاهن ٿا ته انهي قسم جي نمائندگي پير بخش ڀٽي ڪان ٿي سگهي ٿي يا
رئيس عبدالحميد جتوئي ڪان؟ لاڙڪاڻي وارا گهرن ٿا ته پاڪستان ۾
جمهوريت جي مڪمل بحالي ۽ عوامي راءِ جي قدر و قيمت ٿئي ۽ عوام کي
وڌ ۾ وڌ حقوق حاصل هجن ۽ لاڙڪاڻي وارا چاهن ٿا ته قومي اسيمبليءَ ۾
انهيءَ قسم جو نعرو پير بخش ڀٽو هڻي سگهي ٿو يا رئيس عبدالحميد خان
جتوئي. لاڙڪاڻه وارا گهرن ٿا ته پاڪستان ۾ هڪ به اهڙو قانون نه هجڻ
گهرجي جيڪو ڪامورا پنهنجي من مستيءَ موجب هلائي سگهن ۽ هر قانون
عدالتي اختيار جي دائري ۾ هجڻ گهرجي ۽ لاڙڪاڻي وارا گهرن ٿا ته سنڌن
اهو مطالبو قومي اسيمبلي ۾ رئيس عبدالحميد خان جتوئي پهچائي سگهي
ٿو يا سردار پير بخش ڀٽو جيڪو ويچارو هيسنائين "واڳ ڏٺين جي وس آئون
ڪا پاڻ وهيٺي" جو راڳ الاپيندو ويندو ۽ اسيمبلي اندر مسٽر ذوالفقار علي
ڀٽي جي پڙهايل طوطي ڪان وڌيڪ سندس ڪا به حيثيت ڪا نه هوندي. . .
آخر ۾ آئون "عبرت" وارن کي صلاح ڏيندس ته هو لاڙڪاڻي جي باءِ
اليڪشن ۾ خواهمخواه ٽنگ نه اڙائين. لاڙڪاڻي جا ووٽر صاحبان پنهنجي
چڱي مني کي پاڻ سمجهن ٿا ۽ هو ڪنهن قاضي اڪبر يا سندس اخبار جي
مشوري جا محتاج ناهن.

# ون يونٽ ٽٽڻ جو اعلان

(صدر يحيٰ خان جي تقرير جو مڪمل متن)

[28 نومبر 1969ع تي هڪ قومي نشري تقرير ۾ صدر يحيٰ خان ون يونٽ ٽوڙڻ جو اعلان ڪيو. اها تقرير روزانہ "عبرت" حيدرآباد 29 نومبر 1969ع جي شماري ۾ شايع ٿي جيڪا هيٺينءَ ريت آهي.]

"منهنجا عزيز هم وطنو! مون گذريل جولاءِ ۾ توهان سان آخري خطاب ڪيو هو. انهي کان پوءِ ملڪ ۾ مختلف شعبن اندر متعدد تبديليون رونما ٿيون آهن ۽ منهنجي حڪومت بعض واضح قدم کنيا آهن جيئن ملڪ جي انهن مکيہ مقصدن ڏانهن رهنمائي ڪري سگهجي. جن جو مون پنهنجي انهيءَ تقرير ۾ ذڪر ڪيو هو.

ملڪ کي هن وقت بعض سنگين مسئلا درپيش آهن ۽ مرڪزي توڙي صوبائي حڪومتن جي متعلقہ کاتن انهن کي حل ڪرڻ لاءِ قدم کنيا آهن. انهن ۾ سيني کان وڌيڪ پريشان ڪندڙ ۽ خاص ڪري گهٽ آمدني وارن ماڻهن تي اثرانداز ٿيندڙ مسئلو بعض ضروري شين جي قيمتن ۾ چاڙهہ آهي. آئون ائين چوندس تہ قيمتن ۾ اضافو انهيءَ اقتصادي صورتحال جو نتيجو آهي جيڪا هن حڪومت کي ورثي ۾ ملي آهي. منهنجي حڪومت، هن معاملي جو نهايت محتاط جائزو ورتو آهي ۽ آئون انهي صورتحال کي بهتر بنائڻ لاءِ کنيل بعض قدمن جو مختصر طرح ذڪر ڪندس.

قيمتن جي صورتحال سخت دٻاءَ هيٺ رهي آهي، خاص طور تي اوڀر پاڪستان ۾ اناج جي گهٽي کوٽ رهي آهي. اوڀر پاڪستان ۾ اٽڪل 17 لک ٽن اناج جي کوٽ سبب ان جي اگهن تي خراب اثر پيو آهي. بهرحال اسان اها کوٽ پوري ڪرڻ لاءِ هر امڪاني قدم کڻي رهيا آهيون. ڪڻڪ ۽ چانور جا 5 لک ٽن اوڀر پاڪستان ڏانهن موڪليا پيا وڃن ۽ اٽڪل ڏهہ لک ٽن ڪڻڪ آمريڪا مان پي ايل 480 هيٺ گهرايا ويا آهن. جيڪي جلدي پهچڻ شروع ٿي ويندا. علاوه انهيءَ جي برما، جپان، اولهہ جرمني، ڪئنادا، آسٽريليا ۽ فرانس مان مختلف پروگرامن هيٺ 3 سو پنجاهہ هزار ٽن ڪڻڪ ۽

چانورن جو انتظام ڪيو ويو آهي. انهن انتظامن جي نتيجي ۾ اوير پاڪستان ۾ اناج جي قيمتن ۾ ڪجهه گهٽتائي آئي آهي. ملڪ جي ٻنهي صوبن ۾ ڪاڌي جي تيلن (بناسپتي وغيره) ۽ تيلن جي موجودات وڌائڻ لاءِ جوڳا قدم کنيا ويا آهن. اسان قيمتن جي صورتحال تي مسلسل ڪڙي نظر رکنداسين.

## اقتصادي مسئلا

اڄ اسان کي جيڪي اقتصادي مسئلا لاحق آهن، سي هڪ مشڪل چيلينج جي حيثيت رکن ٿا. اسانجون ضرورتون هر طرف کان وڌي رهيون آهن. اسانجي آباديءَ ۾ هر سال اٽڪل (60) لکن جي حساب سان واڌ اچي رهي آهي ۽ اسان جي شهري علائقي ۾ تڪڙي توسيع ٿي رهي آهي. اسانجي عوامي سهولتن ۽ اسانجي سماجي خدمتن تي مسلسل دٻاءُ پيل آهي جيئن هن سال ٿيل واقعات مان ظاهر ٿيو. اسان کي پنهنجن محدود وسيلن جي باوجود هر هڪ ميدان ۾ گهڻو ڪجهه وڌيڪ ڪرڻو آهي. پنهنجي عوام لاءِ بامقصد زندگي ميسر ڪرڻي آهي، اسانکي اهڙا موقعا ميسر ڪرڻا آهن جن سان عوام جي زندگيءَ جي حالتن ۾ نمايان سڌارو اچي سگهي. اهو فقط منظم ۽ متحد قومي ڪوشش سان ئي ٿي سگهي ٿو.

موجوده وقت ۾ ملڪ کي ڪجهه نهايت ئي سنگين مسئلا لاحق آهن ۽ مرڪزي توڙي صوبائي ڪاتا انهن مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ هر ممڪن قدم کڻي رهيا آهن. سياسي ۽ آئيني مسئلن کان علاوه منهنجي ذهن کي جيڪو مسئلو سڀني کان وڌيڪ پريشان ڪري رهيو آهي ۽ جيڪو خاص طور تي گهٽ آمدني وارن طبقن کي متاثر ڪري رهيو آهي سو عام استعمال جي ضروري جنسن جي اگهه ۾ اضافو آهي. مان هيءَ چوندس ته اگهن ۾ اهو چاڙهه ان اقتصادي صورتحال جو نتيجو آهي. جيڪا هن حڪومت کي ورثي ۾ ملي آهي. هلندڙ سال جي شروعات ۾ ٿيل سياسي هنگامن سبب جيڪو اقتصادي دٻاءُ پيو هو تنهن جون علامتون اجا تائين موجود آهن. اقتصادي سرگرمين ۾ اجا تائين تيز رفتاري پيدا نه ٿي سگهي آهي. نئين سر سيڙپ اڳي کان گهٽ آهي ۽ برآمدات جو واڌارو به نه ٿي سگهيو آهي.

اقتصادي تڪليفون جيڪي هلندڙ سال جي شروع ڌاري سياسي جهڳڙن ڪري پيدا ٿيون سي اجا غائب نه ٿيون آهن. اقتصادي سرگرمي اجا پنهنجي پوري رفتار نه پڪڙي آهي. نئين سيڙپ دستوري رفتار کان سست

تي ويئي آهي. برآمدات توقع کان گهٽ آهن. منهنجي حڪومت سموري صورتحال جو جائزو وٺي رهي آهي ۽ اقتصاديات کي بحال ڪرڻ لاءِ سمورا ضروري قدم کڻندي. پر هي اهڙو ڪم آهي جيڪو حڪومت اڪيلي سر نٿي ڪري سگهي. واپاري، صنعتڪار، مزدور، برآمد ڪندڙ سمورن کي گڏجي حڪومت سان پوري تعاون سان ملڪي اقتصادي ترقي لاءِ ڪم ڪرڻو آهي. ٻيو اهم مسئلو جنهنجو آءُ خاص طور ذڪر ڪرڻ گهران ٿو، اهو سرڪاري ملازمتن ۾ رشوت جو مسئلو آهي. گذريل ڪجهه مهينن دوران حڪومت جيڪا جاچ ڪئي آهي انهي تحت ڪيترائي سنگين رشوتن جا ڪيس اڳتي آيا آهن ۽ ڪلاس ون گزيٽيڊ آفيسرن طرفان اختيارن جو جائزو فائدو ورتو ويو آهي، انهن ڪيسن تي چڱي طرح سوچ ويچار ڪرڻ بعد مون فيصلو ڪيو آهي ته اهڙن آفيسرن جي خلاف مارشل لا تحت سخت قدم کنيو ويندو. آئون سمجهان ٿو ته ٻيا آفيسر هن مان سبق حاصل ڪندا. باقي ڪلاس ون گزيٽيڊ آفيسرن کي گهرجي ته دل و جان سان پنهنجا فرائض انجام ڏين ۽ پاڻ کي عوام جو خادم ثابت ڪن.

آئون وڌيڪ هڪ ڳالهه ٻڌائڻ گهران ٿو ته جيئن مون اڳي اوهان کي ٻڌايو هو ته سول سروس جي ڍانچي ۾ تبديلي لاء اعليٰ اختيار جي ڪميٽي قائم ڪئي وجي. اها ڳالهه عمل ۾ آندي ويئي آهي جنهنجي باري ۾ پريس ۾ ڪجهه شايع ٿي چڪو آهي. مون کي اميد آهي ته ڪميٽي جون تجويزون هن ملڪ کي صاف ڪرڻ ۽ انتظاميه کي موثر بنائڻ ۾ صحيح رستو ڏيکارينديون. تعليمي سڌارن جي باري ۾ مان هي چوندس ته اهي آخري فيصلي لاءِ جلدئي وزيرن جي ڪائونسل اڳيان پيش ڪيا ويندا.

هارين جي موجوده حالتن ۾ سڌارو آڻڻ جي تجويزن جي سلسلي ۾ توهانکي خبر آهي ته هڪ ڪميٽي اڳ ۾ ئي پنهنجيون سفارشون مرتب ڪرڻ ۾ مصروف آهي، اها ڪميٽي ترقي پسند آبادگارن سان به صلاح مشورا ڪندي ۽ اهڙن شخصن سان به تبادلهِ خيال ڪندي جي ان ميدان ۾ تجربو رکن ٿا.

## سياسي ۽ آئيني مسئلا

هاڻي مان انهن سياسي ۽ آئيني مسئلن تي اچان ٿو جي اسانجي ملڪ کي درپيش آهن، مون پنهنجي اڳوڻي خطاب ۾ اميد ظاهر ڪئي هئي ته ملڪ

جا سياسي رهنما اسانجي آئينده جي آئين سان واسطو رکندڙ ڪن مکيه معاملن تي همخيال بنجي ويندا. هي افسوس جي ڳالهه آهي جو هو ائين نه ڪري سگهيا پر سنڌن مشڪلاتن کي سمجهي سگهجي ٿو. مون بهرحال سياسي رهنمائن ۽ انهن مسئلن سان واسطو رکندڙ ٻين ماڻهن سان انفرادي طرح ان باري ۾ بحث مباحثو جاري رکيو. هاڻي مان انهن خيالات کان چڱي طرح واقف ٿي چڪو آهيان جي مختلف ماڻهوانهن معاملن جي باري ۾ رکن ٿا.

جڏهن کان ملڪ جي نظم ونسق جي ذميداري مون تي وڌي وئي آهي تڏهن کان جيڪو انتهائي اهم مسئلو منهنجي ذهن کي پريشان ڪندو رهيو آهي. سو آهي اقتدار عوام جي نمائندن کي منتقل ڪري ڏيڻ. منهنجو مقصد عوام جي چونڊيل نمائندن کي منتقل ڪرڻ آهي پر اهو مقصد هڪ قانوني لائحه عمل کان سواءِ حل نٿو ٿي سگهي. اهو اوهان ڄاڻو ٿا ته اڄ اسانکي ميسر نه آهي تنهن ڪري هن ملڪ جي صدر ۽ چيف مارشل لا ائڊمنسٽريٽر جي حيثيت ۾ منهنجي لاءِ اهو ضروري آهي ته مون ان معاملي تي قدرتي طور تي گهرو سوچ ويچار ڪيو آهي ۽ مونکي چار اهڙا امڪاني متبادل طريقا سجهيا آهن جن ذريعي عام چونڊون منعقد ڪرڻ لاءِ قانوني لائحه عمل تيار ٿي سگهي ٿو.

هڪ طريقو هي ٿي سگهي ٿو ته هڪ چونڊيل آئيني ڪنوينشن قائم ڪيو وڃي جنهنجو ڪم هڪ نئون آئين تيار ڪرڻ هوندو ۽ بعد ۾ اهو ڪنوينشن خودبخود ختم ٿي ويندو. اهو انتظام چڱو هجي ها پر ان ۾ ڪي نقصان به آهن جن مان مکيه هي آهن ته اهڙي طرح به چونڊون ڪرائڻيون پون ها. هڪ چونڊ ڪنوينشن جي ۽ ٻي ان ڪنوينشن جي تيار ڪيل آئين جي بنياد تي قومي اسيمبلي جي. ان طريقه ڪار جو هڪ ٻيو ۽ اڃا وڌيڪ ڳنڀير نقصان هي ٿئي ها جو اهڙي طرح اقتدار جي منتقلي جي ڪم ۾ دير ٿئي ها. ٻيو متبادل طريقو 1956ع واري آئين کي ٻيهر بحال ڪرڻ هو پر ملڪ جي ٻنهي صوبن ۾ اهڙي طريقي اختيار ڪرڻ جي وسيع مخالفت آهي ڇو ته ان آئين جون ڪي ڳالهيون جهڙوڪ ون يونٽ ۽ ٻنهي صوبن درميان هڪ جيتري نمائندگي ئي عوام لاءِ قابل قبول نه رهي آهي. ٽيون متبادل طريقو اهو هو ته آئين ناهي ان تي ملڪ ۾ راءِ شماري ڪرائي وڃي. ان صورتحال ۾ به ڪي عملي دشواريون پيش اچن ها ڇو ته آئين جهڙي هڪ جامع دستاويز تي عوام تي محض ها يا نه جو سبب نٿو ڏئي سگهجي.

منهنجي لاءِ ڇوٽون متبادل طريقو هي هو ته مان مختلف گروپن ۽ سياسي رهنمائن سان ڪيل صلاح مشورن ۽ پاڪستان جي اڳوڻي آئين ۽ ملڪ ۾ عام راءِ جو جائزو وٺڻ بعد انجي بنياد تي عام چونڊن لاءِ قانوني لائحه عمل آڇيان. منهنجي لاءِ اها تجويز هڪ عمومي قانوني لائحه عمل جي حيثيت رکندي.

گهري سوچ ويچار کان پوءِ مون اهو ڇوٽون متبادل طريقو اختيار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي. تنهنڪري مقامي اسيمبليءَ جون چونڊون منعقد ڪرڻ لاءِ قانوني لائحه عمل ڏيڻ. جيئن مون اڳ پنهنجي جولاءِ واري خطاب ۾ ظاهر ڪيو هو ته مون تي اهو واضح ٿي چڪو آهي ته 3 مکيه مسئلا جي آئيني ميدان ۾ هن وقت ملڪ کي درپيش آهن. 1- ون يونٽ جو سوال 2- نمائندگي ۾ برابري جي مقابلي ۾ "هڪ ماڻهو هڪ ووٽ" جو معاملو ۽ 3- مرڪز ۽ وفاقي صوبن جي درميان تعلق.

گذريل ڪجهه مهينن جي دوران ملڪ ۾ آئيني معاملن تي جيڪي بحث ٿيا آهن ان منجهان مان سمجهان ٿو ته انهن ٽن مان ٻه پهريان مسئلا چونڊون منقعد ڪرڻ کان اڳ ڪري ٿي سگهيا ويا ڇو ته انهن جو تعلق چونڊن لاءِ بنياد ۽ قومي اسيمبلي جي قيام سان آهي.

ٻيا آئيني مسئلا جهڙوڪ پارليامينٽري وفاقي طرز حڪومت، بالغ راءِ دهي جي بنياد تي وڏيون چونڊون، شهرين جا بنيادي حق ۽ انهن جو قانوني عدالتن ذريعي نفاذ، عدالتن جي آزادي ۽ آئين جي محافظ جي حيثيت ۾ انهيءَ جو ڪردار ۽ اسلامي طرز جو اهڙو آئين جيڪو ان نظريه جو تحفظ ڪري جنهن لاءِ پاڪستان قائم ڪيو ويو هو. تن جي باري ۾ ڪو به اختلاف راءِ نه آهي جن کي طئه ٿيل سمجهڻ گهرجي.

مون جن ٽن مکيه مسئلن جو ذڪر ڪيو آهي انهن متعلق رايا مختلف آهن ۽ مون پنهنجي اڳ واري خطاب ۾ صاف طور تي چيو ته انهن کي ڪنهن حالات ۾ انتخابي سوال نه بنايو وڃي. مونکي اهو ڏسي خوشي ٿئي ٿي ته هاڻي انهن مسئلن تي اختلافن ۾ ڪمي اچڻ لڳي آهي. اها تمام سٺي علامت آهي، . ڪٿي ڪا به ڪل جماعتي دستوري ميٽنگ نه ٿي آهي پر اڪثر ۽ بيشتر سياسي پارٽيون انهن معاملن تي تقريبن هم خيال ٿي چڪيون آهن. ملڪ جي مختلف حصن جي دوري دوران به مون تي هيءَ ڳالهه بلڪل واضح ٿي وئي ته انهن سوالن تي عوام جي مختلف طبقن ۽ گروهن

جي درميان تمام گهڻ اختلاف آهي. ان منهنجي انهيءَ خيال کي وڌيڪ تقويت پهچائي آهي ته انهن معاملن کي انتخابي سوال نه بڻائڻ گهرجي ڇو ته اسان بحث مباحثي جي قدرتي ۽ بهتر طريقه ڪار ۽ سنجيده سوچ ويچار ذريعي انهن کي سولائي سان حل ڪري سگهون ٿا. انهن کي جيڪڏهن چونڊن جي ميدان ۾ کليل آندو ويو ته ان مان تمام گهڻو نقصان پهچندو ڇو ته اهي معاملا غير ضروري تلخي ۽ جذبات پيدا ڪندا ۽ اهڙي طرح اقتدار جي منتقلي جي ڪم ۾ غير ضروري دير ٿيندي.

انهن ٽن اهم سوالن تي منهنجي نظر ۾ جن خيالات کي متفقه طور تي عام مقبوليت حاصل آهي سي هاڻي مختصر طور پيش ڪندس. ون يونٽ جي سوال تي هيءَ عام خواهش ۽ تقاضا موجود آهي ته سڄي اولهه پاڪستان لاءِ ون يونٽ جي موجوده انتظام جي بجاءِ علحده صوبن واري اڳوڻي سرشتي ڏانهن موٽڻ گهرجي.

"هڪ ماڻهو، هڪ ووٽ" جي سوال تي پڻ سڄي ملڪ ۾ مجموعي طور تي اها ڳالهه تسليم ڪئي وئي آهي ته اها ڪنهن جمهوري طرز حڪومت جي بنيادي ضرورت آهي. تنهن ڪري نه فقط اوڀر پاڪستان ۾ پر اولهه پاڪستان ۾ پڻ هاڻي عام طور تي هيءَ ڳالهه تسليم ڪئي وڃي ٿي ته اسانکي پنهنجي نمائندگي جو بنياد ووٽنگ جي انهيءَ طريقي تي رکڻ گهرجي. جيئن مان اڳ چئي چڪو آهيان. ون يونٽ ۽ نمائندگي جي سرشتي جي سوال کي چونڊن کان اڳ فيصل ڪرڻو آهي ۽ ملڪ جي آئين کي آخري شڪل ڏيڻ لاءِ مشينري قائم ڪري سگهجي ٿي.

تنهنڪري مون انهن ٻن معاملن کي هيٺين لائينن تي طئه ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي:

ون يونٽ ختم ڪيو ويندو ۽ علحده صوبا وجود ۾ آندا ويندا. مان هتي اهو به چوندس ته ون يونٽ ايگزيڪيوٽو جي حڪمن ذريعي قائم ڪيو ويو هو. جنهن جي صوبائي اسيمبلين ۽ پاڪستان جي ٻئي آئين کان توثيق ڪرائي وئي. اولهه پاڪستان اسيمبلي ون يونٽ جي خاتمي جي حق ۾ ووٽ ڪيو هو ۽ جيڪڏهن 1958ع ۾ مارشل لا نافذ نه ٿئي ها ته اهو گهڻو اڳ ختم ٿي چڪو هجي ها. مان اوهان کي هيءُ به ياد ڏيارڻ چاهيندس ته جڏهن پاڪستان قائم ڪيو ويو هو ته اهو ون يونٽ جي بنياد تي نه پر اولهندي صوبي ۾ مختلف صوبن جي بنياد تي قائم ڪيو ويو هو. اوڀر توڙي اولهه پاڪستان جا

عوام تقريبن متفق طور تي ون يونٽ جي خاتمي جو مطالبو ڪري رهيا آهن. تنهن ڪري منهنجو هي فيصلو عوامي خواهشن تي مبني آهي.

ساڳئي طرح عوام جي خواهشن جي بنياد تي مون "هڪ ماڻهو، هڪ ووٽ" جي اصول کي قبوليو آهي ۽ اهو جمهوري اصول ايندڙ قومي اسيمبليءَ جي چونڊن جو بنياد بڻجندو. جيستائين مرڪز ۽ صوبن درميان تعلقات جي سوال جو واسطو آهي، اوهان کي ياد هوندو ته مون پنهنجي حوالي واري نشري تقرير ۾ هن ڳالهه طرف اشارو ڪيو هو ته اوڀر پاڪستان جي عوام کي اهم قومي معاملن تي فيصلا ڪرڻ جي ڪم ۾ مڪمل طور حصيدار نه بڻايو ويو آهي. انوقت مون هي به چيو هو ته هو موجوده صورتحال تي غير مطمئن هجڻ ۾ حق بجانب آهن. تنهن ڪري اسان کي اهڙين حالتن جو خاتمو آڻڻو پوندو. ضرورت هن ڳالهه جي آهي ته ملڪ جي بنهي صوبن کي وڌ ۾ وڌ خود مختياري ڏني وڃي جيڪا بهرصورت اهڙي هجي جنهن سان ملڪ جي قومي اتحاد ۽ استحڪام کي ڪو به ڇيهو نه رسي.

پاڪستان ۾ مرڪز ۽ صوبن درميان مکيه پهلوئن مان هڪ پهلو مالي ۽ اقتصادي ميدان آهي. ٻين لفظن جو مقصد فقط قانوني اختيارات جي تقسيم نه پر مالي اختيارات جي تقسيم سان پورو ٿئي ٿو ان معاملي کي اهڙي طرح سمجهڻو آهي جو نه فقط صوبن جون جائز ضرورتون ۽ مطالبا به پورا ٿي وڃن پر گڏو گڏ مجموعي طور تي مرڪز جون اهم ضرورتون به پوريون ٿين. پاڪستان جي بنهي علائقن جي عوام کي ان حد تائين پنهنجي پنهنجي اقتصادي وسيلن ۽ ترقي تي ڪنٽرول رکڻ گهرجي، جيستائين انجو مرڪز ۽ قومي حڪومت جي ڪارڪردگي تي ڪو خراب اثر نٿو پئي. اوڀر ۽ اولهه پاڪستان جا عوام مشترڪ ثقافتي ۽ روحاني ورثي ۾ هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهن. تنهن ڪري ڪو به سبب نه آهي جو اسان پاڪستان ۾ مرڪز ۽ صوبن جي درميان اطمينان بخش تعلقات قائم ڪرڻ ۾ ناڪام رهون. هتي بنهي صوبن جي عوام کي گڏ ۽ باعزت ڀائيواري واري حيثيت ۾ رهڻو آهي.

هاڻي مان توهان کي ان ٽائيم ٽيبل جي تفصيلات کان واقف ڪرڻ چاهيندس جنهن مطابق اسان اقتدار عوام جي چونڊيل نمائندن کي منتقل ڪرڻ لاءِ ڪم ڪنداسين:

چونڊون منعقد ڪرڻ لاءِ عبوري قانوني لائحه عمل 31 مارچ

1970ع تائين تيار ٿيڻ گهرجي. ان کان پوءِ جيئن چيف اليڪشن ڪمشنر اڳ ۾ ئي اعلان ڪري چڪو آهي. انتخابي فهرستون جون 1970ع تائين تيار ٿي وينديون. انتخابي فهرستون مڪمل ٿي وڃڻ کان پوءِ اليڪشن ڪميشن بنهي مرڪزي توڙي صوبائي چونڊن لاءِ قانوني لائحه عمل ۾ ڄاڻايل بنيادن مطابق مختلف حلقن جي حدبندي کي آخري شڪل ملي ويندي. تنهنڪري ان ڪم تي ڪجهه وڌيڪ وقت ضرور ڏيڻو پوندو.

انهيءَ کان سواءِ پهرين جون کان سيپٽمبر جي آخر تائين اولهه ۽ اوڀر پاڪستان ۾ چونڊن لاءِ موسمي رڪاوٽون ٿين ٿيون تنهنڪري مون فيصلو ڪيو آهي ته عام چونڊون 10 آڪٽوبر 1970ع تي ڪرايون وڃن. صوبائي چونڊون تڏهن ٿينديون جڏهن قومي اسيمبلي چونڊون ڪري ۽ آئين سازي جو ڪم ختم ڪري وٺندي. اسيمبليءَ کي هي ڪم سندس پهرين نشست کان وٺي 120 ڏينهن اندر مڪمل ڪرڻو پوندو. مونکي خوشي ٿيندي جيڪڏهن هو اهو ڪم مقرره مدت کان اڳ ۾ ڪري وٺي. پر جيڪڏهن هو انهيءَ مدت اندر ڪم حاصل نه ڪري سگهي ته اسيمبلي ختم ٿي ويندي ۽ قوم کي ٻيهر چونڊون ڪرڻيون پونديون. مونکي اميد آهي ۽ دعا ٿو گهران ته ائين نه ٿئي. تنهنڪري ايندڙ منتخب نمائندن تي زور ڏيندس ته هو پوري ذميداري ۽ قوميت جي جذبي سان اهو ڪم ڪن. قومي اسيمبليءَ جي ووٽنگ جي طريقي ڪار جو جيتري قدر تعلق آهي ته اهو قابل ذڪر نقطو ته اسيمبلي بنيادي آئيني مسئلن تي فيصلا ڪن هوندي. آئين هڪ مقدس دستاويز آهي ۽ اهو ضئي آهي نه اهو سدا زنده رهندو. انهيءَ کي ڪنهن عام قانون سان پيٽي نٿو سگهجي. تنهنڪري اهو ضروري آهي ته اسيمبلي پنهنجي لاءِ جيڪو ووٽنگ جو طريقي ڪار اختيار ڪري سو پاڪستان جي سمورن علائقن جي نمائندن لاءِ منصفانه هجي. جيئن ئي اسيمبليءَ پنهنجو ڪم پورو ڪيو ۽ سندس تيار ڪيل آئين منظور ٿيو ته انهيءَ جي حيثيت پاڪستان جي آئين جي هوندي. تنهن بعد نئين حڪومت جي تياري لاءِ ميدان تيار هوندو. هنن سمورين سرگرمين دوران مارشل لا سڀ کان افضل طاقت رهندي جيئن عوام جي چونڊيل نمائندن کي اقتدار پرامن طور منتقل ڪرڻ جي پروگرام ۾ مدد ڪري سگهجي.

منهنجا عزيز هم وطنو! آءٌ هڪ ڀيرو وري اوهان کي درخواست ٿو ڪريان ته اسان قومي زندگي جي تمام نازڪ دور مان لنگهي رهيا آهيون.

ضرورت هن ڳالهہ جي آهي تہ اسان مان هر هڪ هن حقيقت کي محسوس ڪري ۽ سنجيدگي ۽ بامقصد نموني ۽ قوم پرستيءَ جي جذبي سان ڪم ڪري. اسان مان هر هڪ طبقاتي مفاد ۽ مڪاني وابستگيون ڇڏي ڏي. اسان مان هر هڪ هي عزم ڪري تہ هن جي وس ۾ جيڪي ڪجهہ آهي اهو هن ملڪ کي مضبوط تر بنائڻ ۾ صرف ڪندو.

پنهنجي لحاظ کان مون اوهانجي آڏو هڪ پروگرام پيش ڪيو آهي جيڪو آءٌ ديانتداري سان سمجهان ٿو تہ اسانجي عوام جي اڪثريت کي قبول هوندو ۽ پاڪستان جي عين مفاد وٽان آهي. مونکي پنهنجي عوام ۾ مڪمل يقين ۽ ڀروسو آهي. مون کي پنهنجي ملڪ جي مستقبل ۾ مڪمل يقين آهي جيڪو اسان جي نظريہ جي بنياد تي ۽ 10 لک مسلمانن جي قربانيءَ سان وجود ۾ آيو. تحريڪ پاڪستان ۾ جمهوريت ئي راهہ عمل هئي ۽ آءٌ ديانتداري سان جمهوري اصولن تي ڪاربند رهڻ جو متمني آهيان. آخر ۾ آءٌ اهو چوڻ چاهيندس تہ پنهنجي پيش ڪيل پروگرام جي پيش نظر جنوري 1970ع کان مڪمل سياسي سرگرمين جي اجازت ڏني ويندي. سرگرمين تي بندش واري مارشل لا ريگيوليشن کي ختم ڪيو ويندو. بهرحال آءٌ جمهوريت جي بحالي جي راهہ ۾ ڪنهن بہ رڪاوٽ کي برداشت ڪرڻ لاءِ تيار ناهيان. ڪو بہ فرد يا گروپ امن امان ۾ رخنو وجهندو تہ ان کي سختيءَ سان روڪيو ويندو.

انهيءَ ضمن ۾ آءٌ جلد ئي رهنما اصول جاري ڪندس. اچو تہ اسان سڀ گڏجي اقتدار جي پر امن طريقہ منتقلي جو مقصد حاصل ڪريون. خدا ٿل اوهان تي رحمت نازل ڪري. پاڪستان پائينده باد.



[illegible] ۾ سنڌ متحده محاذ جي حيدرآباد ۾ آفيس جو افتتاح محترم جي ايم سيد ۽
محترم شيخ عبدالمجيد سنڌي ڪيو. بيٺل ساڄي کان کٻي طرف: محمد صالح ڏاهو،
يوسف ميمڻ، سائين جي ايم سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، منير چنو، محمود راڄڙ، خان محمد پنهور،
عبدالستار شيخ، عبدالقيوم چڃڙي. ويٺل: پير مظهرالحق، خدا بخش، مشتاق مهنو،
خالد سنڌي. هيٺ ويٺل: اعجاز قريشي ۽ عبدالحي پليجو




(دادوءَ ۾ ايوب حڪومت جي خلاف ڪيل مظاهرو) ساڄي کان نياز ٽگهو وڪيل، محمد سليمان سميجو وڪيل، عبدالحڪيم عباسي وڪيل، عبداللطيف پنهور وڪيل، اعجاز قريشي، سيف الدين پنهور وڪيل، علي احمد قريشي وڪيل ۽ ٻيا. (1969ع)



(هوٽل اورينٽ حيدرآباد ۾ ون يونٽ خلاف ٿيل جلسي ۾ موجود ڪارڪن ۽ اڳواڻ).
ويٺل ساڄي کان محترم شيخ عبدالمجيد سنڌي، محترم مير رسول بخش ٽالپر، محترم حيدربخش جتوئي.
پٺيان بيٺل: لال عبدالقادر، نذير چنا، سيف ٻنوي، مهر حسين شاهه، جهانگير شيخ، اعجاز قريشي،
ظهير بابر ۽ ٻيا (1969ع)




تحريڪ دوران ٿيل هڪ ميٽنگ بعد - ساڄي کان ٻيٺل، ڊاڪٽر حاتم جتوئي (فرزند حيدربخش جتوئي)،
منير احمد چنا، حيدربخش جتوئي، اعجاز قريشي، طارق اشرف، سيد باقر علي شاهه (وڪيل) ۽ ٻيا



ون يونٽ خلاف ٿيندڙ هڪ ڪانفرنس دوران ورتل تصوير
(ٻيٺل) ساڄي کان عبدالله چنا، سيد باقر شاهه، شيخ عبدالمجيد سنڌي، قاضي محمد اڪبر، پير
مڪرم، شميم واسطي، پٺيان ٻيٺل ساڄي کان اوورسيئر عبدالمجيد، محمود راڄڙ، منير احمد چنا،
محمد عرس سمون، اعجاز قريشي، ڪامريڊ غلام محمد لغاري، ڊاڪٽر اعزاز نذير



موري ۾ ون يونٽ خلاف ٿيل هڪ وڏو ميڙ: اڳيان ويٺلن ۾: غلام نبي مولائي، رسول بخش پليجو،
يوسف ٽالپر، زرينہ بلوچ، اختر بلوچ، پٺيان ويٺل منير چنو، يوسف ميمڻ، اعجاز قريشي ۽ ٻيا ...



لاهور ۾ منير چنو شيخ مجيب الرحمٰن سان ڳالهائيندي ۽
ڪيس ون يونٽ بابت ڪا پوائنٽ ٻڌائيندي (6 مارچ 1969ع)




شيخ مجيب الرحمان جي مان ۾ آجياڻو آگسٽ 1969ع تي هوٽل انٽر ڪانٽينينٽل
(موجوده پرل ڪانٽينينٽل) ڪراچي ۾ ساڄي کان ويٺل، شيخ مجيب الرحمان، بئرسٽر عزيزالله شيخ
محترم جي. ايم. سيد آجيان جي تقرير ڪري رهيو آهي.



انٽر ڪانٽينينٽل هوٽل (موجوده پرل ڪانٽينينٽل هوٽل) ڪراچي ۾ محترم جي. ايم. سيد پاران
شيخ مجيب الرحمان جي مان ۾ ڏنل آجياڻو. امان الله شيخ ڇپيل تقرير ورهائي رهيو آهي.
پوئين صف ۾: رئيس غلام مصطفىٰ ڀرڳڙي، عبدالحميد خان جتوئي، قادر ڏنو شاهه، حفيظ قريشي.



(ويٺل) ساڄي کان صلاح الدين پنهور. يوسف ميمڻ ۽ غلام حسين لغاري
ساڄي کان شوڪت سنڌي (پاسيرو). خان محمد پنهور. مشتاق خوند ڪر (بنگالي رهنما).
هڪ ٻيو بنگالي رهنما. شيخ مجيب الرحمٰن پٺيان منير چنو ۽ يوسف ميمڻ (مارچ 1969ع)



دادوءَ جا شاگرد دوست لاهور ۾ شيخ مجيب الرحمٰن سان ون يونٽ ٽوڙائڻ لاءِ گڏجاڻيءَ دوران.
ساڄي کان (بيٺل) شفيق انصاري. غلام محمد ملڪاڻي. حميد راهي. منير چنا. مظهر چارڻ.
شيخ مجيب الرحمٰن. شوڪت سنڌي. ساڄي کان (ويٺل) اعجاز قريشي. خان محمد پنهور.
صلاح الدين پنهور. يوسف ميمڻ



سائين جي ايم سيد شيخ مجيب الرحمان کي انٽر ڪانٽيننٽل هوٽل ۾ ڊنر آجياڻي ۾ لونگي ڍڪائيندي.
آگسٽ 1969ع



آگسٽ 1969ع ۾ سائين جي ايم سيد پاران شيخ مجيب الرحمان جي مان ۾ ڊنر آجياڻي بعد. ساڄي کان (ويٺل) سائين جي ايم سيد. شيخ مجيب الرحمان. ارباب عبدالغفور. پير آف مانڪي شريف. بنگالي اڳواڻ. ساڄي کان (بيٺل) منوهر لعل (هاڻي عبدالله شيخ). شوڪت سنڌي. اعجاز قريشي. منير چنا. شفيع محمد شيخ. امان الله شيخ



ساڄي کان ويٺل: پيرالاهي بخش، سيد قادر ڏنو شاهه، خانبهادر محمد ايوب کهڙو، محترم جي. ايم.
سيد ۽ مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ



ساڄي کان پهرين صف ۾ ويٺل
بيگم ممتاز راشدي، بيگم نورالصباح، قاضي فيض محمد، غلام حيدر شاهه، سيد خير شاهه،
صادق علي ميمڻ، عبدالحميد خان جتوئي، ٻي صف ۾ ساڄي کان: جي. ايم. قريشي، شوڪت سنڌي،
امان الله شيخ، عبدالمجيب پيرزادو، اعجاز احمد قريشي، رئيس علڻ خان ٽيهو، سيد اسدالله شاهه حسيني



هوٽل انٽر ڪانٽينينٽل ڪراچي ۾ شيخ مجيب الرحمٰن جي مان ۾ ڏنل دعوت (آگسٽ 1969ع)
ساڄي ڪان: امداد محمد شاهه، محترم جي ايم سيد، غلام نبي شاهه. پٺيان بيٺل امان الله شيخ.
کاٻي ڪان: خير محمد شيخ، ظهير بابر قريشي، رفيق ميمڻ، شفيع محمد شيخ پنهور،
اعجاز قريشي، منظور ميمڻ، ڪار جي پرسان اعجاز عقيلي




ووٽر لسٽن واري تحريڪ دوران دادوءَ ۾ ٿيل بک هڙتال
هيٺ ويٺلن ۾ منير چنو، شفيع محمد شيخ، رفيق قريشي، عبدالحي قريشي،
صلاح الدين پنهور، يوسف ميمڻ ۽ ٻيا. بيٺلن ۾ اعجاز قريشي ۽ شوڪت سنڌي



ساڄي کان ويٺل: امان الله شيخ، محترم جي. ايم. سيد، اعجاز احمد قريشي



ڪرسي تي ويٺل محترم جي. ايم. سيد
ساڄي کان بيٺل: سچل ملاح، ماستر غلام قادر، امان الله شيخ، رئيس علڻ خان ڏيٿو،
اعجاز احمد قريشي، حڪيم گل محمد



اعجاز قريشي جي رهائش گاهہ تي (فيبروري 1969ع) ون يونٽ خلاف ٿيل هڪ پريس ڪانفرنس.
(بيٺل) ساڄي کان غلام قادر ناريجو (صحافي) منير احمد چنا، اعجاز قريشي، نصرالله ڪلهوڙو
(صحافي)، قاضي نصير محمد (صحافي)، محمد مٺل شاهي (صحافي)، صديقي صاحب (صحافي)



دادوءَ ۾ شوڪت سنڌي کي جيل مان آزاد ٿيڻ تي استقبال
بيٺلن ۾ بدر الزمان، منير چنو، منوهر لعل، سليمان سميجو (وڪيل)، صلاح الدين پنهور،
شوڪت سنڌي، سيف الدين پنهور (وڪيل) جٺندل ميمڻ، ٻنيان بيٺلن ۾ محمد حسن گهلو،
حميد راهي، مظهر الدين چارڻ، هيٺ ويٺلن ۾ رفيق قريشي، اعجاز قريشي ۽ ٻيا.




ون يونٽ ٽٽڻ بعد دادو جيم خاني ۾ هڪ گڏجاڻي. ساڄي کان پهريون نامعلوم،
علي احمد قريشي، نياز احمد ڍڳو، رئيس علڻ خان لغاري، سيد مٺل شاهه پيري.



ون يونٽ ٽٽڻ بعد دوستن جي گڏجاڻي. ساڄي کان ويٺل دوست چانڊيو، منير چنا، شجاع شاهه،
غلام حسين خاصخيلي، اعجاز قريشي، يوسف ميمڻ، رياض مسان، ساڄي کان (بيٺل) اقبال ميمڻ،
ڪريم بخش قريشي، خدا بخش، ديدار حسين شاهه، پير مظهر الحق

